# انسان جي تاريخ

حصو پهريون



حبيب الله صديقي

# انسان جي تاريخ

(حصو پهريون)

مصنف

داڪٽر حبيب الله صديقي

ناشر

حبيب صديقي اڪيڊمي - ڄامشورو

بي ٢٧- سنڌ يونيورسٽي ايمپلائيز ڪوآپريٽو هائوسنگ

سوسائٽي ڄامشورو

| | | |
|---|---|---|
| كتاب جو نالو | : | انسان جي تاريخ (حصو پهريون) |
| مصنف | : | ڊاڪٽر حبيب الله صديقي |
| نگران طباعت | : | محمد موسيٰ ڀٽو |
| ڪور ڊزائين | : | عابد علي پٺاڻ |
| ڪمپوزنگ | : | اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر<br>400/بي يونٽ نمبر 4 لطيف آباد.<br>حيدرآباد. فون 861864 |
| ڪمپوزر | : | عبدالمقيت (منصوري ڀٽو) |
| هديو | : | 300 روپيا |
| تعداد اشاعت | : | 1000 |
| پريس | : | سنڌ يونيورسٽي پريس. حيدرآباد |

# انتساب

نالو اُنهيءَ عظيم جو قائم قديم آهي،
جنهن انس کي نوازيو، سو رب ڪريم آهي،
جيڪي حبيب ڄاڻو، سوئي رحيم سو آهي،
پاڻ ئي ٿو پاڻ ڄاڻي، پاڻ ئي عليم آهي.

## باسمه تعاليٰ

# تعارف

## (حرفِ استاد)

هي ڪتاب "انسان جي تاريخ" آهي. موضوع جيترو جاذب ۽ دل پذير آهي، اوترو ئي وسيع ۽ گهڻ طرفو آهي، هن مشڪل موضوع تي قلم کڻڻ جيتري قدر لائق مصنف جي همت ۽ حوصلي جي ساک ڀري ٿو، اوترو ئي سندس قلبي وسعت جي تصديق ڪري ٿو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي وڏي محنت ۽ محبت سان هي ڪتاب لکيو آهي. هن موضوع بابت هن مڙني مکيه ماخذن مان دليلن ۽ نتيجن کي يڪجاء ڪري جڻ درياء کي ڪوزي ۾ بند ڪيو آهي. سندس پنهنجي لفظن ۾ ته: "مون پنهنجي مختصر مطالعي ۾ مختلف سائنسي، نظرياتي، فلسفيانه اصولن، مذهبي عقيدن، تاريخي ۽ ادبي روايتن کي شامل ڪري، انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي." هن عبارت ۾ وڏي سنجيدگي ۽ تواضع آهي ۽ اهو مصنف جي صحيح علم، سوچ ۽ تحقيق جو ثمر آهي. صحيح علم اهو آهي جو گهٽو ڪجي ته به ٿورو ڪري ڄاڻجي!

علم الانسان يعني انسان جي تخليق، ترقي ۽ تاريخ جي ڄاڻ هڪ وڏو وسيع علم جنهن جو ماڊرن فڪري اصطلاح ۾ ترجمو "اين- ٿرا- پا- لاجي (Anthropology) آهي. هن علم جي ڄاڻ سان دماغ کلي ٿو. علم الانسان جي مطالعي کي وڏي اهميت هئڻ گهرجي سنه ١٩٥١ع ۾ جڏهن مون کي سنڌ يونيورسٽي ۾ شعبهء تعليم جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو ته مون پنهنجي مربي عالي دماغ وائس چانسلر علامه آءِ آءِ قاضي جي اجازت ۽ همت

افزائي سان، ايم. ايڊ جي نصاب ۾ هن علم جي جامع مطالعي، ۽ خاص طرح، سماجي انسانيات، (ڪلچرل اين ٿراپا لاجي) جي تفصيلي مطالعي کي لازمي ٺهرايو. پاڪستان جي تعليمي تاريخ ۾ اهو شرف سنڌيونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن کي حاصل آهي جو اتان اعليٰ تعليمي نصاب ۾ علم الانسان، جي مطالعي جي شروعات ٿي.

منهنجي لاءِ اها دلي خوشي جي ڳالهه آهي جو هن ڪتاب جو داناء مصنف ڊاڪٽر حبيب الله صديقي سنڌ يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن جي ڪامياب ۽ قابل شاگردن مان آهي. سندس هي عالمانہ علمي ڪتاب آئون پنهنجي خواب جي تعبير سمجهان ٿو.

هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ هڪ اهم اضافو آهي، جنهن سان سنڌ جي نوجوانن لاءِ علم الانسان جي مطالعي ۾ وڏيڪ آساني ٿيندي. انهيءَ مقصد خاطر ٿي مصنف هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيو آهي، حالانڪ انگريزيءَ ۾ به لکي سگهيو ٿي. هن صاحب وڏي ڪوشش ۽ ذهانت سان ڪيترن ئي مشڪل علمي الفاظن ۽ اصطلاحن کي انگريزيءَ مان سنڌي ۾ آندو آهي، جيڪو بذات خود هڪ وڏو علمي ڪشالو آهي. آئون سندس هن ڪامياب ڪوشش تي کيس دلي مبارڪ ڏيان ٿو.

۱۸ جولاءِ ۲۰۰۲ع                                                 ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

# مهاڳ

اڄ جو انسان پنهنجي سموري ترقي جي باوجود خود پنهنجي لاءِ هڪ راز بنيل آهي. انهي راز کي حل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ انسان جي مڪمل تاريخ مرتب ڪئي وڃي، جيڪا زماني جي خردبرد سبب ناممڪن آهي. البت هن وقت تائين ڪيل سيني سائنسي ۽ فڪري ڪاوشن کي يڪجاءِ ڪري، هڪ مجموعي خاڪو تيار ڪري سگهجي ٿو جنهن لاءِ هن مطالعي ۾ وس آهر ڪوشش ڪئي وئي آهي.

هڪ سوشلسٽ سائنسدان " انسان" تي تحقيق ڪرڻ جي ضرورت ۽ اهميت بيان ڪندي لکي ٿو تہ " انسانُ هڪ راز آهي، جيڪو ضرور حل ٿيڻ گهرجي، ۽ جڏهن توهان پنهنجي پوري زندگي، انهيءَ ( راز) کي حل ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيو، تڏهن ايئن نہ چئجو تہ اوهان پنهنجو وقت ضايع ڪيو آهي. " ١ ٻيو هڪ سوشلسٽ فلاسافر لکي ٿو تہ " انسان هڪ اڻ کٽ ڪائنات آهي ۽ اسان لاءِ ڪائنات، زندگي جو اهو اڻوٽ ڌاڳو آهي، جيڪو ازل تائين ٻڌو رهي ٿو. " ٢ حيوانات جي برطانوي ماهر، ڊاڪٽر چارلس ڊارون، جنهن پنهنجي نظريہ ارتقاء ذريعي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انسان باندرن جي هڪ خاص قسم مان ارتقاء ڪري موجوده صورت ۾ آيو آهي، ۽ هن پنهنجي پوري زندگي انهيءَ ناڪام ڪوشش ۾ گذاري ڇڏي، تنهن " حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ بيحد پڇتايو ۽ چيو تہ هن " جماليات" جي اعليٰ تر ذوق کي ضايع ڪيو هو. هن چيو تہ "جيڪڏهن مونکي ٻيهر زندگي ملي تہ دماغ جي انهن حصن جي ڪار گذاري کي محفوظ ڪندس، جن جو جمالياتي ذوق سان تعلق آهي." ٣ ڊارون کي پنهنجي زندگي ۾ اهو ارمان رهيو تہ سندس خيالن جي خالص سائنسي لاڙي، سندس ادبي ذوق، فنون ۽ موسيقي جي مزي کي کُند ڪري ڇڏيو. ( چشمبرس ج ٤، ص ٣٨٧) مشرق جي فلاسفر علامہ اقبال " انسان" جي حقيقت بيان ڪندي هڪ عمدو شعر چيو آهي:

" طلسم بود و عدم، جس کا نام هي آدم،
خدا کا راز هي ، قادر نهين جس پہ سخن،

اگـر نـ هو تجهيے الجهن، تو کـهـول کـر کـهـدون،
وجود حـــضـــرت انســـان، نـ روح هيے نـ بدن. "

انسانيت جي عظيم علمبردار سنڌ جي صوفي بزرگ شاه عبداللطيف ڀٽائي رح پنهنجي رسالي ۾ انسان جو راز هن طرح بيان ڪيو آهي:

" هو" پڻ ڪونهين " هن" ري، هيءُ نـ " هُن" هان ڌار،
" الانســــان ســـــري و آنا ســـــره" ، پروڙج پچار،
ڪـنـدا ويـا تـنـوار، عـــــالـم، عـــــارف اهڙي. "

دين اسـلام ۽ تمام عـبراني روايتن مطابق، دنيـا جو پهـريون انسانُ، حضرت آدم عليه السلام هو، جنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ، پنهنجي قدرت سان ( عين سائنس جي اصولن مطابق) مٽي ( مادي) جي خمير ۽ پنهنجي (زندگي بخش) روح ( توانائيءَ) جي مـرڪب مـان تخليق ڪيـو. سائنس جي سموري تحقيق انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي تـ بني آدم يا موجوده زماني جو انسان، ڪائنات جي طويل تجربن ۽ تبديلين، ترتي جي ارتقائي دورن ۽ آب و هوا جي سردي ۽ گرمي جي انتهائي مرحلن گذرڻ بعد، بغير تخم، پنهنجي منفرد صورت ۽ مخصوص جسماني خواه ذهني صلاحيتن سان، پيدا ٿيو آهي، علامـ اقبال جو هي شعر، فلسفي جو بـ ساڳيو نقطـ نظر پيش ڪري ٿو:

" هزارون ســال نرگس اپني بے نوري پے روتي هے ،
بري مـشڪل سے هوتا هے چمن مين ديده ور پيـدا. "

مون پنهنجي هن مختـصر مطالعي ۾ مختلف سائنسي نظرين، فلسفانـ اصولن، مذهبي عقيدن ۽ تاريخي ـ ادبي روايتن کي شامل ڪري، انسان جي تاريخ جو هڪ خاڪو تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مذهبي معلومات جا معروف ذريعا پاڪ الهامي ڪتاب، "بائيبل مقدس" ۽ " قرآن شريف" آهن. ازانسواءِ قديم انسـاني ذهن جو اظهـار يا نيم الهـامي قـديم ادب، ويد، اپنشد، مهاڀارت، گيتـا، رامائڻ وغيره ۽ ٻڌ ۽ جين ۽ زرتشتي ايراني مذهبي ادب کي تحقيق ۾ شامل ڪيو ويو آهي. سائنسي، تحقيقي ۽ معلوماتي ذريعن ۾، ارضيات، حياتيات، آثار قديمہ، فلڪيات، طبعيات، علم ڪيميا ۽ علم الانسان جو مطالعو، جديد ۽ تازه ترين تحقيقات سميت، بحث هيٺ آندو ويو

آهي.

" انسان" جي هيءَ مختصر تاريخ مرتب ڪندي، مون هيرودوٽس جي نظريہ تاريخ،علامہ ابن خلدون جي فلسفہ تاريخ، مولانا عبيد الله سنڌي جي فلسفہ مذهب، جارج برنارڊ شا، علامہ اقبال ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي جي مذهب متعلق نظرين ۽ مغربي خواه مشرقي مفڪرن جا انسان متعلق نظريا، مختصر طور تي مطالعي ۾ شامل ڪيا آهن.

" هيـرودوٽس" جو " نظريہ تاريخ" سندس لفظن ۾ هن طرح بيـان ڪيل آهي: " پڇاڳاڇا جي نتيجي ۾ حاصل ڪيل معلومات، انهيءَ لاءِ پيش ڪري رهيـو آهيـان تہ جيئن انسـان جي ڪاروائين جي ياداشت دنيـا تان ميسارجي نہ وڃي ۽ نہ ئي سندس ڪاميابيون ميجتا ڪان خالي رهجي وڃن، پوءِ اهي انسـان يوناني هجن يا سندن تعلق غيـر قـومن سـان هجي. منهنجو موضوع ٻئي ( يوناني توڙي غير يوناني قومون) آهن.۴. ڏند ڪٿائن ڪان وٺي ٻنهي ڌرين، ايرانين ۽ يونانين، جي مـوقفن تائين، " هيـرودوٽس" بلڪل غيـر جانبداري سان واقعات قلمبند ڪيا آهن، تاهم لکي ٿو تہ" منهنجو انهن قصن سان واسطو نہ آهي، مان جيڪي ڪجهہ بيان ڪرڻ وارو آهيـان، سو يوناني رياستن خلاف سڀ کان اڳاٽي اڳرائيءَ جو قصو آهي ۽ اتان آءٌ اڳتي وڌندس. جنهن ۾ انسـانن جون ڪيـئي ننڍيون وڏيون بسـتيـون اينديون، ڇاڪاڻ تہ ڪيئي شهر جيڪي ڪڏهن وڏا هئا، سي هاڻي ننڍا ٿي ويا آهن ۽ ڪيئي شهر جيڪي هاڻي وڏا آهن، سي اڳي ننڍا هئا. انسان جي خوشحالي هڪ نازڪ ڳالهہ آهي." ۵

" هيرودوٽس" جي لکيل تاريخ ۾ سنڌي قوم جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي: " سنڌي سپاهين ۽ سوارن کي سوٽي ڪپڙا پاتل هئا. سندن هٿن ۾ بانس جون ڪمانون ۽ بيد جا تير هئا، جنجي ڇهنب تي فولادي ڦر چڙهيل هئا"٦ " هيـرودوٽس" جي تاريخ، سن ۴٨٠ ق. م ڌاري، ايرانين ۽ يونانين جي وچ ۾، " ٽروجن" جي ميدان تي لڳل لڙائي بابت آهي. انهيءَ لڙائيءَ ۾ " سنڌي سپاهي" ايرانين جي طرفان وڙهي رهيا هئا.

هيرودوٽس پنهنجي " نظريہ تاريخ" مطابق تحقيق ڪندي هڪ اصول قائم ڪيو آهي، جنهن کي "اتحاد ۽ تنظيم جو تاريخي اصول" چئي سگهجي

ٿو. هو لکي ٿو ته، " جيتوڻيڪ يونانين جي زبان، مذهب ۽ تخيل هڪ هو، ۽ لڙائيءَ بابت سندن جذبات به ساڳيا هئا، تاهم يوناني سپاهين ۾ سياسي نفــاق هو ۽ سندن اڳواڻ جهڳڙالو هئـا. ٻئي طرف ايران جي شــهنشــاه "زرڪس" (Xerxes) جي لشـڪـر ۾ سندس پنهنجي " ايراني" ۽ " ميـد" سپـاهين کـان علاوه سٿين، ڪپدوسين، ليـدين، لاٿسين، بخطرين ۽ هندين (سنڌين) جا جٿا پڻ شامل هئا. جن بحري آرماڙ جي جهازن تي جنگ جو دارومدار هو، انهن کي فنيقي (لبناني) ۽ مصري ملاح هلائي رهيا هئا ۽ انهن ۾ ڪجهه يوناني به شـامل هئـا. پوءِ به اها هڪ مـتـحـد ۽ منظم فـوج هئي.٧" " هيـرودوٽس" انهي " اتحـاد ۽ تنظيم جي اصـول" کي تاريخ جي عمل جو بنياد قرار ڏنو آهي. " هيرودوٽس" کان اٽويهه صديون پوءِ، مشرق ۾ علامه عبدالرحمان ابن خلدون ( ١٤٠٦ - ١٣٣٤ع) " تاريخ جو فلسفو" پيش ڪيو. سندس استدلال موجب: " تاريخ ٻڌائي ٿي ته، وقت بوقت دنيا جي حـالت ڪهـڙي طرح تبـديل ٿـيندي رهي آهي، ڪهـڙي طرح قـومن بادشاهتون قائم ڪيون، پهرئين اهي ڪهڙي ريت زمين تي پکڙيون ۽ ان کي آباد ڪيائون، پوءِ آخر سندن اقبال جو وقت پورو ٿيو ۽ زوال هنن کي هستي جي صفحي تان غلط حرف وانگر مٽائي ڇڏيو. غور ڪجي ته " تاريخ" ڏاهپ جو سبق سيکاري ٿي، تنهن ڪري ان جو شـمـار " فلسفي" جي علمن ۾ ڪرڻ گهرجي.٨

اسلامي ادب ۾ تاريخ جو مرڪزي ڪردار رهيو آهي. ليڪن چوڏهين صدي عيسوي ۾ علامه ابن خلدون محسوس ڪيو ته معتبر مسلمان تاريخ نويس جن واقعن کي جمع ڪيـو هو، انهن ۾نااهل قلم ڪارن، فن ( تاريخ نويسي) ۾ رخنو وجهندڙ بيهوديون روايتون ۽ واهيات قصا ڪهاڻيون هِتان هُتـان آڻي يا هٿ جون ٺـاهي، شـامل ڪري ڇڏيون هيـون. پوين نسلن انهن روايتن ۽ خبرن تي اعتبار ڪيو....... نه واقعن جي سبب جي جاچ پڙتال ڪئي ۽ نه بيـهـوده روايتن کي خارج ڪري انهن جي ترديد ڪئي. اهوئي سبب آهي جنهن ڪري هن وقت ( ١٤ هين صدي عيسوي) جون تاريخون تحقيق کان خالي آهن..... حق هميشه غالب رهندو آهي ۽ باطل مردود ۽ نامقبـول ٿيندو آهي. فن جا نقاد انهن روايتن کي پاڻ، عقل جي ترازيءَ ۾

وجهي توري تڪي، فيصلو ڪري سگهن ٿا ته انهن مان ڪهڙيون روايتون ۽ نقل، انڪار ۽ ترڪ جي لائق آهن ۽ ڪهڙا تسليم ۽ اعتبار جي قابل آهن، ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ جيڪي واقعا پيش ايندا ۽ گذرندا رهن ٿا، انهن لاءِ اڳوات ڪي خاص طبعي حالتون ۽ واقعات موجود هوندا آهن، انهن تي ئي سڀ روايتون پرکيون ۽ ويچاريون وينديون آهن"٩.

گمراه تاريخ نويسن بابت علامه ابن خلدون ڄاڻائي ٿو ته انهن " آزاديءَ جو وسيع ميدان ڇڏي تقليد جي تنگ ۽ اونداهي رستي تي هلڻ شروع ڪيو آهي، اهي قديم واقعات کي جامع ۽ عام انداز ۾ بيان ڪري نه ٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته انهن ( قديم) حادثن جي اصول ۽ سبب کان هو خود به بي خبر آهن ۽ انهن جي قسمن ۽ جنسن جي تحقيق ۽ تميز ڪرڻ کان قاصر آهن..... سندن تحرير ڪيل تاريخون، " تاريخ" جي فائدن کان خالي آهن" ١٠.

اهڙين بيسود تاريخن جي مطالعي بعد، علامه ابن خلدون، پنهنجي سياسي ۽ منصبي مصروفيتن جي باوجود، تاريخ نويسيءَ جي فن ۽ اصولن مطابق پاڻ تاريخ مرتب ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سندس لکيل تاريخ جو پورو نالو: "كتاب العبر و ديوان المبتدا والخبر في ايام العرب والعجم والبربر ومن عاصر هم من ذوي السلطان الاكبر" آهي، جنهن ۾ هڪ ديباچو، هڪ مقدمو ۽ ٽي جلد شامل آهن. سندس تحرير ڪيل مقدمو، تاريخ جي فضيلت، افاديت، طريقن ۽ تحقيق ڪندڙ مورخين کي پيش ايندڙ مغالطن تي هڪ جامع مطالعو آهي.

پنجين صدي قبل مسيح ۾ هيروڊوٽس " تاريخ جو نظريو" پيش ڪيو، جنهن مطابق "اتحاد ۽ تنظيم جي اصول" کي تاريخ جي عمل ۽ قومن جي ڪمال ۽ زوال جو بنياد بڻايو ويو آهي. چوڏهين صدي عيسوي جي اختتام تي. " علامه عبدالرحمان ابن خلدون" " تاريخ جو فلسفو" پيش ڪيو، جنهن ڪري کيس " تاريخ جي فلسفي جو باني" ۽ " تاريخ" کي فلسفي جو علم قرار ڏنو ويو آهي. اڄ ايڪويهين صديءَ عيسوي جي آغاز ۾ ڏسجي ٿو ته تاريخ کي " سائنس" جي طريقن مطابق تحقيق ۽ تصديق جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن تاريخ جو ڪو واحد مسلسل ذريعو شمار ڪيو وڃي ته اهو

" مذهب" آهي. هن مطالعي ۾ مذهبي معلومات کي سائنسي طريقن ذريعي حاصل ڪيل معلومات سان ڀيٽيو ويو آهي. تاهم اها محض هڪ انڪواري رپورٽ آهي. پڙهندڙن ۽ اختياريءَ وارن عالمن تي ڇڏيل آهي ته انهي کي قبول ڪن، رد ڪن يا ان ۾ ردوبدل ڪن. دل کي خوش ڪندڙ ڪاميابي بهرحال، اها ٿيندي جنهن مان تاريخ جا فائدا، ڏاهپ جا سبق ۽ سوچ جون نيون لاٽون ۽ واٽون ملي سگهن:

هن تحقيقي مطالعي ۾، مون سنڌي ٻولي استعمال ڪئي آهي، جيتوڻيڪ انگريزي ۾ لکڻ وڌيڪ آسان هو: فني محاورن ۽ تاريخي مواد کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻو نه پوي ها، ۽ فقط حوالا ڪافي ٿين ها. شايد پڙهندڙن ۽ سمجهندڙن جو تعداد به وڌيڪ ٿئي ها، ليڪن مون سنڌي ٻولي جو ذريعو پسند ڪريو، جنهن جا به خاص مقصد آهن:

(١) سنڌي ادب ۾ جديد سائنسي معلومات ۽ ڪوجنائن، دنيا جي مختلف قومن، مذهبن ۽ تهذيبن ۽ انسان جي دنيا جي مجموعي نوعيت ۽ تاريخ جاگرافيءَ بابت مستند معلومات کي ڪٺو ڪجي، ۽ (٢) اهي پڙهن جيڪي انگريزي زبان تي پوري دسترس نه ٿا رکن:

"ڪيائين ڪيچين لاءِ، جسو جلاوت
ڇڏي، پيني ڇپرين، هاري سڀ حجت،
هٿي نمائي نست، پنڌ وتائين پاڻ تي" ١١.

حبيب الله صديقي پاٽائي

" بيت العزت"
سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو
٨، اپريل ٢٠٠٢ع

# پيش لفظ

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب سنڌ جي انهن چند خوش قسمت ڏاهن ۾ شامل آهي، جيڪي پنهنجو قيمتي وقت قيل قال، مجلسي بحثن ۽ لاحاصل اجلاسن ۾ صرف ڪرڻ جي بدران قوم جي فڪري تعمير جي بنيادي ڪم ۾ صرف ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي شهرت ۽ نام آوري ڪان پري ٿي، معاشري جي جوڙجڪ ۾ پنهنجي حصي جي ڪردار جي ادائگي لاءِ فڪرمند آهن ۽ ان لاءِ ڪوشان پڻ آهن. موصوف کي اها پڻ سعادت حاصل آهي تہ هن هڪ پاسي تہ سنڌ جي بزرگن جي علمي وراثت ۽ فيض نظر مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪري، پنهنجي اندر کي اجاريو آهي، جنهن سان انسانيت جون ڪيتريون ئي وصفون سندس مزاج جو حصو بڻجي چڪيون آهن، تہ ٻي پاسي وري هن فڪر، فلسفي، تصوف، مذاهب، تاريخ، علم ارضيات، علم حياتيات، علم آثار قديمہ، علم فلڪيات، علم طبعيات، علم الانسان ۽ جديد ڪوجنائن تي مشتمل ڪتابن جو وسيع مطالعو ڪري، پاڻ کي علم ۽ ڏاهپ جي اهڙي مقام تي پهچايو آهي، جتان قوم کي پنهنجي فڪر جي نتيجن مان چڱيءَ طرح فيضياب ڪري سگهجي ٿو ۽ پنهنجي فڪر ذريعي نئين نسل جي اهڙي نظرياتي تربيت ڪري سگهجي ٿي، جنهن ذريعي اها ڪائنات، حقيقت ڪائنات، تخليق ڪائنات، انسان ۽ ان جي فطرت ۽ قومن جي عروج و زوال جي بنيادي رازن کي سمجهي، پنهنجي لاءِ بهتر ۽ مفيد راهہ متعين ڪري سگهي ٿي.

ان سلسلي ۾ صديقي صاحب جو زير نظر ڪتاب " انسان جي تاريخ" هڪ اهڙي اهم ڪاوش آهي، جيڪا پنهنجي موضوع تي هڪ جامع ڪاوش آهي ۽ سوين ڪتابن جو نچوڙ آهي ۽ پڙهندڙن کي هن موضوع تي اردو ۽ انگريزي ۾ لکيل بي شمار ڪتابن ڪان بي نياز ڪري ٿي. هي ڪتاب انساني تاريخ جي انسائيڪلو پيڊيا آهي. مصنف جي محنت، ڪاوش، ڪوجنا ۽ انساني تاريخ سان واسطو رکندڙ مڙني مسئلن بابت معتدل ۽ غير جانبدار نقطہ نگاهہ

۽ هر موضوع تي سير حاصل بحث ڪي پڙهندي ائين محسوس ٿي رهيو آهي جڻ تہ انساني تاريخ تي سندس لکيل انسائيڪلوپيڊيائي ڪتاب ڪنهن هڪ ڏاهي جي نہ، پر ڪيترن ئي ڏاهن جي گڏيل محنت جو نتيجو آهي.

ڪتاب ۾ انساني تاريخ جو ڪيترن ئي پهلوئن سان تجزيو ڪيو ويو آهي، ڪائنات جي تخليق ۽ ابتدائي دور جي انسان جو مطالعو، تهذيبن جو عروج و زوال، خانداني نسلي ۽ قومي حڪومتن جي ٺهڻ ۽ ڊهڻ جي تاريخ، قومن جون هڪ ٻئي سان لڙائيون، بادشاهن جي خانداني اختلافن جي ڪهاڻي، فڪر ۽ فلسفي جي دنيا ۾ ڏاهن ۽ فلاسفرن جي پاران پيش ڪيل نظرين جو جائزو، اهم مذهبن جي باني جي مذهبي تعليمات جو مطالعو، تاريخ ساز حڪمرانن جي مثالي ڪردار جون جهلڪيون، قومن جي ترقي ۽ اوسر ۾ سندن اخلاقي نصيب ا◌ لعين جي اهميت، صحيح مذهبي تعليمات ۾ وقت گذرڻ سان گڏ ڦيرڦار ۽ هٺ ڇراند جو ذڪر، قومن جي تاريخ ۾ خير ۽ شرجي وچ ۾ ٿيندڙ ڇڪتاڻ جو جائزو، پاڪيزه نصب العين کي ڇڏي ڏيڻ سبب قومن جي زندگي ۾ پيدا ٿيندڙ خال جو ذڪر، فني ۽ علمي ترقيءَ کي تهذيبن جي ارتقاء لاءِ استعمال ڪرڻ جي ڪوشش جي تفصيل، انساني ڪلچر ۾ فردن جي تخليقي قوتن جي ڪردار جو مطالعو،تاريخ جي مختلف اهم ۽ قابل ذڪر تهذيبن جو ذڪر، مادي ترقي ۽ قوت جي نشي ۾ فطري اصولن کي نظر انداز ڪرڻ جي نتيجن ڏانهن اشارا، اخلاقي، سياسي ۽ اجتماعي زندگيءَ ۾ رهنمائي لاءِ انسان جي پنهنجي تخليق ڪيل نظريات کي بنياد بنائڻ جي ڪاوش جو ذڪر، خدا جي رهنمائي يعني انبيائن جي ذريعي وحي جي تعليمات کي مسترد ڪرڻ جي اثرات جو جائزو، انساني معاشري جي تشڪيل ۾ انبياءِ ڪرام جي تاريخ ساز جدوجهد جا تفصيلات. انسان جي درجي بدرجي ذهني، علمي، تهذيبي ۽ سائنسي ترقي جو مطالعو، غرض تہ انهن ۽ اهڙي قسم جي ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي ڪتاب ۾ بحث ڪري، پڙهندڙن کي قيمتي معلومات ڏيڻ سان گڏوگڏ حقيقت پسند ذهن سان انساني تاريخ جي مطالعي جو ذوق پڻ پيدا ڪرڻ جي ڪاوش ڪئي وئي آهي.

مصنف تحقيق ۾ ڪيترن ئي جاين تي اعليٰ تحقيقي ذهن ۽ مجتهدانه صلاحيتن کان ڪم ورتو آهي. ڪتاب ۾ واقعن جي چنڊڇاڻ ۽ نتيجن ڪڍڻ لاءِ مصنف جنهن بصيرت ۽ تجزياتي صلاحيت کان ڪم ورتو آهي، اها بصيرت ۽ سندس تحقيقي شان کيس محققن جي پهرين صف ۾ شامل ڪري ٿو. غير جانبدار مبصر ڪتاب جي مطالعي مان اها راءِ قائم ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي ته هڪ ته مصنف ڪتاب ۾ تحقيق جو جيڪو شان قائم رکيو آهي، ان کي آخر وقت تائين برقرار رکيو آهي، ٻيو اهو ته ڪنهن به معاملي ۾ پنهنجي موقف ۽ دعويٰ جي تصديق خاطر مستند حوالا پيش ڪيا آهن. اهڙيءَ طرح انسان جي تاريخ جي موضوع تي لکيل هي ڪتاب پنهنجي موضوع تي نه صرف سنڌي زبان پر اردو ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ پڻ منفرد جاءِ والاري ٿو.

انساني تاريخ جو سڀ کان وڏو سبق جيڪو زير نظر ڪتاب جي مطالعي مان اسان کي ملي ٿو، اُهوهيءَ آهي ته قومن ، نسلن ۽ خاندانن جي عروج، سرفرازي، ڪاميابي ۽ ترقيءَ جو سمورو دارومدار انساني جي نقطه نگاهه سان نافع هئڻ آهي، سوڀ حاصل ڪندڙ قومون جيستائين همت، حوصلي،بهادري ، شجاعت، فوجي سازو سامان ۽ جنگي مهارت ۽ مادي ترقيءَ کي قدرت جي ڪاميابيءَ جي مستقل اصولن مطابق استعمال ڪن ٿيون، تيستائين ته اهي سرفرازي، حڪمراني ۽ ٻين قومن جي مٿان سوڀ ۽ برتري جي مقام تي فائز رهن ٿيون، پر جيئن ئي سندن انسانن کي نفعو رسائڻ جي صلاحيت گهٽبي وڃي ٿي، تيئن سندن اقتدار، عروج ۽ ڪاميابي متاثر ٿئي ٿي ۽ زوال شروع ٿئي ٿو. انسانن لاءِ نافع هئڻ، الله جي مخلوق کي فائدو رسائڻ ۽ قدرت جي وسيلن کي ڪتب آڻي، انهن کي عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ استعمال ڪرڻ، حڪمرانن ۽ طاقتور ترين جي ڪاميابي جو اهو پهريون قدرتي اصول آهي، جنهن جي چوڌاري قومن جي ڪاميابي ۽ ترقي جي سموري تاريخ گهمي ٿي. تاريخ ۾ ڪابه اهڙي قوم ناهي گذري، جنهن قدرت جي مٿين اصول جي ٻيچ ڪڙي ڪري گهڻي دير تائين ڪاميابي ماڻي هجي، قدرت جي انهيءَ اٽل ۽ مجيل اصول جي باوجود اخر اٿين ڇو آهي جو ڪوبه حڪمران خاندان يا نسل

يا رياست گهڻي دير تائين انهيءَ اصول جي پاسداري نـ ڪري سگهي آهي ۽ جلد ئي زوال جو شـڪـار ٿي آهي، ان جو بنيـادي ڪارڻ اهو آهي تـ بدقسمتيءَ سان حڪمران نسل ۽ آزادي حاصل ڪندڙ قومن کي اها غلط فهمي ٿي ويندي آهي تـ سندن وڏن کي جيڪو اقتدار، دولت ۽ مان مرتبو حاصل ٿيو هو، اهو سندن اتفاق، بخت يا وڏ ۾ وڏ سندن ذاتي ڪوششن، محنتن ۽مادي برتريءَ جو نتيجو هو، ان ۾ قوم جي عام فردن جي حوالي سان نافع هئڻ جي قدرتي اصول ۽ اخلاق معيار کي ڪوبـ عمل دخل حاصل نـ هو. انهيءَ غلط فهمي سبب حڪمران نسل ۽ اقتدار سان واسطو رکندڙ ٽريون عيش عشرت ڏانهن راغب ٿي ويندي آهن ۽ دولت ۽ خوشحالي ۾ عام ماڻهن جي شرڪت کي غير ضروري سمجهي، پنهنجي عيش و عشرت ۽ رياست جي وڌندڙ خرچن جو بار عا ماڻهن تي مڙهڻ شروع ڪنديون آهن، جنهن جي نتيجي ۾ حڪومت جو بنياد لڏي ويندو آهي ۽ ٻاهرين حملـ آور فوج جي مقابلي ۾ اها جٽاءُ نـ ڪري سگهندي آهي.

قومي آزاديءَ جي نتيجي ۾ واپارين، سرڪاري آفيسرن ۽ دانشورن کي جيڪا خوشحالي حاصل ٿيندي آهي، بدقـسمتيءَ سان اهي طبقا انهيءَ خوشحالي کي قومي آزادي جو اجتماعي ڦل سمجهڻ جي بدران، ان کي پنهنجي ذاتي ڪاوشن جو نتيجو سمجهندا آهن ۽ قومِ جي ٻين فردن کي آزاديءَ جي انهيءَ ھڙ حاصل ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ تيار ناهن ٿيندا. پر جيئن ئي مٿاهن طبقن جي انهيءَ خود غرضي، مفاد پرستي ۽ اجتماعي قومي مفاد کي قربان ڪرڻ جي ڪڌين حرڪتن سبب اجتماعي ٻڌي ڪمزور ٿيندي آهي ۽ دشمن حملـ آور ٿيندو آهي تـ سڄي قوم سان گڏ عيش عشرت ۾ مبتلا طبقا پڻ غلامي جي ور چڙهي ويندا آهن. ان وقت مٿن اهو راز کلندو آهي تـ سندن آزادي، ترقي ۽ خوشحالي، انهن جي ذاتي ڪاوشن جو نتيجو نـ هئي. پر اها قوم جي گڏيل آزاديءَ جو نتيجو هئي ۽ آزادي جي نعمتن ۾ قوم کي سندن گهربل حصو نـ ڏيئي، هنن وڏي حماقت جو مظاهرو ڪيو آهي. انهي حماقت جو نتيجو پهريون قوم جي دلين ۾ نفرت، ٻڌي ۽ اتحاد جي خاتمي ۽ آخر ۾

جسماني، معاشي ۽ سياسي غلامي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي.

انساني تاريخ جي مطالعي جو اهو پهريون ۽ سڀ کان اهم ۽ وڏو سبق آهي، جيڪو زير نظر ڪتاب جي گهري مطالعي مان اسان کي مليو ٿو، پر افسوس آهي تہ تاريخ جي انهيءَ سڀ کان وڏي سبق مان گهٽو ڪري ڪو سبق حاصل نہ ڪيو ويو آهي، تاريخ ۾ بار بار قومون عروج کان پوءِ غلامي، ذلت ۽ محتاجيءَ ۾ مبتلا ٿيون آهن، پر سوڀ حاصل ڪندڙ قومن عروج ، امن ۽ سلامتيءَ واري دور ۾ بيهر اهي ساڳيون ئي غلطيون ورجايون آهن، جيڪي هن کان اڳ ڪاميابي حاصل ڪندڙ قومن ڪيون هيون، هينئر تائين قومون مسلسل اهي ساڳيون غلطيون دهرائينديون رهن ٿيون. ۽ تاريخ مان سبق حاصل ڪري، پنهنجي ڪردار ۾ تبديلي آڻڻ جي ڪا ضرورت محسوس نٿيون ڪن.

جديد دور ۾ نوجوان نسل کي جديد علوم جي ضرورت آهي، جنهن جي اسان جي سنڌي ادب ۾ شديد کوٽ آهي، هي ڪتاب ڪنهن حد تائين انهي کوٽ جو پورائو ڪري ٿو. جيڪڏهن روشن دماغ محقق ۽ اديب هن سلسلي کي اڳتي وڌائيندا يعني جديد علمن کي پنهنجي تهذيبي پس منظر ۾ پيش ڪرڻ جي ڪاوش ڪندا تہ چين ۽ جاپان وانگر اسان جو سنڌي ادب تاريخ، تعليمي مواد ۽ معيار جي اعتبار سان بين الاقوامي معيار تي پهچي سگهي ٿو.

٨ ، اپريل ٢٠٠٢ع

محمد موسيٰ ڀٽو
حيدرآباد

# فهرست مضامين

# باب پهريون

## ڪائنات جي تخليق

### ويدانيت

انسان ذات جڏهن ڪان هوش سنڀاليو آهي، تڏهن کان سندس طرفان پنهنجي حقيقي خالق ۽ سندس تخليق بابت سوچ ويچار جو سلسلو هلندو آيو آهي. دنيا جي قديم مذهبي ڪتاب، "رگ ويد" ( اٽڪل ١٥٠٠ ق . م کان ١٠٥٠ ق . م) ۾ آريا برهمڻ جو ابتدائي ويچار هن ريت هو:

" نہ موت ٿي نہ ابدي حياتي هئي،
نہ ڪا رات ڏينهن جي سچائي هئي،
ڪنيو ساهہ آنند جو، " هن" ٿي فقط......، ١

پنڊت تشريح ڪندي لکن ٿا تہ " منڍ ۾ هر هوند اڻ هوند انت ڪال هئي ( هر شيءِ، لاشيءِ ناپيد هئي). اونداهي آڪاش ( خلا) ۾، هڪ اڪيلي " ماني" ( ڪريم)، هوا ڪانسواءِ ساهہ ڪنيو ٿي......"٢.

" تيو منڍ ۾ " ڪام" نازل متس.
بنيادي هئو ٻج اهوئي تہ بس،
تيو پيدا جيڪو ٻڌيءَ ۾ فقط......."٣.

" ڪام" هندومت ۾ " پريم ديوتا" آهي، ليڪن " ٻشم" جي وضاحت موجب، هن پچن ۾ " ڪام" جو مطلب " آفاقي خواهش" يا "آڪاشي اڇا" آهي، جنهن جو هتي هڪ غير واضح انساني تصور پيش ڪيو ويو آهي. جيئن سنڌو ماٿريءَ جي پيدائش جي خدا " شو" بابت هماليہ سلسلي جي ناگاپربت ۾ سندس مندر جي روايت مطابق هماليہ جي خوبصورت ڌيءَ " پاروتي"، پريم ديوتا " ڪام" جي مدد سان، " شو" کي موهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري ٿي. ليڪن آخر جوڳڻ جي روپ ۾ "شو" متس عاشق ٿئي ٿو.٤ " آفاقي خواهش"جي معنيٰ ۾ " ڪام"جي تشريح هن طرح ڪئي وئي آهي تہ جڏهن هن (اڪيلي ماني، برهما،

خلقيندڙ) ۾ڪام (اِڇا خواهش مرضي) اُڀل ڏني ( ڇڪ يا ڇڪ ڏني) ته تخليق جي ابتدا ٿي"٤.

" رگ ويد" هڪ وڏي عرصي تائين لکبو رهيو. ( ١٠٥٠ - ١٥٠٠ ق . م) پوئين دور ۾ ڪائنات جي تخليق جو ڪارڻ " قرباني" ڄاڻايو ويو. پُرسُ ( پهرين انسان) جيڪو ڪائنات جي تخليق کان اڳ پاڻهي پيدا ٿيو هو، انهيءَ پنهنجي اولاد ديوتائن جي دنيا پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ کي قربان ڪيو ۽ سندس خدائي جسم مان ڪائنات پيدا ٿي: انهي ڪري سڀني انسانن تي قرباني لازمي قرار ڏني وئي، ڇاڪاڻ ته قرباني ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ جو ڪارڻ سمجهي وئي ٿي.٥

بشر جو چوڻ آهي ته " رگ ويد" جي مکيه متن ۾ هڪ اڪيلي خالق جو صاف طور تي ذڪر ڪيل نه آهي، ليڪن ويدن جي آخري دور ۾ (جڏهن آرين تي هند - سنڌ جي مقامي مذهب جو اثر ٿي چڪو هو) " پرجا پتي" ( سنڌو ماٿري جي " شو" پسوپتي جي طرز تي) ۽ " برهمڻ" جو تصور وڌيڪ واضح طور تي اڀِتي وڌايو ويو. " برهمن" سنسڪرت زبان جي گرامر مطابق " جنس عام" آهي. انهي کي " جنس مذڪر" ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ " برهما" چيو ويو، جيڪو ڪائنات جو اصل روح آهي. جنهن مان هر شيءِ پيدا ٿئي ٿي ۽ پنهنجو مدو پورو ڪري واپس وٽس موٽي وڃي ٿي. " برهما" ڀڳوان آهي، هو پاڻهي پيدا ٿيو ۽ هن مان ڪوبه اولاد پيدا نه ٿيو. هو بيپرواهه آهي، ازل کان ابد تائين رهندو ۽ بيپناهه قوت ۽ قدرت رکي ٿو" ٦.

اني اچي هندو ذهن بت پرستي طرف راغب ٿئي ٿو ۽ " برهما" جي مورتي بيان ڪري ٿو: " سندس رنگ ڳاڙهو آهي ۽ چار مٿا اٿس، پنجون مٿو پسم ٿي ويو (؟) انهي ڪري هن کي "چتر لک" يا "چتر انانا" به چئجي ٿو. هن جا چار هٿ آهن: هڪ هٿ ۾ چار ويد ( يعني هي تصور ويدن جي آخري دور - ٨٠٠ - ١٠٥٠ ق . م) ۾ قائم ڪيو ويو.) ٻئي هٿ ۾ گڏون (پاڻيءَ جو لوٽو)، ٽئين هٿ ۾ تير ڪمان ۽ چوٿين هٿ ۾ حڪمرانيءَ جي لٺ اٿس" ٧. هيءَ " برهما" سنڌو ماٿري جي " شو" جو ثاني آهي، جيڪو مقامي عقيدي موجب " اڪيلو خدا" آهي، اعليٰ صفتن جو مالڪ

آهي، هن ” مادو“ ۽ روح“ خلقيا آهن. هو روحن کي ٻيهر دنيا ۾ آڻي ٿو ۽ انهن مان، ٻين انفرادي روحن ۽ سڄي سنسار جي هدايت لاءِ ” شو“ پاڻ کي ظاهر ڪري ٿو ٨ ( اوتار وٺي اچي ٿو، انساني روپ ۾ اچي ٿو) تاهم سنڌو ماٿري جي مذهب مطابق اهو واحد خلقيندڙ خدا، ” شو“ به آخرڪار انسان جي ذهن جي نفساني تصور ” لنگ“ ( مخصوص مرداني عضوي) جي صورت وٺي بُت بنجي ويو.۽ يوني ( مخصوص زناني عضوي) جي شبيهہ ٺاهي ان کي ” ماتا ديوي“ بنائي پوڄيو ويو.

” ويدن“ ۾ جنسي ميلاپ کي پڻ تخليق جو سبب ڄاڻايو ويو آهي ۽ هڪ سوني آني ( بيضي) يا ”هرنيہ گربه“ ( ڪائناتي حمل) جو به ذڪر ملي ٿو ۽ ٻئي هنڌ ڪوي خيال ظاهر ڪري ٿو ته هي سنسار (دنيا ۽ ڪل ڪائنات) تپش ( يعني گرميءَ) سبب پيدا ٿي آهي، (مذهبي انداز ۾ تشريح ڪندي تپش کي تپشا يا رياضت قرار ڏنو ويو آهي. ليڪن تپش آتش جو عمل پڻ آهي، تنهن ڪري) ” ڪوي“ پاڻ ٻتال ٿي وڃي ٿو ۽ چوي ٿو ته ”شايد“ ” پرجا پَتي“ / ” برهما“ پاڻ به اهو راز نہ ٿو ڄاڻي. ” ٩

” رگ ويد“ جي پس منظر ۾ انساني تهذيب ۽ فڪر جا ڪيئي جگ گذريا، جن ۾ سنڌو ماٿري، مصر، ميسو پوٽيميا ( عراق) وغيره جا تهذيبي دور اچي وڃن ٿا. تنهن ڪري هن قديم ترين مذهبي پستڪ جي انتساب ۾ هي عبارت ملي ٿي:

” انهن سياڻن، انسان جي ابن ڏاڏن، اول راه لهندڙن، جي نالي........“ ١٠

انهن سياڻن، آرين جي ابن ڏاڏن، خلائي نظارن ۽ قدرت جي مادي عنصرن کي طاقت ۽ عبادت جو محور بڻايو هو. تاهم ڪتي ويدن ۾ هڪ الهامي آواز پڻ آيل آهي. ” ويد“، سنسڪرت جي لفظ ” ود“ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڄاڻ. ” ويد“ الهامي ڪتاب نہ آهن، جيتوڻيڪ هندو ڌرم وارن جي اڪثريت ويدن کي الهامي ڪتاب مڃي ٿي. پنڊت جواهر لال نهرو جي راءِ مطابق ” ويد، فقط پنهنجي زماني جي ڄاڻ جو پنڊار آهن. ان ڄاڻ جي پنڊار ۾ ڪتي هيڏن به لڪيل آهي ته ” سچائي ٠ هڪ آهي. سياڻا انهيءَ کي جدا جدا نالن سان سڏن ٿا“١١.

پهريون ويد، " رگ ويد" شايد انسان جي ذهن جي پهرين ڪاوش آهي. فڪر جو سلسلو وڌندو رهيو، جيڪو " رگ ويد" جي مولف، پيدائش جي گيت" ۾ هن طرح آندو آهي:

" اهو جيڪو تخليق جو منڍ آهي،
اها سڀ هن پاڻ ناهي يا نه ناهي،
اتاهين آڪاش ۾ ڪنهن جي نظر تي پرتوي هلائي؟
اهوئي سچ ته ڄاڻي ٿو،
يا ته شايد هو به نٿو ڄاڻي......١٢"

"سچ ڪير ٿو ڄاڻي ۽ ڪنهن آ ٻڌائي،
هو ڪٿان ڄائو ۽ هي تخليق ڪٿان آئي،
ديوتائون ڌرتي نهڻ ڪان پوءِ پيدا ٿيا،
پوءِ ڪير ٿو ڄاڻي پاڻ پنهنجي ابتدا". ١٣.

"نسديه پجن" ( ١٢٩ . ١٠) ۾ چيو ويو آهي ته " منڍ ۾ ڪجهه به نه هو سواءِ هڪ هستيءَ جي جنهن پنهنجي قدرت ۽ طاقت سان، ساهه بنا ساهه کنيو ٿي". اڳتي چيو ويوآهي ته: تپش ( سخت رياضت) جي شڪتي (روحاني طاقت) ذريعي پهريون تضاد ( جسم ۽ روح جو) وجود ۽ لاوجود جو، يعني متحرڪ قوت ( روح) ۽ غير متحرڪ " مادي" جو پاڻ ۾ ٽڪر ٿيو. باقي واڌارو " ڪام" ( معنيٰ خواهش) ذريعي ٿيو. " ڪام" "منسوريته" يعني دماغ جو ڪيڙو آهي ۽ خود شعوري (Self con- sciousness) جي نشاني آهي. اها وجود ۽ عدم وجود جي وچ ۾ هڪ " ٻنڌڻ" آهي، جيڪو جيو کي ٻڌل رکي ٿو. آخر ۾ خود شاعر شڪ ڏيکاريندي چوي ٿو:

" ڪو ويد؟" معنيٰ " ڪير ٿو ڄاڻي؟" ١٤

## الهامي علم

دنيا جي قديم ترين الهامي ڪتاب، " بائيبل مقدس" ( پراڻو ۽ نئون

عهد نامو يعني توريت، زبور ۽ انجيل مقدس) جي پيدائش واري باب ۾ ڪائنات جي تخليق جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي:

" خدا منڍ ۾ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو ۽ زمين بي ترتيب ۽ ويران هئي ۽ اونهائيءَ جي مٿان اونداهي هئي. خدا جي روح پاڻيءَ مٿان آرو ڪيو ۽ خدا جو حڪم ٿيو تہ سوجهرو ٿئي ۽ سوجهرو ٿيو...... ۽ خدا سوجهري کي اونداهي کان ڌار ڪيو...... سو سوجهري کي " ڏينهن" سڏيو ۽ اونداهيءَ کي " رات" سڏيائين..... سو پهريون ڏينهن ٿيو ۽ خدا حڪم ڪيو تہ پاڻي جي وچ ۾ خال ٿئي: ۽ خدا خال کي " " آسمان" سڏيو....... ۽ ٻيو ڏينهن ٿيو ۽ خدا حڪم ڪيو.... تہ خشڪي ظاهر ٿئي: ۽ ائين ٿيو ۽ خدا خشڪي کي " زمين" سڏيو ۽ گڏ ٿيل پاڻيءَ کي "سمنڊ" سڏيائين. ۽ خدا حڪم ڪيو تہ "آسمان" جي خال ۾ روشنايون ٿين تہ " ڏينهن " کي " رات" کان ڌار ڪن، ۽ اهي نشانيون، مندن، ڏينهن ۽ " ورهين" لاءِ ٿين: ۽ آسمان جي خال ۾ سوجهري لاءِ ٿين...... ۽ ائين ٿيو، سو خدا ٻہ وڏيون روشنيون جوڙيون: هڪڙي وڏي جيڪا ڏينهن تي حڪومت ڪري ۽ ٻي ننڍي جيڪا " رات" تي حڪم هلائي ۽ تارا بہ جوڙيائين....... ۽ چوٿون ڏينهن ٿيو ۽ خدا حڪم ڪيو تہ پاڻيءَ ۾ رهندڙ بيشمار ساهوارا پيدا ٿين ۽ " پکي" زمين جي مٿان آسمان جي خال ۾ اڏامن.... ۽ خدا انهن کي برڪت ڏئي چيو تہ وڌو ۽ ويجهو...... ۽ پنجون ڏينهن ٿيو ۽ خدا حڪم ڪيو تہ زمين مان سڀ ڪنهن قسم جا ساهوارا سندن جنسن موجب ۽ زمين تي سرندڙ جيتن کي سندن جنس موجب جوڙيو. ( ۱:۲۵) ۽ پوءِ خدا چيو، اسين " انسان" کي پنهنجي صورت تي پاڻ جهڙو جوڙيون تہ هو سمنڊ جي مڇين تي، هوا جي پکين تي ۽ سڀني ڍورن تي، سڄي زمين ۽ سڀني سرندڙ جيتن تي حڪومت ڪري ۽ خدا پنهنجي صورت تي انسان کي پيدا ڪيو (۱:۲۷)، نر ۽ ناري ( مڙس ۽ زال) پيدا ڪيائين ۽ خدا انهن کي برڪت ڏئي چيو تہ وڌو ۽ ويجهو ۽ زمين کي ڀريو ۽ تابع ڪريو ۽ سمنڊ جي مڇين تي، هوا جي پکين تي ۽ سڀني جانورن تي حڪومت ڪريو (۱:۲۸) ....... ۽ ڇهون ڏينهن ٿيو ( ۱:۳۱) ۽ ستين ڏينهن خدا پنهنجو ڪم پورو ڪيو....... (۲:۲) "۱۵.

قرآن شريف ۾ پڻ تخليق جا ڇهه ڏينهن ڄاڻايل آهن: " ...... ۽ اسان آسمانن ۽ زمين کي ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي انهن سڀني کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو......"١٦ ( سورة حم، آيت ٣٨)

## ڪائناتي ڏينهن رات

اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ تخليق جا ڏينهن ڪائناتي هئا، جن جو ڪاٿو شايد هندو ادب مان ٿي سگهي ٿو، جنهن مطابق " ڪائنات جي زندگي چئن يگن جي هڪ مهايگ جي ايڪائيءَ مان ڪٿڻ گهرجي: سو مهايگ = هڪ مان ونتر، سو مان ونتر = هڪ ڪلپ ، بہ ڪلپ = هڪ برهمني ( ڏينهن رات). جن چئن يگن مان " مهايگ" جو ايڪو نهي ٿو، سي عرصي پٽاندڙ هي آهن: (١) ستيہ يگ ٠٠٠، ٢٨، ١٧ سال (٢) ترتيايگ ٩٦٠٠٠، ١٢ سال (٣) دواپريگ ٠٠٠ ٦٤، ٨ سال ۽ (۴) ڪل يگ ٠٠٠ ٣٢، ۴ سال. ڪل جوڙ ٿيو٠٠٠، ٤٣,٢٠ تيئيتاليهہ لک ويهہ هزار سال= هڪ مهايگ، بہ هزار اهڙا مهايگ = ڏينهن رات = ٢٠٠٠ X ٠٠٠، ٤٣٢٠ = ... ... ٦٤٠، ٨ ( ٨ ارب، چوهٺ ڪروڙ سال) .
حاصل مطلب تہ ڪائنات جي تخليق ۾ ڏرتي جي سالن مطابق X٦ .... .... ,,,٦٤، ٨ = .... ... ... ٨٤، ٥١ ( ٥١ ارب، ٨٤ ڪروڙ) سال لڳا. هندو عقيدي موجب هر " مهايگ" يعني ٤٣ لک ۽ ويهہ هزار سالن بعد هڪ نئين دنيا وجود ۾ اچي ٿي. هڪ " منو" ... انهيءَ نئين دنيا کي قادر مطلق جي قاصد طور اچي آباد ڪري ٿو"١٧.

## فلڪيات

مذهبي مواد کان علاوه، جديد دور جي انسان کي سائنسي معلومات بہ ميسر آهي. هي ڪائنات ڪنهن، ڪڏهن ۽ ڪيئن خلقي آهي، ان بابت مذهبي عقائد سان گڏ سائنسي تحقيقات جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ نظرين جي تضاد ۾ بنيادي اتفاق موجود آهي.

## بلئڪ هول ٿيوري

سائنسي علوم ۾ " علم نجوم" ( فلڪيات) قديم ترين علم آهي: "علم نجوم" جي هڪ نظريہ مطابق " خلا" ۾ هڪ جسيم ستارو هو، جيڪو هڪ ڪاري سوراخ (Black hole) جي زبردست ڇڪ سبب ان ۾ ڪري غرق ٿي ويو. ڪائنات ۾ ڪارو سوراخ ( بلئڪ هول) هڪ اهڙي جاءِ آهي جنهن جي ڪشش ثقل کان ڪابہ مادي شيءِ يا توانائي بچي نڪري نہ ٿي سگهي.١٨

تازو اي ايف پي خبر رسان ايجنسي واشنگٽن مان N A S A جون جاري ڪيل خلائي تصويرون، سومر ١٢ جون ١٩٩٧ع تي شايع ڪرايون آهن. هي تصويرون " هبل اسپيس ٽيليسڪوپ" جي ايس . ٽي . آءِ . ايس خلائي دوربين ذريعي ڪهڪشان ٨۴۴١ ۾ هڪ رنگين زگ زئگ ( انگڙ ونگڙ) صورت جون ورتيون ويون آهن، اها تصوير عظيم ۽ جسيم ڪاري سوراخ جي نشاندهي ڪري ٿي. ڪاهي پاسي ورتل تصوير جيڪا " هبل" جي " فيلڊ وائيڊ پلينيٽري"، ۽ ڪئميرا نمبر ٢ جي ڪڍيل آهي، ڏيکاري ٿي تہ اها جاءِ هڪ ڪهڪشان جو مرڪز" آهي جتي ڄاڻايل ڪارو سوراخ موجود آهي.

علم نجوم جي ماهرن، ڪاري سوراخ جي طاقتور ثقلي ڇڪ هيٺ آيل گئس جي تحرڪ جون تصويرون بہ ورتيون. ساڄي پاسي S. T. I. S جي معلوماتي مواد ۾ سيارن جي گردشي حرڪت ۽ گئس، شگاف جي ڪناري سان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ١٩

بعد ۾، امريڪن اسٽرانامیڪل سوسائٽي (A. A. S) جي ساليانہ اجلاس ( منعقد واشنگٽن تاريخ ٧ جنوري ١٩٩٨ ع) ۾ سائنسدانن تسليم ڪيو تہ " بلئڪ هول" جي وجود جو حتمي ثبوت ملي ويو آهي، اهو اسانجي ڪهڪشان جي مرڪز ۾ اسانجي سج کان ڇويهہ هزار (٢٦٠٠٠) نوري سالن جي مفاصلي تي واقع آهي، مرڪزي بلئڪ هول کي سئگيٽاريوس اي اسٽار (Sagitarius A. Star) نالو ڏنو ويو آهي، ان جي پکيڙ اسانجي نظام شمسي جي برابر آهي، ليڪن سندس مادو ڪروڙها دفعا

وڏيڪ آهي، بلئڪ هول جو صحيح اندازو لڳائڻ انهي ڪري مشڪل آهي جو ان جي زبردست ڪشش ۾ روشني بہ جذب ٿي وڃي ٿي.٢٠ هاڻي اهڙا گهڻا ڪارا سوراخ (Black holes)، خلائي سمنڊ ۾، نظر اچي چڪا آهن. ٢١

## بگ بئنگ ٿيوري

هن ڪان اڳ سائنسدانن علم نجوم جي ڪاري سوراخ واري نظري(Black hole theory) سان مڪمل اتفاق نہ ڪيو هو ۽ ڪائنات جي تخليق متعلق هڪ ٻيو نظريو قائم ڪيو هو جنهن کي وڏي ڌماڪي وارو نظريو (Big bang theory) چئجي ٿو. انهيءَ تي بہ اتفاق راءِ نہ ٿي سگهيو هو. تاهم جيئن سائنس جي ترقي ٿيندي رهي ٿي تيئن هڪ واحد تخليقي قوت ۽ ڪائنات جي باترتيب تخليق جي حقيقت ظاهر ٿيندي وڃي ٿي.

سال ١٩٠٦ع ۾ سائنسدانن کان هڪ سوالنامہ ذريعي معلوم ڪيو ويو تہ هو خدا جي وجود تي يقين رکن ٿا يانہ: چاليهہ سيڪڙو يقين جو اظهار ڪيو، ٤٥ سيڪڙو انڪار ڪيو ۽ ١٥ سيڪڙو غير جانبدار رهيا. تاهم سروي ڪندڙ انهيءَ مان اندازو لڳايو تہ ويهين صدي عيسوي جي پڇاڙي تي انڪار ڪندڙن (ڪافرن) جي تعداد ۾ اضافو ٿيندو. ليڪن ١٩٩٧ع ۾ ساڳي ريت انگ اکر ڪنا ڪيا ويا تہ تناسب ساڳيو رهيو ۽ ان سان نہ ڪافرن ۾ اضافو آيو، نہ مومنن جو تعداد وڌيو، غير جانبدار اڄان ويچار ۾ آهن.٢٢

" ڌرتي" کان ٻاهر " خلا" تي تحقيق ڪندڙ علم نجوم جي ماهرن (Astronomers) کي تخليق جي راز معلوم ڪرڻ جا وڌيڪ موقعا ميسر آهن ۽ سندن ڪم بہ اوتروئي مشڪل آهي. اسان جي ڌرتي جنهن نظام شمسي ( سورج منڊل) جو حصو آهي ۽ ان ۾ گردش ڪري رهي آهي، سوڪل ڪائنات جو هڪ اڻ لکو ذرڙو آهي. اسان جو سج اسان جي ڪهڪشان جي هڪ سو ارب ستارن مان فقط هڪڙو ستارو آهي. باقي

ستارن جا پڻ پنهنجا نظام شمسي آهن. علاوه ازين، ڪهڪشان کان پريان بيون لاتعداد ڪهڪشائون آهن. ٢٣ "

ستارون ڪ آگ جهان اور بهي هين" ( اقبال)

## فلڪيات جو مطالعو

علم نجوم جي ماهرن جيڪي لاڳاتار تحقيقاتي ڪوششون ڪيون آهن انهن دنيا جي سائنسدانن کي آخر ڪار تخليق ڪائنات جي راز معلوم ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. سال ١٩٣٠ع ۾ " بيلجم" جي سائنسدان ليميتر Lemaitre " بگ بئنگ" ( وڏي ڌماڪي) وارو نظريو پيش ڪيو. انهي نظريي مطابق اٽڪل ١٥ ارب سال اڳ ڪائنات م ڦهليل مادو ۽ توانائي هڪ هنڌ مرڪوز هئا. پوءِ توانائي سان گڏيل مادو ڦاٽي پيو. ٢۴

هاڻي ڪائنات جي تخليق متعلق بگ بئنگ ( وڏي ڌماڪي) جو نظريو اڪثر سائنسدانن وٽ مقبول آهي: هن نظريہ مطابق اٽڪل ڏه پندرهن ارب سال اڳي، خلا ۾ مادي جو هڪ وڏو گولو گردش ڪري رهيو هو. مسلسل گردش سبب اهو گولو ٺوڪبو ويو ۽ اندر موجود معدنيات جي گرميءَ جو درجو وڌندو ويو. تنهن ڪري آخرڪار اهو مادي جو وڏو گولو هڪ وڏو نڪاءُ (Big bang ) ڪري ڦاٽي پيو ۽ ان جا گرم ٽڪرا چو گرد خلا ۾ پکڙجي ويا ۽ ساڳي طرح گردش ڪرڻ لڳا. انهن ڦاٽل ٽڪرن هڪ ٻئي جي چوڌاري ستارن جا ميڙ (Galaxies) ناهيا. اهي ستارن جا ميڙ اڄ تائين حيرتناڪ رفتار سان گردش ڪندا ۽ هڪ ٻئي کان پري ڀڄندا رهن ٿا. ٢٥ انهن ۾ اسان جو سج پنهنجي ڪهڪشان جي مرڪز کان ٢٥٠٠٠ (پنجويهہ هزار) نوري سال پري آهي ۽ ٻاويهہ ڪروڙ سالن ۾ پنهنجو ڦيرو پورو ڪري ٿو. ٢٦

اسان جي ڪهڪشان (Milky way) ۾ اٽڪل هڪ سو ارب ستارا آهن. ان جو قطر ڇهہ لک ڪرب ميل يا هڪ لک نوري سالن جو پنڌ آهي ( يعني ڪو جسم بجلي جي رفتار، يعني هڪ لک ڇهاسي هزار ٻہ سو ٻياسي ميل في سيڪنڊ جي حساب، سان سفر ڪري تہ ڊرتيءَجي هڪ سال

۾ ۵ ڪرب ۽ ٨٠ ارب ميلن جو هي سفر طئي ڪندو). سج هن ڪهڪشان ۾ پنهنجي قريب ترين ستارن کان ڇڇي ڏار ٿيو ته انهن جي وچ ۾ ۴ ۽ ۴ نوري سالن جي سفر يا ٢۵ ڪرب ميلن جو فاصلو پيدا ٿيو. اسان جي هن ڪهڪشان کي عبور ڪرڻ لاءِ هڪ خلائي جهاز بجلي جي رفتار سان اڏامي ته هڪ لک سالن ۾ پنهنجو سفر مڪمل ڪندو ٢٦ ب

## خلائي سمنڊ

اسان جي ڪهڪشان جي پريان ٻيا ستارن جا ميڙ، يا ڪهڪشائون پڻ موجود آهن: ساڳيو خلائي جهاز ساڳئي بجلي جي رفتار سان اسان جي ڪهڪشان کان ٻاهر اڏامي ته خلا جو اهو سمنڊ، جيڪو اسان جي ڪهڪشان ۽ ان جي قريب تر ڪهڪشان جي وچ ۾ آهي، ان کي ڏه لک سالن ۾ عبور ڪندو. انهيءَ قريب تر ستارن جي ميڙ جي پريان اربين ڪهڪشائون يا ستارن جا ميڙ آهن جن جي وچ ۾ اربين خلائي سمنڊ حائل آهن. ٢٧ ذرتي، هن وسيع ڪائنات جي هڪ اڻ لکي پتي آهي جيڪا گهٽ ۾ گهٽ جاءِ والاري ٿي. ان جو نظام شمسي، پنهنجي ڪهڪشان ۾ ساڳئي ريت بيحد مختصر مقام رکي ٿو. ٢٨

## تخليق جو عمل

ڪائنات جي تخليق، اسان جي نظام شمسي جي قيام ۽ خود آدم ذات جي پيدائش بابت . سائنسدانن جا نظريہ اڪثر سائنس کان ٻاهر سوال پيدا ڪن ٿا. انهن سان مذهبي حلقن ۾ اضطراب پيدا ٿيندو رهيو آهي. اڪثر مذهبي عالم سائنسدانن جي نظريہ کي ڪافي ثبوت پيش نہ ڪرڻ سبب رد ڪري چڪا آهن. تاهم جديد دور جا عالم سائنسي نظريات ۽ مذهبي اعتقادات ۾ فرق محسوس نہ ٿا ڪن. انهن جو استدلال آهي تہ اصل وڏو مادي جو گولو بہ ڪنهن تہ ناهيو؟ اهوئي خالق اڪبر آهي جنهن باقي تخليق ڪئي آهي ۽ ان کي ڪمال قدرت ۽ باقاعدگي سان هلائي رهيو آهي. ”

قدرت جي قانون" هيٺ مادي جو وڏو گولو ڦاٽو ۽ ڌوڙ جي ڪڪرن مان اسان جو نظام شمسي نهيو، جڏهن ڌوڙ جا تابڪاري ذرات تڏا ٿي پاڻ ۾ ڳنجي ويا: پروٽان ۽ نيوٽران هڪ نيوڪلائي ۾ گڏ ٿي عنصر ناهيا ۽ ائٽمي دنيا وجود ۾ آئي، تڏهن ساڍا چار ارب سال اڳ اسان جو نظام شمسي قائم ٿيو. ٢٩ سائنس هن قدرتي عمل جي تصديق ڪري ٿي.

بگ بئنگ (Big Bang) يا وڏي زوردار ڌماڪي جي نظريہ مطابق پندرنهن ارب سال اڳ ڪائنات ۾ فقط هڪ وڏو مادو هو جيڪو مضبوطي سان ڳتيل هو، گهڻي گرمي سبب اهو مادو ڦاٽي پيو جيڪو گرم مادي جي ٽڪرن جي صورت ۾ اصل مادي جي چوگرد ڦرڻ لڳو ۽ تارن جي ميڙن (Galaxies) جي صورت ورتائين. انهي مادي جي پروٽانس ۽ نيوٽرانس جي ميلاپ سان نيوڪلائي (Nuclai) پيدا ٿيا جن عنصر (Elements) ناهيا. مٿيءَ جا ذرا (Particles) ۽ گئس پاڻ ۾ ميلاپ ڪري خِلا ۾ تڏا ٿيا ۽ مٽي جا ڪڪر ٿي جمي پيا. انهن ۾ ڪشش پيدا ٿي ۽ اهي وڏيڪ ننڍن ۽ ڳتيل حصن ۾ تقسيم ٿي ويا ۽ ڦرڻ لڳا. ڦرڻ ڪري مادو ٿلهو ٿيو ۽ مٽي جي ڪڪرن جو ڪجهہ حصو مرڪزي مادي جي چوڦير ڦرڻ لڳو. مرڪزي حصو سوڙهو ٿيو تہ ان ۾ گرميءَ جو درجو وڌي ويو جيڪو بہ ڪروڙ ڏگرين کي وڃي پهتو ۽ ان مان ٿرمونيوڪلر (Thermo nucle-ar) رد عمل پيدا ٿيو ۽ بي انتها توانائي (energy) خارج ٿي جنهن مان ڌرتي جو سج نهيو. اهڙي طرح باقي گردش ڪندڙ مٽيءَ جي ڪڪرن مان گرهہ ۽ مادا نهيا. ٣٠ سج جا نوگرهہ: ڌرتي، مشتري ( مرڪيوري)، زهره (وينس)، مريخ ( مارس) جيڪي پاڻ ۾ قريب تر آهن، ۽ وڏيڪ وڇوٽيءَ تي جو پيٽر، سئٽرن، يورينس، نيپچون ۽ پليوٽو، آهن.

اسان جو هي نظام شمسي ڪائنات جو هڪ اڻ لکو حصو والاري ٿو. تازه ترين تحقيق مطابق اسان جي نظام شمسي کان ٻاهر ٻيا بہ اربها فلڪياتي نظام آهن جن جا الڳ گرهہ (Planets) آهن: سئنفرئنسسڪو اسٽيٽ يونيورسٽي ( آمريڪا) جي پروفيسر جيوفري مرسي (Prof. Geoffrey marcy) هڪ گرهہ ڏٺو آهي جيڪو جوپيٽر (Jupiter) کان ٿورو وڏو آهي ۽ هڪ تاري (سج) جي چوگرد ڦري رهيو آهي جيڪو هتان

کان هڪ سو نوري سال پري آهي. اهڙي طرح ٻين فلڪيات جي ماهرن اسان جي نظام شمسي کان ٻاهر، گذريل هڪ سال اندر ، ست نوان گرهه دريافت ڪيا آهن. ٣١

" آئنسٽائين" جي نظريہ اضافت مطابق جيتوڻيڪ ڪائنات جو مادو محدود آهي، تاهم خود ڪائنات لامحدود آهي. تنهن ڪري اها وڌندي رهي ٿي. " ليميٽر" جو بگ بئنگ وارو نظريہ پڻ ڪائنات جي مسلسل توسيع جو حامي آهي: سال ١٩٧٨ ع جو نوبل پرائيز پڻ انهن ٻن آمريڪي سائنسدانن کي مليو جن " بگ بئنگ" ۽ " ڪائنات جي وسعت پذيري" تي تحقيق ڪئي آهي. ١٩٤٨ع ۾ ٽن سائنسدانن هرمن بونڊي (Hermann Bondi) ٿامس گولڊ (Thomas Gold) ۽ فريڊ هوئل (Fred Hoyle) هڪ مزيد نظريو پيش ڪيو، جنهن کي هڪ ڪري حالت وارو نظريو يا Steady State Theory چئجي ٿو جنهن مطابق ڪائنات جي واڌ هڪ حد تي پهچي واپس اصل حالت ڏانهن موٽ ڪائيندي، وري هڪ وڏو مادو ٿهندو ۽ وري ساڳئي طرح ٽڪاءُ ڏئي ڦاٽندو ۽ اهڙي طرح ڪائناتون ٺهنديون، ڊهنديون ۽ ٻيهر ٺهنديون رهنديون.

هڪ ٽيون ڪائناتي تخليق جو نظريو " لڏندڙ ڪائنات" (Oscillating Universe) جي نالي سان مشهور آهي جنهن موجب ڪائنات هڪ گول ڦيٿي وانگر ڦرندي رهي ٿي. هڪ ڦيري ۾ وڌي ٿي ته ٻئي ڦيري ۾ گهٽجي ٿي. جڏهن گهٽائيندڙ چڪر يا لوڏو ختم ٿيندو ته ڪائنات هڪ نقطي تي بيهي ويندي. ليڪن ٻيهر وڌائيندڙ چڪر يا لوڏو شروع ٿيندو ۽ نقطي تي بيٺل ڪائنات جو مادو ٻيهر ڦاٽندو ۽ هڪ نئين ڪائنات جو آغاز ٿيندو ٣٢.

## قيامت ۽ ان جو يقين

هڪ ڪائناتي چڪر جي پڄاڻي ۽ سموري مادي جو موٽي اصل صورت ۾ اچڻ کي قيامت چئجي ٿو، جنهن کان نہ ڪو مذهبي عالم ۽ نہ ڪوئي سائنسدان انڪار ڪري سگهي ٿو.

" ذرتي" کان علاوه اسان جي نظام شمسي جي ٻين اٺن گرهن مان مرڪيوري ( عطارد) ۽ وينس (زهره) ذرتي جي اتر اولهہ طرف خلا ۾ گردش ڪري رهيا آهن ۽ مارس ( مريخ) جيڪو ڏکڻ طرف آهي انهن وانگر ذرتي کي قريب تر آهي. وڌيڪ ڏکڻ اوير طرف ڪافي فاصلي تي سلسليوار "جوپيٽر" (مشتري) سيٽرن ( زحل) يورينس. نيپچون ۽ پليٽو مسلسل گردش ڪري رهيا آهن. ڇا هي نوگرهہ سڀ ذرتي وانگر مٽي جا ٺهيل آهن ۽ انهن ۾فضا ۽ پاڻي موجود آهي، جنهن سان اتي زندگي جو وهنوار هلندڙ هجي جيئن ذرتي تي آهي؟ " في الحال سائنسدان" "مريخ" تي عملي تحقيق ڪري رهيا آهن: اڃان تائين ذرتي کان ٻاهر ڪنهن ٻہ گرهہ يا چنڊ تي زندگي جا آثار نہ مليا آهن. شايد انهن تي اڳئي قيامت اچي چڪي آهي. جيئن فنا جي اصول کان ستارا ٻہ آجا نہ آهن: ڪهڪشائون پيدا ٿينديون، جوان ٿينديون ۽ پوءِ فنا ٿينديون رهن ٿيون ۽ پيهر " ناهہ" مان " ناهہ" ٿئي ٿو، نوان تارن جا ميڙ ٺهن ٿا ۽ ساڳئي عمل مان گذرن ٿا. سندن گرهہ ٻہ انهيءَ " فنا ۽ بقا" جي اصول جا پابند آهن ۽ اسان جي ذرتي ٻہ هڪ ڏينهن فنا ٿيندي. انهيءَ ڏينهن کي قيامت چئجي ٿو.

"قيامت جو ذڪر نہ فقط پاڪ مذهبي ڪتابن ۾ ڪيل آهي پر لامذهب فلاسفر ۽ سائنسدان پڻ انهيءَ جا قائل آهن. ويهين صدي جي مشهور فلاسفر، لارڊ برٽرنڊ رسيل، صديءَ جي شروعات ۾ خيال ظاهر ڪيو تہ: "انسانُ اهڙن سببن جي پيداوار آهي جن جو مقصد اڳوات معلوم نہ هو. سندس پيدائش ۽ واڌ، آسون ۽ الڪا، پيار ۽ پاڪ مذهبي عقيدا، سڀ فقط هڪ اتفاقي ائٽمي ميلاپ جو نتيجو آهن. ڪابہ گرم جوشي، آدرشي ڪردار، خيال جي اونهائي ۽ ڪوبہ جذبو يا احساس اهڙو نہ آهي جيڪو ڪنهن اڪيلي انسان کي قبر جي پرپان محفوظ رکي سگهي.صدين جي سموري جا کوڙ، پورو پاڻ ارپڻ، وجدان ۽ انساني ذهن جي ٻپهريءَ جي سج جهڙي چمڪ دمڪ، سڀني جي مقدر ۾ لکيل آهي تہ هن نظام شمسيءَ جي مڪمل خاتمي اندر ختم ٿي وڃن. انسان جي حاصلات جو سڄو مندر هڪ ڏينهن ويران ڪائنات جي ڍير هيٺيان دٻجي ويندو..... اهي سڀ ڳالهيون، جيڪڏهن بحث کان بلڪل بالاتر نہ آهن، تڏهن بہ اهو تہ تقريبا يقيني آهي تہ

انهن کي رد ڪندڙ ڪوبہ فلسفو قابلِ قبول رهي نہ سگهندو". ٣٣

" پال برگسو" پنهنجي ڪتاب " ڪائنات ۽ انسان" ۾ لکي ٿو تہ:

"جڏهن سج پنهنجي مختصر رعنائي ۾ ڦوڪجي ڳاڙهو راڪاس بنجي ويندو ۽ اڪثر گرهن کي ساڙي ناس ڪري ڇڏيندو.... شايد ائين ئي ٿيندو، اسان سج ۾ سڙي ختم ٿي وينداسين." ٣٤

قرآن حڪيم ۾ قيامت جو اهو عمل هن طرح ڄاڻايل آهي:

" جڏهن " آسمان" ڦاٽندو ۽ پنهنجي رب جو حڪم ٻڌندو ۽ ان تي حڪم ٻڌڻ لازم آهي ۽ جڏهن " زمين" ڇڪبي ۽ جيڪي منجهس آهي سو اوڳاري خالي ٿيندي ۽ پنهنجي رب جو حڪم ٻڌندي ۽ ان تي حڪم ٻڌڻ لازم آهي، تڏهن اي انسان! تون پنهنجي رب سان ملڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪندو رهندين ۽ پوءِ تون ان سان ملندين". ٣٥

" جڏهن آسمان ڦاٽندو ۽ تارا هيٺ ڪري ٽٽي پوندا ۽ درياهہ اٿي وهندا، جڏهن قبرون ( باقيات) هيٺ مٿي ڪيون ويندين، تڏهن هر شخص ڄاڻي وٺندو تہ هن اڳتي ڇا موڪليو آهي ۽ پوئتي ڇا ڇڏيو اٿس" ٣٦.

"۽ انهيءَ ڏينهن لاءِ ڪن لڳائي رک، جنهن ڏينهن سڏ ڪندڙ، ڪنهن ويجهيءَ جاءِ کان، سڏ ڪندو، تنهن ڏينهن ماڻهو، في الحقيقت وڏو ڏڏڪو ٻڌندا، اهو هوندو وري اٿڻ ( قيامت) وارو ڏينهن....... انهيءَ ڏينهن زمين، سيني جي هٺن مان تڪڙي ڇڏائجي ڦاٽي پوندي. اهو ٿيندو حشر ( جيڪو اسان جي لاءِ بلڪل آسان آهي. ( سورة ق ، آيات ٣٣ . ٣١)

........ جڏهن زمين تي وڏي زور وارو زلزلو ايندو ۽ جبل ذرا ذرا ٿي ويندا ۽ پکڙيل اڏامندڙ رئي ٿي پوندا، ( سورة الواقعہ، آيت ٦) ....... پوءِ جڏهن صور ۾ هڪ ڦوڪ ڦوڪي ويندي، ۽ زمين ۽ جبل مٿي کنيا ويندا، پوءِ ٻنهي کي، هڪ ئي ڀيري، ڪٽي سنئون ڪيو ويندو، تڏهن ان ڏينهن ٿيڻ واري قيامت ٿي پوندي، آسمان ڦاٽندو، پوءِ ان ڏينهن اهو ڳربو پيو هوندو..... ( سورة الحاقة آيات، ١٦ . ١٣)

" جنهن ڏينهن، سج ويڙهيو ويندو ۽ جڏهن تارا ڪري، ٽڙي پکڙي ويندا ۽ جڏهن جبلن کي هلايو ويندو..... ۽ جڏهن آسمان جي کل لاٿي ويندي..... ( سورة التڪوير. آيات . ١١ ۽ ٣ . ٧)

" ( انسان) پڇي ٿو تہ قيامت جو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو" سو، جڏهن اکيون ڦاٽي پونديون ۽ چنڊ گرهڻ ٿيندي ۽ سج ۽ چنڊ کي گڏ ڪيو ويندو، تڏهن انسان، ان ڏينهن چوندو تہ پڄڻ جي جاءِ ڪٿي آهي؟ نہ، ڪا پناهہ جي جاءِ نہ آهي، تنهن ڪري پالينڌڙ وٽ ئي ان ڏينهن، ٺڪاڻو آهي" ( سورة القيامة آيات، ١٢-٧)

" جڏهن زمين کي چڱي طرح ڌڏايو ويندو ۽ زمين پنهنجا ڳورا بار ٻاهر ڪڍندي ۽ انسان چوندو تہ هن کي ڇا ٿيو آهي! ان ڏينهن اها پنهنجون سڀ خبرون ٻڌائيندي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي پالڻهار جو هن کي اهڙو حڪم ڪيل آهي." ( سورة " الزلزال" آيات ٥ - ١)

" علم نجوم" جي مــاهرن جو چوڻ آهي تہ ايندڙ اربين ســالن ۾ "ڪائنات" ۽ " ڌرتي" تي قيامت اچڻ جو ڪو سوال پيدا نہ ٿو ٿئي ۽ انسان جيترو عرصو هن ڌرتيءَ تي رهيو آهي، ان کان ڪروڙين سال وڌيڪ عرصو اڃان رهندو. ليڪن انسان جي دل ۽ دماغ تي قيامت جو خوف ازل کان وينل آهي ۽ ان جي تصديق پاڪ مذهبي ڪتابن مان ٿئي ٿي، جيڪي قديم آريا، هندو مذهب کان وٺي جديد مڪمل دين اسلام تائين، انهيءَ هيبتناڪ عظيم ڌماڪي جي خبر ڏين ٿا. جنهن سان ڪائنات، ڌرتي، انسان ۽ هر مخلوق، ايئين ويڙهجي ويندي، جيئن پهرئين عظيم ڌماڪي وقت هئي ۽ اهو ڏينهن، بلڪ گهڙي، ڪنهن بہ وقت اچي سگهي ٿي.

قرآن شريف ۾ انهيءَ قيامت جي گهڙي بابت ذڪر آيل آهي تہ اي پيغمبر! " توکان قيامت بابت پڇن ٿا تہ اها ڪڏهن قائم ٿيڻ واري آهي؟ " (ليڪن) تنهنجي رب ( پالينڌڙ) کي ئي ان جي پڄاڙيءَ جي خبر آهي، تون فقط ان شخص کي ڊيڄاريندڙ آهين جيڪو ان کان ڊڄي ٿو. جنهن ڏينهن ان ( قيامت) کي ڏسندا تہ ( ايئين ڀائيندا جڻ ( هن دنيا ۾) هڪڙي شام يا ان جي صبح کان وڌيڪ ( وقت) نہ رهيا هئا." (النزعات، آيات، ٤٦ - ٤٢)

" جنهن ڏينهن" صور" ڦوڪيو ويندو پوءِ اوهان ٽوليون ٽي ايندا ۽ آسمان کلي دروازا ٿيندو. جبل هلايا ويندا ۽ اهي رج وانگر ٿي ويندا". ٣٧

" جنهن ڏينهن " زمين" ۽ " جبل" ڌڏندا ۽ جبل وکريل واري جي دڙي مثل ٿي ويندا........ آسمان ان ڏينهن ڦاٽندو. سندس وعده پورو ٿيڻ

وارو آهي. بيشڪ هيءَ هڪ نصيحت آهي. پوءِ جيڪو گهري سو پنهنجي پالڻهار ڏي رستو وٺي". ٣٨

ڊاڪٽر پال برگسو (Paul bergsoe) ويهين صدي جو مڃيل ماهر فلڪيات آهي، ڊينمارڪ جي هن سائنسدان جو روايتي نظرين ۽ مذهبي عقيدن سان تعلق نہ آهي. تاهم هو پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي مان ڪائنات ۽ هن بي معنيٰ " انسان جي دنيا" جو تعلق گهرائي سان محسوس ڪري ٿو ۽ لکي ٿو تہ:

"انسان هن ( ڪائنات) جي عظمت ۽ پنهنجي بي معنيٰ وجود تي حيران ٿيڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهي، اسان هڪ اهڙي شيءِ جي متاثري تي رهون ٿا، جيڪا ( ڪائنات ۾) مشڪل سان ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي آهي. اها هڪ ( ڪائناتي) ذوڙ جي مٺ برابر سج جي چوگرد ڦري رهي آهي. جيڪڏهن اسين ۽ اها ذوڙ جي مٺ، نابود ٿي وڃون تہ ( ڪائنات جي) صورتحال ۾ ڪوبہ فرق نہ ايندو ۽ جيڪڏهن ان وقت ڪا ڪائناتي اخبار نڪرندڙ هوندي تہ انهي ۾ اهڙي معمولي واقعي جي خبر شايع نہ ٿيندي ڇاڪاڻ تہ اها هڪ عام رواجي ڳالهہ هوندي". ٣٩

تاهم تازو جڏهن ٻن ڪهڪشائن جي ٽڪرجڻ جو نظارو، " هبل" دوربين جهڙي ورتو تہ " دنيا" جي سيني اخبارن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن ذريعي انهي بابت ڄاڻ ڏني وئي، سائنسي ذريعي سان ٻن ڪهڪشائن جو ٽڪر پاڻ ۾ ٽڪرائجي تباه ٿيڻ ۽ انهيءَ تباهيءَ مان نون ستارن نهڻ جو عمل ڏسي. پڪ ٿي تہ نہ فقط فنا هر تخليق جو مقدر آهي، پر هر " فنا" مان ٻيهر وڌيڪ توانائي واري تخليق جو ٿيڻ پڻ قدرت جو قانون آهي. قرآن شريف جي هن آيت ۾ انهي طرف اشارو ڪيل آهي: " جنهن ڏينهن ڏڏڻ واري ڏڏندي ۽ هن حالت ۾ جو پٺيان اچڻ واري ان جي پٺيان ايندي." ( سورة النزعت، آيات ٧ ـ ٦)

ڪائنات جي تخليق متعلق تمام مذهبي عقيدا سائنسي اصول ۽ فڪري نظريا هڪ واحد آغاز ۽ ساڳئي انجام جي نشاندهي ڪن ٿا: هڪ وحدت مان ڪُل ڪثرت پيدا ٿي آهي، جنهن کي فنا ٿي، وري انهيءَ وحدت ۾ گڏ ٿيڻو آهي ۽ انهيءَ فنا جي مقام کان اڳتي بقا جي منزل آهي، جنهن طرف هر شي ۽ انسان جو ذهن ارتقا ڪري رهيو آهي.

# حوالا:

## مهاڳ

١: فيودور دوستو ييفسڪي (Fyodor Dostoyevsky) ، چاٽايل او ان فرولوف، " مئن، سائنس، هيومنزم: انيو سينٿيسز"، پروگيس پبلشرس ماسڪو، ١٩٨٦ع، ص٥.

٢: - ايضا - ، ص ٣٢٦.

٣: " د آٽوبايوگرافي آف چارلس داروِن ١٨٨٢ - ١٨٠٩، نيويارڪ، هارڪورٽ، بريس ائنڊڪو، ١٩٥٨ع، ص ١٣٩.

٤: " انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا ( ١٩٦٩ ايڊيشن ) ج ١١، ص ٣٤٢.

٥: - ايضا - ، ص ٣٤٣.

٦: جارج وڊڪاڪ، " گريڪس ان انڊيا"، لنڊن ١٩٦٦ع، ص ٢٠.

٧: " برٽانيڪا" ، - ايضا - ج ١١، ص ٣٤٣.

٨: مقدمہ تاريخ ابن خلدون ، اردو ترجمہ مولانا عبدالرحمان دهلوي، الفيصل لاهور ١٩٩٣ع ص ٢٢١.

٩: - ايضا - ص ٢٢١.

١٠: - ايضا- ص ٢٢٢.

١١: شاهہ جو رسالو، سُر معذوري، داستان ٥، بيت ١٢، مرتب ڪيل علامہ امداد علي امام علي قاضي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ڇاپو ٽيون، ١٩٩٣ع.

## باب پهريون

١: رگ ويد، منڊل ١٠، سوڪت ١٢٩، انگريزي ترجمو، بشم " د

وندر دئت واز انديا" ١٩٨٥ ايديشن، ص ٢٤٧، سنڌي ترجمو، حبيب الله صديقي.

٢: – ايضا – .

٣: – ايضا– ، بشمر ص ٢٤٨، – ايضا – .

٤: – پشمر، – ايضا – ص ٣٠٩، ٤ ب.

٥: – ايضا – ص ٢٤٠.

٦: – ايضا –، انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا، ج ١٢، ص ١١٥.

٧: – بشمر، – ايضا – ، ص ٣١٦.

٨: – ايضا – ص ٣٠٨، قريشي، – ايضا – ص ٢٢.

٩: – ايضا – ص ٢٤٧، ميترايائي اپنشد، ١:١، رگ ويد منڊل ١٠، سوڪت ١٢٩.

١٠: نهرو، جواهر لعل پنڊت، ڊ ڊسڪوري آف انديا، ڇهون ڇاپو، سگنيٽ پريس ڪلڪتو، ١٩٥٦ع، ص ٨٢.

١١: – ايضا – ص ٨١.

١٢: رگ ويد، منڊل ١٠، سوڪت ١٢٩، انگريزي ترجمو بشمر، – ايضا – ص ٢٤٨، سنڌي ترجمو حبيب الله صديقي.

١٣: – ايضا –

١٤: – ايضا –

١٥: " دهولي بائيبل" ان سنڌي، لاهور ١٩٥٤، ص ص ٩ – ٧.

١٦: " قرآن الڪيم، " سورة حمر، آية ٣٨.

١٧: طيب علي علوي، " احوال الانبياء عليهم السلام"، ج٢، اردو ترجمو سيد عزت علي حسني، ١٩٩٠ع، ص ٨.

١٨: چئمبرسس انگلش ڊڪشنري، ١٩٩٢ع، ص ١٤٦.

١٩ : روزنامه " ڊان" ڪراچي، ١٤ جون ١٩٩٧ع.

٢٠: – ايضا –.

٢١: – ايضا –.

٢٢: بي بي سي، ورلڊ سروس ، اردو نشريات اپريل ١٩٩٧ع.

٢٣: پال برگسو، " د يونيورس ائنڊ مئن" انگريزي ترجمو ڪئٽرين جان، ميٿيون ائنڊ ڪولميٽيڊ، لنڊن ١٩٦٢ع، ص ١٠.

٢٤: سومرو عبدالغفار ( ڊاڪٽر): علم فلڪيات، سنڌ سائنس سوسائٽي ڄامشورو، ١٩٨٦ع، ص ٢٩.

٢٥: پال برگسو، - ايضا- ، ص ٩٢.

٢٦: - ايضا - ص ٢٠، ٢٦ (ب) - ايضا - مارون پيري، " مئنس انفنشڊ" جرمني، بوسٽن ١٩٧٨ع، ص ٣.

٢٧: - ايضا -.

٢٨: - ايضا - .

٢٩: - ايضا -.

٣٠: - ايضا - .

٣١: " د ينگ ورلڊ". ڊان ڪراچي، سالنامو ١٩٩٦ع.

٣٢: سومرو عبدالغفار، - ايضا - ص ص ٣١ - ٢٩.

٣٣: رسيل برٽرنڊ ( لارڊ)، مسٽسزم ائنڊ لاجڪ: افري مئنس ورشپ، لنڊن ١٩٠٣ع، ڇاڻايل پال برگسو، - ايضا - ، ص ٢٢٣.

٣٤: پال برگسو، - ايضا - ، ص ٢٢٣.

٣٥: قرآن الحڪيم، سور الانشقاق، آيات ٦ - ١.

٣٦: قرآن الحڪيم، سورة الانفطار، آيات ٥ - ١.

٣٧: قرآن الحڪيم، سورة النبا، آيات ٢٠ - ١٨.

٣٨: قرآن الحڪيم سورة المزمل آيات ١٩ - ١٣.

٣٩: پال برگسو، - ايضا - ص ١٦.

## ارتقاء





تصوير. ۱ ورتل ذريعي دوربين هبل جي (بلئڪ هول) ڪاري سوراخ
ڪهڪشان جا بگڙيل عڪس
ڪارو سوراخ مرڪز ۾ آهي



ڪاري سوراخ جي هبل دوربين تي ورتل تصوير. ٢

# فهرست مضامين

| نمبر | عنوان | صفحو |
| --- | --- | --- |
| | **باب پهريون** | |
| | **ڌرتي جي تاريخ ۽ زندگي جا زمانا** | |
| ١ | زندگيءَ جي ابتدا | ٤٨ |
| ٢ | ڌرتي تي حياتي جا اوائلي آثار | ٤٩ |
| ٣ | انسان جي تلاش | ٥١ |
| ۴ | باندر نما انسان (Apeman) ( جاوامئن) پٿيڪن تروپس | ٥٦ |
| ٥ | ”نينڊرٿل مئن“ پٿر جي دور جو انسان | ٥٧ |
| ٦ | ڊارون جو نظريو ۽ ان جو رڌ | ٥٩ |
| ٧ | ”نينڊرٿل مئن“ جي نسل تي تازه ترين تحقيق“ | ٦٢ |
| ٨ | جديد دور جو انسان ( هومو - سئپيين) | ٦٥ |
| ٩ | قديم ” انسان“ جو زمانو | ٦٧ |
| ١٠ | جديد انسان جو زمانو | ٦٩ |

# باب پيو

## ڌرتي جي تاريخ ۽ زندگي جا زمانا

تخليق ڪائنات متعلق قرآن الحڪيم جي سورة الانبياءَ جي آية ٣٠ ۾ ارشاد الاهي آهي تہ "......... آسمان ۽ زمين ( منڍ ۾) مليل هئا. پوءِ اسان انهن کي جدا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻيءَ مان سڀ ساهوارا پيدا ڪيا....." سائنس جو بہ اهو ئي موقف آهي. ڌرتيءَ جي عمر معلوم ڪرڻ لاءِ سائنسدانن ڪجھ قابل فهم مفروضات قائم ڪيا آهن: مثال طور قديم ترين جبلن ۽ شهاب ثاقب جي ٽڪرن ۾ شيهي (Lead) جي آئسوٽوپس (Isotopes) جي نسبتي مقدار وغيره مان عمر جو اندازو لڳايو ويو آهي.١ اهڙي طرح " ڌرتي" جي ڪل عمر جو ڪاٿو ساڍا چار ارب سال ٻڌايو ويو آهي، جيڪو هاڻي صحيح سمجھيو ويو آهي.٢ انهي ۾ اٽڪل چار ارب سال ڌرتي" جو بيجان زمانو، (Pre_ Cambrian Age) هو. اٽڪل پنجاهہ ڪان سٺ ڪروڙ سال اڳ ساهوارن جو زمانو (Cambrian Age) شروع ٿيو.٣ . ڌرتي" جي بيجان زماني جو عرصوَ اڃا بہ بحث هيٺ آهي. انهي زماني جا حجري آثار (Fossils) فقط ٽي ٣ ارب ٤٣٩ ڪروڙ سال پراڻا آهن ۴. قديم هندو روايت مطابق . ڌرتيءَ، جي جملي عمر هڪ ارب ستانوي ڪروڙ ۽ ڪجھ سال آهي ۵. بهرحال سائنسي معلومات موجب ڌرتيءَ جو ساهدار زمانو (Cambrian Age) ۵٧ ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو ۽ ٢٦ ڪروڙ سال اڳ تائين اهڙا ڇهہ دور گذريا جن کي ملائي، ماهرن، پيليوزوئڪ زمانو" (Paleozoic Era) نالو ڏنو آهي، جنهن ۾ بنا ڪرنگهي پاڻي جي ساهدارن کان وٺي وڏين نانگن بلائن ۽ پاڻي جي گاهن جو زمانو اچي ويو آهي.٦

"ڌرتي" جو ٽيون زمانو، ميسوزوئڪ (Mesozoic) جاگرافيءَ جي لحاظ کان بيحد اهم آهي. هن زماني جي آخري دور (Cretaceous Period) کان " علم الارضيات" جو تحقيقاتي دور شروع ٿئي ٿو. جنهن کي ٽرشري دور (Tertiary Period) چئجي ٿو. اهو دور ۱۳ ڪروڙ سال اڳ کان هڪ ڪروڙ سال اڳ تائين جاري رهيو، جنهن ۾ ۳ ڪروڙ ۸۰ لک سال اڳ ٽرشري جبل ٺهيا. چوٿون زمانو ڪئاٽرنري (Quarternary) برفاني دورن ۽ انهن جي گرم وچوٿين جو زمانو آهي.

۱۳ ڪروڙ سال اڳ " ميسوزوئڪ" زماني جي ڪريٽاسيئس " (Cretaceous) دور ڪانپوءِ جڏهن ڊائنوسور (Dinosaur) جو نسل ختم ٿي چڪو هو، تڏهين ڌرتي جي اڪثر حصن ۾ سمنڊ جي پاڻي وڌي انداز ۾ لهڻ شروع ڪيو، آخرڪار ۲ ڪروڙ ۷۰ لک سال اڳ " ميوسين" ( وهيل مڇي باندرن ۽ چرندڙن) جي دور جي شروعات ۾ ٽيٿيس (Tethys) جو سامونڊي وهڪرو، جنهن بر صغير هند و پاڪ کي الهندي يونچ سمنڊ سان ملايو ٿي، سو ختم ٿي ويو ۽ ان بعد سمنڊ زمين کي ڇڏيندو ويو. ۷

هي قدرتي عمل دراصل اٽڪل پنجاهه ڪروڙ سال اڳي شروع ٿيو هو، جنهن کي هاڻي " ڪئمبرين ايڪسپلوزن" (Cambrian explosion) چون ٿا، يعني ساهوارن جو ڌماڪو، جنهن سان " ڌرتي" تي مختلف قسمن جا ساهوارا پيدا ٿيا ۽ پنهنجي ماحول سان مطابقت پيدا ڪري وڌندا ويجهندا رهيا، سال ۱۹۱۰ع ۾ هڪ جرمن ماهر شهاب ثاقب (Meteorologist) ڊاڪٽر الفريڊ لوٿر ويگز ( ۱۹۳۱ - ۱۸۸۰ع ) انهيءَ عظيم ڌماڪي جي وضاحت ڪئي، جنهن کي "ڪانٽينينٽل ڊرفٽ" جو نظريو چئجي ٿو ۽ اهو نظريو سندس ڪتاب " اوريجن آف ڪانٽينينٽس اينڊ اوشنس" (۱۹۱۵ع ترجمو ۱۹۲۴ع، چوٿون ڇاپو ۱۹۲۹ع) ۾ سائنسدانن جي سامهون رکيو ويو.۸ هن نظريہ مطابق اصل ۾ مادي جو هڪ وڏو گولو هو جيڪو سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺان تري رهيو هو، پوءِ ان ۾ ڌماڪو ٿيو جنهن سان سمنڊ جو پاڻي هٽي ويو ۽ ڌرتيءَ جو يڪو گولو آهستي آهستي ٽڪري ٽڪري ٿيو، ليڪن ساڳئي وقت ڌماڪي جي اثر سبب سندس بہ ڀاڱا لهي پيا،

جيڪي اتر کان ڏکڻ ۽ اولهه کان اوير طرف لڙهندا ويا ۽ انهن مان اتر قطب، ڏکڻ قطب، دنيا جا بر اعظم ( کنڊ) بحر ( وڏا سمنڊ) ۽ جبل ٺهيا.

تازو آمريڪي رسالي " سائنس" ۾ هڪ تحقيقي رپورٽ شايع ٿي آهي. جيڪا ڪئليفورنيا انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي جي محققن ڊاڪٽر ڪرسچ ونڪ (Dr. Kirschvink) ماهر ارضيات، جي سربراهيءَ ۾ گذريل ويهن سالن کان وٺي دنيا جي مختلف حصن مان پهاڙن جي مقناطيسي ايراضيءَ (Magnetic fields) جو تجزيہ ڪرڻ بعد شايع ڪئي وئي آهي. ان مطابق " اڌ ارب سال اڳي، ڌرتي جي مادي ۾ هڪ عظيم اٿل پٿل آئي، جنهن ڪري ٿڌن قطبي علائقن مان زمين جا وڏا حصا ( بر اعظم) بخاريل خط استوا طرف ۽ اتان قطبين طرف ٽڪرا لڙهي ويا. انهيءَ عالمي زمين جي اوٿپ ( اپري اچڻ) مان زمين تي رهندڙن ساهوارن ۾ اوچتي واڌ ۽ تعجب خيز قسمن جي پيدا ٿيڻ جو معمو حل ڪري سگهجي ٿو". تحقيق ڏيکاري ٿي تہ جنهن تاريخي گهڙي تي هي تبديلي رونما ٿي ان وقت ڌرتي نوي درجن جي گوني ڪنڊ تي پنهنجي محور جي چوگرد گردش ڪري رهي هئي ( هن وقت ساڍين ٢٣ ۽ ساڍين ٦٦ ڊگرين جي متوازي مدار تي آهي) جيڪڏهن هن تحقيق جي تصديق ٿي وئي تہ " ڪئمبرين ايڪسپلوزن" يا ساهدارن جي ڌماڪي جو راز ظاهر ٿي ويندو، جيڪو دراصل ڪائنات جي تخليق واري عظيم ڌماڪي (Big bang) بعد هڪ حياتاتي عظيم ڌماڪو (Biological Big Bang) هو ۽ گذريل پنجاه ڪروڙ سالن ۾ اهو وري ڪڏهن نہ ٿيو آهي. ٩

انهي ڌماڪي بعد نئين قسم جا جانور پيدا ٿي پيا. جيڪي معمول مطابق واڌ کان ويهوٽا وڌيڪ وڌڻ لڳا. جن جا حجري آثار موجود آهن ۽ انهن ۾ موجوده زماني جي هر چرندڙ، سرندڙ، هلندڙ، ترندڙ اڏامندڙ جيو جا قسم ملن ٿا. تاهم سائنسدان انهيءَ تخليق جو سبب معلوم ڪرڻ ۾ منجهيل آهن. هن تازه تحقيق مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ( ساهدارن جي) انقلابي ظهور سان گڏ اهڙي ئي تعجب خيز انداز ۽ سئوٽي تيز رفتار سان ڌرتي جي مڪينڪي

جي حصن ۾ اٿل پٿل ٿي ۽ ڏيڍ ڪروڙ سالن جي نسبتا گهٽ عرصي اندر جيڪي علائقا اتر يا ڏکڻ قطب وٽ هئا اهي خط استوا تي اچي ويا ۽ خط استوا جي ڀر مخالف پاسن تي ۽ جايون نوان قطب بنجي ويا. انهي ڪري علائقائي آب هوا ۾ وڏي تبديلي آئي جنهن سان سائنسدانن جي خيال مطابق، وسيع ساهدار آباديون الڳ ٿي ويون ۽ نيون ننڍيون آباديون ٿيون جن ۾ نسل جي واڌ وڌيڪ ٿئي ٿي. وڌيڪ انبريڊ ايڪو سسٽم (Inbred eco systems) قائم ٿين ٿا، جن ۾ معلوم ڪيو ويو آهي ته جانورن جي ارتقاءَ وڌيڪ انداز ۽ عمدي طريقي سان ٿئي ٿي. ۱۰

اهو نظريو ته ارضياتي اوٿپ (Geological upheaval) حياتياتي ترقي تي اثر انداز ٿي آهي، اڄ جي دنيا ۾ هڪ انقلابي انڪشاف آهي، تاهم مزيد تحقيق طلب آهي. سمنڊن جي ڪاربان جي ذخيرن ۾ وڏيون تبديليون ڪيئن آيون؟ جيالاجي جو رڪارڊ ڏيکاري ٿو ته ڏه لک سالن بعد سمنڊن جي وهڪري جو نظام تبديل ٿئي ٿو. جيڪڏهن اهو درست آهي ته پوءِ قدرتي انتخاب جي عمل هيٺ نون جانورن جي پيدائش ۽ ارتقا لاءِ ڪافي وقت ملي ٿو. ليڪن اهو پڻ سمجهڻ گهرجي ته اهو عمل هر ڏه لک سالن جي عرصي بعد بيهر ٿيندو رهندو ۽ اجا انيڪ قسمن جا ساهدار پيدا ٿيندا. هن نظريه مطابق" ڊائنوسور" جي نسل جي . "ميسوزونڪ" زماني جي "ڪريٽاسيوئس" دور بعد مڪمل خاتمي جو هي سبب معلوم ٿئي ٿو ته زمين جي اٿل پٿل ۽ آبهوا جي تبديلي سبب قدرتي تي نئين پيدا ٿيل ايڪو سسٽم ۾ جانورن جو اهو نسل جيوري (زنده رهي) نه سگهيو. ۱۱

ڪئليفونيا انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي جي هن تازي تحقيق بابت، ڪئليفورنيا يونيورسٽي جو پيليونٽالاجسٽ، جيمس ويلنٽائين جنهن "ڪئمبرين ايڪسپلوزن" تي مهارت حاصل ڪئي آهي، تبصرو ڪندي لکي ٿو ته " هن نظريه مان اهو واضح نه ٿو ٿئي ته اهو ڪهڙو جنتر - منتر، يا ڪل جي بناوت جو سائنسي طريقو هو" جنهن سان جانورن اچانڪ پنهنجي جسماني جوڙ جڪ جو ارتقاءَ ڪيو؟ ۱۲ پي هڪ تازي تحقيق سڊني (آسٽريليا) جي پيليونٽالاجسٽس جي پڌري ٿي آهي جن هڪ ۲۲ ڪروڙ سال پراڻي اهڙي جانور جي حجري (پٿرايل) ڊانچي جو تجزيو ڪيو آهي

جيڪو پاڻي ۾ توڙي ڌرتي تي زنده رهي سگهندو هو. (ڊان، ۱۵ فيبروري ۱۹۹۴ع)

" ڪئاٽرنري" يا ڌرتي جو چوٿون زمانو، پليسٽوسين (Pleistocene) يا بيحد ويجهو زمانو، سڏجي ٿو. ۱۸ هين بين الاقوامي ارضياتي ڪانگريس جي ڪميشن جي سفارش مطابق هن بيحد ويجهي زماني کي، انهيءَ جي اڳئين زماني پليوسين (Pliocene) کان غير برفاني زماني جي حيوانات جي بنياد تي، الڳ ڪري سگهجي ٿو. عام طور تي "ڪئاٽرنري" جي " پليسٽوسين" برفاني دور کي " برفاني ڇپن جو زمانو (Glacial epoch) يا عظيم برفاني زمانو (The Great Ice Age) چئجي ٿو. برفاني ڇپن جي وقفي واري زماني ۾ آبهوا اهڙي، يا اجا به وڌيڪ گرم، ٿي وئي ٿي جهڙي موجوده زماني ۾ آهي، انهن وقفن ۾ اڳ ڇپن هيٺ آيل ڌرتي کي پيهر سائو ڪيو ويو ٿي ۽ حيواني زندگي پيهر آباد ٿيندي هئي ۽ آبادي لائق زمين جو مٿاڇرو (Soil) ٺهندو هو. اهو زمانو لکين سال هليو ۽ سمجهيو وڃي ٿو ته آخرين وڏي برفاني ڇپ جي ڳرڻ بعد ختم ٿي ويو، ليڪن اهو سوچڻ گهرجي ته موجوده زماني جي گرم آبهوا، برفاني دورن جي وقفي واري زماني کان مختلف نه آهي. جيتوڻيڪ ان جو عرصو مختصر آهي، تنهن ڪري چئبو ته " پليسٽوسين، جي برفاني دور جون ( طبعي) حالتون بغير وقفي موجوده دور تائين جاري آهن ۱۳.

زمانن جي لحاظ کان " ڌرتي" جي چئن مکيہ زمانن جو نقشو هن طرح آهي.

(۱) قديم ترين " پري ڪئمبرين" ( ساهوارن کان اڳ) جو زمانو، جنهن جا ڪجهہ حجري آثار (Fossils) مليا آهن. ۳ ارب ۴۹ ڪروڙ سالن کان وڌيڪ اڳ ٿي گذريو.

(۲) " ڪئمبرين" ( ساهوارن) جو زمانو " پيليوزوئڪ" زماني کان شروع ٿيو، جيڪو ۵۷ ڪروڙ سالن کان ۲٦ ڪروڙ سالن اڳ تائين هليو ۽ ان ۾ بنا ڪرنگهي بحري حيوانات وڏا نانگ بلائون ۽ ساموندي گاه گهڻي انداز ۾ موجود هئا.

(۳) وچون زمانو ( ميسوزوئڪ) جيڪو ۲۲ ڪروڙ پنجاه لک سالن

کان ١٣ ڪروڙ سال اڳ تائين جاري رهيو، جنهن ۾ " ڊائنوسور" جو نسل پيدا ٿيو ۽ ناس ٿي ويو، انهن سان گڏ ننڍا ڪير وارا جانور ۽ قديم پکي پيدا ٿيا ۽ تڳندا رهيا.

(٤) بيحد ويجهو زمانو ۽ ٽيون دور، جنهن کي پليٽوسين زمانو چئجي ٿو، گڏجي سينوزوئڪ (Cenozoic) زمانو سڏجن ٿا. هي زمانو ٧ ڪروڙ سالن کان ٻه لک سال اڳ تائين شمار ٿئي ٿو، ان بعد " ڌرتي" جون حالتون ساڳيون رهيون آهن. هن زماني ۾ کير ڌارائيندڙ جانورن کان وٺي پهرين انسان نما جانور تائين حيوانات جي افزائش ٿي ١٤.

مٿي ڄاڻايل ارضياتي (Geological) نقشي مطابق، زماني جي لحاظ کان پهريون انسان نما جانور ويهه لک سالن کان ڪجهه وڌيڪ وقت اڳي پيدا ٿيو هوندو، جڏهن ته ڌرتي جي ساهدار عمر ساڍا ٽي ڪروڙ سالن جي لڳ ڀڳ آهي ۽ ڪل عمر ساڍا چار ارب سال ڪٿي وئي آهي. بلڪل ويجهو زمانو گذريل ١١ هزار سالن کان شروع ٿيل آهي. ١٥

قديم ادب ۾ پڻ ڌرتي جي عمر جو اندازو مليو ٿو: قديم ڪلداني ادب مطابق، ڌرتي جي پيدائش کان حضرت نوح عليہ السلام جي طوفان تائين ٤ لک ٣٢ هزار سال گذريا، توريت جي متن مطابق حضرت نوح عليہ السلام جي ولادت تائين ٤ لک ٣٢ هزار سال گذريا، " مصري" پنهنجي پهرين بادشاهت ( ٢٨٩٠ - ٣١٠٠ ق.م) کان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ولادت ( عيسوي سن) تائين پنجن کان ڇهن هزار سالن جو وقفو ڏيکارين ٿا. " چيني" روايت موجب جڏهن "چائو" گهراڻي جي بادشاهت قائم ٿي تڏهن دنيا جي عمر ٢٢ لک ۽ ٦٧ سال هئي. ايراني ذريعا سيني کان وڌيڪ اندازو ڏيکارين ٿا، جنهن مطابق فقط سندن پهرين بادشاهت سٺ (٦٠) ڪرب سال هلي. ان کان پوءِ ٻي بادشاهت، ( جياني) هڪ سو ڪرب سال، ٽين (سياني) هڪ ڪروڙ سال ۽ چوٿين ( سياني) فقط ٩٩ سال هلي، يعني ڪل ڪاٿو ٿيو هڪ سو سٺ (١٦٠) ڪرب هڪ ڪروڙ ۽ نوانوي سال. اسلامي ذريعن جو اندازو شايد سيني کان گهٽ آهي جيڪو سٺ هزار سال بيهي ٿو. هنن ذريعن مطابق ڌرتي تي انساني آباديءَ جا ڪل ٽي دور ٿي گذريا آهن: ڪشف ( ظهور) جو دور، جيڪو پنجاهه هزار سال هليو. ٻيو فطرت جو دور جيڪو

تي هزار سال جاري رهيو ۽ آخري ستر جو دور، جيڪو گذريل ست هزار سالن کان هلندو اچي ٿو. ١٦

قابل توجہ ڳالهہ آهي تہ اسلامي ذريعن جو ست هزار سالن جي انساني آباديءَ جو اندازو، انساني پيدائش جي ارتقائي نظريہ ۾ يقين رکندڙ سائنسدانن جي تيار ڪيل ارتقائي نقشي سان مطابقت رکي ٿو. جنهن مطابق جديد دور جو انسان Homo sapien هڪ لک کان پنجاهہ هزار سال اڳي ڌرتي تي آباد هو. تاهم " نينڊرٿل مئن" ۽ " هوموسئپين" يعني جديد انسان جي اوائلي پيدائش جي وچ ۾ جديد تحقيق مطابق ۵ لک پنجاهہ هزار سالن کان ٦ لک نوي هزار سالن تائين فرق آهي. ١٧

سري ڪرشن مهراج جي " ڀڳود گيتا" مطابق دنيا جا چار يگ (زمانا) گذريا آهن، جيڪي عرصي سميت هن ريت آهن:

١: ستيا يگ، ١٧ لک، ٢٨ هزار سال

٢: تريتا يگ، ١٢ لک، ٩٦ هزار سال

٣: دواپر يگ ٨ لک، ٦۴ هزار سال

۴: ڪل يگ ۴ لک ، ٣٢ هزار سال = ۴٣,٢٠٠٠٠ (تيئيتاليهہ لک ويهہ هزار سال)

ستيا يگ، معنيٰ خير جو زمانو، جنهن ۾ ۴ اوتار ( خدا جا انساني روپ) ظاهر ٿيا: اهي هي هئا:

مستيا ( معنيٰ مڇي)، ڪرما، وره ۽ نرسنها.

تريتا يگ ۾ " وامن" ۽ سري رام پرميشورم جو ظهور ٿيو. دواپر يگ ۾ بادشاهتون قائم ٿيون ۽ نيڪي گهٽبي رهي. هندو ذريعن مطابق هن يگ جي پڇاڙي ۾ سري ڪرشن مهراج " اوتار" بنجي آيو ۽ " ڪل يگ" ۾ مهاتما گوتم ٻڌ، اوتار ٿي جنم ورتو. ١٨

" قرآن الحڪيم" ۽ ان جي زبان عربي ۾ زمين ياڌرتي کي " ارض" چيو ويو آهي، جنهنجي لغوي معنيٰ آهي: تصور، يعني هڪ خيالي نظارو، انهي فڪر مطابق دنيا جي زندگي هڪ ڏوکو آهي. " ڪائنات" ۽ "ڌرتي" جي تخليق جي تاريخ تي قديم آريائي سوچ جي هنن سٽن مان انسان ذهن جي تلاش ۽ حيرت جو اظهار ٿئي ٿو:

" نڌهن جڏهن نہ " ناه" هئي، نہ" ناهہ" هو اجان،
هوا هئي نہ آسمان، ان جي هئو پرڀان،
ڍڪيو ڪنهن ٿي ان کي، ڪنهن جي سنڀال هيٺ،
ڇا ڪو " خلائي" پاڻي هو، اونهي پاتال هيٺ!" ١٩

(رگ ويد ٢٩: ١٠)

"رگويد" جي انتم ڀاڱ ( ائتريہ براهمن) ۾ " آڪاش" ( ڪائنات يا آسمان) جي " پرٿوي" (ڌرتيءَ) سان شادي ڏيکاري وئي آهي. " اترويد" ۾ " آڪاش" ۽ " پرٿوي" کي " ماتا پتا" ( ماءُ پيءُ . والدين) سڏيو ويو آهي، هومر ( يوناني شاعر) " ڌرتي" (The Earth) کي سموري عالم (دنيا) جي ماءُ سڏيو آهي. ٢٠ آسمان مان مينهن جي بوندن جو ڌرتي ۾ داخل ٿيڻ ۽ ان جي پيٽ مان نباتات ۽ حيوانات جو پيدا ٿيڻ، تصور جي دنيا ۾ خيال جو گهوڙو ڊوڙائيندڙ گهڻن شاعرن کي ائين نظر آيو آهي جيئن گهوٽ ڪنوار جي محبت وندڻ سان اولاد پيدا ٿئي.

يوناني ماهر فلڪيات، ارسطرڪس (Aristarchus)، پهريون سائنسدان هو، جنهن غالباً ٢٧٠ ق م ۾ دعويٰ ڪئي تہ ڌرتي سج جي چوگرد گردش ڪري ٿي. ٢١

## زندگيءَ جي ابتدا

سائنسي تحقيق مطابق ڌرتي تي حياتيءَ جي تاريخ سٺ ڪروڙ سال اڳ شروع ٿي. اها تازه ترين تحقيق آهي، جنهن کي دنيا جا سائنسدان ويهين صدي عيسويءَ جي اهم ترين ارتقائي تحقيق تسليم ڪن ٿا. سندن معلومات مطابق ۵۴ ڪروڙ سال اڳ کان ڌرتي تي زندگيءَ جو وجود هو، ليڪن انهيءَ جو پٿرايل ڍانچو (Fossil) حاصل ٿي نہ سگهيو هو. تازو ڏکڻ چين جي ڊوشان تشو (Doushantuo) پهاڙن ۾ اهڙا حجري ( پٿرايل) آثار ڍانچن (Fossils) جي صورت ۾ مليا آهن جيڪي ڏيکارن ٿا تہ چاريءَ مثل گهڻن خانن ۽ حياتي جي ابتدائي جزن مان ٺهيل نباتاتي يا حيواني جيوت (Multi _ cellular plant or animal life) سٺ ڪروڙ سالن

جي لڳايل اندازي  کان گهٽو اڳ ڌرتيءَ تي موجود هئي.

حجري آثارن (Fossils) تي مبني حياتي جي تاريخ، خورد بينيءَ ذريعي نظر ايندڙ جراثيم جي ڍانچن (Moulds of microscopic bacteria) کان شروع ٿي، ارتقائي نظريہ رکندڙ سائنسدانن مطابق چند هزار سال اڳ  برفاني زماني جي ڪڪريءَ جي تري (Gravel bed) تي مليل انساني هڏن تائين، حياتيات ڦهليل آهي. ليڪن اڄ ڌرتي تي موجود اڪثر حيواني ساخت جي ابتدا ۵۴ ڪروڙ سال اڳ واقع ٿيل ساهوارن جي ڌماڪي (Cambrian explosion) کان ٿي آهي. سائنسدان انهيءَ ويچار ۾ هئا تہ انهيءَ زماني بابت ڪهڙي طرح تحقيق ڪئي وڃي، جنهن انهي عظيم حياتياتي ڌماڪي کان اڳ اهڙا اسباب پيدا ڪيا جو انيڪ قسمن جا ساهوارا هڪدم وجود ۾ آيا ۽ تڪڙي واڌ ڪرڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ جسماني حياتي نرم صورت ۾ هئي، جيئن تہ ڪينئان، جيلي فش وغيره، جن کي نہ هڏا هئا ۽ نہ مٿن ڪوپو (Shell) هو، جنهن جا حجري آثار هٿ ٿي سگهن. انهيءَ زماني جا اڄ تائين حاصل ڪيل چند تاثرات ۽ نشانات جيڪي بنيادي طور تي هڪ گروه جي صورت ۾ معلوم آهن.جن کي ايدياڪئرن (Ediacaran) ڇئجي ٿو، اهي شواهد ايتري قدر تہ منجهيل آهن جو  ڪنهن فيصلي تي پهچي نہ پيو سگهجي. دوشان ٽئو جي ڪوجنا، جيڪا سائنسدانن جي ٻن تحقيقاتي جماعتن ٻن ڌار ڌار مقالن ۾ پيش ڪئي آهي ۽ هن هفتي جي ٻن سائنسي رسالن " نئچر" ۽ " سائنس" جي شمارن ۾ شايع ٿي آهي، انهيءَ مشڪل دور بابت ڀرپور مستند معلومات فراهم ڪئي آهي. ۲۲

## ڌرتي تي حياتي جا اوائلي آثار

سائنسي تحقيق مطابق اڄ کان اٽڪل ست ڪروڙ سال اڳي " ڌرتي" جي ٽئين دور (Tertiary Period) ۽ چوٿين دور (Quarternary Period) ۾ جيڪي دور حياتيات جي سينوزوئڪ زماني (Cenozoic Era) ــ ۾ تي گذريا، ڀربون اهڙو جيو ( ساهوار)  ترتي تي پيدا ٿيو،

جنهن ماءُ جي پيٽ ۾ چور ذريعي خوراڪ حاصل ڪئي ۽ ڄمڻ بعد ماءُ جو کير ڌائي وڏو ٿيو. حياتيات جي ماهرن ان کي " مملَ" (Mammal) يعني کير ڌارائيندڙ يا کير وارو جانور سڏيو آهي. انهن جي اعليٰ نسل کي "پرائيميٽس" چئجي ٿو.

جيالا جيڪل سروي ( ارضيات جي تحقيق) مطابق ڌرتي تي حياتيات جي پيدائش جا ڪل ست دور ٿي گذريا آهن. جيڪي ٽئين ۽ چوٿين ارضياتي زماني ۽ حياتيات جي چوٿين ۽ آخري زماني سينوزوئڪ ايرا ۾ اچي وڃن ٿا ۽ اهو زمانو ست ڪروڙ سالن کان ١١ هزار سال اڳ تائين شمار ٿئي ٿو. ١١ هزار سال اڳ کان ڌرتيءَ جو زمان قريب (Recent epoch ) شروع ٿئي ٿو.

انهن ستن دورن مان پنجين دور ۾انسان پيدا ٿيو. پهرئين دور پيليوسين (Paleocene) ۾ پهريان چور وارا ممل، اٽڪل سايا ٦ ڪروڙ سالن کان ٧ ڪروڙ سالن اڳي پيدا ٿيا. ٻئي دور ايئوسين (Eocene ) ۾ گلن (ڦر) وارا ٻوٽا ڪثرت سان پيدا ٿيا. ٽئين دور ۾ وڻن ٻوٽن جي ٽارين تي گذران ڪندڙ وڏا جانور جهڙوڪ اٺ گهوڙا هاٿي وغيره پيدا ٿيا. ان کي اوليگوسين دور (Oligocene period) چئجي ٿو. چوٿين ميوسين دور(Miocene Period) ۾ وهيل مڇيون، باندر ۽ گاه چرندڙ جانور پيدا ٿيا. پنجين " پليسٽوسين دور ۾ وڏا گوشت خور جانور پيداٿيا ۽ ڇهين (Pleistocene Period) ۾ اٽڪل ويهه لک سالن کان وڏيڪ عرصي لاڪر اوائلي انسان نما نسل ڌرتي تي آباد ٿيو. ٢٣

" آثار قديمه جو دريافت ڪيل پهريون، " انسان" جي ڊول ( اڏاوت) جهڙو، حجري ڍانچو، يا پٿرايل لاش، هڪ اڻ سڌي ارضياتي ثبوت ۽ "پوٽيشم آرگون" طريقي مطابق ڏهه لک سال پراڻو آهي، ماهرن ان کي آسٽريلو پي ٿيڪس (Australopithecus) نسل جو نالو ڏنو آهي، انهيءَ جا ناهيل اوزار به مليا آهن، تنهن ڪري اها راءِ قائم ڪئي وئي آهي ته " جيڪڏهن انسان مان مراد اوزار ناهيندڙ ۽ استعمال ڪندڙ انسان نما جانور (Hominides ) آهي، ته پوءِ اهو انسان اڄ کان ڏه لک سال اڳي هن ڌرتي تي رهندو هو ۽ سندس آثار ڪل ويهه لک سالن کان مٽي ملن ٿا. تنهن

ڪري " آسٽريلو پي ٿيڪس" دراصل ويهہ لک سال اڳي جو اوائلي انسان نما حيوان شمار ڪيو وڃي ٿو.

## انسان جي تلاش

" اوائلي انسان" جي تلاش ۾ سائنسدانن، ڌرتي جي ڪنڊ ڪڙڇ ڳولهي ڦولهي آهي، سندن معلومات مطابق اٽڪل ويهہ لک سال اڳي افريقا کنڊ جي ڏکڻ ۽ اوڀر وارن علائقن ۾ هڪ ساهدار نسل رهندو هو. هن پنهنجو گهر ڻاهيو ۽ ڌرتي تان خوراڪ حاصل ڪئي ٿي. هن سڌو ٿي هلڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي، هن ۾ بلڪل سادا اوزار ٺاهڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي صلاحيت هئي ۽ ننڍين جانورن جو شڪار ڪندو هو، انهي اوائلي انسان نما حيوان آسٽريلوپيٿيڪس (Australopithecus) ڪانپوءِ هڪ سڌريل نسل اٽڪل پنج لک سال اڳ اپ پيرو انسان (Homo _ erectus ) پيدا ٿيو، جيڪو بلڪل سڌو بيهي سگهيو ٿي ۽ آسانيءَ سان ڊوڙي حملو يا بچاءُ ڪري سگهيو ٿي. هن باه جو استعمال ڪيو، اهڙا اوزار ايجاد ڪيا جن سان وڏن جانورن جو شڪار ڪرڻ لڳو ۽ امڪان نظر اچي ٿو تہ هن پهريائين ڳالهائڻ شروع ڪيو، هن جو ڍول وڏيڪ انسان مثل هو ۽ سندس مغز، پهرين قسم يعني آسٽريلو پيٿيڪس، کان گهڻو وڏو هو.٢۴

" علم الانسان " (Anthropology) ۽ " آثار قديمہ جي علم" (Archaeology) " اوائلي انسان" جي جسماني جوڙ جڪ ، تهذيب ۽ ثقافت کي سمجهڻ ۾ مدد ڪئي آهي: " علم الانسان" جا بہ شعبا آهن، طبعي ۽ ثقافتي. طبعي علم الانسان (Physical Anthropology) جا ماهر ، آثار قديمہ جي ماهرن جا، ڌرتي مان کوٽي ڪڍيل پٿرايل انساني ڍانچا، ڏند يا کوپڙيون ۽ ٻيا مضبوط هڏا، جاچي. سندن قسم ۽ عمر جو اندازو لڳائن ٿا. اهڙن پٿر ٿي ويل (Fossilized) پراڻن آثارن کي، جيڪي ڪڏهن ڪنهن ساهدار جو جسم يا ان جو ڪو حصو هئا، انهن کي حجري آثار (Fossils) چئجي ٿو. اهڙي طرح ثقافتي علم الانسان (Cultural Arthropology) جا ماهر، کوٽي ڪڍيل انساني استعمال جون شيون

جيڪي هن پاڻ ناهيون هيون، ڏسي ٻڌائن ٿا تہ ان وقت جي انسان، هن ڌرتي تي، ڪهڙي ريت گذر بسر ڪيو ٿي. سندس علم ، فن، مذهب ۽ زندگي جو نمونو ڇا هئو، جن لاءِ قديم شين مان، هو پنهنجي معلومات حاصل ڪن ٿا. انهن کي نوادرات (Artifacts) چئجي ٿو، جن ۾ ٺڪرائون، ڳهہ ڳٺا، اوزار، هٿيار وغيره اچي وڃن ٿا. ثقافتي علم الانسان جا اهڙا بہ ماهر آهن، جيڪي موجوده زماني ۾، ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي رهندڙ اهڙن زنده انساني نسلن جي معاشري ۽ ثقافت جو مطالعو ڪن ٿا، جيڪي اڄ بہ قديم دقيانوسي طرز زندگي کي قائم رکيو اچن ٿا: جيئن افريقا کنڊ ۾ ڪانگو جا ٻندرا انسان، آسٽريليا جا قديم اوائلي نسل (Aborigines) ۽ آرڪٽڪ جا اسڪيمو (Eskimos) وغيره، جن کي ڏٺي، اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ قديم انساني معاشري ۽ ثقافت جو ڪهڙو رنگ ڍنگ هو.

” آرڪيالاجي“ يا آثار قديمہ جا ماهر اوائلي انساني نسل جو پيرو کنيو ٿا اچن، غارن، قبرن ۽ زمين جي مختلف تهن مان جيڪي نوادرات ۽ حجري آثار، انهن کي هٿ لڳن ٿا، تن مان هو اوائلي انسان جي زندگيءَ جو خاڪو ناهن ٿا. آثار قديمہ ۽ علم الانسان جي ماهرن لاءِ اهم مسئلو، لاڳاپيل شين جي عمر ڪٿڻ جو آهي، ٿلهي ليکي جيڪي حجري آثار يا نوادرات وڌيڪ هيٺين تهہ مان ملن ٿا، اهي وڌيڪ پراڻا چئبا، ليڪن سائنس جو طريقو ٻيو آهي: ” سائنس“ مطابق هر ساهدار جسم جي بناوت ۾ ڪاربان هڪ بنيادي عنصر آهي ۽ سڀ زنده ساهدار جسمن ۾ ريڊيوائيڪٽو (تابڪار) ڪاربان جو ڪجهہ مقدار موجود ٿئي ٿو. جنهن کي ” ڪاربان ۱۴“ جو نالو ڏنو ويو آهي. جڏهن اهي زنده جسم مري وڃن ٿا تہ هڪ مقرر انداز ۾، ڪاربان ۱۴ جو مقدار گهٽجڻ شروع ٿئي ٿو. اهڙي طرح لاڳاپيل شيءِ ۾ موجود ڪاربان ۱۴ جي مقدار مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان کي مئي گهڻو وقت گذريو آهي. ساڳي طريقي سان، ريڊيو ائڪٽو پوٽيشم آرگون جي استعمال سان حجري آثارن جي عمر جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهڙن حجري آثارن ۽ نوادرات جي موجودگي جو پتو ڪيئن لڳائجي، ان لاءِ آثار قديمہ جا ماهر هڪ اوزار استعمال ڪن ٿا. جنهن کي سيزيم مئگنيٽو ميٽر (Cesium magneto meter) چئجي ٿو. انهي مان زير زمين گڙ ٻڙ جو پتو پوي

تو، جيڪا انسان جي ڪيل آهي، جهڙوڪ قبرون، يا پيڙهيون وغيره. سيزيم مئگنيٽو ميٽر. ڌرتي جي مقناطيسي ايراضين ۾ ڦير ڦار ۽ گهٽ وڌائي کي ظاهر ڪري ٿو. قدرتي طور تي، گهٽي برسات ڪانپوءِ يا زلزلي سبب اهڙيون شيون پاڻهي اندران نڪري ڌرتي جي مٿاڇري تي اچي وڃن ٿيون.

سائنس جي تحقيق مطابق ڌرتي تي جديد انسان جي پيدا ٿيڻ کان اڳ هيٺينءَ ريت ارتقائي ۽ ثقافتي دور ٿي گذريا:

(١) ڌرتي جو ابتدائي ارتقائي ۽ ثقافتي دور، جيڪو ڪم ازڪم ست ڪروڙ سال هليو.

(٢) ست ڪروڙ سال اڳي پهريون ساهدار (Primate) پيدا ٿيو.

(٣) ٽي ڪروڙ سال اڳي انسان نما باندر پيدا ٿيا.

(۴) ست لک سال اڳي ڌرتي تي برفاني زماني (Ice Age) جي شروعات ٿي.

(۵) ڇهه لک سال اڳي ڌرتي تي رهندڙ انسان نما مخلوق جو ڍانچو "زنجان ٽروپڪس" حجري صورت ۾ آفريقا مان مليو آهي.

(٦) " زنجان ٽروپڪس" جي نسل ڪانپوءِ پنج لک هڪ هزار سال اڳي " جاوامئن" ايشيا ۾ رهندو هو. چار لک سال اڳي "چيولين مئن" آفريقا ۽ " وچ مشرق" ۾ آباد هو. ٽي لک سٺ هزار سال اڳي، چين ۾ "پيڪنگ مئن" جي وجود جي ثابتي ملي آهي ۽ ٻه لک پنجاه هزار سالن کان هڪ لک پنجاهه هزار سالن تائين، يورپ ۾ هڪ اهڙو نسل آباد هو، جيڪو " هوموسيپيئن" ( جديد انسان) جي صف ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو. هڪ لک کان پنجٽيهه هزار سال اڳي تائين قديم پٿر جي زماني جي ترقي يافته تهذيب " موسٽيرين" جو دور هو ۽ هڪ لک سالن کان ٽيهه هزار سال اڳ تائين انهي دور جو مهذب انسان " نينڊرٿل مئن" جرمني ( يورپ) ۾ " نينڊر" ندي جي ڪناري ۽ جنگلات ۾ شڪاري زندگي گذاري رهيو هو، پنجهتر هزار سال اڳي برفاني زماني جو چوٿون ۽ آخري دور شروع ٿيو.

ارضياتي تحقيق جي ابتدا، " ڌرتيءَ جي ٽئين دور (Tertiary) کان ٿئي ٿي. جنهن ۾ اٽڪل ست ڪروڙ سال اڳ قديم ترين ڪير وارن اعليٰ نسلن (Primates) جي جانورن جو وجود نظر اچي ٿــو. هن دور جي

شروعات " " پيليوسين" ۽ "ايئوسين" دورن اندر وڏيڪ سڌريل جانور پيدا ٿيا، جن کي " ليمر" ( ڪارا باندر) ۽ " تار سيئر" نالا ڏنا ويا آهن. پوءِ اٽڪل سايا چار ڪروڙ سال اڳي، " اوليگوسين" دور ۾ قديم پولڙا ۽ انهن جا مختلف قسم پيدا ٿيا، جن جسماني ارتقاءَ ڪري، اٽڪل ٽي ڪروڙ سال اڳي " ميوسين" دور ۾، باندرن جو هڪ خاص قسم پيدا ڪيو. اهڙن خاص قسم جي باندرن جا ڍانچا اوير افريقا، يورپ ۽ هندستان مان لڌا ويا آهن.

آثار قديم جي ٻين شواهدن موجب انساني پنڊپهڻ (Fossil) " زنجان تروپوس" ٦ لک سال پراڻو آهي. ان بعد هر هڪ لک سال جي عرصي بعد هڪ مزيد قسم جو ڍانچو ملندو رهيو آهي. تازو ١٩٩٧ع ۾ آثار قديم جي کوٽائيءَ دوران، اٿوپيا ( افريقا) ۾ پنجويهه لک سال پراڻا، ٽي هزار پٿر جا اوزار مليا آهن، جيڪي پٿر جي دور جي اوائلي تهذيب، " موسٽيرئن ثقافت" (Mousterian culture) جي نشاندهي ڪن ٿا. تاهم پهريون پٿر جي دور جو انسان، " جاوامئن" (Javaman) کي شمار ڪيو ويجي ٿو. جنهن جون ١١ کوپڙيون (منهن جي هڏن بغير) ۽ ٢ ٽنيءَ جا هڏا مليا آهن. جاواپيٽ ( ايشياکنڊ) مان مليل هن نسل جي هڪ کوپڙي، فقط ٢٧ هزار سال پراڻي آهي. ليڪن ٻيون کوپڙيون ۽ لڌل ڍانچو ۵ لک سال پراڻو ڪٿيو ويو آهي. هڪ ٻي کوپڙي روڊيشيا مئن (Rhodesian man) جي ملي آهي، جيڪا ٢۵ هزار سال پراڻي آهي ۽ موجوده انساني نسل جي معلوم ٿئي ٿي، ان کان اڳئين نسلن مان شايد آخري قسم، نينڊرٿل مئن (Neanderthal man) جا ڍانچا، ٽيهه هزار سالن کان هڪ لک سال پراڻا مليا آهن ۽ ان کان پراڻي هڪ پٿرايل منڊي هومو اريڪٽس (Homoerectus) ايوٽي هلنڊڙ انسان، جي افريقا کنڊ مان هٿ آئي آهي. جيڪا ١٨ لک سال پراڻي آهي، ليڪن ساڳئي قسم جي ٻي کوپڙي جيڪا ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ جاواپيٽ تان ملي آهي ، سا فقط ٢٧ هزار سال پراڻي آهي.

" امريڪن فلاسافيڪل سوسائٽيءَ" جي ڪاروائين جي جلد ١٠٣ ۾، " هومينائيڊ" (Hominids) نسل جي ستن پنڊ پهڻ ٿيل منڊين جون

تصويرون شايع ڪيون ويون آهن ۽ انهن جون اندازا عمريون بہ ڏيڪاريون ويون آهن، انهن ۾ هڪ " گوريلا" جي منڊي محض مشابهت خاطر ڏيڪاريل آهي ۽ هڪ جديد يورپين انسان جي منڊي موسٽيرين ( اوائلي پٿر جي ثقافت واري) انسان سان مشابهت رکي ٿي، باقي پنج منڊيون ڌار ڌار زمانن ۾، انساني ساخت ۽ نسل جي نمائندگي ڪن ٿيون، جيڪي هن ريت آهن:

(۱) آسٽرل اوپي ٿيڪس (Austral opithecus) ڏهہ لک سالن کان پنج لک سال اڳي.

(۲) پٿيڪن ٿروپس (Pithecan thropus) پنج لک سالن کان بہ لک سال اڳي.

(۳) پري موسٽيرئن مئن (Pre _ moustarian man) ٻن لک سالن کان هڪ لک سال اڳي.

(۴)اوائلي موسٽيرئين مئن (Early Mousterian man) هڪ لک پنجاهہ هزار سال اڳي.

(۵) هومـــو نينڊر ٿلس (Homo_ Neanderthalausis) اٽڪل پنجاه هزار سال اڳي.۲۵

ڏيکاريل عمريون، ريڊيو ڪاربان ڊيٽنگ سسٽم مطابق ڪٿيون ويون آهن ۽ ڊانچن جي ماهرن (Pleontologists) فقط جسم جي سخت حصن، کوپڙي جي هڏن ، ڄاڙين وغيره کي تپاسي راءِ قائم ڪئي آهي ليڪن انهي ارضياتي ( زمين جي) تهہ يا سطح جنهن تي اهي لڌا ويا آهن، انهيءَ جي عمر کي نظر انداز ڪيو آهي.۲٦

حياتيات جي ماهرن هڪ مرحليوار انساني ارتقاءَ جو نقشو تيار ڪيو آهي، جيڪو ڏيکاري ٿو تہ اٽڪل ست ڪروڙ سال اڳ کان چوٿين برفاني دور ( ۱۱۰۰۰ ـ ۷۵۰۰۰ سال اڳ) تائين ۲٦ مختلف جسمانيساخت جا انسان نمانسل تي گذريا آهن. جن جي کوپڙين جي گهرائي ۴۵۰ س س کان ۱٦۰۰ س س تائين هئي. مزيد لڌل پٿرايل عضون جي آڌار تي ۽ آثار قديمہ جي دريافت مطابق، حياتيات جي ماهرن پرائيميٽس کان انساني ارتقاءَ جي ابتدا ڏيکاري آهي، جنهن مطابق ۷ ڪروڙ سال اڳي پهريان پرائيميٽس، يعني کير وارن جانورن (Mammals) جو اعليٰ نسل پيدا ٿيو، جنهن ۾ ليمر

( ڪارن بندرن) ڪان نينڊرٿل مئن (پٿر جي دور جي انسان) تائين ارتقائي زماني جو نقشو چٽيو ويو آهي: ست ڪروڙ سال اڳي پرائيمٽيس جو زمانو. ٽي ڪروڙ سال اڳي باندر ـ انسان، جن کي اَئنٽروپائڊاپيس (Anthropodopes) چيو وڃي ٿو، پيدا ٿيا. ست لک سال اڳي برفاني دور ۾ ڪافي نسل ناس ٿي ويا. ڇهه لک سال پراڻو زنجان ( افريقا) مان لڌل جسماني پٿرايل ڍانچو " زنجان ٿروپوس" (Zinjan thropos) پوءِ پنج لک سال پراڻو پهريون " جاوامئن" تنهن کان پوءِ چار لک سال پراڻو "چيليئن مئن" ٽي لک سال پراڻو " پيڪنگ مئن" ۽ لک پنجاهه هزار سال پراڻو " هومو اريڪٽس" "ايو انسان نما باندر" جيڪو يورپ کنڊ مان مليو ۽ اتان ئي هڪ لک پنجاه هزار سال پراڻو ڍانچو نينڊ رٿل مئن جو مليو آهي.[٢٤]

## باندر نما انسان (Apeman) ( جاوا مئن) پٿيڪن ٽروپس

سن ١٨٩١ ع ۾ يوجين ڊبوئيس (Eugene Dubois) ايشيا کنڊ جي " جاوا" ٻيٽ ۾ هڪ پٿرايل منڊي ۽ ران جي هڏي لڌي، جيڪي باقيات هڪ بنا پڇ باندر (ape) جون هيون. هن ان کي باندر ـ انسان (apeman) جو نالو ڏنو. جنهن کي " علم الانسان" ۽ ٻين سائنس جي محاورن ۾ پٿيڪن ٽروپس (Pithecanthropus) چيو وڃي ٿو. سال ٣٩ ـ ١٩٣٦ع دوران جي ايڇ آر وان ڪوئنگس والڊ، انهي قسم جي جسم جا ٻيا حصا دريافت ڪيا. جن ۾ هيٺين جاڙيءِ جو ڪجهه حصو جنهن ۾ ڏند سلامت هئا، ٽي بالغن جي کوپڙين جا ٽڪرا جن مان هڪ ۾ مٿين جاڙي جو ڪجهه حصو سلامت هو ۽ هڪ نابالغ ٻار جي کوپڙي جا هڏا شامل هئا. انهن هٿ آيل هڏن مان ماهرن منهن ۽ مٿي جي بناوت جو نقشو تيار ڪيو ۽ انهيءَ نتيجي تي پهتا ته " جاوامئن" ۽ " پيڪنگ مئن" جو نسل ساڳيو آهي. ٻنهي کي گڏي انسان جي جسماني ارتقاءَ تي تحقيق شروع ڪئي وئي ليڪن ٻنهي کي الڳ الڳ نالا ڏنا ويا: " پٿيڪن ٽروپس اريڪٽس ( ايو هلنڊڙ باندر انسان، " جاوامئن") ۽ " پي پيڪنينسس" يا "سائننٽروپس" (چيني پيڪنگ جو ماڻهو جهڙو جانور).

جيتوڻيڪ مٿي ڄاڻايل نسل کي انسان جو بڻ بنياد ڪري نہ ٿو ليکيو وڃي، تاهم اهو مفروضو قائم ڪيو ويو آهي تہ "جاوامئن" جي نسل ۾ انهيءَ منهن مهاندي جي جوڙ جڪ ملي ٿي، جيڪو بنا پڇ باندر ۽ انسان جي نسل جي وچين تخليقي دور ۾ ٿي گذريو آهي، هن جي کوپڙيءَ جي ماپ ٩٠٠ س س آهي، جڏهن تہ وڏي ۾ وڏي باندر جي کوپڙي ٥٠٠ س، س کان وڌيڪ نہ ٿي ٿئي ۽ جديد زماني جي انسان جي کوپڙيءَ جو گهيرو ١٣٥٠ س س آهي. پٿيڪن تروپس" کي کاڏي (Chin) بلڪل نہ آهي ۽ ڄاڙا ٿلها پرون ۽ هڙٻانون ٻاهر نڪتل اٿس، اهي باندر جا مهاندا آهن، ليڪن ڄنگهن ٻانهن جا هڏا بلڪل انسانن جهڙا آهن، جيڪي ڏيکارن ٿا تہ هي نسل سڌو (errect) ٿي هلندو هو . " چين" مان مليل شهادت مان معلوم ٿئي ٿو تہ " پٿيڪن تروپس" پٿر جا اوزار ٺاهيندو هو ۽ باهہ جو استعمال بہ ڪندو هو. هن جو امڪاني زمانو، پليسٽوسين دور (Pleistocene Period) جو وچون عرصو هو.٢٨

## " نيندرٿل مئن" پٿر جي دور جو انسان!

١٩٣١ع ۾ ١١ پٿرايل کوپڙيون "سولو" ندي جي نزديڪ مليون جيڪي تمام وڏي ٿلهي ٺيري جسم جون هيون ليڪن " پٿيڪس تروپس" سان مشابهت رکندڙ هيون، انهي قسم جي انسان نما نسل کي "نيندرٿل مئن" جو نالو ڏنو ويو. سندس زمانو پليسٽوسين دور جو مٿيون حصو شمار ڪيو ويو آهي. انهيءَ پوئين پليسٽوسين دور جون کوپڙيون ١٨٨٩ع ۽ ١٨٩٠ع ۾ زيودر (Zuider) پهاڙن ۾ پڻ مليون هيون، جن کي واڊ جڪ کوپڙيون (Wadjakskulls) چيو ويو هو. ١٩٤٠ ع ۾ ڏکڻ آسٽريليا جي مقام " ڪيئلر" (Kelor) وٽ هوبهو ساڳي قسم جي کوپڙي هٿ آئي، جنهن مان " ڊبوئيز" جي شروعاتي راءِ کي حمايت ملي تہ اهي کوپڙيون " آسٽرالائڊ" قسم جون آهن. ١٩٣٥ع ۾ ڪوئنگسوالڊ جي سربراهي ۾ " جاوا" جي قديم ترين پٿر جي دور جي تهذيب جا آثار دريافت ڪيا ويا، ان بعد اتر اولهہ بر صغير هندوستان ، پاڪستان جي " سون

وادي" برما جي " انياٿيئن (Anyathian) ملائيشيا جي " ٽئمپي مئن" (Tampaman) ۽ "پيڪنگ مئن" جي "چوائو ٽائينيئن" تهذيبن لاءِ چيو ويو تہ سڀ پٿر جي وچين دور سان تعلق رکن ٿيون. ٿئين پٿر جي دور جي تهذيب جو دور چوڪور ڪهاڙي (adze) جي ايجاد کان شروع ٿئي ٿو. جيڪا ذڪڻ چين ۾ سڀ کان اول نظر آئي آهي.۲۹

پهرين پٿر جي دور ۷ کان ۱۰ لک سال اڳي، جي قديم" اولڊون" (Oldowan) تهذيب جو اولين انسان نما جانور، "آسٽرل اوبي ٽيڪس" ۽ سندس ٺاهيل پٿر جا اوزار، وچين پٿر جي دور جي " پٿيڪن ٽروپس" ۽ سندس اشيوليئن (Acheulean) ۽ موسٽرئن (Mousterian) تهذيبن سان ڪوبہ تسلسل نہ ٿا ڏيکارين، نہ وري پوئين پٿر جي دور جي انسان " نينڊرٿل مئن" جي نظريي جي تائيد ۾ ڪا ثابتي ملي سگهي آهي. جديد دور جي انسان هومو سئپين (Homosapien) يا بني آدم بابت پڻ تازو ميونخ (جرمني) جي تجربيڪار قديم ڊي اين اي (D. N. A ) جي ماهر سوانتي پابو (Svante Paabo) ۽ سندس رفقاء ڪار نينڊرٿل مئن جي هڪ ممي جي ساڄي ٻانهہ جي مٿين هڏيءَ مان چند گرام مادو ڪڍي ڏٺو تہ اجان بہ انهيءَ ۾ ڪجهہ D . N. A موجود هو. هنن ان جون ۲۷۹ يونٽ (اڪائيون) الڳ ڪيون ۽ انهن کي آفريقا، ايشيا، يورپ، آسٽريليا، اوشينيا ۽ امريڪا جي جديد انساني نسل هو موسئپين، جي ورٽل D N A جي مو ڪانڊريا جي ۲۰۰۰ نمونن سان ڀيٽي ڏٺو تہ ٻنهي قسمن جي وچ ۾ ۲۷ خلاف نظر آيا، جڏهن تہ بني آدم (هوموسئپين نسل) جي D N A ۽ چمپئنزي ( بنا پيچ باندر جنهن مان انسان جو ارتقاء ڏيکاريو وڃي ٿو) انهي جي ڊي اين اي جي مٽو ڪانڊريا جي وچ ۾ ۵۵ اختلاف آهن. " پابو" جي حتيقاتي ٽيم انهيءَ نتيجي تي پهتي آهي تہ نينڊ رٿل مئن ۽ بني آدم جي وچ ۾ پنج لک کان ٦ لک نوي هزار سالن جو فرق آهي.۳۰

" نينڊ رٿل مئن" جو تجزيہ سال ۱۹۳۱ع کان ٿيو، ليڪن انهي نالي جي ابتدا سن ۱۸۵٦ع کان ٿئي ٿي، جڏهن جرمني جي نينڊر نديءَ جي واديءَ مان اهڙي قسم جو پٿرايل ڍانچو پهريون دفعو مليو هو جيڪو ماهرن جي راءِ مطابق هڪ لک کان ٽيهہ هزار سال پراڻو هو. سال ۱۸۹۱ع ۾

يوجين ڊيو بوئيس (Eugene Dubois) ساڳي قسم جي ڍانچي جي پٽرايل منڍي ۽ هڪ ران جو هڏو، ايشيا کنڊ جي جاوا ٻيٽ ( جديد انڊونيشيا) مان لڌو هو. انهيءَ وچ ۾ " ڊارون جو نظريہ ارتقا" عام ٿي چڪو هو، ليکن ان جي تصديق نہ ٿي سگهي هئي ۽ اڃان تائين بہ نہ ٿي سگهي آهي.

## ڊارون جو نظريو ۽ ان جو رد

سال ١٨٥٩ ع ۾ هڪ برطانوي ماهر حيوانات، چارلس رابرٽ ڊارون ( ١٨٨٢ ـ ١٨٠٩ع) جو ڪتاب " د اوريجن آف اسپيشيز" شايع ٿيو. سندس لفظن ۾، " هن ڪتاب ذريعي، انسان، جي اصل نسل ۽ تاريخ تي روشني وڌي ويندي، جنهن جو اصل مقصد هي ڄاڻائڻ آهي تہ " انسان" جي " ڊرتي" تي ظاهر ٿيڻ جي طريقي بابت ڪنهن بہ راءِ قائم ڪرڻ وقت، "انسان" کي حيواني جسم رکندڙن ( جانورن) ۾ شمار ڪرڻ گهرجي". [٢١]

ڊارون پنهنجي " نظريہ ارتقاء" جو بنياد، فطرت جي انتخاب (Natural Selection) جي اصول تي رکيو، جنهن ۾ مختلف قسمن يا نسلي جنسن (Species)، يا مختلف ٻيهڪ ۽ مهانڊن وارن حيوانن جي وچ ۾، " بقا لاءِ چٽا پيٽيءَ" جو مفروضو قائم ڪيو ويو. انهيءَ چٽا پيٽي ۾، جيڪو وڌيڪ ٺهڪي اچي، اهو بچي وڃي" (Survival of the fit-test) جو نتيجو ڏيکاريو ويو آهي ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ جديد دور جو انسان قديم زماني ڪان مختلف قسمن جي جنسن (حيواني نسلن) سان چٽا پيٽي ڪري ٽڳي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

ڊارون جي نظريہ جو مجموعي اختصار هن ريت آهي:

(١) وجود قائم رکڻ لاءِ جدوجهد.

(٢) موزون ترين ساهدارن جو ٽڳڻ.

(٣) قدرتي انتخاب.

(٤) نئين قسم جي جنسن جو پيدا ٿيڻ.

سندس مکيہ استدلال هن طرح آهي تہ سڀ زنده حيواني جسم،

انسان سميت، خوراڪ جي پيداوار کان وڌيڪ تڪڙي واڌ ڪن ٿا. خوراڪ جاميٽري جي نموني ايراضي مطابق پيدا ٿئي ٿي، ليڪن حيوانات رياضي جي طرز تي بي حساب انداز ۾ وڌندا رهن ٿا. تنهن ڪري گهٽ خوراڪ تي وڌيڪ حيوانن کي پاڻ ۾ وڙهي جيڪو ڏاڍو سو گابو جي اصول تي، پنهنجو وجود قائم رکڻو ٿو پوي. انهيءَ جدوجهد ۾، قدرتي ماحول سان وڌيڪ مطابقت رکندڙ ۽ پنهنجو نسل وڌائيندڙ حيوانات پاڻ کي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿين ٿا ۽ ٻيا ناس ٿي وڃن ٿا. ازانسواءِ قدرتي طور تي به حيوانن جي پنهنجي نسل اندر پاڻ تجائڻ جا وسيلا گهٽ وڌ ٿيندا رهن ٿا. مثال طور، قديم زماني ۾ زراف (Giraffe) جي ڳچي ننڍي هئي، پوءِ ڪجهه زراف اهڙا ڄاوا، جو انهن جي ڳچي پنهنجي نسل وارن کان تمام وڏي هئي، ۽ هو آسانيءَ سان ڊگهن وڻن جون ٽاريون ۽ ميوو کائي سگهندا هئا. ۽ ٻين کان دشمن کي ڏسي پنهنجو بچاءُ ڪندا هئا. اهڙي طرح قدرتي انتخاب ڊگهي ڳچي وارن زرافن جي حق ۾ ٿيو ۽ ننڍي ڳچي وارن زرافن جو نسل رفته رفته دنيا جي مٿاڇري تان غائب ٿي ويو. چوٿون ۽ آخري دليل، جيڪو ڊارون پيش ڪري ٿو، سو نئين قسم جي ساهوارن جو، اڳ موجود ساهوارن مان، پيدا ٿيڻ آهي، سندس راءِ مطابق اربين سالن جي ارتقاء جدوجهد ۽ قدرتي انتخاب بعد، انسان پڻ اوائلي حيواني ۽ غير انساني نسلن مان ارتقاء ڪيو آهي[٣٢]. انهن مفروضن جي وضاحت ڪندي، ڊارون ٻه ٻيا ڪتاب به لکيا: ” د ڊسينٽ آف مئن، ائنڊ سليڪشن ان رليشن ٽُ سيڪس ( ١٨٧١ع) ۽ ” د ايڪسپريشن آف اموشنس ( ١٨٧٢ع) جيڪي ڪافي مشهور ٿيا.

” ڊارون“ جي ” فطرتي انتخاب“ (Natural selection) جو نظريو، ٽن دليلن تي مشتمل آهي:

(١) سڀ نباتات ۽ حيوانات پنهنجي جياپي جي امڪانن کان وڌيڪ تعداد ۾ نسل پيدا ڪن ٿا تنهن ڪري انهن ۾ زنده رهڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ لاءِ چٽا پيٽي ٿئي ٿي.

(٢) هر ” جنس“ ٻيءَ جنس (Species) کان مختلف آهي. ڪي جنسون هڪ ٻئي جي واڌ ۾ مددگار ٿين ٿيون ته ڪي انهيءَ کي روڪين ٿيون.

(٣) فقط اهي جنسون ساه تڳائي بچي وڃن ٿيون ۽ پنهنجو نسل وڌائيندي رهن ٿيون، جيڪي حياتيات جي اصولن مطابق، پنهنجي ماحول سان نهڪي اچن ٿيون ۽ ٻين کان وڌيڪ موزون آهن. (Survival of the fittest) ڊارون مختلف جنسن جي وچ ۾ بقالاءِ جسماني ساخت کي موزون بنائڻ جي چٽا پيٽيءَ جو دليل پيش ڪيو، ليڪن هو اهو سمجهڻ سمجهائڻ کان قاصر رهيو تہ هڪ ئي جنس اندر اها چٽاپيٽي يا مقابلو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ چاڪاڻ تہ سندس ارتقا جو نظريو ڄاڻائي ٿو تہ "هومينوائيڊيا" جي جنس ( انسانن ۽ حيوانن جو گڏيل اوائلي نسل يا جنس) شروعاتي مرحلن مان گذري، پوءِ "پرائيمٽس" جي درجي کي پهتي، پوءِ مختلف جنسن جي وچ ۾ بقا لاءِ هلندڙ چٽا پيٽيءَ ۾ "انسان" جي نسل پولڙن مان ارتقاء ڪري، موجوده جسماني بيهڪ اختيار ڪئي. افريقا جا چمپئنزي ۽ گوريلا ۽ اوڀر ايشيا جا اورنگٽان ۽ گبن، اهڙي طرح ٻاندرن مان انسان بڻيا، جن کي هڪ جهڙي جسماني بناوت سبب خاص نالو "پوگيڊاني" ڏنو ويو ۽ جڏهن اهي انساني اڏاوت ۾ آيا تہ انهن کي "هومينائيڊاءِ" نالو ڏنو ويو. انهن ۾ ٻاندر، ليمر ( ڪارا پولڙا) ٽرسائير ۽ ڪورائيس شامل آهن.٣٣

انهن ماحول سان مطابقت پيدا ڪري پنهنجي جسماني بناوت ۾ سڌارو آندو. پوءِ پهريائين چئن پيرن تي يعني ٻانهن ۽ ڄنگهن کي زمين تي کوڙي، هلندا هئا، پوءِ ٻن پيرن تي بيهي اڀا ٿي هلڻ لڳا. انهن کي " هومو . ايرڪٽس" چئجي ٿو. انهن مان ڪن جا جسماني ڍانچا هٿ آيا آهن، جن ۾ جرمني جي " نيندر" نهر جي آسپاس لڌل اوائلي ڍانچي کي " نيندرٿل مئن" جو نالو ڏنو ويو آهي ۽ اهو مفروضو قائم ڪيو ويو تہ هو مو ايريڪٽس (ٻہ پيرو اڀو انسان) ارتقاء ڪري " نيندرٿل مئن" جي درجي کي پهتو هو جنهن مزيد ترقي ڪري موجود دور جي انسان " هو مو سئپين" جي صورت اختيار ڪئي آهي.

پهريائين تہ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ انسان جي جسماني ارتقاء جا اهي سڀئي قسم، جيڪڏهن هڪ ئي صنف، " پرائيمٽس" يا " هومينيوائيڊيا" جي نسل مان آهن تہ پوءِ مختلف جنسن ۾ چٽا پيٽي جو نظريو انهن سان

ڪيئن لاڳو ٿئي ٿو، جنهن جي جواب ۾ علم حيوانات جي ماهرن ۽ "ڊارونزم" ۾ يقين رکندڙ سائنسدانن وٽ انسان جي ارتقاء جو هڪ دليل، انهي ساخت جا مٽي ڏيڪاريل مختلف ڍانچا آهن، جيڪي دنيا جي مختلف ڪنڊن مان لڌا ويا آهن. ليڪن انهن مان سائنس جو بنيادي سوال حل نہ ٿو ٿئي تہ جيڪڏهن انهن سيني جي جنس / صنف ( قسم) ساڳي آهي تہ انهن ۾ جسماني ڦيرڦار، مختلف جنسن جي وچ ۾ چٽا پيٽي واري نظريہ هيٺ، ڪيئن عمل ۾ آئي، ازانسواءِ تازه ترين تحقيق ڏيکاري ٿي تہ موجوده دور جو انسان، " هومو سئپين" " نيندرٿل مئن" جي نسل مان نہ آهي.

## " نيندرٿل مئن" جي نسل تي تازه ترين تحقيق"

سن ١٨٥٦ع ۾ جرمني جي نينڊر ندي جي واديءَ ۾ هڪ انساني جسم جو ڍانچو مليو، جيڪو ماهرن جي راءِ مطابق هڪ لک سالن کان ٣٠,٠٠٠ سال پراڻو هو. انهي ڍانچي کي نيندرٿل انسان (Neanderthal man) نالو ڏنو ويو ۽ وڏي احتياط سان محفوظ ڪيو ويو . عام راءِ اها بيٺي تہ جديد انسان (Homosapien) انهي نيندرٿل نسل مان ارتقاء ڪيو آهي ۽ ٻنهي انساني قسمن جو منڍ ڀھريون ٻن پيرن تي هلندڙ انسان (Homoerectus) هو. اهو بہ پيرو انسان شروع ۾ ٻين جانورن وانگر ٻانهن ۽ ٽنگهن تي چوپيرو هلندو هو. ساڳي صدي ۾ چارلس ڊارون جو نظريو پيش ٿيو جنهن موجب انهي چوپيري ۽ ٻوءِ بہ پيري " هومواير يڪٽس" باندرن جي " چمپئنزي" نسل مان ارتقائي منزلون طي ڪري، انساني جسم اختيار ڪيو هو.

تازو ميونخ ( جرمني) جي تجربيڪار قديم D. N. A جي محقق سوانتي پابو (Svante Paabo) ۽ سندس رفقاء ڪار هڪ ممي بڻايل نيندرٿل جسم جي ساڄي ٻانهن جي مٿئين هڏي مان چند گرام مادوڪيڏي ڏنو تہ اجان بہ انهيءَ ۾ ڪجھہ ڊي اين اي موجود آهي. هنن سائنسدانن کي انساني جسم جي خلين ۾ موجود ڊي اين اي جي ٻن قسمن مان فقط هڪ

قسم جي تلاش هئي، انهن مان هڪ قسم خليي يا سيل (Cell) جي نيوڪلئيس (Nucleus) ۾ موجود هوندو آهي ۽ انهي ۾ هر شخص جي جينس (Genes) جو خاڪو (Blue print) سمايل هوندو آهي. پيو قسم مختصر ڊي اين اي ڪوڊس وارو، خليي يا سيل Cell جي هر هڪ ذيلي حصي يا مٽو ڪنڊريا (Mitochondria) ۾ موجود هوندو آهي. .
"پابو" جي ٽيم وارا سائنسدان ٻئي قسم جي ڊي اين اي " مٽوڪنڊريا" جي سلسلي جا ٣٧٩ ايڪا الڳ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. پوءِ انهن کي جديد انسانن جي ٢٠٠٠ نمونن جي ڊي اين اي سان ڀيٽي ڏٺو ويو ته نينڊرٿل نموني ۽ جديد انسانن جي ڊي اين اي جي نموني جي وچ ۾ ٢٧ اختلاف آهن. جڏهن ته چمپئنزي قسم جي باندر ۽ جديد انسانن جي ڊي اين اي ۾ ٥٥ اختلاف آهن. انهن اختلافن مان ظاهر ٿيو ته نينڊرٿل قسم، جديد قسم جي انسانن جي نسل جي جينز پيدا ٿيڻ کان چوٿي اڳي زماني ۾ الڳ ٿي ويو هو. ٻي هڪ تحقيق مطابق هي عرصو، ١,٢٥٠٠٠ سال اڳي جو آهي، پابو جي ٽيم جي اندازه مطابق نينڊرٿل ۽ جديد انسانن جي وچ ۾ ٥,٥٠,٠٠٠ کان ٦,٩٠,٠٠٠ سالن جو فرق آهي.

هن تازي تحقيق مان انهيءَ نظريه جي پٺڀرائي ٿئي ٿي ته جديد انسان ويجهڙائي ۾ هڪ الڳ مخصوص نسل (Species) جي صورت ۾ افريقا ۾ پيدا ٿيو، ڇاڪاڻ ته هوموسئيپين (Homosapien) جا قديم ترين ڍانچا آفريقا ۾ لڌا ويا آهن ۽ انهن " نينڊرٿل مئن" جي جاءِ والاري ۽ منجهن باهمي نسل ريزي نه ٿي. هن تحقيق مطابق جديد انسان اٽڪل ٧٥٠٠٠ سال اڳ آفريقا مان هڪ يا وڌيڪ ٽولن ۾ هجرت ڪئي ۽ دنيا جي ٻين آبادين ۾ " نينڊرٿل" انسانن کي ختم ڪندو ويو.

انهيءَ تحقيق تي نقط چينيءَ جو هڪ پهلو هي ٿي سگهيو ٿي ته جديد انسان جي جسم ۾ "مٽو ڪنڊريا" ڊي اين ايز جا ١٦٥٠٠ يونٽ آهن. "پابا" وارن فقط ٣٧٩ ايڪن تي تحقيق ڪئي آهي. تنهنڪري حتمي طور تي چئي نٿو سگهجي ته " نينڊرٿل" انسان بلڪل هڪ الڳ نسل (Species) هو. ناقدين جو خيال آهي ته اهڙو تجربو " نينڊرٿل مئن" جي ٻئي ڪنهن هڏان لڌل ٻي هڪ ممي تي پڻ ڪيو وڃي.

"نيندرٿل مئن" اٽڪل ٣٠,٠٠٠ سال اڳ پراسرار نموني دنيا مان غائب ٿي ويو. سائنسدانن جي راءِ مطابق انهي قسم جي انسان يورپ ۾ جديد قسم جي انسانن سان هزارين سال گڏ گذاريا. ليڪن تحقيق مطابق انهن جو پاڻ ۾ ڪوبہ خوني رشتو نہ هو ۽ نہ ئي جديد انسان انهي پيشرو "نيندرٿل" مان ارتقا ڪيو آهي.

هلنڊ صديءَ جي ماهر " علم الانسان" ڊاڪٽر جان هونيمن جي راءِ مطابق " نيندرٿل مئن" جي آثارن جا ٻہ قسم آهن: هڪ ڪلاسيڪل (انتهائي) ٻيو جنرل ( عام). جيڪي ڊانچا ڏکڻ فرانس، ڏکڻ روم (يونچ سمنڊ جي ساحل) ۽ ڪجهہ ڊانچا جيڪي " ڪروشيا" مان لڌا آهن سي ڪلاسيڪل نيندرٿل مئن جا آهن. انهن جا هڏا ڳورا ۽ ٿلها آهن. ڊگها ۽ جاڙا ڀرون اٿن، عمودي (اڀي) پيشاني ( جيڪا جديد دور جي انسانن ۾ عام آهي) نظر نہ ٿي اچي: ( يعني گول پيشاني ٻاهر نڪتل) ۽ جانور جهڙا رڳڙيندڙ ڏند ( ٿلها ڏاڻ جهڙا) اٿن. عام نيندرٿل مئن جو قسم شايد ڪلاسيڪل کان ٻہ آڳاٽو آهي. اهي ٿڌين برفاني دور جي وچين گرم دور ۾ رهندا هئا. سندن ڊانچا " اسرائيل" ۾ مائونٽ ڪارميل جي غارن مان ۽ جرمني جي " اسٽين هيم " (Steinheim) آثار قديمہ مان لڌا ويا آهن ۽ ٻين نينٿرا پڪ (Neanthropic) حجري آثارن ۾ نظر اچن ٿا. هن نسل جي صفحہ هستيءَ تان ميسارجي وڃڻ کي، هڪ امريڪي شاعره ايلن ميري جين (Ellen Mari Jaine) نهايت دل گداز انداز ۾، " نيندرٿل" جي عنوان هيٺ، منظوم ڪيو آهي،[٣٤] جنهن جو سنڌي ترجمو هن ريت ٿيندو:

هن حيرت ناڪ نموني ڇاتہ ڏٺو هوندو،
جاڙي تہ ڏسوس، انهيءَ ڇاڇا نہ ڏٺو هوندو،
هن ڪي ڏسندي، سوچان ٿي، هن تي ڇا گذري،
ڪنهن پيغمبر ڪانہ ڪئي ڪا، پيشن گوئي،
هي ڀرون جاڙا، ڇا ڇا ڏسندا هوندا بيهي،
جنهن وقت تباهيءَ جي سرد هوائن نيئي،
هن ڪي سيڪي سيڪاٽي لاش ڪيو هوندو،
هن حيرتناڪ نموني، ڇا تہ ڏٺو هوندو!

جاڙي تہ ڏسو، آئينده جي نسل کان وانجھي،
هن کي ڏسندي، سوچان ٿي، هن تي ڇا گذري.

نينڊرٿل مئن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هن ”جاوا“ پيٽ تي جديد دور جي انسان سان ٢٦ هزار سال گڏ گذاريا، ليڪن منجھن نسلي آميزش نہ ٿي سگھي. جيئن تہ ”نينڊرٿل مئن“ جي نسل ۽ ”هوموسئپيين“ يعني جديد دور جي انسان جي وچ ۾ ڪنهن ٻئي نسل جي دريافت نہ ٿي آهي، تنهن ڪري يقين سان چئي سگھجي ٿو تہ موجوده دور جي انسان ڪنهن ٻئي حيواني يا انسان نما جانور مان ارتقاء نہ ڪيو آهي. بلڪ اهو هڪ الڳ مخصوص نسل آهي.

## جديد دور جو انسان (هومو-سئپيين)

هڪ لک پنجٽيهہ هزار سال اڳ تائين، ”ڏرتي“ تي پٿر جي دور جي تهذيب (Mousterian culture) جو زمانو هو، جنهن ۾ پنجھتر هزار سال اڳي چوٿين ۽ آخري برفاني دور (Ice _ Age) جي شروعات ٿي. انهيءَ دور جي خاتمي کان اڳ ١٥٠٠٠ ق . م کان، جديد يا موجوده نسل جو انسان ”هومو سئپيين“ نسل، يورپ ۽ ايشيا کنڊن ۾ آباد هو. انهن سن ٧١٣٠ ق . م کان ٦٢٣٠ ق . م تائين، بيرنگ جو سوڙهو لڪ ٽپي، جديد دنيا، يعني امريڪا کنڊ ۾ قدم رکيو ۽ ڏکڻ آمريڪا جي ڇيڙي تي ”ميگلان“ جي سوڙهن لڪن تائين سندن آباديءَ جاآثار ملن ٿا.

ڊارون جي ”نظريہ ارتقاء“ جي حامي محققن، ”پٽيڪن ٽروپس“ جي زماني کي، جسم ۾ تبديلي جو انقلابي دور سڏيو آهي.[٣٥] جنهن ۾ سندن تحقيق مطابق باندرن جي نسل مان باندر جي انساني صورت بڻي، ليڪن انهي انسان نما باندر جي وجود ۾ اچڻ جو زمانو اڃا نامعلوم آهي.[٣٦] ازانسواءِ انسان نما باندر (Anthropoid ape) جي سنڌن، چنگھن ۽ ٻانهن جي بناوت ۽ ديگھہ، هڪ خاص قسم جي جسم لاءِ موزون آهي ۽ اها اهڙي مخصوص جسماني جوڙ جڪ آهي، جيڪا تبديل نہ ٿي سگھندي. هڪ ٻئي نظريہ مطابق برفاني دور جي شروعات ۾ انساني صورت جهڙا نسل

(Protohuman forms) پنهنجي اوائلي نسل (Primates) مان ارتقاء ڪري انهيءَ صورت ۾ آيا، ليڪن انهيءَ لاءِ ڪابہ سائنسي ثابتي موجود نہ آهي.٣٧

اجان بہ هڪ ٻئي گهڻ نسلي نظريي (Polygenetic theory) مطابق،موجوده انسان جي نسل جا مختلف قسم ڏيکارين ٿا تہ اهي نسل مختلف قسمن جي قديم انسانن مان،نسل درنسل پيدا ٿيندا آيا آهن. ليڪن انهي نظريہ جي تصديق لاءِ ڪابہ ارضياتي، حياتياتي يا ٻئي قسم جي ثابتي موجود نہ آهي.[٣٨] ٥٥ . ١٨٥٣ع دوران، جوزف ڊي گوبينو (Joseph D. Gobineau) جو گهڻ . نسلي نظريہ منظر عام تي آيو، ۽ " فرانس" ۾ "نيولائيمٽ" ( نئين روشنيءَ) جي مڪتب فڪر وارن فلاسفرن ان جي حمايت ڪئي، ليڪن انساني نسلن جي الڳ تشخيص ۽ مختلف جسماني جوڙجڪ بابت ڪي بہ سائنسي ثابتيون ملي نہ سگهيون، تنهن ڪري سائنسدانن چيو تہ " نسلي اعتبار کان سڀ انسان ساڳيا آهن، ڇاڪاڻ تہ هو هڪ ئي نسل سان تعلق رکن ٿا". ٣٩

ڊارون جي جسماني ارتقاء جو نظريہ جديد انسان سان لاڳو نہ ٿو ٿئي. سائنسي تحقيقات ان لاءِ ڪابہ ثابتي پيش ڪري نہ سگهي آهي. قديم ترين انسان نما حيواني ساخت، جنهن کي هو ميناڻيوز (Hominios) چئجي ٿو، انهن جي پٿرايل جسمن ۽ " ميوسين" ۽ " پليوسين" جي ارضياتي . حياتياتي دورن جي باندرن جي پٿرايل جسمن جي وچ ۾ منهن مهاندن ۽ جسماني بناوت جي وچ ۾ وڏو خال (Morphological _ gap) آهي. جيڪو ارتقاء جي ابتدائي نظريہ جو تسلسل ختم ڪري ڇڏي ٿو.

هن زماني ۾ ٻين کير وارن جانورن، مملن (Mammals) جي ارتقاء جي رفتار بابت جو ڪجهہ معلوم ٿيو آهي، انهيءَ ۾ هڪ بناوت مان ٻيءَ بناوت ۾ اچڻ جو زمانو آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهجي ٿو، ليڪن ارضياتي زماني جي امڪاني دور، جنهن ۾ اها تبديلي ٻين کير وارن جانورن مان انسان بڻجڻ جي ڪڏهن عمل ۾ آئي ۽ ڌرتي جو اهو علائقو جتي رونما ٿي انهيءَ بابت، سائنس جي طريقي مطابق، ڪجهہ بہ معلوم نہ آهي. ٤٠

## قديم " انسان" جو زمانو

جنهن زماني ۾ اوائلي انسان رهندو هو، انهي کي قديم پٿر جو زمانو (Paleolithic Age) چئجي ٿو. جيڪو اٽڪل ويهه لک سال اڳ شروع ٿيو ۽ ٻارهن - تيرهن هزار سال اڳ تائين جاري رهيو.

قديم پٿر جي دور جو انسان شڪاري هو، ڪڏهن وڻن جي جهڳٽن ۾ گهر ناهي رهندو هو، ڪڏهن غارن ۾ پاڻ کي محفوظ ڪندو هو، درياهن ۽ نهرن جي ڪنارن سان رلندو رهندو هو، جتي مڇي ۽ پاڻي پيئڻ لاءِ ايندڙ خشڪي جي جانورن جو شڪار ڪري پنهنجو پيٽ قوت ڪندو هو. وڌيڪ ڪاڌ خوراڪ لاءِ جهنگلي ميوات، پاڙون ۽ سوپاريون عام جام هيون.

قديم پٿر جي طويل زماني دوران، سائنسدانن جي راءِ مطابق، "انسان" پنهنجي ذهانت ۾ اضافو ڪيو ۽ ٻين حيوانن کان گهڻو وڌيڪ ڏاهو ۽ چالاڪ ٿيو. هن زبان کي استعمال ڪري، ڳالهائڻ ذريعي ٻين پاڻ جهڙن انسانن سان تبادل خيال جو ذريعو پيدا ڪيو. گهرو زندگي ، يا گهر ٻار، شڪاري ٽولا ناهڻ ۽ آخر ۾ قبائلي طرز زندگي جو آغاز ڪيائين. شايد جيڪو وڌيڪ شاطر شڪاري هو اهوئي سردار بڻيو ۽ اهڙي طرح " انسان" جي اجتماعي زندگيءَ جا بنياد قديم پٿر جي دور کان پوڻ لڳا. سائنس جي لحاظ کان قديم پٿر جي دور جي انسان جو ڪارنامو هي آهي تہ هن پنهنجي ذهني صلاحيتن کي استعمال ڪري، پٿر ، ڪاٺ ۽ هڏن مان سادا ليڪن ڪار آمد اوزار ، ۽ ٻيون استعمال جون شيون ناهيون، انهن مان هن پنهنجي ماحول تي قبضو حاصل ڪرڻ شروع ڪيو. باهہ جنهن کان شروع ۾ ڊڄندو هو، سا بہ سندس قبضي ۾ اچي وئي ۽ ڪچي خوراڪ جي جاءِ تي پڪل کاڌو " انسان" جي تهذيب ۾ شامل ٿيو ۽ اِن جو بنياد ٻڌجي ويو.

سائنس جو انگريز قلمڪار رِتشي ڪالڊر (Ritchie Calder) لکي ٿو تہ " قديم " انسان" جي قدرت (Nature) تي پهرين رزميہ - فتح اها هئي جو هن باهہ کي قابو ۾ ڪيو ۽ پنهنجي استعمال هيٺ آندائين - قدرت جي بيحد هيبتناڪ روپ، بجلي ۽ گجگوڙ کان نہ ڊنو ۽ باهہ کي خطري بجاءِ فائديمند شيءِ ڪري سمجهيائين" ۴۱

شڪار جي شغل قديم پٿر جي زماني جي ماڻهوءَ کي ذهني ۽ فني ارتقاء ۾ مدد ڏني. هڪ ماهر علم الانسان، جان اي فيفر ( John. E. Pfeiffer) جي تحقيق مطابق " شڪار جي زور وٺڻ دوران، اوائلي انسان جي دماغ جي ماپ ذري گهٽ ٻيڻي ٿي وئي..... شڪار ڪرڻ سبب، دماغ جي بيهڪ تشڪيل ٿي، جنهن ۾ تجربن جي ڪثرت ۽ چاڻ جي اضافي صلاحيت شامل ٿي..... واقعات بي رحم سان انهن کي ناس ڪري ڇڏيو جن ۾ سکڻ ۽ ياد رکڻ جي گهٽ صلاحيت هئي". ۴۲

شڪاري تجربي انسان جي جذبات جي تشڪيل ۾ پڻ، بنيادي ڪردار ادا ڪيو: شڪار ڳولي لهڻ ۽ ان کي ڊوڙائي وڃي دسڻ ۽ ماري ڪائڻ، خوشي ۽ ڪاميابيءَ جي جذبات جي پرورش ڪئي، " شڪار" ، دشمن جي علامت بنجي، دشمني ۽ ويڙهه جو جذبو اڀاريو ۽ انساني جارحيت جو آغاز ڪيو. نفسيات (Psychology) جي ڪجهه ماهرن جي راءِ مطابق جديد دور جي انسان ۾ به شڪاري خصلتون موجود آهن ۽ لڙايون انهي شڪاري خصلتن جون وڏيڪ ظالمانه ۽ ڀڏريون نعم البدل آهن: جانورن جو شڪاري انسان، پاڻ جهڙن انسانن جو شڪاري بنجي ويو آهي ۽ ڪيس انهيءَ شڪار مان ساڳو مزو، خوشي ۽ ڪاميابي جو احساس حاصل ٿئي ٿو جيڪو قديم پٿر جي دور جي انسان کي جانورن ۽ پکين جي شڪار مان حاصل ٿيندو هو ۽ انهيءَ مهارت ۽ ڪاميابي سبب اڄ به اهڙي انسان کي هيرو، فاتح ۽ سردار تسليم ڪيو وڃي ٿو.

اوائلي انسان فنون لطيفه ۽ مذهبي عقيدن کان به وانجهيل ڪونه هو: ڏکڻ فرانس ۽ اسپين جي غارن ۽ پٿرن تي اڪريل نقش نگار، انسانن ۽ مختلف جانورن جون شڪليون ۽ شڪار جا منظر ، قديم انسان جي انهيءَ اوائلي ڪاوش جو مظهر آهن جنهن جو مقصد انسان جو دنيا بابت نظريه ۽ زنده ساهدارن جي باهمي تعلقات جو اظهار ڪرڻ آهي. [۴۳] اهڙي طرح سج جيڪو گرمي جو سبب آهي ۽ مينهن جيڪو حياتيءَ جي لاءِ قدرتي خوراڪ جو ذريعو آهي پر اهو ٻوڏ ۽ تباهه ڪاري جو باعث به بنجي سگهي ٿو، هوا جيڪا گرمي ۾ فرحت ۽ سرديءَ ۾ ڏکئي ڏئي ڇڏي ٿي، گجگوڙ ۽ ڪوڻ ۽ طوفان، اهي سڀ قدرتي نظارا قديم پٿر جي دور جي انسان لاءِ جادو ۽ طاقت

جون علامتون هيون. هن خوف وچان انهن کي راضي رکڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن لاءِ قرباني جي رسم، مذهب جو بنياد بڻجي، انسان جي اندر جي دنيا ۾ ۽ سندس معاشري ۽ ماحول ۾ داخل ٿي. هن مري ويلن کي سندن اوزارن ۽ استعمال جي شين سميت زمين ۾ دفن ڪرڻ شروع ڪيو. انهيءَ مان آخرت ۽ موت کان پوءِ زندگي بابت سندس اعتقاد جوپتو پوي ٿو.[٤٤]

"نينڊرٿل مئن" گهٽي پاڳي برف پوش ڌرتيءَ جو انسان هو، غارن ۾ رهندو هو، ٻاهه تي کاڌوپچائيندو هو، ۽ پنهنجي جسم کي گرم رکندو هو، ۽ هڪ شاطر شڪاري هو. جيتوڻيڪ سندس جسم ڇوٽو موٽو هو ۽ جانورن وانگر اٿندو ويهندو هو، تاهم اڳين نسلن جي مقابلي ۾ هو هڪ سڌريل انسان هو.[٤٥]

## جديد انسان جو زمانو

جديد انسان جو زمانو نئين پٿر جي زماني (Neolithic Age) کان شروع ٿئي ٿو. تنهن ڪري ان کي نئين پٿر جي زماني جو انسان يا (Neolithic Man) بہ چئبو آهي. هن زماني جي تهذيب جون پنج مکيہ خصوصيتون هن ريت آهن:

(١) زراعت ۽ گهرو جانورن پالڻ جو رواج پيو.

(٢)مستقل رهائش اختيار ڪئي وئي، جنهن ڪري ڳوٺن ۽ شهرن قائم ڪرڻ جو رواج پيو.

(٣) هنرن جي ترقي ٿي ۽ مختلف هنرن جا جدا جدا ڪاريگر پيدا ٿيا.

(٤) ٺڪر جا ٿانو ٺهڻ ۽ استعمال ٿيڻ لڳا.

(٥) شين جي مٽاسٽا ۽ وڻج واپار جو رواج پيو.

انهن سڌارن کي گڏي، " نئين پٿر جي زماني جو انقلاب" چئجي تہ بجا ٿيندو. انهيءَ انقلاب انساني معاشرن ۽ معاشرتي زندگيءَ جو بنياد وڌو. جئڪئيتا هاڪس (Jacquetha Hawkes) هڪ ماهر آثار قديمہ جو چوڻ آهي تہ: " انسان پهريون دفعو، پنهنجي سلامتيءَ خاطر، آزاديءَ جي قرباني ڏني."[٤٦] نئين پٿر جي زماني جو " انسان" پنهنجي پوک ۽ پاڻي جي

ويجهڙائي ۾ ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو. هن پنهنجا گهر ڪچين سرن، پٿر يا ڪاٺ مان جوڙيا ۽ انهن کي ڪکن ڪانن، يا ڪامن پٽين سان ڇتيو. شايد ڪڙهه، در يا دروازي جو رواج به اوائلي زماني کان شروع ٿيو. ڳوٺ جي چوڌير،ٻاهرين حملي ( جانورن) کان بچاءَ لاءِ ڪاهي يا لوڙهي جو رواج پيو. " سنڌ" ۾ اڄان تائين ڪيترا ڳوٺ "ڪاهي" جي نالي سان آهن.وڏن ڳوٺن ۾، مذهبي پوڄاپاٺ لاءِ مندر ۽ عبادت گاهه تهيا، جن ۾ جديد انسان جا ابا ڏاڏا پنهنجي معبودن، بتن يا مخصوص الاهي علامتن جي عبادت ڪندا هئا ۽ " قرباني" جي رسم به اتي ادا ڪنداهئا.

هنرن جي ترقي ۾، ڪپڙي اڻڻ ( ۽ پائڻ) ۽ رلهين، اجرڪن کان علاوه ڇپين ۽ ٽوڪرن ناهڻ جو فن به شامل هو، جنهن ڪري هن زماني جي انسان کي هڪ مڪمل سڌريل انسان سمجهڻ گهرجي. هن سئي ايجاد ڪئي ۽ سبيل ڪپڙا پائيندو هو، پير ڍڪڻ شروع ڪيائين، پوءِ مٿي ڍڪڻ جو رواج پيو.

ماهر آثار قديمه انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن ته عام طور تي ، نئين پٿر جي زماني جو انسان (Homosapien) امن پسند هو. هن جي ڳوٺن جون ڪاهيون ۽ لوڙها فقط جانورن کان بچاءَ لاءِ هيا. (مس هاڪس ايضا) قبرن مان به هٿيار هٿ نه آيا آهن، جيڪي پوئين دور ۾ جنگي جوڌن ۽ بادشاهن جي لاشين سان گڏ دفن ڪيا ويندا هئا.

نئين پٿر جي زماني جي پوئين دور (Late Neolithic times) ۾، يعني اڄ کان پنج - ڇهه هزار سال اڳي، " انسان" جي امن پسندي، سنڌس نسل جي واڌ، مادي ترقي ۽ خوشحالي جي ڪن سبب، باهمي تنازعن، ويڙه ۽ هڪ ٻئي کي مارڻ، مطلب ته قتل ۽ غارتگري جي نذر تي وئي. زر، زمين ۽ زال تان، انسان جي آسودي زندگي ۾، فساد شروع ٿيو. پوءِ به مادي ترقي ۽ وڌيڪ خوشحالي لاءِ " انسان" جو قدم اڳتي وڌندو رهيو.

ڦيٿي (Wheel) ۽ سڙهه (Sail) جي ايجاد سان آمد رفت ۽ باربرداري ۾ سهوليت پيدا ٿي جنهن ڪري پرڏيهي واپار ۽ بين الاقوامي ثقافتي ميلاپ ۾ مدد ملي. هر - ڦار - ڏاندن، گهوڙن، اٺن ۽ سانن کي پانجاري

وجهي، ڌرتي کي کيڙڻ ۽ اونهن هرن ڏيڻ سبب زرعي پيداوار ۾ اضافو ٿيو، جنهن وڌندڙ آباديءَ کي ڪجهه قدر منهن ڏنو. تاهم انساني آبادي کي، وسيلن جي حدن اندر رکڻ لاءِ، جنگن، روزمره جي جهيڙن ۽ قتلن،ڦلاندن ۽ جسماني بيمارين وگهي مجموعي موتن پنهنجو ڪردار ادا ڪيو ٿي.

ڪجهه ترقي يافته معاشرن ۾ ، نئين پٿر جي زماني جي پوئين دور ۾، ڌاتن جو استعمال شروع ٿيو. ٽامي ۽ قلعي جي مرڪب، ڪنجهي ( ڪاسي) يا برونز جي عام جام استعمال سبب هن زماني، نئين پٿر جي پوئين حصي کي "برونز ايج" (Bronze Age) يا ڪانجهي جو زمانو به چئجي ٿو.

ايتري فني ۽ مادي ترقي جي باوجود، اهو اڃا " تاريخ کان اڳ جو زمانو" هو. ڇاڪاڻ ته انسان لکڻ، پڙهڻ نه سکيو هو. اڄ کان اٽڪل اڍائي هزار سال اڳي، اها ڪسر به پوري ٿيڻ شروع ٿي ۽ تاريخ کان اڳ جو زمانو پورو ٿيو. نثر ۾ باقاعده تاريخ لکڻ جي شروعات ٥ صدي ق - م ۾ ٿي. ليڪن ان کان اٽڪل پنج هزار سال اڳي، انسان جي تاريخ ۾، جيڪي واقعا رونما ٿيا، سي نظم خواه نثر ۾ تاريخدانن قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ انهن کي قديم تاريخ جو حصو (Proto _ History ) سمجهو وڃي ٿو. " تهذيب" جونظريو، جيڪو جديد دور ۾ رائج آهي، انهي نظريه تحت، تهذيب جو آغاز به هن دورکان ٿيو.

تاريخ نويس، " تهذيب" جو لفظ، تاريخ جي زماني کان اڳ جي انساني معاشرن کي، بعد ۾ اسريل ترقي يافته معاشرن کان، الڳ ڪرڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا. ٻنهي معاشرن ۾ خاص طور تي پنج مکيه فرق آهن:

(١) مهذب معاشرن ۾ لکڻ،پڙهڻ ۽ شهري آباديون قائم ڪرڻ جو رواج پيو. جيڪو اڳين معاشرن ۾ ڪونه هو.

(٢) رياست،ملڪي سرحدن ۽ حڪومتن جي جوڙ جڪ ٿي، اڳ سڀ انسان بلڪل آزاد ۽ ڇڙواڳ هئا.

(٣) ڌنڌن ڌاڙين ۽ ڪاريگري ۾ خاص مهارت رکندڙ شهري پيدا ٿيا، جن انساني معاشري کي ترقي جي راهه تي گامزن ڪيو. ٻهراڙي ۽ شهري آبادين جي اقتصادي، فني ۽ تهذيبي ڏي - وٺ جي شروعات ٿي. ماڻهن وٽ جهجهو وقت هو، جنهن ۾ هنن پنهنجي ذهني ۽ فني صلاحيتن ۾ اضافو ڪيو.

(۴) سياست سان گڏ مذهب جو پڻ باقاعدي آغاز ٿيو. قديم پٿر جي زماني ۾ مندر ۽ قربان گاهہ هئا. ليڪن انهن ۾ ڪو ضابطو يا ربط نہ هو. مذهبي پيشوا ۽ بادشاہ ڪونہ هئا،نہ مذهبي ڪتاب ۽ رياستي قاعدا قانون هئا.

(۵) انساني معاشري جي تڪڙي ترقي، ادارن جي باقاعده قيام ۽ "اتشان" جي ذهني ارتقاء سبب، تعميراتي دور جو آغاز ٿيو، عظيم الشان عبادتگاه، محلات،نهرون ۽ شاهراهون تعمير ٿيڻ لڳيون، جن جو قديم زماني جو انسان تصور بہ ڪري نہ ٿي سگهيو.

انساني ارتقاء (Evolution of Man) جي نظريہ جا حامي سائنسدان، فلاسفر ۽ اديب انهيءَ ڳالهہ تي ضرور اتفاق ڪندا تہ، سندن سوچ مطابق، انساني نسل جن ارتقائي مرحلن مان گذريو آهي، سي سڀ لازمي طور تي قدرت جي قانون (The Law of Nature) مطابق عمل ۾ آيا هوندا. يعني هر مرحلي تي تخليق جو عمل قدرتي (Natural) هو. قدرت (Nature) ۾ قدر (Value) ۽ تقدير (Evaluation) جو عمل ڪار فرما آهي. يعني جيڪڏهن ڪوبہ جسم پنهنجي مدار ۽ محور کان ٻاهر وڃي ٿو تہ فنا ٿي وڃي ٿو ۽ جسم جي بقا جو دارومدار انهيءَ مخصوص مدار ۽ محور اندر رهڻ تي آهي. حيواني نسلن سان بہ اهوئي قدرت جو قانون لاڳو آهي. جيڪڏهن قدرتي بناوت ۽ ان سان لاڳو قدرن ۽ استعمال کان ٻاهر، ڪو حيوان پنهنجو جسم آڻيندو تہ اهو فنا ٿي ويندو. جسماني ارتقا جو عمل (Evolution) بناوت جي اندر رهي ٿي سگهي ٿو، ان کان ٻاهر هرگز ٿي نہ ٿو سگهي. اهڙي طرح ذهني، يا دماغي، ارتقا، جيڪو انسان ذات جي تاريخ ۾ پڌرو نظر اچي ٿو، قدرت جي قانون جي حدن اندر ڪارفرما آهي. اهي حدون لامحدود آهن.انسان مان انسان پيدا ٿي سگهي ٿو، اهڙي طرح جانور مان فقط جانور پيدا ٿيندو.

# باب پهريون:

١: انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا ( ١٩٦٩ ايڊيشن) ج ٧، ص ٨٥٠.

(نوٽ: آئسوٽوپس (Isotopes)، ڪنهن عنصر (Element) جي اُنهن ٻن يا وڌيڪ قسمن کي چئجي ٿو، جيڪي ڪيميائي خاصيتن ۾ هڪ جهڙا آهن، ليڪن جوهري خاصيتن ۽ ائٽمي وزن ۾ مختلف آهن.)

٢: - ايضا -.

٣: - ايضا - . (نوٽ) ويلس ( ذڪر - اولهہ انگلئنڊ جا قديم رهاڪو "ڪئمبرين" سڏيا ويندا هئا. " احوال الانبياء" ج ٢ ، ص ٩)

٤: - ايضا- .

٥: پيرومل مهرچند آڏواڻي، " قديم سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو ١٩٨٠ع، ص ٢٥.

٦: برٽانيڪا، - ايضا - ج ١٨، ص ٤٤.

٧: - ايضا -

٨: - ايضا -

٩: - ايضا - ج ٢١ ، ص ٨٧٧.

١٠: - ايضا - ج ٢١، ص ص ٧٩ - ٨٧٧.

(نوٽ: پهاڙن جا ٣ قسم آهن: ٻي جان زماني جا قديم جبل، وچين زماني (Mesozoic Era) ۾ ٺهيل جبل ۽ بنيادي جبل جيڪي پيليوزوئڪ زماني (Palezoic Era)، يعني ٥٧ ڪروڙ سالن کان ٢٦ ڪروڙ سالن اڳ ٺهيا، ساهدار زماني ۾، وڏين مڇين ۽ ساموندي ڳاهہ واري زماني ٺهيا، جڙي راس ٿيا. برٽانيڪا - ايضا - ص ٨٧٧.

١١: نهرو جواهر لال پنڊت، " ڊسڪوري آف انڊيا" ڇهون ڇاپو، سگنيٽ پريس، ڪلڪتو ١٩٥٦ع، ص ٨٢.

١٢: " واشنگٽن پوسٽ" ٢٦ جولاءِ ١٩٩٧ع، ڊان / LAT_ WP نيوز سروس.

١٣: - ايضا - .

١۴: برتانيڪا - ايضا - ، ج ١٨، ص ۴٣.

١۵: - ايضا - ، ص ۴۴.

١٦: طيب علي علوي، " احوال الانبياء عليهم السلام" ج٢، ص ص ١٠ - ٧.

١٧: علوي، - ايضا-.

١٨: علوي، - ايضا - ص ٨

١٩: بشر، - ايضا - ص ٢۴٧، انگريزي ترجمو پروفيسر بشر، سنڌي ترجمو حبيب الله صديقي.

٢٠: " اترويد" ، منڊل ١٢، سوڪت ۴٢: ١ ، پيرومل، " قديم سنڌ" س ا ب، ٻيو ڇاپو ١٩٨٠ع، ص ٧، " برتانيڪا" - ايضا - ج ٢٢، ٧٨٣.

هومرچوي ٿو:

" مان ڌرتيءَ جا ڳڻ ڳائيندس،
دنيا جي ماءُ ٻڌائيندس،
مضبوط پيڙهين تي قائم،
عزت واري ڄاڻائيندس.
جيڪا سيني کي ڪارائي،
مالڪ جو ڪجهه اپائيندس."

( انگريزي ترجمي تان سنڌي ۾ ترجمو ڪيل حبيب الله صديقي)

٢١: " برتانيڪا" - ايضا - ج ٢، ص ٣٨٦.

٢٢: " واشنگٽن پوسٽ / " ڊان" نيوز سروس، ٢٦ جولاءِ ١٩٩٧ع.

٢٣: " برتانيڪا" - ايضا - ، ج ١٠، ص ١٧٦.

٢٣: ب - ايضا - ج ١۴، ص ٧٢٨، مارون پيري، " مئنس انفنشڊ جرمني" ، بوسٽن ١٩٧٨ع ، ص ٦.

٢۴: مارون، - ايضا - ص ٦.

٢۵: " برتانيڪا " - ايضا - ج ١۴، ص ٧٣۵.

٢٦: هانيمن جان ڊاڪٽر، " د ورلڊ آف مئن" ، هارپرائنڊ بردرس نيويارڪ ١٩٥٩ع، ص ٨٢٩.

٢٧: " برٽانيڪا" - ايضا - ج ١۴، ص ص ٨۴٩ - ٨۴٧.

٢٨: - ايضا - ج ١٢ ، ص ٩٧٢.

٢٩: - ايضا - ص ٩٧٣.

٣٠:

٣١: حوالو گمشده ڊارون چارلس، " د ڊسينٽ آف مئن" ....، جان مري لنڊن ١٨٩٠ع، ص ١

٣٢: مارون ، - ايضا - ، ص ص ٦ - ۵.

٣٣ : هانيمن، - ايضا - ص ص ٧٢٣ - ٧٢٢.

٣۴: - ايضا - ص ص ٨۵٩ - ٨۵٨، " نيويارڪ ٽائيمس" ١۵ نومبر ١٩۵٦ع.

٣۵: "برٽانيڪا" - ايضا - ج ١۴، ص ٧۴٠.

٣٦: - ايضا - ، ص ٧۴٢.

٣٧: - ايضا - ، ص ٧٣٠.

٣٨: - ايضا- ، ٧٣٨.

٣٩: اوان فرولوف، " مئن، سائنس، هيومنزم: انيو سينٿيز، ماسڪو ١٩٨٦ع، ص ص ٢٢ - ٢١.

۴٠: " برٽانيڪا" - ايضا- ج ١۴، ص ص ٧۴٣ - ٧۴٢.

۴١: مارون، - ايضا - ص ١٠.

۴٢: - ايضا - ص ص ١١ - ١٠.

۴٣: - ايضا - ص: ١١

۴۴: - ايضا -

۴۵: مارون، - ايضا- ص ١٣: ننڊرٿل مئن جو زمانو ٧۵ هزار سالن کان اٽڪل هڪ لک سال اڳي ٿي گذريو.

۴٦: - ايضا- .




# حضرت آدم عليه السلام جي تخليق

# فهرست مضامين

# باب ٽيـــون

## حضرت آدم عليه السلام جي تخليق

" نہ ڪاڪن فيـنڪـون هئي،نہ ڪو لڳ لحم
بـنـيـــــــــو هـو نـہ بـت ۾، اجا ڪـي آدم
مـون توهين سين سڱ، اها سـاجهـہ سـپـرين.
"لطيف رح"

## حضرت آدم عليه السلام جي خصوصي تخليق ۽ ان جو مقصد:

جديد دور جو انسان " بني آدم" آدمي يا آدم جو اولاد سڏجي ٿو ۽ تخليق جي بيشمار قسمن ۾" اشرف المخلوقات" يعني سموري مخلوق ۾ وڏيڪ شرف وارو، شمار ٿئي ٿو. هن انساني نسل کي حضرت آدم عليه السلام جي نطفي مان پيدا ٿيڻ سبب " بني آدم" سڏجي ٿو ۽ خود حضرت آدم عليه السلام هڪ خصوصي تخليق ذريعي، مٽيءَ جي ست مان پيدا ڪيو ويو ۽ انهيءَ ۾ روح ڦوڪيو ويو. سائنس جي ٻوليءَ ۾ ايٿن چئجي تہ مادي جي ست (Quint essence) ۾ توانائي (energy) شامل ڪئي وئي. " آدم" نالي جو سبب ان جو مٽيءَ مان ٺهڻ آهي: آد معنيٰ مٽي ۽ ام معنيٰ ڳاڙهي، يعني باهہ ۾ پڪل مٽي، وچنڊڙ مٽي، مٽي جو خمير، يا ست،جنهن مان حضرت آدم عليه السلام جو جسم ٺاهيو ويو. جڏهن ٺاهينڊڙ الله تبارڪ وتعاليٰ منجهس پنهنجو روح ڦوڪيو ( ونفخت فيه من الروحي) تہ هو هڪ مڪمل زندهہ انسان ٿي پيو ۽ ساهہ کڻڻ لڳو. سندس رفيق حيات ۽ "بني آدم" جي ماءُ، بي بي " حوا" سندس پاسريءَ جي گوشت مان پيدا ڪئي

وئي، جيڪو جراحي (Surgery) جو عمل هو.

" بائيبل مقدس" مطابق، آسمان ۽ زمين جي تخليق کان ڇهين ڏينهن، يعني آخري مرحلي ۾، جڏهن " زمين مان سڀ ڪنهن قسم جا ساهوارا، سندن جنس (Species) موجب پيدا ٿيا...... پوءِ خداچيو: اسين، انسان کي پنهنجي صورت تي، پاڻ جهڙو جوڙيون ، ته اهو سمنڊ جي مڇين تي، هوا جي پکين تي، سڀني ڍورن تي، سڄي زمين تي ۽ سڀني سرندڙ جيتن تي حڪومت هلائي." (٢٧ . ٢٤:١)..... ۽ خداوند خدا، زمين جي مٽيءَ مان هڪڙو ماڻهو جوڙيو ۽ انهيءَ جي ناسن ۾ زندگيءَ جو ساهه ڦوڪيائين ته هو جئرو انسان ٿي پيو ۽ خداوند خدا اڀرندي ڏانهن عدن ۾ هڪڙو باغ بنايو ۽ انسان جنهن کي هن جوڙيو هو، تنهن کي انهيءَ ۾ رکيائين" ( ٨، ٢:٧) " ۽ خداوند خدا آدم کي عدن جي باغ ۾ رکيو، انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي باغباني ڪري ۽ سنڀالي ۽ خدا وند خدا آدم کي، حڪم ڪيو ته تون باغ جي سڀ ڪنهن وڻ جو ڦل ڀلي کائيندو رهه، پر نيڪي ۽ بديءَ جي ٻوجهه ( سمجهه) واري وڻ جو ڦل متان کائين ڇا لاءِ ته جنهن ڏينهن ٻون اهو کائيندين تنهن ڏينهن ضرور مرندين، ( ١٧ . ٢:١٥) پوءِ خداوند آدم تي گهري ننڊ موڪلي ۽ هو سمهي پيو ۽ هن سندس پاسرين مان هڪڙي پاسري ڪڍي ۽ ان جاءِ تي گوشت ڀريائين (٢١) ۽ خداوند خدا انهيءَ ماس مان..... هڪڙي زال جوڙي ۽ انهيءَ کي آدم وٽ وٺي آيو ( ٢٢) هاڻي خداوند خدا جيڪي جهنگ جا جانور جوڙيا هئا، تن ۾ نانگ سڀني کان وڌيڪ چالاڪ هو، هن زال کي چيو ته ڇا اهو سچ آهي ته خدا چيو آهي ته اوهين باغ جي ڪنهن به وڻ جو ميوو نه کائجو؟ ( ايضا . ٣:١) تڏهن زال نانگ کي چيو ته باغ جي وڻن جو ميوو ته اسين کائون ٿا (٢) پر جيڪو وڻ باغ جي وچ ۾ آهي تنهن بابت خدا چيو آهي ته انهيءَ جو ميوو اوهين نه کائجو ۽ نه انهيءَ کي هٿ لائجو متان اوهين مري وڃو. (٣) تڏهن نانگ زال کي چيو ته پڪ اوهين ڪين مرندا (٤) بلڪ خدا کي خبر آهي ته جنهن ڏينهن اوهين اهو کائيندا، تنهن ڏينهن اوهان جون اکيون کلنديون ۽ اوهين خدا وانگر ٿيندا ۽ نيڪيءَ ۽ بديءَ کي سمجهندا (٥) جڏهن زال ڏٺو ته هن وڻ جو ميوو کائڻ ۾ چڱو ڏسڻ ۾ سهڻو ۽ سمجهه لاءِ سنو آهي تڏهن اهو ميوو ڇني پاڻ به

ڪاڏائين ۽ پنهنجي مڙس کي بہ ڏنائين (٦) تڏهن ٻنهي جون اکيون پٽيون ۽ سمجهڻ لڳا تہ اسين اگهاڙا آهيون ۽ انجير جا پن سبي پنهنجي لاءِ لنگوٽا جوڙيائون. (٧) ۽ ڏينهن نرئي، جڏهن خداوند خدا باغ ۾ پئي گهميو تڏهن هنن سندس آواز ٻڌو ۽ آدم ۽ سندس زال، خداوند جي حضوريءَ کان هٽي،باغ جي وڻن ۾ وچي لڪي وينا (٨) تڏهن خداوند، آدم کي سڏي، چيو تہ تون ڪٿي آهين؟ (٩) هن چيو تہ مون باغ ۾ تنهنجو آواز ٻڌو ۽ ڊچي ويس ڇو تہ آءٌ اگهاڙو هوس، تنهن ڪري پاڻ کي لڪايم (١٠) هن چيس تہ توکي ڪنهن ٻڌايو تہ تون اگهاڙو آهين؟ تو ان وڻ جو ميوو ڪاڌو ڇا، جنهن جي کائڻ کان مون توکي منع ڪئي هئي؟ (١١) تڏهن آدم چيو تہ هيءَ زال، جا تو مونکي ڏني آهي، تنهن مون کي انهيءَ وڻ جو ميوو ڏنو ۽ مون ڪاڌو (١٢) تڏهن خداوند خدا، زال کي چيو تہ توهي ڇا ڪيو ؟ زال چيو تہ نانگ مون کي ڀنيلايو ۽ مون ڪاڌو (١٣) تڏهن خداوند خدا، نانگ کي چيو تہ جيئن تہ تو هي ڪم ڪيو آهي تنهنڪري تون سڀني ڍورن ۽ جهنگلي جانورن ۾ لعنتي آهين، تون پيٽ پر رڙهندين ۽ سڄي عمر مٽي کائيندين (١٤) ۽ آءٌ تنهنجي ۽ هن زال جي وچ ۾ دشمني ۽ تنهنجي نسل ۽ زال جي نسل جي وچ ۾ دشمني وجهندس، هو تنهنجو مٿو چٿيندو ۽ تون هن جي کڙي ڏنگيندين (١٥) پوءِ هن زال کي چيو تہ آءٌ تنهنجي ويم جي سورن کي گهڻو وڌائيندس، سورن سان تو ٻار ڄڻيندينءَ ۽ پنهنجي مڙس ڏانهن تنهنجو چاهہ ٿيندو ۽ هو توتي حڪم هلائيندو (١٦) ۽ آدم کي چيائين، جيئن تہ تو پنهنجي زال جو چيو مڃي انهيءَ وڻ جو ميوو ڪاڌو، جنهن بابت مون توکي حڪم ڪيو هو تہ اهو نہ کائج، انهيءَ لاءِ زمين، تنهنجي ڪري، لعنتي ٿي، تون پنهنجي سڄي حياتي محنت ڪري، انهيءَ جي پيدائش مان گذران ڪندين (١٧)...... تون پنهنجي ٻت جي پگهر جي ماني کائيندين، جيستائين تون موٽي زمين ۾ وڃين، ڇا لاءِ جو، تون انهيءَ مان نڪتو هئين، تون مٽي آهين ۽ وري بہ مٽيءَ ۾ موٽي ويندين (١٩) ۽ آدم پنهنجي زال جو نالو "حوا" رکيو ڇالاءِ جو، هوءَ سڀني ساهوارن جي ماءُ هئي. (٢٠) ۽

خداوند خدا آدم ۽ سندس زال جي لاءِ چم جا ڪپڙا ناهي، کين پهرايا. (٢١) ۽ خداوند چيو تہ ڏسو، انسان، نيڪيءَ ۽ بديءَ کي سمجهڻ ۾ اسان جهڙو ٿي پيو آهي، هاڻي ايئن نہ ٿئي جو، پنهنجو هٿ ڊگهيري زندگيءَ جي وڻ مان بہ ڪجهہ چني کائي ۽ سدائين جئرو رهي (٢٢) تنهن ڪري خداوند خدا هن کي عدن جي باغ مان ڪڍي ڇڏيو، تہ زمين جنهن مان هو نڪتو آهي. تنهن کي پوکي. (٢٣)

## بائيبل مقدس ۽ قرآن حڪيم جي اساسي حيثيت:

مغرب ۾ "بائيبل مقدس جو مطالعو" تعليمي نصاب ۾ شامل آهي. (اختياري مضمون طور؟) ۽ ان مان ڪجهہ حوالا ۽ فقرا مغربي ادب جو حصو آهن:..... مسيحي ( عيسائي) ۽ يهودي مذهبن جوگڏيل پاڪ ڪتاب " بائيبل" مقدس، حضرت آدم عليہ السلام کان حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين، گذريل سيني نبين ۽ پيغمبرن تي نازل ٿيل اڪثر ڪتابن جو مجموعو آهي: زبور (حضرت دائود عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب) توريت ( حضرت موسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب) ۽ انجيل ( حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب) کان علاوه "بائيبل مقدس ۾ ٣٩ مزيد تاريخي ڪتاب، صحيفا ۽ مذهبي ڪتاب شامل آهن. مجموعو ٻن مکيہ حصن ۾ ترتيب ڏنو ويو آهي: " پراڻو عهد نامي" ۽ " نئون عهد نامو" " پراڻي عهد نامي" ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان اڳ نازل ٿيل الهامي ۽ مذهبي مواد ڏنل آهي." نئين عهدنامي" ۾ انجيل، رسولن عليهم السلام جا ٢١ خط، سندن اعمال ناما ۽ " يوحنا عارف جو مڪاشفو" ڏنا ويا آهن. هي پاڪ ڪتابي ذخيرو صدين جي علم ۽ عرفان جو ثمر آهي. جيڪو گهڻي ڀاڱي "عبراني" آرامي" ۽ " يوناني" زبانن ۾ لکيل آهي، جنهن جا ترجما، دنيا جي اڪثر زبانن ۾ ڪيا ويا آهن: " پراڻي عهدنامي" جو يوناني ترجمو ٽين صدي ق. م ۾ ڪيو ويو ۽ " بائيبل"مقدس جو مڪمل ترجمو سن ٤٠٤

ع ۾ لاطيني (Latin) زبان ۾ ٿيو. انگريزي ترجما ١٦ صدي عيسوي ۾ ٿيڻ شروع ٿيا. جرمن زبان ۾ پهريون ترجمو ١۴٦٦ ع ۾ ۽ فرانسيسي يا فرينچ زبان ۾ مڪمل ترجمو ١۵٣٠ ع ۾ اطالوي زبان ۾ ١۴٧١ع ۾ ۽ اسپيني (Spanish) زبان۾ ١٨ صدي عيسوي تائين "بائيبل" مقدس جا ترجما، صرف شامي، آرميني، قبطي، فارسي ۽ عربي زبانن ۾ ٿيا هئا. مشرق بعيد ۽ برصغير هند پاڪ ۾عيسائي تبليغي جماعتن (بائيبل سوسائٽين) مقامي بولين ۾ ترجما ڪرائي شايع ڪيا آهن. ١٩٦٠ ع تائين دنيا ۾ ٢١٩ زبانن ۾ "بائيبل" مقدس جا مڪمل ترجما شايع ٿي چڪا آهن[1]. هن وقت اسانجي تحقيق ۾ استعمال ٿيندڙ ڪتاب بائيبل سوسائٽي،بائيبل هائوس لاهور، پاڪستان جو شايع ڪيل آهي.

اسانجي مذهبي معلومات جو اهم ترين ذريعو " قرآن الحڪيم" آهي، جيڪو اسلامي عقيدي موجب، سيني الهامي ڪتابن جو صحيح نچوڙ ۽ جديد انسان جي ذهني صلاحيت مطابق الله تبارڪ وتعالیٰ جو آخري ۽ حتمي ڪلام آهي. اسلامي عقائد ۾" قرآن الحڪيم" کان علاوه حديثن جي ڇهن مجموعن " صحاء ستہ" فقہ جي مختلف مڪتبن ٧٢ کان وڌيڪ فرقن ۽ مذهبي عالمن،فقيهن شارحن ۽ ترجمو ڪندڙن جي مسلڪ اجماء ۽ قياس توڙي اجتهاد کي مد نظر رکڻو پوي ٿو، تاهم متفق راءِ مطابق " قرآن الحڪيم" بين سيني مذهبي ڪتابن ۽ مسلڪن جو عرق آهي ۽ ان جي متن ۾ اڄ تائين ڪنهن زير زبر جو بہ فرق نہ ٿيو آهي ۽ نہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ نبي آخر زمان، حضرت محمد صلي الله‌عليه وسلم جي حياتي مبارڪ ۾ئي "قرآن الحڪيم" جي ڪتابت، حفظ ۽ حفاظت ترتيب ۽ تدوين جو ڪم سندن نگرانيءَ ۾ مڪمل ڪيو ويو هو ۽ بعد ۾ ڪنهن کي، جيڪڏهن چاهي تہ بہ، انهيءَ ۾ ردو بدل ڪرڻ جو موقعو ملي نہ ٿو سگهي.

## قرآني حوالا

قرآن شريف ۾ حضرت آدم عليه السلام جي تخليق ۽ ان جي مقصد

بابت واضح بيان موجود آهي: سيپارن جي ترتيب موجب هن ريت احوال ملي ٿو: " آدم" کي " ڌرتي" تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ خلقيو ويو ( سورة ٣ آية ٥٨: سورة ١٥ آيت ٢٨ ، سورت ٣٨، آية ٧١ ) حضرت آدم عليه السلام کي نالا سيکاريا ويا ( سورة ٢ آية ٣١) مڪمل ڪيو ويو ۽ ڪيس وجدان عطا ڪيو ويو ( سورة ١٥،آية ٢٨، سورة ٣٨ آية ٢٧) ملائڪن کي حڪم ٿيو " تہ آدم" کي سجدو ڪريو ( سورة ٢ آية ٣۴، سورة ٧ آية ١١، سورة ١٥، آية ٢٨ سورة ١٧ آية ١٦، سورة ١٨ آية ٥٠، سورة ٢٠ آية ١١٦. سورة ٣٨ آية ٧٢) "ابليس" سجدي ڪرڻ کان انڪار ڪيو (سورة ٢، آية ٣۴، سورة ٧ آية ١١، سورة ١٥ آية ٢٨، سورة ١٧ آية ١٦، سورة ١٨ آية ٥٠، سورة ٢٠ آية ١١٦، سورة ٣٨ آية ٣٧ ۽ ٧۴) حضرت آدم کي بيبي " حوا" سان گڏ " باغ" ۾ رهايو ويو ( سورة ٢ آية ٣٥، سورة ٧ آية ٣٥ سورة ٧ آية ١٩) شيطان " ابليس" هنن کي گمراهہ ڪيو (سورة ٢ آية ٣٠١، سورة ٧ آية ٢٢۔ ٢٠، سورة ٢٠ آية ١٢١ ۔ ١٢٠) منع ڪيل " وڻ" جي ذائقي وٺڻ جا نتيجا ( سورة ٧ آية ٢٢. سورة ٢٠ آية ١٢١) حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جي پوشاڪ جنهن کان هو محروم ڪيا ويا ۽ زندگي جا نوان حالات، هن سلسلي ۾ خاص طور تي ويچار جوڳا آهن: "اي آدم جا اولاد! متان شيطان اوهانکي برغلائي جيئن هن اوهان جي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ ( آدم ۽ حوا) کي برغلائي جنت ( باغ) مان ٻاهر ڪڍائي ڇڏيو ۽ هنن جو لباس لهرائي ڇڏيائين، انهيءَ لاءِ تہ هنن کي سندن شرم گاهہ کولي ڏيکاري ......" ( سورة ٧ الاعراف آية ٢١، ترجمو علامہ علي خان ابڙو، سنڌيڪا١٩٩٦ع) جيد شارحين جي راءِ مطابق اها پوشاڪ " تقويٰ" جو ڍڪ هو، جيڪو برائي کان بچائي ٿو ۽ اوگهڙ مان مراد نافرماني جو نتيجو آهي. زندگي جي بدليل حالتن ۾ باهمي دشمني ،ڏک ۽ تڪليفون، زندگي جون اهي نامساعد حالتون آهن، جيڪي نيڪ ۽ بد سيني انسانن کي پوڳڻيون آهن ۽ دراصل اهائي آزمائش آهي. " ۽ اسان جن ۽ انسان کي انهيءَ لاءِ خلقيو تہ کين آزمايون تہ ڪير ٿو نيڪ ڪم ڪري"[٢] تاهم اها الله تبارڪ وتعاليٰ جي حڪم جي هن پهرين نافرماني سبب باغ جون بهاريون دنيا جي دشمنين،ڏکن ۽ ڏاکڙن ۾ تبديل ٿي ويون.

متي ڄاڻايل ٻن اهم مذهبي ، عبراني ۽ اسلامي، ذريعن ۾ ڄاڻايل حضرت آدم عليه السلام جي متيءَ ( جي ست يا خمير) مان خصوصي تخليق سان گڏ، بيبي حوا جو سندس پاسري ( يا پاسريءَ جي گوشت) مان ٺهڻ، ڌيان طلب ڳالھ آهي: " قرن الحڪيم " ۾ بيبي حوا جي تخليق بابت فقط ايترو ڄاڻايل آهي تہ " وخلق منها زوجها" معنيٰ الله تبارڪ وتعاليٰ انهيءَ ( حضرت آدم عليه السلام) مان انهيءَ جو جوڙو ناهيو.حضرت آدم عليه السلام جي پاسريءَ مان بيبي حوا جي تخليق جو ذڪر حديثن ۾ آيل آهي: جيئن " صحيح بخاري" ۽ " صحيح مسلم " ۾ سندس کاٻي پاسريءَ مان پيدا ٿيڻ جو ذڪر ڪيل آهي: علامہ قرطبي رح انهيءَ حوالي جي وضاحت هن طرح ڪئي آهي تہ " عورت کي " پسلي" ( پاسريءَ) سان تشبيھ ڏني وئي آهي........ ان جو حال پاسريءَ جهڙو آهي: جيڪڏهن ان جي گولائيءَ کي سڌو ڪرڻ گهرندا تہ اها ڀڄي پوندي...... ( تنهن ڪري) عورتن سان نرمي ۽ رفق ( رفاقت) سان هلجي."٣

## قديم مذهبي عقيدا ۽ تاريخي روايتون

قديم هندو روايت موجب پهريون " انسان" "منو" هو. جنهن ۾ عبراني ۽ اسلامي روايتن واري " آدم" ۽ " نوح" ٻنهي جون علامتون ڏيکاريل آهن.[٤] ٻئي طرف، " وشنو پنٿ" ۾ " وشنو" ( برهما جي ٻئي نمبر ۽ هندو ٽمورتيءَ جي پالڻهار خدا) جا ڏهہ اوتار ڏيکاريا ويا آهن: متسيا، معنيٰ " مڇي" ٻيو ڪرما ( ڪڇون) ٽيون وراهہ ( سوئر)، چوٿون " نرسمها" (اڌ ماڻهو، اڌ شينهن) پنجون " وامن" ( ڄامڙو)، ڇهون " پرسرام" ( ڪهاڙيءَ وارو " رام") ستون " سري رام" ( ايوڌيہ جو شهزادو ۽ رامائڻ جو هيرو)، اٺون سري ڪرشن مهراج ( مهاڀارت جو هيرو ۽ يادوڪتري سردار) نائون مهاتماگوتم ٻڌ ( ٻڌ ڌرم جو باني ( ٥٦٦ - ٤٨٦ ق - م) ۽ ڏهون " ڪالڪان" جيڪو اڃا اچڻو آهي.[٥]

ٻئي طرف " مهاڀارت" ( ٦٧: ١٢) ۾ ڄاڻايل آهي تہ " خلائي وقت" جي زماني جي شروعات ۾، جڏهن لوپ ۽ ڪاوڙ انساني تعلقات

بگاڙي ڇڏيا هئا. ماٿهن هڪ ٻئي تي بيحد ظلم ڪيو، جيئن " ٻڌ" روايتن ۾ پڻ ڄاڻايو ويو آهي، ماٿهن هڪ ٻئي جي جان ۽ مال جي حفاظت تي اتفاق ڪيو، ليڪن هنن کي هڪ ٻئي جي قول تي اعتبار نہ هو، تنهن ڪري هنن اعليٰ خدا " برهما" کي مدد لاءِ وينتي ڪئي، هن " منو" کي نامزد ڪيو. هتي " منو" انسان جي حيثيت ۾ نہ آهي، پر هڪ ديوتا آهي، جيڪو ماٿهن جو پهريون بادشاهہ نامزد ڪيو ويو. انهي ديوتائي بادشاهيءَ جي نظريہ تي "منو شاستر" لکيو ويو آهي تاهم " مهاڀارت" ۾ ٻين ڄاڻن تي ٻيا نظريہ ۽ اصـول وضع ڪيـا ويا آهن. جن مـان ڪجهہ نظرين مطابق " وير جس" ، "وشنو" ديوتا جو پٽ پهريون بادشاهہ هو. ( مهاڀارت : ١۴، ١٢:٥٩) " راجپـوت نسل" کي ڇڏي باقي سڀ وچين زمـاني جا راجائون پنهنجو نسب "منو" کـان ڄاڻائيندا هئـا، جيـئن سندن ديوتائي راجائي جو حق محـفـوظ رهي. ليـڪـن " راجپـوت" گـهراڻا پاڻ کي باهہ جي ديوتا " اگني" جي نـسل مـان ڏيکارن تـا. جن راجائن " منو" جي نسل مـان هجڻ جي دعـويٰ ڪـئي آهي، انهن پاڻ کي ياتہ " منو" جي پٽ اشڪ واڪ جو اولاد ڄاڻايو آهي يا " منو" جي ڌيءَ " الا" جو اولاد ســڏايو آهي. " اشڪ واڪ" جو نـسل "سورج ونسي ۽ " الا" جو اولاد " چندرونسي" سڏيا وڃن ٿا.[٦]

مانو/ ماٿهو ( منو) قديم هندو ڏند ڪٿا موجب پهريون انسان هو. "منو سمرتي" سنسڪرت زبان جي اهم دستاويز جي مصنف شتپٿ برهمڻ مطابق هڪ مڇيءَ ڪيس ٻڌايو تہ هڪ وڏي ٻوڏ تمام انسان ذات کي تباهہ ڪرڻ واري آهي. تنهن ڪري مڇي جي صلاح مطابق هن هڪ ٻيڙو ٺاهيو ۽ جڏهن ٻوڏ آئي تہ ٻيڙي کي مڇي جي ڪنڌي سان ٻڌائين ۽ هڪ جبل جي چوٽي تي سلامتيءَ سان پهچي ويو. جڏهن ٻوڏ لهي وئي تہ " مانو" اڪيلو بچيل انسان هو. هن قرباني ڪئي ۽ مکڻ ۽ ڏڌ درياهہ ۾ هاريائين، جنهن مان هڪ سال بعد هڪ عورت پيدا ٿي جنهن اعلان ڪيو تہ هوءِ " مانو" جي ڌيءُ آهي. پوءِ اهي ٻـ ٻيءُ ڌيءُ نئين انسـان ذات جا ڄڻـيندڙ ٿـيا تـہ جيـئن "ڌرتي" ٻيهر آباد ٿئي.[٧] " مهاڀارت" ۾ مڇي کي خود "برهما" جو هڪ روپ ڪري ڄاڻايو ويو آهي. جڏهن تہ " پراڻن" ۾ مڇي کي " وشنو" جو اوتار (پهريون انساني روپ) چيو ويو آهي. " پرانن" ۽ " منوسمرتي" ( منوا

ڌرما شاسترا، منو ڌرم شاستر) مطابق ڪل ١۴ منو ٿي گذريا آهن، جيڪي ١۴ معاون ڪائناتي دورن جا پهريان انسان هئا. اهي ١۴ مددي ڪائناتي دور هڪ " ڪلپ" جي عرصي ۾ ٿي گذريا جيڪو ۴ ارب ٣٢ ڪروڙ سال هليو. انهن ١۴ مانونترن ۾ ١۴ انساني نسل پيدا ٿيا ۽ هر دفعي انهن تي "قيامت" آئي ۽ سندن مڪمل نسل ڪشي ٿي. ١۴هين مانونتر جي پڇاڙي ۾ پوري ڪائنات تي قيامت ايندي ۽ هڪ ٻي حساب عرصي پڇاڻ ٻيهر ڪائنات جي تخليق شروع ٿيندي ۽ اهڙي طرح اڻڪٿ ڪائناتون ۽ تخليق بعد تخليق جون ڪاروايون ٿينديون رهنديون.

تخليق بابت زرتشتي نظريہ مطابق ٣ هزار سالن جا چار دور ٿيا: لاحد زماني (Infinite time) ۾ ارمزد (Ormazd) نور (Light) ۾ ۽ آهرمن (Ahriman) ان جي هيٺان اونده (Darkness) ۾ رهندا هئا. پهرين ٽن هزار سالن جي دور بعد آهرمن، خلا کي پار ڪيو، جيڪا سندن وچ ۾ هئي، ۽ " ارمزد" تي حملو ڪيو، جنهن اهو محسوس ڪندي تہ سندن ڪشمڪش لامحدود ٿي ويندي، " اهرمن" سان انهيءَ جي وقت کي محدود ڪرڻ جو معاهدو ڪيو ۽ پوءِ " اهنا ويريا" (Ahuna Vairya) جي دعا پڙهي، جيڪا زرتشتين جي پاڪ ترين دعا آهي. " اهرمن" ٻيهر اونداهي ۾ هيٺ ڪري پيو ۽ ٻيو ٽن هزار سالن جو دور گذريو، انهيءَ ٻئي دور ۾ اُرمزد تخليق کي وجود ۾ اچڻ جو حڪم ڏنو ( ڪن فيڪون) پهريائين روحاني تخليق ٿي جنهن ۾ ڇهہ امر پلارا پيدا ٿيا. پوءِ انهن جي موافقت ۾ مادي تخليق ٿي. آسمان، پاڻي، ڌرتي، ٻوٽا، اوائلي ڏڳو (Primeval Ox) اوائلي انسان گيو مرد (Gayomart) پيدا ڪيا ويا؛ پوءِ "فروشين" (ازلي روحن) کي ارمزد اختيار ڏنو تہ دائمي گرب جي حالت ۾ رهڻ يا جسماني حالت ۾ اچڻ ۽ " اهرمن" تي سندس فتح حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ جي وچ ۾ انتخاب ڪن. ازلي روحن جمڻ ۽ مدد ڪرڻ پسند ڪيو. انهيءَ دوران " اهرمن" ڇهہ راڪاس خلقيا ۽ اهڙي مخالف مادي تخليق پڻ ڪئي، ٻئي ٽن هزار سالن جي دور جي پڇاڙي بعد " اهرمن" اوائلي عورت، جيڪا رنڊي هئي، انهيءَ جي برغلائڻ تي، آسمان ۾ ڪاهي پيو ۽ ارمزد جي تخليق کي خراب ڪيائين. " گيومرد" کي قتل ڪيائين جنهن جي جسم مان

انسان ۽ ڏاتو پيدا ٿيا ۽ ڏيگو پيدا ٿيو جنهن مان ٻيا جانور ۽ ٻوٽا پيدا ٿيا. ٽئين دور ۾، اهرمن پنهنجي مادي دنيا تخليق ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ليڪن پاڻ ان ۾ ڦاسي پيو، جنهن کي ”ارمزد“ ڦاسائي وڌو ۽ هيٺ ڪيرائي ڇڏيائينس.چوٿين دور جي ابتدا ”مذهب“ جي دنيا تي اچڻ سان ٿي، يعني ”زرتشت“ جي ولادت ٿي، جنهن جي هر هڪ هزار سالن بعد نئون نجات ڏيندڙ زرتشت جو جانشين پيدا ٿيندو رهندو. ٽيون ۽ آخري نجات ڏيندڙ، ”سا اوشيانس“ (Sooshyans) آخري فيصلو آڻيندو، بقا جو شراب پياريندو ۽ نئين دنيا جو آغاز ڪندو ( جنهن ۾ موت نہ هوندو). اهڙي طرح محدود زمانو ۽ لاحد زمانو، جنهن مان اهو پيدا ٿيو، ١٢٠٠٠ سالن جي عرصي بعد ملي هڪ ٿي ويندا. پڪا زرتشتي انهي نظريہ کي تسليم ڪن ٿا.٨

قديم ايراني روايت مطابق ڌرتي جو پهريون انسان ”مهہ عبد“ هو. هن پهرين حڪومت قائم ڪئي جيڪا ١٣ پشتون هلي. انهن سڀني بادشاهن کي پيغمبر چيو ويندو هو. دراصل ”مهہ عبد“ هن روايت جي روشني ۾، حضرت آدم عليہ السلام جو نعم البدل نہ آهي. چا ڪاڻ تہ: ”دنيا جي هڪ دور گذرڻ بعد هڪ عظيم آفت جي نتيجي ۾ دنيا جي آبادي تقريبا نابود ٿي وئي، فقط ٻہ انسان بچيا: ”مهہ عبد“ ۽ سندس زال جن مان آدم جو نسل ٻيهر وڌيو..... ”مهہ عبد“ جي نسل ۾ ١٣ پيغمبر - بادشاهہ ٿي گذريا جن ”مشتري“ جي سو سالن تائين ڌرتي تي حڪمراني هلائي. پوءِ”جياني“ نسل جو پهريون آدمي ”جيوفر“ پيدا ٿيو. جنهن کان انسانن جو هڪ نئون نسل وجود ۾ آيو، جيوفر جي نسل ڏهہ ارب سال ڌرتي تي حڪمراني ڪئي. انهيءَ کانپوءِ ”شائيڪلو“ جو نسل ”سياني“ جي نالي سان، وجود ۾ آيو، جنهن هڪ ”سومار“ يعني هڪ ڪروڙ سال ڌرتي تي حڪمراني ڪئي. پوءِ ”ياسان“ جي ”ساني“ نسل ٩٩ ”سلام“ يعني ٩٩ لک سال حڪومت ڪئي. پوءِ سندس پٽ گيل شاهہ، ”گيومرد“ جي نالي سان هڪ نئون نسل وڌايو. ”دبستان ادب“ مطابق گيومرد کان يزد جرد تائين ڇهہ هزار سادا چوويهہ سال گذريا. ”بند هيش“ جي حوالي سان چاڻايو ويو آهي تہ ”ايراني دور تقريبا ١٢ هزار سال هليو، جنهن مان

(پهريان) ٽي هزار سال سڀ ساهدار خيال ۽ احساس کان عاري هئا، پويان ٽي هزار سال " گاٿ " سميت " گيومرد" جا هئا ۽ " گيومرد" ٽيهہ سال پنهنجي دشمن طرفان پهچايل عذابن ۾ گذاريا. ٩

" احوال الانبياء" جي ذريعن مطابق ٥ هزار کان ۴ هزار ق - م درميان، ڪالديہ ۾ " ياع"، ايران ۾ " گيومرد" ۽ مصر ۾ " مانا" (مينيس) حضرت آدم عليه السلام جا هممعصر[١٠] هئا. قديم مصري ۽ يوناني روايتن مطابق دنيا جو پهريون سڌريل انسان " مينس" هو. " مينيس"، "منامينوس"، "مانا" يا "مئن"، سن ۵۰۰۴ ق م ۾، مصر جي پهرين بادشاهت قائم ڪئي هئي.[١١]

عبراني عقيدي موجب " دنيا جي ابتدا، حضرت آدم عليه السلام جي تخليق سان ٿي. اسلامي عقيدي مطابق هو، " موجوده دور جو پهريون نبي"[١٢] هو. بائيبل مقدس جي پراڻي عهدنامي جي پهرين ۽ ٻئي حصي جي متن جي مسيحي پادرين تشريح ڪندي لکيو آهي تہ " دنيا جي ابتدا حضرت آدم عليه السلام جي تخليق سان ٿي. اسلامي عالمن هن حقيقت کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي: سورة آل عمران جي آية ٣٣ ۽ سورت المائده جي آيت ٢٧، جي بنياد تي معلوم ٿئي ٿو تہ (١) " حضرت آدم عليه السلام، موجوده زماني جو پهريون نبي هو: ۽ (٢) "انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ الله تعاليٰ آدم کي، نوح کي، ابراهيم کي، ۽ عمران جي گهراڻي کي سڄي دنيا ۾ چونڊي وڏيڪ سرفراز ڪيو. ( سورة آل عمران، آية ٣٣)

حضرت آدم عليه السلام جي تخليق ۽ جنت مان نيڪالي جو مقصد ۽ مفهوم معلوم ڪرڻ لاءِ جديد انسان کي تاريخ جي روشني ۾ ڏسڻ گهرجي: قديم پٿر جي دور جو انسان نامڪمل هو ۽ ان کي انسان سمجهڻ غلط ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ هو حيواني زندگي گذاريندو هو. هن جو زمانو خوراڪ گڏ ڪرڻ جو زمانوهو، ۽ هن ۾ خوراڪ اپائڻ جي صلاحيت نہ هئي. نئين پٿر جي دور ۾ هڪ مڪمل انسان، حضرت آدم عليه السلام ۽ ان جي جوڙي، حضرت بيبي حوا جي خصوصي تخليق ٿي.

بائيبل مقدس مطابق " خداوند خدا، آدم کي عدن جي باغ ۾ رکيو، انهيءَ لاءِ تہ انهي جي باغباني ڪري، ۽ جڏهن منع ڪيل ميووڪاڏائين ۽

جنت مان خارج ٿيو تہ حڪم ٿيس تہ......... "تون پنهنجي سڄي حياتي محنت ڪري، انهيءَ (زمين) جي پيدائش مان گذران ڪندين"........ تون پنهنجي بدن جي پگهر جي ماني کائيندين........ خداوند خدا هن (آدم) کي عدن جي باغ مان ڪڍي ڇڏيو تہ زمين، جنهن مان هو نڪتو آهي، تنهن کي پوکي". ( ٢٣ :; ٣)

قرآن الحڪيم مطابق " آدم" کي "ڌرتي" تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ خلقيو ويو ( ٢:٣٠) مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو ( ٥٨: ٣. ٢٨: ١٥، ٧١: ٣٨) نالا سيکاريا ويا ( ٣١: ٢) ، مڪمل ڪيو ويو ۽ وجدان عطا ڪيو ويو ( ٧٢: ٣٨، ٢٨: ١٥)، کيس زمين تي رهڻو آهي ۽ ڪنهن خاص وقت تائين ان مان فائدو حاصل ڪرڻو آهي: ( ٣٦: ٢)

جديد " نظريہ بقائے دوام" جي تشريح ۾ علامہ اقبال لکي ٿو تہ: "باغ" جي وضاحت هڪ اهڙي جاءِ سان ڪئي وئي آهي، جتي نہ بک آهي، نہ اڃ لڳي ٿي، نہ تپش آهي ۽ نہ ڪائي اوگهڙ آهي. انهي ڪري ...... قرآني بيان ۾ " جنت" قديم صورتحال ڏيکاري ٿي. جنهن ۾ " انسان" عملي طور تي پنهنجي ماحول سان لاڳاپيل نہ هو، جنهن جي نتيجي ۾ هن انساني ضرورت جو ڏنگ محسوس نہ ٿي ڪيو، ۽ انهيءَ انساني ضرورت جي احساس سان ئي انساني تهذيب جو آغاز ٿيو آهي. اهڙي طرح اسان کي نظر اچي ٿو تہ " ڌرتي" تي لهڻ يا ڪرڻ جي قرآني بيان جو انسان جي ڌرتيءَ تي پهريون دفع وارد ٿيڻ سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. بلڪ اهو ڏيکاري ٿو تہ انسان، قديم جبلتي اشتها جي حالت مان ترقي ڪري، هڪ آزاد نفس جي شعوري احساس جي حالت ۾ آيو. جنهن ۾ هن کي شڪ ۽ نافرمانيءَ جو اختيار حاصل هو."......... " ڪرڻ" جو مطلب........ سادي شعوري حالت مان خود شعوري جي پهرين شعاع ڏانهن منتقلي جو عمل آهي..... " انسان" جي پهرين نافرماني، ساڳئي وقت سندس آزاد پسنديءَ جو پهريون عمل بہ هو، تنهن ڪري قرآن الحڪيم جي لفظن ۾ " آدم جي پهرين حد اورانگهڻ کي معاف ڪيو ويو ( ۽ بني آدم کي بزرگي ڏني ۽ خشڪي خواه پاڻي، پنهي جون توانائيون سندس تابع ڪيون..... ۽ وڏي برتري ڏني. جهڙي هئڻ گهرجي." سورة بني اسرائيل آيت٧٠:) ..... هاڻي نيڪي

سندس مجبوري نہ رهي، بلڪ اها سندس طرفان اخلاق جي معيار اڳيان پاڻ مرادي سپردگي آهي ۽ انهيءَ ۾ سندس برتري سمايل آهي.......... قديم قومن ۾ " وڻ" باطني علم جي مخفي علامت هئي، آدم کي هن وڻ جي ميوي چکڻ کان منع ڪئي وئي، ڇاڪاڻ تہ، هڪ نفس جي حيثيت ۾، سندس محدود هجڻ، سندس حواسن جا هٿيار ۽ ذهني صلاحيتون، مجموعي طور تي، ڪنهن ٻئي قسم جي علم سان مطابقت رکندڙ هيون، يعني انهيءَ قسم جو علم، جنهن لاءِ صبر سان مشاهدو ڪرڻ ضروري آهي ۽ حصول جي رفتار سست آهي. حضرت آدم عليہ السلام شيطان جي چرچ تي، منع ڪيل ميوي کائڻ تي آماده ٿيو، انهي ڪري نہ جو هو عنصري يا پيدائشي طور تي گنهگار يا خراب فطرت جو مالڪ هو، پر انهيءَ ڪري جو تڪڙ ۽ بي صبري هن جي مزاج ۾ شامل هئي ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ معلوم ڪرڻ لاءِ تہ ڪيس ڇومنع ڪئي وئي هئي، هن تڪڙو ۽ آسان طريقو اختيار ڪيو، يعني کائي ڏسجي تہ ڇا ٿو ٿئي. " آدميءَ جي فطرت ۾ تڪڙ رکيل آهي، جڳو جلدئي اسان اوهان کي پنهنجي قدرت جون نشانيون ڏيکاريندا سين....." ( سورة الانبياء آيت ٣٧) انهيءَ ذهني لاڙي کي درست ڪرڻ لاءِ فقط هيءَ هڪ فطرتي طريقو هو تہ هن کي انهيءَ ماحول ۾ رکيو وڃي، جيڪو پلي ڪيترو بہ تڪليف وارو هجي پر آدم جي ذهني صلاحيتن کي وڌيڪ اجاگر ڪرڻ لاءِ موزون هجي[١٣]

اهڙي طرح آدم کي تڪليف ڏيندڙ طبعي ماحول ۾ آندو ويو. اها قدرت جي هڪ رٿا بندي هئي، جنهن جو مقصد آدم کي سزا ڏيڻ جو نہ هو، بلڪ ابليس ( شيطان) جي منصوبي کي ناڪام بنائڻ جي حڪمت عملي هئي: " ابليس" آدم جو نسل تباہ ڪرڻ جو عزم ڪيو هو...... " ......مان ضرور سندس نسل جي پاڙ پٽي ڇڏيندس..... ( سورة بني اسرائيل آيت ٦٢) ". آدم کي هڪ محدود شعوري ذات يعني نفس ڏنو ويو، جنهن جي زندگي، هڪ رڪاوٽ وجهندڙ ماحول ۾، ڄاڻ ( علم) جي مسلسل واڌ (ترقي) تي دارومدار رکي ٿي ۽ اها نفس جي علمي تجربي تي منحصر آهي.هڪ محدود شعوري ذات جو تجربو، جنهن ۾ انيڪ امڪان موجود آهن، فقط آزمائش ۽ غلطي (Trial and error) جي طريقي سان وڌي

"قرآن شريف" ۾ جنسي ميلاپ مان نسل جي واڌ بابت قديم هندو مذهب ۽ فلسفي جي منفي علامت " لنگ" ( مخصوص مرداني عضوي جي شبيهه) کي رد ڪيو ويو آهي، تاهم بنيادي جنسي ڪيفيت ( يا عمل) طرف اشارو ملي ٿو. جيڪو آدم جي پنهنجي جسم جي اوگهڙ ڏکڻ جي پريشانيءَ مان ظاهر آهي ۽ ڏيکاري ٿو ته هن ۾ شرم جو احساس جاڳيو. ليڪن بني آدم جي آئينده تخليق انهيءَ طريقي سان ٿيڻي هئي. جيئن بيان ڪيل آهي ته " اهوئي آهي، جنهن اوهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، پوءِ "منيءَ" جي ڦڙي مان ۽ پوءِ گوشت جي ٽڪري مان ناهيو........ ( سورة المومن آية ٦٧)..... " پوءِ هر ڪو شخص ڏسي وٺي ته ڪهڙي شيءِ مان ان کي بنايو ويو آهي: ان کي ٽيپي سان ڪرڻ واري پاڻي مان بنايو ويو آهي، جو پٺيءَ جي وچان ۽ ڇاتيءَ جي هڏين جي وچان نڪري ٿو....... ( سورة الطارق، آيات ٩ - ۴) ۽ واقعي ايئن آهي ته اسان " انسان" کي مٽيءَ جي ست (خمير تيل گاري) مان پيدا ڪيو. پوءِ ان کي نطفو بنايوسين، هڪ اهڙي جاءِ ۾ (عورت جي رحم ۾) جتي قرار وٺي ۽ ڄمي بيهي. پوءِ " نطفي" کي اسان " علقه" ( ڦوٽو) بنايو، پوءِ " علقه" کي هڪ گوشت جي ٽڪري ( ٻوٽيءَ) جهڙو ڪري ڇڏيوسين. پوءِ ان ۾ هڏن جو پڃرو پيدا ڪيوسين ۽ پوءِ پڃري تي گوشت جو تهه چاڙهي ڇڏيوسين. پوءِ ڏسو ته ڪهڙي طرح ان کي بلڪل ٻي طرح جي مخلوق بنائي ظاهر ڪيوسين، سو ڪهڙو نه برڪتن وارو الله آهي، جيڪو سيني کان بهتر پيدا ڪرڻ وارو آهي. ( سورة المومنون، آيات ۱۴ - ۱۲) " تون پنهنجي پالڻهار جي نالي سان پڙهه، جنهن پيدا ڪيو آهي، انسان کي رت جي دڳ مان ناهيو اٿس..... ( سورة العلق آيات ۲ : ۱)

" يقينا آسمانن ۽ زمين جي تخليق، انسان کي خلقڻ کان گهڻي وڏي ڳالهه آهي، پر گهڻا ماڻهو اها ڳالهه نه ٿا ڄاڻن ۽ سمجهن" ( سورة المومن آيت ٥٧).

" اهوئي آهي، جنهن اوهان کي " مٽي" مان پيدا ڪيو، پوءِ منيءَ جي ڦڙي مان ۽ پوءِ گوشت جي ٽڪري مان ناهيو، پوءِ اوهان کي " ٻار" بنائي ٻاهر آڻي ٿو. انهيءَ لاءِ ته اوهان " جوان" ٿيو ۽ پوءِ " پوڙها" ٿي وڃو ۽

توهان مان ڪي اڳئي مري وڃن ٿا ۽ توهان مقرر مدي کي پهچو ٿا، اهو سڀ انهيءَ لاءِ آهي تہ اوهان عقل پرايو. ( سورت المومن آيت ٦٧)

"پوءِ جڏهن کين نجات ( ڇوٽڪارو) نصيب ٿئي ٿي ( الله تعاليٰ کين پريشانيءَ کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو) تڏهن جلدي ملڪ ۾ ناحق سرڪشي ۽ فساد ڪرڻ لڳن ٿا. اي انسانو! توهان جي سرڪشي ۽ شرارتن جو وبال تہ خود توهان جي ئي جانين تي پوڻ وارو آهي. اهي دنيا جا فائدا آهن سي پلي مالئيو، پوءِ توهان کي اسان ڏانهن موٽي اچڻو آهي. ان وقت اسان توهان کي ٻڌائينداسين تہ جيڪي ڪجهہ توهان دنيا ۾ ڪندا رهيا تنهن جي حقيقت ڇا هئي. دنيا جي زندگي جو مثال تہ بس اهڙوئي آهي جهڙو ڪر اسان آسمان مان مينهن وسايو ۽ زمين جي نباتات جيڪا ماڻهن ۽ چوپاين جانورن لاءِ کاڌو فراهم ڪري ٿي، سا ان سان سائي ٿي ( ان جا ڪيئي قسم) ٿليا ڦوليا ۽ هڪ ٻئي سان ملي ويا. پوءِ جڏهن اهو وقت آيو، جو زمين سڀ زيور پاتا ۽ سينگارجي وئي ۽ زمين جي مالڪن سمجهو تہ هاڻي فصل اسانجي هٿ ۾ آهي تڏهن اوچتو ڏينهن يا رات جي وقت اسانجو حڪم پهتو ۽ اسان زمين جو سڄو فصل اهڙي طرح پاڙون پٽي ڇڏيو جو اڳئين ڏينهن ان جو ڪو نشان بہ نہ رهيو. اهڙي طرح اسان کولي دليل بيان ڪيون ٿا انهن ماڻهن لاءِ جيڪي غور ۽ فڪر ڪندڙ آهن. (سورة "يونس" آيات ٢٣ ۽ ٢٤)

## ويدانت ۽ دهريت

موجوده زماني جي انسان " بني آدم" جي تخليق بابت روحانيت ۽ دهريت جا مختلف عقيدا ۽ نظريہ آهن: مهذب انسان جي مذهبي تاريخ ۾ دهريت (Materialism) ايمان (Faith) سان هميشہ مد مقابل رهي آهي. قديم هندستان جي آريہ ويدانيت ۾ " برهما" کي واحد خلقيندڙ خدا طور مڃيو ويو هو، تاهم ٽئين مذهبي جوڙ جڪ جي زماني (The Epic Age) ۾ " ماديت" يا "لوڪ يت" يعني دنيا داري جو نظريو شدت سان ابريو. " لوڪ يت" مطابق فقط هيءَ دنيا ( لوڪ يا لوڪا) ئي هڪ حقيقت آهي ۽ علم يا ڄاڻ ( گيان) جو واحد ذريعو آهي. " ماديت" موجب "مادو"

صل حقيقت آهي ۽ شعور ان جو عمل آهي. "مادو" چئن عنصرن ( انگن) جو مرڪب آهي:مٽي، باهه، هوا ۽ پاڻي. انهن گڏجي انسان جو مادو ٺاهيو آهي، ان مادي جو روح ( آتما) پنجن حواسن:اکين، ڪنن، نڪ،زبان ۽ چمڙي جو ٺهيل آهي. تنهن ڪري جڏهن جسم، يعني مادو ختم ٿئي ٿو ته ان جو روح به ان سان گڏ ختم ٿي وڃي ٿو.[15]

روح، حواسن ۽ ساهه، يا مادي ۽ ان جي شعور کي چئجي ٿو. روح تڏهن جسم ۾ داخل ٿئي ٿو جڏهن جسم جڙي راس ٿئي ٿو، تنهن ڪري جڏهن جسم ( مادو) سڙي راک ٿئي ٿو تڏهن روح جو ڀسم ٿيڻ لازمي آهي.

"دهريت" جا حامي چون ٿا ته "هيءَ دنيا پاڻهي ٺهي آهي..... خدا هڪ ڏند ڪٿا آهي، جنهن کي اسان ڪٿي قبول ڪيو آهي، اها اسان جي اڻ ڄاڻائي يا نااهليت آهي. ڏک ۽ سک، زندگيءَ جون مرڪزي حقيقتون آهن، گڻ ۽ اوگڻ يا نيڪي ۽ بدي، محض روايتي نظريا آهن.[16]"

" خدا" يا خالق جي وجود کان انڪار ڪندڙن اوائلي ڪافرن جي زماني ۾، " اپنشدن ذريعي هڪ "انتم سچائيءَ" جو تصور واضح ڪيو ويو هو. مثال طور " تيتريه" اپنشد ۾ ڄاڻايل آهي ته " انتم (آخري) سچائي" چئن صورتن ۾ ظاهر ٿئي ٿي: انم ( مادو) پران (ساهه) "منس" ( ذهن) ۽ وجن (منطقي ذهانت). انهن چئن صورتن تي غور ڪرڻ سان، "انتم سچائي" جي سمجهڻ ۾ ڪجهه قدر مونجهارو پيش اچي ٿو: مادو ۽ ساهه يا زندگي خود مختلف ڪيفيتن ۽ صورتن مان گذرن ٿا ۽ اندروني خواه بيروني حالتن کان متاثر ٿين ٿا. ذهن،منطقي نتيجن جي وضاحت ڪرڻ کان قاصر آهي، ڇاڪاڻ ته زندگي جا ڪي پاسا اهڙا به آهن جيڪي ذهن وسيلي ۽ زبان سان بيان ڪري نه ٿا سگهجن. انسان جي خيال جو پرواز، ذهني سوچ ويچار کان مٿانهون ۽ مختلف آهي.

" چند وگيا" اپنشد جي انين منڊل جي سوڪت ١٢. ٣ ۾ مفڪر چوي ٿو ته هڪ جسم جيڪو پيدا ٿئي ٿو، وڏي وڏو ٿئي ٿو، پوءِ هيٺو ٿي مري وڃي ٿو، سو اصل " نفس" يا خود "انسان" ٿي نه ٿو سگهي، (ڇاڪاڻ ته) "نفس" زندگي ۽ موت جي سيني چڪرن ۾ سلامت رهي ٿو. " تبديل نفس" جو آڌار تجرباتي حادثن تي آهي. انهيءَ کي ( به) " اصل

نفس" (ياروح) سمجهڻ نہ گهرجي، ( ڇاڪاڻ تہ) " نفس" هر گهڙي وڌندڙ ۽ ڦرندڙ ذهني تجربن جو ايڪو نہ آهي. اهو "نفس" جيڪو سپنن کان خالي ننڊ ۾ ستل آهي، سو " انسان" جي ضرورت پوري ڪري نہ ٿو سگهي، اصل نفس ( روح) هڪ عـــالمي جاڳرتا -Universal Conscious) (ness آهي، جيڪا انسان جي اندر موجود آهي. انسان جي روح ( آتما) جي باري ۾" مندوڪيہ" اپنشـد ۾ ڄاڻايل آهي تہ آتما ( روح) جون چار ڪيفيتون يا صورتون آهن: سجاڳي، سپنو، ننڊ ۽ "تريـيا". " تريـيا" (Turiya) هڪ الهــامي جاڳرتا (Intuitional Consciousness) آهي، جنهن ۾ انسان کي، اندروني توڙي بيروني شين جي سڌ نہ ٿي رهي، اها هڪ اڻمٽ سچائپ آهي، جيڪا سموري ردوبدل ۾ قائم رهي ٿي، اهوئي اصل روح ( آتما) آهي. " آتما" ۽ "برهمڻ" هڪ آهن: " تت توم اسي" يعني " اهو تون آهين" اهائي " انتم" سچائي آهي، جيــڪا ذهن ۽ زبان وسيلي بيان ڪري نہ ٿي سگهجي.

" انتم سچائي" فقط " تريـيا" يعني " الهام" ذريعي سمجهي وڃي ٿي. اها حواسن ذريعي حاصل ٿيندڙ ڄاڻ وانگر معروضاتي (Objective) نہ آهي ۽ ان جي ڪاباقاعده وصف (Definition) ناهي نہ ٿي سگهجي، انهيءَ سچائي جي جوڙيل ڪابہ وصف ائين ٿيندي، جيئن چئجي تہ " ائين نہ آهي، ائين نہ آهي......" ١٧

"تيتريہ اپنشد" ۾ سالڪ انهيءَ انتم ( آخري) سچائيءَ جي تلاش ۾ آهي، جنهن مـان " هر شيءِ پيـدا ٿي آهي، جيــڪا سـيني شين جي پالنا (حفاظت ۽ پرورش) ڪري ٿي ۽ جنهن ڏانهن موت بعد، هر شيءِ موٽي وڃي ٿي ( اوله و آخره، کل شيءِ يرجع الیٰ اصله اسلامي عقيدو آهي) هن اپنشد جي سالڪ جي سوچ پٽاندڙ، اها " انتم سچائي" ( حق تعالیٰ) چئن صورتن ۾ ظهور پذير ٿئي ٿي: " انتم (مادو) "پران" (ساهہ يا زندگي)، " منس" (ذهن) ۽ " وجنن" ( منطقي ذهانت).

"هندو ڌرم" جي اپنشدن ۾، اهڙي تخيل جو ارتقا صاف نظر اچي ٿو ليڪن ڪوبہ خيال پنهنجي منزل مقصود تي پهچي نہ ٿو سگهي. يعني انهيءَ " انتم سچائيءَ" کي رسي نہ ٿو سگهي. جتي تخيل ۽ ان جي فرقن کان پار

اڪري، سچائيءَ جي بيحد ويجهڙائي ( قرب الاهي) حاصل ڪري سگهجي ٿي ( يا " واصل بالله" ٿي سگهجي ٿو ) جنهن کي برهمڻ يا آنند،سک ۽ فرحت چئجي ٿو.١٨

"آتما" ( روح) کي هرنيہ گرڀ ( ڪائناتي روح) سڏجي ٿو ۽ جڏهن " آتما" کي "جسم" سان تشبيهہ ڏجي ٿي تہ " برهمن" کي " ويرت" (ڪائنات) چيو وڃي ٿو. " ويرت برهمن" ئي هن سنسار (دنيا) جي واحد تشريح ۽ ان جو سڪارتو مادي سبب آهي. اها اتاهين وجود ( خالق) جي خود عائد ڪيل حدبندي آهي. انهيءَ ڪري " دنيوي دوکي" جي نظريہ (Theory of World illusion) ايتريہ آرنيڪ ( منڊل ٢: ٢:٣) ۾ جاٿايل ڪوڙ ڏوڙ جو انتم سچائيءَ (The ultimate Truth) سان ڪوبہ تعلق نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ دوئي،ٻيائي يا دوکي جي دنيا "انتم سچائي" ٿي نہ ٿي سگهي. تاهم اپنشندن ۾ ڪٿي ڪٿي "مايا" جو نظريو ملي ٿو،جيڪا انسان جي ذاتي خدا "ايشور" جي خود نمائيءَ جي شڪتي جو مظهر سمجهي وڃي ٿي ۽ ڪٿي ائين بہ چيل آهي تہ " هيءَ ڦيرڦار جي ڦرنڊڙ گهرنڊڙ سموري" ويرت ( ڪائنات) وهم گمان جي هڪ بي بنياد چادر آهي" . ليڪن هندومت جو غالب وشواس انهيءَ بيان جي برخلاف آهي: هن غالب عقيدي مطابق "برهمن" واحد سچائي آهي، جيڪا دوئي ( يا ٻٽي حقيقت) کي رد ڪري ٿي.هيءَ سموري ڦير گهير (تغير) "برهمن" جي ڪار گذاري آهي، پر اها ڪو وهم يا دوکو نہ آهي." برهمن" ۽ هيءَ سنسار هڪ آهن. گهٽائي ۾ گم ٿي وڃڻ کان خبردار رهڻ گهرجي.١٩

ڪائناتي تغير يا دائمي نظرياتي اختلافات جو پيدا ٿيڻ هندو فلسفي مطابق ائٽمي جوڙ ٽوڙ جو نتيجو آهي. مادي جي جزن ( ائٽمن) جي گڏجڻ ۽ ڌار ٿيڻ سان طبعي ڪائنات (ويرت) ۾ تبديليون رونما ٿين ٿيون ۽ مٽ سٽ ۽ واڌ ( ارتقاء) جي عمل ۾ رڌل آهن. جنهن کي پرينما (Parinama) چئجي ٿو ۽ انهيءَ عمل ذريعي ائٽم نيون خاصيتون حاصل ڪن ٿا: مڪيہ عنصرن يعني مٽي باهہ هوا ۽ پاڻي ۾ مختلف قسمن جا ائٽم يا جوهر مليل نہ آهن، بلڪ ساڳيا ائٽم مختلف جوڙن (Combinations) ذريعي مختلف عنصر (Elements) ناهن ٿا. اسان جيڪي شيون ڏسون ٿا، اهي هڪ ان

گهڙيل مادي (Gross matter) مان ٺهيل آهن، جيڪو پڻ اسان جي حواسن جي پهچ کان ٻاهر آهي ۽ هڪ لطيف بلند تخيل جي صورت ۾ آهي. اهڙي قسم جي "مادي" سان " آڪاش" ( خلا) پريل آهي. جڏهن ( روح) ٻاهرين دنيا سان لهه وچڙ ۾اچي ٿو ته انهيءَ ۾ خلائي ائٽمي برسات ذريعي انهي جا ذرڙا داخل ٿين ٿا ۽ انهيءَ مان حيواني جسم جي اجتماعي ساخت (بناوت) قائم ٿئي ٿي، جيڪا " انسان" جي روپ ۾ نظر اچي ٿي.

" آتما" ( روح) جو خاص ست (جوهر) " سيتنا" (Cetana) يا "شعور" آهي. جيڪو ڪڏهن به نشٽ يا ناس نه ٿو ٿئي، چاڪاڻ ته اهو غير مادي هجڻ سبب " انشٽ" (ناس نه ٿيندڙ) آهي. " آتما" جو به قد بت ٿئي ٿو، جيڪو خلائي ائٽمي جزن يا اڻ گهڙيل ڳوري مادي جي لطيف بلند تخيل جي صورت وٺي ٿو ۽ انسان جي ڪرمن ( عملن) مطابق انن قسمن ۾ منتقل ٿي وڃي ٿو ۽ اهو هڪ نازڪ سرگرم مادو ناهي ٿو، جيڪو " آتما" ( روح) سان سندس سيني جنمن ۾ چهٽيو رهي ٿو. اهڙي طرح انفرادي جيو ( ساهدار) ٻن مختلف شين جو مرڪب آهي: شعور ۽ جسم، هڪ انشٽ (لافاني) آهي ٻيو " نشٽ" ناس ٿيڻ وارو آهي، انهيءَ کي انسان چئجي ٿو.

" جين ڌرم" موجب غير جسماني (Inorganic) شين ۾ به "روح" ٿئي ٿو، جيڪو انهن ۾ ستل (ننڊ جي) حالت ۾ غير متحرڪ آهي. " جين ڌرم" جو خدا ۾ اعتقاد نه آهي. ليڪن سندن عقيدي موجب انفرادي ( مخصوص) روح اها حيثيت حاصل ڪري سگهن ٿا جنهن کي "خدا" چئجي ٿو، تاهم " جين" ڌرم موجب خدا نه خالق ٿي سگهي ٿو ۽ نه ان کي واحد چئي سگهجي ٿو. ٢٠

## حضرت آدم عليه السلام جي تخليق جو ديني، فني، سائنسي ۽ تاريخي جائزو:

" قرآن الحڪيم" مطابق جڏهن تنهنجي پالڻهار فرشتن کي چيو ته مان زمين تي هڪ خليفو پيدا ڪرڻ وارو آهيان، تڏهن فرشتن عرض ڪيو ته ڇا

اهڙي، هستي پيدا ڪري رهيو آهين جيڪا زمين تي فساد مچائي ۽ خونريزي ڪري جيتوڻيڪ اسان تنهنجي حمد ۽ ثنا ڪندي تنهنجي پاڪائي ۽ قدوسيءَ جو اقرار ڪريون ٿا. الله تعاليٰ فرمايو ته: " جيڪا حقيقت مان ڄاڻان ٿو ان جي توهان کي خبر نه آهي". ( سورة البقره، آيت ٣٠) پوءِ جڏهن آدم عليه السلام پيدا ٿيو تڏهن الله تعاليٰ کيس سيني شين جا نالا ۽ حقيقتون سيکاريون. پوءِ اهي شيون ملائڪن جي اڳيان پيش ڪري حڪم ڪيائين ته جيڪڏهن توهان سچ تي آهيو ته هنن جا نالا ۽ حقيقتون ٻڌايو (٣١)..... ( جڏهن فرشتا عاجز ٿيا) تڏهن الله تعاليٰ فرمايو ته " اي آدم! تون هنن حقيقتن جو بيان ڪر" جڏهن آدم ٻڌائي ويو تڏهن الله تعاليٰ فرمايو ته" ڇا مون توهانکي چيو ڪين هو ته مان زمين ۽ آسمانن جا سڀ ڳجهه ڄاڻان ٿو ۽ جيڪي توهان ظاهر ڪيو ٿا سو به ڄاڻان ٿو ۽ جيڪي لڪايو ٿا انهيءَ جي به مونکي خبر آهي." (٣٢). ۽ ڏسو اسان ملائڪن کي حڪم ڪيو ته آدم جي اڳيان نوڙو " هو جهڪيا ۽ " ابليس" نه جهڪيو هن نه مڃيو ۽ تڪبر ڪيائين ۽ منڪرن مان ٿي پيو" ( ٣٣) " پوءِ اسان آدم کي چيو ته تون ۽ تنهنجي زال ٻئي جنت ۾ رهو ۽ ان مان جيئن ۽ جيڪي وڻيو سو کائو ۽ پيو مگر هن وڻ کي ويجهو نه وڃجو. جيڪڏهن ويجهو لنگهندو ته انهن ظالمن مان ٿيندو جيڪي حدون لتاڙي ٿا وڃن" ( ٣٤) " پوءِ ڇا ٿيو جو شيطان ( ابليس) هنن ۾ وسوسا وجهي، هنن جا قدم ترڪائي ڇڏيا ۽ نتيجو هي ٿيو جو بهشتي نعمتن ۽ خوشين واري حالت مان نڪري ويا، پوءِ اسان به هنن کي حڪم ڪيو ته هيٺ لهو ۽ هتان نڪري وڃو. توهان ۾ هڪڙا ٻين جا دشمن آهن. هاڻي توهان کي زمين تي رهڻو آهي ۽ ڪنهن خاص وقت تائين ان مان فائدو حاصل ڪرڻو آهي". (٣٥) "ڌرتي" تي رهي فائدو حاصل ڪرڻ واري هن جوڙي ۽ سندس نسل جي جسماني ساخت ۽ ترڪيب اجزا کي خيال ۾ رکڻ ضروري آهي. ڏسڻ گهرجي ته " ڌرتي" ۽ ان جي مشڪل قدرتي ماحول ۽ ناموافق حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هنن کي ڪهڙي طرح تيار ڪيو ويو:

حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا جي خصوصي تخليق بعد، تخليق جو سلسلو نطفي ذريعي قائم ٿيو، "حوا" معنيٰ حي ( يا زنده آدم)

جي ماءُ جنهن جي پيٽ مان بني آدم جي پيدائش جو سلسلو شروع ٿيو ۽ اهو حضرت آدم عليه السلام جي نطفي مان ٿيو. تاهم، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تخليق اڻين ٿي جيئن حضرت آدم عليه السلام جي ٿي هئي، يعني خصوصي نوعيت جي تخليق ٿي، جنهن ۾ نطفي بدران خدا جو پاڪ روح بيبي مريم جي بطن ۾ نازل ٿيو ۽ حضرت عيسيٰ روح الله پيدا ٿيو.

## حضرت آدم عليه السلام جو احوال ۽ متعلق حقيقتون ۽ روايتون.

حضرت آدم عليه السلام جي خاص تخليق، ان جي مڪمل ٿيڻ بعد ملائڪن کي سجدي جو حڪم، جن منجهان "ابليس" جو " آدم" کي سجده ڪرڻ کان انڪار ۽ پنهنجي تخليقي برتريءَ تي اصرار، " ابليس" جي " شيطان" جي روپ ۾ ازلي دشمني جيڪا سندس نسل ذريعي جاري آهي ۽ "آدم" جي اولين نافرماني جيڪا سندس نسل ۾ نظر اچي ٿي، شيطان جي ڪڍ لڳڻ جو نتيجو ۽ فطري ڪمزوري، انهن سڀني حقيقتن بابت "قرآن شريف" ۾ واضح بيان موجود آهي.

" جن" ۽ " انسانن" کان علاوه " فرشتہ" يا " ملائڪ" اسلامي عقائد مطابق، نور مان خلقيل عبادت گذار ۽ فرمانبردار مخلوق آهي، جيڪا ڪائنات جي سموري تخليق تي نظر داري ڪري ٿي ۽ خاص فرائض سندن مٿان مقرر ڪيا وڃن ٿا.

" قرآن الحڪيم" ۾ ملائڪن جو پيدائشي مادو بيان ڪيل نہ آهي، ليڪن ابن ماجہ جي ( بيان ڪيل) هڪ حديث مان، جنهن جي روايت حضرت عائشہ صديقہ رضہ جي ڪيل آهي، معلوم ٿئي ٿو تہ "فرشتا" (ملائڪ) نور مان پيدا ڪيل آهن: اهي زندگي ۽ ڳالهائڻ جي صلاحيت رکن ٿا........" ملائڪن جا خاص چار قسم، پنهنجي فرائض جي اعتبار کان، هي آهن: (١) حضرت جبرئيل عليه السلام، جو الله تعاليٰ جا پيغام ، سندس نبين ۽ رسولن کي پهچائي ٿو ( سورة الحج آيت ٧٥). (٢) حضرت عزرائيل عليه السلام، جو انسانن جا روح قبض ڪري ٿو. هن کي " ملڪ

الموت" بہ چئجي ٿو ( سورة السجده آيت ١١) (٣) حضرت اسرافيل عليه السلام جو قيامت جي ڏينهن " صور" ڦوڪيندو تہ سڀ ساهوارا مري ويندا. (٤) حضرت ميڪائيل عليه السلام جو خلق کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان رزق رسائي ٿو ۽ مينهن وسائي ٿو. هڪ اسلامي روايت مطابق، جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ ملائڪن کي آدم جي اڳيان جهڪڻ ( سجدو ڪرڻ) جو حڪم ڏنو تہ سڀني کان پهريائين حضرت جبرئيل ۽ حضرت ميڪائيل عليهم السلام سجدو ڪيو. ترجمن مطابق سڀني ملائڪن گڏجي سجدو ڪيو.

حضرت آدم عليه السلام جي تخليق، قرآن شريف ۾، متعدد بار بيان ڪئي وئي آهي. سندس برتري منطقي طور تي واضح ڪئي وئي آهي. " جن" جي نسل جو مستقل وجود ۽ انهن مان " ابليس" ( شيطان) جي دشمنيءَ ۽ رقابت قابل فهم انداز ۾ بيان ڪيل آهي. خاص اقتباسات جو مطالعو ضروري آهي: ملائڪن تي آدم جي تخليق جو پهريون انڪشاف ۽ ملائڪن جو رد عمل، بعد ۾ اطاعت ۽ سندن هم رتبي "جن" " ابليس" جو تڪبر ۽ نافرماني هيٺن بيان ڪيل آهي: " جڏهن تنهنجي رب ملائڪن کي چيو تہ مان مٽيءَ مان بشر ( انسان) پيدا ڪرڻ وارو آهيان" ( سورة ص آيت ٧١) "پوءِ جڏهن مان ان کي ٺاهي مڪمل ڪيان ۽ منجهس پنهنجو روح ڦوڪيان تڏهن توهان هن جي اڳيان سجدي ۾ ڪري پئجو. (٧٢) سو سڀني ملائڪن گڏجي سجدو ڪيو (٧٣) پر " ابليس" سجدو نہ ڪيو، هن تڪبر ڪيو ۽ نافرمان ڪافر ٿيو (٧٤)........ " هن چيو تہ مان هن (انسان) کان بهتر آهيان؛ تو مونکي " باهہ" مان ٺاهيو آهي ۽ هن کي "مٽيءَ" مان ٺاهيو آهي. (٧٦) " ۽ بيشڪ واقعو اهو آهي تہ اسان " انسان" کي خمير ٿيل گاري مان ٺاهيو جيڪو سڪڻ بعد وڄندو آهي. (سورة الحجر آيت ٢٦) " ۽ " جنن" کي اسان اڳي برندڙ هوا جي گرميءَ مان پيدا ڪيو هو ( ايضا آيت ٢٧) " ۽ تنهنجي پروردگار فرشتن کي چيو تہ مان خمير ٿيل گاري مان، جيڪو سڪڻ بعد وڄندو آهي، هڪ بشر پيدا ڪرڻ وارو آهيان". (ايضا ٢٨) " سو جڏهن مان انهيءَ کي درست

(مڪمل) ڪري ڇڏيان ( ۽) ان ۾ مان پنهنجو روح ڦوڪيان، تڏهن توهان سڀ هن جي اڳيان سجدو ڪريو" ( ايضا ٢٩) " پوءِ سڀ فرشتا هن (آدم) جي اڳيان سجدي ۾ ڪري پيا ( ايضا. ٣٠) " مگر ابليس سجدو نہ ڪيو".(ايضا ٣١) " (ابليس) چيو تہ چا ( اي رب!) تنهن جو اهو فيصلو (انصاف) آهي تہ تون هن ( حقير) هستي ( يعني آدم عليه السلام) کي مون کان وڌيڪ شان ڏنو آهي! جيڪڏهن تون مون کي، قيامت جي ڏينهن تائين، مهلت ڏين، تہ مان ضرور سندس نسل ( يعني بني آدم) جي پاڙ پٽي ڇڏيندس، سواءِ ڪن ٿورن ماڻهن جي" ( سورة بني اسرائيل آيت ٦٢)

" جن قوم" جو ذڪر حضرت سليمان بن حضرت دائود عليهم السلام جي قرآني قصي ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي: " پوءِ اسان " هوا" " کي هن ( حضرت سليمان عليه السلام) جي تابع ڪيو...... ۽ " شيطان" جيڪي عمارتون ٺاهيندا ( هئا) ۽ سمنڊ ۾ ٽٻيون هڻندا هئا" ۽ ڪي ٻيا جن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئا ( سورة ص آيات ٣٨ ـ ٣٦)

"جن" قوم بابت " قرآن الحڪيم" ۾ خود " جنن" جي زباني هي احوال مليل ٿو. " ۽ (جنن بيان ڪيو تہ) اسانجي پالڻهار جو شان مٿي آهي، نہ ڪنهن کي ( پنهنجي) زال ۽ نہ ڪنهن کي ( پنهنجو ) اولاد بنايو اٿس (٣) ۽ اسان مان بيوقوف شخص ( ابليس شيطان) الله تي حد کان لنگهيل ڳالهہ مڙهيندو هو (٤) ۽ اسان خيال ڪيو هو تہ انسان ۽ جن الله تي ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ هڻندا (٥) ۽ ماڻهن مان ڪيترا شخص " جنن" جي شخصن جي پناه وٺندا هئا، پوءِ انهن ( انسانن) هنن ( جنن) جي هيڪاري سرڪشي وڌائي ڇڏي (٦) ۽ ( انهن انسانن) خيال ڪيو هو جيئن اوهان خيال ڪيو آهي تہ الله ڪنهن کي پيغمبر ڪري نہ موڪليندو (٧) ۽ اسان آسمان کي جاچيو پوءِ ان کي ڏٺوسين تہ سخت چوڪيدارن ۽ شعلن سان ڀريو پيو آهي ( ٨) ۽ اسين آسمان جي رستن تي ٻڌڻ لاءِ ويهندا هئاسون، پوءِ هاڻي جيڪو ٻڌڻ گهري ٿو سو پاڻ لاءِ تيار ٿيل شعلو ڏسي ٿو. (٩) ۽ انسان نہ ٿا ڄاڻن تہ زمين وارن سان برائيءَ جو ارادو ڪيو ويو آهي يا سندن پالڻهار انهن کي رستي تي آڻڻ جو ارادو ڪيو آهي (١٠) ۽ اسان مان ڪي چڱا آهن ۽ اسان

مان ڪي ٻي طرح جا آهن، ڇوتہ اسين مختلف طريقن تي آهيون (١١) ۽ اسان هي خيال ڪيو آهي تہ اسين الله کي زمين ۾ ڪڏهن بہ ٿڪائي نہ سگهنداسون ۽ نہ ڪي ڀڄي ڪڏهن ان کي ٿڪائي سگهنداسون (١٢) ۽ اسان جڏهن رستي تي هلڻ جي ڳالهہ ٻڌي تڏهن ان تي ايمان آنداسون. پوءِ جيڪو پنهنجي پالڻهار تي ايمان آڻيندو سو نہ ڪنهن نقصان کان ۽ نہ ڪنهن ظلم کان ڊڄندو (١٣) ۽ اسان مان ڪجهہ فرمانبردار آهن ۽ اسان مان ڪجهہ بي انصاف آهن. پوءِ جيڪي فرمانبردار ٿيا تن سڌو رستو ڳولي لڌو (١۴) ۽ بي انصاف جهنم جون ڪاٺيون ٿيندا". (١۵)(سورة الجن آيات ١۵ ـ ٣)

ابليس ( شيطان) جن هو، جيئن قرآن الحڪيم ۾ سندس باري ۾ ذڪر ڪيل آهي: " ڪان من الجن ففسق عن امر ربه" (سورة الڪهف آيت ۵٠) ۽ سندس اينڌڙ نسلن بابت پڻ بني آدم کي خبردار ڪيو ويو آهي: " ۽ جڏهن اسان ملائڪن کي حڪم ڏنو تہ آدم جي اڳيان جهڪو، تڏهن سڀ جهڪيا هئا، مگر ابليس نہ جهڪيو هو. هن پنهنجي پروردگار جي نافرماني ڪئي. پوءِ ڇا توهان مونکي ڇڏي هن کي ۽ سندس نسل کي، پنهنجو ڪارساز ٿا بنايو، جيتوڻيڪ هو توهان جا دشمن آهن. ظالمن لاءِ اهو ڪهڙو نہ برو سودو آهي." ( سورة الڪهف: آيت ۵٠)

" احوال الانبياء" جي مصنف " ابليس" يا شيطان جو اصل نالو "حارث بن مرئ" ڄاڻايو آهي[٢١] ۽ دجلہ ـ فرات واديءَ جي ڳاڙهي مٽي ( آد معنيٰ مٽي ۽ آم معنيٰ ڳاڙهي) تان " آدم" نالي پوڻ جو سبب ٻڌايو آهي[٢٢] "اخوان الصفا" جي حوالي سان هي مصنف لکي ٿو تہ ڪيئي جڳ اڳي دنيا ۾ ( فقط) " جن" رهندا هئا. هو لڪي ( باقي مخلوق سان) آسيب ڪندا هئا ۽ پنهنجي صورت مٽائي تخريبڪاري ڪندا هئا. انهن مان ڪيترا پيغمبر بہ ٿيا، تاهم " جنن" جي گناهن جي ازالي لاءِ ( آخرڪار) فرشتا ( ملائڪ) دنيا تي حڪومت ڪرڻ آيا،انهن "جنن" کي قيد ڪيو. "جنن" ۾ هڪ شيطان يا ابليس ( حارث بن مرئ) بہ هو. جيڪو ذهانت ۽ انتظامي معاملات ۾ فضيلت حاصل ڪري خود فرشتن ( ملائڪن) ۾ ممتاز ٿي ويو[٢٣]. انهيءَ زماني ۾ " آدم" کي زمين تي خليفي مقرر ڪرڻ جو اعلان ٿيو. فرشتن تعجب جو اظهار ڪيو، جيڪو الله تبارڪ وتعاليٰ ايئن فرمائي رفع ڪيو تہ

" تحقيق مان جيڪي ڄاڻان ٿو، سو اوهان نہ ٿا ڄاڻو".[٢۴] " ابليس" "آدم" کي سجدي ( برتري جي اعتراف) ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڀسمس ڪيو ويو. اهڙي طرح انسان ۽ ابليس جي ازلي دشمني جو آغاز ٿيو ۽ ان جو بنياد اقتدار يا هڪ ٻئي تي برتري حاصل ڪرڻ هو.

ايراني مذهبي ذريعن مطابق دنيا آدم کان گهڻو اڳ آباد هئي: دجلہ فرات وادي ۾ "طوفان نوح" کان ۴ لک ٣٢ هزار سالن اڳي تائين ڏهہ ديوتائي بادشاهتون ٿي گذريون. حضرت آدم عليہ السلام جي تخليق بعد سندس نسل مان حضرت نوح عليہ السلام جي زماني ۾ هاشي شاتر بادشاهہ هو. ان کي " مهاتما" چوندا هئا. هو " ڪالديہ" جي سرحد تي " ايراني اخت" ۾ پيدا ٿيو. " ياع هين" جي شڪل مڇيءَ جهڙي ۽ هٿ منهن انسان جهڙا هئا. هو تمام سياڻو هو.ماڻهن کي واعظ ڪندو هو. سڄو ڏينهن بغير کائڻ پيئڻ جي ساڻن گڏ رهندو هو. پر رات جو غائب ٿي ويندو هو. هن ماڻهن کي لکڻ سيکاريو، سماجي ۽ معاشي قانون جوڙيا ۽ اخلاقي ترقي آندي. "مهاتما" " ياع عين" کي يوناني "اونيسس" لکن ٿا.[٢۵]

اسلامي ادبي ذريعن مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت آدم عليہ السلام "سرانديپ" ( سريلنڪا / سيلون) مان " ڪالديہ" ( عراق) طرف هجرت ڪئي.[٢٦] هو پهريون پيغمبر هو. سندس زماني ۾ اها قوم رهندي هئي جيڪا گمراهي ۾ مبتلا هئي، جنهن کي " ڪوش" چئجي ٿو.[٢٧] حضرت آدم عليہ السلام " ڪالديہ" ۾ اچي " ياع هين" جي نالي سان ديوتائي بادشاهہ بڻيو.[٢٨] ليڪن ايراني ذريعن ۾ " ياع هين" جي ڄاڻايل ساخت هڪ پڌري ڏند ڪٿا آهي.

## حضرت آدم عليہ السلام جي جنت

حضرت آدم عليہ السلام جنهن " جنت" مان تڙيو ويو اها "جنت الماويٰ" ( جنت الخلد) هئي، يا "جنت الارضي" ( ڌرتي تي باغ) هئي؟ پويون فڪر رکندڙ عالمن جو خيال آهي تہ زمين جو اهو حصو جنهن تي حضرت آدم عليہ السلام جي جنت واقع هئي اهو " قاره" جي نالي سان

سڏبو هو.[٢٩] پوءِ مختلف حادثن ۽ لاڳيتن زلزلن سبب هزارين سال اڳ هندي وڏي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو ( ليمريا کنڊ) جنهن ۾ تقريبا ڇهه ڪروڙ آدم اجل جو شڪار ٿيا. " بائيبل" مقدس ۾ اها جاءِ دجله . فرات درياهن جي سنگم ( ميلاپ) واري هنڌ ڏيکاري وئي آهي. الله تعاليٰ عدن جي اوير طرف هڪ باغ پيدا ڪيو ۽ انهيءَ ۾ حضرت آدم عليه السلام کي لاٿو ويو، هي باغ " شط العرب" ۾ " فلسطين" جي علائقي " عراق . ڪالديه" ۾ هو. انهيءَ مان گمان ٿئي ٿو ته اهو باغ "بغداد" جي آسپاس هو. باغ ۾ هڪ درياه هو جنهن ۾ چار واهه هئا: فيسان، فيهان، حدقيل ۽ فرات.

" ۽ خداوند خدا زمين جي مٽي مان هڪڙو ماڻهو ( آدم) جوڙيو ۽ انهيءَ جي ناسن ۾ زندگي جو ساهه ڦوڪيائين ته هو جيئرو انسان ٿي پيو ۽ خدا وند خدا " ايرندي ڏانهن عدن ( عربستان) ۾ هڪڙو باغ بنايو ۽ انسان جنهن کي هن جوڙيو هو تنهن کي انهي ۾ رکيائين ۽ " خداوند خدا" زمين مان هر ڪنهن قسم جا وڻ اپاريا.........۽ باغ جي وچ ۾ " زندگيءَ جو وڻ" ۽ نيڪي ۽ بدي جي ٻوجهه ( سمجهه) جو وڻ به اپاريائين ۽ " عدن" مان هڪڙي ندي باغ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ نڪتي ۽ اتان ڇڄي ٻاڳن ۾ ورهائجي وئي: پهرينءَ جو نالو " فيسون" ( پشن) آهي، جا " حويلا" جي ساري زمين کي گهيري ٿي، جتي سون نڪرندو آهي...... ٻي ندي جو نالو جيحون ( گيهان) آهي، جا " ڪوش" جي ساري زمين کي گهيري ٿي، ٽين نديءَ جو نالو " دجله" ( حدقيل) آهي. جا " اسور" جي ايرندي طرف وهي ٿي ۽ چوٿين جو نالو " فرات" آهي.[٣٠]

اڪثرمسلمان عالمن جو خيال آهي ته حضرت آدم عليه السلام سرانديپ يا " سريلنڪا" ۾ پيدا ٿيو هو. علامه محمد جعفر منصور اليمني جي راءِ مطابق حضرت آدم عليه السلام سرانديپ جي ٻيٽ " برات" ۾ واقع شهر " شولابيت" ۾ پيدا ٿيو. جتي فلسفي ۽ ٻين علمن جي تعليم عروج تي هئي. هي ٻيٽ " خط استوا" تي آهي. بعد ۾ حضرت آدم عليه السلام مڪي شريف ڏانهن هجرت ڪئي ۽ اتان ڪالديه ( عراق) روانو ٿيو.[٣١]

جن عالمن " جنت الماويٰ" ( خلد) جي نظريه جي حمايت ڪئي آهي. انهن جي راءِ مطابق " خلد" (آسماني جنت) مان نيڪالي ملڻ بعد حضرت

" آدم" عليه السلام هندستان جي ڪنهن حصي ( اڪثريت راءِ سرانديپ) ۾ لاٿو ويو ۽ بيبي " حوا" جده ( عربستان) جي سرزمين تي اچي لٿي ۽ پوءِ هڪ ٻئي کي ڳوليندا اچي "عرفات"جي ميدان ۾ مليا.[٣٢] ( عرفات معنيٰ سڃاڻپ)

## حضرت آدم عليه السلام جي دنيوي زندگي

حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا جي ميلاپ بعد اولاد پيدا ٿيو جن مان ٽن پٽن جا نالا: هابيل، قابيل، ۽ سيت (Seth) " بائيبل" مقدس جي پيدائش واري باب (٥) ۾ ڏنل آهن ۽ " سيت" جي اولاد جو نمبر وار شجرو ڏيکاريل آهي. سيت، انوش، قينان، مهلائل، يارود، اخنوخ ( حضرت ادريس عليه السلام؟) متو شالح، لامڪ ۽ حضرت نوح عليه السلام. اسلامي ذريعا پڻ حضرت آدم عليه السلام جي پٽ ايئن پڌري ٿيندي ڏيکارن ٿا. صرف اخنوخ جي جاءِ تي ادريس جو فرق آهي ۽ حضرت آدم عليه السلام جا فقط ٻه پٽ هابيل ۽ قابيل ڏيکاريل آهن.

هڪ ايراني ذريعي "موسم بهار" ۾ ڄاڻايل آهي تہ حضرت آدم عليه السلام کي علم ۽ معرفت جي حاصل ڪرڻ جو بيحد شوق هو ۽ علم وارن سان تمام گهڻي رغبت رکندو هو ۽ پنهنجو گهڻو وقت انهن جي صحبت ۾ گذر ڪندو هو. حضرت آدم عليه السلام جي استاد جو نالو " حنيد" هو.[٣٣] حضرت آدم عليه السلام نهايت سادگيءَ سان زندگي گذاريندو هو. ايتري قدر جو عام ڏسندڙ هن کي مسڪين سمجهندو هو، هن دنيا ۾ توحيد جو هو پهريون مبلغ نبي هو. توحيد ۽ ڪامل قدرت جي حقيقت سمجهڻ لاءِ طبعي ۽ مادي دنيا جي ماهيت سمجهڻ ضروري آهي. تنهن ڪري هن سيني شين جا نالا معلوم ڪيا بلڪ هر شيءِ جي نالي ۽ خصوصيت جو علم بغور حاصل ڪيائين. سندس دشمن " حارث بن مرئ" هو.[٣٤] جيڪو "ابليس" جي نالي سان مشهور آهي. ڪجهہ مسلمان مورخين مطابق حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش کان اڳ عربستان جا ماڻهو ڪنهن گروهہ، ڳوٺ يا شهر جي شڪل ۾ نہ رهندا هئا. سندن معاش جو ذريعو پوکي راهي

۽ شڪار هو. حضرت آدم عليه السلام هنن کي گروهن جي صورت ۾ گڏجي رهڻ جي هدايت ڪئي ۽ اهڙي طرح پهريون شهر جيڪو آباد ٿيو ان جو نالو "شنوسو" هو.[٣٥] "موسم بهار" جي حوالي سان چاٿايل آهي ته حضرت آدم عليه السلام جي عمر هڪ سو سال ۽ ڏهه ڏينهن ٿي، سندس وفات بخار سبب ٿي. بائيبل مقدس ۾ پيدائش جي پنجين باب جي پنجين آيت مطابق حضرت آدم عليه السلام جي عمر ٩٣٠ سال هئي. اسلامي ذريعن مطابق حضرت آدم عليه السلام جي وفات عربستان ۾ مڪي شريف جي ويجهو "جبل ابوقبيس" ۾ ٿي ۽ اتي کيس دفنايو ويو.٣٦

## بني آدم جو سلسلو

"قرآن الحڪيم" ۾ حضرت آدم عليه السلام جي فقط ٻن فرزندن: هابيل ۽ قابيل جو ذڪر ڪيل آهي. جنهن مان سندن باهمي رقابت ( حسد) ۽ پهرين دفعو ڀاءُ جي هٿان ڀاءُ جي قتل جو احوال معلوم ٿئي ٿو : "۽ انهن ماڻهن کي آدم جي ٻن پٽن جو حال سچائيءَ سان ٻڌائي ڇڏ. جڏهن هنن قرباني پيش ڪئي تڏهن انهن مان هڪڙي ( هابيل) جي قبول پئي ۽ ٻئي (قابيل) جي قبول نه پئي. ( قابيل) چيو ته مان ضرور توکي قتل ڪندس. (هابيل) چيو ته الله تعاليٰ فقط متقي ماڻهن جي قرباني قبول ڪري ٿو. جيڪڏهن تون مونکي قتل ڪرڻ لاءِ هٿ کڻين ته به مان توکي قتل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن هٿ نه کڻندس.مان الله‌کان ڊڄان ٿو جو سڄي جهان جو پروردگار آهي. مان ته چاهيان ٿو ته منهنجا گناه ۽ پنهنجا گناه پنهنجي سر تي کڻين ۽ دوزخين منجهان ٿين جو ظلم ڪرڻ وارن کي اهوئي بدلو ملڻو آهي.پوءِ قابيل جي نفس کيس پنهنجي ڀاءُ جي قتل لاءِ تيار ڪيو. هن هابيل کي قتل ڪري وڌو نتيجو هي نڪتو جو هو انهن منجهان ٿيو جي نقصان ۽ تباهي ۾ پيل آهن ( انساني نسل جيڪو قابيل مان پيدا ٿيو). پوءِ الله تعاليٰ هڪ ڪانو کي موڪليو ۽ هو زمين کوٽڻ لڳو انهيءَ لاءِ ته کيس ڏيکاري ته ڪيئن پنهنجي ڀاءُ جو لاش لڪائي ( قابيل اهو ڏسي) چيو ته افسوس آهي منهنجي حال تي جو مون کان ايترو به نه ٿي سگهيو جو ڪانو وانگر پنهنجي ڀاءُ جو لاش

لڪائي ڇڏيان. هو ڏاڍو پريشان ٿيو. (سورة المائده آيات ٢٧ کان ٣١)

حضرت آدم عليه السلام جي اولاد جو سلسلو حضرت نوح عليه السلام تائين جاري رهيو ۽ ان ۾ ڪيترا پيغمبر پيدا ٿيا، جن جو سلسلو آدم ثاني حضرت نوح عليه السلام کانپوءِ بہ جاري رهيو، هيءَ نسل اشرف المخلوقات بني آدم جي نالي سان قائم آهي،قرآن شريف ۾ انهن جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي:" انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ الله تعاليٰ آدم کي، نوح کي، ابراهيم کي ۽ عمران جي گهراڻي کي سڄيءَ دنيا ۾ چونڊي وڏيڪ سرفراز ڪيو". ( سورة آل عمران آيت ٣٣) " اهو هڪڙو خاندان هو، جنهن ۾ هڪڙا ٻين مان پيدا ٿيا ۽ الله تعاليٰ ( دعائون) ٻڌندڙ ۽ ( مصلحتن جو) ڄاڻندڙ آهي. ( ايضا آيت ٣۴)

حضرت آدم عليه السلام کي، بائيبل مقدس مطابق، ٽي پٽ ٿيا: قائن ( قابيل)، هابل ( هابيل) ۽ سيت. قائن يا قابيل هاري هو. هابل يا هابيل ريڍار هو. " سيت" متعلق صرف اهو معلوم-آهي تہ هو حضرت آدم عليه السلام جوهر شڪل هو ۽کيس هڪ سوٽيهہ ورهين جي عمر ۾ ڄائو هو. سندس عمر ٩١٢ سال ٿي ( ٨: ۵ پيدائش) ۽ ڪيس هڪ پٽ نالي، انوس،پيدا ٿيو، جنهن جي زماني ۾ ماڻهن خدا کان دعا گهرڻ شروع ڪئي (٢٦ : ۴ پيدائش) انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت آدم عليه السلام جي پيغمبري سندس فرزند " سيت" جي خاندان ۾ منتقل ٿيندي آئي. حضرت انوس بن سيت بن آدم جي عمر ٩٠۵ سال ٿي ۽ هو حضرت " سيت" کي ١٠۵ ورهين جي عمر ۾ ڄائو هو. حضرت انوس کي نوي ورهين جي عمر ۾ حضرت " قينان" ڄائو، جنهن جي عمر ٩١٠ سال ٿي ڪيس ٧٠ ورهين جي عمر ۾ " محليل ايل" ڄائو جنهن جي عمر ٨٩۵ سال ٿي. ٦۵ سالن جي عمر ۾ ڪيس " يارد" نالي پٽ ڄائو، جنهن جي عمر ٩٦٢ سال ٿي ۽ ڪيس ١٦٢ سالن جي عمر ۾ " حنوڪ" ڄائو. جيڪو ٢٦۵ سالن جي عمر ۾ گم ٿي ويو، پيدائش جي باب ( ٢۴، ٢٣ : ۵) مطابق هن کي " خدا کڻي ورتو" سندس پٽ " متوسلحہ" جيڪوکيس ٦۵ سالن جي عمر ۾ ڄائو هو. ڪل ٩٦٩ سال جيئرو رهيو. ١٨٧ سالن جي عمر ۾ متوسلحہ کي" لمڪ" ڄائو جيڪو ٧٧٧ سال زنده رهيو ۽ ١٨٦ سالن جي عمر ۾ ڪيس حضرت نوح عليه السلام ڄائو، جيڪو ٩۵٠ سال دنيا تي رهيو،

حضرت آدم عليہ السلام جي پنهنجي عمر ٩٣٠ سال هئي. اهڙي طرح آدم عليہ السلام ۽ سندس اولاد، بني آدم حضرت نوح عليہ السلام جي وفات تائين جملي ٦٨٠٧ سال ڌرتيءَ تي رهيا. حضرت نوح عليہ السلام جي زماني ۾ عالمي طوفان ۽ ٻوڏ ڌرتي کي هڪ دفعو ٻيهر زير آب ڪري ڇڏيو جنهن سبب بني آدم جانسل، حضرت نوح عليہ السلام ۽ سندس مختصر خاندان کانسواءِ، باقي سڀ، ڌرتي تي نہ رهيا. ان وقت حضرت نوح عليہ السلام جي عمر ٦٠٠ سال هئي، ڌرتي جي ٻيهر آبادي حضرت نوح عليہ السلام جي نسل مان ٿي، تنهن ڪري کيس " آدم ثاني" چيو وڃي ٿو. انهيءَ نسل جي افزائش متعلق " بائيبل مقدس" ۾ هڪ عجيب ڄاڻ ڏنل آهي،جيڪا همعصر هندومت جي پوتر ڌرمي ڪتابن جي مواد سان، وهم يا نظريہ جي لحاظ کان،مطابقت ۾ آهي:

"بائيبل مقدس" جي پيدائش واري باب ( ٤ . ١ :٦) ۾ ڄاڻايل آهي تہ"جڏهن نوح پنج سو ورهين جو ٿيو ( يعني طوفان نوح کان هڪ سو سال اڳي) تڏهن هن مان"سم" ( سام) " حام، ۽ يافت پيدا ٿيا ۽ هيئن ٿيو تہ جڏهن زمين تي ماڻهو وڌڻ لڳا ۽ انهن مان ڌيون پيدا ٿيون. تڏهن " خدا جي پٽن" ماڻهن جي ڌيئرن کي ڏٺو تہ اهي سهڻيون آهن ۽ هنن مان جنهن کي جيڪا وڻي، سا هن پنهنجي زال ڪئي، تڏهن خداوند چيو تہ منهنجو روح انسان ۾ هميشہ ڪين رهندو،ڇوتہ هو بشر آهي، تڏهن بہ هن جي عمر هڪ سو ويهہ ورهيہ ٿيندي. تن ڏينهن ۾ زمين تي راڪاس هئا، پوءِ جڏهن " خدا جا پٽ" ماڻهن جي ڌيئرن وٽ ويا، تڏهن انهن مان اولاد پيدا ٿيو. اهي ئي قديم زماني جا ناليرا پهلوان آهن".

متوازي خيال، سري ڪرشن مهراج ( اٽڪل ٩٠٠ ق . م) " ڀگود گيتا" ۾ هيئن ظاهر ڪيو آهي: " سروور ( مانسروور) ڍنڍ ۾ ڪنول جي گل تي " برهما" ( خدا) جو پٽ لٿو، جنهن مان " چندرما" . چنڊ) پيدا ٿيو، جنهن " برهسپتي ديوتا" جي زال " تاراديوي" سان زنا ڪئي ۽ هن کي زبردستي ڪڍي ويو، انهيءَ ڪري ديوتائن ۽ " دانو" ( چندرونسي) خاندان جي وچ ۾ جنگ لڳي. " شنڪر آچاريہ" " آسورين" ( جنن؟) سان گڏجي "چندرما" ( چنڊ) جي مدد ڪئي ۽ ( ٻئي طرف) " مهيندر" سندس پٽ سان گڏجي "برهسپتي" (ديوتا) جي مدد ڪئي. ٻنهي ڌرين جو

ڪافي جاني نقصان ٿيو، ليڪن تارا ديويءَ کي "چندرما" مان پٽ ڄمي
چڪو هو، جنهن جو نالو " ٻوڌ" رکيو ويو. " ٻوڌ"، " منو" جي ڌيءَ "
ايلا" سان شادي ڪئي، جنهن مان " پوروا" نالي پٽ ڄائو، جنهن جو
خاندان سندس ڇهن پٽن وڌايو."منو" هندومت مطابق " آدم آهي ۽ سندس
پيدائش جو احوال پڻ عجيب انداز ۾ آندو ويو آهي: " ڪلپنا" جي پوئين
دور ۾ دنيا خدا جو عڪس هئي. ڀڳوان (خدا) جي وجود سان " ڪمل
ڪوش" پيدا ٿيو ۽ انهيءَ مان ڇٽن منهن وارو "برهما" پيدا ٿيو. "برهما"
مان " مريچي" انمان " ڪيشپ" ۽ ان مان" سج" پيدا ٿيو. سج جي زال
"شنگلا" ( هئي) ۽ ان مان "منو" پيدا ٿيو، جيڪو پهريون انسان هو.
"منو" ( ۽ سندس نسل) هڪ لک ٻاهتر هزار اٺ سو (١,٧٢, ٨٠٠)
سالن کان مٿي عرصو "ڌرتي" تي حڪمراني ڪئي ۽ پوءِ ٻن ڀاڱن ۾
ورهائجي ويو، جن کي ڌار ڌار "سورج ونسي" ۽ " چندرونسي" نسل
چئجي ٿو. " سورج ونسي" گهراڻي جا ٥٥ راجا ٿي گذريا، ٥٦ هون "راجا
رام" هو، جنهن ( ۽ سندس نسل) ڌرتي تي ڏهه هزار سال حڪمراني ڪئي.
" دواپريگ" ۾ ٢٩ سورج ونسي راجا ٿيا ۽ آخر ۾ "مهاڀارت جي لڙائي"
لڳي جنهن بعد "ڪل يگ" شروع ٿيو، جنهن جي پهرين هڪ هزار سالن ۾
ٽيهه (سورج ونسي) راجائن راڄ ڪيو. سندن راڄڌاني " اجوڌيہ" ۾ هئي، ۽
چندرونسي راجائون "پرستان" ۾ حڪومت هلائيندا هئا. سنڌ جي هڪ
مقامي هندو روايت مطابق جڏهن جنگ لڳي ـ سورج ونسين ڪٽيو ۽
چندرونسين هارايو. جيڪي ٻچي چنڊ تي وڃي آباد ٿيا.[٣٤]

## فطرت تجربو ۽ اصلاح

تخليق جي منفرد تڪميل وانگر، بني آدم هڪ نرالي انداز ۾ پنهنجي
فڪر ۽ فطرت جي تڪميل يامنطقي انجام ڪار طرف وڌندو رهيو
آهي.سندس گذريل تاريخ هڪ تجربي ۽ غلطي (Trial and Error)
جي طريقي جي نشاندهي ڪري ٿي، جنهن ۾ ڪڏهن آدمي هدايت جي
سڌي واٽ وٺي صحيح تڪميل جو سعيو ڪري ٿو ۽ ڪڏهن دل جي
وهمن،وسوسن ۽ فطرت جي منفي لاڙن طرف لڙي گمراهه ٿي وڃي ٿو، تاهم
سندس موٽي سڌي رستي تي اچڻ ناممڪن نہ آهي.

# باب ٽيون

١: اسلامي انسائڪلو پيڊيا، مدير قاسم محمود، شاهڪار بُڪ فائونڊيشن ١٩٨٤ع، ص ص ٢٩٧ - ٢٩٦.

٢: قرآن الحڪيم، سورة الذاريات، آية ٥٦.

٣: قصص القرآن حصہ اول ، تاليف حفظ الرحمٰن، مڪتبہ مدينہ لاهور ١٩٦٥ع ص ص ٣٩ - ٣٨ ، بحوالہ " فتح الباري" ج ٦، ص ٢٨٣.

۴: بشم اي ايل، " د ونڊر دٽ واز انڊيا، سگ وِڪ ائنڊ جئڪسن لنڊن ١٩٨٥ع ص ٨٦.

۵: - ايضا - صص ٣٠۴ - ٣٠٢.

٦: - ايضا - ص ٨٦.

٧: " انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا" ١٩٦٩ء - ايڊيشن، ج ص ٨١٢.

٨: - ايضا - ، ج ٢٣، ص ١٠١٣.

٩: طيب علي علوي، " احوال الانبياء عليهم السلام" ج ٢، ص ص ۴٨ - ۵٢

١٠: - ايضا - ، ص ٣٢.

١١: - ايضا - ، بحوالہ " تاريخ شاهان ايران، ج١ ، ص ص ١٦٧، ١۵٦، " بندي هيش" باب ٣۴ ف ٢، ١ ، موبد، " دبستان مذاهب: انڊو - يورپين روايت مطابق جرمن قوم ۾ " ٽئسيٽس" (Tacitus) ، يا ' مئنس (Mannus) پهريون انسان هو. ( ممڪن آهي تہ اهي ٻہ ڌار ڌار انسان هئا.)

١٢: " احوال الانبياء" - ايضا - ج١، ص ص ٣ - ٢.

(**نوٽ:** ماهرين آثاريات جو راءِ مطابق حضرت " آدم" عليه السلام ۽ بيبي " حوا" ، شهر " تيب حورا" ۾ پيدا ٿيا. جيڪو " بلاد النحرين" جي شمال مشرق ۾ واقع هو. ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ، ص ٢٠) ڪوٺائيءَ مان معلوم ٿيو تہ انهي مقام تي ڪم از ڪم اٺ شهر بار بار تعمير ٿي تباهہ ٿي چڪا هئا. اماميہ روايت مطابق، " الله تعاليٰ، اسانجي ابي آدم عہ کان اڳي ٿيهہ آدم پيدا

ڪيا ۽ انهن مان هرهڪ جي درميان هڪ هزار سال گذريا. پوءِ پنجاهہ هزار سالن تائين دنيا ويران رهي. پوءِ پنجاهہ هزار سال آباد هئي. پوءِ اسانو جد امجد آدم عہ پيدا ٿيو. ( - ايضا - ، ص ١٧) شيخ اڪبر، ابن العربي پنهنجي تصنيف " فتوحات ...." ۾ لکي ٿو تہ اسانجي آدم عہ کان چاليهہ هزار سال اڳي هڪ ٻيو آدم موجود هو. محمد بن علي الباقر کان روايت آهي تہ هن آدم عہ کان اڳي ..... ڏهہ لک آدم يا انهيءَ کان بہ وڌيڪ آدم پيدا ٿيا. ( - ايضا - ) قرآن الحڪيم ۾ حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش جو زمانو ڄاڻايل نہ آهي، ليڪن بائيبل مقدس مطابق اهو زمانو اٽڪل ڇهہ هزار سال (٢٠٠٢ع + ٤٠٠٤ ق - م) اڳي جو آهي.

١٣: علامہ محمد اقبال " د ريڪنسٽرڪشن آف رليجس ٿاٽ ان اسلام،" مدير، ام سعيد شيخ، اقبال اڪيڊمي لاهور، ١٩٨٩ع ص ص ٦٨ - ٦٧.

١٤: - ايضا - ص ٦٩.

١٥: بشمر، - ايضا - ص ٢٩٦.

١٦: - ايضا - ص ص ٢٩٧ - ٢٩٦: اجيت ڪيشڪمبلن، گوتم ٻڌ جو همعصر ۽ مڪملماديت جو پنڊت هو.

١٧: "برتانيڪا" ، - ايضا - ج ١٢، ص ١١٥، " برهد آرنيڪ، ٤ منڊل ص ٤ - ٢.

١٨: برتانيڪا، - ايضا - .

١٩: - ايضا - ص ١١٦.

٢٠: - ايضا - ص ١١٧.

٢١: " احوال الانبياء" ، - ايضا - ، ج ١، ص ص ١٠ - ٨.

٢٢: - ايضا - ، ص ٣٣.

٢٣: - ايضا - ، ج٢ ، ص ٢٩.

٢٤: " قرآن الحڪيم" سورة البقر آية ٣٠.

٢٥: " احوال الانبياء " - ايضا - ج ٢، ص ٣٥.

٢٦: - ايضا - ج١، ص ٧.

٢٧: - ايضا - ص ٣٥.

٢٨: - ايضا - ج٢، ص ٣١.

٢٩: " قصص القرآن" ، - ايضا - ج١، ص ٤٢.

٣٠: " بائيبل مقدس"، پيدائش جو باب ٢، آية ١٤ - ٧.

٣١: " احوال الانبياءِ" - ايضا - ج١، ص ص ٨ - ٧.

٣٢: " قصص القرآن" - ايضا - ج١ ، ص ٤١.

٣٣: " احوال الانبياء" - ايضا - ج١ ص ٨.

٣٤: - ايضا -

٣٥: - ايضا -، ص ٩

٣٦: - ايضا - ، ص ٨

٣٧: - ايضا - ج٢، ص ٦٧.

# فهرست مضامين

# باب چوٿون

## تهذيب جي تاريخ

### بني آدم جو پهريون دؤر

تهذيب جي سفر کي حضرت آدم عليہ السلام کان شروع ڪندي، بني آدم جي پهرين دور يعني حضرت آدم عليہ السلام کان حضرت نوح عليہ السلام تائين، بيان ڪرڻ لاءِ مذهبي ڪتابن جو ذريعو استعمال ڪرڻو پوندو. اسلامي ذريعن مطابق اهو دور ٢٠٨٠ ( ٻہ هزار اسي) سالن ، ۴ مهينن ۽ ١٥ ڏينهن تي مشتمل آهي[١] جنهن بعد طوفان نوح ۾ ، حضرت نوح عليہ السلام سان ٻيڙي ۾ سوار ماڻهن جانورن ۽ پکين کانسواءِ باقي تمام مخلوق ۽ بني آدم جي تهذيب ۽ ثقافت جا سمورامال اسباب غرق ٿي ويا. بائيبل مقدس جي موجوده متن مطابق اهو عرصو ١٠٥٦ ( هڪ هزار ڇاونجاهہ) سال آهي[٢]: حضرت آدم عليہ السلام جي پيدائش کان ٦٢٢ ( ڇهہ سو ٻاويهہ) سال پوءِ حضرت ادريس عليہ السلام پيدا ٿيو. حضرت آدم عليہ السلام کان پوءِ حضرت شيش عليہ السلام نبي هو جنهن پنجاهہ ڪتاب مرتب ڪيا، جن ۾ حضرت آدم عليہ السلام جي رياضت ۽ سندس ويدانيت جي علم بابت تفصيلي ذڪر ڪيو ويو هو. بائيبل جي پيدائش واري باب ۵ ۾ ١٩ کان ٢۴ آيتن تائين هدايت جو سلسلو ڏيکاريل آهي. ٽئين نبي حضرت ادريس عليہ السلام جي عمر ٣٦٥ سال ٻڌائي وئي آهي، جنهن اندر ٽيهہ آسماني صحيفا نازل ٿيا. هو پهريون نبي هو جنهن قلم کان لکڻ جو ڪم ورتو. ماڻهن کي علم ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ هن نهايت محنت ڪئي. هن قديم ادب جي اصلاح ڪئي ۽ جديد علم جو بنياد وڌو. هن " علم نجوم" کي رائج ڪيو. " علم حساب" متعارف ڪرايو. ڪجهہ عالم کيس "هرمز" جي نالي سان ياد ڪن ٿا.

حضرت ادريس عليه السلام جي زماني ۾ ماڻهن کلن ( چمڙي) جو لباس لاهي. سبيل ڪپڙا ( چمڙي وغيره جا) پائڻ شروع ڪيا. پاڻي جون ٽانڪيون ۽ تلاءُ ٺاهڻ جو رواج به سندس ڏينهن ۾ پيو.[٣]

## نسب ۽ تهذيب جو سلسلو

حضرت ادريس عليه السلام جي نسب جو سلسلو هن طرح ملي ٿو: ادريس بن يارد بن مهلائيل بن قينان بن انوش بن سيت (Seth) /شيث بن حضرت آدم عليه السلام. حضرت ادريس عليه السلام جي وفات کان پوءِ سندس فرزند، حضرت" متوشلح" علم جي فروغ لاءِ جدوجهد ڪئي. انهيءَ زماني ۾ قابيل جي اولاد سخت شورش ڪئي جنهن سبب جنگيون لڳيون. حضرت متوشلح جي پٽ مان حضرت نوح عليه السلام پيدا ٿيو ۽ سندس زماني تائين دنيا جي ڪيترن حصن ۾ ماڻهو مهذب ۽ سنجيده هئا. " احوال الانبياء" جو مؤلف لکي ٿو ته "ماضي جي تاريخ نگارن ڪي مصر، هندوستان ( ۽ سنڌ)، چين ۽ چالديه ۾ هزارين سال اڳ رهندڙ جي باري ۾ علم نه هو تنهن ڪري هنن پنهنجا پنهنجا رايا ڏنا آهن.... انهن مان ڪجهه ( تاريخ نگارن) جو خيال آهي ته حضرت آدم عليه السلام جي دور ۾ ماڻهو ميون تي گذارو ڪندا هئا پوءِ هنن مڇي مارڻ سکي ۽ درجي به درجي شڪار ڪرڻ شروع ڪيو. انهن ڪي حضرت نوح يا حضرت ابراهيم عليه السلام زمين پوکڻ سيکاري. عيسائي عالم ۽ پادري به انهي راءِ سان متفق آهن. ليڪن جديد علم جي رواج سان گڏ، اهي نظريا به بي بنياد محسوس ٿين ٿا. هاڻي اها ڳالهه يقين سان چئي وجي ٿي ته يا حضرت آدم عليه السلام يا حضرت نوح عليه السلام جي زماني ۾ دنيا جي ڪيترن حصن جا ماڻهو گهڻو مهذب ۽ شائسته هئا."[٤]

تاريخ جي اعتبار کان حضرت ادريس عليه السلام، مصر جو بادشاهه امين هوتپ چوٿون عرف اخناتين / اختناتون هو. سندس زمانو ١٣٥٨ / ١٣٨٨ ق.م هو. جڏهن ته نبوت جو سلسلو جيڪو حضرت نوح عليه السلام کان شروع ٿيو، سو ٽئين قرن قبل مسيح يعني ٣٠٠٠ ق.م کان

هلندو آيو ٿي. تاهم بائيبل جي شارحين جي هڪ جماعت حضرت ادريس عليه السلام کي حضرت نوح عليه السلام جو وڏو ڏاڏو ڄاڻايو آهي. ۽ سندس شجره نسب هن ريت ڏيکاريو آهي:

حضرت ادريس( اخنوخ) عليه السلام بن يارد بن مهلائيل بن قينان بن انوش بن شيث بن آدم عليه السلام.[٥]

بائيبل ۾ ڄاڻايل حضرت ادريس عليه السلام جو زمانو ٤٧٦٠ ق . م کان ٤٣٩٥ ق . م آهي. صحيح ابن حبان جي روايت مطابق حضرت ادريس عليه السلام پهريون انسان هو جنهن قلم استعمال ڪيو ۽ " رمل" جو ماهر هو. " رمل" متعلق حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي هڪ حديث ڄاڻائي وئي آهي:" پاڻ فرمايو اٿن ته " اهو علم هڪ نبيءَ کي مليو هو."[٦] امام بخاري، حضرت عبدالله بن مسعود رضه ۽ حضرت عبدالله بن عباس رضه کان روايت آهي ته حضرت ادريس جو نالو حضرت الياس عليه السلام هو.[٧] جنهن جو مطلب ٿيو ته هو بني اسرائيل جي نبين مان هو. بائيبل مقدس ۽ ان جي شارحين مطابق حضرت اخنوخ عرف ادريس عليه السلام جو تعلق مصر ملڪ سان هو.[٨] تنهن ڪري مصر جي تاريخ مان سندس زماني جو تعين ڪري سگهجي ٿو، جيڪو ابراهيم عليه السلام کان پوءِ ٿي گذريو آهي.

انهيءَ زماني کان اڳ جي انبياء ڪرام جي تقويم هن طرح معلوم ٿئي ٿي:

## نبوت:

(١) حضرت نوح عليه السلام م ٢٩٤٨ / ٢٣٠٢ ق . م

(٢) حضرت ابراهيم عليه السلام م ١٩٩٦ / ٢٢٣٠ ق . م.

(٣) حضرت هود عليه السلام اٽڪل ٢٠٠٠ ق . م

(٤) حضرت صالح عليه عليه السلام اٽڪل ١٨٠٠ ق . م

(٥) حضرت موسيٰ عليه السلام اٽڪل ١٥٧١ / ١٦٨٠ ق . م.

حضرت موسيٰ عليه السلام کانپوءِ بني اسرائيل جا انبياءِ ڪرام حضرت يعقوب بن حضرت اسحاق بن حضرت ابراهيم عليهم السلام کان

لاڳيتا ٿيندا آيا آهن.

حضرت آدم عليه السلام پهريون نبي هو. جنهن مڪي جي مقام وٽ " ڪعبة الله" تعمير ڪيو. تاريخ جي شروعات " عرفات" جي ميدان ڪان ٿئي ٿي، جتي حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا سڳوري، جنت مان نيڪالي ملڻ بعد، پهريون دفعو پاڻ ۾ مليا. رات " مزدلفه" ۾ گذاري، صبح جو " منيٰ" جي پهاڙيءَ تي پهتا ۽ اتان موٽي اچي ڪعبة الله شريف جو طواف ڪيائون، جيڪو پهريون حج سمجهڻ گهرجي.٩

## آدم ۽ بني آدم

قرآن شريف ۾ حضرت آدم عليه السلام جو ذڪر مدلل ۽ مفصل انداز ۾ ڪيل آهي: سورة " آل عمران" جي آيت ٣٢ ۽ سورة "المائده" جي آيت ٢٧ مطابق حضرت آدم عليه السلام موجوده زماني جو پهريون نبي عليه السلام آهي.سورة "الحجر" جي آيت ٢٦ ۾، جتي وڄندڙ ڪاري مٽي مان سندس تخليق جو ذڪر اچي ٿو، اتي لفظ "انسان" فرمايل آهي ۽ ٻـ آيتون پوءِ آيت ٢٨ ۾ ڪيس"بشر" سڏيو ويو آهي. سورة "البقره" جي آيت ٣٠ ۾ حضرت آدم عليه السلام بابت جو ڪجهہ فرمايل آهي،علماء اسلام جي راءِ موجب اهو تمام انسان ذات سان لاڳو ٿئي ٿو: الله تبارڪ وتعاليٰ ملائڪن جو اهو دليل رد ڪرڻ فرمائي ٿو تہ هيءُ انسان ڌرتي تي دنگو فساد مچائيندو ۽ رت وهائيندو ۽ موٽ ۾ فرمائي ٿو:" اني اعلم مالاتعلمون" يعني آءٌ ڄاڻان ٿو، جيڪي اوهان نہ ٿا ڄاڻو. اهڙي طرح" انسان" الله تعاليٰ جو اهو راز بنيو، جنهن جي ملائڪن کي بہ خبر نہ هئي. بعد ۾ علم جي بنياد تي، حضرت آدم عليه السلام ملائڪن تي برتري حاصل ڪئي ۽ حسد ۽ رقابت سبب ابليس . شيطان جي دائمي دشمني پرائي، جنهن الله تعاليٰ جي حڪم مطابق، ملائڪن وانگر، حضرت آدم عليه السلام کي سجدو ڪري سندس برتري ۽ فضيلت جو اعتراف نہ ڪيو. شيطان بيبي حوا. زوجہ حضرت آدم عليه السلام معرفت، حضرت آدم عليه السلام کان الله تعاليٰ جي پهرين نافرماني سرزد ڪرائي ۽ جنت جي ابدي ۽ آرام ده زندگي

ڪسائي. بعد ۾ سندس فرزند قابيل جي دل ۾، پنهنجي ڀاءُ هابيل جي قرباني قبول پوڻ سبب، حسد جي باهہ ڀڙڪائي جنهن وچان هن پنهنجي ڀاءُ جو قتل ڪري، ڌرتي تي پهريون ناحق انساني خون وهايو. اهو ڏينهن، هيءُ ڏينهن انسان جو هي بيهودو عمل اڃا جاري آهي.

حضرت آدم عليہ السلام جي غلطي، بني آدم ۾، ٻن طريقن سان جاري رهندي اچي ٿي: (١) جهالت، جنهن سبب انسان پنهنجي علم ۽ عقيدي تي پنهنجي وهم ۽ خيال جو غلاف ويڙهي، ٻين انسانن سان رت وهائڻ جي حد تائين وڙهندو ۽ فساد مچائيندو رهي ٿو ۽ (٢) عجلت ۽ خود سري سبب، پنهنجي اختيارات جو ناجائز تڪڙو فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ وچي اوجهڙ پوي ٿو، جهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام منع ڪيل وڻ جو ميووڪائي، جنت مان تڙجي ڌرتي جي ڏکن ڏاکڙن واري زندگي ۾ داخل ٿيو هو. حضرت آدم عليه السلام پنهنجي غلطي ڪانپوءِ توبہ ڪئي هئي ۽ اڄ جو انسان بہ پنهنجي غلطين تي توبہ ڪري ٿو، ليڪن توبہ جنهن جي معنيٰ آهي موٽي اچڻ يا الله جي ڏسيل سنئين راهہ تي ٻيهر هلڻ سونظر نہ ٿو اچي:

”مين نہ سو بار کي توبہ، پر نہ نبهائي توبہ
مين بهي ايسا توبہ شکن هون کہ الاهي توبہ“

هدايت ۽ توبه جي واٽ ڏسڻ لاءِ، الله تبارڪ وتعاليٰ هادين ۽ پيغمبرن جو سلسلو شروع ڪيو، هر زماني هر قوم ۽ هر ملڪ ۾ انهن مان ئي نبي پيدا ڪيا ويا. سورة ”مريم“جي آيت ٥٨ مطابق حضرت آدم عليه السلام جي اولاد ۾ گهڻائي نبي پيدا ٿيا جيڪي نيڪين سان مالامال هئا. عام روايت موجب سوا لک نبي تي گذريا آهن.

حضرت آدم عليه السلام: عمر هڪ سؤ سال ۽ ڏهہ ڏينهن (موسم بهار) بخارسبب مڪي شريف جي قريب جبل ابو قبيس ۾ وفات ڪيائين، جتي سندس مزارمبارڪ آهي. بائيبل مقدس مطابق سندس عمر ٩٣٠ سال تي.“ شنوسو” شهر ۾ هن پهريون انساني معاشرو قائم ڪيو جتان نبوت جوسلسلو شروع ٿيو.

حضرت نوح عليه السلام تائين، اٺ انبياء ڪرام تي گذريا، جن جا

**نالا اسلامي ذريعن مطابق (١) حضرت شيث ( شيت) بن حضرت آدم عليه السلام (٢) انوش (٣) قينان (۴) مهلئيل (۵) يارد (٦) ادريس (٧) متوشلح ۽ (٨) لامڪ عليهم السلام آهن.**

حضرت نوح بن لامڪ عليه السلام: آدم ثاني، جنهن کان عظيم طوفان بعد موجوده انساني نسل ٻيهر جاري ٿيو. انهي پهرئين دور ۾، بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب مطابق، جيڪي نبي ٿي گذريا انهن جا نالا: شيث (Seth)، انوش، قينان، مهلئيل، يارد،اخنوخ، متوشلح، لامڪ ۽ نوح ڏيکاريل آهن. اهڙي طرح قرآن شريف ۾ جنهن نبي ڪريم جو ذڪر حضرت ادريس عليه السلام جي نالي سان ڪيل آهي انهيءَ کي بائيبل مقدس ۾ حضرت اخنوخ عليه السلام جي نالي سان ڄاڻايو ويو آهي. حضرت شيث عليه السلام جي عمر ٧٠ سال, انوش يا انوخ عليه السلام جي عمر ٨٩ سال, حضرت مهلئيل يا مهلائل عليه السلام جي عمر ٥٦ سال، حضرت اخنوخ يا ادريس عليه السلام عمر ٩٣ سال ۽ حضرت نوح عليه السلام جي عمر ٩٥٠ سال ملي ٿي، جيڪابائيبل مقدس ( پيدائش باب - ٩)۽ قرآن شريف ( سورة العنڪبوت آيت ١۴) مطابق صحيح تسليم ڪئي وڃي ٿي: اسان نوح کي سندس امتين ڏانهن موڪليو، جن وٽ هو ٩٥٠ سالن تائين رهيو".

مفسرين جي راءِ مطابق، حضرت نوح عليه السلام کان حضرت ابراهيم عليه السلام تائين، وچين عرصي دوران سندس رهبري (دين) جو اثر ٩٥٠ سالن تائين رهيو، خود حضرت نوح عليه السلام جي عمر فقط ١٢٠ سال ٿي.[١٢] ليڪن بائيبل مقدس مطابق حضرت نوح عليه السلام ڇهه سؤ سالن جي عمر ۾ هو.[١٣] جڏهن طوفان نوح ڌرتي کي غرق ڪيو. عيسائي عالمن جي راءِ آهي تہ حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت نوح عليه السلام کان ٩٥٢ سال پوءِ پيدا ٿيو.[١۴] قرآن شريف جي لفظن" امت وٽ رهڻ" جومطلب حضرت نوح عليه السلام جي نبوت جي اثر يا عرصي، جنهن بعد ٻيو نبي آيو،جي معنيٰ ۾ بہ وٺي سگهجي ٿو.

اهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام کان پوءِ ٻيو نبي هو. ليڪن بائيبل مقدس جي جيني سز (پيدائش ) باب ٩ آيت ٢٥ ۾ لکيل آهي تہ

حضرت نوح عليه السلام کانپوءِ، سندس فرزند حضرت سام جي اولاد ۾ نبي ٿي گذريا. عيسائي عالمن جي بيان مطابق " ڪافي عرصي بعد" "سام" جو نسل ( سامي) ايشيا کنڊ ۾ آباد ٿي ويو، "حام" جو نسل ( حامي) افريقا ۽ يافث جو نسل يورپ کنڊ ۾ ڦهلجي ويو. " سام" ۽ " حام"جي اولاد جي وچ ۾ هميشه دشمني رهي. حضرت نوح عليه السلام کي اهي ٽي پٽ سام، حام ۽ يافث ٿيا. پيهر آباد ڪيل ڌرتيءَ جو وچون حصو يعني فلسطين، شام . اسيريا،فارس ۽ حجاز جا علائقا سام جي اولاد آباد ڪيا. افريقہ ۾ نائيجيريا، نوبيبيا ۽ حبش حام جي پٽن والاريا ۽ يورپ ۾اسپين ، فرانس، يونان، بلغاريا، ترڪي ۽ آرمينيا، حضرت نوح عليه السلام جي ٽئين پٽ حضرت يافث جي اولاد جي هٿ هيٺ رهيا.[١٥]

حضرت نوح عليه السلام جو عظيم طوفان عالمگير هو، يا ايتري قدر محدود علائقي اندر هو جو بابل جي ڏکڻ ۾ ان جو ڪجهہ اثر نہ ٿيو؟

" تاريخ بائيبل" جو مؤلف بشپ ٿامس اسٽيڪ هائوس (١٧٥٢. ١٦٨٠ ع) لکي ٿو تہ " جيڪڏهن اسان ڌرتي جي گولي جو دورو ڪري، هر آبهوا جي رهواسين جي باري ۾ معلوم ڪريون تہ معلوم ٿيندو تہ هن طوفان جي شهرت دنيا ڀر ۾ آهي ۽ دريافت ڪيل دنيا جي هر حصي ۾ ان جي باري ۾ ڪجهہ شواهد موجود آهن. امريڪي انهي کي تسليم ڪري بحث هيٺ آڻن ٿا. چيني پنهنجي الڳ روايت رکن ٿا. افريقا جون قومون پنهنجون ڪهاڻيون الڳ ٻڌائن ٿيون. يورپ جي ملڪن ۾ ان جون تباهہ ڪاريون اهي ئي آهن، جيڪي حضرت نوح عليه السلام جي دور ۾ هيون. اهڙي طرح پوري ڌرتي تي هن طوفان جو سراغ ڪنهن نہ ڪنهن طرح ضرور ملي ٿو.[١٦]" تاهم ڪجهہ اسلامي عالمن جو بيان هڪ محدود علائقي سان تعلق رکي ٿو. "ابوالفدا" جي تاريخ مطابق حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي ڏهين رجب تي رواني ٿي ۽ ڇهہ مهينا لوڏا کائيندي "موصل" جي قريب "جودي" جي جبل تي وڃي بيٺي." ابن الاثير" لکي ٿو تہ ايران وارن کي تہ هن طوفان جي ڪابہ خبر نہ هئي. اهڙي طرح ڪجهہ عالمن جو خيال آهي تہ بابل جي جنوب ۾ اهو طوفان آيوئي ڪونہ هو.[١٧] تاهم حضرت نوح عليه السلام جي اولاد جو سڄي ڌرتي تي پکڙجي وڃڻ، جيئن هاڻي تسليم ڪيو

وجي ٿو، عالمگير طوفان جي امڪان کي قوي ڪري ٿو.

حضرت سام بن نوح عليه السلام جي نسل ۾ اسلامي ذريعن مطابق، ارفخشد، شالخ، عابر، فالغ، رعو، سروغ، ناحور، تارخ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جا نالا مشهور آهن.[١٨] هي سامي (Semetic) نسل شمار ٿئي ٿو ۽ انهن جي آبادڪاري دجلہ جي ايرندي ڪناري سان ڏيکاريل آهن. مذهب جي لحاظ کان هو وحدانيت جا قائل هئا ۽ انهيءَ جي تبليغ ڪندا هئا. حضرت سام جي فرزند حضرت ارفخشد جي نالي جي معنيٰ آهي " ڏئي (چراغ) جي روشني" ان جو فرزند "شالح" ۽ ان جو فرزند " عابر" هڪ ٻئي پٺيان توحيد جا مبلغ هئا.

ڪلدانين جي مدد سان، حضرت عابر بن شالح، حضرت حام بن نوح عليه السلام جي اولاد حامي نسل وارن جو مقابلوڪيو ليڪن پڄي نہ سگهيو، تنهن ڪري هجرت ڪري دجلہ ۽ فرات درياهن جي وچ واري علائقي ۾ هن اچي پنهنجي امت کي آباد ڪيو. سندس زبان"عبراني" هئي. حضرت عابر کانپوءِ سندس فرزند حضرت " فالغ" جانشين ٿيو جنهن هڪ عالمي عهدنامہ هيٺ ايشيا، افريقہ ۽ يورپ کندن کي ڌار ڌار سامي، حامي ۽ يافثي نسلن جي ملڪيت هيٺ آندو.[١٩]

حضرت نوح عليه السلام جي باقي پٽن، ايلام، ايشور،لائود ۽ آرم جي اولاد مان ايلام جو نسل عراق عجم ۾ آباد ٿيو ۽ انهي علائقي تي " ايلام" نالو پيو. اڳتي هلي اهي ايلامي ( عيلامي) قوم جي نالي سان تاريخ ۾ مشهور ٿيا. ايشور جو اولاد اشوري (Assyrians) جي نالي سان مشهور ٿيا ۽ "نينوا" انهن جو مرڪزي شهر هو. لائود جو اولاد لادئين (Lydian) جي نالي سان مشهور آهي ۽ آرم جي نسل مان"عاد" اوليٰ ۽ "عاد ثاني" يعني عاد ۽ ثمود جا سرڪش قبيلا وجود ۾ آيا. عاد بن عود بن آرم جي نسل عربستان جي حضر موت جي علائقي ۾" احقاف"[٢٠] جو ريگستان وسايو ۽ ثمود بن ڪثير بن آرم جي نسل عربستان ۽ شام جي سرحد تي " حجر" جي علائقي ۾" وادي القريٰ" ( ڪرساني)آبادڪيو.

حضرت حام بن نوح عليه السلام جي فرزندن جا نالا: ڪوش، مصرائيم، ٿٽ ۽ ڪنعان ڄاڻايا وڃن ٿا. انهن مان" مصرائيم" جي نسل مصر

جو ملڪ آباد ڪيو ۽ انهيءَ تي اهو نالو پيو. ڪنعان جي اولاد "فلسطين"والاريو ۽ انهيءَ تي اهو نالو پيو. "ڪوش" ۽ "تت" جو اولاد عراق ۽ اردن جي علائقن ۾ رهيو ۽ انهن ۾ ڪوش نسل وڌيڪ نمايان ٿيو.[۲۱]

## حضرت نوح عليه السلام جي قوم:

دجلہ ـ فرات جي وادي " ميسوپوٽيميا" ۾ " ارارط" نالي هڪ بيت هو، جيڪو "ديار بکر"کان "بغداد" تائين پکڙيل هو. اتان اڳتي " ارارط" جو پهاڙي علائقو هو. توريت مقدس مطابق انهي پهاڙي سلسلي ۾ "جودي" جو مقام هو جنهن ارارط ۽ جارجيا جي پهاڙي سلسلن کي ملايو ٿي. ائين صدي عيسوي تائين اتي نوح جي ٻيڙي جو عبادتگاهہ موجود هو. آرمينيا جا جبل بہ " ارارط" جي علائقي ۾ واقع آهن، جتي هڪ لک چاليهہ هزار چورس ميلن ۾ حضرت نوح عليه السلام جي قوم آباد هئي.[۲۲]

بائيبل مقدس مطابق حضرت نوح عليه السلام، حضرت آدم عليه السلام جي ڏهين پشت ۾ هو.[۲۳] بابل جي تلمود ( Babylonian Tal-mud) ۾ سندس نالو اطناپشتيم (Utnapishtim) ڏيکاريل آهي ۽ سندس ستن احڪامات جو ذڪر ملي ٿو: بت پرستي ۽ خدا جي نالي جي توهين ڪرڻ کان منع، قتل، زنا ۽ ڦرلٽ کان منع ۽ عدالتن قائم ڪرڻ جو حڪم انهن ۾ شامل هئا. طوفان ۽ ٻيهر آبادي بعد آخري حڪم مطابق زنده جانور جو گوشت ڪپي کائڻ کان منع ڪئي وئي.[۲۴] پيدائش واري باب نائين جي ۲۷ ـ ۱۸ آيتن ۾ حضرت نوح عليه السلام جي شراب نوشي ۽ زنا جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪو ساڳئي ذريعي ۾ حضرت نوح عليه السلام جي ڄاڻايل احڪامات مطابق غلط ۽ بي بنياد نظر اچي ٿو. حضرت نوح عليه السلام جي طرفان ڪنعاني تهذيب جي بيخ ڪني ڪيل آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪنعان سندس نافرمان پوٽو هو.

حضرت نوح عليه السلام جا ست احڪامات، دراصل، انساني حقن جو پهريون عالمي پڌرنامو آهي. ليڪن جنهن قوم جا اخلاقي معيار بيحد پست هئا انهيءَ قوم لاءِ هن پڌرنامي ياالاهي احڪامات تي عمل ڪرڻ

ناممڪن هو.

## طوفان نوح

بائيبل مقدس مطابق: ”....... خداوند ڏٺو تہ زمين تي انسان جي بڇڙائي وڏي ويئي آهي ۽ هن جي دل جو هر ڪو خيال ۽ تصور بہ سدائين بڇڙائي سان ڀريل آهي ( ٥ : ٦) ۽ خداوند چيو تہ جنهن انسان کي مون پيدا ڪيو آهي، تنهن کي آءُ، زمين تان، مٽائي ڇڏيندس انسان توڙي حيوان کي، سرندڙ جيتن توڙي هوا جي پکين کي.... (٦:) پر ”نوح“ تي خدا مهرباني جي نظر ڪئي ( ٨ :٦). پوءِ خدا ”نوح“ کي چيو تہ....... تون ديال جي ڪاٺ مان پنهنجي لاءِ هڪڙي ٻيڙي ٺاهہ ۽ ان ٻيڙيءَ ۾ ڌار ڌار ڪوٺيون ٺاهہ ۽ ٻيڙي کي اندران ۽ ٻاهران رال لڳاءِ ( ١٥ : ٦) اها ٻيڙي اهڙي طرح ٺاهہ جو انهيءَ جي ڊيگهہ ٽي سؤ هٿ ۽ ويڪر پنجاهہ هٿ ۽ اوچائي ٽيهہ هٿ ٿئي ( ١٦ : ٦) ۽ ٻيڙيءَ ۾ هڪڙي دري بہ ٺاهج مٿان کان وٺي هڪ هٿ تائين اٽي پوري ڪج ۽ انهيءَ جي پاسي ۾ ٻيڙيءَ جو در رکج ۽ انهيءَ ۾ ٽي طبقا ٺاهج: ڀهريون سڀ کان هيٺ تنهنجي مٿان ٻيو ۽ ٽيون (١٧ : ٦).... تون، تنهنجاپٽ، تنهنجي زال ۽ تنهنجي پٽن جون زالون اچي ٻيڙيءَ ۾ رهو ( ١٩ : ٦) سيني جانورن مان بہ ٻہ تون پاڻ سان گڏ ٻيڙي ۾ آڻج تہ اهي تو سان گڏ جيئرا رهن، اهي نر مادي هجن. (٢٩ : ١٦) پکين مان بہ هر ڪنهن قسم جا ٻہ، جانورن مان هر ڪنهن قسم جا ٻہ ۽ سرندڙ جيتن مان هر ڪنهن قسم جا ٻہ، تو وٽ اچن تہ اهي جيئرا رهن. ( ٢١: ٦) ۽ سڀ ڪنهن قسم جو کاڌو جو کائبو آهي سو ڪٺي پاڻ وٽ گڏ ڪر تہ اهو تنهنجي ۽ هنن جي لاءِ خوراڪ ٿئي ( ٢٢: ٦) .... ڇالاءِ جو ستن ڏينهن کان پوءِ آءُ چاليهہ ڏينهن ۽ چاليهہ راتيون زمين تي مينهن وسائيندس ۽ جيڪي بہ ساهوارا مون جوڙيا آهن تن سيني کي برباد ڪندس ( ٥:) ... جڏهن نوح جي عمر ڇهہ

سؤ ورهين جي هئي تڏهن انهيءَ سال جي ٻئي مهيني جي سترهين تاريخ وڏي سمنڊ جا سيئي چشما ڦاٽي پيا ۽ آسمان جون دريون پٽجي پيون ( ١٢:) چاليهہ ڏينهن ۽ چاليهہ راتيون زمين تي مينهن پئي پيو ( ١٣: ) انهي ساڳي ڏينهن، نوح ۽ سندس ٽي پٽ " سم" ( سام ) " حام" ۽ " يافت" ۽ "نوح" جي زال ۽ نوح جي پٽن جون زالون، اهي سڀ ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا (١٤:) .... ۽ پاڻي زمين تي چڙهندو رهيو ۽ گهڻو وڌي ويو ۽ ٻيڙي پاڻيءَ تي ترڻ لڳي ( ١٩:) ۽ پاڻي تمام گهڻو چڙهيو، اهڙو جو جيڪي بہ وڏا جبل دنيا ۾ هئا، سي سيئي ٻڏي ويا. ( ٢٠ : ٧) پاڻي انهن کان بہ ١٥ هٿ مٿي هو ۽ جبل پاڻيءَ جي هيٺ اچي ويا (٦٠ : ٧)... رڳو نوح ۽ ٻيا جيڪي ساڻس گڏ ٻيڙي ۾ هئا، سي وڃي بچيا ( ٢٣:) ۽ ڏيڍ سؤ ڏينهن تائين پاڻي چڙهندو رهيو...... خدا زمين تي واءُ آندو ۽ پاڻي گهٽجي ويو ( ١ : ٩)..... ڏيڍ سؤ ڏينهن کان پوءِ گهڻو گهٽجي ويو. (٨:٤٠) پوءِ ستين مهيني جي سترهين تاريخ ٻيڙي اچي " اراراط" جبل تي بيٺي ( ٨:٥) نوح جا پٽ جيڪي ٻيڙيءَ مان نڪتا، سي سم ( سام) حام ۽ يافت هئا: ۽ "حام" "ڪنعان" جو پيءُ هو ( ٩:١٨) اهي ٽيئي نوح جا پٽ هئا: ۽ انهن مان ئي سڄي زمين ٻيهر آباد ٿي ويئي..... ( ١٩: ٩) پوءِ "نوح" پوک ڪرڻ لڳو ۽ هڪڙو ڊاک جو باغ لڳايائين ( ٩:٢١) ۽ انهي جي ميءِ ( شراب) پيتائين جنهن ڪري نشو چڙهي ويس ۽ پنهنجي تنبوءَ ۾ وڃي اگهاڙو ٿيو ( ٢٢، ٩) .... جڏهن نوح نشي مان سجاڳ ٿيو تڏهن جيڪي سندس ننڍي پٽ ساڻس ڪيو هو، تنهنجي خبر پيس (٩،٢٤) تنهن تي چيائين تہ لعنت هجي " ڪنعان" تي ( حام جي پٽ تي)، هو پنهنجي ڀائرن جي غلامن جو غلام ٿيندو ( ڪنعان جي جاءِ تي "حام" پڙهڻ درست ٿيندو) ( ٩:٢٥) ۽ چيائين تہ خداوند، سم (سام) جو خدا، سڳورو آهي: پلي تہ " ڪنعان" هن جو غلام ٿئي ٢٧٠: (٩) خدا " يافت" کي وڌائي ۽ سم ( سام) جي تنبن ۾ رهي ۽ " ڪنعان" هن جو غلام ٿئي ( ٩:٢٨) طوفان کان پوءِ

"نوح" سادا تي سؤ ورهيہ جيتڙو رهيو (٩:٢٨) ۽ نوح جي سموري عمر سادا نو سؤ سال هئي، پوءِ هو مري ويو(٩:٢٩) "ڪوش" ( بن حام بن نوح) مان "نمر" پيدا ٿيو جو ملڪ ۾ هڪڙو زبردست پهلوان هو ( ١٠:٩) ... هن جي بادشاهت جي شروعات "سنعار" ملڪ جي "بابل" "ارڪ" "اڪاد" ۽ " ڪانہ" مان ٿي. (١١: ١٠) انهي ملڪ مان نڪري هو "اسور" ۾ آيو جتي ڪي شهر بڌائين جهڙوڪ "نينوه"، "رحوبو" ۽ "ڪلجہ" (١٢: ١٠)

## جديد تهذيب جي اوسر

قديم زماني جا چند ... جيڪي باقي رهيا، انهن جديد تهذيب ۾ قدم رکيو ۽ جيڪي ائين ڪري نہ سگهيا، سي غير مهذب رهجي ويا. مشرق قريب ۾ انساني تهذيب جو آغاز محض تاريخ جي زماني کان اڳ جي دؤر جو خاتمو نہ هو بلڪ " انسان جي تاريخ" جي هڪ وڏي پيشقدمي هئي.

حضرت آدم عليه السلام کان انساني تهذيب جي اوسر جو مختصر خاڪو هن طرح نظر اچي ٿو:•

پنجين قرن قبل مسيح ( ٥٠٠٠ ق . م) دوران ڪپڙي اڻڻ ۽ ٽانو ناهڻ جو هنر حاصل ٿيو. اٽڪل ٣٠٠٠ ق . م ڦيٿي ۽ سڙهہ جو استعمال سکيو ويو . خشڪيءَ تي گاڏيون ۽ پاڻيءَ مٿان ٻيڙا هلڻ لڳا. قديم سنڌ، مصر ۽ بابل جي تهذيبن ترقي ڪرڻ شروع ڪئي. ٢٥٠٠ ق . م ۾ سنڌو ماٿري جي تهذيب، هڙپا ۽ موئن جي دڙن جي آثار قديمہ مطابق، اوج تي هئي، يونان ۾، ٢٠٨٩ ق . م ڌاري ميسيني (Mycenae) جا تهذيبي آثار، ١٨٥٦ ق . م ۾ آرگون، ١٥٥٦ ق . م ۾ اٿينس، ١٥١٦ ق . م ۾ اسپارٽا ۽ ١٤٧٤ ق . م ۾ گيلانور جون تهذيبون تاريخ جو حصو آهن. انهيءَ زماني ۾ قديم مصر ۽ يونان جي تهذيبن ۾، آبپاشيءَ جو نظام، تحرير جو فن، سنگتراشي ۽ ڌاتؤ جي ڪاريگري، بابل ۾ علم رياضيءَ جي ترقي. گهرن

جي اڏاوت ۾ جاميٽري جولحاظ. ڪندون ۽ ٽي سو سٺ درجن جو گول، ٽي سو پنجهٺ ڏينهن جو سال ۽ چوويهن ڪلاڪن جو ڏينهن رات مقرر ڪرڻ ثابت حقيقتون آهن. بابل ۾ سڪا رائج هئا جڏهن ته باقي دنيا ۾ جنسن جي سڌي مٽاسٽا ڪرڻ جو طريقو اڃا هلندڙ هو. پنهنجي دور ۾ بابل وارن دنيا کي قانون سازي طرف راغب ڪيو. يورپ افريقا ۽ يونچ سمنڊ جي ساحلي علائقن سان جهاز راني جي ابتدا ٿي. انهي تجارت ۽ تهذيبي لهه وچڙ ۾ سنڌو ماٿري ٢٥٠٠ ق.م کان برابر جي شريڪ هئي. ١٢٠٠ ق.م ۾ شيشو ايجاد ٿيو ۽ ١٠٠٠ ق.م ۾ بابل جي شاهي فوج پهريون دفعو ڌاتو جا جنگي اوزار استعمال ڪيا، ۽ الف بي جي ابتدا ٿي. انهيءَ کان اڳ پٿر جا اوزار ۽ شڪلين وارا اکر استعمال ٿيندا هئا. گنگا ـجمنا واديءَ ۾ آريه هندو تهذيب اسري رهي هئي. مهاڀارت جي لڙائي ۽ سري ڪرشن مهراج جو ڪردار هڪ منظم مذهب ۽ تهذيب جي عڪاسي ڪن ٿا. ٨٠٠ ق.م ۾ قديم يوناني فلسفي جو آغاز ٿيو.سن ٦٥٠ ق.م ۾ يوناني فلاسفر ٿيليس (Thales) ڌرتيءَ جي گول هجڻ جو ذڪر ڪيو. ٥٠٠ ق.م ۾ يونانين تاريخ ۽ فلسفي جي علمن کي باقاعده شڪل ڏني. انهيءَ کان اڳ ٦ صدي ق ـ م ۾ پٿاغورس (Pythogoras) رياضيءَ جا ڪجهه ابتدائي اصول وضع ڪيا، جيڪي ٽڪنڊي جي شڪل ۽ ان مطابق قانونن تي ٻڌل هئا. اهو جمهوريت ۽ تاريخ جو ابتدائي دور شمار ڪيو وڃي ٿو. ٣٠٠ ق.م ۾ اقليدس جديد جاميٽريءَ جي علم جو بنياد وڌو ۽ ٢٨٠ ق.م ۾ اسطارقس زمين کان سج ۽ چنڊ جو مفاصلو ماپيو. ٢٥٠ ق.م ۾ ارشميدس (Archemedesi) طبيعات (Physics) جي علم جو بنياد وڌو. ڏهه سال بعد سن ٢٤٠ ق.م ۾ ايراتوسٽينس (Eratosthenes) ڌرتي جي تولهه يا حجم (Mass) ۽ وزن (weight) جي ماپ تور ڪئي. علم جي فروغ لاءِ ضروري سهوليت ڪاغذ آهي، سن ١٥٠ ق.م ۾ چينين (Chinese) اها ضرورت پوري ڪئي. سن ١٠٠ ع ۾ هڪ يوناني فلاسفر

حڪيم، گالن (Galen) طب جي تعليم جو باقاعده آغاز ڪيو.

مصر ۽ ميسوپوٽيما جي تهذيبن جي هممعصر عظيم سنڌوماٿري جي تهذيب الڳ طور تي، پنهنجي قديم پٿر جي زماني واري تهذيب مان اسري. هنن تهذيبن ۽ سنڌس ملحق واقعن جي زماني جو تخمينو هن طرح لڳايو ويو آهي.

(١)ميسوپوٽيما ۾ شهري رياستن جي قيام مصر ۾ متحد رياست ۽ پرئمدبس جي ابتدا ۽ سنڌو ماٿري ۾ ڳوناٺي تهذيب جي الڳ ارتقاءَ جو زمانو ٿلهي ليکي سن ٣٢٠٠ ق.م کان سان ٢٦٠٠ ق.م آهي. هڙپا، موئن جي دڙي جو ڀرپور دور ٢٠٠٠ ـــ ٣٠٠٠ ق.م آهي.

(٢) ميسوپوٽيما جي سميري تهذيب (٢٠٠٠ . ٢٥٠٠ ق.م) ۽ موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي گڏيل تهذيب ( ١٥٠٠ . ٢٥٠٠ ق.م) ان وقت جي دنيا جا تهذيبي گهوار هئا.

(٣) "بابل" ۾ حمورابي جي قانون جو اجرا ۽ هند . سنڌ ۾ " آريا" قبائل جي لڳاتار دراندازي ۽ آباد ڪاري اندازا سال ١٥٠٠ . ٢٠٠٠ ق.م دوران ٿيندي رهي.

(۴) سن ١٥٠٠ . ق.م کان ١٠٠٠ ق.م دوران سنڌو ماٿري جي تهذيب زوال پذير ٿي ۽ آريا تهذيب اسري: انهيءَ تهذيب جو بنيادي مذهبي پستڪ " رگويد" هتي ترتيب ڏنو ويو جنهن ۾ سنڌو ماٿري جي قومن ۽ سنڌن تهذيب ۽ تمدن جي تباهيءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. منڊل ١٠، سوڪت ٧٥ ۾ سنڌ جي سپيتا ۽ شاهوڪاريءَ جي واکاڻ پڻ ڪيل آهي.

(۵) انهيءَ ساڳي دور ( ١٠٠٠ . ١٥٠٠) ق.م ۾ سنڌو ماٿري کان گهڻو پري ميڪسيڪو (Mexico) ۾ اولميڪ تهذيب (Olmec Civ-ilization) جو آغاز ٿيو ۽ ايشيا مائينر ( ترڪي ، شام ۽ لبنان جي شمالي علائقي) ۾ " هٽي" قبائل، مصر جي فرعون توتن خامن جي شهنشاهيت ۽ مصر مان، حضرت يوسف عليه السلام جي زماني ۾ آباد ٿيل يهودين جي ملڪ نيڪالي جا واقعا تاريخي رڪارڊ ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

(٦) "چين" جي قديم پيلي درياهه جي تهذيب (Yellow River

Civilization) ١٠٠٠ - ٢٠٠٠ ق . م جو زمانو ڏيکاري ٿي، ۽ "جپان" جي قديم روايتي تهذيب جو دور اٽڪل ٢٠٠ع کان شروع ٿئي ٿو انهيءَ سال " يا ميتو" قبيلي باقي سيني جپاني قبيلن تي فتح حاصل ڪئي.

(٧) سن ١٠٠٠ ق . م کان ٥٠٠ ق . م تائين سنڌو ماٿري ۾ برهمڻ جي آبادڪاري، مهاڀارت جي لڙائي ۽ هري ڪرشن مهراج ۽ يادو قبيلي جون "مترا" ۽ "دوارڪا" ۾ بادشاهتون، گوتم ٻڌ ۽ مهاوير جا زمانه ۽ سنڌن ڌرم ٻڌ ۽ جين مت جو زمانو ۽ آريا برهمڻن جي زوال ۽ کتري راجائن جي مڪمل اقتدار جو زمانو هو. چين ۾ ڪنفيوشس (٤٧٩ - ٥٥١ ق م Confucius) جي مذهب ۽ فلسفي ۽ ايران ۾ زرتشي مذهب (Zoroastrianism) ۽ پارسي شهنشاهيت جو دور هو. وچ مشرق ۾،آشورين (Assyrians) جي شهنشاهيت عروج تي هئي. فنيقي (Pheonicians) يمن ( ڏکڻ عربستان) مان نڪري هڪ مهذب ۽ فاتح قوم جي صورت ۾ ايريا ۽ ليڊئن (Lydian) قوم تاريخ ۾ نمودار ٿي. يونان ۾ شهري رياستن (City States) جي شروعات ٿي.

(٨) قديم يونانين جي تاريخ ٢٦٠٠ ق . م کان شروع ٿئي ٿي جڏهن "ڪريٽ ٻيٽ تي مينوئي تهذيب (Minoan Civilization) جو آغاز ٿيو. ١٦٠٠ ق . م ۾ خود يونان (Greece) اندر ميسنيني تهذيب (Mycenaean Civilization) جي شروعات ٿي ۽ ٩٦٠ ق . م تائين مٿي ڄاڻايل، شهري رياستون (City States) قائم ٿينديون رهيون. سن ٧٦٠ ق . م ۾ يونانين، يونچ سمنڊ جي ساحل سان پنهنجون نو آباديون قائم ڪرڻ شروع ڪيون.

(٩) سن ٤٩٠ ق . م يونانين ۽ ايرانين جي وچ ۾ جنگيون لڳيون، جن ۾ " ٽروجن" جي جنگ ٤٨٠ ق . م ڌاري لڳي، يوناني مورخ هيروڊوٽس انهي جنگ جو احوال لکيو جتان نثر ۾ باقاعده تاريخ نويسيءَ جي شروعات ٿي. هن جنگ ۾ سنڌي سپاهين ايرانين جي شهنشاهه زرڪس طرفان حصو ورتو. سن ٤٧٩ ق . م کان ٤٢٩ ق . م تائين، يونان جي تاريخ جو سونهري دور شمار ٿئي ٿو. سن ٤٣١ ق . م کان ٤٠١ ق - م تائين پيلوپونيشن لڙاين (Peloponesian Wars) سبب اٿينس ۽ سپارٽا جي

شهري رياستن جي وچ ۾ رساڪشي جو دور رهيو. سن ٢٣٨ ق . م ۾ يوناني شهري رياست مئڪدونيا (Macdonia) جي بادشاهه فلپ، باقي تمام يوناني شهري رياستون فتح ڪري، پنهنجي بادشاهيت ۾ شامل ڪيون. ۽ ٣٣٦ ق . م ڪان ٣٢٢ ق . م تائين سڪندر اعظم جي دنيا فتح ڪرڻ جو زمانو هو.

(٩) رومن رعيتي راڄ (Roman Republic) جو آغاز تقريبا ٥٠٩ ق . م ۾ ٿيو. سن ٤٩٤ ق . م ۾ روم جي حڪومت اٿلي جي پيٽ تي قبضو ڪيو. سن ٢٦٤ ق . م ڪان ١٤٦ ق . م تائين ٽي پيونڪ لڙايون (Punic Wars) لڳيون ۽ وري ١٢٣ ق . م ۾ گراڪي (Gracchi) ڀائرن رياستي نظام ۾ سڌارڻ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، جن ۾ بي زمين هارين کي زمين جا حق ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. آخرڪار رومن سينيٽ اها رٿ رد ڪئي. سن ٦٠ ق . م ۾ رومن رعيتي راڄ ۾ ٽڏري حڪومت (Triumvirate) ٻهربون دفعه قائم ٿي ۽ سن ٤٧ ق . م ڪان سن ٤٤ ق . م تائين "روم" تي " جوليس سيزر" جو قبضو هو، "مصر" ۾ " ڪلوپيٽرا، ( قلوبطره) جي حڪومت جو زوال آيو ۽ سيزر جي مدد سان پيهر اقتدار حاصل ڪيائين ۽ سن ٢٧ ق . م ۾ خود رومن رعيتي راڄ جو خاتمو ٿيو.

(١٠) رومن شهنشاهيت (Roman Empire) جو آغاز سن ٣١ ق م ۾ ٿيو ۽ سن ١٨٠ ع تائين رومن تهذيب جو سونهري دور، " پئڪس رومانا" تي گذريو. سن ٦٦ ع ڪان ٧٠ع تائين " جودي" ۾ بغاوت ٿي. هي مسيحي مذهب جي عروج ۽ ان تي رومن ستم ظريفي جو دور هو ٢٠٢ ع ۾ سيني آزاد رومن شهرين کي شهريت جا حقوق ڏنا ويا. ٣٣٧ . ٢١٤ ع ڊايوڪليٽئن ۽ ڪانستنٽائين جو ٻنو مطلق العناني جو دور هليو، سن٣٧٦ ع ۾ جرمن قوم مان وزيگاٿ (Visigoth) " ڊئنيوب" ندي پار ڪري پنهنجي تاريخي ڪردار جو آغاز ڪيو.سن ٣٧٨ ع ۾ ائڊريا نوپل جي لڙائي (Battle of Adrianople) لڳي جنهن ۾ " وزيگاٿ" حملہ آورن "رومن"لشڪر کي شڪست ڏني جيڪا روم لاءِ تباه ڪن ثابت ٿي." جرمن" ۽ "هن" قبيلا، رومن شهنشاهيت ۾ دراندازي ڪرڻ لڳا،مغربي

رومن شهنشاهيت هاڻي ڪجهہ ڏينهن جي مهمان هئي. سن ٤١٠ ع ۾ وزيگاٿن" "روم" ۾ ڦر لٽ ڪئي. ڪجهہ "هن" "قبيلا" "هنگري" ۾ آباد ٿيا , ٻيا "ايشيا" طرف واپس ويا. سن ٤٥٥ ع ۾ هڪ ٻئي وحشي قبيلي "ونڊل" (Vandals) "روم" ۾ تباهي مچائي، آخرڪار ٤٧٦ ع ۾ مغربي رومن شهنشاهيت خود پنهنجي سپاهہ هٿان پوري ٿي وئي ۽ ڪيترن وحشي قبيلن انهي جي علائقن تي قبضو ڪيو. انهن مان گهڻن مسيحي مذهب اختيار ڪيو.

(١١) رومن دور جو اهم ترين تاريخي واقعو،حضرت عيسيٰ عليہ السلام ( غالبا ٤٣ . ٤ ق . م) جي ولادت ۽ مسيحي مذهب (Christianity) جو اجراء آهي:غالبا ٦٥ . ٣٥ ع دوران "پال" جي تبليغي سرگرمين ان کي زور وٺرايو ۽ رومن شهنشاهيت کي خطرو محسوس ٿيو، تنهن ڪري سن ٦٤ع کان مسيحي مذهب اختيار ڪرڻ وارن خلاف ظلم ستم جو دور شروع ٿيو جيڪو سن ٣١٣ ع ۾ مسيحيت کي مذهبي رواداري جو درجو ڏيڻ سان جهڪو ٿيو ۽ تبليغي سرگرمين ٻيهر زور ورتو. جنهن جي نتيجي طور سن ٣٩٥ ع ۾ "مسيحيت" (Christianity) کي رومن شهنشاهيت جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو ويو.

## جديد مغربي تهذيب جا عوامل:

(١٢) مسيحيت (Christianity) جي ابتدا، رومن شهنشاهيت ۾ ٿي ۽ ان تي رومن قانون ۽ نظام جو بيحد اثر ٿيو. سرڪاري مذهب جي حيثيت ملڻ بعد، ان جي اشاعت ۾ بي پناهہ اضافو ٿيو. قرون وسطي ۾، يعني جديد تهذيب جي وچين هڪ هزاري دور ۾، مغربي يورپ اندر جيڪا مغربي تهذيب اسري، "مسيحيت" ان جومکيہ عنصر بڻي.

ازانسواءِ "رومن تهذيب" قديم يونان جي فلسفي، ادب، سائنس ۽ فنون لطيفہ کي نہ صرف زنده رکيو پر ان ۾ اضافو ڪيو ۽ ان کي مغربي يورپ ۾ پکيڙيو، علم ادب جي دنيا ۾ "قديم روم" جي "لاطيني"ٻولي شهنشاهيت جي زوال بعد بہ زنده رهي ۽ هڪ هزار سالن تائين تعليم ۽ ادب

جي واحد زبان هئي. رومن قانون بہ ساڳي طرح جاري رهيو. هڪ تاريخ دان جي قول مطابق روم دنياڪي ٽي دفعا فتح ڪيو؛ پهرين دفعي لشڪر سان، ٻئي دفعي پنهنجي مسيحي مذهب سان ۽ ٽئين دفعي پنهنجي قانون سان. رومن حڪمرانن جا، يونچ سمنڊ جي علائقي ۽ جرمني خواهہ انگلينڊ ۾ اڏيل شهر اڄ بہ موجود آهن، رومن تهذيب، تمدن، قانون ۽ مذهب (مسيحيت) هڪ بين الاقوامي حيثيت حاصل ڪئي آهي.جيڪا ناعاقبت انديش حڪمرانن ۽ فوجي جنرلن جي تباہ ڪارين جي باوجود، ختم نہ ٿي سگهي،اهي فقط رومن شهنشاهيت کي ختم ڪري سگهيا، هڪ عالمي رياست جو تصور اجا باقي آهي، جنهن ۾ گلوبلائيزيشن (Globalization) ڪامن هيومن ڪلچر ( گڏيل انساني ثقافت) عالمي بيئنڪ ۽ عالمي تجارت جون ڪوششون دنيا کي هڪ گلوبل وليج يا عالمي ڳوٺ ۾ تبديل ڪري ڇڏن تہ ڪو عجب نہ آهي.

(١٣) مغرب ( يورپ)۾ رومن شهنشاهيت جي زوال جي باوجود مشرق جي متمدن ۽ امير علائق ۾ "بظنطيني رومي شهنشاهيت، هڪ هزار سالن تائين باقي رهي، جيڪا اسلامي فوجن هٿان سن ١۴۵٣ ع ۾ اختتام پذير ٿي. قديم دنيا جي ثقافت ۽ شهري تهذيب، يورپ ( مغرب) ۾ رومن شهنشاهيت جي زوال بعد، وحشي قومن جي تسلط هيٺ تباهہ ۽ برباد ٿي وئي،ليڪن بظنطيني مشرقي رومن شهنشاهيت انهيءَ ثقافتي ورثي کي ايندڙ اسلامي تهذيب لاءِ زنده رکيو.

## تهذيب جي تاريخ جو مجموعي خاڪو:

حضرت آدم عليه السلام کان تاريخ جي دور، يعني پنجين صدي قبل مسيح تائين، بني آدم جي تهذيب مسلسل ترقي ڪندي رهي آهي تهذيبي ترقي جيڪا نوح جي طوفان کان اڳي ٿي هئي، انهيءَ جو ڪو نالو نشان باقي نہ رهيو ۽ انهيءَ عظيم ٻوڏ ۽ مڪمل تباهي ڪانپوءِ، جيڪا تهذيب اسري، انهي جا سنگ ميل، آثار قديمہ ۽ تاريخ جا دفتر موجود آهن؛موجوده دنيا جي قديم تهذيبن جي ابتدا حضرت نوح عليه السلام جي زماني ( م

٢٩٤٨ / ٢٣٠٣ ق ـ م ) کان ٿئي ٿي. اهي تهذيبون سندس ٽن فرزندن: سام، حام ۽ يافث جي نسلن جون برپا ڪيل آهن: قديم مصر جي تهذيب، بابل جي تهذيب ۽ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ڪانپوءِ، آريا ۽ يوناني تهذيب، انهن نسلن جي مسلسل تهذيبي ترقي جا شواهد پيش ڪن ٿيون. هڪ مختصر مجموعي خاڪو، زماني وار، هن ريت ذهن نشين ڪري سگهجي ٿو:

(١) بابل جي مجموعي تهذيب جو دور ٥٣٩ ـ ٤٠٠٠ ق ـ م.

(٢) مصر ۾ " مينيس" حڪومت ۽ تهذيب ٢٩٠ ـ ٣٢٠٠ ق ـ م.

(٣) بابل ۾ " سميري" حڪومت ۽ تهذيب ٢٠٠٠/ ٣٠٠٠ ق ـ م.

(٤) سنڌو ماٿري جي سپيتا جو پهريون دور ٢٣٥٠/ ٣٥٠٠ ق ـ م.

(٥) آريا ۽ يوناني تهذيبن جا اوئلي آثار ١٠٠٠ ـ ٣٠٠٠ ق ـ م.

مصر ۾ " مينيس" شاهي خاندان بعد مسلسل سياسي، مذهبي ۽ ثقافتي ترقي ٿيندي رهي. پنجين شاهي خاندان جي دور ( ٢٣٤٥ / ٢٤٩٤ ق ـ م) جا شواهد: " پيلرمو" جا آثار قديم، اهرام مصر، سج جو مندر ۽ پٿرن تي اڪريل تاريخي واقعا: " لبيا" سان لڙاين جو احوال " نبيا" ۽ "پنٽ" سان تجارتي تعلقات جا ثبوت وغيره موجود آهن. اهو مذهبي پيشوائن جي اقتدار جو دور هو. سن ٢٠٠٠ ق ـ م ڌاري هڪ ريڍار قبيلي "هائڪسوس" مصر جي حڪومت تي قبضو ڪيو، جيڪو سن ١٧٠٠ ق ـ م تائين قائم رهيو. انهي دوران ٻارهين شاهي خاندان ( ١٧٨٦ ـ ١٩٩١ ق ـ م) فتوحات ۽ ڪاريگري جي ترقي سبب شهرت حاصل ڪئي. هائڪسوس فرعون " ايپيپائي" جي زماني ۾ سامي پيغمبر حضرت يوسف عليه السلام (١٦٨٩ ـ ١٧٠٧ ق ـ م) ارڙهن سال مصر جو وزير اعظم هو. ڪانٿس اڳ حضرت ابراهيم عليه السلام ١٩٩٦ ق ـ م ڌاري مصر ۾ آيو ۽ ٽي صديون پوءِ حضرت موسيٰ عليه السلام جو دور ( ١٥٧١ ـ ١٦٩١ ق ـ م) ٿي گذريو جنهن ۾ بني اسرائيل مصر مان آزاد ٿي فلسطين طرف روانا ٿيا.

مصر جو قديم نالو " ڪيمٽ" هو، جنهن جي معنيٰ هئي " ڪاري ڌرتي".[٢٥] حضرت نوح عليه السلام جي فرزند " حام" انهيءَ کي آباد ڪيو. " حام" جي معنيٰ به " ڪارو" هئي، جنهن سبب سندس نوآبادي تي نالو پيو " حام اتوت"، معنيٰ ڪاري مٽي. حضرت حام بن نوح عليه السلام

جي هڪ فرزند مصرائيم انهيءَ اباڻي ملڪ کي وڌيڪ ترقي وٺرائي، جنهن کري ملڪ تي " مصر" نالو پئجي ويو[٢٦]. مصر جي هڪ بادشاهه "عوسراين" پاڻ کي "فرعون" سڏرايو ۽ پوءِ اهو مصر جو شاهي خطاب بنجي ويو. " رع" معنيٰ " سج" ۽ سج کي خدا جو جسماني روپ ۽ " ايپس" يا " پتاهه" معنيٰ ڍڳو، انهي کي خدا جو حيواني روپ قرار ڏئي، مصر جو قديم مذهبي نظام قائم ٿيو. پنجين شاهي خاندان ( ٢٤٢٠ — ٢٥٦٠ ق - م) جي بادشاهن پنهنجي نالي پنيان " رع" جو اضافو ڪيو، جن مان "ساهورع" کان پوءِ" عوسراين رع" فرعون جو لقب اختيار ڪيو[٢٧]. سندس مقصد پاڻ کي رع خدا جو اوتار ظاهر ڪرڻ هو. اهو " بادشاهه جي خدائي حق" جي نظريہ جو آغاز هو. مصر ۾ ڪل ٢٦ شاهي خاندان ٿي گذريا: انهن جو عرصو هن ريت معلوم ڪيو ويو آهي:

(١) پهريون ۽ ٻيو شاهي خاندان ٢٧٨٠ — ٣٢٠٠ ق - م

(٢) ٽيون شاهي خاندان ٢٧٢٠ — ٢٧٨٠ ق - م

(٣) چوٿون شاهي خاندان ٢٥٦٠ — ٢٧٢٠ ق - م

(٤) پنجون شاهي خاندان ٢٤٢٠ — ٢٥٦٠ ق - م

(٥) ڇهون شاهي خاندان ٢٢٧٠ — ٢٤٢٠ ق - م

(٦) ستين کان ڏهون شاهي خاندان

(وچون — زمانو) ٢١٠٠ — ٢٢٧٠ ق - م

(٧) وچين شهنشاهيت ١٧٠٠ — ٢١٠٠ ق - م (هائڪسوس پهريون دور)

(٨) هائڪسوس - ( پويون ) دور ١٥٥٥ — ١٧٠٠ ق - م

(٩) نئين شهنشاهيت ٧١٢ — ١٥٥٥ ق - م

(١٠) پوئين شهنشاهيت ٥٢٥ — ٧١٢ ق - م

( ٢٥ ۽ ٢٦ شاهي خاندان) ٢٨

سن ٥٢٥ ق - م کان مصر جي حامي نسل تي ايران جي آريا ڪياني شهنشاهيت جي حڪومت قائم ٿي، جيڪا سن ٣٣٢ ق - م ۾ سڪندر اعظم جي فتح بعد يونانين جي حوالي ٿي. سن ٣٠ ق - م کان رومن شهنشاهيت مصر تائين وسيع ٿيڻ شروع ڪيو، آخرڪار سن ٦٣٨ ع ۾

"مصر" اسلامي خلافت هيٺ آئي. انهيءَ ڏگهي سياسي تاريخ مصر جي مذهب، سياست ۽ تهذيب تي مستقل اثرات مرتب ڪيا آهن ۽ موجوده مصري قوم، حامي ۽ سامي نسلن جو هڪ مخلوط نسل آهي.

مصر جي تهذيب ۾ " مذهب" اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، اتر مصر ۾ طِب / ٿيبس (Thebes) جو قديم تهذيبي مرڪز آثار قديمہ جي ماهرن کوٽي پڌرو ڪيو آهي: شاهي محل سان لڳ هڪ عبادت گاهہ ( مندر) آهي جنهن ۾ وڏا بت رکيل آهن. هيٺان هڪ وسيع تهخانو آهي ( چئمبرسس، ج ٣، ص ٣٧٨). وچ مصر ۾ " منفس" جو قديم شهر روايتي طور تي "مينيس" جو تختگاهہ هو، جنهن "طب" فتح ڪري مصر جي پهرين متحد رياست قائم ڪئي. انهيءَ پهرين مصري شاهي خاندان جو عرصو مختلف زمانن ۾ ڏيکاريو ويو آهي. تحقيق بعد، هن مطالعي ۾ اهو عرصو ٣٢٠٠ ق - م کان ٢٨٩٠ ق - م تائين بيهارجي ٿو. چوٿين شاهي خاندان ( ٢٥٦٠ ـ ٢٧٢٠ ق - م) جي دور ۾ " اهرام" تعمير ٿيڻ شروع ٿيا. انهن جي ٽڪندي شڪل، تثليث يا ٽمورتي جي مذهبي بنياد جي نشاندهي ڪري ٿي: " ٽمر" مهاديوتا، سندس پٽ " شو" ۽ ڌيءُ " ٽيفنٽ" انهيءَ ديومالا جا ڪردار هئا. پاءُ - پيءُ جي شادي احسن هئي. تنهن ڪري شو ديوتا پنهنجي پيڻ ٽيفنٽ سان شادي ڪئي، جنهن مان پٽ ڌيءُ ، " جيب" ۽ " نٽ" پيدا ٿيا، ۽ انهن جي پٽ مان مصر جو ديوتائي خاندان شروع ٿيو. انهيءَ زماني ۾ مصر جي مشهور وسيع اهرامن (Pyramids) جو معمار "چيوپس" (Cheops) حڪمران هو، سندس دور حڪومت صرف ٢٣ سال ( ٢٥٦٦ ـ ٢٥٨٩ ق - م) رهيو. هيرودوٽس هن کي " مذهب جو دشمن" ظالم ۽ جابر بادشاهہ ڄاڻايو آهي. جنهن رعيت کان زبردستي "اهرامن" تي مزدوري ڪرائي. ( ـــ ايضا ـــ) تاهم جديد تحقيق ۾ اهڙي ڪا ثابتي نہ ٿي ملي .

مصر جي پوئين يوناني رومن دور ( ٣٠ ـ ٣٣٢ ق - م) جو شاهي قبرستان، بحريہ جي نخلستان ۾ بويطي شهر جي قريب، قاهره کان چار سو ڪلوميٽر ڏکڻ اولهہ ۾، موجود آهي، جنهن کي آثار قديمہ جي ماهرن " ممين جي وادي" نالو ڏنو آهي. سندن اندازي مطابق اتڪل ڏهہ هزار مميون نرم

پٿريلي ريتي اندر دٻيل آهن. لڌل ممين ۾ هڪ اٿيرس فرعون جي زماني (٥٧٠ ـ ٥٩٨ ق ـ م) يعني ٢٦ ـ هين شاهي خاندان ـ جي هڪ صوبائي امير جي آهي. سندس نالو گاد خينسو اييوف معلوم ڪيو ويو آهي. بويطي جي قبرستان کان ڏهه ڪلوميٽر پري سندس مقبرو آهي. قبرستان ۾ ست مقبرا آهن جن ۾ ١٠٢ مميون رکيل آهن، جن مان ڪن تي سونا نقاب چڙهيل آهن. هڪ مرداني مميءَ کي يوناني طرز جي ڏاڙهي آهي. انهي هنڌان چئن مقبرن مان ١٠٥ مميون لڌيون ويون هيون (٢٠٠٠ ـ ١٩٩٩ع، دوران ويهن مصري ماهرن جي سروي رپورٽ مطابق) هڪ زناني ممي جي هنج ۾ هڪ ٻار آهي، ٻي ممي جي نقاب تي مصري ديوتائن لاءِ نذرانا کڻي ويندڙ انسانن جي تصوير اڪريل آهي. ننڍن غارن ۾ پوريل مميون اڪثر رنگين نقش نگارن سان سينگاريل آهن. انهن جون عمريون سندن بناوت جي لحاظ کان ڪٿيون ويون آهن. ڪجهه ٢٠٠٠ سال پراڻين ممين جو ڪفن ڦاٽي ويو آهي جنهن مان سندن ميٽائون جسم ۽ هڏا نظر اچي رهيا آهن. مصري ماهر آثار قديمه خليد صالح جي راءِ مطابق، رومن دور ۾ فوتيءَ جا آنڊا جسم اندر رهڻ ڏنا ويندا هئا ۽ سندس منهن تي نقاب پلستر ڪيا ويندا هئا." ( رائيٽر / ڊان ٢٤ مئي ٢٠٠٠ ع ص ١٥) جاءِ وقوع تي ايڪس ـ ري مشينيون آنديون ويون آهن، جيڪي ممين جا اندريان فوٽا ڪڍي، موت جو سبب معلوم ڪنديون.

مصر جي هن مغربي صحارا ۾، انسان جي تاريخ جا ڪجهه عجائبات پوريل آهن: هڪ سؤ چورس ميٽر ڊگهي ويڪري وروڪڙ گهٽيءَ ۾ بيمثال مجسمه، پٿين تي رنگا رنگ چٽسالي، ٽانون ٽپن ۽ ڳهن ڳٽن جون سوڪڙيون، جيڪي ڪجهه هن وقت تائين لڪيو آهي، هڪ حيرت انگيز داستان بيان ڪري رهيو آهي. " اييوف" جي ٻارنهن ٽن وزني تابوت تي سندس اڪريل مورتيون موجود آهن ۽ مقبري جي ڪجهه پٿين تي سندس ڪفن دفن جون تياريون تصويري صورت ۾ چٽيل آهن، جن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته "انوبس" موت جو ديوتا ، ڪيئن آخرت جي زندگيءَ لاءِ تيار ڪري رهيو آهي. ( ـ ايضا ـ ) ماهرن جي رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي ته جڏهن هو " اييوف" جي مقبري ۾ داخل ٿيا، تڏهن سندس سيني ۾ لوهه جو ٻورو ڪندڻ وانگر

چيڻ لڳو. شايد اييوف اهو پيلو ٻورو انهيءَ لاءِ پنهنجي مقبري ۾ چڙائي چڏيو هو ته جيئن ڪو اڻوڻندڙ ماڻهو اندر لنگهي نه اچي.

## قديم تهذيبن جا چار خاص علائقا

دنيا جي نقشي تي نظر ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته (۱) مصر بابل، فلسطين، ڪريٽ، روم، ايران ۽ يونچ سمنڊ جو ساحلي علائقو،(۲) سنڌو ماتري،چين، تاتار ۽ گنگا ـ جمنا وادي،(۳) يونان، قبرص ۽ ايجن سمنڊ جو ساحلي علائقو ۽ (۴) آمريڪا ۽ افريقا جا ٻوءِ سڌريل ۽ سڄاتل علائقا، انساني تهذيب جا قديم علائقا آهن. طبعي سچ وانگر تهذيب جو آغاز به مشرق کان ٿيو، جتي مشرقي تهذيب جو هڪ مجموعو قائم ٿيو. ڪريٽ ٻيٽ جي عظيم مينوئن تهذيب، فرات ندي جي هيٺاهين علائقي ۾ بابل جي تهذيب، فرات جي وروڪڙن ۾ متاني آريا تهذيب، ايشياماڻينر، اناطوليه ترڪي ۽ شام جي اتر اولهه علائقي ۾ هٽي تهذيب ۽ مسيوپوٽيميا جي ميداني علائقي ۽ ڏور اتر عراق ۾ اشوري تهذيب، انهيءَ قديم مشرقي تهذيب جي مجموعي جا خاص مثال آهن. انهن تهذيبن جو ابتدائي دور، ۴۵۰۰ ق ـ م کان ۳۱۰۰ ق ـ م تائين شمار ڪيو وڃي ٿو، جنهن ۾ ايشيا ڪنڊ ۾ اوائلي بستيون قائم ٿيون، زراعت ۽ گهرو جانورن پالڻ جو رواج پيو. مصر ۾ ٽامي جي استعمال ۽ اولهه ايشيا سان مصر جي تعلقات جو پتو پوي ٿو. سن ۳۰۰۰ ق ـ م ۾ اولهه ايران کان اتر عراق ( ميڊيا کان ميسوپوٽيميا) تائين پوکي راهي ۽ ڌاتن جي استعمال جا ثبوت مليا آهن. ايشيا مائينر ۾ " بوغز ڪئي" جا آثار قديمه، سنڌو ماتري جا آثار قديمه ۽ بابل جي ترقي يافته تهذيب جا نشان موجود آهن. بابل جي ترقي يافته تهذيب جا شواهد اڍائي هزار سالن ( ۵۳۹ ـ ۳۰۰۰ ق ـ م) تائين ملن ٿا جن ۾ اغاض جي سميري تهذيب ۽ " تن ترڪي" ( بابل) تي " عاد" سامي قبيلي جو قبضو ۽ " باب ايلو" شهر جي تعمير تي، جيڪو بعد ۾ " بابل" سڏجڻ لڳو. سنڌو ماتريءَ ۾ ڏيڍ هزار سالن جا مسلسل ترقي پذير دور معلوم ڪيا ويا آهن. سن ۳۰۰۰ ق ـ م کان ۱۵۰۰ ق ـ م تائين ، سون واديءَ مان

لڌل پٿر جا اوزار، روھڙي ٽڪرين تي پٿر جي اوزارن ٺاھڻ جي ڪارخانن جا آثار، پٿر جونشون دور، آمري ڪوٽڏيجي ھڙپا موئن جي دڙي وغيره جا ترقي يافتہ دور اچي وڃن ٿا. سنڌو ماٿري جي لپي ( رسم الخط) اڃا پڙھجي نہ سگھي آھي. تنھن ڪري سنڌو ماٿري جي تھذيب جي سياسي ۽ مذھبي تاريخ معلوم ٿي نہ سگھي آھي. مصر ۽ وچ مشرق جون پٿر تي اڪريل تحريرون پڙھيون ويون آھن، تنھن ڪري تاريخي واقعات ۽ شخصيتن بابت ڪجھہ قدر معلومات ميسر آھي، ۽ انھن جي زماني جو تعين پڻ ڪيو ويو آھي. مثال طور: سن ٢٣٨٠ ق ـ م ڌاري " سمير" تي " اغاض" شاھي خاندان جو قبضو ٿيو، سن ٢٢٩٥ ق ـ م ڌاري "باب ـ ايلو" ( بابل) ۾ پھرين سامي بادشاھيت قائم ٿي. بادشاھہ جو نالو " سموآبي" ھو. سن ٢٢٥٥ ق ـ م ۾ اغاض شھنشاھيت جو زوال ٿيو ۽ خدا سڏائيندڙ بادشاھہ " نرمسين" قتل ٿي ويو. سن ٢٠٠٠ ق ـ م ۾ عربستان جي حضر موت علائقي ۾ قوم " عاد" جي اصلاح لاءِ حضرت ھود عليہ السلام پيدا ٿيو. نبين جي ابي حضرت ابراھيم عليہ السلام سندس خاندان جي نبوت ۽ تبليغ جو اوائلي زمانو سن ١٩٩٦ ق ـ م کان ١٨٢١ ق ـ م تائين رھيو. سن ١٨٠٠ ق ـ م ۾ عربستان جي "وادي القريٰ" ۾ " ثمود" قوم جي ھدايت لاءِ حضرت صالح عليہ السلام پيدا ٿيو.

وحدانيت ۽ ڪثرت پرستي جا مذھبي دور ۽ مذھبي سياست جا مختلف اوقات معلوم ڪيا ويا آھن: مثال طور سن ١٦٠٠ ق ـ م ڌاري آريا / ھٽي قبائل " اناطوليہ" مان ڪاھي اچي "بابل" ۾ ڦرلٽ ڪئي. " مردوڪ" خدا جو مندر ڍاھي ھيرا جواھر ھٿ ڪيائون. مردوڪ جي پوڄارين ۽ عام شھرين جو قتل عام ڪري قديم بابل شھر کي باھہ ڏئي ساڙي ڇڏيائون. بعد ۾ بابل جي برباد علائقي تي قصي قبيلي قبضو ڪيو، جيڪي ايراني آريا نسل مان ھئا ۽ سندن تعلق " ھاران" ۽ ڪرمان شاھہ علائقي سان ھو. سندن خدا " شقامونيہ" سڏيو ويندو ھو.

پھرين قصي بادشاھہ اغم ثاني (Agum II) پنھنجي شاھي فرمان ۾ ڄاڻايو تہ " شقامونيہ" ٻنھي جھانن جو حقيقي خدا آھي، تنھن ڪري " مردوڪ" خدا کي ڇڏي " شقامونيہ" واحد خدا جي عبادت ڪريو، بابل

جي بت پرست شهرين بغاوت ڪئي، تنهن ڪري هتي بادشاهه ڪان اناطوليہ مان مردوڪ خدا جو بت گهرائي، پيهر بابل ۾ سندس مندر اندر رکيو ويو ۽ پنهي خدائن ۽" شقامونيہ" ۽ " مردوڪ" جي عبادت جائز قرار ڏني وئي، هتين جو دور سن ١٩٠٠ ق - م کان شروع ٿيو، جڏهن آريا قبيلي وچ - ايشيا مان هجرت ڪري، " ايشياماتينر" ( اناطوليہ، ترڪي ۽ شام جا اتريان علائقا) ۾ پنهنجي بادشاهيت قائم ڪئي، اتان وڏي ايران ۽ افغانستان جو علائقو لتاڙي هندوڪش / ميرو پربت جي دامن ۾ داخل ٿيا.

تيرهين صدي قبل مسيح ۾ آشورين جي اقتدار ۽ سندن خدا " آشور" جي بت پرستيءَ جو دور هو. هنن اتر اولهہ عراق ۾ " شور" جي نالي سان پهرين مهاجر بستي قائم ڪئي،جيڪا وڏي بادشاهيت بني. پهرين آشوري بادشاهه " عداد نراري" اول ( ١٢٦٣ - ١٢٩٤ ق - م) اڪاضي زبان ۽ سميري رسم الخط ۾ پنهنجي سورهيائي جو هڪ نقش هن طرح ڇڏيو آهي: " مون دشمن جا ١٨٠ شهر تباهه ڪري انهن جو نالو نشان مٽائي ڇڏيو. مون وڏا ڪوهه ڪوٽرائي انهن ۾ ماڻهن کي جيئري پورائي ڇڏيو، مون فتح ڪيل شهرن جي سموري دولت هٿ ڪري، انهن شهرن کي ساڙائي ڇڏيو...... مون هزارين عام شهرين ۽ دشمن جي فوجين کي انڌو، منڊو ۽ ڪاٺو ڪيو". " آشوريا" جي ٻئي بادشاهه " شالم نصر" اول ( ١٢٣٣ - ١٢٦٣ ق - م) "آرمينيا" جي ڏکڻ ۾ " هني گابت" نالي قبيلي جي قلعي تي ڪاهيو. فتح بعد، اتان جي بادشاهه " شترن ثاني" جا هٿ پير گهوڙن جي ڄنگهن سان ٻڌي، انهن کي مخالف سمت ۾ ڊوڙايو ۽ هو چيرجي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. سندس ١٤,٤٠٠ سپاهين جي هڪ اک ڪڍي، ڪين ڪاٺو ڪيو ويو. اٽڪل ١٢ سال پوءِ، سن ١٢٢٢ ق - م ڌاري " آشوريا" جي ٽئين بادشاهه " تڪلت ننرت" (Tukulti Ninurata) ايراني قصي بادشاهه " ڪشتلاش" کي شڪست ڏني. پوءِ پنهنجي سوڀ جو احوال هن طرح نقش ڪرايو: مون " ڪشتلاش" کي تنگ ڪيو تہ جيئن هو منهنجي مقابلي لاءِ ميدان ۾ لهي اچي، نيٺ هو مقابلي لاءِ آيو. مون هن کي زبردست شڪست ڏني. قصي بادشاهه کي گرفتار ڪري جڏهن منهنجي پيرن ۾ اڇلايو ويو، تڏهن مان سندس ڪنڌ تي پير رکي چڙهي ويس. مون هن کي

ايترو لتاڙيو جو سندس ڪنڌ جو مٿڪو پڇي پيو، (پوءِ) مون سندس لاش ڪٽائي اڇي " آشور" خدا جي اڳيان ساڙي قرباني ڪئي تہ جيئن منهنجو خدا مون تي مهربان ٿئي. " هڪ ٻئي آشوري بادشاهہ " تڪلت پائيلسر" پنهنجا پرڪار هن طرح پٿر تي اڪرايا آهن:" مون جڏهن بہ دشمن جو علائقو فتح ڪيو، تڏهن ڀرپائين ننڍن ٻارن ۽ نوجوانن کي جهلرائي باهہ ۾ اڇلرايو، پوءِ جوانن ۽ پوڙهن جو بہ ساڳيو حشر ڪيو، جيئن دشمن جو نسل ختم ٿي وڃي". اهو نقش اٽڪل ١١٢٢ ق – م جو آهي. سن ١١١٥ ق - م ڌاري آشورين " بابل" تي قبضو ڪيو ۽ اتر عراق ۾ هڪ نئون تختگاهہ تعمير ڪرايو، جنهن جو نالو " نينوا" ( معنيٰ مڇي) رکيو ويو.

انهيءَ دور ۾ يمن ( ڏکڻ عربستان) ۾ سامي نسل جي مينائي تهذيب جا آثار ملن ٿا، جيڪي ٦٥٠ ق - م تائين مسلسل ترقي جو دور ڏيکارن ٿا. انهيءَ دوران " آشوريا" جي ظلمن جا داستان بہ نظر اچن ٿا. سن ٨٨٤ ق - م ڌاري " آشرناصر پال ثاني" تخت نشين هو. مفتوح علائقن ۾ رهندڙ قبيلن ۾ هن خوف ۽ حراس پيدا ڪيو، انهن لڏي اچي " آشوريا" ۾ پناهہ ورتي. بعد ۾ اهي پناهگير لکن جي تعداد ۾ " آشوريا" مان لوڏي ڪڍيا ويا ۽ سندن آباد ڪيل زمين تي آشوري قبيلن کي ٻاهران گهرائي آباد ڪيو ويو. آشوريا جو هي بادشاهہ جنگي سازوسامان جي ايجادات ۽ استعمال لاءِ تاريخ ۾ مشهور ٿي گذريو آهي:" رٿ" گاڏيون، ميداني فوج ۽ قلعن جي دروازن کي پيچڻ لاءِ جهنگلي سانن جو استعمال سائس منسوب ڪيو ٿو وڃي. "ڪلاش" شهر ۾ آشرناصر پال ثاني جو محل ٢٥٠٠٠ چورس والن تي تعمير ٿيل هو ۽ انهيءَ جي افتتاح جي رسم ۾ ستر هزار مهمان شريڪ ٿيا هئا.

سن ٦٨٩ ق – م ۾ " سينيخرب" آشوريا جي تخت تي وينو. هن عام اعلان ذريعي " آشور" خدا جي عبادت لازمي قرار ڏني. هن بذات خود مردوڪ خدا جي مندر ۾ وڃي سندس بت جي بيحرمتي ڪئي ۽ عام ماڻهن بغاوت ڪئي. سينيخرب عام بغاوت جي جواب ۾ قتل عام جو حڪم ڏنو ۽ بابل شهر کي باهہ ڏئي ساڙائي ڇڏيو. باقي علائقن ۾ واهن جو پاڻي شهري آبادين ۾ چوڙي انهن کي ٻوڙائي ڇڏيو. انين سال سن ٦٨١ ق - م ڌاري

سندس پٽ " اشردن" خود بغاوت ڪري ڪيس گرفتار ڪيو ۽ جنگ جي ديوتا " ننرتا" جي قربان گاهہ ۾ ڪيس ڪهي ڇڏيو. پوءِ "مردوڪ" خدا جي بيحرمتي لاءِ رعيت کان معافي ورتائين ۽ مردوڪ جي مندر ۾ وڃي، سندس بت جو هٿ جهلي دعا گهريائين:" اي خدا ! مون کي حق جي جنگ ۾ فتح ڏي ۽ منهنجي قوم کي خوشحال ڪر !" پوءِ"بابل" کي ٻيهر تعمير ڪرايائين، جيڪو ١٢ سال بعد سن ٦٦٨ ق - م ۾ آشربني پال سـاڙائي خاڪ جو ڍير ڪيو. انهيءَ جو سبب سندس ڀاءُ " شمس شموڪن" جي بغاوت هئي. انهيءَ سال آشربني پال مصر جي مهم تي روانو ٿيو هو ۽ پنهنجي ڀاءُ کي نائب مقرر ڪري ويو هو. سندس غير حاضري جو فائدو وٺي " شمس شموڪن" پنهنجي تخت نشينيءَ جو اعلان ڪيو، آشربني پال مصر جي مهم اڌ ۾ ڇڏي موٽيو ۽ " بابل جي هر شهريءَ کي قتل ڪرائڻ بعد سڄي شهر کي باهہ ڏئي ساڙائي ڇڏيائين". پوءِ" شمس شموڪن" کي خاندان سميت هڪ ڪمري ۾ بند ڪري باهہ ڏئي ساڙايائين. مصر جي مهم ۾ ساٿس ايران، ايلم ۽ آرمينيا جي بادشاهن اتحاد ڪيو هو. مهم جي ناڪامي ۽ بغاوت جي شڪن شبهن سبب آشوري بادشاهہ، آشربني پال ، ايلم تي ڪاهہ ڪئي: ايلم جي تخت گاهہ " سوسہ" جي سيني ٻارن ۽ نوجوانن کي باهہ جي مچ ۾ اڇلرائي ساڙايائين ۽ سڄو شهر ساڙائي نيست و نابود ڪرايائين. عورتن کي ڪنيزون بنائي "آشوريا" ۾ آڻي وڪرو ڪيائين. آشورين جو ظلم انتها کي پهچي چڪو ۽ سندن زوال جو وقت قريب اچي ويو. سن ٦٢٩ ق - م ڌاري آشور بني پال جي موت بعد سندس پٽ تخت تان پاڻ ۾ وڙهي پيا. فوج جي سپهہ سالار "شم لشر" موقعي جو فائدو وٺي تخت تي قبضو ڪيو، بعد ۾ شهزادي " شرآسڪن" ڪيس ماري تخت هٿ ڪيو. ليڪن سن ٦١٢ ق - م ۾ تخت گاهہ " نينوا" ڪياني سردار سائرس اول ۽ ڪلداني ۽ ميدياني حليفن جي قبضي هيٺ اچي ويو. بابل جو نئون شهر، بخت نصر (Nebu chadrez-zar) جي دور (٥٦٢ ـ ٦٠۴ ق - م) ۾ تعمير ٿيو.

ڇهين صدي قبل مسيح ۾ تهذيب ۽ سياست جي تاريخ جا ڪجهہ اهم سنگ ميل هن طرح نظر اچن ٿا:

٦٠٠ ق - م ۾ سنڌو ماٿري جي گنڌارا تهذيب جو آغاز ٿيو، جيڪا سن ٦٠٠ ع تائين قائم رهي. انهيءَ زماني کان اپنشدن جو دور شروع ٿيو ۽ ذهني بيداري پيدا ٿي. مهاتما گوتم ٻڌ ۽ سوامي مهاوير هندو آريا مذهب ۾ انقلاب آندو ۽ ٻڌ ۽ جين ڌرمن جو آغاز ٿيو، ايراني آريا مذهب ۽ زرتشت جي مذهب مقبوليت حاصل ڪئي، ايران جي ڪياني شهنشاهيت رفاع عام ۽ بين الاقوامي تجارت جي انتظامات جو بنياد وڌو، يورپ ۾ رومن تهذيب ۽ ڀهرين شهنشاهيت ( ٤٥٠ ـ ٥٧٥ ق ـ م ) جو دور رهيو، هندستان ۾ مگڌ جي ڀهرين هندو آريا شهنشاهيت ( ٣٢٤ ـ ٥٤٢ ق - م) قائم ٿي. مصر جي قديم شهنشاهيت ايران جي ڪياني حڪمراني هيٺ آئي ( ٥٢٥ ق - م)

## تاريخ کان اڳ جو دور
## ٥٠٠٠ ق ـ م کان ٥٠٠ ق - م ( تاريخ جي دور) تائين،

(١) حضرت آدم عليه السلام جو زمانو ٥٢٧٢ ـ ٥٣٨٢ ق ـ م / ٢٠٩٤ ـ ٤٠٠٤ ق - م.

(٢) ٦٢٢ سال پوءِ حضرت ادريس عليه السلام ٤٣٩٥ ـ ٤٧٦٠ /

(٣) ٢٠٨٠ سال پوءِ حضرت نوح عليه السلام ( ٣٣٠٢ / ٢٩٤٨ ق - م.)

(٤) سنڌو ماٿريءَ جي قديم سڀيتا ٢٣٥٠ ـ ٣٥٠٠ /

شو ۽ يوني، پيدائش جو ديوتا ۽ ديوي، زراعت ـ جنس پرستي جو دور ۽ نئين پٿر جي دور جا آثار، سون وادي، ڪوٽڏيجي، هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي اوائلي تهذيب: قديم آمري ۽ بلوچستان جي اوائلي ديهي تهذيب جي شهري تهذيب طرف اوسر ( ١٧٥٠ ـ ٣٠٠٠ ق - م)، ڪوٽڏيجي تهذيب :( ٢٣٠٠ ـ ٢٨٠٠ ق - م ) سميري تهذيب ۽ زبان جو دور (٢٠٠٠ ـ ٣٠٠٠ ق ـ م): ڦيٿي ۽ سڙهه جو استعمال شروع ٿيو. خشڪي تي گاڏيون ۽ پاڻي مٿان ٻيڙا هليا. قديم سنڌ، مصر ۽ بابل جي

تهذيبن ترقي ڪئي.

(٥) هٽي آريا، ايشيا مائيز ( ترڪي، شام ۽ لبنان جي شمالي علائقن ) ۾، پرشيا ( ايران) جي اولهہ ۾ ميديا کان ميسوپوٽيميا ( عراق) ۽ پوري وچ مشرق تائين زراعت ۽ ڌاتوءَ جي ڪاريگريءَ جا آثار: بوغز ڪئي جا آثار قديم ۽ عجائب گهر.

(٦) مصر ۾ مينيس شاهي خاندان ( ٢٨٩٠ ـ ٣٢٠٠ ق ـ م.)

مصر ۾ ٢ کان ١٨ هون شاهي خاندان (١٣٢٠ ـ ٢٨٩٠ ق ـ م.) "اتون" ديوتا جي عبادت ۽ امين هوتپ ٤ جي حڪومت ۽ وحدانيت جو شعور: حضرت ادريس (١٣٥٨ ـ ٧٥ / ١٣٨٨) عرف اخناتون، بغاوت ۽ بتپرستي، پنجين مصري شاهي خاندان ( ٢٣٤٥ ـ ٢٤٩٤ ق ـ م) جي زماني جا " پيلرمو" جا آثار قديم، " اهرام"، ۽ سج جو مندر، پٿر تي اڪريل تاريخي قصا: " لبيا" سان لڙائين جو احوال، " نبيا" ۽ " پنٽ" سان تجارت، مذهبي پيشوائن جو دور ۽ متحده مصر جي بادشاهيت مصر ۾ هائڪسوس ١٧٠٠ ـ ٢٠٠٠ ق ـ م. ريبارن جي حڪومت، مينتيوهوتپ ٻارهون جو شاهي خاندان فتوحات ۽ ڪاريگري ( ١٧٨٦ ـ ١٩٩١ ق ـ م.)

(٧) يونان جي قديم ميسيني تهذيب ۽ هيلن آف ٽراءِ جو تاريخي قصو (١٢٥٠ ـ ٢٠٨٩ ق ـ م)، بادشاهيءَ جو موجد اٽانا اڪا دي (Atanna Akkadiai) (٢٥٠٠ ق ـ م.)

(٨) وچ مشرق : آشوريا ( عراق) ۾ " آشوريا" ديوتا جي پوڄا قديم بابل ۾ سارغون اول جو پٽ " نرم سين" خود خدائي جو دعويدار بنيو. نمرود ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو زمانو (جديد تحقيق مطابق ١٩٩٦ ق ، م / بائيبل مطابق ٢٢٦١ ق، م / اسلامي ذريعا ٢٣٢٣ق، م ) ۽ حضرت لوط عليه السلام جو زمانو. توحيد ۽ اخلاقيات: قوم عاد ۽ ثمود: حضرت هود ۽ حضرت صالح عليهم السلام جو زمانو. سامي تهذيب ۽ اڪاد/ اغاض ( تمورتي: اين ديوتا سندس پٽ اين لگ ۽ ذي اينڪي.)، سمير (عراق) تي اڪاد قبيلي جو قبضو، سنڌ ۾ " جهڪڙ" جو تهذيبي دور مصر ۾ هائڪسوس جو ٻيو دور، بابل جو بنياد: حمورابي سامي سه،

سردار، " مردوڪ " خدا ۽ فتوحات ۽ قانون سازي، سمير ۽ اڪاد، عربستان جابدوي قبيلا ڏکڻ عراق تي قابض ٿيا ۽ ان جو نالو " باب ايلو" رکيو جيڪو ڪثرت استعمال سبب " بابل" بنجي ويو.

آريا تهذيبي آثار: ڪاشي (اتر هندستان) کان بابل ڏکڻ عراق تائين، حضرت يوسف بن يعقوب، مصر جي هائڪسوس فرعون "ايپي پائي" جو وزير اعظم (١٦٨٩ ــ ١٧٠٧ ق - م)

وفات حضرت موسيٰ عليه السلام ١٥٧١ ـــ ١٦٨٠ ق - م تحقيق مطابق حضرت موسيٰ عليه السلام جو دور ١٥٧١ ــ ١٦٩١ ق - م هو.

(٩) " اناطوليا" ( ترڪي)مان هٽي آرين ١٦٠٠ ق - م ۾ حملو ڪري بابل ۾ قتل عام ڪيو. مصر ۾ نئين شهنشاهيت جو دور (٧١٢ ــ ١٥٥٥ ق - م) يونان ۾ " اٿينس" جو تهذيبي مرڪز ۽ شهري حڪومت جو آغاز (١٥٥٦ ق - م) ۽ " اسپارٽا" جي تهذيب ۽ شهري حڪومت جو نظام (١٥١٦ ق - م) اتر اولهه عراق ۾ " آشور" هڪ مهاجر قوم (١٢٠٠ ق - م) آباد ٿي. عـــداد نرالي اول ( ١٢٦٣ ـــ ١٢٩۴ ق - م) اڪادي زبان ۽ سميري رسم الخط ۾ سندس فتوحات جي تاريخ محفوظ آهي. اشوريا شهنشاهيت: يونيچ سمنڊ جي ساحل سان جهاز راني، تجارت ۽ تهذيبي مئاعتا جو دور،١۴٧۴ ق - م ۾ گيلانور جي تهذيب، ١٣٥٨ ــ ١٣٨٨ ق - م: فرعون مصر امين هوتپ چوٿون عرف اخناتون جي ناقص وحدانيت جو دور، قديم مصر ۽ يونان جي تهذيب ۾ آبپاشي جو نظام، تحرير جو فن، سنگتراشي ۽ ڌاتو جي ڪاريگري - بابل ۾ علم رياضيءَ جي ترقي، گهرن جي اثاوت ۾ جاميٽري جو لحاظ، ڪنڊون ۽ ٣٦٠ درجن جو گول، ٣٦٥ ڏينهن جو سال ۽ ٢۴ ڪلاڪن جو ڏينهن رات، سڪا، قانون سازي، ۽ (١٠) سنڌو ماتريءَ ۾ هڙپا - موئن جو دڙو ۽ چانهون دڙو (١٥٥٠ ــ ٢٥٠٠ ق - م) گنگا - جمنا واديءَ ۾ برهمڻ دور (١۴٠٠ ـــ ٢٥٠٠ ق - م) سنڌو ماتريءَ جو تهذيبي دور (١٧٥٠ ــ ٢٣٥٠ ق - م) ڪل يگ: لوهه ۽ ڪل جو استعمال (٢۴۴٩ ق - م.)

يورپ مان يونان جي اپيت ۾، يوناني بولي ڳالهائڻ وارا اٽڪل ٢٠٠٠ ق - م ۾ آيا (Middle Helladic) ،ميسيني (Mycenae) ۽ بورين

(Dorians) جي تهذيب (١١٠٠ ـ ٢٠٠٠ ق ـ م) ميسيني تهذيب ١٦٠٠ ق ـ م ۾ ڪريٽ جي اثر هيٺ اسري، پوءِ ڪريٽ جا شهر تباهه ٿيا (اٽڪل ١۴٠٠ ق ـ م) ميسيني ايجن سمنڊ ۾ وڏي طاقت ٿي ايريا. آريا هٽي بادشاهن جا خط( اٽڪل ١٢٠٠ ـ ١٣۵٠ ق ـ م) انهن ۾، اهياوا جو حوالو ميسيني بادشاهت بابت آهي جن جا تعبيدار ملاوٽا يا مائيلنس ميسيني يونان هئا. سندن دستاويزات جيڪي ١٩۵٢ع ۾ پڙهيا ويا ۽ لينرب (Linearb) رسم الخط ۾ آهن اهو ثابت ڪن ٿا. ٽراءِ شهر جي آتشزني ١٢۵٠ ق ـ م ۾ ميسيني بادشاهه اگاميمنن جي فوجين هٿان ٿي، بعد ۾ "ٽريس" وارن اهو شهر آباد ڪيو. ١٢٠٠ ق ـ م ۾ شيشي جي ايجاد ٿي ميسيني شهر جي بربادي ١١٠٠ ق ـ م ۾ شايد ڊورين هٿان ٿي. اسرائيل رياست جو قيام حضرت دائود عليه السلام ۽ حضرت سليمان عليه السلام جو دور (٩٢٢ ـ ١٠١٢ ق ـ م) يونان ۾ پروٽو جا ميٽرڪ دور ٩٠٠ ـ ١١٠٠ ق ـ م جنهن ۾ جواهرات جي تراشي، پٿر جي عمارت سازي ۽ تحريرن جا ثبوت ضايع ٿي ويا. جديد البانيا جي سرحدن سان" آيولئن" ۽ "آيونئين" يوناني قبيلا آباد هئا جيڪي جاهل هئا ۽ گذران جي لائق زراعت ڪندا هئا، ميسيني طريقن ڪان نفرت ڪندا هئا. ميسيڊونيا جا قبائل ڪجهه قدر ميسيني علائقي يا اپيٽ جي ثقافت سان واسطيدار رهيا، ليڪن ٩٠٠ ق ـ م ۾ الڳ ٿي ويا، جڏهن اتر اولمپس ۾ هيليني آباديون قائم ٿيون تڏهن ميسيڊونيا هڪ وحشي جهنگلي علائقو هو.

٢٠٠٠ ق ـ م ۾ يوناني بولي ڳالهائيندڙ قومون مسلسل يونان جي اپيٽ ۾ آباد هيون ۽ ميسيني اقدار جي زماني ۾ روهڊس (Rhodes) ۽ قبرص (Cyprus) جهڙن ايشيائي علائقن ۾ آباد ڪاري ڪيائون. بابل جي شاهي فوج پهريون دفعو ڌاتو جا ٺهيل جنگي هٿيار استعمال ڪيا، الف ـ بي جي ابتدا ٿي: اڳ پٿر جا جنگي هٿيار استعمال ٿيندا هئا ١٠٠٠ ق ـ م ۾ ٻين قومن شڪلين وارا اکر استعمال ڪيا ٿي، گنگا ـ جمنا واديءَ ۾ هندو آريا تهذيب جي ترقي ۽ سنڌو ماٿري ۾ فروغ جو زمانو: مهاڀارت جي لڙائي پانڊون ڪورون ۽ سري ڪرشن مهراج جو زمانو (٩٠٠ ق ـ م) يوناني بولي ڳالهائيندڙ ايجن سمنڊ جي اڪثر علائقي ۾ آباد ٿيا (۾٧٠٠ ـ ١٠٠٠

ق ـ م) ۽ سمنڊ پار ايشيا جي ساحل ۽ ٻيٽن تي آباد ڪاري ڪيائون متحده اسرائيل رياست حضرت دائود ۽ سليمان عليهم السلام جو دور. يمن جي سبائي تهذيب. ايشيا جي يوناني آبادين ۾ الف ـ بي ايجاد ڪئي وئي جنهن ۾ حروف علت کي حروف صحيح کان الڳ ڪيو ويو هو. يورپ ۾ استعمال ٿيندڙ رسم الخط انهيءَ بنياد تي ٻڌل آهي. اتڪل انهيءَ ساڳي دور ۾ " هومر" يورپي ادب جي ابتدا ڪندي " الياڊ" تحرير ڪيو جنهن ۾ ٽراءِ جي محاصري ۽ اگاميمنن ۽ ايچليس جي مهاڏي جو ذڪر ڪيل آهي. ايچليس کي هيرو جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي.اوڊيسي بعد جي تحرير آهي، جنهن ۾ اوڊيسيئس يوليسس هيرو آهي جيڪو چاڻي ٿو تہ زندگيءَ کي ڪيئن نباهجي. پهرين تحرير جو مرڪزي خيال بي فائده بهادري ۽ برباد جواني آهي، جڏهن تہ ٻوئين تحرير ۾ بردباري ۽ تدبير کي موضوع بنايو ويو آهي. هن بنيادي يوناني شاعري ۽ ادب جو يوناني قوم جي مزاج ۽ ترقي تي ديرپا اثر مرتب ٿيو. ٻڌمت ۽ ساهت جو مرڪز ٽئڪسيلا ( سنڌو ماٿري) ـ (٧٠٠ ق ـ م) يوناني هيلينڪ دور ( ٦٥٠ ق ، م) فلاسافر ٿيلس ڌرتي کي گول قرار ڏنو.

آبادڪاري: ٿريس ۽ ميسيڊونيا / مقدونيہ جي ساحل کان علاوه ايجن سمنڊ کان ٻاهر يوناني بيٺڪون قائم ڪيون ويون. تجارت کي ترقي ڏني وئي تاهم بنيادي معيشيت زراعت هئي ۽ هيسائڊ کان افلاطون تائين يونانين جو اقتصادي نظريو اهو رهيو تہ زمين ڌن دولت جو ڪُنڊو آهي (Land is the staple of wealth) تنهن ڪري وڌندڙ آبادي کي يونان کان ٻاهر آباد ڪرڻ ۽ وڌيڪ زمين حاصل ڪرڻ جي ڌُن ۾ يوناني ٻين علائقن کي فتح ڪرڻ ۾ مشغول رهيا.

اتر ايجن، بحر اسود، اتر اٽلي ۽ مشرقي سسلي تي قابض ٿيڻ بعد، يونچ سمنڊ جي ڪليل علائقي ۾ فونيشيا جا فونيقي يونانين جا مد مقابل رهيا. ٻوئين ائين صدي قبل مسيح ۾ يوناني قوم ۾ خانہ جنگي جاري ٿي. ستين صدي ق ـ م ۾ اتر کان هڪ نئين عسڪري تحريڪ ابري: استيپيز يعني ايشيا ۽ يورپ جي ڏکڻ اوپر واري ميداني علائقي، مان ڪوسڪ (Cossack) قومون اولهہ ايشيا تي چانئجي ويون ۽ اڪثر يوناني بيٺڪون

سندن حڪمرانيءَ هيٺ اچي ويون، تاهم يوناني قوم جو مشرق سان واسطو قائم رهيو.

اولهہ ايشيا جو نقشو بدلجي ويو. دنيا هڪ مهم جوئي جو ميدان بنجي وئي. انسان جي اخلاقي، سياسي ۽ سماجي قدرن ۾ انقلاب آيو. زمينداري ۽ جاگيرداري جو غلبو گهٽيو، تاهم " اسپارٽا" انهي انقلاب کان آجي رهي. اسپارٽا وارن ميسينيا فتح ڪري شهرين کي غلام بنايو ۽ قديم جاگيرداري کي باضابطہ رائج ڪيو. اسپارٽا وارا سڪن جي استعمال جي سخت خلاف هئا، جيڪي "لديا" (Lydia) وارن ستين صدي قبل مسيح ۾ ڪنهن وقت ايجاد ڪيا هئا. گائيگيس يونانين جي ايشيائي علائقي اندر "لديا" جي نئين حڪومت قائم ڪئي هئي. انان اڳتي اوپر طرف اسيريا، اناطوليہ جي مکيہ طاقت فريگيا وانگر، لڏي وئي هئي، تاهم ٦٨٠ ق - م ڌاري، اسيريا وارن فنيقين جي طاقت کي ختم ڪري ڇڏيو. آخر ٧١٢ ق - م ڌاري خود بہ ڪوسڪ جي ڪاهن جو شڪار ٿي ويا، جهڙي طرح بابل ۽ ميڊيا وارا انهي دور ۾ مات ٿيا هئا. گائيگس جي سربراهيءَ ۾ يونانين کي ڪليل ميدان ملي ويو. هن وڏي مصر تي قبضو ڪيو ۽ صدي جي اختتام کان اڳي الهندي نيل ڊيلٽا ۾ ناڪريٽس (Naucratis) جي ڪالوني قائم ڪيائون، ٦٤٠ ق - م ڌاري يوناني ائٽلانٽڪ سمنڊ تائين پهچي ويا. ٦٠٠ ق - م ڌاري مارسيلس هڪ يوناني ڪالوني هئي. جمهوريت ۽ تاريخ جو ابتدائي دور هو - پٿاغورس رياضي جا ابتدائي اصول وضع ڪيا. پرشيا (ايران) ۽ ڪارٿيج، اٿينس، اسپارٽا ( يونان) ۽ لديا ۾ بادشاهي دور هو. لديا جي بادشاهيت پنج پيڙهيون هلي ، ايراني آريا شهنشاهيت ۾ ضم ٿي وئي. فاتح سائرس اعظم ٥٢٩ ق - م ۾ گذاري ويو. سندس جانشين فرزند ڪئمبيسس فنيقي بحري فوج کي نئين سر منظم ڪري سن ٥٢٥ ق - م ۾ مصر فتح ڪئي. ڪئمبيسس جي جانشين دارا اول يونانين کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تاهم ٤٩٩ ق - م ۾ بغاوت ٿي، جيڪا ڪچلي وئي ۽ يورپ ۾ ايراني شهنشاهيت جا پير مضبوط ٿيا. ٿريسيا جي ساحل سان اها هڪ مضبوط بحري طاقت بنجي ايري. ٤٨٠ ق - م ۾ ڪارٿيج ۽ پرشيا گڏجي يونان تي حملو ڪيو. اٿينس ۽ اسپارٽا جمهوري نظام

حڪومت تي اختلاف سبب اڳئي هڪ ٻئي جا مخالف هئا. ليڪن ايراني خطره کين متحد ڪيو ۽ مٿراڻان جي ميدان تي سرخرو ٿيا. دارا اول جي موت ۴٨٦ ق - م بعد سندس جانشين فرزند زرڪس ۴٨٠ ق - م ۾ وڏي پيماني تي ٻيهر اٿينس ( يونان) تي چڙهائي ڪئي، جنهن جو احوال هيروڊوٽس جي تاريخ ۾ درج آهي ۽ اتان يورپ ۾ تاريخ جو دور شروع ٿيو.

## تاريخ کان پوءِ جي دور ۾ آيل انقلاب:

٣٣٠ع ۾ مشرقي بظنطيني رومن شهنشاهيت جو تختگاهه قسطنطنيه ( ترڪي) ۾ قائم ڪيو ويو. ٥٦٥ - ٥٢٧ع فتوحات جو دور هو. سن ٧١ - ٥٧٠ع ۾ دنيا جي عظيم ترين شخصيت، حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليه وسلم مڪ ( عربستان) ۾ پيدا ٿيا. چاليهه سالن جي عمر ۾ سن ٦١٠ ع کان سندن پيغمبري ۽ " اسلام" جي اجراءَ جو دور شروع ٿيو، جيڪو سندن وفات سن ٦٣٢ع بعد پڻ زورشور سان جاري رهيو. ٧٣٢ع تائين، هڪ سؤ سالن جي عرصي اندر، رومي قيصر ۽ ايراني ڪسريٰ محض تاريخ جو هڪ حصو وڃي رهيا، ۽ اسلامي فوجون ايشيا ۽ افريقه جي ساحل ۽ يورپ جي اهم علائقن تي قابض ٿي ويون. ايران مڪمل طور تي اسلامي حڪومت هيٺ آيو ۽ سنڌو ماٿري سن ١٢ - ٧١١ع ۾ اسلام لاءِ بر صغير جو دروازو کوليو.

بظنطيني رومي شهنشاهيت پوءِ به قائم رهي ۽ ترقي ڪندي رهي. ٨٦٣ع ۾ سلاو قبيلن مسيحيت اختيار ڪئي ۽ ١٠٢٥ - ٩٧٥ ع تائين بظنطيني شهنشاهيت ثقافتي عروج کي پهتي. ١٠٥۴ع ۾ مغربي ۽ مشرقي مسيحيت جا اختلافات وڏي علحدگيءَ جي حد کي پهتا ۽ بظنطيني عيسائين، روم جي پوپ کي پنهنجو پيشوا مڃڻ کان نابري واري. مسيحي چرچ ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي وئي: مغرب ۾ رومن ڪئٿولڪ چرچ ، يورپ جي سربراهيءَ ۾ قائم رهي ۽ مشرق ۾ مشرقي ( يوناني) آرٿوڊاڪس چرچ جو الڳ روحاني پيشوا قسطنطنيه جو پادري، تسليم ڪيو ويو. ١٢٦١ - ١٢٠۴ع دوران صليبين قسطنطنيه تي قبضو ڪري، مشرقي لاطيني شهنشاهيت قائم ڪئي، جيڪا ١۴٥٣ع ۾ ترڪي جي عثماني خليفه فتح

# باب چوٿون

١: " احوال الانبياء" - ايضا - ، ج ١، ص ١١.
٢: - ايضا - .
٣: - ايضا - ، ص ص ١١ - ١٠
۴: - ايضا - ، ص ١١
۵: " قصص القرآن" - ايضا - ، ص ٩٠ ۽ ص ١٠٠.
٦: - ايضا -، ص ٩٠.
٧: - ايضا - ، ص ٩٢.
٨: - ايضا - ، ص ٩۴. متبادل وطن " بابل" چاڻايو تو وڃي.
٩: - ايضا - ، ص ۴١.
١٠: " احوال الانبياء" ، ص ٨.
١١: - ايضا - ، ص ٩.
١٢: - ايضا - ، ص ١۴.
١٣: بائيبل مقدس، پيدائش جو باب ٧، آيت ٦.
١۴: " احوال الانبياء"، - ايضا - ج١، ص ١٦.
١۵: - ايضا - ص ٢٠.
١٦: - ايضا - ، ص ١٧.
١٧: - ايضا - ، ص ١٩.
١٨: - ايضا - ، ص ٢١.
١٩: - ايضا -.
٢٠: - ايضا - ص ٢٢: احقاف ، يا احفاق.
٢١: - ايضا - ص ص ٢٢ - ٢١.
٢٢: " برتانيڪا" ، - ايضا - ج ١٦، ص ۵۴٧.
٢٣: " بائيبل مقدس"، پيدائش جو باب ۵، آيت ٢٩.
٢۴: - ايضا - ، باب ٩، آيت ۴.

۲۵: برتانیکا، - ایضا - ج ۷، ص ۷۰۰.

۲٦: " احوال الانبیاء" ، ایضا - ج۲، ص ۳۹.

۲۷: - ایضا - ، ص ۴۴.

۲۸: لیونرډ کاټریل، " دلاسټ فاروز" ، پئن بکس لمیټیډ لندن، ییو چاپو ۱۹٦۰ع. ص ۱۱.

# باب
# پنجون

## تاريخ، مذهب ۽ تهذيب جو ارتقائي عمل

# فهرست مضامين

# باب پنجون

## تاريخ، مذهب ۽ تهذيب جو ارتقائي عمل

هن فاني دنيا ۾ تاريخ جو علم انهن انسانن لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو، جيڪي پنهنجي وجود جي نوعيت ۽ ترقيءَ تي هڪ محدود عرصي اندر پنهنجي زندگيءَ ۽ گذري ويل انسانن جي زندگي جي وچ ۾ واسطي ۽ فرق معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. انسان جي تاريخ، عملي ڪاروائين کان علاوه انسان جي ذهن جو عڪس آهي جيڪو ارتقائي مرحلا ڏيکاري ٿو. انسان، جسماني طور تي نه بلڪ ذهني ۽ جذباتي طور تي ارتقا ڪيو آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي. تاريخ جو عڪس مادي دنيا جي طبعي ۽ سرزميني حقيقتن کان علاوه، انهن شخصيتن ۽ سندن نظرين، تحريڪن، تعليمات ۽ حاصلات، تي پڻ پوي ٿو، جيڪي علم طبعيات کان ٻاهر، مابعد طبعيات جي ٻاڙي ۾ نظر اچن ٿا. زماني حال ۾ انسان جي ذهن ۽ تاريخ جو عڪس ماضيءَ تي پوي ٿو ۽ مستقبل ۾ اهو عڪس اسانجي حال تي پوندو. مستقبل جو منظر نگار ا سانجي تاريخ کي سائنس جي بنيادن تي پرکڻ جي ڪوشش ڪندو، ليڪن اسانجي ذهن ۽ احساس جو مڪمل احاطو ڪري نه سگهندو. ساڳي ريت اسان کي به معلوم هجڻ گهرجي ته ماضيءَ جي انسانن، سندن مذهبن، تهذيبن، فڪرن ۽ تاريخ جو اسين مڪمل احوال پيش ڪري نه ٿا سگهون: جمهوري انداز فڪر مطابق تاريخ لکڻ وارو سمجهي ٿو ته فرد واحد جو عمل ۽ برتاءُ تاريخ جو ابتدائي نقطو آهي، ليڪن هڪ سوشلشٽ ــ ڪميونسٽ تاريخ نويس مطابق فرد جو انفرادي عمل ۽برتاءُ سندس معاشري ۽ طبقي جي مجموعي عمل ۽ باهمي مفاد تي منحصر آهي. ڇا ڪو ائين چئي سگهي ٿو ته هڪ انسان جي اندر جي دنيا ۽ ٻاهرين دنيا هڪ آهن؟ ٻاهرين دنيا جي اڳيان هر فرد حالات مطابق عمل ۽ برتاءُ ڪري ٿو، ليڪن اندر ۾ هميشه اها آس رکي ٿو ته ڪڏهن ڪيس موقعو ملندو ته هو

ٻاهرين دنيا جي نامناسب ۽ تڪليف ڏيندڙ حالتن کي بدلائي ڇڏيندو. حڪيم عمر خيام جي هيءَ رباعي انهيءَ اندر جي آواز جي ترجماني ڪري ٿي:

”گر بر فلڪم دست بدي چون يزدان،
برداشتمي من اين فلڪ رازميان،
وزنو فلڪي دگر چنان ساختمي،
ڪازاده بڪام دل رسيدي آسان“.[۱]

انهيءَ رباعي جو سادو سنڌي منظوم ترجمو هن طرح ٿيندو: ـ

خدا مثل گرچرخ تي وس رکان ها،
وچان ان کي ڦاڙي مٽائي ڇڏيان ها،
ٻيو چرخ اهڙو بنائي ڇڏيان ها،
اهو جنهن جي دل سان تمنا ڪيان ها“.

انسان جي دلي تمنا هر دور ۾ تاريخ جو رخ موڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ڪڏهن ڪاميابيءَ سان ۽ اڪثر ناڪامي، ذلت ۽ رسوائيءَ سان. تاريخ محض قدمن جا نشان ڏيکاري ٿي، دلي تمنائن ۽ ارادن جي خبر خدا کي آهي. قديم پٿر جي دور کان انسان جي تاريخ حجري آثارن جي صورت ۾ شروع ٿئي ٿي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته انهيءَ دور جو انسان نما ساهوارو پنهنجي خوراڪ پاڻ پيدا نہ ڪندو هو، ليڪن هٿ ڪندو هو: جانورن ۽ پکين جو شڪار، مڇي مارڻ ۽ جهنگلي ميوا گڏ ڪرڻ تي سندس گذر سفر ٿيندو هو. انهيءَ ڪرت ڪندي هن اوزار ٺاهڻ جو فن سکيو ۽ اها پهرين انساني طرز جي تهذيب هئي، جنهن کي ”موسترين تهذيب“ سڏجي ٿو. ايشيا کنڊ ۾ انهي اوائلي انساني تهذيب جا آثار مکيہ ٻن علائقن ۾ نظر آيا آهن: (۱) مشرق قريب، روسي ترڪستان، وچ سائبيريا ۽ هندستان ۽ (۲) پاڪستان (سنڌو ماٿري) برما، جاوا، مليشيا، ٿائيلينڊ ۽ چين. (برٽانيڪا ج ۲ ص ۲۳۰) افريقا ۽ يورپ کنڊن ۾ انهن کان بہ اڳاٽا آثار قديمه موجود آهن. انسان جي هر فني ۽ تهذيبي پيشقدمي سندس ذهن ۽ ضرورت جي پيداوار آهي. ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي ۽ ذهن انهيءَ ضرورت جي پورائي جو پيءُ آهي: انسان جو ذهن پهريائين مذهب طرف راغب ٿيو ۽ پوءِ مذهب

ذريعي زندگيءَ جي ضـــرورتن جو پورائو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. زندگيءَ جون ضرورتون انگ پيٽ ۽ اجهي ڪان اول حفاظت ۽ حمايت جي تلاش سان شروع ٿيون ۽ انتها ۾ پاڻ کي سڃاڻڻ ۽ پنهنجي پالينڙ جي شناخت ڪرڻ تائين وڌي ويون.

## مذهبي ارتقا:

" آريا" قوم جي قديم مذهبي ڪتاب " رگ ويد" ۾ هي فڪر پيش ڪيل آهي.

" اسانجو ابو، پيدا ڪندڙ، جوڙيندڙ ڪير آهي؟ ڪير آهي، جيڪو هر جاءِ ۽ هر شيءِ کان واقف آهي؟ فقط ڪنهن کان ديوتائن کي سندن نالا مليا؟ انهيءَ هڪ خدا جي در تي سڀ سوالي آهن!" ٢

اهو هڪ ترقي يافته فڪر آهي. قديم زماني جو غير آبادگار ۽ غير مهذب انسان انهيءَ فڪر کان وانجهيل هو. هو اڪيلو هو ۽ هن کي هر خطري ۽ خدشي کي پاڻ منهن ڏيڻو پوندو هو. مدد لاءِ هن ڪنهن اهڙي طاقت جو سهارو ڳوليو ٿي جيڪا کانئس وڌيڪ طاقتور هجي. خوف، امداد، آسري ۽ خيال، هڪ غيبي ڀرم ۽ وسوسي کي جنم ڏنو. تنهائيءَ مان نڪري انسانن گروهي زندگيءَ جو طريقو اختيار ڪيو تڏهن ذاتي مذهب اجتماعي مذهب ۾ تبديل ٿيو ۽ وڌيڪ ڏاهن ماڻهن انهي اجتماعي مذهب کي اڳتي وڌايو.

اجتماعي مذهب جو آغاز وحدانيت سان ٿيو، جيئن رگ ويد جي منتر جاٽايل بيت مان ظاهر آهي، ليڪن آرين جي فطرت پرستي، فطرت جي هر طاقت جو هڪ الڳ ديوتا يا خدا تلاش ڪيو:

" هو سڏن ٿا: اندرا، مترا، ورنا ۽ اگني
هو قديم گـرو هڪ تمت پڪي آهي،
جيڪو هڪ آهي جنهن کي شاعر ڪيئي نالا ڏين ٿا:
هو سڏن ٿا: اگني، يم، ماترشون" ٣.

فطرت پرستي ارتقا ڪري ستاره پرستيءَ کي پهتي ۽ مختلف ستارن جي بتن سان بت پرستيءَ جي شروعات ٿي. تاهم وحدانيت جي بنيادي سوچ رکندڙ اعليٰ ذهن انسانن واحد خدا جي تلاش شروع ڪئي: حضرت ابراهيم عليه السلام جي انهي تلاش جو ذڪر قرآن شريف جي سورة ”الانعام“ ۾ ڪيو ويو آهي: ”...... پوءِ جڏهن هن تي رات جي اونداهي اچي وئي، تڏهن هن هڪڙو تارو ڏٺو. هن چيو ته هي منهنجو پروردگار آهي. پر جڏهن اهو تارو لهي ويو، تڏهن چيائين ته نه مان انهن کي پسند نه ٿو ڪريان جيڪي گم ٿي وڃن ٿا. پوءِ جڏهن چنڊ چمڪيو تڏهن ابراهيم چيو ته هي منهنجو رب آهي پر جڏهن اهو به لهي ويو، تڏهن چيائين ته جيڪڏهن منهنجي پروردگار مون کي (درست) واٽ نه ڏيکاري هجي ها ته مان ضرور انهي قوم منجهان ٿيان ها جيڪي سڌي واٽ پلجي پري نڪري ويا آهن. پوءِ جڏهن سج ايرندو ڏٺائين، تڏهن چيائين ته هي منهنجو رب آهي (چاڪاڻ ته) هي سيني کان وڏو آهي. پر جڏهن اهو به غروب ٿي ويو، تڏهن چيائين ته اي منهنجي قوم! توهان جن کي خدا سان شريڪ بنايو آهي، تن کان مان بيزار آهيان. مون هر طرف کان منهن موڙي فقط انهيءَ هستيءَ ڏانهن پنهنجو رخ ڪيو آهي جو آسمان ۽ زمين جو بنائيندڙ آهي ۽ مان انهن مان نه آهيان جيڪي ساڻس (ڪنهن ٻئي کي) شريڪ بنائن ٿا ۽ سندس قوم ساڻس بحث ڪيو. هن چيو ته ڇا توهان مون سان الله (واحد خدا) جي باري ۾ بحث ڪريو ٿا؟ هن پاڻ مون کي حق جي راهه ڏيکاري آهي. جن کي توهان الله جو شريڪ بنايو ٿا، تن کان مان هرگز نه ٿو ڊڄان. مان ڄاڻان ٿو ته جيستائين منهنجو رب مون کي نقصان پهچائڻ نه ٿو چاهي، تيستائين مون کي ڪوبه نقصان پهچائي نه ٿو سگهي. منهنجي رب کي هر شيءِ جي ڄاڻ آهي. پوءِ ڇا توهان نصيحت نه ٿا پرايو!“ (سورة الانعام، آيات ٨١ ــ ٧٧)

حضرت ابراهيم عليه السلام جي قوم صابي (ستاره پرست) هئي ۽ اهو انهيءَ دور ۾ مشرق وسطيٰ جو عام مذهب هو. مصر ۾ فرعونيت هئي، جنهن موجب مصر جو فرعون خود خدائي جو دعويدار هو. سنڌ ۾ پيدائش جو ديوتا ”شو“ هڪ واحد خدا هو، هندي ۽ ايراني آريا فطرت پرست هئا. سنڌ ۾ الڳ الڳ قدرتي نظارن جا ديوتا ۽ سندن مشروب سوم رس ۽ پينت

( قرباني) آريا مذهب جو محور هئا. بعد ۾ جڏهن سنڌو ماتريءَ ۾ داخل ٿيا، تڏهن ٻن فرقن ۾ ورهائجي ويا. هڪ فرقي سوم رس ۽ پينٽ ۽ بت پرستي کي قائم رکيو ۽ هندستان طرف وڌي اتي هندو ڌرم جو بنياد وڌو. ٻئي فرقي انهن رسمن ۽ عقيدن کي ترڪ ڪيو ۽ مغربي ايشيا ۾ ايران طرف وڌي ويا ۽ اتي آتش پرستي ۽ زرتشتي عقائد کي فروغ ڏنو.

هر مذهب جي ابتدا مشرق کان ٿي آهي ۽ انهيءَ مذهبي اجراء ۽ واڌ جا ٻه خاص سلسلا رهندا آيا آهن: آريا ۽ عبراني مذهب بنيادي طور تي مختلف آهن: هندو آريا بت پرست آهن ۽ ڪثير ديوتائن ۽ ديوين جا پرستار آهن. عبراني مذهب وحدانيت جو علمبردار آهي. بت ۽ ڪثرت پرستي ۾ ديوتائون نر ۽ مادي ٿين ٿا، ليڪن عبراني عقيدي مطابق الله جيڪو اڪيلو عبادت جي لائق آهي، سو جنس جي تفريق کان پاڪ ۽ مٿاهون آهي. جنس، يعني نر ۽ مادي، سندس تخليق ۾ شامل آهي، جيئن حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا، نر ۽ ماد جي جوڙي، بني آدم جي تخليق لاءِ پيدا ڪئي وئي. عبراني مذهب جي منطقي تڪميل "اسلام" جي دين ۾ ملي ٿي ۽ اها تڪميل ڪيترن ارتقائي مرحلن مان گذري آهي.

"آدم" ۽ "حوا" عبراني ٻوليءَ جا لفظ آهن، جن جي نسبت "ڌرتي" ۽ "زندگي" سان آهي. آدم مٽيءَ مان پيدا ٿيو. اهو بنيادي نظريو قديم مصر، ميسوپوٽيمي يا بابل جي قديم تهذيبي آثارن ۾ نمايان آهي. مصر جي آثار قديمه ۾، فرعون "خنم" (Khnum) کي ڪنير جي چڪ تي انسان جو جسم ناهيندي ڏيکاريو ويو آهي. ميسوپوٽيميا جي آثارن ۾ انهي ڪنير جي چڪ تي ناهيل انسان جي جسم تي مقتول خدا جو رت هاري ان کي زنده ٿيندو ڏيکاريو ويو آهي[۴]. جيڪو هندو آريائي عقيدي سان مطابقت رکي ٿو. عبراني عقائد مطابق مٽي جي بوتي ۾ الله جي روح داخل ٿيڻ سان هڪ زنده انسان وجود ۾ آيو، جنهن کي آدم چئجي ٿو.

اسلام، جيڪو عبراني عقيدن جي فطري تڪميل آهي، خدا جي روح سان زنده ٿيندڙ مٽي جي بوتي کي "اشرف المخلوقات" جي لقب سان ظاهر ڪيو ۽ سندس بابت بنيادي فطري خرابيءَ جي بائيبلي عقيدي کي رد ڪ آهي. پروفيسر هٽيءَ جي لفظن ۾ اسلام پنهنجي اصلي صورت ۾ سام

مذهب جي منطقي تڪميل آهي. بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف مطابق، حضرت آدم عليه السلام کي عدن جي باغ ( بهشت) ۾ رهايو ويو ۽ اتي کيس زندگيءَ جون سڀ نعمتون عطا ڪيون ويون. تاهم هڪ وڻ جي ميوي کائڻ کان سخت منع ڪئي وئي ( پيدائش جو باب ٢، ( ١٧، ١٦، ١۴، ٨ ) قرآن شريف ۾ ڄاڻايل آهي ته " اسان آدم کي چيو ته تون ۽ تنهنجي زال بهشت ۾ رهو ۽ جيڪي وڻيو سو ڏؤ ڪري کائو، ليڪن هن وڻ جي ويجهو نه وڃجو نه ته اوهان حد اورانگهي ويندؤ ( سورة بقره آيات ٣۵، ٣٦).

مشرق قريب جي مذهبي روايتن ۾ انهيءَ منع ڪيل وڻ ( شجره ممنوعه) جو ڪوبه مثال نه ٿو ملي. ليڪن وچ مشرق ۾ ميسو پوٽيميا (عراق) جي ادبي ۽ فني مواد ۾ " حياتي جو وڻ" عام نظر اچي ٿو: عبادتگاهه سان لڳ هڪ وڻ آهي، جنهن تي هڪ جن پهرو ڏئي رهيو آهي، وڻ جي ٽاري سنگهڻ سان زندگي ملي وڃي ٿي. انهيءَ جو مطلب هو ته انسان ابدي زندگي ماڻي سگهي ٿو، ليڪن جن ( شيطان) انهيءَ ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو.

عبراني ۽ اسلامي مذهب مطابق منع ڪيل وڻ جي ميوي کائڻ لاءِ برغلائڻ وارو هڪ نانگ هو. شيطان جيڪو جنن جي نسل مان هو، پنهنجي شڪل مٽائي نانگ جي روپ ۾ بيبي حوا جي آڏو آيو. مشرق قريب جي بت پرستيءَ ۾ نانگ هڪ ديوتا آهي. قديم مذهبي روايتن ۾، مجموعي طور تي، ان کي زندگي جو ديوتا يا زندگيءَ جي علامت سمجهيو ويو. آثار قديمه جي فنون لطيفه ۾ پيدائش جي اگهاڙي ديويءَ کي، مردانه مخصوص عضوي جي شڪل ۾ ناهيل هڪ نانگ سان گڏ ڏيکاريو ويو آهي، جنهن مان اها مراد ورتي وڃي ٿي ته اها جنسيات يا شهوت جي علامت آهي. وچ مشرق جي روايتن مان اهو معلوم نه ٿو ٿئي ته منع ڪيل وڻ جي ميوي کائڻ سان جنسي خواهش پيدا ٿي، بلڪ اهي ڄاڻائن ٿيون ته اخلاقيات جي خلاف ورزيءَ سبب حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا کي بهشت مان نيڪالي ملي، ڇاڪاڻ ته اهي هڪ ٻئي جي اڳيان اگهاڙا ٿيا.

## جنس، فطرت ۽ ڪثرت پرستي

موئن جي دڙي ما لڌل آثار ڏيکارين ٿا تہ قديم مصرين، عربن، عراقين سنڌين جي مذهب ۾ هڪ جهڙائي هئي، تاهم سنڌو ماٿري جي مذهب جون ڪي خاص علامتون بنيادي نوعيت جون هيون، جيڪي ٻين تهذيبي مرڪزن ۾ نقل ڪيون ويون: اهي پنج مکيہ پرستش جون علامتون هن ريت ملن ٿيون:

(١) پيدائش جي ديوي " يوني" ( درگا پنٿ) ۽ " نانگ ـ ديوتا"

(٢) پيدائش جو ديوتا، ( شوپنٿ)

(٣) " وڻ" ( پپر) ۽ ان جو بت

(۴) " ڍڳو" ( ڏاند) ( قديم هڪ سڱو، وشنو پڳوان، ايڪ شرنگ شو پڳوان جي سواري ٿوهي وارو ڍڳو.

(۵) پاڻي ( درياه پنٿ): موئن جي دڙي مان کوٽيل هر گهر ۾ هڪ کوهہ ۽ وهنجڻ جي جاءِ نـهيل ملي آهي ۽ وهنجڻ جو هڪ عام وڏو تلاءُ ظاهر ٿيو آهي. هي آثار ڏيکارن ٿا تہ قديم سنڌي مذهب ۾ بدن جي صفائي ( وضو ۽ غسل) هڪ خاص عنصر هو.

## پيدائش جي ديوي:

قديم دنيا ۾ " پيدائش جي ديويءَ" جو تصور عام هو. سنڌو ماٿري جي قديم آثارن ۾ " ماتاديويءَ" جي پوڄا جا لاڳيتا ثبوت ملندا اچن ٿا، جن ۾ هڙپا ـ موئن جي دڙي جي اوج واري دور ( ١۵٠٠ ـ ٢۵٠٠ ق.م) ۾ سڌارو آيل ڏسجي ٿو. هڪ هنڌ هڪ اگهاڙي عورت ، جيڪا چوٽي ۽ تاج تي سنگن مان ديوي لڳي ٿي، پپر جي ٻن ٽارين جي وچ ۾ بيٺل آهي. سندس اڳيان هڪ مرد گوڏا کوڙي هٿ مٿي ڪٽي رهيو آهي ۽ هينان ست داسيون هڪ قطار ۾ وڃي رهيون آهن. " يونان" ۾ ائڪرو پولس جي خزاني مان لڌل سوني منڊي جي تڪ تي ساڳي ديوي ميوي سان ٽمٽار هڪ وڻ جي هينان ويٺي آهي ۽ ٻہ داسيون سندس طرف وڌي رهيون آهن: ايجن

جي روايت موجب اهي ہہ ارھہ اگھاڙيون داسيون، " پيدائش جي ديويءَ" کان اولاد جي دعا گھري رهيون آهن. " عراق" جي سميري تهذيب مطابق اتي مليل مخروطي مهرن تي اکريل اهڙيون داسيون، " پيدائش جي ديويءَ کان زمين جي پلي پيداوار لاءِ دعا گھرن ٿيون، چاڪاڻ تہ " ديوي" جي اڳيان هڪ " ديوتا" هر جهليو بيٺو آهي ۽ سندس پٺيان ہہ پيا " ديوتائون" اناج جي سنگن جي صورت ۾ ڪجھہ شيون هٿن ۾ کنيو پيا اچن ۽ اهي سنگ هڪ تعبيدار وچونءَ جي مٿان رکيل آهن.[٦] " هڙپا" جي نوادراتن مان انهن سنگن جي شڪل ۾ نکر جون نهيل شيون ملن ٿيون. " موئن جي دڙي" مان لڌل پٿر جي مهرن تي اکريل " يوني" ۽ اهڙي شڪل ( زناني عضوي) جون ناهيل پٿر جون تنديون وڏيون " يونيون" چا پيدائش جي ديويءَ جي شبيهہ هيون؟ انهيءَ بابت هڪ محقق بي ڪي اگروال لکي ٿو تہ سنڌو ماترِيءَ ۾ " يوني - پوڄا" هڙپا — موئن جي دڙي واري دور کان اڳي جاري هئي: انهيءَ دور کان گھٽو پوءِ جي آثارن ۾ پھرين کان ٽين صدي ق - م جون گول چلي واريون پٿر جون نهيل اگھاڙيون يونيون ماتا — ديويءَ طور پوڄيون وينديون هيون.[٧] سرجان مارشل ڄاڻائي ٿو تہ "ٽئڪسيلا" مان لڌل "يوني" جي ٽين — چوٿين صدي عيسوي جي " گندارا" تهذيبي آثارن مان "بتڪارا" (سوات وادي) ۾ هڪ نقشي خاڪو ڏيکاري ٿو تہ هڪ عورت کي پٿر جي اکريل منڊي پيش ڪئي پئي وڃي. جيڪا "يوني" جي شبيهہ آهي.[٨]

" موئن جي دڙي" ۾ " ماتا ديوي" ( پيدائش جي ديوي) کان فصل ۽ اولاد ٻنهي جي پيدائش ۾ آساني ۽ آسماني آفتن کان پناهہ ۾ رکڻ جي دعا گھري ٿي وئي جيئن اتي کوٽائيءَ مان هڪ ويڪرو ٿلهو نروار ٿيو آهي، جيڪو پنجن ڏاڪن جي پِرائيءَ سان ٥٧ X ٤٣ فوٽ ويڪرو نهيل آهي. ٿلهي تي " ماتا ديوي" تخت مٿان وهاري پوڄي ويندي هئي: ماهرن جي راءِ آهي تہ پنج ڏاڪا ڪٽڪ پڇڻ جي منڊ جا پنج مهينا آهن، جيڪي فصل جي درست واڌ جي صورت ۾ ڪٽڪ جي تيلي جي قد مطابق ناهيا ويا آهن. انهن تي ويهي فصل جي واهپ ڪئي ويندي هئي. ايوان نمبر ٧ ۾ " ماتا ديوي" کي يونيءَ تي ويٺل ڏيکاريو ويو آهي ۽ خيال ڪيو وڃي ٿو تہ انهيءَ هنڌ تي

فصلن ۽ پيدائش جا باقاعده ميلا لڳاياويندا هئا: پيو ڪوتيل ايوان (هال نمبر ٥۴) جيڪو قدري ننديو آهي، اتي لڳي ٿو ته وڏيڪ پرده پوشيءَ جا ڪم ڪيا ويندا هئا، جن جو به پيدائش جي ديويءَ سان تعلق هو: هتي " پيدائش جني ديوي " هڪ " دائي" جي ذريعي ٻار ڄڻائڻ ۾ مدد ڪندي هئي: هتان جيڪا پٿر جي وڏي " يوني" ملي آهي انهيءَ جي خال ۾ چوڏاري نو قطارون ٺهيل آهن، جيڪي ٻار ڄڻڻ کان ويم تائين نون مهينن جو عرصو ڏيکارن ٿيون. پيٽ واري عورت حمل جي مهيني مطابق قطار ۾ ويهي پاڻ تي " ماتا ديوي" جو منتر پڙهائيندي هئي ۽ آخر نائين قطار ۾پهچڻ بعد دائي منتر پڙهي ٻار ڄڻائيندي هئي. مسٽر جيمس جي تحقيق مطابق پٽائي اولاد ٿيڻ لاءِ زالون پير جي ڪاٺ جا تعويذ پائيندیون هيون. ( اي - او جيمس ، " د ٽري آف لائيف" ليڊن ١٩٦٦ ع ص ٢۴).

اغاض (Akkad) جي آثارن ۾ " پيدائش جي ديوي" هڪ مهر تي اڪريل آهي ( جنهن جي پليٽ " مسٽر ڪولن" پنهنجي " ڪئٽالاگ" ۾ ڏني آهي). اها " ديوي" ڪي سنگ هٿن ۾ جهلي تخت تي ويٺي آهي. سوالين جو وفد هڪ " ديوتا" جي سربراهي ۾ اڳتي وڌي رهيو آهي. ديوتا جي هٿ ۾ هر آهي. " ديوي" ڪي ايڏي اتاهين تخت تي ويهاريو ويو آهي، جو سندس ٽنگون هيٺ لڙڪي رهيون آهن ۽ ڏسجي ٿو ته " ديوي" تخت تي رکيل " يوني" جي مٿان ويٺي آهي. " موئن جي دڙي" ۾ به ڏسجي ٿو ته " ديوي" تخت تي رکيل " يوني" جي مٿان ويٺي آهي جيئن " موئن جي دڙي" ايوان نمبر ٧٠ اندر ڏنو ويو آهي. ( ڪولن. ڪئٽالاگ آف ويسٽ ايشيٽڪ سيلس ان د برٽش ميوزم، ١٩٨٢، ص ٨٣، پليٽ نمبر ٢٠٩)٩

يوناني ادب ۾ تاريخ جو ابو — " هيرودوتس" لکي ٿو ته "زگرٽ (جبل) جي چوٽيءَ تي هڪ خوشيءَ جو گهر هو. جتي بادشاهه جي روپ ۾ " خدا" هڪ ديويءَ سان پيار وندي رهيو هو ۽ اهڙي طرح شهر جي پيداوار وڌائي رهيو هو. "( سمٿ، " ابابيلين فرٽلٽي ڪلٽ" جرنل آف د رايل ايشيٽڪ سوسائٽي ١٩٢٨ع ص ٨۴٩، فٽ نوٽ).[١٠]

"موئن جي دڙي" جي " پيدائش جي ديوي" ديريا ثابت ٿي. سندو ماٿري جي تهذيب جي خاتمي کان هڪ هزار سال پوءِ ، اها " وڻ جي روح"

**جي حيثيت ۾ " ٻڌترم" جي " يڪشي ديوي" ٿي، نمودار ٿي، جيڪا همعصر يوناني ديوي " ڊرياڊ" (Dryad) جي همسر هئي. انهن هڪ هزار سالن اندر " پيدائش جي ديويءَ" سان گڏ هڪ " پيدائش جو ديوتا" بہ پرستش جي لائق سمجهو ويو. سميري تهذيب جو " نانگ ديوتا" سنڌو ماتري جي تهذيب ۾ قديم ديوتا " شو" جي لنگ - پوڄا جو سبب بنيو. عبراني تهذيب ۽ مذهب ۾ " نانگ" شيطان جو بهروپ آهي ۽ قديم سنڌو تهذيب ۽ مذهب ۾ " شو" پيدائش جو ديوتا آهي. "پيدائش جي ديوي" طور " يوني" جي جيڪا عام تشريح ڪئي وئي آهي، جديد دور جو محقق انهيءَ سان اتفاق نہ ٿو ڪري ليڪن سنڌس تحقيق مطابق پوئين دور ۾ "لنگ" ( مردانو عضوو) " شو ديوتا" جي علامت طور تسليم ڪيو ويو هو.[١]**

## پيدائش جو ديوتا:

هڙپا - موئن جو دڙو دور ۾ " شو" "پيدائش جو ديوتا" هو. "آرين" جي ويدن واري مذهب ۾ " وشنو" پيدائش جو ديوتا هو.ليڪن غير برهمڻ جاتين ۽ اصل مقامي " دراوڙ" قبيلن ۾ " شو مهاديو" مقبول هو. برهمڻن " وشنو " کي " واسديو" جو لقب ڏئي ٻهريون دفعو سنڌو ماتري ۾ " وشنو پنٿ" جو آغاز ڪيو، تاهم " شو پنٿ" وڏيڪ تيزيءَ سان پکڙجي رهي هئي. آخرڪار ٻي صدي قبل مسيح ۾ " ڪترين" ۽ سندن جاتي جي راجائن پڻ " شو پنٿ" ۾ شموليت اختيار ڪئي. " وشنو پنٿ" گنگا - جمنا وادي جو مذهب هو، جتي آرين جي مذهبي روايتن ۽ ويدن وغيره جي بنياد تي هڪ نئين مذهب طور رائج ٿيو جڏهن تہ " شوپنٿ" سنڌو ماتري جي اڳ استوار ٿيل مذهبي روايت مطابق عوامي، مقامي ۽ دراوڙي مذهب هو. ٻنهي پنٿن يا مذهبي فرقن ۾ هڪ بنيادي اختلاف هو. سنڌو ماتري جي مذهب " شو پنٿ" جو بنياد " وحدانيت" تي رکيل هو، جنهن ۾ " شو" واحد شڪتي وان ۽ سڀ جو پيدا ڪندڙ بلڪ سڀني جي دلين ۾ وسندڙ هو. انهي تائين پهچڻ لاءِ ڪنهن برهمڻ يا تياڳڙجي

ضرورت نہ هئي ليڪن " شو پنٿ" ترقي ڪندي هڪ تثليث يا ٽياڻ تي پهتي، جنهن ۾ " وشنو" پيدائش جو خدا ( پيدا ڪندڙ) ۽ اعظم يعنيٰ سڀني کان وڏو هو. تاهم ڪائنات جي پراڪرتي ( قدرت) ۾ وشنو منش قادر مطلق سان ٻه ٻيا ننڍا منش ( قادر) بہ ڀائيوار آهن: برهما ۽ شو، جيڪي ياٺجي ٿو تہ آرين جي مقامي مجبوري هئا. اڪثريت " برهما" کي پيدائش جو ديوتا ۽ وشنو کي انهي پيدائش ( تخليق) جي حفاظت ڪرڻ وارو ۽ سڀني کان وڏو منش ڪري مڃيو ۽ " شو" جيڪو دراوڙن ۽ سنڌو ماٿري جي مقامي قبيلن جو پيدائش جو خدا هو، انهيءَ کي مارڻ ۽ ناس ڪرڻ وارو منش قرار ڏنو ويو. آريا برهمڻن جي مقامي دراوڙن ۽ ٻين قبيلن ڏانهن نفرت، مذهبي اتحاد بعد بہ ماٺي نہ ٿي هئي. اهي هنن کي اڳ ئي اڻ آريا، مليڇ يعني ناپاڪ ۽ وحشي قرار ڏئي چڪا هئا. تنهن ڪري هنن جي مقبول مهاديو "شو" کي پيدا ڪندڙ جي عيوض مارينڌڙ بنايو ويو ۽ سنڌي ۾ عام پهاڪو نهيو تہ " مارينڌڙ کان بچائينڌڙ وڏو آهي يعني "شو"کان " وشنو" وڏو آهي.

" وشنو" جو ٻيو نالو " هري" ۽ " شو" جو نالو " ردر" رکيو ويو. " وشنو" جي زال " لڪشمي" ڏن دولت جي " ديوي" ۽ ٻي زال "پرٿوي" يعني ڌرتي، ٻئي هري وشنو جي هٿ هيٺ آيون. واقعي دولت ۽ زمين طاقت جو سرچشمہ آهن. انهن سان مؤثر حفاظت ٿي سگهي ٿي. ليڪن آخر ڪيستائين ! " وشنو" جنهن بہ زالون پرٿجي پاڻ کي عام انسانن جهڙو بنايو، سو مرٿو بہ تہ ضرور هو. تنهن ڪري ويدوان برهمڻن ديوتائن جي مرڻ ۽ وري پيدا ٿيڻ جو نظريہ قائم ڪيو، جيڪو " ٻي جوڻ" ۽ " اوتار" جي عقيدن ۾ تبديل ٿي ويو: عام ماڻهو پنهنجي ڪرمن جو ڪيتو لوڙڻ لاءِ وري وري پيا جمندا جيستائين " مڪت" ٿيڻ يعني ليکو چوکو چڪتو ڪري ٻيهر جمڻ جي عذاب کان آزاد ٿين. " اوتار" انهن مان نہ آهن پر خود هري وشنو آهن ۽ ڪڏهن " هري ڪرشن" تہ ڪڏهن " هري رام" جي انساني روپ ۾ اچي، " هري وشنو" وسوڙيلن ۽ گمراهہ گنهگارن جي حفاظت ۽ رهنمائي ڪري ٿو. " ٻي جوڻ" ۽ " اوتار" جو ٻنو عقيدو برهمڻ، ٻڌ ۽ جين ڌرمن ۾ ترقي ڪندو ويو ۽ اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. ليڪن وقت جي

اعتبار کان آريا، برهمڻ جو مذهب جنهن موجب " برهما" پيدا ڪندڙ آهي ۽ برهمڻ ان جي مگ يعني "وات" مان پيدا ٿيا آهن ۽ سيني جاتين کان اُتم آهن. اهو نسلي امتياز، اوچ نيچ جو ڌرم سنڌو ماتري ۾، اتان جي عظيم تهذيب هڙپا مؤئن جي دڙي واري سڀيتا جي تباهيءَ کان مهاڀارت جي لڙائيءَ تائين ڪيترين صدين گذرڻ بعد به عام ٿي نه سگهيو ۽ هتي هڪ به برهمڻ ڪونه هو، جيڪو انهيءَ ڌرم جي اشاعت يا تبليغ ڪري، سنڌ واسي اڪيلي شو جنهن جو ٻيو نالو ردر تجويز ٿيو، انهي جي پوڄا پاٺ ڪندا رهيا.

سنڌو ماتريءَ ۾ مذهب جي اوسر پنهنجي سر ٿي. پهريائين ناچ ڳائي سان شروعات ٿي، جنهن ڪري قديم يوناني سنڌو ماتريءَ کي ڊايونيسس (Dionysos موسيقي جي خدا) جي " مقدس سرزمين" سڏيندا هئا. (مهراڻ ١ ـ ١٩٦٧، ص ١٦١) ساز آواز جي ٻڳت ۽ ناچ هڪ ديوتا " نٽ راج" کي راضي رکڻ لاءِ هو. ( ايضا) اهو اڳتي هلي " ردر" ۽ " شو مهاديو" سڏيو ويو. ڪجھ عالمن جو خيال آهي ته گهڻن ديوتائن جي پرستش کان اڳ هڪ سيني کان وڏي ۽ اتم ديوتا جي تصور ۽ سندس شڪتين جي الڳ الڳ نوعيت مطابق ديوتا مقرر ڪيا ويا ( جيڪي هڪ واحد خدا جا صفاتي نالا سمجهڻ گهرجن) " ردر" يا شو سنڌو ماتريءَ ۾ واحد خدا مڃيو ويندو هو، جيئن هن پڄن مان ظاهر آهي: " ردر" اڪيلو هڪ آهي، جيڪو پنهنجي شڪتيءَ سان، سنسار تي حڪم هلائي ٿو. هو هر وجود ۾ نيان موجود آهي، جنهن ( گهٽا) جهان پيدا ڪيا آهن، جن جي حفاظت ڪري ٿو ۽ وقت پورو ٿيڻ ڀڄاٽان انهي کي ويڙهي ڇڏي ٿو. مالڪ مخلوق جي منهن، مغز ۽ ڳچيءَ ( مغزي ڏوري) ۾ رهي ٿو سيني جي دلين جي پاڙ ۾ پڌاري ٿو. ڪل تي قابض ۽ حاضر ناظر شوا!.( بحوالہ يشوتا شوتر اپندش) (بشمر ص ٢٥٣)

## خدا جي تلاش :

مذهبي ادب کان علاوه تخليقي ادب ۾ به " خدا جي تلاش" هڪ اهم

موضوع رهيو آهي: هڪ ڪاري ڇوڪري خدا جي تلاش ۾ نڪتي هوءَ سيني مذهبن جي پيغمبرن سان ملي. آخرڪار آئرلينڊ جي هڪ پوڙهي باغائيءَ سان شادي ڪري، گهر ٻار وسائي ويٺي. سندس مڙس کيس چيو تہ ” هيڏانهن اچ ! مون ڪافي سوچ ويچار بعد معلوم ڪيو آهي تہ خدا کي ڳولڻ لاءِ بهترين جاءِ باغ ۾ آهي. تون هتي ، انهيءَ لاءِ کوٽائي ڪري سگهين ٿي“. ڪاري ڇوڪري سندس صلاح کي رد ڪري ٿي ۽ خدا جي تلاش ۾ پنهنجي خيال کي مصروف رکي ٿي. پوڙهو باغائي کيس چوي ٿو: ” ڇا يلا تنهنجي خيال توکي خدا سان ملايو آهي؟“ هوءَ چوي ٿي، ” نہ مان نہ ٿي چئي سگهان تہ مان هن وٽ پهتي آهيان...... “ تنهن تي باغائي چوي ٿو تہ ” ڪيترن ماڻهن جن هن کي تلاش ڪري ورتو آهي انهن کيس پسند نہ ڪيو آهي ۽ پنهنجي باقي زندگي هن کان پري ڀڄندي گذاري آهي. تون ڪيئن ٿي سمجهين تہ هو توکي پسند ايندو.... اسين هن کان نفرت ڪريون ٿا. اسين هن کي ” صليب“ تي چاڙهيون ٿا، اسين هن کي هيملاڪ زهر پياري ماريون ٿا، اسين هن کي ڪنهن سان ٻڌي ساڙيون ٿا....... مون پنهنجي پوري زندگي، پنهنجي ضعيف حال آهر، خدا جي ڪمن کي اکلائڻ جي ڪوشش ڪندي گذاري آهي پر جيڪڏهن تون مون کي ٻڌائين تہ خدا هن رستي سان اچي رهيو آهي تہ مان ڪنهن ويجهي ڪئي جي ٻر ۾ لڪي ويندس ۽ تيستائين ساهہ نہ کڻندس، جيستائين هو هتان لنگهي وڃي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هن مون کي ڏسي ورتو، يا کيس منهنجي بانس پئي تہ ڇا هو مون کي پنهنجي پيرن هيٺان ايئن ڇيپاتي نہ ڇڏيندو، جيئن مان ڪنهن ذرڙي زهريلي جيتامڙي کي ڇٽي ڇڏيان ! ....... جنهن منهنجي حڪمن جي خلاف ورزي ڪئي هجي....... ڇا تو ” جيوپيٽر“ ۽ ” سيملي“ جي ڳالهہ ٻڌي آهي؟“ ڪاريءَ ڇوڪريءَ چيو ” نہ، اهو قصو ڪيئن آهي“ پوڙهي باغائيءَ کيس ٻڌايو تہ ” جيوپيٽر خدا جي نالن مان هڪ نالو آهي، توکي خبر هوندي تہ خدا جا گهڻائي نالا آهن......“ ڇوڪريءَ چيو تہ ” پويون انسان جيڪو مون کي گڏيو، اهو هن کي ” الله“ چئي رهيو هو.“ باغائيءَ چيو، ” بلڪل صحيح !....... ” جيوپيٽر“ خدا ”سيملي“ عورت تي عاشق ٿي پيو ۽ سندس لحاظ ڪري سائس انساني

رنگ روپ ۾ ملڻ لڳو، ليڪن " سيملي" خدا جي محبوبہ ٿيڻ وڏيڪ پسند ڪيو ۽ ڪيس اصلي خدائي روپ ۾ اچڻ لاءِ زور ڀريو. پوءِ جڏهن خدا ائين ڪيو..... تڏهن سيملي ايئن ڪامي، گهنججي. ڦاٽي پئي، جيئن باهہ ۾ مک !........ تنهن تي ڪاري ڇوڪريءَ پڇيو، " ڇا اسين ڪڏهن بہ سندس مڪمل موجودگيءَ کي برداشت ڪري نہ سگهنداسين؟" باغائيءَ چيو "مون کي يقين آهي تہ هرگز نہ !ڇاڪاڻ تہ اسين ڪڏهن بہ انهيءَ جي قابل ٿي نہ سگهنداسين...... سواءِ انهيءَ جي تہ اسان سندس سڀ مقصد پورا ڪيا هجن ۽ خود خدا بنجي ويا هجون، پر ڇاڪاڻ تہ سندس مقصد اڻکٽ آهن ۽ اسين بيحد مختصر ۽ محدود آهيون، تنهن ڪري شڪر، جو اسين ڪڏهن بہ سندس مقصد پورا ڪري نہ سگهنداسين ۽ اهو اسانجي حق ۾ بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اسانجو ڪم مڪمل ٿيو تہ اسانجي ضرورت باقي نہ رهندي........ تنهن ڪري سندس وڏائي ۽ واکاڻ لاءِ اچي باغ جي آباديءَ ۾ مددگار ٿي......" اها تمثيل مغربي مفڪر جارج برنارڊشا جي ڪتاب " بلئڪ گرل ان سرچ فار گاڊ" ( ١٩٣٢ع) ۾ ڄاڻايل مذهب جي فلسفي جو نچوڙ آهي.

جارج برنارڊشا جي پيش ڪيل مذهب جي فلسفي جي جواب ۾ مشرق جي مفڪر علامه آءِ آءِ قاضي، پنهنجي جرمن بيگم سان گڏجي سال ١٩٣٣ع ۾ هڪ ڪتاب شايع ڪيو جنهن جو عنوان هو " ائڊ وينچرس آف د برائون گرل ان هر سرچ فار گاڊ": پوري ڇوڪري سخت جدوجهد بعد آخرڪار پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سان ملي ٿي، جنهن کان معلوم ٿو ٿئيس تہ هر دور لاءِ هڪ ڪتاب آهي جيڪو رب جي رضا ۽ انهي دور لاءِ سندس مقرر ڪيل قانون کي ظاهر ڪري ٿو، تان تہ هڪ پيو ڪتاب نازل ٿئي ٿو ۽ آخرڪار هڪ آخري ڪتاب ذريعي دين کي مڪمل ڪيو ويو آهي. هي آخري پيغام آهي، ڇاڪاڻ تہ هي لازمي احڪامات جو ڪتاب نہ آهي بلڪ اختياري عمل ذريعي حق ۽ باطل ۾ تميز ڪرڻ جو ڪتاب (فرقان) آهي.... انسان هاڻي بالغ ٿي چڪو آهي. هاڻي هن لاءِ هيئن ڪندين ۽ هيئن نہ ڪندين جي پابندي نہ آهي. هي ڪتاب بہ ڪشاديون واٽون ڏيکاري ٿو. سڌي واٽ ڏنگي واٽ کان پڌري نظر اچي ٿي.

پوءِ جيڪو چاهي سو صحيح رستو وٺي ۽ دنيا ۽ آخرت جي عذاب کان بچي. پوري چوڪري مذهبي ارتقاء جي مختلف دورن کان گذري ٿي، تڏهن وڃي مڪمل دين کي سمجهڻ جي قابل ٿئي ٿي، جنهن مطابق سڀ مذهب هڪ ازلي ۽ بنيادي حق جي پيغمبرن کي مڃن ٿا ۽ اسلام انسان ذات جي ڀلائي لاءِ سندن آندل سيني ڪتابن کي سچو سمجهي انهن ۾ فرق ڪرڻ جي ڪوشش نہ ٿو ڪري. اهڙي طرح اسلام هڪ عالمگير مذهب آهي.

علامه صاحب آخر ۾ هڪ عالمي امن ڪانفرنس جي تمثيل پيش ڪئي آهي، جنهن ۾ سيني مذهبن جا پيغمبر شموليت ڪري رهيا آهن ۽ پوري چوڪري ڪاري چوڪري سان گڏجي انهيءَ ڪانفرنس جي ڪاروائي ڏسي ٿي. پوري چوڪري ڪاريءَ کان پڇي ٿي، " خدا جي باري ۾ (تنهنجي گولا جو) ڇا ٿيو؟...... " ڪاري چوڪري چيو...... " مون ڏٺو تہ خدا خود منهنجي، تنهنجي ۽ ٻئي هر ڪنهن جي اندر ۾ موجود آهي...... " پوري چوڪري امن ڪانفرنس جي پوري ڪاروائي ٻڌڻ بعد چيو " مونکي تہ وري بہ خدا نظر ڪونہ آيو". تاريخ وڏا ٺهڪ ڏيندي چيو. " انسان جو ٻچو ضدي آهي... "١٢

آريا — هندومت موجب، "برهما" مک ديوتا آهي، جيڪو ادويتا ويدانتا" يعني مطلق حقيقت آهي. سندس وصف مطابق هو هڪ يڪسان، غير متفرق، غير متعين ۽ غير شخصي شعور آهي، جنهن ۾ ڪنهن قسم جي وصف موجود نہ آهي، تنهن ڪري سندس تلاش بيسود آهي. انسان لاءِ بهتر آهي تہ هو خود پنهنجي تلاش ڪري.١٣

## روح جي حقيقت

برهما (خالق) جي هستي سندس تخليق يا " مايا" جي صورت ۾ نظر اچي ٿي، نيڪن اها غير حقيقي آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ جو دارومدار " برهما" تي آهي. " برهما" جڏهن " مايا" جي صورت وٺي ٿو، تڏهن اڻڪٽ ايڪائين ( يونٽن) ۾ ورهائجي وڃي ٿو، جيڪي فاني آهن. انهن کي جيو آتمائون يا جيو ڇنجي ٿو ۽ اهي روح آهن جيڪي "برهما" کان الڳ وجود

رکن تا، چاڪاڻ تہ اهي " مايا" مان پيدا ڪيا ويا آهن. جيو پنهنجي چوگرد جهالت جون بيشمار پتيون ناهي ڇڏن ٿا، جيڪي "مڪشا" يا " نروان" (ٻڌ مت مطابق) ذريعي ٻاهي سگهجن ٿيون. انهن پتين جي ڊهڻ بعد " مايا" جو بنياد ختم ٿي ويندو ۽ " جيو آتما" "پرماتما" سان ملي هڪ ٿي ويندي. جيو آتما يا روح نہ مذڪر آهي نہ مؤنث. ليڪن منجهس ٻئي وصفون موجود آهن. جڏهن جيو آتما گرڀ (پيٽ) ۾ جاءِ وٺي ٿي تہ تخم جي تناسب مطابق نر يا مادي انسان پيدا ٿو ٿئي.[١٤]

هن ڌرتيءَ تي، جيو آتما، يا روح گهڻا دفعا جنم گذاري ٿو؟ — هڪ دفعو ، يا بار بار، جيستائين " مڪشا" يا " نروان" حاصل ڪري پرماتما، برهما يا خدا جي مطلق حقيقي وجود سان ملي هڪ ٿي، فاني في الله ٿي وڃي ! اواگون، يا تناسخ ارواح جو عقيدو قديم آهي ۽ فنا ۾ بقا جو تصور بہ قديم ترين مذهبي عقيدي جو حصو رهيو آهي. رگ ويد ۾ جيتوڻيڪ واحد خدا جو ذڪر شروع ۾ نہ ٿو ملي، تاهم مجموعي طور رگ ويد جي آخري زماني (٩٠٠ — ١٠٠٠ ق م) ۾ " پرجاپتي" جو تصور قائم ڪيو ويو جنهن کي بعد ۾ " برهما" نالو ڏنو ويو، جيڪو برهمڻ، جنس عام ، کي جنس مذڪر ۾ تبديل ڪرڻ سان ٿيو. پرجاپتي، پرس يا پهريون انسان بنجي ڌرتي تي آيو جنهن کي ڌرتي جي ديوتائن سندس "بقاءُ دوام" يا هميشه حيات رهڻ، خاطر کهي قربان ڪيو ۽ انهيءَ قربانيءَ جي رت پت مان ڪائنات ٺهي، انهي عقيدي مطابق پر جاپتي، يا حقيقي خدا، ڪائنات جي تخليق کان اڳ موجود هو. ديوتائون سندس اولاد هئا. هن پاڻ تي پاڻ کي قربان ڪري، پنهنجي فنا مان پنهنجي بقا حاصل ڪئي.[١٥]

روح جي مسلسل واپسي جو نظريو، يا عقيدو اڄ بہ دنيا جي مهذب قومن ۽ وڏن مذهبن ۾ موجود آهي: هندو، ٻڌ، جين، سک ۽ متعدد مغربي مذهبي فرقن ۽ معاشرن ۾ انهيءَ کي مڃيو وڃي ٿو. مغرب ۾ مختلف فني محاورا استعمال ڪيا وڃن ٿا: " ٽرانس مائگريشن آف سول" " ري برٿ"، پالن جينيسز" " ميٽم سائڪو سس" ۽ " ري انڪار نيشن" اهي مختلف نالا آهن جن سان هيءَ ڪيفيت بيان ڪئي ٿي وڃي. هن نظريہ جو تعلق فقط ڪن مخصوص مذهبن سان نہ آهي، بلڪ اهو فلسفي جو بہ موضوع آهي:

اقبال جي " خودي" جو نظريو، نٽشي جي " دواميت ۽ مسلسل واپسيءَ جو نظريو" . " تڪرار ابدي" جو نظريو " ماورايت" جو نظريو ۽ هندو مذهبي فلسفي " ڪرم" يا " ڪرما" ۽ " لنگ سرير" جو نظريو، بنيادي طور تي، منطقي اصولن تي ٻڌل آهن: هندو فلسفو جيو آتما ( روح) جي ٽن غلافن (پردن) جو ذڪر ڪري ٿو: (١) ستول سرير، يا ڪثيف جسم Gross body) (٢) " لنگا، يا " لنگ سرير"، يا لطيف جسم Subtle body) ۽ (٣)" ڪارانا" يا ڪاراڻو سرير، يا وجود عملي Causal body) .ستول سرير ، حمل ٿيڻ سان وڌڻ ويجهڻ شروع ڪري ٿو ۽ موت بعد ٽڙي پکڙي وڃي ٿو، ليڪن " لنگا" يا لنگ سرير ( لطيف جسم) پنهنجو وجود باقي رکي ٿو ۽ ٻيو " ستول سرير" يا ڪثيف جسم حاصل ڪري زندگيءَ جو سفر جاري رکي ٿو، تاهم منجهس گذريل زندگيءَ جو سمورو " ذهني ڪچرو" موجود رهي ٿو ۽ اهو ذهني لاڙي طور نئين زندگيءَ ۾ ظاهر ٿيندو رهي ٿو. لطيف جسم ( لنگ سرير) انهن سڀني اخلاقي، روحاني ۽ جمالياتي تجربن ۽ تبديلين جو مرڪز آهي، جيڪي نيڪ يا بد عمل ڪرڻ سبب هر " ستول سرير" تي اثر انداز ٿين ٿا. انهيءَ کي ويدانيت جي محاوره ۾ " سامسڪار" چئجي ٿو. " برهد آرڻياڪا" اپنشد ۾ چاٿايل آهي تہ موت کانپوءِ پوتر جيو آتما ( پاڪ روح) يم سرڳ ( بهشت) ۾ هليا وڃن ٿا، پوءِ ڪجهہ ويرم اتي آنند مائي، چنڊ تي هليا وڃن ٿا، جتان خلا ۾ داخل ٿين ٿا ۽ پوءِ هيٺ لهي هوا ۾ شامل ٿين ٿا ۽ مينهن وسڻ وقت واپس ڌرتي تي موتي اچن ٿا. سامسڪار ( گذريل زندگي جو اثر) جتي ڪٿي لنگ سرير سان لاڳو رهي ٿو، جيڪو ڪنهن اهڙي گرڀ ( رحم مادر) ۾ ٻيهر جنم وٺي ٿو، جتي ڪنهن نئين ستول سرير جي تياري ٿي رهي آهي. انهيءَ مڪمل " جيوت چڪر" ۾ سامسڪار جو دائمي وجود، مغربي فڪر ۾ موجود نہ آهي. مغرب جي مفڪرن مطابق سامسڪار يا اسپرٽ گل جي خوشبو وانگر آهي، جيڪا گل جي مرجهائجي وڃڻ بعد بہ ڪجهہ عرصو ماحول ۾ موجود رهي ٿي ۽ پوءِ فنا ٿي وڃي ٿي.[١٨]

مشرق جي مفڪر علامه محمد اقبال " ڪرما" ۽ " لنگ سرير" يعني عمل ۽ لطيف جسم ( روح) جي حقيقي اهميت کي تسليم ڪندي،

"خوديءَ" جو نظريو پيش ڪيو آهي. " خودي" يا " خود شناسيءَ" جي حاصل ڪرڻ لاءِ " عمل پيهم" ضروري آهي. تاهم " خودي" ارتقا، يا بلندين طرف وني وڃي ٿي. نصب العين، يا زندگيءَ جو مقصد، خوديءَ جي نظريہ مطابق، خود انسان جي اندرين قوت ارادگي مان مرتب ٿئي ٿو ۽ انهي جو عمل آزادانہ ۽ تخليقي نوعيت جو آهي. ماضي حال ۾ شامل آهي ليڪن مستقبل هڪ ڪليل امڪان جو ميدان آهي: " ڪرجهان تک کرسک تو آرزو !" خودي جي ارتقا جو سفر، موت بعد بہ جاري رهي ٿو. موت فقط هڪ مرحلو آهي، جنهن کي پار ڪري، " خودي" پنهنجي مڪمل تشخص سان "بقائ دوام" ( هميشه جي زندگي) حاصل ڪندي اقبال جي نظريہ خودي ۾ هڪ انسان جي ڄمڻ کان اڳ جي زندگي جو ڪوبہ تصور موجود نہ آهي ليڪن ولادت جي نقطہ آغاز کان "بقائ دوام" جي حصول تائين خودي هڪ مسلسل سفر آهي. موت کان اڳي ۽ موت کان پوءِ !.١٧

يوناني آرفيسي مذهب ۽ افلاطون جي فلسفي کان علاوه هندو اپنشدن جي انگريزي ۽ ٻين مغربي زبانن ۾ ترجمي ٿيڻ بعد اواگون يا روحن جي تناسخ جو نظريو مغربي ادب ۽ فلسفي ۾ شامل ٿيو . مشهور ناول نويس رائيڊر هيگرڊ جي ڪجهہ تخليقات ۾ انهي مرڪزي خيال کي آڏو رکيو ويو آهي. اهڙي طرح شوپنهار، نٽشي ۽ مڪٽيگرٽ، " مابعد طبعيات" (Metaphysics) ۾ انهيءَ نظريہ کي سهٽي نموني سموهيو آهي. ٻئي طرف علم الانسان (Anthropology) جا مغربي ماهرين قديم روحاني روايتن کي " شاماني مذهب" (Shamanism) جي اصطلاح ۾ بيان ڪن ٿا. " سائبيريا" ۽ اتر - اوير ايشيا جون التائي (Altaic) نسلي گروهن جي مذهب کي بہ شاماني مذهب چئجي ٿو، جيڪو غيبي طاقتن جي امداد ۽ جادو، ٽوٽي ڦيٽي ذريعي بيمارين جي علاج تي مبني آهي. ڪيترن ديوتائن ۽ ديوين کان علاوه هڪ خاص خدا " اڪو" (Ukko) جي عبادت ڪئي وڃي ٿي. " شامان" گرو، منتر ذريعي، ديوتائن ۽ ديوين کان پنهنجي مطلب جا ڪم وٺن ٿا ۽ اهڙي طرح روحانيت جي پردي پٺيان پنهنجو ڪاروبار هلائيندا رهن ٿا ١٨

هڪ يوناني مفڪر هيراڪليٽس جي فڪر مطابق: انسان ڇا آهي؟

هڪ فاني ديوتا ! ۽ " ديوتا" ڇا آهي؟ هڪ لافاني انسانُ ! انهيءَ لافاني انسان کي هومر پنهنجي ناول ۾ اوڊيسس (Oedisus) جي ڪردار ۾ پيش ڪيو. اهو سپرمئن، ديوتا بنجي نہ سگهيو، سمنڊ جو ديوتا " پوسيڊن" ۽ تيز نظرن واري جنگ جي ديوي " ايٿينا" پاڻ ۾ اتڪي پيا ۽ " اوڊيسس" سپرمئن سندن رساڪشيءَ ۾ دنيا اندر ڀٽڪندو رهيو. نيٺ سندس تمام ترقوتن ۽ ڪاوشن جو مرڪز " اولمپيا" (Olympia) بنيو. " اولمپيا" معنيٰ مٿاهين جاءِ !.١٩

## ماديت (Materialism)

هن دنيا ۾ پيدا ٿيندڙ هر نئون انسان، هوش سنڀالڻ بعد پنهنجي چوگرد ڪثرت ڏسي ٿو جنهن ۾ اڪثر ڪان ڊڄي ٿو ۽ ماءُ - پيءُ يا سنڀاليندڙ جي پناهہ وٺي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اهي وڏيڪ طاقتور آهن ۽ انهن جي اطاعت ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ سندس پناهہ ۾ رهڻ ۽ ضرورتن پوريون ٿيڻ جو دارومدار انهن جي راضپي تي آهي. جڏهن ٻار، ذهن ۽ جسم ۾ پاڻ پرو ٿئي ٿو، تڏهن استاد ۽ پوءِ روزگار ڏيندڙ جي اطاعت ڪري ٿو ۽ کين راضي رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. رفتہ رفتہ ڪثرت جي دنيا ۾ وحدت طرف راغب ٿئي ٿو ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن جي معبود يا معبودن جي عبادت ڪري، پنهنجي لاءِ غيبي امداد جي واٽ ڪولڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پوءِ يا تہ انهي تي مستحڪم ٿي وڃي ٿو يا انهيءَ مذهب جي واٽ بدلائي ٿو، يا ماڳهين مذهب کان منڪر ٿي وڃي ٿو، خاص ڪري، جڏهن ڪو انسان پنهنجي ماحول، معاشري ۽ ملڪ ۾ بديءَ جي سوڀ ۽ نيڪيءَ جي هار، اکين سان ڏسي ۽ دل سان محسوس ڪري ٿو، تڏهن سندس ذهن مذهب جي انتم سچائيءَ ۾ بہ شڪ ڪري ٿو ۽ ماديت (Materialism) جو قائل ٿئي ٿو: هو سوچي ٿو تہ " مذهب" بہ هڪ دوکو آهي ۽ فقط دنيا هڪ حقيقت آهي. هندو آريا مذهب جي نئين مذهبي جوڙجڪ جي دور (The Epic Age ) ۾ انهيءَ سوچ کي " لوڪ يت" يعني دنيا داري يا " دهريت" جو نالو ڏنو ويو . انهيءَ مطابق مادو (Matter) يا مادي شيون (Material things) واحد

حقيقت آهي، جنهن جا چار عناصر (Elements) آهن: هوا، باهه،پاڻي ۽ زمين. انسان جو شعور (Consciousness) بہ مادي جي پيداوار آهي، جيئن اچ بک ۽ ٻي جسماني تڪليف يا ڪمزوريءَ جي حالت ۾ ذهن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيو ٿو ڏئي ۽ آخرڪار بيهوشي يا لاشعوري جي ڪيفيت پيدا ٿئي ٿي. جنهن کي روح چئجي ٿو، سو مادي جسم جي هڪ خاصيت (Attri bute) آهي، جيڪا تڏهن پيدا ٿي ٿئي، جڏهن جسم جڙي راس ٿئي ٿو ۽ تڏهن ختم ٿي وڃي ٿي، جڏهن جسم ناس ٿي وڃي ٿو. منڪر وٽ آخرت جو ڪوبہ تصور نہ آهي. هو چوي ٿو تہ خدا هڪ ڏند ڪٿاآهي جنهن کي مذهبي ماڻهن اڻڄاڻائي ۽ منطقي نااهليت سبب اکيون ٻوٽي قبول ڪيو آهي. ڏک ۽ سک زندگيءَ جون حقيقتون آهن ۽ نيڪي بديءَ جو تفاوت فقط روايتي آهي. خدا جو منڪر، دراصل پنهنجي اعليٰ وجود ۽ اندرين صلاحيتن، خوبين ۽ ڪيفيتن کي نظر انداز ڪري ٿو. سندس منطقي ذهانت، مادي زندگيءَ جي مختلف ڪيفيتن ۽ پر اسرار واقعن جي وضاحت ڪرڻ کان قاصر آهي. انسان ۽ زندگيءَ جي پراسرار حقيقتن کي ذهن جي زبان ۾ بيان ڪري نہ ٿو سگهجي. ذهن ۽ عقل کان اڳتي معرفت جي واٽ آهي، جيڪا انسان کي پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجي خالق کي سڃاڻڻ جي منزل طرف وٺي وڃي ٿي، شاعر مشرق علامه اقبال جي تخيل مطابق:

" گذر جا عقل سے آگے کہ یہ نور،
چراغ راہ ھیے ، منزل نہیں"

## انتم سچائي

هندو آريا فلسفي موجب " انتم سچائيءَ" تي اندروني شعور جي اعليٰ ترين ڪيفيت ذريعي پهچي سگهجي ٿو، جنهن ۾ " طالب"، تخيل ۽ انهيءَ جي امتيازن کان، پار اڪري وڃي ٿو ۽ " آنند" حاصل ڪري ٿو. آنند برهمڻ آهي. " تيتريہ اپنشد" ۾ طالب انهيءَ انتم سچائيءَ جي تلاش ۾ آهي، جنهن مان هر شيءِ پيدا ٿي ٿئي، جيڪا هر شيءِ جي حفاظت ۽ پالنا ڪري ٿي ۽ جنهن ڏانهن موت بعد، هر شيءِ موٽي وڃي

تي ( ايضا) انهيءَ انتمر سچائيءَ جا چار پاگ، يا حصا آهن، ۽ اهي آهن: (۱) " انمر" معنيٰ مادو (۲) " پران" معنيٰ زندگي، (۳) " منس" معنيٰ ذهن ۽ (۴) " وجنن" معنيٰ منطقي ذهانت، يا عقل. تخيل جو اهو ارتقاءُ اپنشدن ۾ بتدريج ٿيندو نظر اچي ٿو. " اپنشد" ، " ويدن" جو انتمر پاگ آهن، تنهن ڪري انهن کي گڏي " ويدانيت" چئجي ٿو. ويدن جي آرنڀ ( منڍ) ۾ "رگ ويد" آهي. رگ ويد ۾ آخرت جو اقرار ۽ نرگ سرگ يعني دوزخ ۽ بهشت جو واضح تصور موجود آهي، تاهم انهي ۾ هڪ ڀرپور دنيوي زندگي جي طلب ڪيل آهي: " پوڄاري ابدي زندگي نہ ٿو گهري ۽ نہ سرگ لاءِ ڪامر ( بهشت جي خواهش) اٿس، ليڪن سو سال ڀرپور لمبي جيوت طلبي ٿو". ( برتا نيڪا ج ۱۲، ص ۱۱۵). اپنشد، يا " ويدانت" جو مرڪزي موضوع برهما جي يڪتائي ( وحدت الاهي) ۽ جيوآتما ( روح) جي سچائي جو واضح تصور آهي تاهم تخيل ڪنهن انتمر راءِ تي نہ ٿو پهچي ۽ ڪوي چوي ٿو: " ڪو ويد" يعني ڪير ٿو ڄاڻي !.

"چندوگيا" اپنشد ۾ " ستول سرير" ( نفس) جي ماهيت تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي وئي آهي: " هڪ سرير ( جسم) جيڪو پيدا ٿئي ٿو، وڏي وڏو ٿئي ٿو. پوءِ هيٺو تي مري وڃي ٿو. اهو اصل انسان يا صحيح نفس ٿي نہ ٿو سگهي. جيو آتما ( روح) زندگي ۽ موت جي سپني چڪرن ۾ سلامت رهي ٿو، اصل جيو آتما، روح يا نفس (True self)، منش ( انسان) جي اندر ۾ آهي، ۽ اها هڪ عالمي جاڳرتا(Universal consciousness) آهي. "مندوڪيا" اپنشد مطابق جيو آتما ( روح)، چون ٿي ڪيفيتون آهن. (۱) جاڳرتا (سجاڳي) (۲) سپنو ( خواب)، (۳) ننڊ، ۽ (۴) ترييا ( الهامر). "ترييا" جي ڪيفيت ۾، اندرين ٻاهرين ڪنهن بہ ڪيفيت جي سڌ نہ ٿي رهي. اها الهامي جاڳرتاجي ڪيفيت آهي: برهمڻ ( آنند) ۽ آتما ( اڻ مٽ وجود) هڪ آهن ۽ ڪوي بي اختيار ٿي چوي ٿو: " تت توم اسي" معنيٰ اهو تون آهين، " برهد آرنيڪ" اپنشد مطابق انهي انتمر سچائيءَ کي لفظن ۾ بيان ڪري نہ ٿو سگهجي. اهو ائين آهي، جيئن چئجي تہ " ائين ناهي، ائين ناهي" ( ۴. ۲. vi)، معنيٰ بي چون ۽ بي مثل آهي. ذهن جي انهي نارسائيءَ سبب " برهما" کان برهمڻ ۽ پوءِ ان جي وجود جي صورت بنائڻ

لاءِ " ايشور" جا لفظ گهڙيا ويا. تاهم " انت ڪل" جي بنيادي ويدن جي وحداني نظريي کي بہ قائم رکيو ويو. " برهمڻ" ( انتم سچائي) هڪ واحد حقيقت آهي. " دوئي" ( ٻٽي شڪل) جي ڪا حقيقت نہ آهي. دنيا، يا مايا، هڪ دوکو آهي انهيءَ دوکي ۾ ڪيل ڪرم نہ ميرا ٿين ٿا ۽ نہ موت انهن کي ميساري سگهي ٿو. گنهگار روح مرجهائجي وڃي ٿو، جيڪو " تپشا" ( رياضت) ذريعي پاڻ تان اهي داغ ڌوئي سگهي ٿو. پرستش ۽ پرارٿنا ( عبادت ۽ دعا) جو طريقو فڪر ۽ فهم جي ڪوشش کان وڌيڪ آسان آهي.[٢٠]

مذهب جي آخري ارتقائي صورت " اسلام" جو دين آهي، جيڪو ڪثرت مان وحدت جي فطري اصول تي قائم آهي. سنڌ جو لاکيڻو لعل حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح فرمائي ٿو:

" وحدت مان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل
حق حقيقي هيڪڙو، وائيءَ ٻيءَ ۾ ڀل
هو هلاچو هل، بالله سندو سڄڻين". ٢١

## تهذيب جي اوسر:

گروهي زندگي ۽ مذهبي عقيدن گڏجي انساني تهذيب کي جنم ڏنو، زندگي جا نوان رنگ ڍنگ پيدا ٿيا ۽ مختلف معبودن لاءِ مخصوص عبادتگاهہ تعمير ٿيا. مذهبي قاعدا قانون ۽ ريتيون رسمون مقرر ٿيون. انسان جي آزادي سماج ۽ مذهب جي نذر ٿي وئي تاهم سندس تخليقي صلاحيتن کي تهذيب جي واٽ ملي." جتي پاڻي، اتي پاڻ" جي قدرتي اصول تحت درياهن ۽ ڍنڍن، ڍورن کان علاوه سامونڊي ڪنارن سان انساني آباديون، شهر، بستيون ۽ بندر نهندا ويا، جتي مخصوص تهذيبون وجود ۾ آيون.

قديم تهذيبن جا ٽي خاص علائقا معلوم ڪيا ويا آهن: (١) بحر روم، ( يونچ سمنڊ) جي تهذيب جو علائقو، جنهن ۾ مصر، ڏکڻ عراق (ميسوپوٽيما، بابل)، فلسطين ( ڪنعان)، روم، ڪريٽ، يونان ۽ ايران اچي ويا ٿي. (٢)درياهي ۽ جابلو علائقا: سنڌ، هند، چين ۽ تاتار جي تهذيب.(٣) افريقا ۽ امريڪا جا پوءِ سڌريل علائقا.

## قديم مصر جي تهذيب

**مصر جي تهذيب " نيل" درياهہ جي ڪنارن سان اسري. سايا ٽي هزار ميل ڊگهي نيل ندي، مصرين جي مذهب ۽ تهذيب جو محور بنجي وئي، هر سال سٺن فصلن ۽ شادمانين ڪانپوءِ هڪ حسين ڪنواري ڇوڪري نيل درياهہ جي ڪنوار بنجي منجهس غرق ٿيندي هئي. هي حضرت نوح عليه السلام جي فرزند" حام" جو ملڪ هو ۽ هتي حامي نسل وڌيو ۽ ويجهيو** بائيبل ۾ هن ملڪ کي " مصرايم" چاڻايو ويو آهي. اتر مصر ۾ " طب". (Thebes) جو شهر، مصري تهذيب جو پهريون مرڪز بنيو. آثار قديمہ جي کوٽائيءَ مان شاهي محل سان گڏ هڪ عبادتگاهہ، وڏا بت ۽ ويڪرا تهہ خانا مليا آهن. مصر جي پهرين شهنشاهيت جو آغاز سن ۴۸۰۰ ق – م ۾ ٿيو، جڏهن وچ مصر جي مهذب شهر " منفس" جي بادشاهہ " مينيس" (Menes) " طب" فتح ڪيو ۽ پوري مصر ملڪ ۾ هڪ حڪومت قائم ٿي. انهي قديمي دور جي تاريخ، مذهب ۽ تهذيب تي ڪافي تحقيق ڪئي وئي آهي: ابتدائي دور ۾ هڪ مذهبي تثليث جو پتو پوي ٿو: " تمر" ديوتا، سندس پٽ " شو" ۽ ڌيءَ ٽيفنٽ جي بتن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. پوءِ پکين، جيتن ۽ جانورن جا بت تراشي انهن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، جيئن عقاب يونٽر ۽ ڍڳو قديم مصرين جا معبود هئا. " منفس" جي بتخاني ۾ " ايپس" ( ڍڳي) جي بت کي پوڄيو ويندو هو. " ايپس" جو ٻيو نالو " پٽاهہ" هو.[٢٢] " مينس" شهنشاهہ جي فتوحات سبب مصر جي تهذيب ۽ " پٽاهہ" ديوتا، بابل، فلسطين ۽ ايران مان ٿيندا هند – سنڌ جي سرحدن ۾ داخل ٿي ويا. آريا ـ هندو تهذيب ۾ " پتا" ۽ پتي، پيءُ، سردار ۽ مالڪ جي معنيٰ ۾، مصر جي " پٽاهہ" ديوتا جو اثر ڏيکارن ٿا. سنڌو ماتري جو هڪ سڱو ڍڳو، جنهن جا نوادرات موئن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان مليا آهن، سو نقش ۽ مهر جي صورت ۾، ايپس عرف پٽاهہ ديوتا جو عڪس آهن.

قديم مصر جي مذهب ۾ " تمر" عظيم ديوتا هو. انهيءَ کان ديوتائي ڪٽنب جو نظريو قائم ٿيو ۽ ڀيڻ ـ ڀاءُ جي شادي اتم قرار ڏني وئي، تمر جي پُٽ شو پنهنجي ڀيڻ ٽيف نٽ سان شادي ڪئي جنهن مان ٻہ پٽ ۽ هڪ

ڏيءَ پيــدا ٿي: وڏو پٽ ” جيب“ تنهن كــان پوءِ ڏيءَ ” نٽ“ ۽ آخر ۾ ”اسيرس“ (Osiris) پيدا ٿيو جنهن کي نر اولاد جو عظيم ديوتا تسليم ڪيــو ويو.[٢٣] تثليث آريا هندو ڌرم جي تـمـورتي جو نعم البـدل هو، ۽ انهيءَ مذهبي عقيدي جي بنياد تي، فرعون مصر جي مقبره لاءِ ٺڪندا اهرام تعمير ٿيا. اهرام جي آرائش ۽ مردي جي ممي، موت کانپوءِ زندگي جي عقيدي کي ظاهر ڪن ٿا. اهو عقيدو پڻ مصر کان بابل، فلسطين، ايران،چين ۽ هند ـ سنڌ ۾ عام ٿيو. ” ايپس“ عرف ”پتاهه“ ديوتا جي زال هيٿر (Hathor) ڳئون جي بہ پوڄا ڪئي ويندي هئي.[٢٤] اهو عـقـيـدو بہ هند ـ سنڌ ۾ ” ڳـئو ماتا“ جي احترام جي صورت ۾ رائج ٿيو. سج جي پوڄا بہ مصر کان شروع ٿي. سج جي بت جي پرستش ٿيندي هئي. شهنشاهيت قائم ٿيڻ بعد ديوتائن جي ٽمورتي قائم ٿي. معحون جو ٽالو مـتائي ” عـمون“ عـرف ” رع“ رکـيو ويو، جيڪو خاص فرعون جو خدا مقرر ٿيو. ڏکڻ مصر جي ديوتا ”ايپس“ عـرف“ پتـاهه“ کي هوا ۽ پاڻيءَ جو ديوتا تسليم ڪيـو ويو ۽ ٽيـون ديوتا ” طوط“ چنڊ، قانون ۽ علم جو ديوتا مڃيو ويو.[٢٥] اهو زمانو هو، جڏهن مصر ۾ لکڻ پڙهڻ جي فن ترقي ڪئي. ” طوط“ ديوتا مصر کـان چين پهـتـو تہ اتي وڻ جي ڇوڏن، کلن ۽ پنن تي چينين لکڻ شروع ڪيو ۽ انهن کي ”پيپرس“ چيو ويو. هن فن ترقي ڪري جديد ڪاغذ جي صورت ورتي جنهن کي پيپر چئجي ٿو. تحـرير جي فن مـذهـب جي اشـاعت ۾ اهم ڪـردار ادا ڪـيـو، ۽ مذهبي عقيدن مذهبي ڪتابن جي صورت اختيار ڪئي. مصر ۽ وچ مشرق ۾ پٿـرن تي حـروف نقش ڪيـا ويا، انهن جي مـضـمـونن ۾ ناقص توحـيـد (Honotheism) جا نظريا ملن ٿـا، جن ١۴هين صـدي قـبل مـسـيـح ۾ وحدانيت، يا هڪ اڪيلي خدا جي عبادت، جي صورت اختيار ڪئي.[٢٦] انهيءَ صديءَ جي پوئين اڌ ۾، فرعون مصر امين هوتپ چوٿين، عرف اخن اتوت ( اخناتون) هڪ اڪيلي عظيم خدا ” آتون“ جي عـبـادت جو فـرمـان جاري ڪيو. جيتوڻيڪ ” آتون“ جي معنيٰ بہ سج هئي، تاهم رعيت ” رع“ عرف ” عمون“ جي عبادت کـان منع ڪرڻ تي، فرعون مصر امين هوتپ چوٿين جي خلاف بغاوت ڪئي، اها بغاوت جي باهہ مـصـر جي مـذهبي پيـشـوائن پڙڪائي، جن جا بتخانا ۽ آمدني جا ذريعا بند ٿي رهيا هئا. اخناتون، يعني ”

اتون" واحد خدا جو ٻانهو يقينا سامي نسل مان، حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت دائود عليه السلام جي وچين عرصي ۾ بني اسرائيل جو هڪ وڏو رسول هو: سندس هڪ مناجات محفوظ ڪئي وئي آهي:

" توئي سڀ ڪجهہ پيدا ڪيو آهي. انسانُ تنهنجي اک مان، ۽ ديوتا تنهنجي وات مان پيدا ٿيا آهن. توئي جانورن جي لاءِ گاهہ ٻوٽا ۽ انسانن لاءِ ميويدار وڻ پيدا ڪيا آهن. توئي درياهہ ۾ مڇين ۽ آسمان ۾ پکين لاءِ ڪاڌو پهچائين ٿو. تون ئي آنن ۾ ساهدارن کي هوا پهچائين ٿو ۽ ڪيڙن جي ٻچن کي پالين ٿو، مکين ۽ جانورن کي حياتي ڏين ٿو......" ۽ سندس هي قول نقل ڪيو ويو آهي تہ " اتون کي قربانين جي باهين ۾ تلاش نہ ڪيو، هن جادو ۽ ٽوڻن ڦيٽڻ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي."[٢٧] اخناتون مصر جي شهرن جي بازارين ۽ گهٽين ۾ عام ماڻهن وانگر گهمندو ۽ " اتون" جي وحدانيت جي تبليغ ڪندو رهندو هو. حامي مذهبي پيشوائن جي پڙڪايل بغاوت سبب، هن کي هڪ نئين شهر ۾ تخت گاهہ قائم ڪرڻو پيو. طب (Thebes) مان " طل اماره" منتقل ٿيڻ بعد هن پنهنجي ديني تبليغ کي وڌيڪ تيز ڪيو. هن ١٧ سال مصر تي حڪومت ڪئي( ١٣٥٨ . ١٣٧٥ ق م) ليڪن جڏهن فوت ٿيو تڏهن حامي مذهبي پيشوائن خوب بدلو ورتو: سندس "عبادتگاهہ" ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيائون. سندس پوٽي " تو تنخ اتون" کي تخت تي ويهاري سندس نالو بدلائي " توتنخ امين" رکيائون، توتنخ معنيٰ غلام، سو هاڻي مصر جو فرعون، واحد " اتون" جو غلام نہ رهيو ۽ " اتون" جا عبادتگاهہ ۽ اخناتون جو احرام ڊاهي پٽ ڪيا ويا.[٢٨] تازه تحقيق مطابق توتنخ امين عرف توتن خامن ڏهن سالن جي عمر ۾ تخت نشين ٿيو. اخناتين جو مذهبي مشير " آءِ" (Aye) سندس اتاليق مقرر ٿيو. بالغ ٿيڻ بعد هن پنهنجي سوٽ " انخيسينامن" سان شادي ڪئي ۽ حڪومت جي واڳ ورتي. ويهن سالن جي عمر ۾ غالبا سن ١٣٥٠ ق - م ۾ " توتن خامن" جو موت واقع ٿيو. سندس ممي جي کوپڙيءَ جي ايڪسري (X Ray) مان معلوم ٿيو آهي تہ سندس مغز جي پٺيان وارُ ڪري کيس ماريو ويو هو. اها آءِ جي سازش معلوم ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ هن بيوه مهارائي سان شادي ڪرڻ ٿي چاهي، رائيءَ سرحدي " هٽي" بادشاهہ کي پيغام موڪليو

تہ پنهنجو پٽ مصر طرف موڪل تہ انهيءَ کي فرعون جي تخت تي ويهارجي. " مان پنهنجي هڪ غلام ( آءِ) سان شادي ڪرڻ بجاءِ هڪ " هٽي" نسل جي شهزادي جي زال بڻجڻ وڌيڪ پسند ڪنديس". هٽي شهزادو روانو ڪيو ويو، ليڪن مصر جي سرحد تي قتل ٿي ويو. توتن خامن جي اهرام جي هڪ پاسي " آءِ" جي تصوير اڪريل آهي، جنهن ۾ ڪيس فرعون جو تاج پاتل آهي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ توتن خامن کي قتل ڪرائي، آءِ پاڻ مصر جو فرعون ٿيو، ليڪن جيئن تہ شاهي خاندان مان نہ هو تنهن ڪري توتن خامن جي بيوهہ سان شادي ڪري اها قانوني حجت پوري ڪرڻ گهريائين ٿي. ائين ڪرڻ بعد انهيءَ کي بہ مارائي ٻي شادي ڪيائين، جيئن سندس اهرام جي هڪ نقش ۾ هو پنهنجي مهارائي تائي (Tiye) سان گڏ بيٺل ڏيکاريل آهي. اهو ١٣٤٧ ق ـ م جو سال هو. " توتن خامن" جو اهرام اجا تائين ڦورو انسانن جي خرد برد کان بچيل آهي. چاڪاڻ تہ انهيءَ جي ٻاهران لکيل آهي تہ جيڪو هن اهرا م کي کوليندو، سو پنهنجي موت کي دعوت ڏيندو. آثار قديمه جي ماهر هاورڊ ڪارٽر (Howard Carter) انهيءَ کي کوليو،ليڪن بددعا ڦري وڃي لارڊ ڪيرنرون (Lord Caernoroon) کي لڳي، جنهن هن تحقيقاتي مهم جو خرچ پريو هو. فقط هڪ مڇر جي چڪ سان سندس موت واقع ٿيو. اهو اتفاق بہ ٿي سگهي ٿو، ليڪن انهيءَ لاءِ ڇا چئجي تہ جڏهن ڪارٽر، فرعون توتن خامن جي اهرام جو لنگهہ کولي اندر داخل ٿيو تہ قاهره شهر جون سڀ بتيون وسامي ويون ۽ ڪارٽر جو پالتو ڪتو، جيڪو ساڻس گڏ هو، اوچتو پٽ تي ڪري مري ويو !. ڪارٽر دل جهلي اندر داخل ٿيو: توتن خامن جي ممي ٽن صندوقن ۾ بند هئي. ٻاهريون بہ صندوقون ڪاٺ جون هيون ۽ مٿن سون جي ميناڪاري ڪيل هئي ۽ اندرين صندوق خالص سون جي ٺهيل هئي. خزاني جي تلاش ۾ اڪثر اهرام کوليا ۽ لٽيا ويا آهن. وڏا اهرام غزه جي پٽيءَ ۾ ٺهيل آهن. اتي هن وقت تائين اهڙا اسي ( ٨٠) اهرام دريافت ڪيا ويا آهن.

قديم مصر جي اها مذهبي ريت ۽ رسم هئي تہ جڏهن فرعون مرندو هو، تڏهن سندس لاش کي ستر ( ٧٠) ڏينهن اندر " ممي" جي صورت ۾

آئيندا هئا. پهريائين لاش کي نٽرون (Natron) سان خشڪ ڪندا هئا. نٽرون هڪ قدرتي لوڻ آهي، جيڪو ريگستاني ڍنڍن ڍورن جي ڪنارن تي گڏ ٿيندو آهي. پوءِ سڪل لاش کي وڻ جي ڇليل ڪل ۾ بند ڪندا هئا ۽ انهيءَ ڪان اڳ اندريان عضوا ڪڍي ڇڏيندا هئا. انهيءَ لاءِ پهريان هڪ ڪير نڪ مان نوڪي تارونءَ جي پار ڪندا هئا ۽ اهڙي طرح ميجالو نڪري ويندو هو. پوءِ لاش جي ڪاپي پاسي چير ڏئي دل جيرا بڪيون تري ۽ بيا عضوا ڪڍي ٻاهر ڪندا هئا. پوءِ لاش کي سبي انهيءَ تي ڪجهہ نامعلوم مصالحن سان مالش ڪندا هئا. پوءِ لاش کي شراب جو غسل ڏيندا هئا. بعد ۾ هڪ مهيني تائين لاش کي نٽرون جي ڍير ۾ وڌيڪ خشڪ ٿيس لاءِ رکيو ويندو هو. اٽڪل چاليهہ ڏينهن بعد لاش کي ٻيهر وهنجاريو ويندو هو ۽ انهيءَ تي تيل مالش ڪئي ويندي هئي جيئن جسم جي ڪل نرم ٿئي. پوءِ لاش کي ڪپهہ جي پٽين ۾ ويڙهيو ويندو هو. ڪل ويهہ ور چاڙهيا ويندا هئا. هٿن پيرن جو آڱريون علحده ويڙهيون ويندڍيون هيون. آخر ۾ ممي کي صندوق ۾ بند ڪيو ويندو هو ۽ انهي کي اهرام جي مقبره اندر رکيو ويندو هو. ليڪن اهرام اندر رکڻ کان اڳي، ممي جي صندوق کي نيل درياهہ ۾ لوڙهيو ويندو هو، اهرام اندر رکڻ بعد صندوق کان علاوه فوتي فرعون جو بت بہ گڙو ڪيو ويندو هو، جيئن ديوتائن کي سڌ رهي تہ صندوق اندر ڪنهن جي ممي رکيل آهي ! فوتي جو مال دولت ۽ سندس ذاتي استعمال جون شيون پڻ اهرام اندر رکيون ويندڍيون هيون جيئن موت ڪانپوءِ جي زندگي ۾ ڪيس ڪم اچن. " ممي" جي صندوق تي متعدد منتر لکيا ويندا هئا، انهيءَ لاءِ تہ اها ممي " دوئٽ(Duat) جي دنيا" مان خير امن سان گذري وڃي جيڪا زير زمين آهي ۽ انهيءَ ۾ وڏا راڪاس ۽ ديو رهن ٿا جيڪي مري ويل کي ڏاڍو آزارين ٿا. اهڙي نجات حاصل ڪرڻ وارا فقط فرعون ۽ وڏا دولتمند امير ٿي سگهيا ٿي. غريب ماڻهن کي فقط ڪپهہ ۾ ويڙهي هڪ ڪڏ ۾ پوريو ويندو هو. تاهم اهرام جي لائق لاشن جي تدفين روايتي انداز ۾ ڪئي ويندي هئي: اهرام جي لنگهہ وٽ، بائو ( ملو) ممي جي وات کي هڪ خاص قسم جي اوزار سان ڇهندو هو جنهن سان، مصرين جي عقيدي موجب، مردو ٻيهر کائڻ پيئڻ جي لائق ٿي ويو ي. ساٿس گڏ

پوريل مال دولت ۽ ٻين شين جي حفاظت لاءِ اهرام اندر ڳجها ور وڪڙ ۽ ڀاهران پٿرن جا مضبوط بند ۽ ڳجهي لنگهه رکڻ جو انتظام ڪيو ويندو هو. پوءِ به ١٠٠٠ ق ـ م تائين مصر جي اهرامن جا خزانا لٽجي چڪا هئا ۽ جڏهن جديد دور جي آثار قديمه جي ماهرن اهي محنت ڪري کوليا ته سڀ خالي هئا، سواءِ فرعون توتن خامن جي اهرام جي. شايد ٻاهران لڪيل بددعا کان ڏاڙيل . ڊنا ٿي.

قديم مصر جي آثار قديمه کي ڏسي حيرت ٿئي ٿي. قديم مصري معمارن کهڙي ڪل هلائي هيڏا وڏا پٿر اوساريءَ هيٺ آندا هوندا ! جا وڏن ڪرينن، بلڊوزرن، ڊائنا مائيٽ ۽ اهڙن ٻين جديد ٽيڪنيڪل وسيلن جا وڏيڪ موثر نعم البدل اوزار مشينون ۽ مهارت موجود هئي؟ انهي قديم زماني ۾ وٽن هڪ رسم الخط ۽ ماپ تور جو پيمانو هو. ازانسواءِ اهڙا حيرت انگيز ڪيميائي مرڪب ۽ مصالحا سندن استعمال ۾ هئا جن سان مميون تيار ڪيون ويندڙيون هيون. انُ پينهين اٿو ڪري، انهي کي ڳوهي ماني پچائڻ جو طريقو قديم مصرين جي ايجاد آهي: ماهرين جي تحقيق مطابق تاريخ ٢٠ فيبروري سن ٢٦٠٠ ق ـ م ۾ " غزه" جي عوام کي خطاب ڪندي اتان جي حڪمران " زوسر" (Zoser) ڊن ايجاد جو اعلان ڪيو. انهيءَ زماني ۾ ماڻهو هر قسم جو انُ يا ٻيو ڪچو سيڊو رڌي کائيندا هئا.

قديم مصري تهذيب جي عروج وقت، دنيا ۾ اٺ اقليمون، ولايتون، يا بادشاهتون قائم هيون، جن ۾ مصري شهنشاهيت کان علاوه باقي ست هرهڪ ڪريٽ، بابل، ٻتيائٽ، ايران، هند ـ سنڌ، هنس ۽ چين جي علائقن ۾ قائم هيون. دنيا جي آبادي جو ٤٥ سيڪڙو فرعون جي شهنشاهيت ۾ رهندو هو. ( قديم شهنشاهيان ص ٢٩) اقليم مصر تي پهريائين حامي پوءِ سامي ۽ پوءِ ايراني آرين جو قبضو ٿيو، جن ڪانپوءِ يوناني آريا ۽ پوءِ رومن هتي قابض ٿيا. هن قديم شهنشاهيت جو زوال، حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ قوم بني اسرائيل جي اخراج سان شروع ٿيو. انحطاط جي حالت ۾ حامي بت پرستن جي ڇهن خاندانن " اٿيوپيا" جي شهر " پناٽا" مان مصر تي حڪومت هلائي. زوال جي شروعات " لبيا" وارن جي حملن ۽ فونيقيا جي علحدگيءَ سان ٿي ۽ انجام ايراني آريا شهنشاهيت ۾ ضم ٿيڻ سان ٿيو. سن

٥١٥ ق - م ۾ ڪياني شهنشاهه ڪئمبيسس (Cambysus) مصر فتح ڪئي.

## قديم مصر جي تاريخ:

قديم زماني ۾ مصر کي "ڪيمت" يعني ڪاري زمين، سڏيو ويندو هو. حضرت نوح عليه السلام جي هڪ پٽ جو نالو " حام" هو، جنهن جي معنيٰ هئي گرم يا ڪارو، مصر جي ڪاري زمين سندس حصي ۾ آئي ۽ ان جو نالي بدلجي " حام اتوت" يعني ڪاري مٽي ٿيو. بعد ۾ حام بن نوح جي هڪ فرزند مصرائيم بن حام جي حصي ۾ انهيءَ" حام اتوت" جو ملڪ آيو تہ ان جو نالو مٽجي " مصر" ٿيو جيڪو تاريخ ۾ قائم ٿي ويو. فرعون جو لقب، پهريان مصر جي بادشاهہ " عوسر اين رع" اختيار ڪيو، ليڪن هو خدائيءَ جو دعويدار نہ هو. اهو مصر ۾ پنجين شاهي خاندان (٢٢٢٠ ــ ٢٥٦٠ ق ــ م) جو دور هو، جنهن ۾ سج ( رع) کي خدا جو اوتار سمجهو ويندو هو. عوسر اين پنهنجي نالي پٺيان " رع" جو لفظ ڳنڍي اعلان ڪيو تہ هو خدا جو اوتار آهي ۽ بادشاهيءَ جي خدائي حق (Divine right of ingship) جو اصول قائم ڪيائين.

بادشاهي جي شروعات، قديم تهذيبن ۾، پهرين انسان جي پيدائش سان وابستہ آهي. مصر ۾ يوناني ذريعن مطابق پهريون بادشاهہ مينس (Menes) هو. جنهن کي مختلف نالا ڏنا ويا آهن: مينس منامينوس، منا ۽ آخر ۾ مــٿن (Man) . سندس زمانو ٥٠٠٤ ق ــ م ڄاڻايو ويو آهي. اسلامي ذريعن مطابق حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش بلڪ تخليق ٥٢٨٢ ق - م ۾ ٿي ۽ بائيبل جي شارحين جي خيال ۾ اهو سن ٤٠٠٤ ق - م هو، جيڪو تحقيق بعد غلط ڄاڻايو ويو آهي. هندو مذهبي ادب موجب "مانو" پهريون انسان ۽ پهريون بادشاهہ هو. آثار قديمه مان، قديم انسان جي زماني ۽ تهذيب جي نشاندهي ٿئي ٿي؛ اتر - اوبر عراق ۾ "جرمو" شهر جي ويجهو، ڪرد علائقي جي پهاڙن ۾ " ڪريم" شهر قديم آثارن ۽ آسپاس جي آثارن جي کوٽائي مان پٿر جي دور جي تهذيب جو پتو پوي ٿو. ريڊيو -

ڪاريان ڊيٽنگ جي طريقي سان معلوم ٿيو آهي تہ ڪريم شهر جو مٿيون تہہ اٽڪل ٨٧٥٠ ق . م جي زماني جو آهي. هينيان تہہ تہ اڃا بہ قديم زماني جا هوندا. اهڙي طرح مصر جي قدامت " مينيس" کان هزارين سال اڳ جي بيان ڪئي وئي آهي. " احوال الانبياء" جي ذريعن مطابق مصر جا ماڻهو ويهہ هزار (٢٠٠٠٠) قبل مسيح کان اڳ ڪافي ترقي يافتہ ۽ هنرمند هئا ( ج١، ص ٣٩): " مينيس" کان اڳ " يوخونيوس مصر جو بادشاهہ هو، جنهن "مينيس" شهر تعمير ڪرايو ۽ انهيءَ شهر ۾ "مينيس" متحده مصر جو تختگاهہ قائم ڪيو: " ميمفس" يوناني ذريعن ۾ ڄاڻايل آهي، اصل نالو "مين نفر" هو. عبراني ادب ۾ ان کي " موف" لکيو ويو آهي ۽ " اشوريا" جي تحريرن ۾ " ميمپيپ" لکيل آهي.

قديم ۽ جديد انسان جي تهذيب ۾ خاص فرق خوراڪ متعلق آهي. قديم انسان خوراڪ گڏ ڪندو هو ۽ شڪارتي گذر سفر ڪندو هو. جديد انسان خود خوراڪ پيدا ڪرڻ شروع ڪئي ۽ گهر ڳوٺ ۽ شهر ٺاهي هڪ هنڌ رهڻ لڳو. سنڌ ۾ آمري ۽ بلوچستان ۾ مهر ڳڙهہ جا آثار قديمہ انهيءَ دور جي ڳوٺاڻي تهذيب ۽ ڪوٽڏيجي هڙپا ۽ موئن جي دڙي جا آثار قديمہ شهري تهذيب جي نشاندهي ڪن ٿا. حضرت آدم عليہ السلام کان حضرت نوح عليہ السلام تائين بہ هزار سالن جو دور خوراڪ پيدا ڪرڻ، زراعت باغباني ۽ چوپائي مال ڌارڻ جو دور ۽ جديد انسان جو زمانو هو، جديد دور جي انسان جي شروعات بهر طور حضرت آدم عليہ السلام کان ٿي آهي، جيڪو خاص صلاحيتن ۽ مخصوص فطرت سان خلقيو ويو.

بني آدم جي تهذيب جو پهريون دور، حضرت آدم عليہ السلام کان حضرت نوح عليہ السلام تائين اسلامي مذهبي ذريعن مطابق، جملي بہ هزار اسي (٢٠٨٠) سال چار (٤) مهينا ۽ پندرهن (١٥) ڏينهن هليو، جنهن بعد " طوفان نوح" ۾ تمام انساني آبادي ۽ سنڌن تهذيبي ترقيءَ جا نشان مٽجي ويا، سواءِ چند انساني ۽ حيواني جوڙن جي، جيڪي نوح جي ٻيڙي ۾ سوار ٿيا ۽ قيامت خيز تباهيءَ کان بچي ويا. اهڙي طرح اوائلي تهذيب ختم ٿي وئي ليڪن آدم جو نسل باقي رهيو. وچايل تهذيب جو دور، بائيبل جي شارحين جي راءِ ۾، فقط هڪ هزار ڇاونجاهہ ( ١٠٥٦) سال هو. جنهن ۾

حضرت آدم عليه السلام جي تخليق کان ڇهہ سو ٻاويهہ ( ٦٢٢) سال پوءِ حضرت ادريس عليه السلام پيدا ٿيو. جنهن تهذيب کي عروج تي رسايو. انهيءَ عرصي دوران حضرت آدم عليه السلام کان پوءِ حضرت شيش عليه السلام نبي ٿي گذريو. جنهن پنجاهہ ڪتاب مرتب ڪيا، جن ۾ حضرت آدم عليـہ السـلام جي رياضت ۽ ويدانت ( تصـوف) جي علم بابت سنڌس تفصيلي ذڪر ڪيل هو. بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب ۵ ۾ ۱۹ کان ۲۴ آيات تائين هدايت جو سلسلو ڏيکاريل آهي ۽ حضرت ادريس عليه السلام جي عمر ٣٦٥ سال ڄاڻايل آهي، جنهن اندر ٽيهہ آسماني صحيفا نازل ٿيا. هو پهريون نبي هو جنهن قلم کان لکڻ جو ڪم ورتو. علم کي عام ڪرڻ لاءِ هن سمام گهڻي محنت ڪئي. قديم علم جي اصلاح ڪري جديد علم جو بنيـاد وڌو. علم نجوم (Astronomy) جي ايجاد ڏانهنس منسوب آهي. صحيح ابن حبان جي روايت مطابق حضرت ادريس عليه السلام پهريون انسان هو، جنهن قلم استعمال ڪيو. قرآن شريف جي اولين آيت ۾ " علم بالقلم علم لانسان مالم يعلم" جو اشارو ان طرف آهي" . " رمل" جي ايجادپڻ حضرت ادريس عليه السلام جو ڪارنامو آهي. هو " حساب" جي علم جو پڻ موجد هو. جڏهن " رمل" جي علم بابت حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم کان پڇيو ويو تہ پاڻ سڳورن فرمايو: " اهو علم هڪ نبيءَ کي مليـو هو". ڇيـو وڃي تـو تہ حضرت ادريس عليـه السـلام جي زماني (۴۳۹۵ _ ۴۷٦٠ ق ـ م) ۾ ماڻهن جانورن جي کلن جي پوشاڪ کي سبي پائڻ شروع ڪيو. اهڙي ريت پوشاڪ کي سبڻ جو فن انهيءَ دور جي ايجاد آهي. انهي کان علاوه، پاڻيءَ کي جمع ڪري استعمال ڪرڻ لاءِ ٽانڪيون ۽ تلاءُ ٺاهڻ جو رواج پڻ انهيءَ دور ۾ پيو.[٢٩]

حضرت ادريس عليه السلام جي نالي ۽ زماني تي ابهام موجود آهي: ڪجهہ مغربي عالم کيس " هرمز" جي نالي سان ياد ڪن ٿا. بائيبل مقدس ۾ سنڌس نالو" اخنوخ" آهي. قرآن شريف ۾ حضرت ادريس عليه السلام بابت ارشـاد آهي تہ " ۽ ڪتـاب ۾ ادريس جو بہ ذڪر ڪر، بيـشڪ هوبہ سچائيءَ جو پتلو ۽ نبي هو ۽ اسان هن کي وڏي .نهد مقام تائين پهچائي ڇڏيو هو" (سورة مريم، آيات ٥٦ ۽ ٥٧) ٻئي هنڌ سنڌس ذڪر حضرت

اسماعيل ۽ حضرت ذوالڪفل عليهم السلام سڀئي تڏ ڪيل آهي ” ۽ اسماعيل ۽ ادريس ۽ ذوالڪفل، سيئي صابرين هئا“ ( سورة الانبياءِ آيت ٨٥) امام بخاري، حضرت عبدالله بن مسعود رضہ ۽ حضرت عبدالله بن عباس رضہ جي راويت مطابق حضرت ادريس عليہ السلام جو ٻيو نالو ” الياس“ هو، جنهن جو مطلب ٿيو تہ هو بني اسرائيل جي نبين مان هو. بائيبل مقدس ۾ سندس نالو انوخ (Enoch) آهي ( پيدائش جو باب ٥ آيات ١٩ کان ٢٤) ۽ سندس شجره نسب هن طرح ڏيکاريل آهي. انوخ بن يارد بن مهلائيل بن قينان بن انوش بن شيش (Seth) بن حضرت آدم عليه السلام.

حضرت انوخ عرف ادريس عليه السلام سن ٤٣٩٥ ق - م ڌاري ٣٦٥ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. بعد ۾ سندس فرزند ” متوشلح“ علم جي فروغ لاءِ جدوجهد ڪئي. انهيءَ زماني ۾ قابيل بن آدم عليه السلام جي اولاد مان ڪجهہ قبيلن سخت شورش برپا ڪئي جنهن سبب شايد دنيا جون پهريون باقاعده جنگيون لڳيون.[٣٠] حضرت متوشلح کان حضرت نوح عليه السلام جي زماني تائين هڪ هزار سالن جي تاريخ طوفان نوح جي نذر ٿي وئي ۽ انساني تهذيب جو نئون دور حضرت نوح عليه السلام ۽ سندس ٽن پٽن حام، سام ۽ يافث کان شروع ٿيو.

# باب پنجون

١:- " رباعيات حڪيم عمر خيام" به ٣٠ زبان بکوشش محسن رمضاني، انتشارات پديده ايران تهران، نومبر ١٩٨٧ع، ص ٢١٠، سنڌي ترجمو حبيب الله صديقي.

٢: " ائن ائڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا"، مجمدار، ريچوڌري ۽ دتا، ٣ ڇاپو، منڪملن، سينٽ مارٽن پريس، نيويارڪ، ١٩٦٧ع ، ص ٣٨.

٣: - ايضا -

٤:- " خنم" هڪ قديم مصري ديوتا جو نالو آهي.

قديم مصري ٽن ديوتائن (gods) کي ٽن طريقن سان پوڄيندا هئا: (١) انساني روپ ۾، جيئن آسيرس (Osiris)، آئسز (Isis) من (Min) ۽ پٽاه (Ptah) (٢) حيواني روپ ۾ جيئن سيبيڪ (Sebek) ديوتا واڳونءَ جي شڪل ۾، ۽ (٣) گڏيل حيواني انساني روپ ۾، جيئن هورس (Horus)، طوط (Thoth) ۽ خنم (Khnum) . هورس جو مٿو باز جو، طوط جو جابلو ٻڪريءَ جي منڍيءَ ۽ خنم دنبي / گهيٽي جي منڍي ۽ هيٺ انساني ڌڙ. مزيد معلومات خاطر مطالع ڪجي چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج ٥، ص ص ٢٧ - ٢٦.

"ميسوپوٽيميا" يوناني لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي " ٻن درياهن جي وچ ۾." اهو نالو سيليوڪس گهراڻي جي راڄ ۾ انهيءَ علائقي تي رکيو ويو، جيڪو " فرات" ۽ " دجله" درياهن جي دوآبي ۾ واقع هو. هن وقت " ميسوپوٽيميا" جو تاريخي خطو، عراق، شام ۽ ترڪي جي ڪجهه علائقن ۾ شامل آهي. بعض اوقات اهو نالو شمالي بابل جي علائقي لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. عرب مؤرخين شمالي علائقي کي " جزيره" ۽ جنوبي علائقي کي " عراق" لکيو آهي ( چمبرسس، ايضا ، ج ٩، ص ٢٩٧)

٥:- هٽي، هسٽري آف د عربس، - ايضا - ص ٨.

٦:- پي ڪي اگروال، - ايضا - ص ٣ - ٢.

٧:- بي ڪي اگروال، د ارلي انڊين مدرگاڊيس ووٿو ڊسڪس، ايسٽ ائنڊويسٽ، روم ( اٽلي) ١٩٧٩ع، ج ٢٩، ص ٧٥ ف، اين اين ڀٽ آچاريہ، ائنشنٽ انڊين رچوئلس، ١٩٧٥، ص ١٠٠ ۾ ڄاڻايل آهي تہ پوئين زماني جي تنٽرن ۾ يوني پوڄا جي تاريخ کي هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي قبل از تاريخ دؤن ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي.

٨:- آر - اي جيروز پائي، " د فر ت گاڊيس"، ..... سنڌي ڪتاب گهر ڪراچي، ١٩٩٠ع ، ص ص ٨ - ٧ ، ٣ - ٢.

٩:- - ايضا - ص ١۴

١٠:- - ايضا - بحوالہ ايس سمٿ، ابثيلينين فرٽلٽي ڪلٽ، جرنل آف د رايل ايشيٽڪ سوسائٽي ١٩٢٨ع ، ص ٨۴٩ف.

١١:- پروفيسر بشم ڄاڻائي ٿو تہ پونچ سمنڊ جي علائقي، وچ مشرق ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ اوائلي آبادگار معاشرن جو مذهب، پيداوار ۾ اضافي جي رسومات ۽ ماناديوي، يا پيدائش جي ديويءَ، جي پرستش تي منحصر هو، اهي معاشرا بلوچستان جي بلند وادين ۽ مڪران، ۽ سنڌونديءَ جي هيٺانهن سرسبز علائقن ۾ آباد هئا. ديويءَ جون مورتيون اڪثر جائن تان لڌيون آهن ۽ ژوب تهذيب جي علائقي ( ڪوئيٽا کان شمال ۾) مخصوص مرداني عضوي جا نشان بہ مليا آهن. ( د ونڊر ....، ايضا - )"

١٢:- " ائڊوينچرس آف برائون گرل ان سرچ فار گاڊ" (ص ٢٥٣، ٢۴١، ٢۴، ١٣) آرٿرايچ سٽاڪ ويل لميٽڊ، لنڊن ١٩٣٢ع، ص ٣٣٥، ٣٠٨.

١٣:- پنڊت جواهر لال نهرو، د ڊسڪوري آف انڊيا" . - ايضا - ، ص ص ٢٥٧، ١٩٦.

١۴:- سي ڊي براڊ، د مائينڊ ائنڊ اٽس پليس ان نيچر - ايضا - ، ص ٥٣٦، حوالو، نعيم احمد ، اقبال کا تصور بقائ دوام، - ايضا-، ص ص ١٧٥ - ١٧۴.

١٥:- بشم، دونڊر ......، - ايضا - ص ٢۴٠.

١٦:- نعيمر، اقبال کا تصور ......، - ايضا - ص ١٧٧، برتانيڪا - ايضا - ج ١٢، ص ١١٦.

١٧:- نعيمر - أيضا- ، ص ١٧٩.

١٨:- چئمبرسس انسائکلوپيڊيا ، - ايضا - ج ١٢، ص ٤٥٩.

١٩:- - ايضا - نعيمر، - ايضا - ج ٧، ص ١٩٥.

٢٠:- بشمر، " دونڊر......" - ايضا - ص ص ٥١ - ٢٥٠.

٢١:- شاهہ جو رسالو، سر ڪلياڻ، داستان پهريون

٢٢:- قديمر شهنشاهيان، - ايضا - ص ص ١٩ - ١٠ جو خلاصو

٢٣:- - ايضا - ٢٥ - ٢٠ جو اختصار.

٢٤: - ايضا - ، ص ٢٤

٢٥:- - ايضا - ، ص ٢٥

٢٦:- " احوال الانبياء ....." - ايضا - ج٢، ص ص ٤٤، ٣٩.

٢٧:- " قصص القرآن" - ايضا - ص ٩٦، احوال الانبياء ......، ايضا - ج ١، ص ١٠ .

٢٨:- " احوال الانبياء ......، - ايضا - ج ١، ص ١١.

# فهرست مضامين

## بني ادوم

# باب ڇهون

## قديم نسل، قومون، ملڪ ۽ تهذيبون

انساني نسلن ۾ ٻه خاص نسل تاريخ جو موضوع بڻيل آهن: " سامي" (Semetic) ۽ " آريا" (Aryan )، جيڪي نه فقط نسلي لحاظ کان پر مذهبي، سماجي ۽ ثقافتي اعتبار کان پڻ تاريخ ساز نسل آهن. انهن سان گڏ "سميري" ۽ "سنڌي" پڻ نسل ۽ قديم تهذيب جي لحاظ کان تاريخي اهميت رکن ٿا ۽ مزيد تحقيق طلب آهن.

## سامي نسل:

حضرت نوح عليه السلام جي فرزند " سام" جو نسل " وادي نيل" ۽ " فرات دجله واديءَ" جي تهذيبن جو معمار آهي. دنيا جا ٽي عظيم وحداني مذهب، يهوديت، مسيحيت ۽ اسلام، " سامي" طرز حيات ۽ فلسفي جي عڪاسي ڪن ٿا. تهذيبي لحاظ کان " بابلي" ، " ڪالدياڻي"، "هٽي" ۽ "فونيقي" تهذيبون، موجوده عرب اسرائيلي، يوناني ۽ لاطيني معاشرن جو بنياد فراهم ڪن ٿيون.

ٻئي طرف ايراني، هندي، سنڌي، چيني ۽ ڏکڻ اوڀر ايشائي معاشرا مذهب ۽ نسلي گروهه قديم مقامي تهذيبن جي پيداوار آهن جن ۾ هندو، ٻڌ، جين، زرتشي ۽ ٻيا مذهب ، سماج ۽ تمدن، اسريا ۽ ايشيا کنڊ کان علاوه يورپ آفريقا ، آسٽريليا ۽ امريڪا کنڊن تائين ڦهلجي ويا.

" سامي" منهن مهاندا عرب بدوين ۾ سالم نظر اچن ٿا.

عرب جي بدوي قبائل ۾

اصل سامي رت ( خون)، دنيا کان سندن الڳ ٿلڳ زندگي گذارڻ سبب، سالم رهيو! عرب اپيٽ ۽ سنڌو ماٿري جي قديم جاگرافيائي صورتحال ساڳي هئي. اصل سنڌي نسل لاءِ پڻ چيو وڃي ٿو ته سندن نسلي ۽ تهذيبي

اوسر، بند قدرتي سرحدن اندر، پنهنجي ليکي پاڻ تي. پنهنجي اوپر (هندستان)۽ اولهہ ( ايران) جي قومن ۽ سندن تهذيب کان سنڌو ماٿري، اتاهن جبلن ۽ ڏگهن رڻپٽن سبب، ڪٽيل هئي. ايچ جي ويلس، دنيا جي تاريخ جي خاڪي ۾ لکي ٿو تہ: " جڏهن آريا آيا تڏهن پوري هندستان ( هند سنڌ) ۾ هڪ هڪ مقامي تهذيب پکڙيل ڏٺي. اها " دراوڙي" تهذيب هئي، جيڪا پنهنجي ليکي اسري هئي، جيئن " سمير"، " ڪريٽ" ۽ " مصر" جون تهذيبون وجود ۾ آيون هيون." ٢

## سامي (عبراني ــ عرب) نسل جو مرڪز عربستان:

ڏکڻ اولهہ ايشيا ۾ عربستان جو اپيٽ، اتر ۾ صحراءِ شام اوپر ۾ ايراني نار، ڏکڻ ۾ هندي وڏو سمنڊ ۽ اولهہ ۾ بحر احمر ( ڳاڙهي سمنڊ) سبب، قديم زماني کان هڪ آزاد ۽ محفوظ ملڪ رهيو آهي. ملڪ اندر، اتر طرف جابلو علائقو آهي ، جيڪو زماني قديم ۾ ادومي ۽ مدياني قبيلن آباد ڪيو هو. انهي اترين پهاڙي علائقي کانپوءِ " حجاز" جو خاص علائقو قديمي آباد آهي جنهن ۾ مڪہ، يثرب ( مدينه) ۽ جده جو ساموندي بندر قديم زماني کان تاريخ جو حصو رهيا آهن. نقشي تي نظر ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ حجاز جو علائقو اتر کان ڏکڻ طرف، بحر احمر ۽ پهاڙي سلسلن جي وچ ۾ واقع آهي. ان بعد اهم علائقو " يمن" آهي، جيڪو انسان جي تاريخ ۾ تهذيبي، سياسي ۽ معاشرتي طور تي قديم زماني کان وڏي اهميت وارو رهندو آيو آهي. يمن جو علائقو عربستان جي اپيٽ ۾ ڏکڻ اولهہ ڪنڊ تي واقع آهي. حجاز جي ڏاکڻي حصي ۽ يمن جي هيناهين علائقي کي گڏي تهامه (Tihama) چيو وڃي ٿو. " يمن" جي اوپر ۾ " حضرموت" جو علائقو هندي وڏي سمنڊ سان مليل آهي ۽ " اومان" جو علائقو اومان جي نار سان لاڳيتو اوپر طرف آهي. " نجد" جو علائقو هڪ مٿاهون پٽ آهي، جيڪو حجاز جي پهاڙن کان، اوپر طرف ايراني نار جي الاحصا ۽ بحرين جي بريت بيابان تائين پکڙيل آهي. هن وسيع علائقي ۾ ريگستان ، نخلستان، پهاڙي چشما ۽ سبزه، قدرت جي رنگا رنگي پيش ڪن ٿا. هن ملڪ ۾ ڪا خاص ندي يا درياهہ نہ آهي ، جيئن سنڌ، عراق ۽ مصر کي پنهنجا خاص درياهہ ۽

نديون زماني قديم کان آباد رکنديون اچن ٿيون. تاهم ننديون واهيون ڪٿي ڪٿي موجود آهن جيڪي سرزمين کي ڪجهه قدر سائو ڪن ٿيون، ورنه عربستان مجموعي طور تي هڪ " وادي غير ذي زرع" آهي جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام جي دعا ۾ ڄاڻايل آهي: " اي اسانجا پالڻهار! هڪ اهڙي ميدان ۾ جتي پوک جو وجود نه آهي ( ناقابل ڪاشت آهي) مون پنهنجي اولاد مان ڪن کي تهنجي محترم گهر ( ڪعبة الله) ۾ آڻي رهايو آهي ته نماز قائم ڪن، پوءِ تون ماڻهن جون دليون انهن ڏانهن مائل ڪر، ۽ کين رزق ڏي ته هو تهنجو شڪر ادا ڪن". ( سورة ابراهيم ، آية ٣٧)

حضرت ابراهيم عليه‌السلام جو تعلق سامي نسل سان هو، ۽ عربستان کي" سامي نسل جو گهوارو" تسليم ڪيو وڃي ٿو. جيئن ته حضرت ابراهيم عليه السلام جو زمانو ٢٠٠٠ ق. م کان اڳ جو نه آهي ۽ سامي نسل جي تاريخ انهيءَ کان به اٽڪل ٢٠٠٠ سال کان وڌيڪ اڳاٽي آهي، تنهن ڪري عرب ملڪ ۽ قوم کي سمجهڻ لاءِ تاريخ ۾ گهڻو پوئتي وڃڻو پوندو: پروفيسر فلپ هٽيءَ جي تحقيق مطابق سامي نسل (Semites) جو امڪاني اصل وطن عربستان آهي. هنن ان پاڻي ۽ جانورن جي چاري هٿ ڪرڻ لاءِ هجرت ڪري اچي دجله فرات ندين جي دوآبي سرسبز هلال (The Fertile Crescent) تي قبضو ڪيو. بعد ۾ الڳ قبيلن ۾ ورهائجي ويا ۽ تاريخ ۾ هڪ ٻئي پٺيان پنهجون ڏار ڏار حڪومتون ۽ ذيلي تهذيبون قائم ڪيائون. جيڪي بابلي،آشوري، فنيقي ۽ عبراني (Baby lonian, Assyrian Phoenician and Hebrew) وغيره جي نالن سان مشهور ٿيون.[٣]

## هجرتون، قومون ۽ تهذيبون

عربستان جي ريگستان مان نڪري، سامي قبيلا عراق جي دجله . فرات واديءَ ۾ سمير جي مهذب ملڪ، ملڪيت ۽ وسيلن جا مالڪ بنيا. اهو تقريبا ٤٠٠٠ ق. م کان ٣٥٠٠ ق. م جو زمانو هو. هن علائقي ۾ ٤٠٠٠ ق. م کان اڳ ڀهرياڻين اڪاد/ اغاض (Akkad) پوءِ بابل جي تهذيب

اسري. بعد ۾ آشورين (Assyrian) ۽ پوءِ ڪالدايائين (Chaldean) هتي قبضو ڪيو. تقريبا ٢٥٠٠ ق.م کان پوءِ امورين (Amorites)، ڪنعانين (Canaanites) ۽ فنيقين (Phoenicians) ، شام ۽ لبنان سميت سموري زرخيز متمدن ۽ مهذب علائقن تي حڪومت ڪئي. اٽڪل ١٥٠٠ ق.م ڌاري آرميني (Aramaenes) شام ملڪ ۾ ۽ عبراني (Hebrew) قوم فلسطين ۾ آباد ٿي. اولهہ ايشيا ۾، شام، فلسطين، عربستان ۽ عراق جا ملڪ مختلف سامي قبيلن جي قبضي هيٺ رهيا.[٤] حقيقت ۾ سامي تهذيب ۽ وحدانيت جي مذهبن جا بنياد عربستان جي سرزمين ۾ مليل سگهن ٿا. جتان تاريخ جي لڏ پلاڻ واري اصول هيٺ اهي بنياد پکڙجي ٻين ملڪن ۾ اسرا. يمن مان حامي نسل جا ابا ڏاڏا ڳاڙهو سمنڊ ٽپي آفريقا جي اٿيوپيا ( حبش) جي علائقي ۾ آباد ٿيا ۽ هڪ ڌار تهذيب جو آغاز ڪيائون. نسل ۽ ٻولين جي بنياد جي لحاظ کان سامي، يا سيميٽڪ (Semetic) لفظ جو تعلق جن قومن ۽ زبانن سان ظاهر ڪيو وڃي ٿو، انهن ۾ عرب، عبراني، ڪنعاني، آشوري، بابلي، آرميني ۽ قديم لبناني فونيقي اهم آهن. دجلہ ـ فرات واديءَ ۾، قديم زماني کان اڪاد/ اغاضؔ (Akkad) جي زبان رائج هئي. ايرندي يونچ سمنڊ جي ساحل، فلسطين شام ۽ لبنان ۾ ڪنعاني، عبراني، آرميني ۽ يوغوري (Ugaritic) زبانون ڳالهايون ويندريون هيون. قديم عربي زبان (Proto Arabic) ۽ يمني صبائي (Sabaean) زبان عربستان جي بند علائقي جون زبانون هيون. اسلام جي اشاعت جي نتيجي ۾ عربي زبان سامي تهذيبي علائقي ۾ سبقت حاصل ڪئي. فلسطين ۽ ميسوپوٽيميا ( ذڪرُ عراق) مان آرميني زبان (Aramaic) ۽ مصر مان قبطي (Coptic) زبانن جو خاتمو ٿي ويو.[٥]

## تاريخي تحقيق

سامي نسل جونالو، پراڻي عهدنامہ توريت جي پيدائش واري باب ١٠ جي پهرين شق ۾ " شيم "( Shem) آهي. روايتي نظريہ مطابق هي نسل حضرت نوح جي وڏي فرزند حضرت سام جي پٽ مان آهي ۽ هڪ

مخصوص نسل آهي.

مغربي ايشيا جي لساني نقشه تي نظر ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته هن وقت "شام"، "فلسطين"، "عربستان" ۽ "عراق" ۾ عربي قومي زبان آهي. جيڪڏهن اڄ کان ٥٥٠٠ سال پوئتي نظر ڪجي ته اٽڪل ٣٥٠٠ ق . م کان دجله فرات دوآبي ۾ "بابلي" ، "آشوري" ۽ بعد ۾ "ڪالدائي" هن علائقي ۾ آباد نظر ايندا . اڻويهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري هن علائقي جي هٿ آيل قديم رسم الخط "ڪوفي"(Cuneiform) جڏهن پڙهي وئي ته معلوم ٿيو ته آشوري، بابلي ، عبراني، آرميائي، عربي ۽ حبشي زبانون پاڻ ۾ پينر هيون.( هٽي ص ٩)

" زبان" جي هڪ جهڙائي گهڻن ئي طريقن سان هنن قومن ۽ معاشرن کي هڪ جهڙو بنائي ڇڏيو، ايتري قدر جو مزاج ۽ انداز به هڪ جهڙو نظراچي ٿو. گهرو مذهبي جذبو، واضح تخيل، نمايان انفراديت ۽ جوش هن (سامي) نسل جون خصوصيتون آهن.

انهن مختلف قومن جا اباڏاڏا،لازمي طور تي، ڪنهن زماني ۾ هڪ علائقي ۾ گڏ رهندا هئا. بابلي، آشوري، ڪالدائي، اموارئي، آرمينائي، فونيقي ( لبناني) ۽ عبراني، عرب ۽ حبشي دراصل عربستان جي اپپيٽ جي قدرتي سرحدن ( ٽن پاسي سمنڊ ۽ هڪ پاسي ريگستان) اندر نسلي ۽ لساني وحدت کي برقرار رکيو هو جتان تاريخ جي اثر عمل: آباديءَ ۾ اضافي ۽ وسيلن جي اڻ پورائي، قبائلي رقابتن ۽ انتقامي روايتن وغيره، سبب هنن قومن کي عربستان جي ريگستاني زندگي مان ٻاهر، دنيا جي آباد ۽ خوشحال علائقن ۾ آباد ٿيڻ تي مجبور ڪيو. سماجيات جو اهو مسلمه اصول آهي.

## سامي نسل جي آباد ڪاري:

ذڪڻ اولهه ايشيا ۾" عربستان" صدين کان هڪ اپپيٽ جي صورت ۾ قائم آهي: اتر ۾ شام جو رٽپٽ، اولهه ۾ ڳاڙهو سمنڊ، ڏکڻ ۾ هندي وڏو سمنڊ ۽ اوڀر ۾ ايراني نار جي وچ ۾ هي ملڪ سنڌ وانگر محفوظ سرحدن اندر رهندو آيو آهي، ليڪن سنڌو نديءَ وانگر ان ۾ ڪو دائمي قدرتي

آبپاشيءَ جو نظام موجود نہ آهي. اڳي ملڪي ۽ خانگي آمدني جو دارو مدار واپار، خانہ ڪعبه جي ساليانہ حج ۽ واپاري قافلن جي ڦر لٽ تي هوندو هو. هاڻي تيل ۽ حج جي آمدني سبب سعودي عربيه هڪ شاهوڪار بادشاهي آهي.

نہ عربستان جو ريگستان هڪ جابلو علائقو آهي. قديم زماني جون بائيبل مقدس ۾ ڄاڻايل بہ قومون، ايدومائيٽ (Edon tes) ۽ مديانائيٽ (Midianites) هتي آباد هيون. عربستان اندر مختلف زمانن ۾ مختلف قومون ۽ قبيلا آباد ٿيندا رهيا آهن. اوائلي آباد ڪار انهيءَ ساڳي نسل مان هئا جنهن مان ڪالڊائي (Chaldaeans) شمار ڪيا وڃن ٿا. سندن عظيم تهذيب جا آثار ذڪرُ عربستان ۾ دريافت ڪيا ويا آهن ۽ لڳي ٿو تہ انهي تهذيب جي علائقي ۾ مصر ۽ عراق ( ميسوپوٽيميا) پڻ شامل هئا. سندن ڪشادا محلات ۽ مندر ( عبادتگاهہ) مشهور پاڻي جا حوض جيڪي عدن بندر جي قريب واقع آهن، انهي قديم عرب تهذيب جا يادگار آهن.

## عرب قوم

انهن اوائلي مهذب عربن کي، هڪ خانہ بدوش سامي قبيلي ڪاهہ ڪري مغلوب ڪيو. فرات ندي جي اوپر طرف کان عربستان تي هي تاريخ جو پهريون بيروني حملو شمار ڪرڻ گهرجي. هنن فاتح قبائلين يمن ۽ حضر موت جي ڪجهہ حصن ۾ مستقل سڪونت اختيارڪئي. جدا جد جو نالو قحطان عرف "جوقطن" هو تنهن ڪري تاريخ ۾ انهن کي قحطاني (Kahtanites) سڏيو ويو آهي. شيخ قحطان جي هڪ فرزند جو نالو "يرب" هو، جنهن کان ملڪ ۽ قوم تي " عرب" نالو پيو: ۽ شيخ قحطان جي هڪ پوٽي عبدالشمس جو تخلص "سبا" هو، تنهن ڪري قحطاني بادشاهي گهراڻو " سبائي" سڏجڻ لڳو، جنهن مان ملڪہ سبا ( عرف بيبي بلقيس) هئي جنهن حضرت سليمان عليه السلام سان نڪاح ڪيو ۽ هي گهراڻو يمن ۽ عربستان جي ٻين مهذب علائقن تي ستين صدي عيسويءَ تائين حڪمران رهيو.

عـربـسـتـان ۾ آخرين آبادڪاري، اسـمـاعـيلي نسل يعني حـضـرت ابراهيمعليه االسلام جي فرزند حضرت اسماعيل جي اولاد جيْ طرفان ٿي. حضرت اسماعيل بن ابراهيم عليه االسلام مڪي شهر جي قريب سڪونت اختيار ڪئي ۽ سندس اولاد " حجاز" کي آباد ڪيو ۽ عرب قوم لاءِ تاريخي عظمت جو باعث بنيا. حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهم السلام جو تعمير ڪيل ڪعبة الله شريف اڄ دنيا جي محترم ترين پاڪ آستانن مان آهي، جنهن تي ساليانو حج منعقد ٿي رهيو آهي . دنيا جي ڪل آباديءَ جو پنجون حصو ( مسلمان) ان کي خدا جو گهر ۽ هن ڌرتي تي سڀ کان وڌيڪ پاڪ جاءِ سمجهن ٿا ۽ ان طرف سر جهڪائي سجدو ڪن ٿا.

اٽڪل ٢٥٠٠ ق . م ۾ ٻي سامي هجرت ۾ " اموارئي" فرات دجله دوآبه ۾ داخل ٿيا. " اموارئي" ٻن قسمن جي قبيلن تي مشتمل هئا: "ڪنعاني" جن ٢٥٠٠ ق . م بعد مغربي شام ۽ فلسطين جي علائقي ۾ بود و باش اختيار ڪئي ۽ ساحلي علائقي جا قبيلا جن کي يوناني تاريخ نويسين فونيشين (Phoenician )نالو ڏنو آهي، اسين انهن کي " فونيقي" لکون ٿا. هنن " فونيقي" قوم وارن دنيا کي پنهنجي عظيم ترين ايجاد، الف . بي جي نظام، سان نوازيو: هن دنيا جي پهرين الف . بي ۾ ٢٢ اکر هئا. (هٽي ص ١١)

جيئن تہ "سامي " ۽ " حامي" ( افريقي حبشي، حضرت حام بن نوح عليه السلام جي اولاد جي) نسلن ۾ ڪافي هڪ جهڙائي ڏسجي ٿي تنهن ڪري ڪن تاريخدانن جو خيال آهي انهن جو اصل وطن اوپر افريقا آهي . ٻين بائيبل مقدس جي بنياد تي وچ مشرق ۾ ميسوپوٽيما ( ڏکڻ عراق) کي سندن اصل وطن ڄاڻايو آهي، ليڪن عربستان مجموعي طور تي وڌيڪ قابل قبول هنڌ آهي، جتان تاريخ جي آغاز ۾ " سامي" نسل دجله فرات وادي جي سرسبز هلال طرف هجرت ڪئي ۽ اتي انساني تهذيب کي اجاگر ڪيو.

## بابل جي تهذيب (Baby lonian Civilization) (۴۰۰۰ - ۵۳۹ ق - م)

۴۰۰۰ ق - م کان، جديد عراق جي ڏاکڻي شهر "حلاوه" کان بلڪل اتر طرف ، " فرات" ندي جي ڪناري تي، هڪ قديم بستي قائم هئي، جتي سميري قوم آباد هئي. ن وقت هن بستي جو نالو" تن ترڪي" هو. سميري تهذيب، فرات ۽ دجله ندي جي سوڙهي دوآبي ۾ عروج تي هئي. ايراني نار ۽ هنن ٻن سراقي ندين تي آمد رفت ۽ تجارت " سميرين، (Sumerians) جي قبضي هيٺ هئي.[۸]

## سميري - اغاضي تهذيب (Sumerian _ Akkadian Civilization)

سميري هڪ قديم مهذب قوم ٿي گذري آهي، جيڪا هندستان جي تاريخي روايتن مطابق سنڌو ماٿري مان اسري، تاريخي اصول مطابق هن قوم جا ماڻهو ڏٻلا ڪندا، چين ۽ تاتار کان ٿيندا وچي وچ مشرق ۾ آباد ٿيا ۽ فرات ۽ ي، جي چوڙ وٽ اغاض (Akkad) نالي هڪ مهذب معاشرو ۽ حڪومت قائم ڪيائون. " ائن ائڊووانسڊ هسٽري آف انڊيا" جا مولف لکن ٿا تہ " اهي شيون ۽ نالا جيڪي مختلف ڪن ۾ ساڳيا آهن، اهي قديم ترين زماني جا شاهد آهن. ڏسجي ٿو تہ هڪ نامعلوم زماني کان هند - سنڌ جي قبيلن......... وڏي تعداد ۾ سمنڊ ۽ خشڪيءَ جي ذريعي " انڊو - چائنا" ۽ انڊين آرڪي پيليگو ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي ۽ اتي وڃي آباد ٿيا"؟[۹] بحري تجارت، جنهن چين جي مال کي ڪنٽن (Canton) بندرگاهہ کان ايراني نار جي سري تائين پهچايو ٿي، " تيو" (Tiyu) ۽ تيز (Taiz) جي تجارتي مرڪزن کان گذرندي هئي. " سميرين" انهيءَ بحري تجارتي رستي کي يمن جي " سبائي" سوداگرن کان بہ اڳ استعمال ڪيو ٿو ڏسجي. ان زماني ۾ بار بريئي (Barbarei) جي خشڪي رستي " ڪوه قاف" جي پريان واقع ڪئٿي (Cathay) جي تجارتي مرڪز کي سنڌو نديءَ جي بندرن سان ملايو ٿي.[۱۰]

فرات دجله دوآبي ۾ سمرين جي اغاض ۾ بستي قديم زماني کان قائم

هئي، جنهن جون. ۴۵۰ ق . م ۾ ٻه بادشاهتون قائم هيون؛ اتر ۾ ڪش (Kish) ۽ ڏکڻ ۾ ڪينگي (Kengi) سن ۴۰۰۰ ق . م ۾ عور سمنڊ جي شرمر ساحلي علائقي تي " لوگل زاغس" (Lugalzaggis) نالي هڪ خود ساخته شهنشاهه عالم ايريو، جنهن بت پرست پوڄارين جي" عور"۾ حڪومت قائم ڪئي. فرات . دجله دوآبي ۾ ان وقت سامي بادشاهه" انشڪ ڪوشنا" جي حڪومت هئي ۽ سميري تهذيبي بنيادن تي اغاضي (Akkadian) تهذيب اسري رهي هئي. " انشڪ ڪوشنا" يا " اينشاغ ڪشنا" (Enshagkuashana) جو تعلق سامي نسل سان هو ۽ هوڪينگيءَ جي ڏاکڻي سميري رياست جو بادشاهه هو ۽ بابل جي تاريخ ۾ اهوئي پهريون سامي نسل جو بادشاهه هو. سندس زمانو ۴۰۰۰ ق . م شمار ڪيو وڃي ٿو.[١]

قديم بابل جو علائقو، جنهن کي تاريخ ۾ "بيبيلونيا " (Babylonia) چئجي ٿو، فرات ۽ دجله جي آبپاشيءَ تي آباد هو. ڪلاسيڪل مصنفين انهي کي " ميسوپوٽيميا (Mesopotamia) لکن ٿا ۽ هاڻي اهو عراق جو علائقو آهي. جنهن زماني جي ڳالهه هلي رهي آهي، ان وقت هن علائقي جي اوير ۾ " ايلام" جو مهذب علائقو ۽ ايرانُ جون ٽڪريون هيون. ڏکڻ ۾ ايراني نار ۽ اولهه ۾ دشت شام هو. اتر ۾ "آشور" قوم جو علائقو آشوريا(Assyria) آباد هو. تاريخ جي اڪثر حصي ۾ هيءَ علائقو ( بيبيلونيا) ٻن حصن ۾ ورهايل نظر اچي ٿو: " سمير" ( ڏکڻ ۾) ۽" اغاض" يا اڪاد (Akkad) اتر ۾ قائم ٻه رياستون هيون. انهن ٻنهي قومن ۽ رياستن پاڻ ۾ ضم ٿي انهيءَ تهذيب کي جنم ڏنو جنهن کي بابل جي تهذيب (Babylonian Civilization) چئجي ٿو. هيرودوٽس قديم بابل جي خوشحالي جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اڄ جي ويراني ۾ قديم نهرن ۽ انهن جي هڪ ٻئي کي پار ڪرڻ جي نشانن مان انهي احوال جي تصديق ٿئي ٿي.[٢]

" سميرين" جي زماني ۾" اريدو" (Eridu) ۽ "ار" بحري بندرگاهه هئا. ايراني نار جي منهن وٽ فرات جي لٽ جمع ٿيڻ سبب ساحل ڏکڻ طرف هٽي ويو ۽ زماني قريب ۾ " شط العرب" جو علائقو سمنڊ مان

نڪري نروار ٿيو آهي. سميري تهذيب جا ڪجهه آثار ٻئي دور کان اڳ نه ٿا ملن ۽ سميري تهذيب جو ٻيو دور ٣٠٠٠ ق.م کان شروع ٿئي ٿو جڏهن بابل تي سامي قبيلي جي حڪمراني هئي.١٣

## سامي - سميري دور

سارغون اول ٣٨٠٠ ق.م ۾ بابل جو شهنشاهه ٿي گذريو. اصل ۾ هو "راڪش" جي سميري بادشاهه جو ساقي هو، جنهن پنهنجي بادشاهه جي عقل سان گڏ سندس بادشاهي جو به تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. قديم رسم الخط ۾ سندس اصل نالو شـرو ڪنو (Sharru _ Kina) اڪريل ملي ٿو. شروڪنو عرف سارغون اغاض (Akkad) کي پنهنجو تخت گاهه بنايو ۽ اڪادي / اغاضي شاهي خاندان جو پايو وڌو. هن سمير ۽ ايلام جا علائقا فتح ڪيا ۽ فرات جي ڪناري سان پيش قدمي ڪري اتر شام جي سرحدن تي پهچي ويو. هن پنهنجي حڪومت جون حدون ، مٿين سمنڊ کان هيٺين سمنڊ تائين مقرر ڪيون، جنهن جو مطلب هو ته بحر روم / پونچ سمنڊ کا، ايراني نار تائين سندس حڪمراني هئي. سندس پٽ " سترام سين" به ناميارو بادشاهه ٿي گذريو آهي.١٤

## عاد قوم جي ڪاهه ۽ " بابل" جو نالو پوڻ.

٣٠٠٠ ق.م ۾ عربستان مان هڪ ٻئي سامي قبيلي "عاد" طاقت جي زور تي سميري - اغاضي سرزمين تي قبضي ڪرڻ کان علاوه آشوري، مصري ۽ ڪنعاني علائقن کي به فتح ڪيو ۽ پراڻي شهر " تن ترڪي" کي پنهنجو تخت گاهه مقرر ڪري سندس نالو مٽائي، "باب ايلو" رکيو جنهن جي معنيٰ آهي الله جو دروازو. " باب ايلو" اڳتي هلي "بابل" ۾ تبديل ٿي ويو. "باب ايلو" يا بابل جو پهريون عاد بادشاهه " سموآبي" سن ٢٢٩٥ ق.م ۾ تخت نشين ٿيو. ١٥

١٨٠٠ ق.م ۾ بابل جي تخت تي حـمـورابي (Hammurabi)

وينل هو، هيءَ "امورائي" (Amorite) جي پهرين شاهي خاندان جو ڇهون بادشاهه هو ۽ قانون سازي جي شهرت سبب بابل جي پهرين شاهي خاندان جو عظيم ترين بادشاهه مڃيو وڃي ٿو.[١٦] هن "لارسا" (Larsa) جي بادشاهه رمسن (Rimsin) کي شڪست ڏئي ميسوپوٽيما يا ڏکڻ عراق جي وسيع علائقي تي قبضو ڪيو ۽ سموري علائقي ۾ بابلي تهذيب کي فروغ ڏنو، جيڪ مذهبي نوعيت جي هئي ۽ مرضوق (Marduk) نالي بت جي عبادت ڪئي ويندي هئي. آخري زماني ۾ " سينا چرب" غالبا ٦٨١ - ٧٠٥ ق . م ۾ " مرضوق" خدا کان منحرف ٿي ويو ۽ سندس سياسي قتل کي مذهبي پيشوائن "مرضوق" خدا جي قهر جو نتيجو ڄاڻايو.

قديم بابل (Babylonia) ۾ حمورابي جو تخت گاهه ۽ تهذيب جا نشان ١٦٠٠ ق . م " هٽي" آريا قبيلن جي حملن ۽ ڦر لٽ ۾ نيست و نابود ٿي ويا هئا. هن وقت جيڪي بابل جا آثار قديمه ڇيا وڃن ٿا، اهي انهي نئين بابل ۽ نئين بابلي تهذيب جا نشان آهن، جيڪي ٦٠٠ ق . م جي شروعات ڌاري ڪلداني بادشاهه " نبوڪد نضر" (Nebuchadrezzar) عرف "بخت نصر" جي دور سان تعلق رکن ٿا.

" بابل" جي علم تاريخ (Chronology) ۾ گهڻو مونجهارو نظر اچي ٿو.مثال طور " سينا چرب" ( ٧٠١ ق . م) کان نبوڪد نضر عرف بخت نصر ( متوفي ٥ ٦ ق . م) تائين سن وار حالات نه ٿا ملن. بائيبل مقدس جي پراڻي عهدنامي مان يهودي بادشاهن ۽ همعصر بيروني دنيا جي مستند تاريخن ۽ زماني جي واقعن کي ملائي هڪ قرين قياس ڪرانالاجي تيار ڪئي وئي آهي. انهيءَ مطابق ميسوپوٽيميا يا بابل جي تهذيب ۽ سياست جي تقويم هن طرح بيهي ٿي:

(١) قبل تاريخ تهذيبون يا ثقافتون خواندگي جي دور تائين، ٤٠٠٠ ق . م

(٢) قديم سميري شهري رياستون سارغون اول جي اڪادي تهذيب ۽ سياست تائين ٢٥٠٠ - ٣١٠٠ ق . م

(٣) "ار" جو ٽيون شاهي خاندان ٢١٠٠ - ٢٢٠٠ ق . م

"بابل" جي قديم شاهه خاندانن اسين (Isin)

۽ "لارسا" (Larsa) جو زمانو ٢٠٠٠ ـ ١٨٠٠ ق ـ م

(۴) بابيلان يا قديم بابل جو پهريون شاهي خاندان ١٥٩٥ ـ ١٨٩۴ ق ـ م

(۵) حموراپي اموراڻي شاهي قبيلي جو ڇهون بادشاه ١٧٥٠ ـ ١٧٩٢ ق ـ م

(٦) آريہ هتي قبيلي جي ڪاهہ ۽ قديم بابل جي تباهي ١٥٩٥ ق ـ م

(٧) هتي آرين جي اناطوليہ (Anatolia) ۾ شهنشاهيت جو دور ١٤٠٠ ـ ١٢ ق ـ م

(٨) تغلث بلسر اول (Tiglath pilcer) جو دور حڪومت ١١١۴ ـ ١ ق ـ م

(٩) شلماني سر ثالث (Shalmaneser) ٨٥٩ ـ ٨٢۴ ق ـ م

(١٠) شلماني سر خامس جي بادشاهي، ٧٢٢ ـ ٧٢٧ ق ـ م

(١١) سارغون ثانيءَ ٧٠٥ ـ ٧٢٢ ق م

(١٢) سينا چرب ٦٨١ ـ ٧٠٥ ق ـ م

(١٣) بخت بلاسر، آشوري شهنشاهيت جي طرفان "بابل" ۾ مقرر ڪيل حڪمران ٦٠٥ ـ ٦٢٥ ق ـ م

(١۴) بخت نصر ٥٦٢ ـ ٦٠٥ ق ـ م

(١۵) آخري ڪلدائي بادشاهہ بابل ، نبونيدس (Nabonidus) ٥٣٩ ـ ٥٥٦ ق ـ م

## بابل جي نئين تهذيب:

نئين بابل جو مشهور بادشاهہ نبو ڪد نصر (متوفيٰ ٥٦٢ ق م) عرف بخت نصر بن نبو پلاسر عرف بخت بلاسر (متوفي ٦٠٥ ق ـ م) قوميت جي لحاظ سان ڪلداني هو ۽ شايد حضرت سليمان عليه السلام ۽ بيبي بلقيس ملڪہ سبا جي اولاد مان هو سندس والد جو نالو قديم ميخي خط (Cuneiform script) ۾ "نيبوڪ دري اسر" لکيل آهي. بائيبل مقدس ۾ "نبو ڪد نصر" جو نالو تقريبا هڪ سئو دفعا اچي ٿو خاص طور

تي تواريخ جي باب ٣٦ ۾ ٥ کان ٢٢ آيات ۾ يهوداه ۽ يروشليم (Judea and Jerusalem) ۾ اخلاقي پستي ۽ خدائي سرزنش ۾ نبوڪد نصر جي تاريخي ڪردار ۽ بعد جي حالات جو ذڪر ڪيل آهي: "جڏهن يهوقيم بادشاهي ڪرڻ لڳو هن اهي ڪم ڪيا جي خداوند، سندس خدا، جي نظر ۾ خراب هئا. انهيءَ تي وري بابل جو بادشاهہ نبوڪد نصر چڙهي آيو، ۽ بابل ۾ وٺي وڃڻ لاءِ هُن کي زنجيرن سان ٻڌائين. نبوڪد نصر خداوند جي گهر (عبادتگاه) جا باسڻ (تبرڪات) بہ بابل ڏي کڻي ويو، ۽ هن اهي بابل ۾ پنهنجي مَندر ۾ وجي رکيا. جڏهن يهوياڪين بادشاهي ڪرڻ لڳو تڏهن هن اهي ڪم ڪيا جي خداوند جي نظر ۾ خراب هئا، ۽ هڪ سال گذرڻ کانپوءِ بادشاهہ نبوڪد نصر هن کي ماڻهو موڪلي بابل ۾ آڻايو ۽ سندس ڀاءُ صدقياه کي يهوداه ۽ يروشليم جو بادشاهہ (مقرر) ڪيائين. هن جيڪي ڪم ڪيا، سي خداوند، سندس خدا، جي نظر ۾ خراب هئا. هُن يرمياه نبيءَ جي اڳيان پاڻ کي نماڻو نہ ڪيو، جنهن خداوند جي واتان ٿي ڳالهايو. ۽ هو نبوڪد نصر کان بہ باغي ٿيو، جنهن کيس خدا جو قسم کڻايو هو. تان جو خدا جي ڪاوڙ پنهنجي قوم (بني اسرائيل) تي پيدا ٿِي تنهنڪري هُن انهن جي مٿان "ڪسدين" جو بادشاهہ آندو، جنهن سندس پاڪ مڪا (ڌانو) ۽ سندس جوان ماڻهو ترار سان ڪٺا ۽ خداوند جي گهر جا خزانا، ۽ بادشاه ۽ سندس اميرن جا خزانا، اهي سڀ هو بابل ڏي کڻي ويو. ۽ هنن خدا جو گهُر ساڙي ڇڏيو، ۽ يروشليم جي پٽ ڀِجي ڊاهي ڇڏي ۽ جيڪي ترار کان بچي نڪتا هئا تِن کي هو بابل ڏي وٺي ويو. اهي هُن ۽ هُن جي پٽن جا ٻانها (غلام) ٿيا، جيستائين جو فارس جي بادشاهي نہ آئي (٢٠-٥: ٣٦ بائيبل) فارس جي بادشاهہ جو نالو "خورس" ڄاڻايو ويو آهي جنهن يهودي بني اسرائيل کي "بابل" مان آزاد ڪري واپس يروشليم ۾ آباد ڪيو ۽ بيت المقدس جي ٻيهر تعمير ڪرائي، ۽ يرمياه نبيءَ جو قول سچو ٿيو. (٢٣-٢٢ :٣٦)

قرآن شريف ۾ انهن تاريخي واقعن جو ذڪر هنن لفظن ۾ ملي ٿو: "پوءِ جڏهن انهن ٻن وقتن مان (٥٩٨ ق.م ۽ ٥٨٧ ق.م) پهريون وقت اچي وڃو تڏهن (اي بني اسرائيل) اسان توهان جي مٿان اهڙا (پنهنجا) ٻندا

موڪلبا جي ڏاڍا خوفناڪ هئا. پوءِ اهي اوهان جي آبادين جي اندر پکڙجي ويا. ۽ الله جو وعدو تہ انهيءَ لاءِ هو تہ مڪمل تعميل هيٺ اچي ۽ پورو ٿي وڃي." (سورة بني اسرائيل آيت ٥)

علامہ علي خان ابڙي ۽ مولانا مودودي، سنڌي تفسير المنير ۽ تفهيم القرآن ۾ ڏار ڏار هن آيت جو اشارو بابل جي بادشاهہ نبوڪد نصر عرف بخت نصر جي جيرو سلم (يروشليم) تي ڪاهہ ۽ تباهي، ۽ حضرت سعياهہ ۽ حضرت يرمياهہ جي هدايتن تي عمل نہ ڪرڻ، بلڪ مٿن ننوليون ڪرڻ طرف ڇاڻايو آهي.

بخت نصر (نبوڪد نصر) جو والد بخت بلاسر (نبو پلاسر) ٦٢٥ ق. م کان آشورين جي طرفان "بابل" جو حاڪم مقرر ٿيل هو. ويهن سالن بعد جڏهن بخت نصر جوان ٿيو، تڏهن پيءُ پٽ گڏجي آشورين خلاف بغاوت ڪئي ۽ بابل ۾ پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. ٻئي سال ٦٠٥ ق. م ۾ بخت بلاسر وفات ڪئي ۽ بخت نصر بابل جي تخت تي ويٺو. سن ٥٩٨ ق. م ۾ هن يروشليم تي پهريون حملو ڪيو ۽ يهوداهہ ۽ يروشليم جي بني اسرائيلي رياستن تي قبضو ڪري سندن بادشاهہ يهوقيم کي بابل ۾ آڻي، عمر قيد جي سزا ڏني ۽ سندس پاءُ صدقياہ کي بني اسرائيل جو بادشاهہ مقرر ڪيو. يارهن سالن اندر انهيءَ بہ ابتا پير ڪنيا ۽ آخر بغاوت ڪئي، جنهن ڪري بخت نصر پيهر سن ٥٨٧ ق. م ۾ يهودين تي ڪاهي آيو ۽ سندن ڏاڍو بُرو حشر ٿيو: سندن متبرڪ "هيڪل سليماني" ۽ "بيت المقدس" خاڪ جو ڍير بنجي ويا، ۽ يروشليم شهر جي هڪ ديوار بہ پنهنجي جاءِ تي سالم نہ رهي. هڪ روايت موجب ١٨٠٠٠ يهودي، جيڪي قتل عام ۾ بچي ويا، غلام بنجي بابل جي بازار ۾ وڪامجي ويا. شايد انهن غلامن کان آبپاشيءَ لاءِ نهرون کوٽرايون ويون. جنهن سان دنيا ۾ پهريون دفعو نهري آبپاشيءَ جو نظام قائم ٿيو.[١٨]

"بابل" ۾ "ڪلداني" خاندان جي بادشاهت ٥٣٩ ق. م ۾ ختم ٿي، جڏهن آخري بادشاهہ نبونيدس (Nabonidus) جي خلاف 'مضروق' جي مذهبي پيشوائن فتنو کڙو ڪيو ۽ سندس عوامي مقبوليت کي ختم ڪيو.

بائيبل جي متن ۾ ڄاڻايل "فارس" جو بادشاهہ "خورس" تاريخ ۾ سائرس ثاني جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. سن ٥٣٩ ق . م ڌاري هُن "بابل" جي "ڪلداني" (Claldaean) شهنشاهيت جو خاتمو آندو، "بخت نصر" جي غلام بڻايل يهودين کي آزاد ڪري ٻيهر "يروشليم" ۾ آباد ڪيو ۽ " هيڪل سليماني" ۽ "بيت المقدس" جي ٻيهر تعمير ڪرائي.

سائرس ثاني (٥٣٠ . ٥٥٩ ق . م) کان زرڪس اول (٤٦٥ . ٤٨٦ ق . م) تائين نئين بابل جي تهذيب، ايراني ڪياني تهذيب جي آميزش سان، وڌيڪ ترقي ڪئي، تاهم مادي ترقي بغاوت کي جنم ڏنو. سڙا طور ڪيانين نہ صرف بابل جي انساني آباديءَ کي تہ تيغ ڪيو بلڪ سندن تاريخي تهذيب کي پڻ مليا ميٽ ڪري ڇڏيو ۽ شهر جا دفاعي انتظامات درهم برهم ڪري ڇڏيا. ٥٢٣ ق . م ۾ جڏهن سڪندر اعظم بخت نصر جي ويران محلات ۾ قدم رکيو، تڏهن بابل جي تعمير نو جا احڪامات جاري ڪيائين، ليڪن قسمت کي اهو منظور نہ هو، خود سڪندر اعظم جي موت جو پروانو، اجل جو فرشتو کڻي، اتي پهچي ويو ۽ سڪندر اعظم خالي هٿين هن دنيا مان رخصت ٿيو ۽ بابل هميشہ لاءِ ويران رهجي ويو.

## تهذيبي آميزش

"سميري" هڪ غير سامي نسل هو ۽ انهن جو اصل وطن پڻ ٻيو هو: اهڙي طرح "مصر" جو حامي نسل پڻ مختلف هو ۽ هو مصر جا اصل باشنده هئا. پهرين "سامي" هجرت، عربستان جي چو طرف بند ريگستان مان "نيل وادي" جي علائقي طرف، ڳاڙهي سمنڊ جو ڪنارو ڏئي اٽڪل ٣٥٠٠ق . م ۾ عمل پذير ٿي: ٻين اوپر آفريقا جو خشڪي رستو وٺي سر اتر وڃي "مصر" جي حامي قبيلن تي ڪاهيو. سندن مخلوط نسل (حامي ۽ سامي) جديد مصري نسل کي جنم ڏنو. "مصرين" پهريون دفعو پٿر جون عمارتون ڪڙيون ڪيون، شمسي ڪلينڊر ايجاد ڪيو ۽ لکڻ پڙهڻ جو انتظام ڪيو. اٽڪل ساڳي دور (٣٥٠٠ ق . م) ۾ عربستان جي سامي قبيلن مان ڪن اوپر ڪناري سان اتر طرف وڌڻ شروع ڪيو ۽ دجلہ فرات واديءَ ۾ اڳ

آباد "سميرين" قبيلن تي وچي ڪڙڪيا. سميري مهذب هئا ۽ سامي وحشي لشڪر جي صورت ۾ سندن تهذيبي علائقي تي قابض ٿيا هئا. ساڳي صورتحال بعد ۾ هند سنڌ تي آرين جي ڪاهه وقت نظر آئي پنهي حالتن ۾ مقامي تهذيب، مذهب ۽ سماج آخرڪار بيروني حملي آورن کي پنهنجي اثر هيٺ آندو. سامي ۽ سميري نسل ۽ تهذيب جي آميزش سان بابل جي قوم وجود ۾ آئي. اهي سميري تهذيب جي عمارت سازي، تحرير جي فن ۽ زراعت جي سڌريل طريقن جا وارث بڻيا.

قديم "مصري" ۽ بابلي" قومون اهڙي طرح انساني تهذيب جون اولين علمبردار ٿيون. ڪمان، ڦيٿن واري گاڏي ۽ تور ماپ جو سرشتو دنيا کي پهريون دفعو بابلين کان مليو. ٿين قديم ترين انساني تهذيب جا آثار سنڌو ماٿري جي هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي شهري تهذيب ۽ ان کان اڳين ڪوٽڏيجي ۽ بلوچستان جي پهراڙيءَ جي تهذيبن ۾ نظر اچن ٿا.

## سميري- قوم

جديد تاريخي تحقيق ذيڪاري ٿي ته سميري سنڌي هئا. مغربي ذريعا چاٽائن ٿا ته دجله - فرات دو آبي، ۾ ڪافي هزارين سال ق - م کان هڪ چيني تاتاري نسل آباد هو، جيڪو مصر ۾ اسرنڌڙ انساني تهذيب کان متاثر ٿيو. فرات ندي جي چيڙي تي "اغاض" / اڪاد (Akkad) جو شهر "سميري تهذيب" جو مرڪز بنيو. بادشاهتون قائم ٿيون: اتر ۾ "ڪش" (Kish) ۽ ذڪڻ ۾ ڪينيگي (Kenigi) آخري حڪومتون بڇيون هيون، جن مان ڪينيگي جو بادشاهه اينشاغ ڪشنا (Enshagkushana) سامي نسل مان هو، هن "ڪش" فتح ڪري، اتان جي مال غنيمت کي پنهنجي ديوتا "بعل" (BEL) جي مندر تي پينٽ (نذر) ڪري ورهايو.

٣٠٠٠ ق - م ۾، جڏهن "اغاض" ۾ سميري تهذيب عروج تي هئي، تڏهن "تن ترڪي" (قديم بابل) تي عربستان جي سامي قبائل جو قبضو ٿي ويو. سامين ان شهر جو نالو مٽائي "باب ايلو،" معنيٰ الله جو دروازو رکيو جيڪو بعد ۾ "بابل" سڏجڻ لڳو. بابل جو پهريون سامي بادشاهه "سمو

آبي" سن ٢٢٩٥ ق . م ۾ تخت نشين ٿيو.

"سمرين" جي چيني . تاتاري نسل سان تعلق جي خلاف مشرق قريب جي قديم تاريخ جو مولف "هٽي" لکي ٿو تہ "سميري هندستان جي غير آريا نسل مان هئا. اهي سنڌو ماٿريءَ" مان نڪري، ٻن درياهن جي ماٿري (دجلہ فرات وادي) ۾، خشڪي ۽ بحري ٻنهي رستن سان اتي داخل ٿيا.[66] قومن جي تاريخي لڏ پلاڻ جو تجزيو ڪندي، پروفيسر فلپ هٽي ڪجهہ بنيادي حقيقتون ظاهر ڪيون آهن: جنهن عمل هيٺ خانہ بدوش قبيلن مقامي مهذب قومن جي زمين ۽ قدرتي وسيلن تي، هجرت ۽ آباد ڪاريءَ ذريعي، قبضو ڪيو آهي، انهيءَ ساڳي عمل هيٺ مهاجر آباد ڪارن مقامي تهذيب جو اثر قبول ڪيو آهي. نسلي آميزش بہ ٿي آهي ليڪن ڪڏهن بہ مهاجر آبادڪارن مقامي باشندن کي ختم نہ ڪيو آهي ۽ نہ انهن جو اثر زائل ٿيو آهي.[67] مشرق قريب جي تاريخ ڏيکاري ٿي تہ هجرتن ۽ آبادڪارين جي هر دور ۾ سميري زبان ۽ تهذيب باقي رهي آهي، ٣٠٠٠ ق . م کان ٢٠٠٠ ق . م تائين سميري زبان ۽ رسم الخط جو عام دور هو ٢٠٠٠ ق . م ۾ سامي قبيلن جي زبان اغاضي آشوريا بابل ۾ عام ٿي، تاهم سميري لپي (رسم الخط) خود "اغاضي" زبان جي خاتمي تائين جاري رهي. ماهرن جي راءِ مطابق سميري (Sumerian) قديم ترين زبان آهي جيڪا هلندي اچي ٿي. سميري زبان جا چار دور چيا وڃن ٿا:

(١) قديم (archaic) دور (٢٥٠٠ . ٣١٠٠ ق . م) جنهن جي لپي، قديم سنڌي لپي وانگر اجا پڙهڻ ۾ نہ آئي آهي، ليڪن اندازي مان سمجهجي ٿو تہ ان ۾ انگن ۽ اکرن جا ڏار ڏار نشان، جدولون، ليکا چوکا ۽ درسي مواد شامل آهي.

(٢) پراٽو ڪلاسيڪل (Protoclassical) دور (٢٣٠٠ . ٢٥٠٠ ق . م): دستياب رڪارڊ ۾ خاص طور تي، لاگاش (Lagash) جي اوائلي بادشاهن جو احوال ملي ٿو. تجارتي، قانوني ۽ انتظامي معاملن، خانگي احوالن ۽ دعائيہ اکيرن ۾ سميري زبان جو ڪثرت سان استعمال ڪيل آهي. هن رسم الخط جو نہ صرف پڙهڻ آسان آهي پر مضمون جي صرفي نحوي صورتن کي پڻ سمجهي سگهجي ٿو.

(٣) سارغون اول (٧٠٥ - ٧٢٢ ق - م) ۽ سندس شاهي خاندان جي دور ۾ اغاضي سامي زبان کي سياسي سرڪاري درجو ڏنو ويو، ليڪن تمام تحريرون سميري رسم الخط ۾ آهن. ان دور ۾ سميري زبان صرف "سمير" جي شهر ۾ ڳالهائي ويندي هئي.

(٤) نئون سميري رسم الخط جو دور: ٢٠٠٠ ق - م ڌاري نئون سميري دور ختم ٿيو، جڏهن عربستان مان بيا سامي قبائل ڪاهي آيا "ار" جو ٿيون شاهي خاندان زوال پذير ٿيو ۽ ٽي سامي بادشاهتون وجود ۾ آيون: آئسين (Isin)، لارسا (Larsa) ۽ بابيلان (بابل). انهيءَ زماني ۾ "سميري" قوم سياسي پس منظر تان هٽي وئي. هاڻي سندن زبان دنيا ۾ ڪٿي بہ ڳالهائي نہ ٿي وڃي. ڪوفي رسم الخط (Cuneiform) جي ايجاد تائين، سميري لپي استعمال ٿيندي رهي![٢]

## آشوري قوم

عراق جو اهو علائقو، جيڪو پهريائين "سمير"، "اڪاد" ۽ پوءِ "بابل" سڏبو هو، آشوري قبيلي جي حڪمراني هيٺ اچڻ بعد "آشوريا" سڏجڻ لڳو "آشوري" شام مان هجرت ڪري "بابل" ۾ روزگار سانگي اچي آباد ٿيا هئا، ليڪن جيئن دنيا جي تاريخ ۾ ٿيندو آيو آهي، مهاجرين آخرڪار مالڪ بڻجي ويا. پهريائين اٽڪل ٢٥٠٠ ق - م ۾ "آشور" خدا جو پوڄاري هي قبيلو حرڪت ۾ آيو: عراق ۾ سندن پهرين نو آبادي آشور نالي سان قائم ٿي (١٣٠٠ ق - م) جنهن ۾ "آشور" جو مرڪزي عبادتگاه هو. بعد ۾ اٽڪل ١١١٥ ق - م ڌاري هنن "بابل" فتح ڪري ان تي "آشوريا" نالو رکيو ۽ دارالحڪومت "بابل" مان منتقل ڪري اتر عراق ۾ هڪ نئين تختگاه ۾ قائم ڪيو جنهن جو نالو "نينوا" (معنيٰ مڇي) رکيو ويو. اتر عراق ۾ قائم اصل "آشوريا جي پهرين بادشاه "عداد نراري اول"( ١٢٩٤ - م ڪان ١٢٢٣ ق - م) "اڪادي" زبان ۽ سميري رسم الخط ۾ پنهنجي فتوحات جي تاريخ ڇڏي آهي جنهن جي پڙهڻي هن ريت آهي:" مون دشمن جا ١٨٠ شهر تباه ڪري انهن جو نالو نشان مٽائي ڇڏيو. انهن شهرن جي

ماڻهن کي وڏا کوهه کوٽائي جٺري پورائي ڇڏيو. مون فتح ڪيل شهرن جي سموري دولت گڏ ڪري، ساڙائي ڇڏي. هزارين عام شهرين ۽ دشمن جي فوجين کي انڌو منڊو ۽ ڪاٺو ڪيو."٢٢

١٢٣٤ـ ١٢٦٣ق.م ۾"آشوريا جي ٻئي بادشاه شالم نصر اول، آرمينيا جي ڏکڻ ۾ "هني گابت" جي قلعي تي ڪاهه ڪئي . فتح ڪانپوءِ اتان جي بادشاهه شترن ثاني جا هٿ پير گهوڙن سان ٻڌرائي انهن کي مخالف طرف ڊوڙايو ته هو چيرجي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو ۽ سندس ١٤٤٠٠ سپاهين جي هڪ اک ڪڍرائي سيني کي ڪاٺو ڪيو. اٽڪل يارهن سال پوءِ ١٢٢٢ق.م ڌاري آشور جي ٽئين بادشاهه "تڪلت ننرت" ايران جي "قصي" (Kassite) بادشاه "ڪش تلاش" کي شڪست ڏني. هن پنهنجو بيان هن ريت ڇڏيو آهي. "مون ڪش تلاش کي تنگ ڪيو ته جيئن هو منهنجي مقابلي لاءِ ميدان ۾ لهي اچي. نيٺ هو مقابلي لاءِ آيو، مون هن کي زبردست شڪست ڏني. قصي بادشاهه کي گرفتار ڪري جڏهن منهنجي پيرن ۾ وڌو ويو تڏهن مان سندس ڪنڌ تي پير رکي چڙهي ويس. مون هن کي ايترو ته لتاڙيو جو هن جو مٽڪو پچي وڌم. مون هن جو لاش ڪٽائي خدا "آشور" اڳيان پيش ڪيو ته جيئن منهنجو خدا مون تي مهربان ٿئي."

١١٢٢ق.م ۾"آشوريا" (بابل) جو هڪ شهنشاه "تڪلت پائيلسر" غير انساني فطرت رکندڙ هو ۽ مفتوح علائقن ۾ نسل ڪشي جي پاليسيءَ تي عمل پيرا هو. هن پنهنجو اعمال نامو هن طرح ڇڏيو آهي: "جڏهن به مون دشمن جو علائقو فتح ڪيو ته سڀ کان اول ننڍن ٻارن ۽ نوجوانن کي جهلي باهه ۾ اڇلايو. ان ڪانپوءِ جوانن ۽ پوڙهن جو پڻ ساڳيو حشر ڪيو ته جيئن دشمن جو نسل ختم ٿي وڃي." سندس پوٽو "آشر ناصر پال ثاني" ڪانئس به رتيون وڌ ثابت ٿيو.

٨٨٤ ق.م ۾ "آشر ناصر پال ثاني "جي مفتوح علائقن ۾ قتل عام ۽ اذيتن جا داستان ٻڌي "آشوريا" جي سرحدي علائقن مان ماڻهن جي زبردست لڏ پلاڻ شروع ٿي جن ظالم بادشاهه جي ملڪ آشوريا ۾ اچي پناهه ورتي، تاهم جڏهن آشر ناصر پال ثاني کي خبر پئي ته انهن پناهگيرن مان لکين آشوريا مان لوڏي ڪڍيا ويا ۽ آشور قبيلي جي ٻاهر رهندڙن ماڻهن کي

اتي آباد ڪرايو ويو.

آشوريا (بابل) جو هي بادشاه جنگي انتظامات ۽ سازو سامان جي ايجادات لاءِ تاريخ ۾ مشهور آهي: ”رٿ“ گاڏيون، ميداني فوج ۽ قلعن جا دروازا ڀڃڻ لاءِ جهنگلي سانن جو استعمال سائس منسوب آهن. ”ڪلاش“ شهر ۾ آشر ناصر پال ثاني جو محل جنهن جي افتتاح ۾ ستر هزار مهمان شريڪ ٿيا هئا، پنجويهه هزار چورس والن تي تعمير ٿيل هو.٢٣٠

٦٨١. ٦٨٩ ق.م دوران سينيخرب آشوريا (بابل) جي شهنشاه ”آشور“ خدا جي عبادت کي لازمي قرار ڏنو ۽ ”مرضوق“ خدا جي مندر ۾ وجي هن جي بت جي بيحرمتي ڪيائين. عوامي بغاوت جي جواب ۾ ماڻهن جو قتل عام ڪرايائين . بابل کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيائين ۽ واهن جو پاڻي شهر ڏانهن ڇوڙائي ان کي ٻوڙائي ڇڏيائين جنهن جي زير آب دنيا جي هن عظيم ثقافتي آثار قديمه کي لاڳيتا اٺ سال رهڻو پيو. انين سال جڏهن ”سينيخرب“ کي سندس پُٽ ”اشربن“ گرفتار ڪري جنگ جي ديوتا ”ننرتا“ جي قربان گاهه ۾ ڪهي ڇڏيو تڏهن هن ”مرضوق“ خدا جي بيحرمتيءَ لاءِ عام ماڻهن کان معافي ورتي، مرضوق جي مندر ۾ وڃي سندس هٿ جهلي دعا گهري: ”اي خدا! مون کي حق جي جنگ ۾ فتح عطا ڪر ۽ منهنجي قوم (آشور) کي خوشحال ڪر!“ ٦٦٨. ٦٨١ ق.م دوران هن ”بابل“ کي ٻيهر اڏايو ۽ آباد ڪرايو.

٦٦٨ ق.م ۾ ”آشربني پال“ آشوريا جي شهنشاه ”بابل“ جي حڪومت پنهنجي ڀاءُ ”شمس شموڪن“ جي حوالي ڪئي جنهن مصر طرف سندس پيش قدمي جو فائدو وٺي خود مختياري ۽ پنهنجي شهنشاهيت جو اعلان ڪيو. ايران، ايلم ۽ آرمينيا جي بادشاهن هن سان اتحاد ڪيو، ليڪن جڏهن ”آشر بني پال“ مصر جي مهم اڌ ۾ ڇڏي بابل تي چڙهائي ڪري آيو تڏهن ”بابل جي هر شهريءَ کي قتل ڪرڻ بعد شهر کي باهه ڏئي ٻيهر نيست ونابود ڪيو ويو. ڀاءُ شمس شموڪن کي سندس خاندان سميت هڪ ڪمري ۾ بند ڪري باهه ڏئي ساڙيو ويو ۽ ”ايلم“ جي تختگاه ”سوسه“ طرف ڪاهيو ويو: ”سوسه جي سيني ٻارن ۽ نوجوانن کي باهه جي مچ ۾ اڇلائي ساڙيو ويو ۽ شهر کي ساڙي خاڪ ڪيو ويو. عورتن کي

غلام بڻائي آشوريا ۾ آئي وڪرو ڪيو ويو. آشر بني پال جي موت بعد سندس پٽ تخت تان پاڻ ۾ وڙهيا پيا ۽ موقعي جو فائدو وٺي فوج جي سپہ سالار شم لشر (Shum Lisher) تخت تي قبضو ڪري ورتو ليڪن بعد ۾ شهزادي شر آسڪن تخت هٿ ڪري کيس قتل ڪيو. سارغون ثاني آشوري (٧٠٥ ـ ٧٢٢ ق م) جي فتوحات سبب علائقي جي صورتحال بدلجي وئي. هن ذڪڻ ۽ ذڪڻ اوڀر طرف پيش قدمي ڪري، بابيلان ۽ ايلام تي قبضو ڪيو "ارميا" ڍنڍ جي اتر ۽ اوڀر ۾ "ميد" قبيلن کي زير ڪيائين ۽ " ارارطو" (Urartu) جي اقتدار جو خاتمو ڪيائين، اولهہ ۾ "اناطوليہ" جو اڪثر علائقو ۽ آشوري" اقتدار هيٺ آندائين، اتر شام جي شهرن جي سرزنش يا سيڪت ڏيڻ لاءِ ڪيل حملن ۽ فلسطين ۾ مصري فوجن جو پيڇو ڪندي، آشوريا جون سرحدون آئي مصر سان ملائي ڇڏيائين . سندس شاندار دور حڪومت جا شاهد قديم آثار " در شرقين" جو شهر ۽ محلات جا کنڊرات آهن جيڪي ماهر آثار قديمہ کوٽي پڌرا ڪيا آهن، در شرقين جي ڪتب خانہ جو ڪجهہ حصو بہ هٿ آيو آهي، ( چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج ١٢، ص ٢٢٢).

حضرت دائود عليه السلام جي زماني ۾ متحده اسرائيلي رياست جو قيام ( ٩٦٠ ـ ١٠١٢ ق م) سندس فرزند جانشين حضرت سليمان عليه السلام جي زماني (٩٢٢ ـ ٩٦٠ ق ـ م ) تائين قائم رهيو . بعد ۾ يهوداهہ ۽ اسرائيل بہ الڳ رياستون بنيون ( ٧٢١ ـ ٩٢٢ ق م ) انهيءَ زماني ۾ آشوريا جا بہ طاقتور حڪمران ٿي گذريا:

(١) آشور نذرپال (Asshur Nazarpal) ٨٦٠ ـ ٨٨٤ ق م.

(٢) شالمنيسر ثاني (Shalmanesar) ٨٢٤ ـ ٦٠ / ٨٥٩ ق م .

"قرقر" (Qar qar) جي ميدان تي ٨٥٤ ق م ۾ هن " بغداد" جي بادشاهہ ۽ سندس حليف حمص جي آرمينائين ، اسرائيلين ۽ امونائين (Ammonites) کي شڪست ڏني. ڪائنس پوءِ. (٣) شمسي عداد خامس (Shamshi Adad) (٨١٠ ـ ٨٢٤ ق م) ۾ ٿي گذريو. (٤) عداد نراري ثالث (Adad Nirari 111) ٧٨٢ ـ ٨١٠ ق م ۾ آشوريا جو شهنشاهہ هو.

اررطو (Urartu) مغرب ۾ غالب قوت رهي جنهن کي زير ڪري نہ سگهيو. سن ٧۴۵ ق م جي فوجي بغاوت کان پوءِ تغلث بلسر (Ti-glath _ Pilesr) آشوريا جو بادشاهہ ٿيو. ٧٣٢ ق م ۾ بغداد ۾ بغاوت ٿي شهرين کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي ۽ آشوري حاڪم مقرر ڪيو ويو. سندس فرزند جانشين شالمنيسر خامس (Shalmanesar _ V) جو دور حڪومت مختصر رهيو، جنهن ۾ اسرائيلي يهودين کي زير ڪيو ويو. "هوشيا"(Hosea) سامارپہ (Samaria) جي بادشاهہ، بغاوت ڪئي، جيڪا رفع ڪرڻ کان اڳ شالمنيسر خامس فوت ٿي ويو.٢۴

## ٤١٥
# قومن جا دور ۽ پيغمبر

## سامي قومن ۽ قبيلا:

حضرت نوح عليه السلام جي قوم بعد سندس وڏي فرزند حضرت سام جي نسل مان سامي قوم ايشيا ۾ سرخرو ٿي. ڏکڻ اولهه ايشيا ۾ سندن همعصر آريا قوم ۽ ٻيون مقامي قومون دراوڙ وغيره پنهنجي مخصوص تهذيب ۽ مذهب رکندڙ هيون. قرآن شريف ۾ دنيا جي مختلف قومن ۽ انهن جي دورن جو اشارتا ذکر ڪيل آهي: " پوءِ اسان نوح جي قوم بعد قومن جو هڪ ٻيو دور پيدا ڪيو، انهن ڏي به اسان پنهنجو رسول موڪليو جو خود انهن مان ئي هو". ( سورة المومنون ، ٣٢ ـ ٣١ : ٢٣) انهيءَ سلسلي ۾ جنهن قوم جو پهريون ذکر ڪيل آهي، سا قوم " عاد" آهي، جنهن جي پيغمبر حضرت هود عليه السلام کي سندس قوم نه مڃيو " پوءِ حقيقت ۾ هڪ هيبتناڪ آواز اچي مٿن ڪڙڪيو ۽ اسان هنن کي پائمال ڪري ڪکن پنن جهڙو ڪري ڇڏيو ............ پوءِ انهن بعد اسان قومن جا ٻيا گهڻا دور پيدا ڪيا. ڪابه قوم پنهنجي مقرر وقت کان نڪي اڳتي وڌي سگهي ٿي نڪي پٺتي رهي سگهي ٿي .پوءِ اسان هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار پنهنجا رسول موڪليا پر جڏهن به ڪنهن قوم ۾ سندن رسول ظاهر ٿيو تڏهن هڪدم اهي ماڻهو انڪار تي ڪمر ڪشي بيهي رهيا. تنهن ڪري اسان به ڪين هڪ ٻئي پٺيان تباهه ڪندا رهياسين ۽ هنن جون بستيون افسانا بنجي ويون....... پوءِ اسان موسيٰ کي ۽ سندس ڀاءُ هارون کي پنهنجون نشانيون ۽ چٽا دليل ڏنا..... ۽ ابن مريم ( حضرت عيسيٰ عليه السلام) ۽ سندس والده (حضرت بيبي مريم ) کي اسان هڪ وڏي نشاني بڻايو .... ( ايضا ٥٠ ـ ٤١ : ٢٣)

## قوم عاد:

حضرت نوح جي قوم کان پوءِ ، عربستان جي " وادي احقاف" ۾ قوم " عاد" اسري، انهيءَ قوم کي عاد اوليٰ پڻ چئجي ٿو. تاريخي اعتبار کان سندن دور سن ۲۰۰۰ ق . م ۾ ٿي گذريو. هن قوم جا ماڻهو قداور ۽ طاقتور هئا، تعمير ۽ زراعت جي فن جا ماهر هئا. غريب طبقو ايماندار ۽ امير طبقو بي ايمان هو. هو بت پرست هئا: " ساقيہ" مينهن جو ديوتا "حفيظيہ"، آسماني آفتن کان حفاظت جو ديوتا ۽ " رزقيہ" رزق ڏيڻ وارو ديوتا ڪري مڃيندا هئا.[25] اڪثر عالمن جي راءِ آهي تہ قوم عاد، ارم شهر ۾ آباد هئي، جنهن جي حاڪم شداد جي نهرايل جنت ۽ خدائيءَ جي دعويٰ عام مشهور آهي. عربي ۾ انهيءَ شهر کي " ارم" چئجي ٿو. ارم معنيٰ جنت ۽ عاليشان عمارتون.[26] حضرت سام بن نوح عليہ السلام جي هڪ فرزند جو نالو بہ " ارم" هو.[27]

عاد قوم سامي نسل مان هئي. منجهن حضرت هود عليہ السلام پيغمبر پيدا ٿيو. سندس نسب هن طرح آهي: حضرت هود عليہ السلام بن عبدالله بن رباح بن خلود بن عاد بن عود بن ارم بن سام بن حضرت نوح عليہ السلام.[28] قرآن شريف جي ٽن سورتن سڳورين ۾ عاد قوم ۽ سندن پيغمبر حضرت هود عليہ السلام جو ذڪر ڪيل آهي، " اسان عاد قوم ڏي، سندن ڀاءُ هود کي رسول ڪري موڪليو. هن کين چيو تہ اي منهنجي قوم ! الله جي عبادت ڪريو، ڪانئس بغير ٻيو ڪوبہ اوهان جو (بندگي ڪرڻ جي لائق) معبود ڪونہ آهي...... پر سندس قوم مان جن مڃڻ کان انڪار ڪيو تن جي سردارن چيو تہ اسان ڏسون ٿا تہ تون حماقت ۾ ڦاٿل آهين ۽ توکي اسين يقينا ڪوڙو ٿا سمجهون. حضرت هود عليہ السلام کين جواب ۾ چيو تہ اي منهنجي قوم ! مون ۾ ڪا ذري جيتري بہ حماقت ڪانهي،بلڪ مان تہ جهانن جي پالڻهار ( رب العالمين) جي طرفان رسول ٿي آيو آهيان.......... ياد ڪريو تہ الله تعاليٰ نوح جي قوم بعد اوهان کي سندن جانشين ڪيو، ۽ قد ۽ قامت ۾ وڌيڪ ڪيو. الله تعاليٰ جي نعمتن کي ياد رکو ته اهي لائق ڪامياب ٿيو. تنهن تي چيو ته ڇا توهان اسان وٽ ان لاءِ آيو آهين ته اسان فقط هڪ الله جي بندگي ڪيون ، ۽ جن جي عبادت

اسان جا ابا ڏاڏا ڪندا آيا آهن، تن کي ڇڏي ڏيون؟ جيڪڏهن تنهنجي ڳالهہ سچي آهي تہ پوءِ جنهن عذاب کان اسان کي ديڄارين ٿو سو آڻي ڏيکار!
...... پوءِ اسان هود کي ۽ انهن کي جيڪي ساڻس شامل هئا، پنهنجي رحمت سان بچايو ، مگر جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو ٺهرايو ۽ ايمان نہ آندائون، تن جون پاڙون پٽي ڇڏيوسين". (سورة الاعراف ٧٢ . ٦٥ : ٧) " ۽ عاد ( جي قوم) کي بيحد تيز طوفان سان ماريو ويو، جنهن کي سندن مٿان ست راتيون ۽ اٺ ڏينهن مسلسل مقرر ڪيو ويو. ( سورة الحاقه ٧ . ٦ . : ٦٩). حضرت هود عليه السلام کي سندس قوم عاد جي سردارن هيئن چئي رد ڪيو هو تہ " اهي ڳالهيون اڳوڻن ماڻهن جون آهن، جن کي اهڙين ڳالهين ڪرڻ جي عادت ٿي وئي هئي ( سورة الشعراء ١٣٧ : ٢٦).

" عاد قوم جي ڀاءُ ( حضرت هود عليه السلام) ...... پنهنجي قوم جي ماڻهن کي، جيڪي احقاف ( ڊگهين واريءَ جي ٽبن) ۾ رهندا هئا، تن کي خبردار ڪيو ۽ هن کان اڳي توڙي پوءِ بہ خبردار ڪندڙ ٿي گذريا آهن (تہ) الله کانسواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪيو" ( سورة الاحقاف ٢١ : ٤٦) حضرت هود عليه السلام پنهنجي قوم عاد کي چتاءُ ڏنو تہ "جيڪڏهن توهان منهن موڙيو تہ جنهن ڳالهہ لاءِ مون کي پيغمبر ڪري موڪليو ويو آهي، سا ڳالهہ مون ( اوهان تائين) پهچائي، ( هاڻي) منهنجو پروردگار ڪنهن ٻي قوم کي اوهان جي جاءِ ڏيندو..." ( سورة هود ٥٧ : ١١)

## قوم ثمود:

اٽڪل ١٨٠٠ ق م ڌاري قوم عاد جي جانشين هڪ قوم ثمود جي نالي سان، ڏکڻ شام اتر عربستان جي "حجر" جي علائقي ۾ "ڪرساني" ( فوراني) جي مٿاهين پٽ ۾ وڏي نالي واري هئي، اهي "وادي القريٰ" جا ملڪ هئا. دولتمندي ۽ بت پرستي، پنهنجي تمام برائين سميت، منجهن موجود هئي. الله تعاليٰ انهيءَ گمراهہ قوم مان حضرت صالح عليه

السلام پنهنجو رسول منتخب ڪيو. سندس نسب جو سلسلو هن طرح هو:
" حضرت صالح عليه السلام بن سهيل بن اسف بن شالح بن عبيل بن ڪاثر بن ثمود بن ڪثير بن ارم بن سام بن حضرت نوح عليه السلام " (احوال الانبياء ج١ ص ٢٧ ـ ٢٦ بحوالہ ابن خلدون).

حضرت صالح عليه السلام پنهنجي قوم ثمود جي ماڻهن کي چيو تہ "اهو وقت ياد ڪريو جڏهن الله تعاليٰ اوهان کي عاد قوم کان پوءِ زمين تي سدن جانشين ڪيو ۽ زمين تي توهان کي رهڻ لاءِ جايون ڏنيون، توهان ان مٽ جي ميدانن تي محلاتون ٺاهيوٽا ۽ جبلن کي تڪي گهر ٺاهيو ٿا، پوءِ الله تعاليٰ جون نعمتون ياد رکو ۽ زمين تي فساد نہ ڪيو." ( سورة الاعراف ٧٤ : ٧)

ثمود قوم جي متڪبر سردارن تي، حضرت صالح عليه السلام جي ابت جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو، ليڪن غريب طبقي مٿس ايمان آندو. هنيلن سردارن عام ملڪيت جي چراگاهن ۽ پاڻيءَ جي وسيلن تي زبردستي قبضو ڄمايو هو. حضرت صالح عليه السلام کين چيو تہ " ڇا توهان خدا کان نہ ڊڄو؟ مون کي اوهان ڏي رسول ڪري موڪليو ويو آهي. آءٌ معتبر آهيان، سو الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ منهنجي فرمانبرداري ڪريو......... هنن چيو تہ توتي جادو جو اثر ٿيو آهي. تون ڪجهہ بہ نہ آهين، سواءِ انهيءَ جي تہ اسان جهڙو هڪ انسان آهين. جيڪڏهن تون سچ ٿو چوين تہ ڀلا ڪا نشاني آڻي ڏيکار. چيائين تہ هيءَ ڏاچي آهي. هن کي بہ پاڻي پيئڻ جو حق آهي ۽ ڏن کي بہ پاڻي پيارڻ جو مقرر ڏينهن تي حق آهي ۽ ان ڏاچيءَ کي ڪوبہ ايذاءُ يا تڪليف نہ پهچايو نہ تہ هڪ وڏي سخت ڏينهن جو عذاب اوهان تي نازل ٿيندو. پوءِ هنن انهيءَ جا پير ڪپي ڇڏيا، پر پوءِ پشيمان ٿيا. ( سورة الشعراء ١٥٧ ـ ١٤٢ : ٢٦)

پوءِ ثمود قوم جي هڪ سردار، جندع بن عمرو بن ياش، حضرت صالح عليه السلام کي چيو تہ جيڪڏهن تون سچو آهين تہ " حجر" جي ويجهو " ڪاٿبہ" ٽڪريءَ تي هڪ ٻي زنده ڏاچي آڻي ڏيکار. الله تعاليٰ حضرت صالح عليه السلام جي دعا قبول فرمائي ۽ اتان هڪ ٿلهي متاري، ڏهن مهينن جي پيٽ سان، ڏاچي ظاهر ٿي. جڏهن اها ويائي تہ توڏو بہ ڪافي صحتمند ۽ ٿلهو متارو ڄائو. حضرت صالح عليه السلام، بني ثمود کي چيو

تہ پاڻيءَ جو هڪ حصو هن توڏي لاءِ بہ مقرر ڪريو. ليڪن انهن اٺن سردارن مان، جيڪي حضرت صالح عليہ السلام جا سخت مخالف هئا، هڪڙي سردار، قذار بن سالف بن صالح، ماڳهين انهيءَ ڏاچيءَ کي ماري ڇڏيو ۽ ٻوءِ ٻن ماڻهن، زواب ۽ مصوع جي مدد سان انهيءَ جي توڏي کي بہ پڪڙي ماري ڇڏيو.

اربع جي ڏينهن ڏاچيءَ ۽ توڏي کي ماريو ويو، ٻئي ڏينهن خميس کان جمع ، حنجر نائين " آسماني روشنيءَ سان ظالم تباهہ ٿي ويا." ( احوال الانساء، ج ١ ص ٢٩ ، ٢٦) . قرآن شريف ۾ انهي تباهي جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيل آهي: " ٻوءِ سخت زلزلي هنن کي گهيري ۾ ورتو، جنهن ڪري هو پنهنجي گهرن ۾ ڪريل ۽ ليٽيل حالت ۾ فنا ٿي ويا. ( سورة الاعراف ٧٨ : ٧)

تاهم اها قوم ثمود جي مڪمل تباهي نہ هئي. قرآن شريف ۾ ارشاد خداوندي هن طرح آهي تہ " ٻوءِ جڏهن اسانجي ڳالهہ جو وقت اچي ويو، تڏهن اسان صالح کي ۽ انهن ( ماڻهن) کي، جن ساڻس گڏ ايمان آندو هو (تن کي) پنهنجي رحمت سان بچائي ورتو...... ۽ جن ماڻهن ظلم ڪيو هو تن کي هڪ وڏي زوردار ڌماڪي اچي پڪڙيو، جڏهن صبح ٿيو تڏهن سڀ پنهنجي گهرن ۾ اونڌا ٿيا پيا هئا، ڄڻ تہ انهن گهرن ۾ ڪڏهن رهيائين ڪونہ هئا، سو ٻڌي ڇڏيو تہ ثمود قوم پنهنجي پروردگار جي ناشڪري ڪئي ۽ پڻ ٻڌي ڇڏيو تہ ثمود جي قوم محروم رهي" . (سورة هود ٧٨- آيت : ١١) معلوم ٿئي ٿو تہ " وادي قريٰ" ۾ هن زلزلي اچڻ بعد حضرت صالح عليہ السلام ۽ سندس معتقد مومن ڪنعان ( فلسطين ۽ شام) ۾ وڃي آباد ٿيا. هنن جي تباهہ ٿيل بستي انهي تجارتي شاهراهہ تي قائم هئي جيڪا ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري کان مڪي مديني ۽ ٻوءِ شام جي سرحدن مان گذرندي هئي.

## قوم لوط:

ثمود جي هڪ همعصر متمدن قوم، شرق اردن جي علائقي اندر

"سدوم" ۽ " عاموره" نالي بستين ۾ آباد هئي. اردن ۾ " بحر لوط" يا "بحر ميت" اهو زير آب علائقو آهي، جتي هيءَ قوم وڏي ناٿ ناڻگر سان زندگي گذاريندي هئي. هنن ۾ غير فطري فعل جي عام عادت هئي، جيڪا ان وقت دنيا جي ڪنهن به ٻيءَ قوم ۾ نه هئي![٢]

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام، پنهنجي ڀائٽي حضرت لوط عليه السلام کي مال جي چاري خاطر انهي علائقي ۾ وڃي رهڻ ۽ وحدانيت جي تبليغ ڪرڻ لاءِ " سڏوم" طرف هجرت ڪرڻ جي اجازت ڏني تڏهن هن سدوم شهر جي آسپاس ڪجهه زمين خريد ڪئي. ليڪن جڏهن حضرت لوط عليه السلام ابراهيمي دين جي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي، تڏهن اتان جا بت پرست مذهبي پيشوا ۽ دولتمند امير سندس خلاف ٿيا. حضرت لوط عليه السلام هنن کي چيو ته يقينا اوهان انسانن سان اهو سلوڪ ڪيو آهي، جيڪو هن کان اڳ ڪنهن ڪڏهن ڪونه ڪيو: اوهان پنهنجي جنسي تسڪين لاءِ عورتن بجاءِ مردن کي استعمال ڪري رهيا آهيو!

قرآن شريف ۾ حضرت لوط عليه السلام جي نصيحتن ۽ سدومي لونڊي باز منڪرن جي جوابن جو احوال اختصار سان موجود آهي:

" اسان لوط کي هڪ قوم ڏانهن پيغمبر ڪري موڪليو. هن پنهنجي قوم کي چيو ته ڇا توهان اهڙو بيشرميءَ جو ڪم ٿا ڪيو جهڙو اوهان کان اڳي جهانن ۾ ڪنهن به نه ڪيو: توهان عورتن کي ڇڏي، مردن ڏانهن شهوت جي تسڪين لاءِ ويندا آهيو؟ بلڪ اوهان حدون اورانگهي چڪا آهيو، پر هن جي قوم جو جواب سواءِ انهيءَ جي ٻيو ڪو نه هو ته هنن ( حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس ساٿين) کي پنهنجي شهر مان لوڏي ڪڍيو. اهي وڏا پارسا بنجي ويا آهن، پوءِ اسان لوط کي ۽ سندس ماڻهن کي بچايو سواءِ سندس زال جي جيڪا پوئتي رهيل ماڻهن ۾ رهجي پئي. ۽ پوءِ اسان انهن منڪرن تي پٿرن جو مينهن وسايو، پوءِ ڏسو ته گنهگارن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي". ( سورة الاعراف ٨۴ - ٨٠ : ٧).

سربستي ڳالهه مختلف ذريعن کان هن طرح معلوم ٿئي ٿي ته جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام جو پٽيلو "اليعرز دمشقي" حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس اهل و عيال جي خير عافيت معلوم ڪرڻ لاءِ " سدوم"

پهتو، تڏهن شهر کان ٻاهر هن کي هڪ سدومي گڏيو، جنهن هن کي ڏسي سندس مٿي ۾ پٿر اڇلائي هنيو ۽ جڏهن هن جو منهن ۽ مٿو رت سان ڳاڙهو ٿي ويو تڏهن چيائينس ته "ڏس! مون توکي سرخرو ڪيو آهي، تنهن ڪري انهيءَ جو معاوضو ڏي." جڏهن معاملو شهر جي قاضيءَ وٽ پهتو تڏهن هن انهي عجيب استدلال کي قانوني طور تي تسليم ڪيو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي سفير، "اليعزر" کي حڪم ڪيو ته هن سدوميءَ کي معاوضو ڏي. تنهن تي اليعزر هڪ پٿر کڻي قاضي جي مٿي ۾ هنيو، ۽ چيائينس ته "هاڻي منهنجو معاوضو تون هن سدوميءَ کي ڏئي ڇڏ." (قصص القرآن ص ص ٢٥٩ - ٢٥٨).

جڏهن ايذاء رساني حد کان وڌي وئي ۽ دهشت سخت خطري جي حد کي پهتي ، تڏهن الله تعالىٰ فرشتن کي انسانن جي شڪل ۾ موڪليو، جيڪي حضرت ابراهيم عليه السلام وٽان ٿيندا، سڌو سدوم جي شهر ۾ پهتا ۽ حضرت لوط عليه السلام جي گهر ۾ داخل ٿيا. انهن کي ڏسي، سدومي انهن جي پٺيان پيا ۽ حضرت لوط عليه السلام کي چوڻ لڳا ته "ڇا اسان توکي علم وارن ۽ اجنبين کان باز رهڻ ۽ گهر ۾ پناهه ڏيڻ کان منع نه ڪئي هئي؟.......... هاڻي انهن کي اسان جي حوالي ڪر نه ته تنهنجي گهر کي تباهه ڪنداسين." (خلاصو سورة الحجر، سورة هود ۽ بائيبل مقدس جو پيدائش وارو باب ٥ : ١٩)

بائيبل مقدس ۾ پيرائتو احوال ڏنل آهي: "سدوم شهر جي سيني پاڙن جا ماڻهو، جوان توڙي ٻڍا، انهيءَ گهر کي چوڌاري وڪوڙي ويا، ۽ لوط کي سڏي چيائون ته جيڪي ماڻهو اڄ رات تو وٽ آيا هئا سي ڪٿي آهن؟ انهن کي اسان وٽ وٺي اچ ته ساڻن صحبت ڪريون، تڏهن لوط ٻاهرنڪري هنن وٽ ويو ۽ پٺيان در بند ڪري ڇڏيائين، ۽ ڪين چوڻ لڳو ته ڀائرو!....... اهڙو بڇڙو ڪم نه ڪريو. هاڻي ڏسو، منهنجون ٻه ڌيون آهن جي مرد کان ناواقف آهن، جي چئو ته آءٌ ڪين ٻاهر وٺي اچان.......... پر هنن ماڻهن کي ڪجهه به نه ڪريو، ڇوته هو منهنجي پڪي هيٺ پيهي آيا آهن. تڏهن هنن چيس ته ٻ ي تي بيهه!....... لوط کي ڌڪا ڏيڻ لڳا ۽ در ڀڃڻ تي هئا ته ايتري ۾ انهن ماڻهن (فرشتن) هٿ ڊگهيري لوط کي ڇڪي پاڻ ڏانهن گهر

۾ آندو ۽ پوءِ در بند ڪري ڇڏيو ۽ جيڪي ننڍا وڏا ماڻهو گهر جي در تي بيٺا هئا، تن کي انڌو ڪري ڇڏيائون اهڙو جو هو در ڳولي ڳولي رهجي ويا. پوءِ انهن ماڻهن ( فرشتن) لوط کي چيو ته......... جيڪي تنهنجو هن شهر ۾ هجي ، تنهن کي ساڻ ڪري هن شهر مان نڪري وڃ، ڇالاءِ جو اسين هن شهر کي برباد ڪنداسين..... هاڻي پنهنجو ساهه بچائي اتي پيج، پنهنجي پوئتان اصل نه نهارج نه ڪي هن ساري ميدان ۾ ڪٿي ترسج، پر جبل ڏانهن ڀڄي وڃ، متان تون به برباد ٿين ۽ لوط کين چيو........... هي شهر (جيڪو) ويجهو آهي اتي ڀڄي نڪري وڃڻ سولو ٿيندو...... تنهن ڪري انهي شهر جو نالو " ضغر" پئجي ويو ۽ جنهن وقت لوط " ضغر" ۾ پهتو، تنهن وقت سج اڀري چڪو هو، پوءِ خداوند " سدوم" ۽ " عمموره" "عاموزه" جي شهرن" تي آسمان مان گندرف ۽ باهه وسائي..... ۽ ابرهام (حضرت ابراهيم عليه السلام) صبح جو سوير اتي انهيءَ هنڌ تي ويو ۽ ڇاڻو ڏسي ته انهيءَ زمين جو دونهون ڪوري جي دونهي وانگر مٿي پيو چڙهي". (پيدائش ٢٨ ـ ۴ : ١٩).

بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب ۾ حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس ٻن ڌين جي باري ۾ مزيد جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، سو باهم متضاد آهي: جيئن ڄاڻايو ويو آهي ته " پوءِ لوط، " ضغر" مان نڪري وڃي جبل ۾ رهيو ۽ ۽ سندس ٻه ڌيون به ساڻس هيون.... پوءِ وڏيءَ ننڍيءَ کي چيو ته اسان جو پيءُ ٻڍو آهي ۽ زمين تي ڪو بيو ماڻهو ڪونه آهي جو ساري جهان جي دستور موجب اسان وٽ اچي، تنهن ڪري اچ ته اسين پنهنجي پيءُ کي مئي ( شراب) پياري ساڻس گڏ سمهون، ته اسين پنهنجي پيءُ جو نسل قائم رکون ..........." ( پيدائش ٣٢ ، ٣٠ : ٢٠) هن بيان ۾ داخلي ۽ بيروني شواهد جو تضاد آهي: " پيءَ ٻڍو آهي" ، ته پوءِ انهيءِ مان اولاد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪهڙي معنيٰ رکي ٿي؟ " زمين تي بيو ڪو ماڻهو ڪونه آهي... ڇو؟ حضرت ابراهيم عليه السلام جو اهل عيال موجود نه هو ڇا؟ سندس پٽ شريعت ابراهيمي مطابق حضرت نوح عليه السلام جي ڌين سان شادي ڪري سگهيا ٿي، حضرت لوط عليه السلام جو نسل قائم هو، ڇاڪاڻ ته ڪيس ٻه فرزند هئا، جن جا نالا

"عمون" ۽ " موآبي" هئا ( احوال الانبياءِ ج ١ ، ص ٤٩) بائيبل مطابق "لوط جون ٻئي ڌيون ٻيءُ مان پيٽ سان ٿيون، پوءِ وڏيءَ کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو " موآب" رکيائين.......... ۽ ننڍيءَ کي بہ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو " بن عمي" رکيائين. اسلامي مفسرن انهن کي سندن پاءُڄاڻايو آهي ۽ بائيبل جي هن متن جي منطقي معنيٰ ڪڍي آهي، جنهن ۾ لکيو ويو آهي تہ " هاڻي ڏسو، منهنجون ٻہ ڌيون آهن.......... جي چئو تہ آءُ ڪين اوهان وٽ ٻاهر وٺي اچان، پوءِ جيئن توهان کي وڻي تيئن سائن ڪريو... " (پيدائش ٨ : ١٩)

قرآن شريف جي متن مطابق، "......... لوط ڪين چيو تہ اي منهنجي قوم جا ماڻهو هي منهنجون نياڻيون آهن، اهي زالون اوهان لاءِ جائز ۽ پاڪ آهن.........." ( سورة هود ٧٨: ١١) ....... حضرت لوط "چيو هي منهنجون نياڻيون آهن، جيڪڏهن اوهان ( شادي) ڪرڻ وارا آهيو" ( سورة الحجر، ٧١ : ١٥) "ڇا ساري جهان ۾ توهان ئي آهيو جيڪي نرن ڏي وڃو ٿا ۽ توهان جي لاءِ توهان جي پروردگار جيڪي زالون پيدا ڪيون آهن، تن کي ڇڏي ٿاڏيو.......... ( سورة الشعراءُ ٦٦ ـ ١٦٥: ٢٦) علامه اظهري، علامه علي خان ابڙو ۽ ٻين مفسرن جي راءِ مطابق قرآني آيتن ۾ ڏين ۽ منهنجي ڌين جو اشارو سدوم شهر جي سيني ڪنوارين ڇوڪرين ڏانهن هو، جن سان شادي ڪري پنهنجي ازدواجي تسڪين حاصل ڪرڻ لاءِ، حضرت لوط عليہ السلام پنهنجي قوم جي مردن کي هدايت ڪري رهيو هو. ازانسواءِ بائيبل مقدس جي متن ۾ حضرت نوح عليہ السلام جي نائين (دامادن) جو پڻ ذڪر ڪيل آهي: " ۽ لوط ٻاهر وڃي پنهنجي نائين، جن سان سندس ڌئرن جي شادي ٿيڻي هئي، تن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي..... (پيدائش ١٤: ١٩)انهيءَ صورتحال ۾ جڏهن حضرت نوح عليہ السلام جي ڌيئرن جو رشتو اڳئي طئي ٿيل هو، تڏهن انهن جي پيش ڪش هو ڪيري نہ ٿي سگهيو.

حضرت لوط عليہ السلام جي قوم، ثمود قوم وانگر هدايت جي واٽ نہ ورتي ۽ الاهي غضب هيٺ آئي. هن برباد ڪيل ٻن قومن جي هڪ ٽين همعصر قوم، انهيءَ زماني ۾ فرات ندي جي ڪناري تي آباد هئي ۽ اها بہ

سامي نسل مان هئي. سندن جد امجد سام بن نوح عليه السلام جو فرزند ارخشد بن سام هو.[٣٠]

## حضرت ابراهيم عليه السلام جي قوم:

"ڪالديہ" (Chaldea) عراق جي سرسبز هلال، ميسوپوٽيميا، يا بابل جي متبادل علائقي، ۾ فرات ندي جي آبپاشيءَ تي،ويهين صدي قبل مسيح کان اڳ، هڪ سامي قبيلو آباد هو. ليڪن ملڪ جي بادشاهي حامي نسل جي بادشاهہ نمرود جي هٿ هيٺ هئي، نمرود جو اصل نالو هاشم بن ڪنعان بن ڪوش بن حام هو. ( احوال الانبياء ج١ ص ٣١) هي حامي حڪمران قبيلو، آرين وانگر، ستاره پرست هو. سندن رهبري ۽ هدايت واسطي، الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان حضرت ابراهيم عليه السلام کي رسول ڪري موڪليوويو. هن ڪالديائي قوم مان، جن ماڻهن حضرت ابراهيم عليه السلام جي هدايت تي عمل ڪيو انهن کي حضرت ابراهيم عليه السلام سميت ملڪ نيڪالي ڏني وئي. حضرت ابراهيم عليه السلام کي پڻ وحيءَ ذريعي هجرت ۽ تبليغ جو حڪم تيندو رهيو، تنهن ڪري سندس قبيلي ۽ معتقدن کي بار بار هجرتون ڪرڻيون پيون، جنهن ڪري مٿن"ابرو" نالو پيو. ابرو معنيٰ پرديسي يا مهاجر. اهو نالو ٻولين جي مٽ سٽ ۾ هيبريو (Hebrew) چوڻ ۾ آيو، جنهن جو عربي نعم البدل عبراني آهي ۽ هن قوم جي ٻوليءَ جو نالو بہ اهو آهي.

# حضرت ابراهيم عليه السلام

## (غالبا ١٨٢١-١٩٩٦ ق-م)

## شجره نسب:

ابرهام ( ابراهيم) بن تارح ( آزر) بن ناحور بن سروغ بن رعو بن فالخ بن عابر بن شالح بن افخشد بن سام بن حضرت نوح عليه السلام.

## زمانو:

ڄاڻايل نسب مطابق حضرت ابراهيم، حضرت نوح عليه السلام جي ڏهين پيڙهيءَ ۾ سامي نسل مان هو. سندس زماني متعلق مختلف رايا آهن: اسلامي ذريعن موجب حضرت آدم عليه السلام کان ٣٣٢٣ سال پوءِ طوفان نوح آيو ۽ ان کان ١٠٨١ سال پوءِ ، ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام کان ٢٢٦١ سال اڳي حضرت ابراهيم عليه السلام پيدا ٿيو، ( تقويم ملک ابوالفدا) (احوال الانبياءُ ص ج ١، ٣١) انجيل مقدس جي شارحين مطابق اهو سن ١٩٩٦ ق م هو. انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا جي مديرن اهو زمانو ١٨ ۽ ١٧ صدي ق م جي درميان ڏيکاريو آهي. جيئن ته هن تحقيق ۾ زماني جي تعين لاءِ بائيبل مقدس جي پراڻي ۽ نئين عهدنامي مان مدد حاصل ڪئي وئي آهي، تنهن ڪري حضرت ابراهيم عليه السلام جي ولادت جو سال ١٩٩٦ ق ، م تسليم ڪجي ٿو، جيتوڻيڪ انجيل مقدس جي ڪجهه شارحين جي اندازي مطابق اهو سن ٢٢٦١ ق م هو، ۽ ڪجهه بين اسلامي ذريعن موجب اهو سن ٢٣٣٠ ق م هو.

## جاءِ پيدائش:

فـرات نديءَ جي ڪناري،ڪالديہ ( بابل) جي اتر اوپـر طرف " ار" (عرفه، يا عور) جو شهر حضرت ابراهيم عليه السلام جي جاءِ پيدائش آهي. انهيءَ کي "ڪسدين ـ جي ـ اور" بہ چوندا هئا، جتي حضرت ابراهيم جو ننڍو ڀاءُ حاران بن تارح فوت ٿيو." تارح مان ابرام ( ابرهام ـ ابراهيم)، نحور ۽ حاران پيدا ٿيا ۽ حاران مان لوط پيدا ٿيو. ابرام ( حضرت ابراهيم عليه السلام) ۽ نحور شادي ڪئي، ابرام جي زال جو نالو " ساري" (ساره) هو ۽ نحور جي زال جو نالو "ملڪہ" هو.... ساري سنڍ هئي ۽ ڪيس ڪو ٻار ڪونہ هو".

## هجرت:

" پوءِ تارح پنهنجي پٽ ابرام ۽ پنهنجي پوٽي لوط کي، جو حاران جو پٽ هو ۽ پنهنجي ننهن، يعني ابرام جي زال ساريءَ کي پاڻ سان وٺي نڪتو ۽ اهي سڀئي، ڪسدين جي عور ( ار) مان روانا ٿيا ۽ ڪنعان ( فلسطين) جي ملڪ ڏانهن ويا. جڏهن اهي حاران ( شهر) ۾ آيا، تڏهن رهي پيا. تارح جي ڪل عمر ٢٠٥ ورهيہ ٿي ۽ تارح حاران ۾ مري ويو".

## هجرت ۽ ڪنعان( فلسطين) ۾ آباد ٿيڻ جو سبب:

دجلہ فرات ندين جي دوآبي ڪالديہ يا بابل ۾، حضرت ابراهيم عليه السلام جي ولادت (١٩٩٦ ق م) وقت،نمرود جي بادشاهي هئي ۽ " صابي" سرڪاري مذهب هو، جنهن مطابق ستارن، سج چنڊ ۽ تارن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي ۽ انهن جا بت معبود هئا. علامه ابن خلدون نمرود کي هڪ برامڪي بادشاهہ ڄاڻايو آهي شايد سندس مراد ايراني نسل جي بادشاهہ سان آهي. ليڪن نمرود جو نسب نامو ڏيکاري ٿو تہ هو آريہ نہ، پر حامي نسل سان تعلق رکندو هو: سندس اصل نالو هاشم هو ۽ سندس نسب

جو سلسلو حام بن حضرت نوح عليه السلام سان هن طرح ملي ٿو: هاشم بن ڪنعان بن ڪوش بن حام، جيتوڻيڪ سلسلي جون ڪڙيون ڪٽل آهن، تاهم ڪجهه مورخين جي راءِ مطابق حضرت ابراهيم عليه السلام جو نمرود سان ڪجهه نه ڪجهه تعلق ظاهر ٿئي ٿو. هڪ ٻئي ذريعي مطابق نمرود جو اصل نالو خدير لغمير (Khudher Lagmer) هو ۽ هو "عور" جي بادشاهه خدير نوخندي (Khudher Noukhandi) جو پٽ ۽ جانشين هو.[٣١]

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام نمرود جي بادشاهيءَ ۾ سندس جاري ڪيل سرڪاري مذهب ستاره پرستي خلاف کلم کلا بغاوت جو اعلان ڪيو ۽ هڪ اڪيلي خدا جي عبادت لاءِ تبليغ شروع ڪئي ته انهيءَ جي نتيجي ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي والد محترم جي هجرت ناگزير هئي، بلڪ سلامتيءَ سان "ار" مان نڪري وڃڻ به مشڪل هو، جيڪو نمرود جي آخري فيصلي يعني ملڪ نيڪالي جي سزا صادر ٿيڻ سان ممڪن ٿيو. قرآن شريف جي سورة "عنڪبوت" مطابق حضرت ابراهيم عليه السلام جي تبليغ جي جواب ۾، يا لاجواب ٿيڻ جي حالت ۾، سندس قوم جي ماڻهن چيو، قتل ڪريوس يا باهه ۾ ساڙيوس پوءِ الله هن کي باهه کان بچائي ورتو (٢٤: ٢٩) .......... لوط هن تي ايمان آندو ۽ چيائين ته آءٌ الله جي راهه ۾ هجرت ڪرڻ وارو آهيان (٢٦: ٢٩).

اصل معاملو "ار" ۾ "اين لل" جي بت خاني ۾ رکيل بتن جي ڀڃ ڊاهه کان شروع ٿيو. قرآن شريف جي سورة الانبياء ۾ آية ٥١ کان ٧٥ تائين حضرت ابراهيم جي مهم ۽ بت پرستي جي خلاف جهاد جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي." ۽ ان کان اڳي اسان ابراهيم کي سندس درجي جي مطابق سمجهه ۽ عقل عطا ڪيو هو ۽ اسان کي سندس حالت جي پوري پوري خبر هئي (٥١) . هي واقعي (سچ) آهي ته هن پنهنجي پيءُ کي ۽ پنهنجي قوم جي ماڻهن کي چيو هو ته هي کهڙا بت آهن جن جي پوڄا ۾ توهان ڄمي وينا آهيو (٥٢). هنن جواب ۾ چيو ته اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڏٺو ته انهن جي پوڄا ڪندا رهيا. (٥٣) حضرت ابراهيم فرمايو ته توهان پاڻ به ۽ توهان جا ابا ڏاڏا به چٽي پٽي گمراهي ۾ پئجي ويا. (٥٤) تنهن تي هنن چيو ته چا

تون سچ پچ چئي رهيو آهين يا مسخري ڪري رهيو آهين. (٥٥) حضرت ابراهيم فرمايو تہ نہ( مان سچ ٿو چوان تہ) آسمان ۽ زمين جو پروردگار ، جنهن اسان سڀني کي پيدا ڪيو آهي، سوئي اوهان جو پروردگار آهي. مان انهي حقيقت بنسبت اوهان جي اڳيان شاهد آهيان. (٥٦) ۽ خدا جو قسم مان ضرور توهان جي بتن سان هڪڙي تجويز ( اٽڪل) ڪندس، جڏهن اوهان سڀئي پٺي ڏئي هليا ويندو. (٥٧) سو بتن کي ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائين فقط هڪ بت ڪانسواءِ جو انهن ۾ سڀني کان وڏو هو انهيءَ کي ڇڏي ڏنائين انهيءَ لاءِ تہ شايد هو ماڻهو ( هن ڪاروائي متعلق) انهيءَ ڏانهن رجوع ٿين ( ٥٨). (هنن) چيو تہ اسان جي خدائن سان هيءَ حرڪت ڪنهن ڪئي آهي؟ جنهن بہ ڪئي آهي سو ضرور وڏو ظالم (شخص) آهي. (٥٩) ڪن ماڻهن چيو تہ اسان هڪ نوجوان کي هنن بتن بابت ڪجهہ چوندي ٻڌو هو. ڪيس " ابراهيم" پئي سڏيائون (٦٠) ماڻهن چيو تہ انهيءَ کي هتي سڀني جي اڳيان آڻي حاضر ڪيو تہ سڀ شاهد رهن (٦١) انهن ماڻهن ڪانئس پڇيو تہ اي ابراهيم ! اسان جي خدائن سان هي حرڪت توڪئي آهي ڇا؟ (٦٢) حضرت ابراهيم فرمايو تہ هن بت اها حرڪت ڪئي آهي جو انهن ۾ سڀني کان وڏو آهي. جيڪڏهن بت ڳالهائي سگهن ٿا تہ خود انهيءَ بت کان پڇا ڪيو (٦٣) پوءِ هو پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا، هنن جي حالت اها ٿي جو سندن ڪنڌ جهڪي ويا، هنن چيو تہ توکي تہ چڱي طرح معلوم آهي تہ هي بت ڳالهائي ڪونہ ٿا سگهن.(٦٥) حضرت ابراهيم فرمايو تہ بوءِتوهان کي ڇا ٿي ويو آهيو جو هڪ الله کي ڇڏي اهڙين شين کي ٿا پوڄيو جيڪي نہ اوهان کي ڪنهن بہ طرح جو نفعو پهچائين نہ ڪو نقصان. (٦٦) توهان جي حالت ڪهڙي نہ اڻ وڻندڙ آهي ۽ انهن جي بہ جن کي توهان الله ڪانسواءِ پوڄيو ٿا.ڇا اوهان عقل کان بلڪل ڪورا ٿي ويا آهيو؟ (٦٧) هنن ( پاڻ ۾) چيو تہ جيڪڏهن اسان ۾ ڪجهہ بہ همت آهي تہ اچو تہ هن ( حضرت ابراهيم عليه السلام) کي باهہ ۾ وجهي ساڙي ڇڏيون ۽ پنهنجي معبودن( بتن) جو منهن مٿي ڪريون (٦٨) اسان جو حڪم ٿيو تہ اي باهہ ٿڌي ٿي وڃ ۽ ابراهيم جي لاءِ سلامتي! (٦٩) ۽ هنن چاهيو هو تہ ابراهيم سان هڪڙي ڪيڏ ڪيڏون پر

اسان کين ناڪامياب ۽ نامراد ڪري ڇڏيو(٧٠) اسان هن کي ۽" لوط کي بچائي هڪ اهڙي ملڪ ڏي موڪلي ڏنو، جنهن کي قومن جي لاءِ وڏي برڪت وارو ملڪ بنايو اٿئون، ( ڪنعان) (٧١) ۽ اسان هن کي يعقوب به عطا فرمايو. انهن سڀني کي اسان صالح ڪيو هو (٧٢) اسان انهن کي امامت ڏني هئي، اسانجي حڪم مطابق هو راهه ڏيکاريندا هئا. اسان هنن کي وحي ڪيو هو ته هر طرح جا نيڪيءَ جا ڪم ڪن پڻ نماز قائم ڪن ۽ زڪواة ڏيندا رهن. هو اسانجي ٻانهپ ۾ لڳا رهندا هئا ( ٧٣) ۽ حضرت لوط کي به اسان عهد ڏنو ۽ علم عطا ڪيو. اسان ڪيس انهيءَ بستيءَ مان بچائي ڪڍيو جنهن جا ماڻهو تمام گندا ۽ غليظ ڪم ڪندا هئا. وڏا بدراهه هئا ۽ ليڪولنگهي چڪا هئا ( ٧٤) ۽ اسان هن ( لوط عه) کي پنهنجي رحمت جي پناهه هيٺ آندو، بيشڪ هو صالح انسانن مان هو. (٧٥)

ڇاڪاڻ حوالن مان حضرت ابراهيم عليه السلام جي خاندان جي ارشهر مان حاران طرف هجرت ڪرڻ جو سبب، نمرود طرفان ڪين ڏنل ملڪ نيڪالي هئي، جيڪا الله تبارڪ وتعاليٰ هن جي دل ۾ وڌي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام آتش نمرود کان بچي ويو، جو اها ٿڌي ٿي وئي.

حضرت ابراهيم عليه السلام جي ڀهرين با قبيلي هجرت " حاران" جي شهري رياست ۾ ٿي جتي " سن ديوتا" ( چنڊ) جي پوڄا ٿيندي هئي. اٽڪل ٥ يا ٦ سال حضرت ابراهيم " حاران" ۾ وحدانيت جي تبليغ ڪئي. اتي سندس والد تارح آذر فوت ٿيو، ۽ پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي حڪم موجب هن ٻي هجرت " حاران" جي ڏکڻ اولهه طرف " ڪنعان" جي باقي ملڪ ڏانهن ڪئي جنهن کي هاڻي "فلسطين"،چئجي ٿو. " ڪنعان" ۾ " مصر" وانگر " بعل" (سج ) خدا جي پوڄا ٿيندي هئي جيڪو ماڻهن جي عقيدي موجب پيداوار ۽ زرخيزيءَ جو خدا هو، تنهن ڪري ڀهرين پيداوار سندس راهه ۾ قربان ڪئي ويندي هئي، ايتري قدر جو ڀهريون نرينه اولاد پڻ سندس قربان گاهه تي ذبح ڪيو ويندو هو. حضرت ابراهيم کي پڻ خواب ۾ اهڙيءَ قرباني ڪرڻ جو حڪم مليو، جيڪو ٻاڻ ۽ سندس ڀهروٽي پٽ حضرت اسماعيل " آمنا و صدقنا" چئي قبول ڪيو، ليڪن مروا (Morih) جبل تي ٿيندڙ اها قرباني هڪ دنبي جي ذبح ٿيڻ سان ادا ٿي.

اهو واقعو بعد جو آهي. حضرت ابرهيم عليه السلام ڪنعان ( فلسطين) ۾ "نور" نالي هڪ ڳوٺ ۾ خالص الله تبارڪ وتعاليٰ جي عبادت لاءِ هڪ گهر تعمير ڪيو، جنهن کي " بيلول" سڏيو ويو ۽ بعد ۾ اهو نالو بيت المقدس ۾ تبديل ٿي ويو ( احوال الانبياء ج١ ص ٣٥). اتان حضرت ابراهيم عليه السلام تيون دفعو مصر طرف هجرت ڪئي ان وقت مصر جو فرعون حبيس سنان بن علوان هو. ( ايضا . ص ٣٢)

جڏهن حضرت ابراهيم عليه‌السلام پنهنجومال وني مصر ۾ داخل ٿيو تڏهن مصر جي حڪومت وڏي طاقتور ۽ شاندار هئي. ٿبس ( طب). "ميمفس" ، " هيلوپولس" ۽ ٻيا سندس شهر متمدن هئا. هي بادشاهي "نيل درياهہ" جي نعمت سبب ميون ۽ ڀاڄين جي پيداوار تي گهڻي قدر خوشحال هئي. اتي ڪڏهن قضاني ٿي قحط پوندو هو ۽ اتان اناج حاصل ڪرڻ لاءِ شام، فلسطين ۽ ٻين ( وچ مشرق جي) ملڪن مان قافلا ايندا ويندا هئا. (احوال ج١ ص ٣٥ ص٣٢). " ابوالفدا" جي تحقيق مطابق ان وقت مصر جو فرعون " حبيس سنان بن علوان" هو. مصر ۽ ڪنعا ن( فلسطين) جي بادشاهن جي لاڳيتين لڙائين سبب مصر ۾ داخلا تي سخت چوڪسي هئي، تنهن ڪري حضرت ابراهيم عليه السلام جي قافلي کي صوبي جي حاڪم "خانوم هوتائي" وٽ پيش ڪيو ويو، جنهن فرعون سنان وٽ هن کي پيش ڪيو، " فرعون"ساره" جي حسن کان مسحور ٿي حضرت ابراهيم عليه السلام کان پڇيو تہ " هيءَ ڪير آهي؟" حضرت ابراهيم عليه السلام ديني رشتي مطابق جواب ڏنو تہ " منهنجي ڀيڻ(چاچي جي ڌيءُ) آهي". "ساره" سان شادي ڪرڻ جي لالچ ۾ فرعون، حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڪافي سهوليتون ۽ خاص رعايتون ڏنيون ۽ گهڻي تعظيم ۽ تڪريم سان پيش آيو (احوال الانبياءُ ج ١ ص ٣٥). جڏهن هن " ساره" ڏانهن پنهنجو شيطاني هٿ وڌايو تہ بيمار ٿي پيو، منٿ ميڙ ڪيائين تہ حضرت ابراهيم عليہ‌السلام جي دعا سان چاق ٿي ويو، وري هن حضرت ابراهيم جي تعظيم ڪرڻ شروع ڪئي ۽ " ساره" ڏانهن پنهنجو خيال لاهي ڇڏيائين. بائيبل ( توريت جي پيدائش واري باب ١٢) ۾ لکيل آهي تہ " جڏهن فرعون " ساره" کي پنهنجي " راڻي" بنائڻ جو فيصلو ڪيو تہ اوچتو " طاعون" جي

وبا اچي پئي، انهي کان ڏجي " فرعون" فورا ( حضرت) ابراهيم عليه السلام ۽ (بيبي) "ساره" کي سوين نوڪرن ۽ غلامن سميت انتهائي عزت ۽ احترام سان رخصت ڪري ڇڏيو. ( ص ٣١)

## حضرت ابراهيم عليه السلام جو خاندان:

حضرت ابراهيم عليه السلام چار شاديون ڪيون: بيبي ساره، بيبي هاجره، بيبي قطوره ۽ بيبي رعوه عرف مجين بنت احيب. بيبي ساره سندس سڳي سوٽ هئي جنهن نوي ورهين جي عمر ۾ حضرت اسحاق عليه السلام کي جنم ڏنو، انهيءَ کان اڳي مصري ٻانهي بيبي هاجره کي حضرت اسماعيل عليه السلام ڄائو. بيبي قطوره ڪنعاني قبيلي مان هئي جنهن ڇهه پٽ ڄڻيا ۽ پنج پٽ بيبي رعوهہ جي پيٽ مان ڄاوا، اهڙي طرح حضرت ابراهيم عليه السلام کي جملي تيرهن فرزند عطا ٿيا ۽ اهي سيئي ڪيس نبوت ملڻ کان پوءِ پيدا ٿيا. سندن نالا: ( ١) حضرت اسماعيل عليه السلام (٢) حضرت اسحاق عليه السلام (٣) زمران (۴) يقشان (۵) مدان (٦) مدين (٧) اشبق (٨) شوخ ( ٣ کان ٨ تائين بيبي قطوره مان ڄاوا) (٩) ڪيسان (١٠) فروخ (١١) اسيم (١٢) لوطان ۽ (١٣) نافيس. ( احوال الانبياء ج١ ص ۴٣ بحوالہ تاريخ طبري ۽ ابن خلدون ) پويان پنج پٽ بيبي رعوهہ جي پيٽ مان پيدا ٿيا.

حضرت ابراهيم عليه السلام جي ياءُ " ناحور" جو خاندان " ڪالديہ" ۾ رهندو هو. ڪيس ٨ پٽ هئا. جن جا نالا بائيبل مقدس ۾ بيان ڪيل آهن. انهن کان علاوه بہ ڪيس ڪثير اولاد پٽن ۽ ڌين جو هو، بيان ڪيل پٽن جا نالاهي آهن. (١) هوز (٢) بوز (٣) ڪيموئل (۴) ڪيصد (۵) هازو (٦) پڪداش (٧) يدلاف ۽ (٨) بتوئل. عربي زبان ۾ اهي نالا هن طرح بيان ڪيا وڃن ٿا: عوس، بوص، قمويل، ڪاس، خدو،بلداس، ۽ ماغي. ٽن ٻين نالن جو پڻ اضافو ڪيو ويو آهي، جيڪي هي آهن: تاحش، ڪاحم ۽ طالح.

تاريخ ابن خلدون مطابق، حضرت ابراهيم عليه السلام جي والد

"تارح" کي ڪل ٽي پٽ هئا: حضرت ابراهيم عليه‌السلام، ناحور ۽ حاران.

بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب ۾ هن خاندان جو احوال هن طرح ملي ٿو: جڏهن تارح ستر ورهين جو ٿيو، تڏهن هن مان ابرام، نحور ۽ حاران پيدا ٿيا ۽ حاران مان لوط پيدا ٿيو ۽ حاران پنهنجي پيءُ تارح جي جيئري، پنهنجي ڄمڻ واري هنڌ، يعني " ڪسدين جي عور" ۾ مري ويو...... پوءِ تارح پنهنجي پٽ ابرام ۽ پوٽي لوط کي جو حاران جو پٽ هو ۽ پنهنجي نُنهن، يعني ابرام جي زال ساري کي پاڻ سان وٺي نڪتو، ۽ اهي سڀئي " ڪسدين جي عور" مان روانا ٿيا ۽ ڪنعان جي ملڪ ڏانهن ويا، جڏهن اهي حاران ( شهر) ۾ آيا، تڏهن اتي رهي پيا، تارح جي ساري عمر ٻه سو پنج ورهيه هئي؛ ۽ تارح حاران ( شهر) ۾ مري ويو. ( ٣٢ - ٢٦:٢٢؛ ١٢)

حضرت ابراهيم عليه السلام جي والد محترم جي نالي متعلق بائيبل مقدس، قرآن شريف ۽ تلمود ۾ اختلاف آهي: بائيبل مقدس ۾ جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، حضرت ابراهيم عليه السلام ( ابرام، ابرهام) جي والد جو اسم شريف "تارح" لکيل آهي. قرآن شريف ۾ سندس ذڪر" آذر" جي نالي سان ڪيو ويو اهي. تلمود ۾ تارا ( تاره) لکيل آهي. سورة الانعام ( قرآن شريف) جي آية ٧٥ ۾ ارشاد ڪيل آهي تہ.........." ابراهيم پنهنجي پيءُ آزر کي چيو تہ ڇا توهان بتن کي معبود ڪري ٿا مڃو؟......" هتي لفظ "ابي" جي معنيٰ پيءُ سمجهي وڃي ٿي، جيتوڻيڪ عرب انهي لفظ کي پيءُ جي پياءُ ۽ ٻئي ڪنهن بزرگ شخصيت جي لاءِ پڻ استعمال ڪندا آهن. (احوال الانبياءَ ج١ ص ٣٢) ازانسواءِ" آزر" عربي زبان ۾ بتن جي مشتاق يا عاشق کي بہ چوندا آهن ( قصص القرآن ص ١٥٢) جيئن تہ بائيبل مقدس مطابق حضرت ابراهيم عليه السلام جي والد " تارح بہ ڪسدين جي عور (ار، يا ارڪ) منجهان نڪري ڪنعان جي ملڪ ڏانهن روانو ٿيو، جڏهن تہ ان وقت سندس عمر بہ سو سالن ڪان مٿي هئي، تنهن ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ تارح کي بہ حضرت ابراهيم عليه السلام سان گڏ نمرود طرفان ملڪ نيڪالي ڏني وئي هئي. انهيءَ استدلال تي چئي سگهجي ٿو تہ بت ڪده جي سربراهہ کي ان وقت " ابي" جي لقب سان پڪاريو ويندو هو، جيئن هن وقت عيسائي پادري کي " فادر" چيو وڃي ٿو.

## ملت ابراهيم:

قرآن شريف جي سورة"النحل" ۾ پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي ارشاد ڪيو ويو آهي تہ "......... اسان توڏي وحي موڪليو تہ ابراهيم جي طريقي جي پيروي ڪر جو هر ڪنهن ( ڏنگي) وات کان هٽي ويو هو ۽ جو مشرڪن مان نہ هو........ پنهنجي پروردگار جي راھہ ڏانهن ماڻهن کي سڏ، هن طرح جو حڪمت ( عقل ۽ دانائيءَ) جون ڳالهيون بيان ڪر ۽ سهڻي نموني سان وعظ ۽ نصيحت ڪر ۽ جيڪڏهن مخالفن سان بحث ڪرين تہ اهڙي طريقي سان ڪر جو حسن ۽ خوبيءَ جو طريقو هجي....... جيڪڏهن مخالفن جي سختيءَ جي جواب ۾ سختي ڪيو تہ گهرجي تہ اهڙي ۽ اوتري ڪيو جيتري توهان سان ڪئي وئي آهي، پر جيڪڏهن توهان صبر ڪيو تہ بيشڪ صبر ڪرڻ وارن لاءِ صبر ئي بهتر آهي ( آيات ١٢٣، ١٢٥ ۽ ١٢٦)

احوال الانبياء جي حوالن موجب، حضرت ابراهيم عليه السلام، مڪي شهر جي حاڪم سان ملاقات ڪئي ۽ جنهن جاءِ تي هن الله تعاليٰ جي عبادت ڪئي، ان کي "مقام ابراهيم" سڏيو وڃي ٿو،[٣٣] توحيد جي تبليغ لاءِ، مختلف ملڪن يا علائقن ۾ مبلغ ۽ انهن جي تبليغ جا مرڪز مقرر ڪيا ويا؛ ڪنعان ( فلسطين) ۾ حضرت ابراهيم عليه‌السلام بذات خود ديني ۽ دنيوي علمن جي اشاعت جو مهتمم هو " العريش" ۽ بحيره مردار (Dead Sea) جي ڏاکڻي علائقي ۾ رهندڙ " سدوم" جي آباديءَ ۾ حضرت لوط عليه السلام، " شام" جي ملڪ ۾ حضرت اسحاق عليه السلام ۽ حجاز (عربستان) ۾ حضرت اسماعيل عليه السلام تبليغ ۽ ديني دنيوي علمن جي اشاعت تي مامور هئا.٣٣

غالبا سن ١٩١٣ ق . م جو واقعو آهي جڏهن "ايلام" جي بادشاه "سدوم" جي بادشاھہ ۽ سندس اتحادي بادشاهن تي حملو ڪيو. انهيءَ جنگ ۾ حضرت لوط عليه السلام قيدي بنايو ويو. حضرت ابراهيم عليه السلام انهيءَ اطلاع ملڻ بعد پنهنجي پٽن، غلامن ۽ معتقدين کي جن جو ڪل تعداد ٣١٨ هو، حڪم ڏنو تہ " دمشق" جي قريب واقع" حبہ" نالي

هڪ هند تي ايلامي لشڪر مٿان حملو ڪن، جيڪو ڪامياب ٿيو. حضرت لوط عليه السلام کي آزاد ڪرايو ويو ۽ گهڻو مال غنيمت هٿ لڳو. اهو مال امانت باسلامت "سدوم" جي بادشاهه کي پهچايو ويو." سدوم" جو بادشاهه بهرام ( بيرا) ۽ " سلام" جو بادشاهه ملشروڪ ( ملڪي زيدڪ) انهيءَ فوجي امداد ۽ مال غنيمت جي دستيابي کان متاثر ٿي، حضرت ابراهيم عليه السلام جي جماعت ۾ شامل ٿيا. بعد ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام، اتان ڏکڻ طرف "ڪاديش" ۽" اشور" جي وچ ۾ واقع گرار ( غرار) نالي هڪ آباديءَ ۾ تبليغ ڪئي. اتان جي بادشاهه سان سندس تعلقات خوشگوار هئا. تاهم "سدوم" ۽ عاموره" جون بستيون، اتان جي منڪرن جي بداخلاقي ۽ حضرت لوط عليه السلام سان غلط روش اختيار ڪرڻ سبب تباهه ٿي ويون.٣٤

## نبوت ۽ پيغمبري سلسلو:

بائيبل مقدس مطابق" جڏهن ابرام نوانوي ورهين جو ٿيو تڏهن خداوند ابرام کي ڏيکاري ڏني ۽ چيائينس تہ آءٌ قادر مطلق خدا ( ايل شدائي) آهيان...... تڏهن ابرام ( حضرت ابراهيم عليه السلام) جهڪي سجدو ڪيو ۽ خدا ساڻس ڳالهايو ۽چيائينس...... تون گهڻين قومن جو پيءُ ٿيندين. اڳتي تنهنجو نالو " ابرام" نہ پر " ابرهام" سڏبو ڇالاءِ جو مون توکي گهڻين قومن جو پيءُ ڪيو آهي........ اوهان مان سڀ ڪنهن مرد جو ختنو ( طوهر) ڪيو وڃي......... اهومنهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾ ڪيل عهد جو نشان هوندو. اوهان جي سڀني پيڙهين ۾ سڀ ڪنهن ڇوڪر جو، جڏهن هو اٺن ڏينهن جو ٿئي تڏهن ختنو ڪيو وڃي، منهنجو ۽ اوهان جي جسم جو ابدي عهد ٿيندو........ پوءِ خداوند ابرهام کي چيو تہ ساري جا تنهنجي زال آهي، تنهن کي اڳتي ساري نہ سڏ، پر هن جو نالو " ساره" ٿيندو. آءٌ هن کي برڪت ڏيندس ۽ سندس پيٽان توکي هڪڙو پٽ ڏيندس....... ۽ هو قومن جي ماءُ ٿيندي ۽ امت جا بادشاهه منجهائنس پيدا ٿيندا. تڏهن ابرهام جهڪي سجدو ڪيو ۽ کلي دل ۾ چيائين تہ جنهن ماڻهوءَ

جي عمر سو ورهيہ آهي، تنهن مان کو ٻار پيدا ٿيندو ۽ ساره جا نوي ورهين جي آهي۔ سا کو ٻار ڄڻيندي؟ ۽ ابرهام خدا ( ايل شدائي) کي چيو تہ شل اسماعيل تنهنجي حضور ۾ جيئرو رهي !........ خدا ابرهام کي چيو.......... تنهنجي زال ساره تولاءِ پٽ ڄڻيندي، تون ان جو نالو اضحاق رکجانءِ....... باقي اسماعيل بابت مون تنهنجو عرض قبول ڪيو...... پوءِ ابرهام انهيءَ ڏينهن خدا ( ايل) جي حڪم موجب پنهنجي پٽ اسماعيل جو ۽ .......... ابرهام سندس گهر جي ماڻهن مان سيني مردن جي جسم جي کل جو ختنو ڪرايو ( پيدائش ٢٣ . ١: ١٧)

حضرت ابراهيم عليه السلام کان ڪامل وحدانيت جو دور شروع ٿيو. ان کان اڳ جيڪي نبي سڳورا ٿي گذريا، حضرت آدم عليه السلام ۽ حضرت نوح عليه السلام کان حضرت صالح عليه السلام تائين اهي جنهن وحدانيت جي تبليغ ڪندا رهيا، ان کي " ناقص وحدانيت" چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ واحد خدا جو بہ بت بنائي ان کي پوڄڻ جي اجازت ڏني وئي هئي: انسان جو ذهن اڃا ايترو بالغ نہ ٿيو هو جو هڪ اڻ ڏٺي خدا کي تصور ذريعي پوڄي ۽ ان جي وجود کي محسوس ڪري سگهي.

اهو ساڳيو زمانو آهي جڏهن سنڌو ماٿريءَ جي هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي تهذيب ۾ مقامي شو مهاديو جي پوڄا عروج تي هئي ۽ ميسوپوٽيما (عراق) جي تهذيب ۾ خدائي بادشاهيت ۽ ستارهپرستي جو دور هو. مصر جي تهذيب ۾ اتان جو بادشاهہ فرعون خود خدا سڏائيندو هو، قديم يونان ۽ ايران جي علائقن ۾ الڳ مذهب ارتقائي مرحلن ۾ هئا. تيزيءَ سان وڌندڙ آريائي قبيلا فطرت پرست هئا.

حضرت ابراهيم عليه السلام تي نازل ٿيل آسماني صحيفو، " صحف ابراهيم" سڏجي ٿو. اصحابي حضرت ابوذر، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کان روايت ڪئي آهي تہ اهو صحف سيائپ جي مثالن سان ڀريل هو. انهي ۾ لکيل آهي تہ: " اي مغرور آدمي! مون توکي اتي ( دنيا ۾) خرافات جمع ڪرڻ لاءِ تہ نہ موڪليو آهي. تنهنجي زندگيءَ جو مقصد تہ منهنجي طرفان مظلومن جي فرياد رسي ڪرڻ آهي ڇاڪاڻ تہ مان مظلومن کان ڪڏهن غافل نہ ٿو رهان. مان انهن جو فرياد ٻڌان ٿو چو نہ ڪٺي اهي ڪافر

ٿي هجن. هڪ سياڻي ماڻهوءَ کي هميشه پنهنجي ماحول ۽ پنهنجي دنيا جي حالتن کي سمجهندو رهڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي زبان کي قابو ۾ رکي، جيڪڏهن کو سمجهي ٿو ته ڪوئي ڪم نه ڪرڻ ۽ رڳو ڳالهيون ڪرڻ ٺي چڱو ڪم آهي ته انهيءَ کي ڪنهن به طرف کان ڪا مدد نه ملندي ۽ جو ڪجهه هو چويٿو سو پڻ غير ضروري هوندو آهي". ( احوال الانبياءَ ج ١ ص ٤٤). حضرت ابراهيم عليه السلام کان شروع ٿيل نبين جو سلسلو انجيل مقدس جي شارحين جي مطابق ٤٢٥ سال قائم رهيو ليڪن مسلمان مورخين مطابق اهو عرصو ١١٥٠ سال شمار ڪرڻ گهرجي.

حضرت ابراهيم عليه السلام کان پوءِ اسرائيلي سلسلي مطابق حضرت اسحاق ، حضرت يعقوب ، حضرت لويع، حضرت قاهتع ، حضرت عمران، حضرت موسيٰ عليهم السلام ( ڇهه پيڙهيون) هڪ ٻئي ذريعي موجب: حضرت ابراهيم، حضرت اسحاق، حضرت يعقوب ، حضرت يوسف ، حضرت بنيامين ( ناحور)،عمران ۽ حضرت شعيب عليهم السلام مزيد هڪ دعائيه ذريعي مطابق: حضرت اسحاق، حضرت يعقوب ، حضرت يوسف، لوي، "يهوزا" ، اوب بن ناحور، عليهم السلام، چوٿين هڪ روايت موجب حضرت يعقوب ، کان پوءِ حضرت يوسف، لوي، يهوز، ايوب بن عموس، رازح ، يونس بن ايوب ۽ شعيب بن صفوان عليهم السلام. ( احوال الانبياءَ ج ١ ص ٤٧).

## آزمائش ۽ عظيم قرباني:

هجري سال جي ڏهين ذوالحج جي تاريخ، عالم اسلام ۾، " عيد الضحيٰ" جو ڏينهن آهي، جنهن تي جانورن جي قرباني ڪري ۽ قربانيءَ جي قبول پوڻ جي خوشي ملهائي، حضرت ابراهيم عليه السلام جي عظيم قربانيءَ جي ياد تازه ڪئي ويندي آهي. قرآن شريف ۽ بائيبل مقدس ۾ به انهيءَ عظيم قربانيءَ جو ذڪر ڪيل آهي.

بائيبل مقدس جي پيدائش وار باب ٢٢ ۾ هي واقعو هن طرح بيان ڪيل آهي: " ........... هيئن ٿيو جو خداوند ابرهام جي آزمائش ورتي ۽

چيائينس تہ ابرهام ! ۽ هن چيو تہ اجهو آءٌ حاضر آهيان، تڏهن هن چيو تہ تنهنجو پٽ، تنهنجو سڪيلڏو پٽ اضحاق، جنهن کي تون پيار تو ڪرين، تنهن کي وٺي موورياہ جي ملڪ ۾ وڃ ۽ اتي جيڪو جبل آءٌ توکي ڏيکاريان، تنهن تي هن کي سوختني ( باهہ تي پچايل) قرباني لاءِ چاڙهہ! (٢ ١)..... ابرهام قربانيءَ جون ڪاٺيون ڪٺي پنهنجي پٽ اضحاق تي رکيون ۽ باهہ ۽ ڪاتي پنهنجي هٿ ۾ کنيائين....... جڏهن انهيءَ هنڌ تي آيا........ تڏهن ابرهام اتي قربان گاهہ جوڙي...... ۽ پنهنجي پٽ اضحاق کي ٻڌي ڪاٺين جي مٿان رکيائين ۽ پوءِ ابرهام پنهنجو هٿ ڊگهيري پنهنجي پٽ کي کهڻ لاءِ ڪاتي کنئين. تڏهن خداوند جي فرشتي آسمان مان سڏ ڪري چيس تہ ابرهام، ابرهام ! ۽ هن چيو تہ اجهو آءٌ حاضر آهيان ۽ هن چيو تہ ڇوڪر تي هٿ نہ کڻ، ۽ کي بہ نہ ڪرينس: هاڻي مون کي خبرپئي آهي تہ توکي خدا جو خوف آهي، ڇاڪاڻ تہ تو پنهنجو سڪيلڏو پٽ بہ مون کان وانجهي نہ رکيو آهي. پوءِ ابرهام پنهنجيون اکيون مٿي کڻي نهاريو ۽ پنهنجي پٺيان هڪڙو گهيٽو ڏٺائين جنهن جا سڱ هڪڙي گهاٽي ٻوڙي ۾ اٽڪيل هئا، تڏهن ابرهام وڃي اهو گهيٽو آندو، ۽ پنهنجي پٽ جي بدران انهي جي سوختني قرباني ڪيائين، ۽ ابرهام انهيءَ هنڌ جو نالو " يهوواهہ يري" رکيو.......... ۽ ابرهام بير سبع ۾ رهڻ لڳو. ( آيات ١٩ - ١)

هي ساڳيو واقعو قرآن شريف ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي: " پوءِ اسان هن کي ( حضرت ابراهيم عليه السلام کي) هڪ حليم طبع پٽ جي بشارت ڏني ( ۽) پوءِ جڏهن هو ساڻس ڪم ڪرڻ جي عمر کي رسيو تڏهن چيائينس تہ اي منهنجا پٽ ! مون خواب ۾ ڏٺو آهي تہ توکي ذبح ٿو ڪيان پوءِ سوچي ٻڌاءِ تہ تنهنجي ڇا راءِ آهي؟ چيائينس تہ اي منهنجا بيءُ !توکي جيڪو حڪم ٿيو آهي انهيءَ تي عمل ڪر، ڏٺيءَ چاهيو تہ تون مون کي صبر ڪرڻ وارن مان لهندين. پوءِ جڏهن ٻئي ڄڻا تعبيداريءَ لاءِ تيار ٿيا ۽ هن هن کي پيشاني پر ليٽايو، تڏهن اسان کيس پڪاري چيو تہ اي ابراهيم ! تو بيشڪ خواب سچو ڪري ڏيکاريو. اسان نيڪي ڪندڙ کي اهڙي طرح نيڪ بدلو ڏيندا آهيون. يقينا اهاهڪ پڌري آزمائش هئي ۽ اسان هڪ وڏي قرباني، جو فديو ڏئي هن ( قربان ٿيندڙپٽ) کي بچايو ( سورة الصافات، آيات

١٠٧ ـ ١٠١)..... " ۽ اسان هن کي ( حضرت ابراهيم عليه السلام کي) اسحاق جي ( ڄمڻ جي) بشارت ڏني (جيڪو) صالح نبين مان ٿيندو. ( آيت ١١٢) ۽ اسان مٿس ( حضرت ابراهيم عليه السلام مٿان) ۽ اسحاق مٿان برڪت نازل ڪئي........" (آيت ١١٣) " اسماعيل جو پنهنجي قول جو سچو هو، ۽موڪليل نبي هو.( سورة مريم ، آيت ٥٤).

اسلامي ذريعن مطابق، حضرت ابراهيم عليه السلام، جنهن فرزند جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ جنهن فرزند الله جي جي حڪم مطابق قربان ٿيڻ قبول ڪيو.اهو حضرت اسماعيل عليه السلام هو، جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جو وڏو فرزند هو. ليڪن بائيبل مقدس ۾ واضح طور تي سندس نالو اضحاق ( حضرت اسحاق عليه السلام) ڄاڻايو ويو آهي جيڪو بني اسرائيل جو جدامجد آهي. قرآن شريف جي حوالي سان هڪ استدلال سامهون اچي ٿو ته جيڪڏهن حضرت اسحاق عليه السلام جي قرباني پيش ڪرڻ جو حڪم هجي ته سندس ڄمڻ جي خوشخبري ان وقت نه ڏني وڃي ها ۽ سندس فرزند حضرت يعقوب عليه السلام جي بشارت نه ڏني وڃي ها![٣٦] ازانسواءِ وچ مشرق جي قديم مذهبي روايت مطابق پهريتي پٽ جي قربانيءَ جو رواج هو. الله تعالىٰ سندس قوم جي مروج روايت موجب حضرت ابراهيم عليه السلام کان انهي قرباني (ذبح عظيم) جي گهر ڪئي ۽ ان کي جانور جي قرباني ۾ تبديل ڪرڻ فرمايو.

## حضرت ابراهيم عليه السلام جي وفات:

بائيبل جي ذريعن مطابق، جڏهن بيبي ساره ١٢٧ سالن جي عمرکي پهتي ۽ اسلامي ذريعن مطابق ١١٣ سال عمر هئس، يعني حضرت اسحاق عليه السلام ٢٣ يا ٣٧ سالن جو هو، تڏهن" ڪرجاٿ" جي مقام وٽ، جتي هيتي رهندو هو، اتي حضرت بيبي ساره وفات ڪئي، انهيءَ هنڌ جو بائيبل مقدس ۾ ڄاڻايل نالو " حبرون" آهي: "........ ساره ڪنعان جي ملڪ ۾ قريت اربع ( ڪرجاٿ) يعني حيبرون ۾ وفات ڪئي ۽ ابرهام ساره جي لاءِ ماتم ڪيو ۽ رنو. پوءِ ابرهام پنهنجي مردي وٽان اٿي، " حت"

(هيتي) جي پٽن کي چيو تہ آءٌ اوهان وٽ ڌاريو ۽ هڪ مسافر آهيان، مون کي پاڻ وٽ قبرستان جي لاءِ هڪ زمين جو ٽڪرو ڏيو...... تڏهن حت جي پٽن ابرهام کي ورندي ڏيندي چيو تہ اي سائين! اسانجي ڳالهہ ٻڌ، تون اسانجي وچ ۾ هڪڙو امير آهين....... پلي تون پنهنجو مردو دفن ڪر. تڏهن ابرهام اٿي انهن ماڻهن کي چيو..... صحر جي پٽ عفرون کي منهنجي سفارش ڪريو تہ هو مڪفيلہ جي غار....... جي پوري قيمت وٺي مون کي ڏئي، تہ اوهان جي وچ ۾ هڪڙو قبرستان منهنجي ملڪيت ٿئي، هاڻي عفرون اٿي...... ابرهم کي جوڻ لڳو تہ منهنجا سائين ! منهنجي ڳالهہ ٻڌ، اها ٻني ۽ جيڪا غار منجهس آهي، سي ٻئي آءٌ توکي مفت ۾ ٿو ڏيان....... تڏهن ابرهام........ عفرون کي چيو تہ آءٌ ٻنيءَ جي قيمت ڏيان ٿو ، اها مون کان وٺ تہ پوءِ اتي آءٌ پنهنجو مردو دفن ڪريان. تڏهن عفرون.... چيو تہ ...... هن زمين جي ٽڪر جي قيمت چانديءَ جاچارسو سڪا آهن، سي تنهنجي ۽ منهنج وچ ۾ ڇا آهن؟........ ابرهام.......چانديءَ جاچار سو سڪا، جي واپارين ۾ چالو هئا، سي توري ڏنائينس........ تنهن کان پوءِ ابرهام پنهنجي زال ساره کي مڪفيلہ واري ٻنيءَ جي غار ۾ ،جو ممري، يعني حبرون جي سامهون ڪنعان جي ملڪ ۾ آهي اتي دفن ڪيو ( بائيبل مقدس،پيدائش ١٩ ـ ٢ : ٣٢)

حضرت ابراهيم عليه السلام ، ١٧٥ ورهين جي عمر ۾ ساڳئي جاءِ تي وفات ڪئي ۽ ساڳئي غار ۾ ، بيبي ساره جي پاسي ۾ ابدي آرامي ٿيو. انهيءَ هنڌ کي هاڻي "الخليل" سڏجي ٿو. ( احوال الانبياء ج ١ ص ٤٣).

## حضرت اسحاق عليه السلام

حضرت اسحاق عليه السلام جي ولادت هڪ معجزو هو. بائيبل مقدس مطابق جڏهن " خداوند، ابرهام کي چيو تہ ساري ( بيبي ساره) ...... جي پنيان توکي هڪڙو پٽ ڏيندس........ تڏهن ابرهام ( حضرت ابراهيم عليه السلام) جهڪي سجدو ڪيو ۽ کلي دل ۾ چيائين تہ جنهن ماڻهوءَ جي عمر هڪ سو ورهيہ آهي، تنهن مان ڪو ٻارُ پيدا ٿيندو ۽ ساره

جا نوي ورهين جي آهي، سا کو ٻار ڄڻيندي..... خدا ابرهام کي چيو...... تنهنجي زال ساره تولاءِ پٽ ڄڻيندي، تون ان جو نالو اضحاق (اسحاق) رکجان". ( پيدائش ١٩ . ١٦ : ١٧)

قرآن شريف ۾ حضرت اسحاق عليه السلام جو ذکر هن طرح ڪيل آهي: " اسان ابراهيم کي اسحاق جي بشارت ڏني تہ هو هڪ صالح نبي ٿيندو ۽ اسان ابراهيم تي ۽ اسحاق تي برڪتون نازل ڪيون. ( سورة الصافات ١١٣ . ١١٢ : ٣٧)

بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب مطابق، حضرت اسحاق عليه السلام جي شادي ابراهيم عليه السلام جي ڀاءُ نحور جي زال مالڪاهہ جي پٽ بيتوايل جي ڌيءَ " ربقہ" سان ٿي" ( ١٥ ..........." ۽ ابرهام وٽ هو سو سڀ اضحاق کي ڏنائين ( ۽ ٻين پٽن کي) بخشيشون ڏئي، ...جي جيئري پنهنجي پٽ اضحاق کان ڌار ڪري، اڀرندي واري ملڪ ( عربستان) ڏانهن روانو ڪري ڇڏيائين. ابرهام جي سڄي عمر هڪ سؤ پنجهتر (١٧٥) ورهيہ هئي......... سندس پٽن اضحاق ۽ اسماعيل کيس صحر حتيءَ جي پٽ عفرون جي ٻنيءَ واري مڪفيله جي غار ۾ دفن ڪيو..... ۽ ابرهام جي مرڻ کان پوءِ هئن ٿيو جو خدا، سندس پٽ اضحاق کي برڪت ڏني، ۽ اضحاق، " بيرلحي روئي" ۾ رهڻ لڳو. ( ١١ . ٥ : ٢٥)

حضرت اسحاق عليه السلام جي زال، بيبي" ربقہ" سندس والده بيبي " ساره" وانگر سنڍ هئي. " اضحاق پنهنجي زال جي لاءِ خداوند کان دعا گهري، ڇا لاءِ جو هوءِ سنڍ هئي؛ ۽ خداوند هن جي دعا قبول ڪئي..... ڏنائون تہ سندس ( ربقہ جي) پيٽ ۾ جاڙا ٻار هئا، پهريون ڳاڙهو نڪتو...... تنهن ڪري انهيءَ جو نالو عيسو رکيائون، تنهن کانپوءِ سندس ڀاءُ هٿ ۾ عيسو جي کڙي جهلي نڪتو ۽انهيءَ جونالو يعقوب رکيائون. جڏهن اضحاق کي هي ٻار ڄاوا، تڏهن هو سٺ ورهين جو هو. ( سندس شادي چاليهہ ورهين جي عمر ۾ ٿي هئي). ( پيدائش ٢٦ . ٢١: ٢٥)

ملڪ ۾ ڏڪار پوڻ سبب، حضرت اسحاق عليه السلام پنهنجا ڏڻ ڪاهي "فلستين"( فلسطين) جي علائقي " جرار" ۾ اچي رهيو. اتان جي

بادشاهہ " ابي ملڪ " سڀني ماڻهن کي تاڪيد ڪري حڪم ڏنو تہ جيڪو هن ماڻهوءَ يا سندس زال ( بيبي ربقہ) کي هٿ لائيندو، سو ضرور ماريو ويندو ( بيبي ربقہ بيحد حسين هئي) ۽ اضحاق انهيءَ زمين ( جرار) ۾ پوک ڪئي ۽ ساڳئي سال سئوڻي پيدائش ٿيس ۽ خداوند کيس برڪت ڏني ۽ هو شخص وڏو ٿيو ۽ وڌندو ويو، تان جو وڏو امير ٿي پيو ۽ وٽس ڌڻ ۽ ڍور ۽ گهڻي ئي نوڪر هئا، تنهن ڪري " فلستي" ساڻس حسد ڪرڻ لڳا..... جيڪي کوهہ سندس پيءُ ابرهام جي ڏينهن ۾ ابرهام جي نوڪرن کوٽيا هئا، سي سڀ فلستين مٽيءَ سان ڀري بند ڪري ڇڏيا ۽ " ابي ملڪ" اضحاق کي چيو تہ اسان وٽان هليو وڃ، ڇالاءِ جو تون اسان کان وڌيڪ زور وارو آهين. سو اضحاق اتان نڪتو ۽ " جرار" جي ماٿريءَ ۾ وڃي تنبو کوڙي رهيو..... جڏهن اضحاق جي نوڪرن انهيءَ ماٿريءَ ۾ زمين کوٽي تڏهن هڪڙو کوهہ لڌائون جنهن ۾ پاڻي جو چشمو ( ٻنپ) هو ۽ جرار جي ڌنارن اضحاق جي ڌنارن سان جهيڙو ڪيو ۽ چيائون تہ هي پاڻي اسانجو آهي ۽ هن انهيءَ چشمي جو نالو عسق ( معنيٰ جهيڙو فساد) رکيو، جو تہ هنن ساڻس جهيڙو ڪيو، پوءِ هنن ٻيو کوهہ کوٽيو ۽ انهيءَ تان بہ انهن جهيڙو ڪيو ۽ هن انهيءَ جو نالو " ستنه" ( معنيٰ دشمني) رکيو. پوءِ هو اتان وڌي اڳتي ويو ۽ هڪڙو ٻيو کوهہ کوٽيائون، ۽ انهيءَ تان هنن تڪرار ڪونہ ڪيو، تنهن ڪري انهيءَ جو نالو" رحوبوت" ( معنيٰ ڪشادو) رکيائين ۽ چيائين تہ هاڻي خداوند اسان کي جاءِ ڏني آهي ۽ اسين هن ملڪ ۾ وڌنداسين. ( ايضا ـ ٢٢ ـ ١١: ٢٦)

## نبوت ۽ سلسلو:

" رحوبوت" جي کوهہ کان حضرت اسحاق عليه السلام " بير سبع" جي مقام وٽ پهتو " ۽ انهيءَ ساڳيءَ رات خداوند کيس ڏيکاري ڏني ۽ چيائينس تہ آءٌ تنهنجي پيءُ ( حضرت ابراهيم عليه السلام) جو خدا آهيان: تون ڊپ نہ ڪر، ڇالاءِ جو آءٌ توسان آهيان. آءٌ توکي برڪت ڏيندس ۽ پنهنجي ٻانهي ابرهام جي ڪري، تنهنجو اولاد وڌائيندس. پوءِ هن اُتي

هڪڙي قربان گاهہ جوڙي ۽ خدا وند کان دعا گهريائين ۽ اتي پنهنجو تنبوکوڙيائين........ پوءِ ابي ملڪ ( فلسطين جو بادشاهہ) جرار مان وٽس آيو ۽ هن جو دوست " اخوزت" ۽ سپهہ سالار " فيڪل" بہ هن سان گڏ هئا...... هنن چيو تہ اسان چٽي طرح سان ڏٺو آهي تہ خدا تو سان آهي سو اسان چيو تہ هاڻي ..... اسين توسان عهد ڪريون ۽ جيئن اسان توکي هٿ نہ لاتو آهي..... تيئن تون بہ اسان سان ڪا برائي نہ ڪندين..... ۽ هڪ ٻئي سان قسم کنياٺون..... انهيءَ ساڳئي ڏينهن هيئن ٿيو جو اضحاق جي نوڪرن اچي کيس چيو تہ جيڪو کوهہ اسان کوٽيو هو، تنهن مان پاڻي نڪتو آهي، سو هن انهي جو نالو "سبع" رکيو تنهن ڪري اڄ ڏينهن تائين انهي شهر جو نالو "بير سبع" ٿو سڏجي".( ايضا . ٢٢. ٢٤:٢٧) حضرت اسحاق عليہ السلام کانپوءِ بني اسرائيل جا انبياءِ ڪرام هن ترتيب سان مبعوث ٿيا:

(١) حضرت يعقوب عليہ السلام

(٢) حضرت يوسف عليہ السلام

(٣) حضرت ايوب عليہ السلام

(۴) حضرت شعيب عليہ السلام

(۵) حضرت موسيٰ عليہ السلام

حضرت موسيٰ عليہ السلام کانپوءِ سن ١۴۵١ ق . م ۾ سندس جانشين اسرائيلي نبي حضرت يوشع عليہ السلام ( ١۴٢۵. ١۵٣۵ ق . م) ٿي گذريو، جنهن بعد حضرت شموئل عليہ السلام ۽ حضرت ادريس عليہ السلام ( حضرت الياس، اخنوخ، اخناتين، امين هوتپ ۴) ١٣۵٨. ٧۵/ ١٣٨٨ ق . م جا دور ٿي گذريا آهن.

ٽي صديون پوءِ ، بني اسرائيل جي تاريخ جي هڪ بدترين دور ۾ حضرت دائود عليہ السلام، ١٠٠٠ ق . م ۾ يروشلم جي متحده اسرائيلي حڪومت قائم ڪري،وحدانيت جي تبليغ جو ٻيو دور شروع ڪيو. ان بعد حضرت سليمان عليہ السلام (٩٣۴ / ٩٢٢ . ٩٦٢ ق . م) ان کي جاري رکيو. تقريبا بہ صديون پوءِ حضرت يونس ( جوناهہ بن امتائي) عليہ السلام ( م ٧٨۵ ق . م) " نينوا" ۾ توحيد جي تبليغ ڪئي. ان بعد حضرت

عيسيٰ بن مريم عليه السلام جي بعثت تائين چار انبياءِ ڪرام جا نالا هن طرح ملن ٿا: حضرت ارميا، حزقيل، دانيال، زڪريا ۽ يحيٰ عليهم السلام. حضرت عيسيٰ بن مريم عليه السلام کان عيسائي / مسيحي مذهب جو آغاز ٿيو ۽ حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليه وسلم کان جديد دين اسلام شروع ٿيو. ۽ نبوت جو سلسلو ختم ٿيو.

## بني اسرائيلي پيغمبرن جو سلسلو:

٩ ـ حضرت يعقوب عليه السلام عرف اسرائيل، بائيبل مقدس مطابق حضرت اسحاق عليه السلام جو ننڍو پٽ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو پوٽو هو، سندس نالو جيڪب جاثايل آهي.کيس "بيت ايل" جي مقام وٽ نبوت جو الهام ٿيو ۽ آرمينائي قوم جي هدايت لاءِ کيس حڪم ڪيو ويو. پينيل جي مقام وٽ کيس ٻيهرالهام ٿيو، جنهن بعد پنهنجي وڏي ڀاءُ عيساء سان ناهه ڪيائين ۽ "ڪنعان" ۾ سڪونت اختيار ڪيائين.کيس ١٢ فرزند عطا ٿيا. سندس پٽ مان ست وڏا پيغمبر ٿي گذريا:

حضرت يوسف عليه السلام، حضرت ايوب عليه السلام، حضرت شعيب عليه السلام، حضرت موسيٰ عليه السلام (١٥٧١ / ١٦٨٠ ق . م ) ۽ هارون عليه السلام ( م١٤٥٢ ق . م) ۽ فرعون اول الياس اخناتين امين هوتپ ۴ (١٣٥٨ . ٧٥ / ١٣٨٨) حضرت يوشع عليه السلام ( ١٤٢٥ . ١٥٣٥ ق . ) حضرت موسيٰ عليه السلام جو جانشين (م ١٤٥١ ق . م) حضرت شموئيل عليه السلام. حضرت دائود عليه السلام (جيروسلم (يروشليم) ؛ . ١٠٠٠ ق . متحده اسرائيلي حڪومت ۽ وحدانيت جي تبليغ جو پيو دور ۽ حضرت سليمان عليه السلام (٩٣٤ / ٩٦٢ . ٩٢٢ ق . م.)

## حضرت دائود عليه السلام (غالبا ٩٦٠ ـ ١٠٣٠ ق ـ م)

نسب: ايل حنان (Elhanan) عرف حضرت دائود عليه السلام بن يسي (Jesse) بن عبيد بن بوعز بن سلمون بن نحسون بن عميناداب بن رام

بن حصرون بن فارص.

زمانو: هڪ قرن قبل مسيح (١٠٠٠ ق م) شروع ٿيڻ وارو هو. بني اسرائيل جي /پيغمبر . سموئيل، فلستينين ( فلسطينين) جي حملن کان خوفزده ٿي ويل بني اسرائيلين جي مطالبي موجب مٿن " سائول" ( طالوت) کي بادشاهہ مقرر ڪيو، ليڪن هو اسرائيلي دين تي ثابت قدم نہ رهيو، تنهن ڪري........ " خدا وند سموئيل کي چيو تہ ..... مون هن کي اسرائيل تي بادشاهہ ٿيڻ کان ( بادشاهي ڪرڻ لاءِ ) رد ڪيو آهي. پنهنجو سگ تيل سان پر ۽ وڃ، آءٌ توکي بيت لحمي واري " يسيءَ" ڏي موڪليندس. ڇالاءِ جومون هن جي پٽن مان هڪڙي کي...... بادشاهہ مقرر ڪيو آهي."....

## شخصيت ۽ دور جو آغاز

"سائول " ( طالوت) جي نوڪرن کيس چيو تہ هڪڙو بدروح خداوند وٽان اچي توکي ستائي ٿو........ حڪم ڏي تہ ڪو اهڙو ماڻهو ڳولهي وٺي اچون جو بربط وڄائڻ ۾ هوشيار هجي..... تڏهن...... هڪڙي ورندي ڏيندي چيو تہ........ مون "بيت لحم" واري "يسيءَ" جو پٽ ڏٺو آهي جو بربط وڄائڻ ۾ ڏاڍو پڪ آهي ۽ زور ڀربو ۽ همت وارو ماڻهو آهي ۽ جنگي جوان ۽ ڳالهائڻ جو خبردار ۽ خوبصورت شخص آهي، ۽ خداوند هن سان ساڻ آهي. تنهن ڪري "سائول" "يسيءَ" ڏي قاصد موڪليا ۽ چوائي موڪليائين تہ تنهنجو پٽ دائود جو رڍن سان آهي تنهن کي مون وٽ موڪلي ڏي. تڏهن يسي هڪڙي گڏهہ تي مانيون ۽ شراب جي سانداري ۽ هڪ ڇيلو رکي پنهنج پٽ دائود جي هٿان سائول (طالوت) ڏي ڏياري موڪليا ۽ دائود سائول "( طالوت) وٽ آيو..... هو انهيءَ کي ڏاڍو وڻيو ۽ سندس زره بردار ٿيو ۽............... جڏهن بدروح خدا وٽان سائول تي( طالوت) ايندو هو تڏهن دائود بربط ڪڍي پنهنجي هٿ سان وڄائيندو هو. پوءِ سائول (طالوت) کي راحت ملندي هئي..........."

شيخ علي هجويري عرف حضرت داتا گنج بخش حضرت دائود عليه السلام جي حڪايتن مان حوالو ڏيندي تحرير فرمايو آهي تہ " الله تعاليٰ

جڏهن ڪيس پنهنجو خليفو ( نبي) بنايو تہ ڪيس منو آواز عطا ڪيائين ۽ سندس گلو ڪيس ساز بنائي ڏنائين سندس آواز تي جبل جهومندا هئا، جهنگلي جانور، پکي پهاڙ ۽ بيابان سندس نغمن جي جادوءَ هيٺ اچي وبندا هئا. اڏامندڙ پکي ڪري پوندا هئا. جنهن جهنگ ۾ هو ڳائيندو هو اتي مهينن تائين جانور ڪجهہ کائيندا پيئندا نہ هئا. ٻار ڪير نہ گهرندا هئا ۽ روئڻ ڇڏي ڏيندا هئا. ماڻهو راڳ ٻڌي موٽندا هئا تہ انهن مان ڪيترا ڪلام، آواز ۽ سر جي ڪيفيت سبب مري ويندا هئا. الله تعاليٰ جي مرضي ٿي تہ نفس خاطر ڳائيندڙن ۽ عارف راڳين جي وچ ۾ فرق پيدا ڪيو وڃي. ابليس جي طبيعت ۾ پريشاني پيدا ٿي. هن انسانن کي وسوسن ۾ وجهڻ جو ارادو ڪيو، پنهنجي اتڪلن جي اجازت گهريائين ۽ اجازت ملي ويس. هن بنسري ۽ طنبورو ناهي تيار ڪيو ۽ حضرت دائود عليه السلام جي مقابلي ۾ هڪ مجلس منعقد ڪيائين. راڳي ٻن جماعتن ۾ ورهائجي ويا. جيڪي شقي هئا، سي شيطاني بنسري (مزامير) جا عاشق بنجي ويا ۽ جيڪي نيڪ هئا سي حضرت دائود عليه السلام جا سلامي ٿيا. معنيٰ وارن اکيان نہ حضرت دائود عليه السلام جو سُرُهو ۽ نہ شيطاني جماعت جون بنسريون هيون. اهي حق تي (عاشق) هئا. انهن لاءِ دائودي سر هدايت جو سرچشمو هو."

بائيبل مقدس ۾ حضرت دائود عليه السلام جي جاٿايل احوال جوخلاصو قرآن شريف ۾ بيان ٿيل آهي: " ڇا تو بني اسرائيل جي سردارن جي انهي واقعي تي غور نہ ڪيو جيڪو ( حضرت) موسيٰ کانپوءِ هنن کي پيش آيو؟ سردارن پنهنجي وقت جي نبيءَ کي چيو تہ اسان خدا جي راهہ ۾ جنگ ڪنداسين. اسانجي لاءِ بادشاهہ مقرر ڪر..... پوءِ هنن جي نبيءَ کين چيو تہ الله توهان جي لاءِ طالوت کي بادشاه مقرر ڪيو آهي.... ۽ ڪيس گهڻو علم ۽ وڏي جسماني طاقت عطا ڪئي آهي.....پوءِ انهن جي نبيءَ کين چيو تہ ..... هن جي حاڪم ٿيڻ جي نشاني هيءَ آهي تہ توهان جو پاڪ تابوت (جو ان وقت سندن دشمن فلستين وٽ هو) ملائڪ اتان کڻي ايندا .انهيءَ تابوت ۾ توهان جي پروردگار جي طرفان اوهان جي لاءِ تسلي آهي. ۽ جيڪي ( حضرت) موسيٰ ۽ هارون جو خاندان ڇڏي ويا آهن،ان جو باقي

حصو آهي. جيڪڏهن توهان مجڻ وارا آهيو تہ هن ۾ توهان جي لاءِ وڏي نشاني موجود آهي.... پوءِ جڏهن طالوت لشڪر سان روانو ٿيو، تڏهن هن چيو تہ واٽ تي الله تعاليٰ هڪ نديءَ جي پاڻيءَ سان توهان جي آزمائش وٺندو. ياد رکو تہ جنهن بہ نديءَ مان پاڻي پيتو تنهن سان منهنجو واسطو ڪونهي.... ڪن ٿورڙن کانسواءِ باقي سڀني پاڻي پيتو. پوءِ جڏهن طالوت ۽ هن سان گڏ اهي ماڻهو جي سچي ايمان وارا هئا، ندي کان پار لنگهيا، تڏهن انهن ماڻهن ( پاڻي پيئندڙن) چيو تہ اسان کي اها طاقت نہ آهي جو اڄ جالوت سان ۽ سندس لشڪر سان وڙهون. پر اهي ماڻهو جن سمجهوٽي تہ الله جي حضور ۾ حاضر رهڻو آهي تن بي ڌڙڪ چيو تہ ڪيتريون ئي ننڍيون ٽوليون، خداجي حڪم سان، وڏن لشڪرن تي غالب پيون آهن ۽ الله هميشه صبر ۽ ثابت قدم رکندڙ جو ساٿي آهي ۽ جڏهن هو جالوت ۽ سندس لشڪر جي سامهون ٿيا تڏهن هنن دعا گهري تہ اي اسان جا رب اسان جي مٿان صبر ۽ ثابت قدمي جو پيالو پرتاءِ ۽ اسان جا قدم جمائي رک ۽ اسان کي انهن جي خلاف مدد ڏي جي حق جا منڪر آهن. پوءِ هنن الله جي حڪم سان دشمنن کي پڇائي ڪڍيو ۽ (حضرت) دائود، جالوت کي قتل ڪيو ، پوءِ الله (حضرت) دائود کي بادشاهي ۽ دانائي ڏني ۽ جو علم ڪيس سيکارڻ چاهيائين سو ڪيس سيکاريائين. جيڪڏهن الله ماڻهن کي ماڻهن هٿان دفع نہ ڪرائي ها تہ دنيا ۾ ظلم ۽ فساد ۽ تباهي زور وٺي ها. پر الله تعاليٰ انسانن تي رحم ۽ فضل ڪندڙ آهي. ( سورة البقره آيات ٢٥١ـ ٢۴٦).

بادشاهي ملڻ بعد حضرت دائود عليه السلام ڪهڙين صلاحيتن ۽ طرز عمل جو حامل رهيو، انهي متعلق قرآن شريف جي سورة ص ۾ هن طرح ذڪر ڪيل آهي: "....... اسان جي ٻانهي دائود جو قصو ياد رک، جو وڏيءَ طاقت وارو هوندو هو. هر وقت ۽ هر حال ۾ ( اسان ڏانهن) رجوع ڪندڙ هو. بيشڪ (ڪيس) اسان جبل بہ تابع ڪري ڏنا، جي سائس گڏ صبح شام ( اسان جي) پاڪائيءَ جو ورد ڪندا هئا (جڏهن حضرت دائودعليه السلام زبور مقدس جا گيت ۽ مناجاتون ڳائيندو هو.) ۽ پکي بہ گڏ ڪيا ويندا هئا، سڀئي ( حضرت دائود عليه السلام) وٽ حاضر ٿيندا

هئا. ۽ اسان سندس سلطنت کي مضبوط ڪيو ۽ اسان ڪيس عقل ۽ دانائي ڏني ۽ تقرير ڪرڻ جي اهڙي قابليت ڏني جو اها تقرير فيصلہ ڪن هوندي هئي ۽ مڪمل طور تي واضح هوندي هئي. تو ڪڏهن اِنهن دعويٰ ( فرياد) ڪندڙن جو قصو ٻڌو آهي جي (سندس) خانگي ڪمري ۾ پٽ ٽپي آيا هئا؟..... هن ڪيس چيو تہ ڊڄ نہ. اسان ٻہ تڪراري آهيون اسان مان هڪڙي ٻئي تي ظلم ڪيو آهي، سو اسان جي وچ ۾ حق ۽ انصاف جو فيصلو ڪر..... (انهن مان هڪڙي چيو تہ) بيشڪ هيءُ منهنجو ڀاءُ آهي. هن کي نوانوي دنبيون ( رڍون) آهن ۽ مون کي فقط هڪڙي دنبي آهي، تڏهن بہ هي چوي ٿو تہ اها بہ منهنجي حوالي ڪري ڇڏ ۽ ڳالهين ۾ هي مون کي هيسائي ٿو. (حضرت دائود عليہ السلام ٻئي ڀاءُ جي ڳالهہ ٻڌڻ ۽ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ بغير) چيو تہ يقينا هو ظلم ڪري رهيو آهي.... (پوءِ جڏهن پنهنجي غلطي محسوس ڪيائين) ۽ دائود سمجهو تہ اسان سندس آزمائش تي ورتي سوهن پنهنجي رب کان معافي گهري ۽ رڪوع ۾ جهڪي پيو ۽ خدا جي طرف رجوع ڪيائين، پوءِ اسان هن کي اها خطا معاف ڪري ڇڏي ۽ بيشڪ هن کي اسان وٽ ويجهڙائيءَ جو درجو حاصل آهي ۽ سهڻي جاءِ تي موٽي اچڻو آهي". ( ٢٥ . ١٧: ٣٨)

حضرت دائود عليہ السلام کي الله تعاليٰ طرفان تاڪيد ڪيل هو تہ "اي دائود! اسان توکي زمين تي بادشاهي ڏني آهي، سو ماڻهن جي وچ ۾ حق ۽ انصاف سان فيصلا ڪندو رہ ۽ ( پنهنجي دل جي) خواهشن تي نہ لڳجانءِ ، جو اهي خواهشون توکي الله جي راهہ ( سبيل الله ) کان ٿڙڪائي هٽائي ڇڏينديون. يقينا جيڪي الله جي راهہ کان هٽي ٿا وڃن، تن لاءِ شديد عذاب آهي، جو هنن حساب وارو ڏينهن ( قيامت) وساري ڇڏيو آهي. (سورت ص : ٢٦: ٣٨).

يروشليم (Jerusalem) حضرت دائود عليہ السلام جو يادگار آهي. اردن درياهہ کان ٢٩ ڪلوميٽر اولهہ طرف ۽ پونچ سمنڊ کان سٺ ( ٦٠) ڪلوميٽر اوير طرف واقع هي تاريخي شهر فوجي توڙي تجارتي لحاظ کان هڪ اهم جاءِ هئي. يهودين جي ڪنعان ( فلسطين) ۾ قائم ڪيل قومي رياست " يهوداهہ" جي بار بار فوج ڪشي جي باوجود يروشليم اسرائيل

رياست جو تخت گاهه رهيو. تقريبا ١٢٧٠ ق . م ۾ تحرير ڪيل " امارنا" جي خطن ۾ يروشليم جي بادشاهه " عبدالخيبر" جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪو عبراني حملي ۾ مصر جو حليف ڏيکاريو ويو آهي.

عبراني يهودي، ڪنعان ( فلسطين) جي تهذيبي علائقن ۾ ڪاهي پيا، ليڪن بائيبل مقدس موجب، اهي يروشليم يا بيت المقدس تي قبضو ڪري نه سگهيا. ان وقت "يبوسي" بيت المقدس تي قابض هئا ۽ يهودي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ لڳاتار حملا ڪري انساني خون ناحق وهائي رهيا هئا. انهي ابتر انساني حالت کي سڌارڻ لاءِ الله تعاليٰ حضرت دائود عليه السلام کي يهودي قوم ڏانهن پيغمبر ڪري موڪليو ۽ مٿس "زبور" نازل ڪيو. حضرت دائود عليه السلام "يبوسي" ۽ "يهودي" قبيلن جي وچ ۾ عرصه دراز کان جاري خونريز لڙائين جو خاتمو آندو ۽ مذهبي اتحاد ۽ رواداري جو دور شروع ڪيو.

حضرت دائود عليه السلام اٽڪل چاليهه سال ( ٩٦٠ ـ ١٠٠٠ ق . م) يروشلم يا بيت المقدس ۾ حڪمراني ڪئي ۽ڪائنس پوءِ سندس چوٿون فرزند حضرت سليمان عليه السلام سندس جانشين ٿيو( ٿيون) هي ٻئي پيءُ پٽ پنهنجي نبوت جي حيثيت کان علاوه غير معمولي انساني صلاحيتن سبب ناقابل شڪست هئا. حضرت دائود عليه السلام ننڍي عمر ۽ فوجي ناتجربيڪاريءَ جي باوجود ،جالوت جهڙي هڪ ديو قامت پهلوان ۽ جنگي جوڌي کي دوبدو مقابلي ۾ دسي ماريو. سندس هٿن ۾ اها طاقت هئي جو لوهه پگهرجي ميڻ ٿي ويندو هو. حضرت دائود عليه السلام جنگي اسلحه ۾ " زره" ايجاد ڪئي. سياست ۾ هو قديم دنيا جي عوامي قيادت جو هڪ ڪلاسيڪل مثال آهي، جنهن ۾ اعتقاد ۽ بنيادي مقصدن تي قائم رهڻ سان گڏ، عملي ۽ لچڪدار سياسي عمل جي صلاحيت هئي. حڪمراني ملڻ کان اڳ پڻ طالوت جي دربار ۾ هڪ موسيقار جي حيثيت ۾ يا گولائٿ (Goliath) پهلوان کي شڪست ڏئي شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ جي مقابلي ۾، حضرت دائود عليه السلامَ اجيت ثابت ٿيو هو. هڪ سو سالن يا ستر سالن جي عمر ۾ " صَعيون" جي شهر ۾ فوت ٿيو ۽ اتي دفن ٿيو.

بيت المقدس جي احاطي ۾ قائم "مسجد الاقصيٰ " حضرت دائود عليه

السلام جي جوڙايل آهي، جتي عبادت ڪندو هو ۽ زبور مقدس جي تعليم ڏيندو هو. بيت المقدس جي حد شريف ۾ اوپر طرف کان اندر داخل ٿيو ته ساڄي هٿ تي اوپر ـ اتر ڪنڊ تي " تخت سليماني"آهي.وچ ۾ " قبة الصخرا"، ( پاڪ چوٽيءَ تي بلند قبو) آهي، ۽ اولهہ ـ ڏکڻ ڪنڊ تي "مسجد الاقصيٰ" ( ڏورانهين مسجد) واقع آهي.حرم شريف جي ڪل ايراضي ست لک چورس وال آهي، جنهن مان فقط پندرنهن هزار چورس وال" مسجد الاقصيٰ" اندر آيل آهن. "مسجد الاقصيٰ"جو ذڪر قرآن شريف جي سورة بني اسرائيل جي پهرين آيت ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي:" پاڪ آهي اها ذات، جنهن پنهنجي ٻانهي ( حضرت محمد صلي الله عليه وسلم) کي رات جي هڪ پهر ۾ مسجد حرام ( ڪعبة الله شريف) کان "مسجد الاقصيٰ" ڏانهن آندو" هي معراج شريف متعلق ذڪر آهي.

"صخرا"ياپاڪ چوٽي بابت عام راءِ آهي ته اها ڌرتي جي وچ تي واقع آهي ۽ هيءَ اها ئي جاءِ آهي جتي حضرت ابراهيم عليه السلام کي پنهنجي پهريتي فرزند جي قرباني ڪرڻ جو الهام ٿيو هو. موجوده قبو سن ٧١٠ ع ۾ اموي خليفن عبدالملڪ بن مروان ۽ وليد بن عبدالملڪ طرفان تعمير ٿيو.

تخت سليماني، قبة الصخرا ۽ مسجد الاقصيٰ کان علاوه بيت المقدس ۾ مذهبي تبرڪات: هيڪل سليماني وغيره موجود آهن ۽ هي حرم پاڪ يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن لاءِ هڪ جهڙو متبرڪ ۽ پاڪ آهي.تاريخي تغريات جو ذڪر متعلق زمانن جي حوالي سان اڳتي ڪيو ويندو. هتي حضرت دائود عليه السلام جو ذڪر ختم ڪري سندس جليل القدر ۽ بيمثال فرزند ۽ جانشين حضرت سليمان عليه السلام جي ذڪر ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## حضرت سليمان بن دائود عليه السلام ( ٩٢٢ - ٩٦٢ ق ـ م)

بيت المقدس ۽ مسجد الاقصيٰ جي باقاعده تعمير حضرت سليمان عليه السلام جي دور حڪومت ۽ نبوت ۾ ٿي، جيڪا ڪيس اسرائيلي ڪاهن نبي (apostle) حضرت ناٿن (Nathan) جي معرفت ملي ۽ انهيءَ ۾ سندس

والده باٿشيبہ جي دعا بہ شامل هئي. هو حضرت دائود عليه السلام جو ٻيون نمبر فرزند هو.تاهم ڪاهن ـ نبي ناٿن ۽ ٻيبي باٿشيبہ حضرت سليمان عليه السلام کي تخت ۽ نبوت جو وارث قرار ڏنو ۽ سندس وڏي ڀاءُ " عدوني جاه" بغاوت ڪئي جيڪا حضرت سليمان عليه السلام جي همت ۽ ڏاهپ سبب ناڪامياب ٿي.

حضرت سليمان عليه السلام يهودياه ۽ اسرائيل جي گڏيل ( متحده) رياست کي ان وقت جي دنيا جي عظيم طاقتن ايران، مصر وغيره سان برابري ۾ آندو. فرعون مصر جي ڌيءُ سان شادي ڪري ڏاج ۾ غزر (Gezer) جو مضبوط ڪنعاني قلعو حاصل ڪيائين جيڪو عبراني اسرائيلي يهودي ڪڏهن بہ هٿ ڪري نہ سگهيا هئا ۽ مصر جي فرعون اهو قلعو ڪنعانين ( فلسطينين) کان فتح ڪيوهو. فنيقي (Phoenicians) انهيءَ زمان ۾ امير البحر ۽ دنيا جا ٻهريان بين الاقوامي تاجر هئا. حضرت دائود عليه السلام انهن سان صلح جو عهد نامو ڪيوهو. حضرت سليمان فونيقين جي دارالحڪومت"طائر" (Tyre ) ۾ سندن بادشاه " حرام" (Hiram) سان انهي عهدنامي جي تجديد ۽ توثيق ڪئي، ۽ سندن شراڪت سان يهودين جو بحري ٻيڙو تيار ڪيو، جنهن جي وسيلي ڀونچ سمنڊ جي ڪناري ۽ " عقابہ" جي نار ۾ جديد اسرائيلي بندرگاه ايلاٽ ) (Elath جي قريب واقع ان وقت جي بندر گاه ايزيون غبر -Ezion Ge) (ber کان مشرق قريب ۾ تجارتي سرگرميون شروع ڪيون.

حضرت سليمان عليه السلام جي دور ۾ اسرائيلي تجارتي ٻيڙا ٽن سالن جي سفر تي روانا ٿيندا هئا. سون، چانديءَ، عاج، پولڙا ۽ مور سندن وکرهئا، جن جي هو سوداگري ڪندا هئا. عبراني زبان ۾ قوفيم (Qophim) معنيٰ پولڙا ۽ تقيين (Tukkiyyin) معنيٰ مور، اصل ملباري زبان جا لفظ آهن، انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حضرت سليمان عليه السلام جي دور (٩٢٢-٩٦٢ ق. م) ۾ فونيقين ۽ اسرائيلين جو هند ـ سنڌ جي ساحلي علائقن سان تجارتي ۽ ثقافتي وهنوار هو.

" سليمان" معنيٰ امن ۽ خوشحالي، يهودي ڪاهن ناٿن، حضرت سليمان عليه السلام کي " جديد ياه" جي نالي سان سڏيندو هو، جنهن

جي معنيٰ آهي الله جو پيارو. هو وڏو ڏاهو انسان هو. پکين پسن ۽ جيت جڻين جي ٻولي حضرت دائود عليه السلام ڄاڻندو هو، جو اهي سندس راڳ ۽ ساز تي مفتون هئا ۽ انهن ٻولين جي ڄاڻ حضرت سليمان عليه السلام کي ڪانئس ورثي ۾ ملي. مزيد هوائن تي قدرت ۽ جنن ۾ مقبوليت عطا ٿيس اسم اعظم واري منڊيءَ جو قصوڪيلين جي ڪهاڻي،ملڪ سبا، يمن جي راڻي، هد هد پکي، جنن جي طرفان حڪم مطابق ملڪ سبا ( بيبي بلقيس) کي سندس تخت سميت کڻي اچي حاضر ڪرڻ ، سندس اطاعت، شيشي جي محل ۾ شادي، اهي سڀ واقعا محض لوڪ داستان، روايتي رومانوي قصا يا مذهبي قصيدا ڪونہ آهن، بلڪ انهن جي پاڪ ڪتابن ۽ همعصر تاريخي شواهدن مان تصديق ٿئي ٿي. هتي انهن جو ذڪر طوالت سبب ترڪ ڪجي ٿو.

تاريخ جو اهم نقطو هي آهي تہ حضرت سليمان عليه السلام جھ جيد نبي ۽ مصلح قائد حڪمران کي بہ يهودي عالمن تنقيد جو نشانو بڻيو آهي ۽ مٿس ا... تراشي ڪئي آهي: بائيبل مقدس جي باب ١. بادشاهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ " .... بادشاهہ سليمان، فرعون جي ڌيءَ کان علاوه گهڻين ڌارين زالن کي بہ پيار ...ندو هو، يعني موآبي، ادومي، صيدائي حتي ( هٽي) زالن کي بہ. هي انهن ... من مان هيون جن جي نسبت ... خداوند بني اسرائيل کي چيو هو تہ اوهين ... منجهہ نہ وڃجو ۽ نہ ... اوهان منجهہ اچن : نہ تہ ضرور هو اوهان جون دليون پنهنجن معبودن ... ڦيرائينديون: انهن سان سليمان محبت رکڻ لڳو ۽ هن کي ست سو زالو... هيون جي شهزاديون هيون ۽ ٽي سو سريتيون هيس ۽ انهن هن جي دل ڦيرائي ڇڏي. ڇالاءِ جو هيئن ٿيو تہ جڏهن سليمان ٻڍو ٿيو تڏهن سندس زالن دل ڦيرائي ٻين معبودن ڏي ڪئي. ۽ هن جي دل خداوند. سندس خدا سان اهڙي ڪامل نہ هئي جهڙي سندس پيءُ دائود جي هئي..... سليمان يروشليم جي اڳيان جيڪو جبل آهي تنهن ۾ موآب جي بت "ڪموس" لاءِ ۽ بني عمون جي بت "مولڪ" لاءِ هڪڙي مٿانهين جاءِ جوڙائي ۽ ساڳي طرح هن پنهنجي سڀني ڌارين زالن جي لاءِ ڄايون جوڙايون، جي پنهنجي پنهنجي معبودن جي لاءِ ( اتي) لوبان ساڙينديون ۽ قربانيون ڪنديون هيون.

۽ خداوند سليمان تي ڪاوڙيو، ڇالاءِ جو سندس دل خداوند، اسرائيل جي خدا، کان ڦري وئي هئي.... ( ٩ . ١: ١١)

انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا جو مدير ٽي ڪي چين (T K Chyne) ... طور تي ڄاڻائي ٿو ته سولومن ( حضرت سليمان عليه السلام) گهڻن خدائن جو پوڄاري (Polytheist) نه هو. بائيبل مقدس جي متن ۾ شامل ڪيئن شامل ٿيون انهي بابت وضاحت ڪندي لکي ٿو ته" اهو ڪافي حد تائين ممڪن آهي ته " سولومن"ڪي متعدد اسرائيلي ۽ غير اسرائيلي زالون هيون، ليڪن هن انهن سڀني لاءِ قربان گاه ڪونه جوڙايا هئا ۽ نه پنهنجي زالن جي ديوتائن جي پرستش ڪي " ياهويه" جي عبادت سان گڏايو هئائين.( ص ٥١، Col.٤٦٨٩)

يهودين حضرت سليمان جي شان شوڪت ڪي شيطاني قوتن سان به ... ڪيو ٿي، تاهم جيئن مٿي ذڪاريو ويو آهي خود بائيبل مقدس جي ... اهڙن من گهڙت ڳالهين ۽ الزامن ڪي هاڻي رد ڪيو آهي جڏهن ته ... ذهن صديون اڳ نازل ٿيل آخري الهامي ڪتاب قرآن شريف ۾ انهن جي ... ترديد ٿيل آهي؛ ارشاد باري تعاليٰ آهي ته: "اسان دائود ڪي سليمان عطا ڪيو، واه جو ڀلو ٻانهو هو ۽ تحقيق رجوع ٿيندڙ هو......۽ هيءَ ... حقيقت آهي ته اسان سليمان جي آزمائش ورتي ۽ سندس تخت تي هڪڙو ... جان بوتو (ديوتائي بت) وهاريوسين پر هو خدا ڏي رجوع ٿيندو رهيو. سليمان دعا گهري ته اي منهنجا پروردگار! مونکي پناه ۾ رک، ۽ اهڙي حڪومت عطا ڪر جهڙي مون کان پوءِ ڪنهن ڪي به نه سونهي ... پوءِ اسان هوا ڪي هن جي تابع ڪيو جا سندس حڪم موجب جنهن طرف چاهيندو هو انهي طرف لڳندي هئي ( بحري جهاز راني ۾ مدد ڪندي هئي) ۽ شيطان جي عمارتون ٺاهينداهئا ( تعميرات جي ڪم تي مقرر ڪيل جن) ۽ سمنڊ ۾ ٽٻيون هڻندا هئا ( ماهيگيري ۽ موتين جي دستيابيءَ لاءِ) ۽ ٻيا جيڪي زنجيرن ۾ جڪڙيل هوندا هئا. هيءَ اسان جي عطا آهي، پوءِ احسان طور ڏئي ڇڏين يا بي حساب دولت گڏ ڪري پاڻ وٽ رکن ۽ يقينا هن (حضرت سليمان عليه السلام) ڪي اسان وٽ ( ويجهڙائي جو) وڏو درجو مليل هو، ۽ (ڪيس) سٺي جاءِ مليل آهي. " ( سورة ص ٤٠ . ٣٠ : ٢٨)

" سورة النمل" ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي مافوق الفطرت صلاحيتن جو مزيد ذڪر ڪيل آهي: " اسان دائود ۽ سليمان کي علم ڏنو.هنن ٻنهي چيو تہ خاص ساراهہ انهيءَ الله جي لاءِ آهي، جنهن اسان کي پنهنجي مومن ٻانهن مان گهڻن کان وڌيڪ علم وارو ۽ وڌيڪ نيڪ ۽ صالح ڪيو آهي ۽ وڌيڪ نعمتون عطا فرمايون آهن ۽ سليمان دائود جو وارث ٿيو ۽ چيائين تہ اي انسانو! اسان کي پکين جي ٻولي سيکاري وئي آهي ۽ اسان کي هر شيءِ مان ڪجهہ نہ ڪجهہ عطا فرمايو ويو آهي،بيشڪ اهو بلڪل فضل آهي ۽ سليمان جي لاءِ جن، انسانن ۽ پکين جا لشڪر گڏ ڪيا ويا ۽ انهن کي قطارن ۾ باضابطا انتظام هيٺ رکيو ويو" ( سورة النمل ١٧ ـ ١٥ : ٢٨)

ساڳئي سورة ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي لشڪر جو ڪيلين يا ڪولين جي ماڻريءَ منجهان لنگهڻ ۽ حضرت سليمان عليه السلام ڪيلين ( ڪولين) جي پاڻ ۾ ڪيل گفتگو سمجهي، انهي جو ذڪر ڪيل آهي "...... هڪڙي ڪيل ( ڪولي) چيو تہ اي ڪيلون ( ڪوليون) پنهنجي رهڻ وارن هنڌن ( ٻرن) ۾ گهڙي وڃو متان سليمان ۽ سندس لشڪر، بيخبريءَ ۾ اوهان کي لتاڙي وڃن. پوءِ انهن جي ڳالهہ تي هو ( حضرت سليمان عليه السلام) مرڪيو ۽ چيائين تہ اي منهنجا پروردگار! مون کي توفيق ڏي تہ آءٌ تنهنجي انهيءَ احسان جي شڪر گذاري ڪيان.... ( ١٩ ـ ١٨ : ٢٨)

## قوم سبا ۽ ملڪ سبا

" ملڪ سبا" ( بيبي بلقيس) جو قصو بہ ساڳي سورة ۽ سورة سبا ۽ ٻين سورتن۾ بيان ڪيل آهي، جيڪو ڪنهن لوڪ ادب جي داستان يا لوڪ ڪهاڻي کان وڌيڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو ۽ اهو هڪ تاريخي واقعو آهي، جيڪو جديد سائنسي تحقيق جي قابل آهي. ذڪرڻ اولهہ عربستان ۾ ملڪ يمن ۾ بني اسرائيلي يهودين جي ( ڏهين صدي قبل مسيح ۾ ) همعصر متمدن ۽ خوشحال قوم آباد هئي،جنهن کي قوم " سبا" جي

سان ياد ڪيو وڃي ٿو. هن علائقي يمن، جي آثار قديمہ ۾ تقريباً ٽي هزار ڪتبہ دريافت ڪيا ويا آهن جيڪي هن قوم جي تاريخ تي روشني وجهن ٿا.
صرواح" جا ڪنڊر، جيڪي مارب جي بند (ڊيم) جي آثار قديمہ ڪان اولهہ ۾ف آهن، اتي سبا قوم جو تخت گاهہ هو، بادشاهہ کي " مکرب سبا" سڏيندا هئا. انهي دور ۾ مارب ڊئم ( بند) جا بنياد رکيا ويا، جيڪي هڪ ٻي پٺيان ايندڙ بادشاهن وسيع ڪيا،اهوزمانو اندازا ١١٥. ٦٥٠ ق . م جوهو، جڏهن تہ حضرت سليمان ۽ بيبي بلقيس، ملڪ سبا، جو زمانوانهي کان اڳ جو آهي. انهيءَ جو مطلب تہ بيبي بلقيس ۽ قوم سبا جي طرفان يهودي قوم جي اطاعت ۽ مذهبي پيروي اختيار ڪرڻ بعد، هي قوم بدستور يمن ۾ برسراقتدار رهي. يوناني مورخ اسٽرابو (Strabo) لکي ٿو تہ سبا قوم جا ماڻهو سون ۽ چانديءَ جا ٿانو (برتن) استعمال ڪندا هئا، ۽ سندن گهرن ۾ ڇتين پٽين ۽ دروازن تي عاج ، سون چاندي ۽ جواهرن جي جڙاوت ڪيل هوندي هئي. پليني پنهنجي دوربابت لکي ٿو تہ روم ۽ فارس ( ايران) جي دولت سندن طرف وهندي ٿي رهي ۽ هن وقت هيءَ دنيا جي سڀني کان وڌيڪ مالدار قوم آهي. آرميڊورس لکي ٿو تہ عام ٻارڻ جي ڪاٺيءَ بجاءِ "چيني، صندل ۽ ٻئي خوشبودار ڪاٺ کي ٻارن ٿا. يوناني مورخ لکن ٿا سندن علائقي جي ساحل سان لنگهندي تجارتي جهازن تائين خوشبو ايندي رهي ٿي. سندن تعميراتي ڪمالات ۾ " قصر غمدان" بيحد مشهور آهي: "صنعا" جي بلند پهاڙين تي، تاريخ ۾ پهريون دفعو، هڪ ويهہ منزلي عمارت جنهن جي هر منزل ٣٦ فوٽ اوچي هئي، سبا قوم جي تعميراتي فن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي شاهدآهي. (اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ص ٩٢٥)

هن فني ۽ سائنسي ڪمالات جي مقابلي ۾ حضرت سليمان عليہ السلام جي طاقت ۽ حرفت ميدان ۾ آئي: قرآن شريف مطابق قصو هيئن شروع ٿيو جو هڪ دفعي حضرت سليمان عليہ السلام " پکين جي حاضري ورتي ۽ چيائين تہ ڇو هد هد پکي نظر نہ ٿو اچي يا هو غير حاضر آهي؟ ڪيس سخت سزا ڏيندس، يا ڪيس ڪهائي ڇڏيندس، يا ( نہ تہ) مون وٽ ڪا پڌري نشاني پيش ڪري ( تہ هو منهنجي اجازت کانسواءِ ڪهڙي ڪم سانِ ويو هو) پرَ " هد هد" گهڻي دير نہ لاتي ۽ ( اچي) چيائين تہ مان اهو

(ملڪ) ڏسي ۽ گهمي ڦري آيو آهيان جيڪو تو نہ ڏٺو اهي ۽ نہ گهميو اهي ۽ مان " سبا" ( شهر) منجهان سچو احوال هٿ ڪري تو وٽ ڪٺي آيو آهيان. مون ڏٺو تہ اتي هڪ عورت عوام تي حڪومت هلائي رهي آهي ۽ هن کي هر شيءِ موجود ڪري ڏني وئي آهي ۽ کيس هڪڙو وڏو شاندار تخت آهي ۽ ڏٺم تہ پاڻ ( ملڪہ سبا) ۽ سندس رعيت، خدا کي ڇڏي سج کي سجدو ڪري رهيا آهن...... ( اهو ٻڌي حضرت سليمان عليہ‌السلام) چيو تہ ڇگو ڏسنداسين تہ سچ چيو اٿئي يا ڪوڙ ٿو ڳالهائين: منهنجو هي خط کڻي وڃ ۽ انهن ( سبا قوم وارن) جي اڳيان وجي اڇلاءِ پوءِ انهن کان پري ٿي بيهہ ۽ ترسي ڏس تہ ڪهڙو جواب ٿا ڏين. ( اهو خط ملڪہ سبا جي اڳيان اچي هيٺ ڪريو) هن چيو تہ اي ( سبا قوم جا) اميرو! مون کي هڪ بيحد شاندار خط مليو آهي. اهو سليمان جي طرف کان آهي ۽ انهيءَ ۾ لکيل آهي تہ الله جي نالي سان شروع ٿا ڪيون جو ڏاڍو مهربان ۽ وڏي رحم وارو آهي. توهان منهنجي مقابلي ۾ وڏائي ۽ سرڪشي نہ ڪجو. بلڪ فرمابردار ٿي مون وٽ اچي حاضر ٿيو................ اي اميرو! مون کي پنهنجي راءِ کان واقف ڪريو......... اميرن سردارن چيو تہ اسين وڏي طاقتوارا ۽ سخت ويڙهاڪ آهيون. معاملو تنهنجي هٿ ۾ آهي، خيال ڪري ڏس تہ ڪهڙو حڪم ٿي ڏين. چيائين تہ بادشاهہ جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ گهڙن ٿا، تڏهن ان کي تباه ڪري ٿا ڇڏين ۽ ان ملڪ جي عزت وارن ماڻهن جي بي عزتي ڪن ٿا، ائين ئي ڪندا آهن، سو آءٌ هيٺن تي ڪيان جو هنن ڏانهن ڪو هديو ( تحفا تحائف) ٿي موڪليان، پوءِ ڏسان ايلچي ڪهڙو جواب ٿا آڻن، پوءِ ( اهي ملڪہ سبا جا ايلچي) جڏهن سليمان وٽ آيا، تڏهن سليمان چيو تہ ڇا توهان مون کي دنيا جي دولت تي هرڪايو ٿا. الله مون کي جيڪي عطا ڪيو آهي، سو جيڪي اوهان کي ڏنو اٿس ، انهيءَ کان گهڻو بهتر آهي.......... ( پوءِ حضرت سليمان پنهنجي درٻارجي اميرن کي) فرمايو تہ اي منهنجا امير سردارو! اوهان منجهان ڪير هن ( ملڪہ سبا) جو تخت آڻي، انهي کان اڳ مون وٽ پهچندو جو هو مون کي تسليم ڪن؟ جنن منجهان هڪڙي طاقتور جن چيو تہ اوهان پنهنجي درٻار برخواست ڪندا ان کان اڳ ۾ هو تخت اوهان جي خدمت ۾ اچي پيش ڪندس، هڪڙي

(ٻئي شخص) جنهن وٽ ڪتاب جو علم هو، تنهن چيو تہ آءٌ اهو تخت اک ڇنڀ ۾ ڪٽي ايندس، پوءِ جڏهن انهي تخت کي پنهنجي اڳيان ڏٺو، تڏهن ...... چيائين تہ سندس تخت جي شڪل شبيهہ مٽائي ڇڏيو، پوءِ ڏسان تہ هو هدايت حاصل ڪري ٿي يا انهن مان آهي جيڪي هدايت حاصل نہ ٿا ڪن. پوءِ جڏهن ( ملڪہ سبا حضرت سليمان عليہ السلام وٽ) پهتي، تڏهن ڪائنس پڇيو ويو تہ ڇا هيءُ تخت تنهنجو آهي؟ چيائين تہ تحقيق اهو آهي ۽ اسان کي انهيءَ جي خبراڳئي هئي ۽ اسان تسليم ڪيون ٿا........ پوءِ هن کي چيو ويو تہ شاهي محل ۾ هل، پوءِ جيڪي ڏٺائين تنهن کي پاڻيءَ جو دہو سمجهيائين ۽ ( پاڇا ڪنجي) پنيون ظاهر ڪري وڌائين. ( حضرت سليمان عليہ السلام ڪيس) چيو تہ هي شيشي جي ٻڙڇن مان ناهيل محل آهي............... (سورة النمل ۴۴. ۲۰: ۲۷)

هنن آيتن ۾ فني ۽ فڪري نقطا سمايل آهن: اهو معلوم ٿي نہ ٿو سگهي تہ ملڪہ سبا جو تخت طاقتور جن ڪٽي آيو هو، يا صاحب علم الڪتاب اهو ساعت ۾ آڻي حاضرڪيو هو. علم الڪتاب جو صاحب، ماهر طبعيات ٿي سگهي ٿو، جنهن کي نور جي حرارت يا روشني جي رفتار سان مقناطيسي بجلي جي ذريعي اهڙي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت حاصل هئي. ڪجهہ مفسرين جي راءِ آهي تہ هي هڪ معجزو هو ۽ ڪجهہ سمجهن ٿا تہ مدت بيان اصطلاحي آهي ۽ انهيءَ کي حقيقي عرصو سمجهڻ نہ گهرجي، تاهم قوم سبا جي فني ۽ سائنسي ترقي جي مدنظر، قرآني آيتن کي سائنس جي روشني ۾ ڏسڻ گهرجي. انهيءَ سلسلي ۾ سورة الانبياءُ" جي هيءَ آيت ڌيان ۾ رکجي: " اسان دائود کي اوهان ( بني اسرائيل) لاءِ زره ٺاهڻ جو هنر سيکاريو.......... ۽ اسان سخت هوائن کي بہ سليمان جي تابع ڪري ڇڏيو ....... ( ۸۱ . ۸۰ : ۲۱)

انهيءَ آيت کي سورة سبا جي هنن آيتن سان پٽي ڏسجي:" ... **سليمان جي لاءِ هوا، جنهن جي صبح ۽ شام جو سفر هڪ مهيني جي مسافريءَ جي برابر هو ۽ اسان سندس لاءِ پگهريل پتل جو چشمو وهايو (جنهن مان ٽانو ٽپا ٺاهيا ويا) ۽ جن سندس رب جي حڪم سان سندس اڳيان ڪم ڪندا هئا........ سندس لاءِ جيڪي چاهيندو هو، تيئن**

جيستائين ان ۾ ٻيهر انگور ڦٽن، انهيءَ عرصي ۾ باغبان ٻڪرار جي ڏڻ مان کير ۽ ڏاس وغيره جو فائدو وٺندو رهي، ليڪن جڏهن انگور ٻيهر باغ ۾ ڦٽي اچن تڏهن ڏڻ ٻڪرار کي واپس ڪري. حضرت دائود عليه السلام کي اهو مشوره بيحد پسند آيو ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ص ٩٥٣)

حضرت سليمان عليه السلام جي سياڻپ جو هڪ ٻيو مثال مغربي ادب جي بنياد تي ٺاهيل هڪ فلم " سولومن" ۾ هن طرح ڏيکاريو ويو آهي تہ جنگ دوران سندس سمورا سپاهي مارجي وڃن ٿا ۽ فقط ٻارنهن ساٿي باقي بچن ٿا ۽ ٻئي طرف هڪ مڪمل طور تي مسلح ۽ مضبوط فوج سندن تعاقب ۾ آهي. سولومن سج لهڻ کان اڳ هڪ اهڙي پهاڙي جي پٺيان پناهہ وٺي ٿو، جنهن جي اڳيان هڪ ٻي ننڍي پهاڙي آهي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ هڪ وڏي کاهي آهي. رات وڏي پهاڙي جي پٺيان گذاري صبح جو سج نڪرڻ وقت پنهنجي ١٢ ساٿين کي پهاڙي جي چوٽي تي چاڙهي مخالف لشڪر کي پنهنجو ڏس ڏئي ٿو، جيئن اهو وڏو لشڪر رٿ گاڏين ۽ گهوڙيسوارن، پيادن ۽ تير اندازن سميت مٿس حملہ آور ٿي ننڍي پهاڙي جي چوٽي وٽ پهچي ٿو، سولو من پنهنجي ساٿين کي چمڪندڙ فولادي ڍالون سج طرف سڌيون ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿو، ٻئي طرف چمڪندڙ فولادي ڍالن جو عڪس حملہ آورلشڪر جي اکين تي پوي ٿو ۽ کاهي ڏسڻ بغير سمورو لشڪر انهي کاهيءَ ۾ ڪري تباهہ ٿي وڃي ٿو. اهڙا ٻيا بہ ڪيترا واقعا مختلف ذريعن ۾ موجود آهن.

## نبوت ۽ نصب العين:

حضرت سليمان عليه السلام جي نبوت جي تصديق بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ ڪيل آهي. تاهم سندس قوم بني اسرائيل جي يهودين جو رد عمل منفي رهيو آهي جيڪو مصدق ذريعن جي مطالعي مان بار بار نظر اچي ٿو. بيت المقدس ۾ حضرت دائود عليه السلام جي بنياد رکيل هيڪل جي تعمير جو ڪم، حضرت سليمان عليه السلام جي چاليهہ سالن جي حڪومت دوران آخري وقت تائين جاري رهيو، سندس نصب العين پنهنجي

قوم جي عسڪري، معاشي، سفارتي ۽ روحاني ترقي هو، جنهن جي سرانجاميءَ جو ثبوت يروشليم جي يهودي حڪومت جوڪانئس پوءِ به پنج صديون، باوجود نفاق ۽ اخلاقي ڪمزورين جي، قائم رهڻ آهي.

## وفات:

حضرت سليمان عليه السلام انداز سن ٩٢٢ ق.م ڌاري، ٥٣ يا ٦٢ سالن جي عمر ۾، انهي حالت ۾ وفات فرمائي ، جو جن هيڪل جي تعمير ۾ مشغول هئا ۽ پاڻ پنهنجي عصا تي ٽيڪ ڏئي بيٺا هئا ته دم پرواز ڪري ويو، ليڪن جن سمجهندا رهيا ته هو زنده آهي ۽ بيٺو سندن ڪم ڏسي، تان ته ڪم مڪمل تي ويو، پر پوءِ به جنن ۽ ٻين کي تڏهن خبر پئي جڏهن هڪ ڪيڙي حضرت سليمان جي لٺ کي کائي پورو ڪيو ۽ اها ڀڄي پئي جنهن ڪري حضرت سليمان عليه السلام جي ميت هيٺ ڪري پئي، جيڪڏهن صحيح وقت تي جنن کي حضرت سليمان جي وفات جي خبر پوي ها ته هو ڪم بند ڪري هليا وڃن ها ۽ هيڪل جي تعمير نامڪمل رهجي وڃي ها. قرآن شريف ۾ انهي آخري واقعي جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيل آهي: " پوءِ جڏهن اسان هن ( حضرت سليمان عليه السلام) تي موت جو حڪم صادر ڪيو، تڏهن ڪنهن هن جي موت جي خبر ڏني، سواءِ هڪڙي جيت جي، جو سندس لٺ کي کائي رهيو هو، پوءِ جڏهن ڪري پيو تڏهن جنن کي معلوم ٿيو......... ته جيڪڏهن اسان کي انهيءَ غيب جي خبر هجي ها ته اسان هن خوار ڪندڙ عذاب ۾ نه ترسون ها. (سورة سبا، ١۴: ٣۴)

## ٢٦٠
# بني ادوم

## حضرت ايوب عليه السلام

باب (Job) يا حضرت ايوب عليه السلام جو اصلي نالو صديق بن زارح هو. سندس قبيلو بني اسرائيل مان نہ هو، چاڪاڻ تہ هو حضرت يعقوب عليه السلام عرف اسرائيل جي ڀاءُ عيسو بن اسحاق عليه السلام جي نسل " بني ادوم" مان هو، سندس والده حضرت لوط عليه السلام جي ڌيءُ هئي، سو ممڪن نہ آهي جيئن ابن عساڪر جي حوالي سان اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڄاڻايو ويو آهي ( ص ٢٧٥) ليڪن انهي جو مطلب ائين ٿي سگهي ٿو تہ سندس والده حضرت نوح عليه السلام جي ڪنهن ڌيءُ جي نسل مان هئي، توريت مقدس جي اڪثر شارحين جي راءِ آهي تہ حضرت ايوب عليه السلام عربي النسل هو.

انسان جي تاريخ ۾ حضرت ايوب عليه السلام صبر ۽ رضا الاهي تي راضي رهڻ جو هڪ بينظير مثال آهي. هو بي انتها دولتمند هو ۽ انهي سان گڏ وڏو سخي مرد هو غريبن ۽ مصيبت جي ماريل انسانن جو هڏڏوڪي ۽ مددگار هو. وڏو مهمان نواز رئيس هو ۽ ڌارين پناه گزينن ۽ مسافرن جي لاءِ اجهو ۽ آسرو هو.

## زمانو ۽ سرزمين

ڪجهہ محققين، حضرت ايوب عليه السلام جو زمانو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ، جنهن جي نتيجي ۾ بہ مختلف زمانا ظاهر ٿين ٿا: پهريون زمانو ١٠٠٠ ق . م کان ٧٠٠ ق . م جي درميان ڄاڻايو ويو آهي، جنهن جو مطلب ٿيو تہ حضرت ايوب عليه السلام، حضرت دائود عليه السلام ۽ حضرت يونس عليه السلام جي ادوار نبوت جي وچ واري عرصي دوران ٿي گذريو آهي. ٻيو زمانو ١٥٠٠ ق ـ م کان ١٣٠٠ ق ـ م جو

درميانو عرصو آهي، جنهن دوران حضرت موسيٰ، هارون ۽ يسع ( جوشئا، يوشع بن نون(Joshua) عليهم السلام وچ مشرق ۾ بني اسرائيل جا انبياء ٿي گذريا. " ڪتاب الانبياء" ۾ امام بخاري، حضرت ايوب عليه السلام جو ذڪر، حضرت يوسف عليه السلام (١٦٨٩ . ١٧٩٩ ق . م ) کان پوءِ ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام ( ١٥٧١ . ١٦٩١ ق . م) کان اڳي ڪيو آهي. مولانا ابوالڪلام آزاد جي تحقيق مطابق، حضرت ايوب عليه السلام عربستان ۾ پيدا ٿيو، يا اتي نبي طور ظاهر ٿيو. سندس صحيفو، " ڪتاب ايوب" قديم عربي زبان ۾ لکيل هو، جنهن جو عبراني ترجمو حضرت موسيٰ عليه السلام ڪيو هو. ( اسلامي : ص ٢٧٥) انهن تحقيقي بيانن جي مد نظر، قرين قياس آهي ته حضرت ايوب عليه السلام سرزمين عرب جو پيغمبر هو، ۽ سندس زمانو حضرت يوسف ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي وچ واري عرصي ١٥٧١ . ١٦٧٩ ق . م دوران ٿي گذريو. سندس قوم حوران جي علائقي ۾ آباد هئي، جيڪو قوم عاد جي علائقي وانگر عرب شام سرحد تي واقع هو.

## نبوت:

اسرائيلي ادب ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته حضرت ايوب عليه السلام جي سخاوت ۽ پارسائي ڏسي، شيطان سندس آزمائش لاءِ الله تعاليٰ کان اجازت طلب ڪئي، جيڪا مرحليوار ٽن آزمائشن وٺڻ لاءِ ڏني وئي. پهرين آزمائش ۾ سندس سمورو مال اسباب ختم ٿي ويو، ٻي آزمائش ۾ سندسن سڄو عال اولاد مري ويو ۽ ٽين آخري آزمائش ۾ سندس پورو جسم ڦٽڻ ، ڦرڙين ۽ زخمن ۾ وڪجي ويو ۽ ان ۾ ڪيڙا پئجي ويا. ٻاڙي اوڙي وارن ڪيس ڪٽي هڪ گند جي ڍير تي اڇلائي ڇڏيو. ان وقت سندس زال ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه پرداخت ڪرڻ لاءِ انسان موجود نه هو. حضرت ايوب عليه السلام شروع کان وٺي هنن آزمائشن ۾ صبر ۽ رضاالاهي تي راضي رهڻ واري اصول تي ثابت قدم رهيو ۽ ڪڏهن به شڪايت يا برهميءَ جو اظهار نه ڪيائين، شيطان هارائي ويو، انسان کٽي ويو. تڏهن وحي ذريعي، حضرت ايوب عليه

السلام کي الهام ٿيو تہ قريب واقع پاڻيءَ جي چشمي ۾ وڃي غسل ڪر. هن اهو پاڻي پيتو ۽ ان سان وهتو ۽ جلد تندرست ٿي ويو. آزمائش پويان پير ڪيا. صحت بعد سندس گهر واريءَ مان وري اولاد جي ڪثرت ٿي ۽ ويل مال اسباب پيهر ٻيڻو ٿي مليس. ( اسلامي...... ص ٢٧٦) قرآن شريف مان انهيءَ حقيقت جي هنن لفظن ۾ تصديق ٿئي ٿي.... " ۽ ايوب هن پنهنجي رب کي پڪاريو تہ مان ڏکن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ٿي ويو آهيان اي منهنجا رب ! تون ئي تمام رحم ڪندڙن کان وڌيڪ رحم وارو آهين: پوءِ اسان سندس پڪار ٻڌي ۽ جن ڏکن ۾ پئجي ويو هو سي اسان لاهي ڇڏيا اسان سندس گهر وري آباد ڪيو ۽ ان سان گڏ انهن جهڙا ٻيا بہ ڪرم ڪيا.. " ( سورة الانبياء ٨٤ . ٨٣ . : ٢١)

شيطان جي ڪاروائي ۽ چشمي وغيره جو ذڪر پڻ قرآن شريف ۾ موجود آهي:" ۽ اسان جي ٻانهي ايوب جو قصو ياد رک جنهن پنهنجي رب کي پڪاري چيو تہ شيطان مون کي رنج ۽ تڪليف ۾ وڌو آهي: (کيس الهام ڪيوسين تہ) پنهنجو پير ( زمين تي) هڻ ! اهو وهنجڻ لاءِ پاڻي اٿئي، جو ٿڌو ۽ صحت بخش آهي ۽ پيڻ واسطي بہ سنو آهي ۽ اسان هن کي ٻار ٻچا ۽ ڪٽنب عطا ڪيو، بلڪ ٻيڻو عطا ڪيو. ( ۽ کيس حڪم ڪيوسين تہ) پنهنجي هٿ ۾ ڪجهہ گاهہ کڻ ۽ ان سان مار ۽ نہ ڀڃ ( بيماري ۽ آزمائش وقت حضرت ايوب عليہ السلام پڪو پهہ ڪيو هو تہ حضرت آدم عليہ السلام وانگر زال جي دل نہ رکندس، بلڪ کيس مار ڏيندس، سو اهو پهہ پوري ڪرڻ ۽ ارادي کي نہ ٽوڙڻ لاءِ رسمي طور نرم گاهہ جي پوڙي سان زال کي هلڪي ضرب رسائڻ لاءِ هي ارشاد ٿيو) بيشڪ اسان کيس صابر ۽ ثابت قدم ڏٺو. هو ڪهڙو نہ چڱو ٻانهو هو يقينا هو، هر حالت ۾ ( پنهنجي رب ڏانهن) رجوع ڪندڙ هو" ( سورة ص ٣٨ . ٤١ . ٤٤)

حضرت ايوب عليہ السلام جو ڪتاب، بائيبل مقدس جو هڪ حصو آهي، جنهن ۾ سندس احوال هن طرح بيان ڪيل آهي: " عوض جي ملڪ ۾ هڪڙو ماڻهو هو، جنهن جو نالو ايوب هو، اهوڪامل ۽ سچو هو ۽ خدا کان ڊڄندو هو ۽ بڇڙائيءَ کان پاسو ڪندو هو ۽ هن کي ست پٽ ٽي ڌيئون هيون. هن جو مال ملڪيت ست هزار رڍون، ٽي هزار اٺ ۽ پنج سو ڏاندن

جا جوڙا ۽ پنج گڏهيون ۽ تمام وڏو ڪٽنب هوس، انهيءَ ڪري اهو ماڻهو اڀرندي جي سڀني رهندڙن مان سڀ کان وڏو ( ماڻهو) هو... .. هاڻي هڪڙي ڏينهن هيئن ٿيو جو...... خداوند، شيطان کي چيو ته منهنجي ٻانهي ايوب جي باري ۾ تو ڪهڙو ويچار ڪيو آهي؟...... تڏهن شيطان.... چيو ته ايوب ڪو مفت خدا کان ٿو ڊڄي ڇا؟........ پنهنجو هٿ ڊگهو ڪر ۽ جيڪي وٽس آهي تنهن کي ڇهه ته پوءِ هو ٻاڦي تنهنجي منهن تي توکي ڇڏي ڏيندو ۽ خداوند شيطان کي چيو ته ڏس، جيڪي هن وٽ آهي، سو سڀ تنهنجي اختيار ۾ آهي، رڳو هن جي جان تي تون پنهنجو هٿ نه ڪڍجانءِ ...... ۽ هڪڙي ڏينهن هيئن ٿيو جو......... ڏاندن ٻئي هر ڪاهيا....... ته سبا ( ذڪرُ اولهه عربستان، يمن جي قديم قوم) جا ماڻهو ڪاهي اچي انهن تي پيا. ( قاصدچيو ته) اهي ڍڳا ڪاهي ويا، هاڻو انهن تنهنجي نوڪرن کي ترار جي ڌار سان کهي ڇڏيو آهي ۽ رڳو آءُ بچي نڪتو آهين..... پوءِ ٻيو به هڪڙو ( ماڻهو) آيو ۽ چوڻ لڳو ته خدا جي باهه آسمان ( وڄ) مان ڪري آهي ۽ رڍن کي ۽ نوڪرن کي ساڙي ڇٽ ڪري ڇڏيو اٿس.. ٻئي به هڪڙي ( ماڻهوءَ) اچي چيو ته ڪسدي ( ڪسدين جا بني اسرائيل) ٽي ٽوليون ڪري ڪاهي اچي اٺن تي پيا ۽ انهن کي وٺي ويا ۽ نوڪرن کي ترار جي ڌار سان کهي ڇڏيو اٿن.......... ٻيو به هڪڙو ( ماڻهو) آيو ۽ چوڻ لڳو ته تنهنجي پٽن ۽ ڌيئرن......... ماني ٻئي کاڌي ۽ شراب ٻئي پيتو ته ....... بيابان کان سخت واءُ آيو ( باد سموم، موتمار لڪ ۽ جهولو لڳو يا سخت طوفان لڳو) ۽ گهر جي چئني ڪندڻ کي اهڙو لڳو جو اهو ( تنهنجو گهر) انهن جوانن ( تنهنجي پٽن ۽ ڌين) تي ڪري پيو ۽ اهي مري ويا.......... تڏهن ايوب اٿيو ۽ پنهنجي ڪپڙا ڦاڙيائين ۽ پنهنجو مٿو ڪوڙيائين ۽ زمين تي ڪري سجدو ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته آءُ پنهنجي ماءُ جي پيٽ مان اگهاڙو آيس ۽ وري به اوڏانهن اگهاڙو موٽي ويندس ( قبر ۾). خداوند ڏنو ۽ خداوند موٽائي ورتو آهي، شل خداوند جو نالو برڪت پريو هجي. انهيءَ ۾ ايوب گناه نه ڪيو، نه بي عقلي ڪري خدا کي مهڻو ڏنو.......... تڏهن شيطان خداوند کي چيو ته کل ( چمڙي) جي عيوض کل، بلڪ جيڪي به ڪنهن انسان وٽ آهي سو. هو پنهنجي حياتي جي

عيوض ڏيندو...... تون پنهنجو هٿ وڌاءِ ۽ هن جي هڏ ۽ ماس کي ڇهه (لڳاءِ) تہ هو توکي پاڻهي تنهنجي منهن تي ڇڏي ويندو........ ۽ ايوب کي پيرن جي ترين کان وٺي مٿي جي چوٽيءَ تائين سخت ڦرڙين جي تڪليف ڏنائين ۽ هن پنهنجي لاءِ هڪ ٺڪري کنئين، جنهن سان پاڻ کي پيو کرڙيندو هو ۽ هو خاڪ ۾ ويٺو هوندو هو. تڏهن سندس زال چيس تہ، اڃا بہ تون پنهنجي سچائيءَ تي قابو ( قائم) رهندين ڇا؟ خداکي ڇڏي ڏي ۽ مري وڃ ! پر هن چيس تہ...... ڇا اسين خدا جي هٿان چڱائي قبول ڪريون، ۽ برائي قبول نہ ڪريون؟.............. جڏهن ايوب جي دوستن........ اليفز تيماني ۽ بلدد سوخي ۽ ضوفر نعماتي...... پاڻ ۾ فيصلو ڪيو تہ وڃي هن سان ڏک ونڊين ۽ هن کي تسلي ڏين ۽ ...... هن کي نہ سڃاتئون.......... هنن ڏٺو تہ هن کي وڏو اهنج هو. ( بائيبل مقدس، پراڻو عهد نامو،ايوب جو ڪتاب. ٢ ، ١٣ . ١: ٢)

حضرت انس رضہ کان روايت آهي تہ حضرت ايوب عليہ السلام تيرهن سال مصيبتن ۾ گذاريا (اسلامي . ص ٢٧٦) بقول طبري هن ٩٣ سالن جي عمر ۾ انهيءَ ساڳئي هنڌ وفات ڪئي، جتي هن پنهنجي سڄي حياتي گذاري هئي. " سفرايوب" مطابق وفات وقت سندس عمر هڪ سو چاليهہ سال هئي. والله اعلم بالصواب

## حضرت يونس عليہ السلام ( متوفيٰ ٧٨٥ ق. م)

دجلہ جي ڪناري موجوده شهر موصل جي قريب"نينوا" جو تاريخي شهر آباد هو جنهن جي آبادي هڪ لک ويهہ هزار انسانن کان مٿي هئي ۽ آشوريہ (Assyria) جي قديم شهنشاهيت جو حصو هئي. اها منظم شهنشاهيت، طغي اٿپلسر اول .(Tigi Athpilasar _ I) جي دور حڪومت ( ١١٠٠ . ١١٢٠ ق . م) ۾ وسيع ٿي. نائين صدي قبل مسيح ۾ اشورين جو مشهور بادشاهہ اشور نذر پال (Asshur Nazar Pal) ٨٨٤ ق . م کان ٨٦٠ ق . م تائين، ٿي گذريو. سندس پٽ ۽ جانشين، شلما نيسر ثاني (Shalmanesar) جي دور حڪومت ( ٨٢٤ . ٨٦٠ ق . م)

۾ " يروشليم" جي شهر مان ابراهيم جي دين جو هڪ داعي, يوناه بن اميتائي (Jonah s/o Amittai) نينوا جي شهرين ڏانهن نبي ٿي آيو ۽ وحدانيت جي تبليغ ڪرڻ لڳو. ان وقت سندس عمر ٢٨ سال هئي.ڪيس عربي زبان ۾ يونس جي نالي سان ڄاڻايو ويو آهي.

قديم دنيا جي دستور مطابق " نينوا" جي ماڻهن به وحدانيت جي واٽ وٺڻ کان انڪار ڪيو. جنهن تي حضرت يونس عليه السلام ناراض ٿي انهن کي پٽيو ۽ بددعا ڪئي ته اڳين ڪافر قومن وانگر ورندڙ چاليهه ڏينهن ۾ مٿن الاهي عذاب نازل ٿيندو ۽ پاڻ شهر ڇڏي نڪري ويو. چاليهن ڏينهن بعد وريو ته نينوا جي شهر کي سالم حالت ۾ ڏٺائين، ويتر پنهنجي بددعا جي غير موثر ٿيڻ تي ڪاوڙجي واپس يروشليم طرف روانو ٿيو . هڪ ذريعي موجب هن جو ارادو " ترسيس" ڏانهن وڃڻ جوهو. بهرحال دجله جي ڪناري ٻيڙي ۾ سوار ٿيو ليڪن ٻيڙو وچ سير ۾ ڪن اندر ڦاسي پيو. عام وسوسي يا وهمي عقيدي موجب مسافرن ۽ ملاحن چيو ته ڀڪ ڪو غلام پنهنجي مالڪ کان بغاوت ڪري فرار ٿيو آهي ۽ هن ٻيڙي ۾ سوار آهي. حضرت يونس عليه السلام چيو ته اهو نافرمان باغي غلام آءٌ آهيان ليڪن هنن فال لڏي ۽ قرء اندازي ڪئي ته دفعا مسلسل قرء فال " يوناه بن امتائي" يعني حضرت يونس عليه السلام جي نالي نڪتو ۽ هن کي ڪڍي دجله درياهه جي وچ سير ۾ اڇلائي ڇڏيائون، جتي هڪ مڇيءَ هن کي پڪڙي ورتو.

بائيبل مقدس جي پراڻي عهدنامي ۽ نئين عهدنامي يعني انجيل مقدس ۾ ۽ قرآن شريف ۾ حضرت يونس عليه السلام جي حوالي سان مڇي جو ذڪر ڪيل آهي. برٽانيڪا جي مديرن جي راءِ مطابق جيئن ته عبراني ) Hebrew) زبان ۾ مڇيءَ کي نينوا چئجي ٿو، تنهن ڪري حضرت يونس عليه السلام جي قصي ۾ هي لفظ محاوري طور استعمال ڪيل آهي، جنهن جي مراد اهو شهر آهي، جتي ڪيس قيد ڪيو ويو هو. (انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا ج١٣ ص ٧٠) انهيءَ جو اشارو ملڪ بدرڪيل يهودين طرف آهي جيڪي اچي "بابل" ( اشوريه) ۾ پناهه گزين ٿيا هئا. خود اشوري به هڪ يهودي قبيلو هو، جنهن ۾ حضرت يونس عليه السلام تبليغ ڪري رهيو هو.

بائيبل مقدس ۾ ڄاڻايل جهاز جو سفر، يوناه جي مرضيءَ موجب

سندس سمنڊ ۾ اچلائجڻ ۽ مڇي جو کيس ڳهي وڃڻ ۽ وري پڇتاءَ بعد سلامت نڪري اچڻ، ملڪ بدر اسرائيلي يهودين ڏانهن اشارو ڪن ٿا. جنهن ۾ طوفان ۽ ويرون ۽ سمنڊ جوترو، روايتي يهودي محاورا آهن، جيڪ اسرائيل تي بابلي بادشاهيت جي حملن، يهودين جي شڪست ۽ مغلوبي،بابل وارن جي وڏي مڇي واري ڏندڪٿا ۽ ان جي خلاف ڪاروائي، يهودي عالمن وٽ خداوند طرفان بديءَ جي خلاف مسلسل ڪاروائي ۽ نبين طرفان جهاد جي عمل کي ظاهر ڪن ٿا. حضرت عيسيٰ عليه السلام (انجيل مقدس مطابق ) ٻه دفعا حضرت يونس عليه السلام جو قصو ورجايو آهي، جنهن ۾ پنهنجي سفر جو احوال ۽ زماني جي ماڻهن جي لاءِ هدايت جو مفهوم رکيل آهي (متي ١٢: ٤٠ ـ ٤١) قرآن شريف ۾ ائين ڄاڻايل نہ آهي تہ مڇي، حضرت يونس عليه السلام کي ڳڙڪائي وئي، ڇاڪاڻ تہ " التقم" لفظ جي معنيٰ عربي زبان ۾ ڳهڻ نہ آهي، بلڪ ان جي معنيٰ چپن ۾ جهلڻ آهي: تاهم سورة " الصافات" جي هنن لفظن جو بالعموم ترجمو ڳهڻ جي لفظ سان ڪيو ويو آهي. فالتقمه الحوت.......... پوءِ مڇي هن کي ڳهي وئي ( ترجمو علامہ علي خان ابڙو ص ٧٧٢ وغيره) انگريزي مترجم مولوي محمد علي معنيٰ ڪري ٿو So the fish drew him with its mouth يعني مڇيءَ پنهنجي وات سان هن کي دوهيو يا پنهنجي طرف ڇڪيو ۽ تفسير ڪندي لکي ٿو تہ " قرآن شريف ڪٿي بہ اهو نہ ٿو ڄاڻائي تہ يوناه ( حضرت يونس عليه السلام) کي مڇي ڳڙڪائي وئي، ڇاڪاڻ تہ هتي استعمال ڪيل لفظ " التقمه" جو لازمي مطلب ڳرڪائڻ نہ آهي، بلڪ فقط ڇڪڻ يا وات ۾ وجهڻ جي معنيٰ رکي ٿو. انهي جي وضاحت خاطر عربي جي هڪ فقري " التقم فاها في التقبيل" جو حوالو ڏئي ٿو، جنهن جو ترجمو هن طرح آهي تہ انهيءَ جو وات پنهنجي چپن ۾ چمي ڏيڻ لاءِ ورتو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي هڪ حديث بابت لکي ٿو تہ ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ مڇيءَ حضرت يونس عليه السلام جي پير جي ڪڙيءَ کي پنهنجي وات ۾ ڇڪي جهليو.

هن سورة جي متي بحث ڪيل آيت کان هڪدم پوءِ ٻي آيت ۾ "بطن" جو لفظ استعمال ڪيل آهي، جيڪو پڻ ذو معنيٰ لفظ آهي. ان جي

معنيٰ پيٽ ۾ قبيلو ٻئي ٿي سگهن ٿا، تنهن ڪري انگريزي مترجم هن آية جو ترجمو هن طرح ڪري ٿو: " للبث في بطنه اليٰ يوم يبعثون" He Would certainly have taried in his tribe to the day they are raised يعني يقينا قيامت جي ڏينهن تائين هو (حضرت يونس عليه السلام) پنهنجي قبيلي ۾ ترسيو پيو هجي ها. مطلب آهي ته جيڪڏهن پنهنجي رب جي پاڪائي بيان ڪندڙ نه هجي ها ته پنهنجي قبيلي جو قيامت تائين پيغمبر ٿي نه سگهي ها، بلڪ هڪ عام رواجي فرد هجي ها. ( دهولي قرآن ص ٨٧٦) مقامي سنڌي ۽ اردو ترجمن ۾ لکيل آهي ته " پوءِ جيڪڏهن هو خدا جي پاڪائي ۽ شان بيان نه ڪري ها ته قيامت تائين ان (مڇيءَ) جي پيٽ ۾ پيو رهي ها. ( سورة صافات ، ١٤٤ . ١٤٣: ٣٧)

انجيل مقدس جي متي معرفت مواد ۾ لکيل آهي ته " يونس نبيءَ جي نشانيءَ کانسواءِ ٻي ڪابه نشاني نه ڏني ويندي. ڇالاءِ جو جيئن يونس ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون ماڳر مڇ جي پيٽ ۾ پيو هو، تيئن ابن آدم (حضرت عيسيٰ عليه السلام) به ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون زمين جي پيٽ ۾ رهندو ۽ نينواهه جا ماڻهو هن زماني ( حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زماني) جي ماڻهن سان گڏ عدالت ۾ اٿي بيهندا ۽ کين ڏوهاري ٺهرائيندا: ڇالاءِ جو انهن يونس جي مناديءَ تي توبهه ڪئي......." ( متي رسول جي معرفت ٤١ . ٤٠: ١٢) " هن زماني جا خراب ۽ زاني انسان نشاني ٿا گهرن، پر انهن کي يونس واري نشانيءَ کان سواءِ ٻي ڪابه نشاني نه ڏني ويندي." ( متي ٤ ١٦)

قرآن شريف جي سورة الانبياء ۾ حضرت يونس عليه السلام کي " ذوالنون" جي خطاب سان نوازيو ويو آهي. " نون" جي معنيٰ آهي مڇي" ذو النون" معنيٰ مڇيءَ وارو ۽ اهائي سندس نشاني آهي " ۽ ذوالنون جو ڪاوڙجي هليو ويو پوءِ هن پڪاريو ته يا الله توکان سواءِ ڪوبه معبود نه آهي. تون پاڪ آهين. تحقيق آءٌ ئي ظالمن منجهان آهيان. پوءِ اسان هن جي پڪار ٻڌي ۽ هن کي غم کان نجات ڏني سين. اسان اهڙي طرح ايمان وارن کي نجات ڏيندا آهيون." ( ٨٨ . ٨٧: ٢١)

حضرت يونس عليه السلام جي امت جي نجات ايمان آڻڻ سان ٿي.

سورة " يونس" جي هن آيت ۾ واضح دليل ڏنل آهي " پوءِ ايئن ڇو ٿيو جو يونس جي قوم جي بستي کانسواءِ ٻي کابہ اهڙي بستي نہ هئي جا ايمان آڻي ها...... سو اسان بہ هنن تان ذلت جو اهو عذاب ٽاري ڇڏيو جو دنيا جي زندگيءَ ۾ مٿن اچڻو هو. ( ٩٨: ١٠)

حضرت يونس عليه السلام پنهنجي قوم وارن جي اوائلي انڪار ۽ ڪفر سبب ڪانئن ڪاوڙجي ۽ کين بدعا ڏئي، نينوا جي شهر مان نڪري ويو. هن الله تعاليٰ جي حڪم جو انتظار نہ ڪيو، هن سوا لک جي قريب آباديءَ ۾ معصومن، ضعيفن ۽ پيرسن ماڻهن تي بہ قياس نہ ڪيو. پوءِ ...ٽيڪ پڇتاءَ سبب بخشيو ويو. تنهن هوندي بہ انهيءِ ابهرائي ۽ بي قياسي جي باعث سندس مذمت ڪيل نظر اچي ٿي سورة " القلم" ۾ پيغمبر اسلام حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي فرمايو ويو آهي تہ " پوءِ تون پنهنجي رب جي حڪم جو انتظار ڪر ۽ مڇي واري ( حضرت يونس عليه السلام، ذوالنون، صاحب الحوت) جهڙو نہ ٿيءُ......... جيڪڏهن هن کي سندس رب جي طرفان رحمت نہ رسي ها تہ رڻپٽ ۾ اڇلايو پيو هجي ها ۽ هو بڇڙي حال ۾ هجي ها. " ( ٤٩ ـ ٤٨ : ٢٨)

انهيءَ احوال جو تسلسل سورة " الصافات" ۾ ملي ٿو: " پوءِ اسان هن کي خشڪ ڪناري تي، بيماريءَ جهڙي حالت ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ اسان سندس مٿان هڪڙو ڪدوءَ جي ول جهڙو ڇٽ ڪندڙ وڻ ڦٽايو". ( ١٤٦ ـ ١٤٥ : ٣٧) جڏهن حضرت يونس عليه السلام چرڻ پرڻ جهڙو ٿيو ۽ صحت بحال ٿيس تہ هو اتي جهوپڙي ناهي، رهڻ لڳو، ليڪن ڪدوءَ جي قدرتي ڦٽل ول جلدي سڪي وئي، جنهن جوکيس بيحد ملال ٿيو. ان وقت مٿس وحي نازل ٿيو:" ڇا ڪدوءَ جي ڪري تون ڏاڍو رنج ٿيو آهين؟ جنهن تي هن جواب ڏنو، هائو آءٌ رنج آهيان تہ غصي ۾ مري وڃان ها!" يوناه جي ڪتاب ۾ نرم انتباه جاٽايل آهي: ( چئمبرس انسائڪلوپيڊيا، ص ١٣٢ ـ ١٣١) " يونس! توکي حقير ول جي سڪڻ جو تہ ڏاڍو ڏک ٿيو آهي ، پر تو اهو نہ سوچيو تہ " نينوا" جي هڪ لک کان مٿي انسانن ۽ جانورن کي ناس ڪرڻ اسان کي ناگوار نہ گذريو هوندو؟ ڇا هو اسان کي انهيءَ کان وڌيڪ پيارا نہ هئا. جيتري هيءَ ول توکي پياري آهي؟ تون پٽون پاراتا ڏئي

شهر مان نڪري آئين، ۽ تو وحيءَ جو انتظار بہ نہ ڪيو! هڪ نبيءَ جي لاءِ اهو (عمل) هرگز مناسب نہ آهي تہ هو پنهنجي قوم لاءِ ڪا بدعا ڪري ۽ انهن کان نفرت ڪري ۽ بغير الهام، جلد بازيءَ ۾ انهن کي ڇڏي هليو وڃي".

سورة الصافات ۾ حضرت يونس عليه السلام کي ٻيهر پنهنجي قوم ۾ وڃي دين ابراهيم جي تبليغ ڪرڻ بابت مليل حڪم جو ذڪر ڪيل آهي: " ۽ اسان هن کي هڪ لک ۽ ڪجهہ وڌيڪ ماڻهن ڏانهن موڪليو، هنن ايمان آندو سو اسان بہ ڪجهہ عرصي تائين هنن کي آسودي زندگي عطا ڪئي". ( ١٤٧.١٤٨ : ٣٧)

حضرت يونس عليه السلام کي ٢٨ سالن جي عمر ۾ نبوت عطا ٿي ۽ هن ٣١ سال پنهنجي قوم جي رهنمائي ڪري، اهڙي طرح ٥٩ سالن جي عمر ۾ " نينوا" جي شهر ۾ وفات ڪئي. سن تي اختلاف آهي، تاهم جديد تحقيق موجب اهو سن ٧٨٥ ق . م هو. ١٩١٢ ع ۾ جي . اي . بيور J A ) (Bewer جي انٽر نيشنل ڪرٽيڪل ڪميٽري ۽ ١٩٤٩ع ۾ اي وائيزر A . Weiser جي جرمني زبان ۾ لکيل ڪميٽري، شايد تازه ترين تحقيقاتي ذريعا آهن. انهن ذريعن مطابق يوناه جو ڪتاب هڪ تمثيل آهي، جيڪا يهودين جي جلاوطني بعد لکي وئي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ نالن جي لغوي معنيٰ طرف اشارو ڪيو ويو: " يوناه" معنيٰ ڪبوتر، جيڪو امن جي علامت آهي ۽ "اميتي" معنيٰ سچ، حق سچ جي واٽ وٺي هلڻ سان ئي امن حاصل ٿئي ٿو.

چيمبرسس انسائڪلوپيڊيا جي مديرن هن تمثيل کي هن طرح بيان ڪيو آهي تہ " مڇيءَ مان مراد بابل جي شهنشاهيت آهي ۽ يوناه ( حضرت يونس عليه السلام ) کي ان جو ڳڙڪائي وڃڻ اسرائيلي يهودين جي جلاوطني طرف اشارو آهي. ( ص ١٣٢)

بني اسرائيل جي اڪثر انبياءِ ڪرام جا نالا سورة الانعام ۾ موجود آهن : " اسان ابراهيم کي اسحاق ۽ يعقوب ڏنا..... ۽ ابراهيم جي نسل مان دائود، سليمان ، ايوب، يوسف، موسيٰ ۽ هارون..... ۽ زڪريا، يحيٰ، عيسيٰ ۽ الياس...... ۽ پڻ اسماعيل، اليسع، يونس ۽ لوط اسان انهن سڀني

ڪي دنيا وارن تي بهتري ۽ فضيلت ڏني."( ٨٧ ـ ٨٥: ٦) مذڪوره نبين سڳورن کان سواءِ الله تعاليٰ جا رسول ٻيا بہ ٿي گذريا آهن، جيئن سورة "النساءِ" ۾ انهيءَ حقيقت جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيل آهي:" ...... انهن رسولن جو احوال اسان اڳئي توکي ٻڌايو آهي ۽ پڻ انهن رسولن تي ( وحي موڪليوسين) جن جو احوال اسان توکي نہ ٻڌايو آهي......" ( ١٦٤: ۴)

## حضرت يسعياه عليه السلام

يهوداهہ جي چئن بني اسرائيلي بادشاهن، عزرياه، يوتام، آخز ۽ حزقياه، جي ڏينهن ۾ " يروشليم" (جيروسلم) ۾ حضرت يسعياه بن آموص نبي هو. هن بني اسرائيلن کي چيو: " اوهان جو ملڪ ويران آهي، اوهان جا شهر باهہ ۾ سڙيل آهن، اوهان جي زمين کي ڌاريا ماڻهو اوهان جي روبرو ڳهيو تا وڃن......... جيڪڏهن لشڪرن جو خدا وند اسان جي لاءِ ڪي ٿورا ماڻهو باقي نہ بچائي ها تہ اسين جيڪر " سدوم" جهڙا ٿيون ها، اسين جيڪر عموراه ( جي قوم) جهڙا ٿيون ها".

سدوم جي حاڪم ۽ عموراه جي قوم کي مخاطب ٿيندي فرمايائين: " اي سدوم جا حاڪم، خداوند جو ڪلام ٻڌو! اي عموراه جي قوم وهين اسان جي خدا جي شريعت ڏي ڪن ڏيو! خدا وند فرمائي ٿو تہ اوهان جون هيتريون گهڻيون قربانيون منهنجي لاءِ ڪهڙي ڪم جون آهن؟ ........ ڳتي اجايا نذرانا نہ آڻيو ....... منهنجو روح اوهان جي نون چنڊن کي ۽ اوهان جي مقرر ڪيل عيدن کي ڌڪاري ٿو.......... اوهان جا هٿ رت سان ڀريل آهن. اوهان وهنجي پاڻ کي پاڪ ڪريو.......... بڇڙائي ڪرڻ کان بس ڪريو، چڱا ڪم ڪرڻ سکو. انصاف ڳوليو، مظلومن جي مدد ڪريو، يتيمن سان انصاف ڪريو، رنڙ زالن جي حمايت ڪريو." ( بائيبل مقدس يهوداه نبيءَ جو ڪتاب. ١٧ . ٧ : ١)

ايماندار شهر جيڪو انصاف سان ڀريل هو،ڪيئن نہ زناڪار ٿي پيو آهي! انهي ۾ سچائي رهندي هئي،پر هاڻي انهيءَ ۾ خوني ٿا رهن ( ٢١ : ١) تنهنجي چاندي مٺ ٿي پئي آهي، تنهنجي شراب ۾ پاڻي گڏجي ويو

آهي. تنهنجا امير فسادي ۽ چورن جا سنگتي ٿي پيا آهن، سڀ ڪو رشوت جو خواهان آهي ۽ انعامن جي پٺيان پوي ٿو؛ هو يتيمن جو انصاف نہ ٿا ڪن، نہ ڪي بيوه زال جو فرياد وٽن اچي ٿو. ( ٢٣ . ٢١: ١)

اي يعقوب ( عرف اسرائيل) جا گهراڻا! اوهين اچو تہ پاڻ خداوند جي روشنائيءَ ۾ هلون.......... تو پنهنجي قوم، يعني يعقوب جوگهراڻو،ڇڏي ڏنو آهي، جو اهي ايرندي وارين ( مشرقي) رسمن سان پرجي ويا آهن ۽ فلسطينين وانگر فال وجهن ٿا ۽ ڌارين ماڻهن سان شرط لاءِ تاڙي ٿا هڻن. ( ٧ . ٥ : ٢) هنن جو ملڪ چانديءَ ۽ سون سان ڀرپور آهي.......... ۽ هنن جو ملڪ بتن سان بہ ڀريل آهي، هو پنهنجي هٿن جي ڪم، جو سندن آڱرين جو جوڙيل آهي، ان جي بندگي ٿا ڪن ( ٩ . ٨ : ٢) ....... منهنجي قوم تي ٻار ظلم ڪندا، ۽ زالون انهن تي حڪم هلائينديون. اي منهنجي قوم ! جيڪي تنهنجا سردار آهن، سي توکي گمراهہ ٿا ڪن ۽ تنهنجون واٽون رستا گم ڪري ڇڏين ٿا . ( ١٢: ٣)

جنهن سال يهوداه جي بادشاه عزرياه وفات ڪئي انهي سال حضرت يسعياه عليه السلام کي نبوت ملي. "......... ۽ مون خداوند جو آواز ٻڌو، جنهن چيو تہ آءٌ ڪنهن کي موڪليان ۽ ڪير اسان جي لاءِ ويندو؟ تڏهن مون چيو تہ اجهو آءٌ حاضر آهيان، مون کي موڪل ( ٦:٩) ۽ هن ( خدا وند) چيو تہ وڃي هن قوم کي چئو تہ اوهين بيشڪ ٻڌو ٿا پر سمجهو نہ ٿا، اوهين بيشڪ ڏسو ٿا پر پروڙيو نہ ٿا." ( ١٠ . ٩ : ٦)

## حضرت يرمياه بن خلقياه عليه السلام

يهوداه جي بادشاه يوسياه بن امون جي تاجپوشيءَ جي تيرهين سال، عنتوتيءَ جي ڪاهن ۽ بن يامين (بنيامين) جي امير ( ملڪ) تي خدا وند جو ڪلام نازل ٿيو ۽ يهو يقيم بن يوسياه ۽ صدقياه بن يوسياه جي ٻارهين سال جي پڇاڙي ( پنجين مهيني) تائين نازل ٿيندو رهيو ( ٣ . ١ : ١)

يهودين ( بني اسرائيل) لاءِ هن الاهي ڪلام ۾ انتباه هو: "........... ۽ آءٌ هنن تي سندن ڪل شرارت جي نسبت ۾ پنهنجي

آهي. تنهنجا امير فسادي ۽ چورن جا سنگتي تي پيا آهن، سڀ ڪو رشوت جو خواهان آهي ۽ انعامن جي پنيان پوي ٿو: هو يتيمن جو انصاف نہ ٿا ڪن، نہ ڪي بيوه زال جو فرياد وٽن اچي ٿو. ( ٢٣ . ٢١: ١)

اي يعقوب ( عرف اسرائيل) جا گهراڻا! اوهين اچو تہ پاڻ خداوند جي روشنائيءَ ۾ هلون............ تو پنهنجي قوم، يعني يعقوب جوگهراڻو،ڇڏي ڏنو آهي، جو اهي ايرندي وارين ( مشرقي) رسمن سان ڀرجي ويا آهن ۽ فلسطينين وانگر فال وجهن ٿا ۽ ڌارين ماڻهن سان شرط لاءِ تاڙي ٿا هڻن. ( ٧ . ٥ : ٢) هنن جو ملڪ چانديءَ ۽ سون سان ڀرپور آهي.......... ۽ هنن جو ملڪ بتن سان بہ ڀريل آهي، هو پنهنجي هٿن جي ڪم، جو سندن آڱرين جو جوڙيل آهي، ان جي بندگي ٿا ڪن ( ٩ . ٨ : ٢) ....... منهنجي قوم تي ٻار ظلم ڪندا، ۽ زالون انهن تي حڪم هلائينديون. اي منهنجي قوم ! جيڪي تنهنجا سردار آهن، سي توکي گمراهہ ٿا ڪن ۽ تنهنجون واٽون رستا گم ڪري ڇڏين ٿا . ( ١٢: ٣)

جنهن سال يهوداه جي بادشاه عزرياه وفات ڪئي انهي سال حضرت يسعياه عليه السلام کي نبوت ملي. ".......... ۽ مون خداوند جو آواز ٻڌو، جنهن چيو تہ آءٌ ڪنهن کي موڪليان ۽ ڪير اسان جي لاءِ ويندو؟ تڏهن مون چيو تہ اجهو آءٌ حاضر آهيان، مون کي موڪل ( ٦:٩) ۽ هن ( خدا وند) چيو تہ وڃي هن قوم کي چئو تہ اوهين بيشڪ ٻڌو ٿا پر سمجهو نہ ٿا، اوهين بيشڪ ڏسو ٿا پر پروڙيو نہ ٿا." ( ١٠ . ٩ : ٦)

## حضرت يرمياه بن خلقياه عليه السلام

يهوداه جي بادشاه يوسياه بن امون جي تاجپوشيءَ جي تيرهين سال، عنتوتيءَ جي ڪاهن ۽ بن يامين (بنيامين) جي امير ( ملڪ) تي خدا وند جو ڪلام نازل ٿيو ۽ يهو يقيم بن يوسياه ۽ صدقياه بن يوسياه جي ٻارهين سال جي پڇاڙي ( پنجين مهيني) تائين نازل ٿيندو رهيو ( ٣ . ١ : ١)

يهودين ( بني اسرائيل) لاءِ هن الاهي ڪلام ۾ انتباه هو: "........... ۽ آءٌ هنن تي سندن ڪل شرارت جي نسبت ۾ پنهنجي

فتويٰ جاري ڪندس، جو هنن مونکي ڇڏي ڏنو آهي ۽ ٻين معبودن لاءِ لوبان ساڙيو اٿن ۽ پنهنجي هٿن جي جوڙيل شين ( بتن)کي سجدو ڪيو اٿن. تنهنڪري تون پنهنجي ڪمر ٻڌ ۽ اٿ ۽ جيڪو حڪم آءٌ توکي ڏيان ٿو اهو انهن کي ٻڌاءِ !.( ١:١٦.١٧)

..........”اي يعقوب ( اسرائيل) جا گهراڻا ۽ اسرائيل جي گهراڻي جا سڀ قبيلا.اوهين خداوند جو ڪلام ٻڌو. خداوند هيئن ٿو فرمائي تہ اوهان جي ابن ڏاڏن مون ۾ ڪهڙي بي انصافي ڏٺي جو مون کان پري هلياويا آهن ۽ بيهودگيءَ جي پٺيان پئي رليا آهن ۽ مغرور ٿي ويا آهن. انهن نہ چيو تہ اهو خدا وند ڪٿي آهي جنهن اسان کي مصر جي ملڪ مان ڪڍي آندو ............ ( ٦ . ۴ : ٢) پر جڏهن اوهين منهنجي ملڪ (سڪار واري زمين) ۾ داخل ٿيا تڏهن ان کي پليت ڪيو......... ۽ جيڪي شريعت سان واهپو رکڻ وارا آهن، تن مون کي نہ سڃاتو: حاڪمن بہ منهنجي حڪم عدولي ڪئي ۽ نبين بہ ” بعل“ ( سج ) جي نالي نبوت ڪئي ۽ اجاين شين جي پٺيان هليا.(٩ . ٨ :٢)............... قومن جا رواج اجايا آهن: ڇالاءِ جوهو پنهنجي هٿن سان وادو ٻيلي مان وڻ وڍي ڪهاڙيءَ سان ڪجهہ ناهي انهيءَ کي روپي ۽ سون سان سينگارين ٿا............ پر هو ڳالهائن نہ ٿا: هو هلي نہ ٿا سگهن، تنهن ڪري ضرور انهن کي ڪڻي هلڻو ٿو پوي. انهن کان نہ ڊڄو اهي برائي ڪري نہ سگهندا ۽ نہ انهن کي ڀلائي ڪرڻ جي ڪا طاقت آهي ( ٦ . ۴ : ١٠) پر اهي سڀ جهنگلي ۽ بي عقل آهن. بتن جي تعظيم فقط ڪاٺ آهي....... اهو سڀ هنر وارن مائهن جو ڪم آهي (٩ : ١٠) پر خداوند سچو خدا آهيٌ هو جيئرو خدا آهي ۽ دائم قائم بادشاهہ آهي: ان جي غصي تي زمين ڏڪي ٿي ۽ قومون ان جي ڪاوڙ سهي نہ ٿيون سگهن. ( ١٠ . ١٠)

يرمياه نبي جو ڪتاب.بائيبل مقدس جوحصو آهي. ان جي شق ٢١ ۾ بني اسرائيل تي بابل جي مشهور بادشاہ نبو ڪد نصر (بخت نصر) جي ڪاه ۽ سندن بربادِيءَ جو ذڪر ڪيل آهي:” ......... جڏهن صدقياه بادشاهہ هن ( حضرت يرمياه عليه السلام) ڏانهن فشحور بن ملڪياه ۽ صفنياه بن مسعياه ڪاهن جي هٿان چوائي موڪليو تہ آءٌ توکي عرض ٿو ڪريان تہ

اسان جي نسبت ۾ خداوند کان پڇ: ڇالاءِ جو بنوڪدنضر بابل جو بادشاهه اسان سان جنگ ٿو ڪري: من خدا وند اسان سان پنهنجي سڀني عجيب ڪمن موجب اهڙو سلوڪ ڪري جو هو اسان وٽان نڪري هليو وڃي. ( ۲ : ۲۱) تڏهن يرمياه هنن کي چيو......... ( ۳: ۲۱) ....... خداوند هيئن ٿو فرمائي تہ مون پنهنجو منهن هن شهر ڏانهن انهيءَ لاءِ ڪيو آهي تہ ان سان برائي ڪريان نہ ڀلائي، اهو بابل جي بادشاهه جي هٿن ۾ ڏنو ويندو ۽ هو انهيءَ کي باهہ ڏئي ساڙي ڇڏيندو". ( ۱۰: ۲۱)

تاريخي طور تي ، بابل جي بادشاه، نبوڪد نضر (Nebu cha-drezzar) سن ۵٦۰ ق . م ڌاري، حضرت دائود عليہ السلام جي قائم ڪيل متحده اسرائيلي رياست ،جيڪا ۴۰۰ سالن کان يروشليم (جيروسلم) ۾ ( ۵٦۰ . ۱۰۰۰ ق . م) قائم هئي، برباد ڪري ڇڏي.

## حضرت زڪريا ۽ حضرت يحيٰ

قوم بني اسرائيل ڏانهن موڪليل پيغمبرن ۾ آخري دور جي هڪ پيغمبر حضرت زڪريا عليہ السلام بابت مختصر معلومات قرآن شريف جي سورة مريم ۾ هن طرح فراهم ڪيل آهي تہ " تنهنجي پروردگار پنهنجي بندي زڪريا تي جا مهرباني ڪئي تنهن جو بيان هي آهي زڪريا دل ۾ پنهنجي پروردگار کي پڪاريو. چيائين تہ اي منهنجا پروردگار! منهنجو جسم ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ منهنجي مٿي جا وار بہ سڀ اڇا ٿي ويا آهن...... هاڻي مون کي پنهنجي برادري کان انديشو آهي تہ منهنجي مرڻ بعد ( ڇا ڪندا) منهنجي زال سنڍ آهي پوءِ تون پنهنجي خاص فضل سان مون کي هڪڙو وارث عطا ڪر! اهڙو وارث ڏي جو منهنجو بہ وارث ٿئي ۽ يعقوب جي خاندان ( بني اسرائيل) جو بہ وارث ٿئي......" ( ٦ . ۱ : ۱۹)

هن آيت تي غور ڪرڻ سان حضرت زڪريا عليہ السلام جي خاندان ۽ بني اسرائيل ۾ انهيءَ جي حيثيت متعلق سوال ذهن ۾ ابرن ٿا. بائيبل مقدس ۾ تفصيلي معلومات ملي ٿي. "........... خداوند جو ڪلام زڪرياه بن برڪياه بن عدو نبي تي نازل ٿيو........" ( زڪرياه ۱:۱)

اسلامي انسائڪلوپيڊيا جو مدير بائيبل مقدس جي ڪتاب تاريخ (۱) ۲۴ ـ ۲۳ : ۱ جي حوالي ۽ بنيادي معلومات مطابق لکي ٿو تہ " حضرت زڪريا عليه السلام حضرت هارون ( عليه السلام) جي خاندان مان هو. فلسطين تي قابض ٿيڻ بعد، بني اسرائيل ملڪ جو انتظام انهي طرح ڪيو جو حضرت يعقوب عليه السلام جي ٻارنهن قبيلن ۾ لاوي بن يعقوب جو گهراڻو مذهبي خدمات لاءِ مخصوص ڪيو ويو، انهيءَ گهراڻي ۾ بہ حضرت هارون عليه السلام جو خاندان ( هيڪل ) مقدس، خداوند جي حضور ۾ لوبان ساڙڻ جي خدمت ۽ پاڪ شين جي تقدس تي معمور هو. بني هارون جا ۲۴ خاندان هئا. انهن ۾ " ابياه" جي خاندان جو سردار حضرت زڪريا عليه السلام هو. سندس والد محترم جو نالو مختلف روايتن ۾ " زڪريا بن ادن" يا زڪريا بن برخياه ( برڪياه) ڄاڻايل آهي ( بحوالہ فتح الباري، الثعلبي، طبري، ابن الاثير وغيره) ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ۱۴ ـ ۹۱۳)

حضرت بيبي مريم جو والد محترم. عمران بن ماثان ۽ حضرت زڪريا بن برڪياه پاڻ ۾ سنڍو ( هم زلف) هئا. حضرت زڪريا عليه السلام پيغمبر هو ۽ پنهنجي گذران لاءِ واڍڪو ڪم ڪندو هو. حضرت زڪريا عليه السلام جي فرزند حضرت يحيٰ جي ولادت بابل تي سڪندر اعظم جي حملي ڪان تي سو ٽيهہ سال پوءِ ٿي، ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ولادت ان ڪان ڇهہ مهينا اڳ ٿي هئي. سڪندر اعظم جي بابل تي حملي جو سال ۳۳۳ ق ـ م آهي. تنهن ڪري معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت يحيٰ ، ٻئي ساڳئي سال يعني سن ۳ ق ـ م ۾ پيدا ٿيا. ٻنهي جي ولادت هڪ معجزو هئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام ( يسوع مسيح) ٻنا ٻيءُ جي پيدا ٿيو ۽ حضرت يحيٰ جي والده سنڍ ( ٻانجهہ) هئي ۽ والد حضرت زڪريا عليه السلام اچي مٿي وارو پير سن هو.

قرآن شريف ۾ اهڙن معجزاتي ولادتن جو ذڪر الله تبارڪ وتعاليٰ جي نشانين طور ڪيل آهي: سورة مريم ۾ هيئن ارشاد ڪيل آهي: " اي زڪريا! اسان توکي هڪڙي فرزند جي خوشخبري ٿا ڏيون، جنهن جو نالو " يحيٰ" هوندو...... چيائين تہ اي منهنجا پروردگار! مون کي پٽ ڄمي ڪيئن ٿو سگهي، جڏهن تہ منهنجي زال ٻانجهہ ( سنڍ) ٿي چڪي آهي ۽ مان بہ تہ آخر

پوڙهو ٿي ويو آهيان ! ارشاد ٿيو تہ ائين ئي ٿيندو......... چيائين تہ اي منهنجا پروردگار ! منهنجي لاءِ ڪا نشاني مقرر ڪر. ارشاد ٿيو تہ تنهنجي نشاني هيءَ آهي تہ ٽي راتيون لاڳيتو نہ ڳالهائيندين پوءِ هو پنهنجي محراب (قربان گاهہ) ( هيڪل سليماني) مان ( ٻاهر) نڪتو ۽ پنهنجي ماڻهن ڏي آيو. اشارن سان چيائين تہ صبح شام خدا جي پاڪائي ۽ شان بيان ڪندا رهو. (سورة مريم ١١ - ٧: ١٩)

حضرت يحيٰ بن زڪريا جي ولادت حضرت عيسيٰ عليه السّلام جي نبوت ۽ ڪتاب انجيل مقدس جي صداقت جي تصديق ڪرڻ لاءِ ٿي. ارشاد الاهي آهي تہ " اي يحيٰ! خدا جي ڪتاب کي مضبوطيءَ سان جهل. هو اڃانڍو هو تہ اسان کيس علم عقل ۽ فضيلت عطا فرمائي. ۽ پڻ اسان کيس دل جي نرمي ۽ نفس جي پاڪائي عطا ڪئي ۽ هو وڏو پرهيزگار هو ۽ ماءُ پيءُ جي لاءِ مهربان خدمتگار هو. سختي ڪندڙ ۽ نافرمان نہ هو. مٿس سلامتي هجي، جنهن ڏينهن ڄائو ۽ جنهن ڏينهن فوت ٿيو ۽ جنهن ڏينهن وري اٿاريو ويندو". ( سورة مريم ١٥ - ١٢: ١٩)

حضرت يحيٰ ۽ سندس والد حضرت زڪريا جي شهادت، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي صليب تي چڙهڻ ۽ آسمان طرف کڄي وڃڻ کان هڪ سال اڳ واقع ٿي. انهيءَ واقعي جوبيان ابن الاثير پنهنجي لکيل تاريخ "الڪامل" ۾ ڏنو آهي جنهن مطابق حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نبوت بعد توريت مقدس جا جيڪي احڪامات منسوخ ٿيا، تن ۾ هڪ ڀائٽيءَ سان نڪاح بابت هو. هيرودس، اسرائيل جو بادشاهہ هو، ۽ هن پنهنجي حقيقي ڀائٽيءَ سان شادي ڪرڻ ٿي چاهي. شريعت عيسوي مطابق حضرت يحيٰ عليه السلام انهيءَ شاديءَ جي خلاف احتجاج ڪيو ۽ کيس ڪهي شهيد ڪيو ويو. حضرت يحيٰ جو والد حضرت زڪريا عليه السلام ڀڄي وڃي هڪ باغ ۾ لڪو ۽ هڪ وڻ جي ٿڙ ۾ لڪي ويٺو. بادشاهہ جي ماڻهن انهي وڻ کي ٿڙ کان حضرت زڪريا عليه السلام سميت ڪاراٽي سان چيري ڇڏيو ۽ اهڙي طرح حضرت زڪريا عليه السلام بہ هيرودس بادشاهہ جي طرفان شهيد ڪرايو ويو. ( اسلامي ص ٩١۴) ثعلبي جي حوالي سان اهو

پڻ جاڻايو ويو آهي تہ يهودين، حضرت زڪريا عليه السلام تي حضرت بيبي مريم سان ناجائز تعلقات رکڻ جو الزام لڳايو ۽ چيائون تہ اهوئي سندس حجري ۾ داخل ٿيو هو (يعني روح القدس جي ڳالهہ ڪوڙي آهي) تنهن ڪري يهودي سندس پويان پيا ۽ ڪرت ( وڏي ڪارائيءَ) سان چيرجڻ جو سانحو پيش آيو ( ايضا).

حضرت زڪريا عليه السلام جي تبليغ جو ڪجهہ قدر خلاصو هن طرح آهي:....... " خداوند جو ڪلام زڪرياهہ تي نازل ٿيو تہ سچائيءَ سان عدالت ڪريو ۽ هرڪوماڻهو پنهنجي ڀاءُ تي مهرباني ۽ رحم ڪري ۽ رنڙ (بيوهہ) زال ۽ يتيم ۽ مسافر، ۽ مسڪين تي ظلم نہ ڪريو ۽ اوهان مان ڪوبہ پنهنجي ڀاءُ جي برخلاف دل ۾ برو خيال نہ رکي........" ( بائيبل مقدس،زڪرياه ١١ . ٨: ٨)

## حضرت عيسيٰ عليه السلام ( غالبا سن ٣ ق.م کان سن ٣٠ع)

حضرت عيسيٰ عليه السلام جو قصو، انجيل مقدس يا بائيبل مقدس جي نئين عهدنامي مان اخذ ڪيو ويو آهي. تو، ليڪن سندس سوانح حيات بابت موجوده معلومات گهڻي ڀاڱي غير يقيني آهي. سندس اصل نالي ۽ سن پيدائش متعلق پڻ صحيح علم نہ آهي. شايد سندس نالو، عام يهودي نالن وانگر ، ييهوشئا (Yehoshua) هو ۽ سندس ولادت غالبا سن ٣ . ق . م ۾ ٿي هئي. سندس شهادت جو سال بہ ساڳي طرح امڪاني طور تي ٣٠ ع مقررڪيو ويو آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام پويان ڪابہ تحريري ثابتي نہ ڇڏي هئي. تنهن ڪري انجيل مقدس جي متن کي سندس سوانح حيات جو بنياد بنايو ويو آهي. بد قسمتي سان بائيبل ۽ انجيل مقدس جي مواد ۾ تضاد آهي: مثال طور سندس آخري الفاظ متي (Matthew ) ۽ لوقا (Luke) جي تحريرن ۾ مختلف انداز ۾ بيان ڪيل آهن ۽ اتفاق سان بنهي جوماخذ بائيبل مقدس جو پراڻو عهدنامو آهي.حضرت عيسيٰ عليه السلام خود هڪ پڪو يهودي هو.

مائيڪل هارٽ، پنهنجي ڪتاب " د هنڊ ريڊ ....." ۾ لکي ٿو تہ

اهو مناسب نہ ٿو لڳي تہ جيسس (حضرت عيسيٰ عليه السلام ) کي انهن سيني ڳالهين لاءِ ذميوار سمجهيو وڃي، جيڪي بعد ۾ عيسائي ڪليسائن يا منفرد عيسائين سندس نالي ۾ ڪيون آهن: خاص طور تي اهي ڳالهيون جيڪي ظاهر آهي تہ هو نامنظور ڪري ها. مثال طور مختلف عيسائي فرقن جي وچ ۾ مذهبي لڙايون ۽ يهودين جو وحشانہ قتل ۽ ايذاء رساني، مسلمانن خلاف صليبي جنگيون، جيسس ( حضرت عيسيٰ عليه السلام) جي رجحانات ۽ تعليمات جي ايتري قدر تہ برعڪس آهن جو ائين چوڻ بلڪل نامناسب ٿيندو تہ اهي ڪاروايون جيسس جي محبت خاطر ڪيون ويون.

دراصل، مسيحيت يا عيسائي مذهب، فقط حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تعليمات تي مشتمل نہ آهي. هن مذهب جا بنيادي اصول جيڪي اخلاقيات ۽ روحانيت جي نقطہ نظر کان انساني ڪردار سان تعلق رکن ٿا انهن جو تعين وحي جي معرفت حضرت عيسيٰ عليه السلام پاڻ ڪيو، ليڪن مسيحي فقہ (Christian theology) ۽ مذهب جي وسيع اشاعت جو انداز، مکيہ طور تي سينٽ پال جو ڪارنامو آهي، " جيسس (حضرت عيسيٰ عليه السلام ) روحاني پيغام پهچايو، پال ان ۾ ڪرائيسٽ ( عيسيٰ مسيح) جي عبادت جو اضافو ڪيو. مزيد برآن، نئين عهدنامي جي ڪافي حصي جو مصنف سينٽ پال پاڻ هو ۽ پهرين صدي عيسوي ۾ مسيحت جي پکڙجڻ جي هو مکيہ قوت هو".

مهاتما گوتم ٻڌ ۽حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي برعڪس حضرت عيسيٰ عليه السلام نوجواني ( اٽڪل ٣٣ سالن) جي عمر ۾ لاڏاڻو ڪيو، ۽ پنهنجي پويان هڪ محدود حوارين يا پوئلڳن جو تعداد ڇڏيو، جن کي هڪ مختصر يهودي فرقو سمجهو ويندو هو. سينٽ پال جي اڻٿڪ تحريرن ۽ تبليغي ڪاوشن جي بدولت اهو ننڍڙو گروهہ وڌي دنيا جي عظيم مذهبن جي صف ۾ شامل ٿيو ۽ اڄ دنيا جي ڪثير آبادي عيسائي مذهب جي پيروڪار آهي. ڪجهہ عالمن جو خيال آهي تہ عيسائي مذهب جو اصل باني سينٽ پال آهي ليڪن، جيتوڻيڪ ڇئي نہ ٿو سگهجي تہ جيڪڏهن سينٽ پال نہ هجي ها تہ عيسائيت جو ڪهڙو نمونو هجي ها. تاهم يقينا جيڪڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام نہ هجي ها تہ عيسائيت جو ڪو وجود نہ هجي

ها.

ساڳيءَ طرح عيسائيت (مسيحيت ) ۽ سائنسي ترقي جي باهمي تعلق بابت سوال اٿاريو وڃي ٿو. جديد سائنس جي شروعات مغربي يورپ جي عيسائي قومن کان ٿي، ليڪن ان جو ڪارڻ مذهبي تعليمات بجاءِ يورپ جي ثقافتي ورثي ۾ سمايل هو، جنهن سائنسي طريقي جي سوچ پيدا ڪئي. يوناني " رئشنلزم" جو نظريو، جيڪو ارسطو ۽ اقليدس جي فڪر جي پيداوار هو، يورپ ۾ رئنسنس (Renaissance) جو محرڪ بنيو ۽ انهيءَ دور ۾ يورپ اندر عيسائيت کان اڳ جي دور واري ورثي ۾ دلچسپي وڌي. سيڪيولرزم (Secularism) جي نظريہ مذهبي اختلافات ۽ واجبات کي رياست ۽ معاشري کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن جيئن اڄ بہ اثر آئر ليند ۾ عيسائيت جي ٻن مکيہ فرقن ڪئٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽس جي وچ ۾ عرصي کان هلندڙ خوني ڇڪتاڻ مان ظاهر آهي، سائنسي سوچ جو جديد مغربي دور، قديم مذهبي انداز فڪر و عمل کي زائل ڪري نہ سگهيو آهي.

دراصل عيسائيت يا مسيحيت (Christianity ) جو بنياد حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي اخلاقي ۽ روحاني قدرن تي ٻڌل آهي ليڪن عيسائيت جي دنيا ۾ اهي اخلاقي ۽ روحاني قدر محض ڪتابي ۽ خطابي استعمال لاءِ مخصوص ٿي ويا آهن.مثال طور حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو هيءُ قول تہ پنهنجي دشمن سان محبت ڪريو (Love your enemy) ائين سمجهيو وڃي ٿو تہ اهو سونهري عهد (Golden Rule ) جي نظريہ سان منسلڪ آهي يعني اهو هڪ آدرش آهي، جيڪوهڪ آدرشي دنيا ۾ قابل عمل ٿي سگهي ٿو. عملي دنيا جنهن اندر اسان رهون ٿا، اهڙي اصول تي عمل پيرا ٿيڻ لاءِ مناسب نہ آهي.عام طور تي نہ ان تي عمل ٿئي ٿو ۽ نہ اولاد کي انهيءَ جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

ڏنو وڃي ٿو تہ سونهري عهد (Golden Rule) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ولادت کان گهڻو اڳ يهودي مذهب (Judaism) ۾ هڪ تسليم شده نظريو هو، پهرين صدي ق . م جو ناميارو يهودي ربي (Rabbi) ربي حليل (Hillel ) انهيءَ جي وضاحت ڪندي ان کي

يهودي مذهب جو اعليٰ ترين اصول قرار ڏنو هو. مشرق ۾ چين جي مذهبي پيشوا ڪنفيوشس (Confucius) اهونظريو. ٥٠٠ ق. م ڌاري ظاهرڪيو هو (ڪنفيوشس : ٤٧٩ . ٥٥١ ق. م) ؛ ۽ ان جو ذڪر اتڪل ٩٠٠ ق. م سان تعلق رکندڙ مهاڀارت جي هندو مذهبي پستڪ ۾ به موجود آهي، تنهنڪري ائين سمجهڻ غلط ٿيندو ته " سونهري عهد" خاص حضرت عيسيٰ عليه السلام جي عهد سان تعلق رکي ٿو. مسيح جي عيسائيت جو خاص اخلاقي سبق اڳين مذهبن جي عقيدن ۽ اصولن کان علحده آهي: " اوهان ٻڌو آهي ته چيو ويو آهي ته تون پنهنجي پاڙيسريءَ سان پيار ڪر ۽ پنهنجي دشمن سان عداوت ڪر پر آءٌ اوهان کي چوان ٿو ته پنهنجي دشمن سان پيار ڪريو ۽ جيڪي اوهان کي ستائين، انهن لاءِ دعا گهرو" ( متي باب ٥ آيتون ٤٤ ، ٤٣) انهيءَ کان علاوه عيسائي تعليمات جو هي اصول عام مشهور آهي ته "جيڪو توکي ساڄي ڳل تي چماٽ هڻي، تنهن کي ٻيو ( ڳل) به ڦيرائي ڏئي". ( ايضا . آيت ٣٩)

قرآن شريف ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو احوال هنن لفظن ۾ بيان ڪيل آهن: " هن ڪتاب ۾ مريم جو معاملو بيان ڪري ٻڌاءِ انهيءَ وقت جو معاملو جڏهن هوءَ هڪ مڪان ۾ وئي جيڪو اوڀر طرف هو ۽ پنهنجي گهر ڀاتين کان جدا ٿي وئي، پوءِ هن انهن ماڻهن جي طرف کان پردو ڪري ڇڏيو. پوءِ اسان هن ڏانهن پنهنجو فرشتو موڪليو، اهو فرشتو هڪ ڀلاري نيڪ انسان جي روپ ۾ ظاهر ٿيو. ( بيبي مريم ان کي ڏسي گهبرائجي وئي ۽) چيائين ته جيڪڏهن تون نيڪ انسان آهين ته رحمان خداجي نالي توکان پناهه ٿي گهران، فرشتي چيو ته مان تنهنجي پروردگار جو موڪليل آهيان ۽ انهيءَ لاءِ موڪليو ويو آهيان ته توکي هڪ پاڪ فرزند ڏيان.مريم چيو ته اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو جو مون کي پٽ ڄمي جڏهن ته مون کي ڪنهن به مرد هٿ نه لاتو آهي ۽ نه مان بدچال آهيان، فرشتي چيو ته ائين ئي ٿيندو. تنهنجي پروردگار فرمايو آهي ته اهو ڪم ڪرڻ منهنجي لاءِ مشڪل نه آهي، هو فرمائي ٿو ته اهو انهيءَ لاءِ ٿيندوته ان کي ماڻهن لاءِ نشاني بنايان ۽ ان ۾ منهنجي رحمت جو ظهور ٿئي ( آية للناس ورحمة منا) ۽ هيءَ هڪ اهڙي ڳالهه آهي جنهن جي ٿيڻ جوحڪم ٿي چڪو آهي. پوءِ ان پيدا ٿيڻ واري پٽ

(حضرت عيسيٰ عليه السلام) جو حمل ٿيس. هوءِ ماٺهن کان جدا ٿي پري هلي وئي. پوءِ ويم جي سورن جي ايذاءَ کان کجور جي هڪ وڻ هيٺان [illegible] ويٺي ۽ چيائين تہ ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها، جيڪڏهن مان هن کان اڳي مري وڃان ها ۽ ماڻهو منهنجي هستي بلڪل وساري ڇڏن ها. ان وقت ( فرشتي) کيس هيٺان پڪاري چيو تہ غم نہ ڪر، تنهنجي پروردگار تنهنجي پيٽ ۾ هڪ وڏي هستي پيدا ڪري ڇڏي آهي، تون کجور جي وڻ جو ٿڙ هٿن ۾ جهلي پنهنجي طرف لوڏو ڏي تہ تازن ۽ پڪل ڪارڪن جا ڇڳا توتي ڪرڻ لڳندا. پوءِ کاءُ پيءُ پنهنجون اکيون ٺار، پوءِ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڏسين تہ چو تہ مان رحمان خدا جي حضور ۾ روزي رکڻ جو نذر باسيو آهي، تنهن ڪري مان اڄ ڪنهن بہ ماڻهوءَ سان گفتگو نہ ڪنديس، پوءِ پنهنجي پٽ ( حضرت عيسيٰ عليه السلام) کي کڻي پنهنجي راڄ ۾ آئي ۽ پٽ سندس هنج ۾ هو. ماڻهن چيو تہ اي مريم! تو تہ تمام حيران ڪندڙ ڳالھ ڪري ڏيکاري آهي! اي هارون جي ڀيڻ ! نہ تنهنجو پيءُ خراب ماڻهو هو نہ تنهنجي ماءُ بدچال هئي، تنهن تي ( بيبي مريم پنهنجي) ان پٽ ڏانهن اشارو ڪيو. ماڻهن چيو تہ ڀلا هن سان اسان ڪيئن ڳالهايون جو اڃان هنج ۾ ويٺل ٻار آهي. ( مگر) هن ( ٻارڙي حضرت عيسيٰ عليه السّلام) چيو تہ "مان الله جو ٻانهو آهيان. هن مون کي ڪتاب ڏنو آهي ۽ نبي بنايو اٿس ۽ هن مون کي برڪتن وارو ڪيو آهي. جتي بہ مان هجان، هن مون کي نماز ۽ زڪوات جو حڪم ڏنو آهي تہ جيستائين جيئرو رهان تيستائين اهو ڪم ادا ڪندو رهان. هن مون کي پنهنجي ماءُ لاءِ مهربان خدمت گذار ڪيو آهي ۽ مون کي سرڪش ۽ نافرمان نہ ڪيو آهي ۽ مون تي هن جي طرف کان سلامتيءَ جو پيغام آهي، جنهن ڏينهن ڄائس، جنهن ڏينهن مرندس ۽ جنهن ڏينهن وري جيئرو ڪري اٿاريو ويندس، اهو آهي مريم جي پٽ عيسيٰ ( جو احوال) سچي ڳالھ اهائي آهي جنهن بابت ماڻهو اختلاف ڪرڻ لڳا آهن: الله جي لاءِ هيءَ ڳالھ ٿي نہ ٿي سگهي تہ هو ڪنهن کي پنهنجو پٽ بنائي، پاڪائي هجي ۽ آهي ان لاءِ ، سندس شان بس هيءُ آهي تہ جڏهن ڪنهن ڪم ڪرڻ جو فيصلو ٿو ڪري تہ فقط حڪم ٿو ڪري تہ ٿيءُ ! ۽ اهو انهي طرح ٿي پوي ٿو" ( سورة مريم آيات ٣٥ ـ ١٦)

" ۽ انهيءَ عورت جو معاملو جنهن پنهنجي پاڪدامني جي حفاظت ڪئي هئي پوءِ اسان پنهنجي روح مان ڪجهه هن ۾ ڦوڪيو ۽ ڪيس ۽ سندس پٽ کي سڄي دنيا جي لاءِ هڪ نشاني بنايو." ( سورة الانبياء ٢١ آية ٩١)

## حضرت عيسيٰ عليه السلام کي چار معجزا عطا ڪيا ويا :

(١) مري ويلن کي ٻيهر جيئرو ڪرڻ.
(٢) انڌن کي نور ڏيڻ.
(٣) ڪوڙه جي مريضن کي شفاياب ڪرڻ.
(۴) مٽيءَ جا پکي ناهي، انهن کي اڏرائڻ.

انهن معجزن سبب يهودي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي جادوگر سمجهڻ لڳا.

حضرت عيسيٰ عليه السلام سڄي ڄمار ڪنوارو رهيو ۽ پنهنجي رهڻ لاءِ ڪو گهر به ڪونه ناهيائين. بيبي مريم جي مڱيندي جو شجره نسب "انجيل مقدس" ۾ هن طرح ڄاڻايو ويو آهي:

يوسف ( حضرت بيبي مريم جو مڱيندو) بن يعقوب بن متان بن اليغاذار بن اليئود بن اخيم بن صدوق بن عازور بن الياقيم بن ابي ئود بن زربابل بن شئلتي ايل بن يڪنياه بن يوشياه بن آمون بن منشه بن حزقياه بن اخز بن يوتام بن عزياه بن يورام بن يهوشافاط بن آسا بن ابياه بن رجعام بن سليمان بن دائود بن يشي بن عوبيد بن بوعز بن سلمون بن نحشون بن عمي ناداب بن رامه بن حصرون بن فرص بن يهوداه بن يعقوب بن اسحاق بن ابراهيم عليهم السلام. ( انجيل مقدس، صفحو ٻهربون) اهونسب نامو حضرت نوح عليه السلام تائين هن ريت پهچي ٿو: ابراهيم بن تارح بن ناحور بن سروغ بن رعو بن فالخ بن عابر بن شالح بن ارفخشد بن سام بن نوح عليه السلام. ( قصص القرآن ص ١٥١ ابن الڪثير ج ١ ص ٦٧)

حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نبوت جو آغاز حضرت يحيٰ بن زڪريا عليهم السلام جي هٿ تي ٿيو ۽ اهوئي آخري بني اسرائيلي پيغمبر

هو، جنهن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نبوت جي تصديق ڪئي، جنهن ڪري ڪيس جان د بئپٽسٽ (John, the Baptist) جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. حضرت عيسيٰ يسوع مسيح هڪ مذهبي معلم جي حيثيت ۾ روم جي علائقي گئليلي (Galilee ) کان پنهنجي مذهب جي تبليغ شروع ڪئي. اتان هن يروشليم (Jerusalem) وڃڻ جو فيصلو ڪيو جتي هن جي تعليمات ۽ معجزات يهودي عالمن کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. پيغمبر اسياه (Isaiah) جي زماني کان بني اسرائيلي پيغمبر قصن ڪهاڻين ذريعي نصيحتون ڪندا رهيا هئا ۽ يسوع مسيح جو طريقو به ساڳيوهو. انهيءَ کان علاوه سوالن جي جوابن ۽ انتباه ذريعي پڻ تعليم ڏني وئي ٿي ۽ واعظ ڪيو ويو ٿي. هو " خدا جي بادشاهيءَ" جي ڳالهه ڪري رهيو هو جيڪا يهودين سان " وعدي ڪيل ملڪ" کان مختلف نه هئي. تاهم يسوع جي "ملڪ" لفظ مان مراد ڪو علائقو يا دنيوي حڪومت نه هئي. بلڪ اها خدائي جيڪا ڪل ڪائنات تي قادر ۽ حاڪم آهي اهائي حضرت عيسيٰ جي " خدا جي بادشاهي" جي معنيٰ هئي: جڏهن انسان خدا جي عطا ڪيل نعمتن جي ناشڪري ڪري ٿو تڏهن خدائي بادشاهي طرفان ان تي عذاب نازل ٿئي ٿو. تنهن ڪري انسانن کي گهرجي ته خدائي بادشاهت جي اخلاقيات مطابق زندگي گذارين: بنيادي تعليم ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام توحيد ۽ حب الاهي جو درس ڏنو. ان بعد ( مارڪ ٣١ ـ ١٢) پاڙيسريءَ سان پيار، جنهن ۾ ظاهر پيار ڪرڻ ڪافي نه آهي. نه فقط قتل بلڪ نفرت به حرام آهي، نه فقط زنا بلڪ بري اک سان ڏسڻ جي به منع آهي. ( متي ٥، ٢١ کان ٣٠)

خدائي بادشاهي، بني آدم ۽ قيامت جا نظريا رومن شهنشاهيت ۾ پکڙجڻ لڳا ۽ يهودي ڪثرت سان سندس پوئلڳ ٿيا. سندس يروشليم ۾ آمد انهي حقيت جو مظهر آهي. جيتوڻيڪ گئليلي مرڪز رهيو تاهم يروشليم ۽ يهوداه ۾ تبليغي دورا ٿيندا رهيا. ٻارهن حواري هميشه ساڻ رهندا هئا جن جو تعداد "لوقا جي ڪتاب" مطابق وڌي ستر ٿيل ڏسجي ٿو. مرقس (Mark ) جي ڪتاب ( ١٩ ـ ١٦ iiii) موجب ١٢ حوارين جا نالا هي هئا: سائمن (Simon ) پيٽر، پطرس (Peter ) جيمس (James)

جان (John) ائــنــدريــو (Andrew) فــلــپ(Philip)
بارٿولوميو(Bartholomew) متي (Matthew) ٿامس (Thomas)
جيمس بن الفائيوس (James , Son of Alphaeus) ٿادايوس
(Thaddaeus) سائمن ڪنعاني (Simon the Cannaean) ۽
جوداس اسڪٽريٽ (Judas Iscariot). پوئين ٻارهين حواريءَ بجاءِ
متياس (Matthias ) سميت اهي سڀ حواري اپاسٽلس (Apostles)
معنيٰ الاهي پيغام پهچائيندڙ تسليم ڪيا ويا آهن. لغوي معنيٰ مطابق، الاهي
ڪتاب (gospel) جي تعليم ڏيندڙ، اهي پهريان ١٢ حواري اپاسٽلس
آهن.

"يروشليم" ۾ بيت المقدس جي هڪ يا ٻه دفعا مسماري، يهودي
مذهبي پيشوائن جا خدشات ، عوام ۾ مقبوليت ۽ نا انصافي ۽ منافقت
خلاف جهاد وغيره اهي عوامل هئا جن سبب حضرت عيسيٰ عليه السلام
خلاف هڪ زبردست مخالفت جو محاذ قائم ٿيو. ڪجهيءَ واري آچر )
(Palm Sunday جي ڏينهن يروشليم ۾ وارد ٿيو ۽ هڪ هفتي تائين
يهودي عالمن سان مناظرات ۽ بحث مباحثه جاري رهيا. انهي دوران سندس
آخري حواري " يهوداه اسڪريوطي" (Judas Iscariot ) غداري ڪئي
۽ دشمن مخالفين جي مخبري ڪندو رهيو. متي رسول جي ڪتاب ۾
حضرت عيسيٰ عليه السلام جي يروشليم ۾ هن آخري هفتي جو احوال
تفصيل سان ڏنل آهي.

باب ٢٦ :مان چند اهم اقتباسات هن ريت آهن: " يسوع
مسيح............ پنهنجي شاگردن کي چوڻ لڳو ته........ ٻن ڏينهن کانپوءِ
فسح جي عيد (عيد الاضحيٰ ، گوشت کائڻ جي دعوت) ايندي، ابن آدم
کي صليب تي چاڙهڻ لاءِ جهلائيندا. تڏهن سردار ڪاهن ( يهودي عالم) ۽
...... قيافا نالي سردار..... ايوان ۾ اچي گڏ ٿيا ۽ انهن پاڻ ۾ گڏجي اها
صلاح ڪئي ته يسوع ( حضرت عيسيٰ عليه السلام) کي فريب سان ڦاسائي
قتل ڪريون، پر هنن چيو ته عيد جي ڏينهن نه، متان امت ۾ ڪو گوڙ پيدا
ٿئي ( ٦ ـ ١)....... ٻارهن ڄڻن (حوارين) مان هڪڙو جنهن جو نالو يهوداه
اسڪريوطي (Judes Iscariot) هو، تنهن سردار ڪاهن وٽ وڃي چيو

تہ: جي آءٌ هن کي اوهان جي حوالي ڪريان ٿو تہ اوهين مون کي ڇا ڏيندا؟ ۽ هنن ڪيس ٽيھہ روپيہ توري ڏنا (١٥ - ١٤)....... هاڻي فطيري عيد (عيد الفطر؟) جي پهرين ڏينهن شاگردن يسوع کي چيو تہ ....... اسين تنهنجي فسح ( ڪاڌي جي دعوت) ڪاڻڻ لاءِ ڪٿي وڃي تياري ڪريون؟ هن چيو تہ شهر ۾ فلاڻي ماڻهوءَ وٽ وڃو ۽ چئوس تہ استاد ٿو چوي تہ منهنجو وقت ويجهو آهي: آءٌ پنهنجي شاگردن سوڌو تنهنجي گهر ۾ فسح جي عيد ڪندس ( ١٩ - ١٧) ...... ۽ ( ماني ڪائيندي) هن چيو تہ آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان تہ اوهان مان هڪڙو مونکي جهلائيندو (٢٢ ـ ٢١)....... جنهن پنهنجو هٿ مون سان ٿالهيءَ ۾ وڌو آهي سوئي مون کي جهلائيندو، ابن آدم بابت جيئن لکيل آهي تيئن هو وڃي ٿو، پر افسوس آهي انهيءَ ماڻهوءَ تي جنهن جي هٿان ابن آدم جهلائجي ٿو! اهو ماڻهو جي پئدا ئي نہ ٿئي ها تہ چڱو ۽ يهوداہ جنهن جهلايس تنهن ورندي ڏيئي چيو تہ اي ربي اهو آءٌ آهيان ڇا؟ هن چيس تہ (تو) پاڻهي چئي ڏنو آهي. ( ٢٥ - ٢٣) ........ يهوداہ ........ آيو ۽ ساڻس هڪڙي وڏي جماعت ترارين ۽ لٺين سان هئي..... سڌو ئي سڌو يسوع وٽ اچي چوڻ لڳو تہ ربي، سلام ۽ چميائينس. تڏهن يسوع چيس تہ ميان جنهن ڪم لاءِ آيو آهين سو ڪر : پوءِ هنن اچي يسوع ۾ هٿ وڌا ۽ قابو ڪيائونس. (٥٠ - ٤٧)............ تڏهن سڀ شاگرد کيس ڇڏي ڀڄي ويا ( ٥٦) ۽ جن يسوع کي جهليو هو سي هن کي سردار ڪاهن " قيافا" جي گهر وٺي آيا جتي فقيہ ۽ بزرگ اچي گڏ ٿيا هئا، پر پطرس سردار ڪاهن جي ايوان تائين پري کان هن جي پٺيان پئي آيو ( ٥٨ - ٥٧) .......... يسوع ماٺ ڪري بيهي رهيو ۽ سردار ڪاهن چيس تہ آءٌ توکي زنده خدا جو قسم ٿو ڏيان تہ تون اسان کي ٻڌاءِ تہ تون خدا جو پٽ مسيح آهين ڇا؟ يسوع چيس تہ تو پاڻهي چئي ڏنو آهي: بلڪ آءٌ اوهان کي چوان ٿو تہ هن کان پوءِ اوهين ابن آدم کي قادر مطلق جي ساڄي هٿ ۽ آسمان جي ڪڪرن تي ايندو ڏسندا. تڏهن سردار ڪاهن پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي چوڻ لڳو تہ هن ڪفر بڪيو آهي....... ڏسو اوهان ڪفر جي ڳالهہ ٻڌي آهي، هاڻي ڇا ٿا ڀانيو؟ هنن ورندي ڏيئي چيو تہ هو موت جي لائق آهي. تڏهن هو مٿس ٿڪون وجهڻ ۽ کيس نونشا هڻڻ لڳا ۽ ڪي چماٽون هڻي

چوڻ لڳس تہ اي مسيح، اسان کي نبوت ڪري ( ذريعي) ٻڌاءِ تہ ڪنهن توکي ڌڪ هنيو؟ ( ٦٨ - ٦٣: ٢٦) پطرس کان پڇيائون تہ " تون بہ هن گليل واري يسوع سان گڏ هيئن؟ " تہ هن ٽي دفعا انڪار ڪيو " : " آءٌ هن ماڻهوءَ کي سڃاڻان ئي ڪين! " ۽ انهيءَ دم ڪڪڙ ٻانگ ڏني ۽ پطرس کي اها ڳالهہ ياد آئي جيڪا يسوع چئي هئي ۽ ڪڪڙ جي ٻانگ ڏيڻ کان اڳي تون ٽي دفعا منهنجو انڪار ڪندين پوءِ هو ٻاهر وڃي زار زار روئڻ لڳو (٧٥ - ٧٢ : ٢٦) ( مرڪس Mark ٧٢٢ - ٦٦: ١۴)

ٻئي ڏينهن، " جڏهن صبح ٿيو ، تڏهن سڀني سردارن ڪاهنن ۽ ماڻهن جي بزرگن يسوع کي ماري وجهڻ لاءِ سندس برخلاف صلاح مشورت ڪئي: ۽ هن کي ٻڌي وٺي ويا ۽ وڃي پيلاطس حاڪم جي حوالي ڪيائونس. تڏهن يهوداہ........ پڇتائي اهي ٽيهہ روپيہ سردار ڪاهنن ۽ بزرگن وٽ ڪٺي آيو ۽ چوڻ لڳو تہ مون گناہ ڪيو آهي، جو بي ڏوهيءَ کي جهلايو اٿم.......... ۽ هو اهي روپيہ ( بيت ال ) مقدس ۾ اڇلائي هليو ويو ۽ وڃي پاڻ کي ڦاهو ڏنائين".... ( ٥ - ١ : ٢٧)...... هاڻي يسوع، حاڪم جي حضور ۾ بيٺو هو ۽ حاڪم پڇيس تہ تون يهودين جو بادشاهہ آهين ڇا؟ يسوع چيس تہ تون پاڻ ٿو چوين...... حاڪم جو اهو دستور هو تہ انهي عيد تي جنهن بہ هڪڙي قيديءَ جي نالي ماڻهو چوندا هئا تنهن کي ڇڏي ڏيندو هو ۽ انهيءَ وقت هنن جو هڪڙو ناليرو قيدي " برابا" نالي هو. تنهن ڪري جڏهن هو اچي گڏ ٿيا تڏهن پيلاطس چين تہ.... اوهان جي خاطر ڪنهن کي ڇڏي ڏيان؟ " برابا" کي يا " يسوع" کي جو مسيح ٿو سڏجي؟ ڇالاءِ جو ڪيس خبر هئي تہ هن کي حسد جي ڪري جهلايو اٿن ۽ ......... سندس زال چوائي موڪليس تہ هن راستباز ماڻهوءَ کي ڪي بہ نہ ڪجانءِ: ڇالاءِ جو اڄ خواب ۾ مون هن جي ڪري ڏاڍو ڏک ڏٺو آهي. (١٩ - ١ : ٢٧) يهودين يڪ آواز ٿي چيو تہ " برابا" کي ڇڏيو ۽ " يسوع" کي صليب تي چاڙهيو......... تڏهن هن ( پيلاطس رومي حاڪم) انهن ( يهودين) جي خاطر "برابا" کي ڇڏي ڏنو، پر " يسوع" کي چهبڪ هڻائي صليب تي چاڙهڻ لاءِ حوالي ڪيائين..... سندس ڪپڙا لاهي هڪڙي قرمزي ( سرمائي رنگ جي) قبا ( الفي) ڍڪيائونس، ۽ ڪنڊن جو هڪڙو

چٽ ڳتي هن جي مٿي تي رکيائون ۽ هڪڙي چڙهي ساڄي هٿ ۾ ڏنائونس ۽ سندس اڳيان گوڏا کوڙي مسخري ڪري چوڻ لڳس تہ سلام، اي يهودين جا بادشاه ۽ مٿس ٿڪون وڌائون ۽ اها چڙهي وٺي انهيءَ سان مٿي تي ڌڪ هڻائونس ۽ جڏهن ساڻس مسخريون ڪري رهيا، تڏهن اها قبا لاهي ڍڪائونس ۽ سندس ڪپڙا پڪائي صلب تي چاڙهڻ لاءِ وٺي هليس ( ٣١ - ١٨ : ٢٧) ............. تنهن کان پوءِ ساڻس گڏ ٻن ڌاڙيلن کي بہ صليب تي چاڙهيائون هڪڙو ساڄي پاسي ٻيو کاٻي پاسي ۽ جيڪي اتان لنگهي پئي ويا، تن مٿس ٺوڪون پئي ڪيون ۽ پنهنجا ڪنڌ ڌوڻي تي چيائون تہ اي مقدس کي ڊاهڻ ۽ ٽن ڏينهن ۾ اڏڻ وارا، پاڻ کي بچاءِ: جي تون خدا جو پٽ آهين تہ صليب تان لهي اچ... ۽ جيڪي ڌاڙيل ساڻس گڏ صليب تي چاڙهيا ويا هئا، تن بہ ڪيس ساڳيا طعنا پئي هنيا. ( ٤٤ - ٣٨ : ٢٧)........ ٻهپيريءَ کان وٺي ٽهپيريءَ تائين سڄي زمين تي اونداهي ڇانئجي ويئي، ۽ ٽيهريءَ ڌاري، يسوع وڏي واڪي سان دانهن ڪري چيو "ايلي ايلي، لما سبقتني" يعني اي منهنجا خدا، اي منهنجا خدا تو مون کي ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟ ( ٤٦ - ٤٥ : ٢٧)........ ۽ يسوع وري بہ وڏي واڪي سان دانهن ڪري پنهنجو ساه ڏنو. ( ٥١ : ٢٧)

## صليب

قديم زماني کان، بالخصوص پارسين، سيلوڪين (Seleucids) يهودين، ڪارٿي جينيا وارن (Carthaginians) ۽ رومين جي فوجداري قانون ۾ موت جي سزا جو طريقو صليب تي چاڙهڻ (Crucifxion) هو. صليب تي چاڙهڻ جا مختلف نمونا هئا. عام طور تي سزا يافتہ مجرم کي ڦٽڪا هڻڻ بعد ڪاٺ جي ٽياس جي ڪام (Crossbeam) پٽيبلم (Patibulum) سندس ڪنڌ تي رکندا هئا جنهن کي هو گهليندو سزا واري جاءِ تي ايندو هو. اتي ٽياس (Cross) جي ايي ٿوڻي اڳيئي زمين ۾ کتل هوندي هئي. اتي هن کي اگهاڙو ڪري اهڙي طرح ٽياس تي ٽنگيو ويندو هو جو سندس ٻانهون ڪام جي ٻنهي پاسي سوگهيون ٻڌل هجن، يا

سندس ڪرائي ۾ ڪوڪا ٺوڪي ٻانهن کي ڪاٺ سان مضبوط ڪيو ويندو هو. پوءِ ڪاٺ جو ساڄو پاسو مٿي ڪنيو ويندو هو ۽ زمين کان نون کان ٻارنهن فوٽ مٿي جهليو ويندو هو. پوءِ پير سوگها ڪري ٻڌا ويندا هئا يا کو ڪا هٺي سوگها ڪيا ويندا هئا ۽ باقي جسم، ٿوٽيءَ جي وچ ڌاري ٺاهيل جاري (Ledge, Sedile) ۾ سوگهو تي ويندو هو. مجرم جي پيشانيءَ تي سندس نالو ۽ ڏوهہ لکي لڳايو ويندو هو. موت جيڪو هيٺائي ۽ دل بند ٿيڻ سبب واقع ٿيندو هو، انهيءَ کي تکو ڪرڻ لاءِ ڄنگهن تي لوهہ جي لٺين سان ڌڪ هنيا ويندا هئا. صليب تي چاڙهڻ جي سزا خاص طور تي سياسي يا مذهبي وڳوڙين يا انقلابين ، درياهي ڌاڙيلن، غلامن يا انهن ماڻهن کي ڏني ويندي هئي جن کي شهري حقوق حاصل نہ هوندا هئا.

سن ٥١٩ ق - م ۾ ايراني شهنشاهہ دارا، بابل شهر ۾ ٽي هزار سياسي مخالفين کي صليب تي چاڙهائي مارايو. سن ١٧٥ ق - م ۾ شام ملڪ جي حاڪم ائنٽيوڪس چوٿين (Antiochus 1v) جيروسلم (يروشليم) ۾ قانون جي انحرافي ڪندڙ يهودين کي ڦٽڪا هڻائي صليب تي چاڙهايو. ان بعد اٽڪل سن ٣٠ ع ڌاري يروشليم جي رومي حاڪم پيلاطس (Pontius Pilate) حضرت عيسيٰ عليہ السلام (Jesus of Nazareth) يسوع مسيح کي صليب تي چاڙهايو.

## عدالتي ڪاروائي

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خلاف ٻنو مقدمو هلايو ويو، مذهبي ۽ ديواني: ڀهريائين سندس قوم يهودين جي مذهبي اختياريءَ وارن مٿس تهمت رکي تہ هن پراڻي عهد نامي جي روايتن جي انحرافي ڪئي آهي ۽ پنهنجي باري ۾ ڪافرانہ دعويٰ ڪئي آهي. انهن هن کي ڏوهي قرار ڏنو جنهن جي سزا موت هئي. تاهم يهودين پاڻ اها سزا نہ ڏني. يروشليم جي رومي حاڪم پيلاطس جي عدالت ۾ پيهر ديواني فوجداري مقدمو هلايو ويو. انجيل مقدس جي متن مطابق جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي، يهودين جي راءِ مطابق حضرت يسوع مسيح کي صليب تي چاڙهڻ جي سزا ڏني وئي،

ڪنهن قانون يا قانون شهادت تي ان جو فيصلو نہ ڪيو ويو هو، بلڪ سزا ڏيندڙ حاڪم خود بہ ملزم کي ڏوهي نہ ٿي سمجهو. " سيني ( يهودي مدعين) چيو تہ صليب تي چاڙهيوس. هن ( پيلاطس) چيو تہ ڇو هن ڪهڙي برائي ڪئي آهي، پر هنن ڏاڍيون رڙيون ڪري چيو تہ صليب تي چاڙهيوس..... جڏهن پيلاطوس ڏٺو تہ منهنجي نہ ٿا مڃين ، اٽلو گوڙ ٿو مچي تڏهن پاڻي کڻي ماڻهن جي اڳيان هٿ ڌوتائين ۽ چيائين تہ آءٌ هن راستباز ماڻهوءَ جي خون کان بيڏوهي آهيان، اوهين پاڻ ڄاڻو. سيني ماڻهن ورندي ڏيئي چيو تہ پلي هن جو خون اسان تي ۽ اسان جي اولاد تي هجي، تڏهن هن انهن جي خاطر " برابا" کي ڇڏي ڏنو، پر " يسوع" کي چهبڪ هڻائي صليب تي چاڙهڻ لاءِ حوالي ڪيائين". ( متي رسول جو ڪتاب ٢٢٦ - ٢٢: ٢٧)

## مذهبي عقيدو

حضرت عيسيٰ عليه السلام جو صليب تي چڙهڻ بائيبل مقدس جي پراڻي عهدنامي جي متعدد اڳ ڪٿين مطابق هو: " صليب" حضرت عيسيٰ عليه السلام جي حياتي جي پڄاڻي نہ هو، بلڪ خدا کيس موت کان بچائي ورتو. ابتدائي مسيحي ڪليسا (Christian church) جو اهو متفقہ عقيدو هو جنهن غدار حوارين کي دلير اقراري بنائي مسيحيت جي ابلاغ جي ابتدا ڪئي. ڇهہ صديون پوءِ، آخري نبي حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم وحي ذريعي ٻڌايو تہ: " ...... يقينا يهودين حضرت عيسيٰ عليه السلام کي قتل ڪونہ ڪيو هو بلڪ الله تعاليٰ کيس پنهنجي طرف کڻي ورتو.......... ( سورة النساءِ آيات ٥٨ - ١٥٧) انجيل مقدس جي لوقا (Luke) جي ڪتاب باب ٢۴ جي ٥٠ - ٥٣ آيتن ۽ مرقس (Mark) جي باب ١٦ جي آيت ١٨ مطابق ............ " ۽ هيئن ٿيو جو برڪت ڏيندي هنن کان جدا ٿي، آسمان ۾ کڄي ويو. "......... سو خدا وند يسوع هنن سان ڳالهائڻ کانپوءِ آسمان ۾ چاڙهيو ويو ( ۽)خدا جي ساڄي پاسي وڃي وينو........."

حضرت بيبي مريم بنت عمران، والدين جي باسيل سڪا مطابق بيت المقدس جي هيڪل سليماني ۾ داسيءَ طور ڏنل هئي ۽ قرء اندازي ۾ هوءَ حضرت زڪريا عليه السلام مجاور هيڪل سليمانيءَ جي تحويل هيٺ ڏني وئي، ان وقت حضرت زڪريا عليه السلام کي الهام ذريعي پٽ ڄمڻ جي بشـــارت ڏني وئي ۽ سندس نالو " يحيٰ" رکڻ جي هدايت ڪئي وئي، حضرت زڪريا پوڙهيو ٿي چڪو هو ۽ سندس زال سنڍ هئي، يعني ٻار ڄڻڻ جي قابل نہ هئي، تاهم قدرت جي ڪرامت سان حضرت يحيٰ عليه السلام پيدا ٿيو ۽ وڏو ٿي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نبوت جي تصديق ڪيائين جنهن جي پاداشت ۾ رومن شهنشاه ڪيس مارايو.

حضرت ابراهيم عليه السلام کان شروع ٿيل بني اسرائيل جي پيغمبرن جو سلسلو حضرت عيسيٰ عليه السلام تي اچي پورو ٿيو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي پيشنگوئي حضرت عيسيٰ عليه السلام ورجائي جنهن موجب حضرت ابراهيم عليه السلام جي وڏي فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام جي پشت مان نبي آخر زمان حضرت محمد بن عبدالله صلي الله عليه وسلم مبعوث ٿيو: حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي وفات وقت فرمايو هو تہ " خدا وند " سينا" کان آيو ۽ " شعير" ( بيت الحم) کان طلوع ٿيو ۽ " فاران" جي جبل تي جلوه گر ٿيو. ڏهہ هزار قدسي ساڻ هئس ۽ انهن لاءِ هڪ آتشين شريعت ساڄي هٿ ۾ هئس" ( فتح مڪہ وقت اسلامي لشڪر جو تعداد ڏهہ هزار هو) قرآن شريف مطابق" اهو وقت قابل ذڪر آهي جڏهن عيسيٰ بن مريم چيو "اي بني اسرائيل! آءُ اوهان ڏانهن الله جو موڪليل رسول آهيان. توريت جي تصديق ڪريان ٿو، جيڪو منهنجي اڳيان موجود آهي ۽ بشارت ٿو ڏيان هڪ رسول جي، جيڪو مون کان پوءِ ايندو ۽ ان جو نالو احمد ( فار قليط) هوندو. ( قرآن شريف سورة الصف ـ ٦ : ٦١) احمد معنيٰ الله تعاليٰ جي گهڻي تعريف يا حمد ڪرڻ وارو.

# باب چهون

١:- هٽي، " هسٽري آف د عرئبس" ، - ايضا - ص ٨.

٢:- مجمدار، ريچوڌري ۽ دتا ، ائڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا - ايضا - ص ص ٢٣ - ٢١ محققن جي تحرير مطابق هن وقت " سنڌو سپيتا" جي قدامت ( اوليت) تسليم ڪئي وڃي ٿي.

٣:- هٽي، " هسٽي آف د عرئبس، - ايضا - ، ص ٣.

٤:- - ايضا - ، ص ٩

٥:- چئمبرسس، - ايضا - ج ١٢، ص ٤١٣.

٦:- هٽي، - ايضا - ، ص ٩

٧:- سيد امير علي، " اشارٽ هسٽري آف د ساراسينس" مڪملن لنڊن ١٩٦١ع، ص ٣.

٨:- هٽي - ايضا - ص ١٠، ليونرڊ وولي، د سميرينس، آڪسفورڊ ١٩٢٩ع ص ص ٦ - ٥

٩:- " ائن ائڊوانسڊ...." - ايضا - ، ص ٢٠٢.

١٠:- " ائبت، " سنڌ ا ري انٽربرٽيشن....." - ايضا - ص ٧٠.

١١:- چئمبرسس، - ايضا - ج ٢، ص ص ٢٣ - ٢٢

١٢:- - ايضا - ١٣:- ايضا - ، ص ٢٣

١٤:- - ايضا - ج ١٢، ص ٢٢٢

١٥:- " قديم شهنشاهيان" مولف مولانا سيد طفيل احمد منگلوري، اڪيڊمي آف ايجوڪيشنل ريسرچ ، ڪراچي ١٩٥٩ع ع ٣٨، بحوالہ " ارض القرآن" مصنف مولانا سيد سليمان ندوي، ج١ ، ص ١٤٣.

١٦:- چئمبرسس ، - ايضا - ج ٦ ص ٧١٩، حمورابيءَ جو قانون، سايا ست فٽ ڊگهي ۽ ڇهہ فٽ ويڪري پٿرجي سر تي اڪريل، ٣١٧ دفعات تي مشتمل ، ١١٠٠ ق - م م " بابل" مان " سوسا" منتقل ڪيو ويو، جتي هڪ هزار سالن کان وڌيڪ عرصو هي ڪتبہ زمين دوز رهيو. ١٨٩٧ع ۾ فرانس جي ماهرين آثار قديمہ انهيءَ کي دريافت ڪري " پئرس" جي " لوور" (Louvre) عجائب گهر ۾ رکيو آهي. چلپٽرڪ ايڊوردس (Chilperic Edwrds) جي ڪتاب " اولڊيسٽ لاز آف د ورلڊ" جي حوالي سان " قديم شهنشاهيان" ۾ ڄاڻايل آهي تہ " حمورابي جي احڪامات

جي ٣٢ دفعات مان ٢١ دفعات بجنسي " توريت" ( مقدس) ۾ ملن ٿا. (ص ٤٤) سيد سليمان ندوي، " ارض القرآن" ۾ لکي ٿو تہ " هي احڪام حضرت ابراهيم ( عليہ السلام) جي شريعت مان ( ماخوذ) آهن جن کي حمورابي قبول ڪيو. (ص ١٤٥) حمورابي جي قانون مطابق مزدورن ۽ ڪاريگرن جي ڪم از ڪم اجرت مقرر ڪيل آهي، جنهن کان گهٽ يا بغير معاوضي ڪم وٺڻ ڏوهہ آهي. غلام پنهنجي مزدوريءَ جي پونجيءَ مان مالڪ کي پنهنجي قيمت ادا ڪري، آزاد ٿي سگهيو ٿي ۽ زال کي مڙس جي برابر طلاق جو حق حاصل هو. بي حيائي ۽ زنا جي سزا، مرد خواه عورت لاءِ پاڻي ۾ اڇلائي ٻوڙڻ مقرر ڪيل هئي. مذهبي پيشورن کي شراب پيئڻ کان منع ڪل هئي: هڪ پوڄاري عورت کي فقط شراب جي دڪان تي موجود هجڻ جي سزا ، باهہ ۾ اڇلائي ساڙڻ سان ڏني وئي. ( قديم شهنشاهيان، ص ص ٤٣ - ٤٢) " چئمبرسس" مطابق هو " اينو" ۽ " بعل" ديوتائن جو معتقد هو. رفاهہ عامہ جا ڪم ڪيائين. فرانس ۾ محفوظ ڪتبہ جي آخر ۾ سندس هي الفاظ اڪريل آهن: " مون ڪڏهن پاسوورائي ننډ نہ ڪئي." ( - ايضا - ص ٤٣).

١٧:- اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، - ايضا -٢٧١.

١٨:- - ايضا - ، ص ٣٠٨.

١٩:- هال، ايچ آر: " د ائنشنٽ هسٽري آف د نيئر ايسٽ: چاٺايل : جي ايبٽ " سنڌ ا ري انٽربرٽيشن....." همفري ولفورڊ، آڪسفورڊ، ١٩٢٤ع ص ص ٧١ - ٧٠. مطابق سميري، امڪاني طور تي، سنڌو ماٿري جا اڻ آريا هئا. روايت مطابق بابل جا مهذب دنيا سان آڳاٽا بحري رابطا هئا ۽ سميري سنڌو ماٿري مان، هجرت ڪري، ٻن درياهن ( دجلہ ۽ فرات) جي ملڪ ۾ سمنڊ ۽ خشڪي رستي ايا.

٢٠: هٽي ، " هسٽري آف د عرئبس" - ايضا - ص ١٢.

٢١:- " برٽانيڪا" ، - ايضا - ج ٢١ ، ص ٤١١.

٢٢:- آشوري بادشاهہ پنهنجي ظلمي ڪاروائن تي ناز ڪندا هئا ۽ انهن جو احوال پٿر جي تختين تي چپري ( ڪوفي) رسم الخط ۾ اڪرائي ڇڏيندا هئا: هڪ مزيد تحرير هن ريت پڙهي وئي آهي: گجگوڙ جي خدا " عداد" وانگر، مون هنن جي جوڌن جا لاش لتاڙيا. مون ندين ۾ ۽ جبلن جي چوٽين تي

سندن رت وهايو. سندن سر وڍي، مون سندن شهرن جي عالم پناهن تي اناج جي ڍيرن وانگر ستيا. سندن بيشمار مال اسباب ڪٽي ويس، سندن سپاهي، جن منهنجي هٿيارن اڳيان پاڃ ڪاڌي ۽ جن پاڻ کي منهنجي قدمن ۾ ڦٽو ڪيو، انهن کي قيدي بنائي وٺي ويس ۽ پنهنجي ملڪ جي آدمشماريءَ ۾ اضافو ڪيم". ( مارون پيري، انسان جو نامڪمل سفر - ايضا - ص ٣٦)

٢٣:- آشورين جي فتوحات جو راز، لوهي هٿيارن جي استعمال، سخت نظم و ضبط ۽ اصلاحات ۾ مضمر هو. هنن شاهراهن ۽ مواصلات، خاص طور تي ٽپال جو انتظام ڪيو. ( مارون پيري - ايضا - ، ص ٣٦)

٢٤:- شالمنيسر (Shalmanesar ) عرف شالمنصر ثاني جي " قر قر" جي فتح جو احوال سندس لفظن ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي: " .... شاهي شهر قر قر مون ڊاٺو، مون تباهه ڪيو ۽ باهه ڏئي ساڙيو...... ٻارهن سؤ رٿ گاڏيون، ٻارهن سؤ گهوڙيسوار ۽ ويهه هزار پيادل فوج ، حداد ايزر، ارم واري جي ۽ عرب غنديبو (Gindibu ) جا هڪ هزار اٺ ....." ( هٿي - ايضا - ص ٣٧).

٢٥:- " احوال الانبياء ...." - ايضا - ج١ ، ص ٢٥ . قوم عاد جي مزيد معبودن جا نالا: ود، سواع، يغوث ، يعوق، نسر صمود ۽ هتار معلوم ٿيا آهن. ( قصص القرآن، ص ١٠٤)

٢٦:- - ايضا - . ص ٢٢٦ ٢٧:- " قصص القرآن" - ايضا - ص ١٠٢

٢٨:- " احوال الانبياء...." - ايضا - ، ص ٢٧

٢٩:- " قصص القرآن" - ايضا - ، ص ٢٥٧.

٣٠:- " احوال الانبياء ...." - ايضا - ، ص ٣٠.

٣١:- - ايضا - ، ص ص ٣٢ - ٣١، " قديم شهنشاهيان" - ايضا - ص ص ٣٩ - ٣٨ ٣٢:- " احوال الانبياء..." - ايضا - ص ٤٠

٣٣:- - ايضا - ٣٤:- - ايضا - ، ص ص ٤٣ - ٤١

٣٥:- " توريت مقدس" ( بائيبل جي پراڻي عهدنامه) پيدائش جي باب ١٣، ۽ " احوال الانبياء" ج١ ص ص ١٢٠، ٤٩ - ٤٨، مطابق حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي زال ( بيبي ساره) ۽ حضرت لوط عليه السلام کي ساڻ ڪري مصر مان واپس روانو ٿيو، تڏهن وٽس سون ۽ چانديءَ جو ڪافي مقدار ۽ چوپائي مال جا وڏا ڌڻ ساڻ هئا.

٣٦:- " احوال الانبياء ..." - ايضا - ج ١، ص ص ٣٩ - ٣٨.

# فهرست مضامين

# باب ستون

## سنڌو سڀيتا، سنڌ ۽ سنڌي قوم

### سنڌو ماٿري:

مصر، ميسوپوٽيميا ۽ سنڌو ماٿري، دنيا جي قديم ترين ٽن تهذيبن جا مشهور علائقا آهن. سنڌو ماٿري جو علائقو، آثار قديمه جي تحقيقات مطابق، هن طرح معلوم ڪيو ويو آهي: عربي سمنڊ جي ڪناري سان ڪراچي کان ۴۸۳ ڪلوميٽر اولهه طرف "ست ڪگن دور" ___ (Sutkagen Dor). اتان اتر - اوڀر طرف "سملا" پهاڙين جي دامن ۾ اٽڪل ۱۴۰۹ ڪلوميٽر "رُپار" (Rupar) تائين، جتان ڏکڻ طرف، ڪراچي کان ۸۰۵ ڪلوميٽر ڏکڻ - اوڀر ۾ الهندي ڪناري سان "کمبي جي نار (Gulf of Cambay) تائين ۽ اوڀر طرف، دهلي کان اتر ۾ ۴۸ ڪلوميٽر جمنا وادي اندر، سنڌو ماٿري جي تهذيب جا هڪ جهڙا آثار مليا آهن. ( برٽانيڪا ج ۱۲، ص ۱۸۷).

سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جي هن وسيع تهذيبي علائقي ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب کان اڳ جا آثار قديمه پڻ معلوم ڪيا ويا آهن. قديم بستيون نروار ڪيون ويون آهن، جن ۾ ستڪگن دور، سوتڪا ڪوهه، بالاڪوٽ، تاٿو بولاخان، ڪرچاٽ ، شاهه جو ڪوٽلو، الهڏنو ڳوٺ ( لڳ ڪراچي)، ڊال، آمري، چانهو دڙو، ڊمب، ٻُني، گورينڊي، غازي ( گاجي) شاهه لوهري، ڳوٺ عليمراد، منو ديهيٽو، واهي پانڌي، لوهم جو دڙو، ڪوٽڏيجي، ڪوٽاسر، شاهه ديفزئي، ميهي، موئن جو دڙو وغيره موجوده سنڌ جي علائقي ۾ واقع آهن. بهاولپور رياست ( ڏکڻ پنجاب) ۾ پارهن پراڻا پڊ، پوءِ ساڻڊن والا کان ڪالي بينگن تائين ست آثار قديمه، جتان اتر طرف سنڌو ماٿري جو وچايل درياهه سرسوتي، يا گهگهر - هاڪڙو وهندو هو. اتان اتر - اوڀر طرف رُپار (Rupar) يا ڪوٽلا نهاگ خان جا آثار قديمه آهن جنهن

جي اتر ۾ راوي درياهہ، جنهن تي موجوده شهر لاهور آباد آهي ۽ قديم زماني ۾ ٿورو هيٺ راوِي جي ساجي ڪپ تي " هڙپا" جو مهذب شهر آباد هو رُيار جي اتر اولهہ ۾ " بياس" ندي وهندي هئي. "هڙپا" جي ڏکڻ طرف "چڪ پربين سيال" جا آثار قديم آهن، جنهن جي ڏکڻ ـ اوپر طرف ستلج ندي وهندي هئي. " هڙپا" جي ڏکڻ ـ اولهہ طرف راوي ۽ جهلم ندين جو سنگم هو، اتان ٻئي گڏجي هيٺ سنڌو ندي ۾ پرتي ٿينديون هيون. اُتان اتر ـ اولهہ طرف بلوچستان جي موجوده علائقي ۾ ڪوئيٽا جي اوپر طرف "دبر ڪوٽ" جو مضبوط قلعو هو. اتان سر اتر " زوب" ندي وهندي هئي. " زوب" ندي تي سنڌو ماٿري جي تهذيب کان اڳ جا آثار قديم "غونڊائي" ۽ " پيرياٽو" موجود آهن. انهن کان علاوه بلوچستان ۾ شاهي تمپ، ڪُلي، ايدٿ، ننڊو واري، نال، شال ( ڪوئيٽا) پڻ قديم ترين آثار ڏيکارن ٿا.

سنڌو ماٿري جي مرڪزي علائقي ۾ هڙپا ۽ موئن جي دڙي کان علاوه " گنوريوالا" جا قديم آثار معلوم ٿيا آهن. انهي مرڪزي علائقي جي اتر طرف بدخشان ( اتر افغانستان) ۽ ڏکڻ طرف عربي سمنڊ جو ساحلي علائقو ۽ اولهہ هندستان، سنڌو سڀيتا جي اثر هيٺ هئا. ( جينيسز آف د انڊس ويلي سولائيزيشن، لاهور ميوزم ۾ ايم رفيق مغل جو ليڪچر، تاريخ ١٧ جون ١٩٨٧ع)[١] . " هڙپا" جي قريب جليل پور ۽ چولستان ( بهاولپور جي ٿر) جي آثار قديم " پوت" ۽ اتان اوپر طرف " ڪالي بنگن" مان جيڪو ٺڪرائو ۽ ڪاشيءَ جو سامان مليو آهي اهڙو ساڳو سامان آمري، ڪوٽڏيجي ۽ هڙپا جي آثار قديم ۾ موجود آهي ۽ ڏکڻ اوير سنڌ ۾ ڪڇ، ٿر ۽ راجپوتانيا ( راجستان) تائين ۽ اتر ـ اولهہ سنڌ ۾ سليمان ـ ڪيرٿر پهاڙي سلسلي جي ٻنهي طرفن ۽ سنڌ بلوچستان جي ساحلي علائقي تائين هڪ ئي تهذيب ۽ ثقافت جا ثبوت مليا آهن.

قديم ترين سنڌو سڀيتا، بلوچستان جي " مهرڳڙهہ" ( ڪڇي) جي علائقي ۾ وڏيڪ نمايان آهي. اِتي ستين قرن قبل مسيح ( ٧٠٠٠ ق م ) کان مسلسل تهذيبي ارتقاء جا آثار نظر اچن ٿا. سنڌ ۾ آمري ۽ ڪوٽڏيجي جا آثار ـ يمہ انهي اوائلي تهذيب جي توسيع ڏيکارن ٿا، جنهن ٻهراڙي جي

تهذيب مان ترقي ڪري شهري تهذيب ڪي جنم ڏنو. انهيءَ شهري سنڌي ڌيب جا آثار پهريائين ڪوٽڏيجي جي آثار قديمه ۾ نظر اچن ٿا. سن ٣٠٠٠ - م کان ٣٥٠٠ ق - م تائين، سنڌو ماٿريءَ ۾ نئون پٿر جو دور (Neolithic period) هو[٢] جنهن ۾ آمري جي پهراڙي واري تهذيب ترقي ڪري ڪوٽڏيجي جي شهر تهذيب جي صورت اختيار ڪئي. انهي ڏگهي زماني ۾ سن ٦٠٠٠ ق - م ڌاري "سميري" ميسوپوٽيميا ( عراق) جي دجله - فرات دوآبي ۾ آباد ٿيا ۽ فرات نديءَ جي ڇيڙي تي " اڪاد" يا اغاض (Akkad) جو تهذيبي مرڪز " سميري تهذيب " جو ڳڙهه رهيو. هڪ هزار سال پوءِ سن ٥٠٠٠ ق - م ڌاري "سامي" نسل انهيءَ واديءَ ۾ داخل ٿيو. انهي زماني کان ڏيڍ هزار سالن کان مٿي ( ٣١٠٠ - ٤٥٠٠ ق. م) جا آثار قديمه، ٽامي جو استعمال، قديم مهر ڳڙهه جا آثار قديمه،موئن جي دڙي ( ١٥٠٠ - ٢٣٥٠ ق. م) کان، تقريبا ٥٠٠٠ سال اڳاٽا آهن. غالبا ٧٠٠٠ ق - م کان اڳ هتي هڪ مهذب معاشرو قائم هو. ڪوئيٽا (بلوچستان) کان اٽڪل ١٤٠ ڪلوميٽر پري، سبي ۽ ڪوئيٽا کي ملائيندڙ سنڌ - بلوچستان شاهراهه کان ٣٠ ڪلوميٽر ڪچو رستو، رئيسائي قبيلي جي علائقي " مهرڳڙهه" ڏانهن وڃي اچي ٿو. مهرڳڙهه جي دڙي جي مڪمل کوٽائي نه ٿي سگهي آهي.

نامڪمل کوٽائي( ١٩٩٥ - ١٩٩١ع ) جيڪا فرينچ ماهرين آثار قديمه جي هڪ ٽيم ڪئي آهي، انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته هتي سڱن واري ڳهٽي جي پوڄا ٿيندي هئي. انهي کان علاوه ننڍين وريل سڱن واري ڏڳي جون مورتيون به مليو آهن. ڳهٽي کي ڌاهپ جو ديوتا سمجهو ويندو هو. ڏڳي جي شبيهه، موئن جي دڙي جي هڪ سڱي ڌاند کان اڳاٽي مصر جي پتاهه (فتاهه) سان ملي ٿي جنهن جي وڄ مصر جي شاهي شهر " منفس" ۾ پوڄا ڪئي ويندي هئي، ليڪن اهو ٤٨٠٠ ق - م جو زمانو هو. " مهرڳڙهه" جو ننڍين وريل سڱن وارو ڏڳو انهي کان ٢٢٠٠ سال قديم آهي. کوٽائيءَ مان انساني جسم جا ڪجهه عضوا پڻ مليا آهن جن ۾ ڪنڌي، ران ۽ ڄنگهه جي هڏن ۽ کوپڙي جا ڪجهه حصا شامل آهن ۽ انهن مان قدامت جو ڪاٿو لڳايو ويو آهي. ليڪن اهي آدم کان اڳ ڪهڙي قسم جي انسان نما مخلوق

سان تعلق رکن ٿا، انهي بابت تحقيق نہ ڪئي وئي آهي.

آثار قديم جي ماهرن جي راءِ مطابق مهرڳڙهہ هڪ درمياني پڪيڙ ۽ مناسب آباديءَ وارو ترقي يافتہ شهر هو، جتي دفاعي، شڪاري ۽ ٻين ضرورتن جون شيون ٺاهيون وينديون هيون. پٿر جا گولا جيڪي ڪانياٺيءَ سان اڇلائي دفاع يا شڪار ڪيو ويندو هو ۽ خنجر وغيره، قومي عجائب گهر ڪراچي ۾ محفوظ ڪيا ويا آهن. مهرڳڙهہ جي دڙي ۽ آسپاس جي ڪل ايراضي ٨٠٠ ميٽر آهي، جنهن ۾ چاريدار (جعفري) اڏاوت، راهدارين ۽ واهين جا نشان نظر اچن ٿا. ٺڪرانو ۽ پڪيون سرون مهذب طرز حيات جي ثابتي آهن. هڙپا ـ موئن جي دڙي کان اڳ واري تهذيب، مهرڳڙهہ جي کنڊرات ۾ چوٿين کان ڇهين تهہ (طبقي) تائين معلوم ڪئي وئي آهي. هيٺيان ٽي تهہ اجا بہ آڳاٽي تهذيب سان تعلق رکن ٿا. هي علائقو جاگرافي ۽ طبعي بيهڪ جي لحاظ کان عظيم تر سنڌو ماٿريءَ جو حصو آهي ، جيڪو ٧٠٠٠ ق ـ م کان آڳاٽي تهذيب ڏيکاري ٿو.

## قدامت:

سنڌو ماٿري جي قدامت جو اندازو لوڻ جي ڀاڙين سلسلي (The Salt Range) مان لڳائي سگهجي ٿو. پنجاب جي مٿاهين پٽ ۾ هي جابلو علائقو ڏهہ لک سال قبل مسيح کان قائم آهي، جڏهن اهو ٽيٿس سمنڊ (Teythus Sea) هيٺ هو ۽ زير آب توسيع ذريعي هندستان جي اڀيٺي ڀاڙي سلسلي " گونڊوانا" (Gondwana land) سان مليل هو. انهي ۾ جماداتي ذخيرن جون ٺڪريون (Fossiliferus Rocks) ڪئمبرين کان ترشري زماني تائين (Cambrian to Tertiary) هڪ تسلسل ڏيکارين ٿيون. (چئمبرسس ج ١٢ ص ١٧٣) سنڌو ندي جي ٻنهي طرفن کان، جهلم وادي جي سامهون ٢٠٠٠ کان ٣٠٠٠ فوٽ بلند هي ڀاڙي سلسلو، عام طور تي ٣٠٠٠ کان ٤٠٠٠ فٽ بلند آهي، جيڪو مغرب ۾ ٤٠٠٠ کان ٥٠٠٠ فٽ بلنديءَ کي پهچي ٿو. سنڌوندي، ڪالاباغ وٽ انهي ڀاڙي سلسلي جي وچان گذري ٿي.

جڏهن سنڌو ندي اجا " ٽيٿس" سمنڊ هيٺ هئي، تڏهن پئسفڪ وڏي سمنڊ جي جاءِ تي هڪ بر اعظم (Continent) واقع هو. انهيءَ بر اعظم کي "ليمريا" (lemuria) نالو ڏنو ويو آهي،ڇاڪاڻ تہ اتان جي اتر قديم مان ليمر يا ڪاري باندر جا پڃرا پٿرايل حالت ۾ لڌا ويا آهن ۽ اهي افريقا کان آسٽريليا تائين جهجهي انداز ۾ پکڙيل هئا. انهيءَ زماني ۾ ڏکڻ هندستان، افريقا ۽ آسٽريليا ڪنڊن سان خشڪي رستي ڳنڍيل هو. بعد ۾ آيل زلزلن سبب " ليمرياکنڊ" پئسفڪ وڏي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو. ڪجهہ بيٽ باقي رهجي ويا جيئن انڊمان، نڪوبار وغيره. انهيءَ زماني ۾ ايشياکنڊ، يونچ سمنڊ جي وچ ۾ اچڻ سبب، افريقا ۽ آسٽريلياکان ڪٽجي ڌار کنڊ بنيو. يونچ سمنڊ يا بحر روم (The Mediterranean Sea) قديم ٽيٿس سمنڊ جو يادگار آهي.[٣]

" ٽيٿس" سمنڊ جبرالٽر (Gibraltar) کان ايسٽ انڊيز (East Indies) تائين ڦهليل هو. انهيءَ جي اتر ۾ اهو قديم کنڊ واقع هو، جنهن کي " لاريشيا" (Laurasia) سڏجي ٿو ۽ ڏکڻ طرف " گونڊوانا" جو ملڪ آباد هو. ٽيٿس سمنڊ جي نهڻ ۽ پوءِ ختم ٿي وڃڻ جو ڪارڻ، ڌرتي جي مٿين تهہ جي هيٺان ٽئين دور (TertiaryAge) ۾ وڌندڙ گرميءَ جو وهڪرو (Subcrustal convection) هو، جيڪو تابڪار معدنيات (Radioactive minerals) جي درهم برهم ٿيڻ جو نتيجو هو.[٤]

ارضيات جي قائم ڪيل اصول مطابق ڌرتيءَ جي مٿين تهہ ۾ توازن قائم آهي جيڪو هڪ جيترين ايراضين جي هيٺان هڪ جيتري وزن جي مادي يا معدنيات جي موجودگيءَ جي باعث آهي ۽ اهو اصول بحري توڙي بري ايراضين سان لاڳو ٿئي ٿو. جڏهن ٽئين ارضياتي دور ۾ ڌرتي جي مٿين تهہ هيٺان گرميءَ جو وهڪرو وڌي ويو، تڏهن خط استوا ۽ قطبن جي هيٺان بنيادي بر اعظمي مواد يا معدنيات اتر ۽ ڏکڻ طرف لڙهي ويا. ڌرتي جي انهيءَ عمل بابت هن مطالعي جي باب ٻئي ۾ بنيادي معلومات ڄاڻايل آهي. اهڙي ارضياتي اوٿپ ۾ خط استوا ۽ قطبين جي زير سطح مادي جي سرڪي وڃڻ بعد ٽيٿس سمنڊ وچ ۾ هڪ باريڪ ارضياتي بيهڪ ۾ تبديل ٿيو. بعد ۾ گرمي جي ٻين زير سطح وهڪرن لاريشيا ۽ گونڊوانا جي هيٺان واڌ شروع

ڪئي ۽ زير زمين مادي سنوت ۾ پاسن کان پنهنجي خالي ڪندن ۽ ڪنارن طرف حرڪت ڪئي، جنهن ڪري لاريشيا ڏکڻ طرف ۽ گوندوانا اتر طرف سرڪي ويا. گوندوانا ۾ ڏکڻ هندستان ۽ افريقا جا ڪجهه حصا شامل هئا. ٽيٿس سمنڊ جي ارضياتي هم وزن بيهڪ انهي تحرڪ کان متاثر ٿي ۽ سندس ترو هيٺ دٻجي ويو. ٽيٿس جي تري جر لٽ (Sediments) سُڪي ڪرندن ۾ تبديل ٿيو، جن مان اونها پهاڙي ترا نهيا. جڏهن بيهر ڌرتي جو مٿيون تهه برابر ٿيو، تڏهن انهيءَ ايراضي ۾ مٿاهان پٽ (High Lands) نهي پيا، جن ۾ وڏا جبل ۽ پهاڙي سلسلا پيدا ٿيا. انهن پهاڙي سلسلن جو هڪ گروهه "لاريشيا" جي آسپاس ۽ ٻيو گوندوانا جي پرپاسي ۾ قائم ٿيو ۽ وچ ۾ يونج سمنڊ يا بحر روم (The Mediterraneen Sea) ٽيٿس سمنڊ جي يادگار طور باقي رهجي ويو. ( چئمبرسس ج ١٣ ، ص ٥٥٢).

ٽيٿس سمنڊ جي تري جي لٽ مان نهيل جبلن جي اترين سلسلن ۾ آلپائين – هماليه، پرنيز (Pyrenees)، آلپس (The Alps) ، ڪارپيٿئنس ۽ ڪوهه قاف (Caucasus) شامل آهن. ڏاکڻي پهاڙي سلسلن ۾ ائٽلس جبل، اپينائينس، ديناري آلپس، ٽاروس پهاڙي سلسلو ۽ ڪوهه هماليه اچي وڃن ٿا.

"يونج سمنڊ" تي ميڊيٽرينين (Mediterranean) نالو انهيءَ ڪري پيو جو انهيءَ جي چوطرف قديم دنيا جا ڄاڻل ملڪ واقع هئا. انهي جي ساحل سان قديم تهذيبون اسريون ۽ هزارين سال برقرار رهيون. هي هڪ بين البر اعظمي سمنڊ آهي، جيڪو افريقا ، يورپ ۽ ايشيا کندن کي ملائي ٿو ۽ بحر اوقيانوس، يا ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ سان " جبرالٽر" وٽ هڪ سوڙهي ڳچي سمنڊ ذريعي ڳنڍيل آهي. قديم تهذيبون ۽ ثقافتون يونج سمنڊ ذريعي جاري ڪيل بحري تجارت جي سبب باهمي تعلق ۾ آيون ۽ ترقي طرف وڌيون.

ٽيٿس سمنڊ جي ڇڏيل علائقي ۾ جهڙي طرح گوندوانا ملڪ جا ڪجهه ٻيٽ باقي نشان آهن، تهڙي طرح لوڻ پهاڙي سلسلي ۾ متعدد چشما ۽ ڍنڍون ڍورا موجود آهن: انهن مان قديم ترين باقيات " بن امير خاتون"

(يعني امير خاتون جو تلاؤ) جي نالي سان قائم علائقي ۾ واقع آ ـ ني ٻن هنڌن تي پٿرايل آثار (Fossils) مليا آهن. انهن ۾ ران جا هڏا، ٻڪيءَ جا هڏا، گوڏي کان مري تائين هڏن جا ٻاهريان حصا، کرنگهي جون هڏيون سڀ ديوهيڪل جانورن جا آثار آهن جيڪي هاٿين، ڊئنوسارن، انن، گينڊن ۽ زرافن سان مشابهت رکندڙ آهن. تنذين پهاڙين تي عمارتي آثار موجود آهن. ٻن امير خاتون جي قريب اندوور ۽ اڳتي کلوکوٽ ۽ کتن والا پنڌ وٽ تئين پٿر جي دور جا آثار مليا آهن، جيڪي ڏهه هزار سال قبل مسيح کان ست هزار سال قبل مسيح جا آهن. کوٽڏيجي، اوائلي هڙپا ۽ هاڪڙو تهذيب جا ساڳا سامان پڻ انهن ٽن هنڌن تان لڌا ويا آهن، جيڪي ٽي هزار قبل مسيح کان اڍائي هزار سال قبل مسيح جي قدامت ڏيکارن ٿا. انهن ۾ ڪاري اڇي رنگ جي ملاوٽ سان ٺهيل پڪي مٽي ۽ واري جي گچ مان تيار ڪيل مجسما، رانديڪا وغيره، ڪنگڻ ۽ نڪر جا ٽانو شامل آهن. لوڻ پهاڙي سلسلي ۾ ٽي هزار قبل مسيح کان اٺويهين صدي عيسوي تائين ٺهيل ڪوٽ قلعا ۽ تلاؤ موجود آهن. "کٽاس" وٽ چڪوال کان اٽڪل ٢٥ ڪلوميٽر پري ستن هندو مندرن جا آثار حيران ڪندڙ آهن: ٻن ڪلوميٽرن جي چورس ايراضي ۾ ٦٠٠ ميٽر سطح سمنڊ کان اتاهان مندر عيسوي سن ۾ (٦٢٥ ـ ٩٣٩ ع) ٺاهيا ويا. قديم کان جديد دور تائين لوڻ پهاڙي سلسلو سنڌو ماٿري جي تهذيب جي نمائيندگي ڪري ٿو، اتي مزيد تحقيق جي ضرورت آهي.

ڏرتي جي ٽئين دور ۾ جن انسانن سنڌو ماٿري جي سرزمين آباد ڪئي اُهي سنٿال، ڀيل ۽ ميد قومن جا ابا ڏاڏا هئا جيڪي يونچ سمنڊ جي ساحل کان هجرت ڪري آيا هئا. سنڌو ندي، هماليه جي عظيم ڏماڪي کان اڳ وهندڙ هئي. (مارولس آف ارٿ ص ص ٥٧ ـ ٥٦، ڄاڻايل پيرومل قديم سنڌ، ص ٥٣ ح) انهن اوائلي آبادڪارن جون ڪجهه کوپريون، سيوهڻ جي پريان جبلن ۾ شاهه بلاول جي وات سان لڌيون ويون آهن (بلئنفورڊ، جيالاجي آف ويسٽرن سنڌ، ميموائرس آف جيالاجيڪل سروي، ج ١٧ ياڳو پهريون، ڄاڻايل پيرومل ص ٥٤). بعد ۾ سن ٢٣ ـ ١٩٢٢ع ۾ موئن جي دڙي جي کوٽائي دوران اهڙيون ڪجهه وڌيڪ کوپريون هٿ آيون، جيڪي ماهرين جي راءِ مطابق سنٿال ۽ ڪول (ڪولهي) نسلن جي انسانن جون آهن

تاهم غالب گمان آهي تہ سنڌو ماتري ۾ نئين پٿر جي دور جي تهذيب ڄاباني " دراوڙ" هئا، جن جوکوپريون پڻ موئن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ملڻ ۽ ڪولهين جي کوپرين سان گڏ لڌيون ويون آهن. انهن " دراوڙن" جي نسل مان سنڌ ۾ اڄ بہ " اوڏ" موجود آهن. ( ڀيرومل ص ٦٧) دراوڙن جو اوائلي وطن ليمريا کنڊ هو. انهي جي ڀڪسفڪ مهاساگر ۾ غرق ٿيڻ بعد گوندوانا ملڪ ۾ آباد ٿيا. جڏهن اهو ملڪ بہ ارضياتي اوٿپ ۾ سرڪي ويو، تڏهن هڪ نئون ملڪ وسايائون جيڪو " اوڏ استان" سڏجڻ لڳو. اهو نالو منجي " اوڙيسا" ٿيو. انهن اوڏن مان ڪجهہ قبيلا اتان لڏي اچي سنڌ جي ڏکڻ اوبر سرحد تي " مارواڙ" ۾ آباد ٿيا، جتان سنڌ جي سنٿالن ۽ ڪولهين تي ڪاهي آيا. موئن جي دڙي مان لڌل اوڏ ـ دراوڙن جون کوپريون ڏيکارن ٿيون تہ هنن قديم سنڌي لوڪن سنٿالن ۽ ڪولهين کي غلام بنائي انهن کان پهرين سنڌو ماتري جي تهذيب ۾ مزدوري ڪرائي. سنڌ ۾ پهريان جايون اڏي رهندڙ انسان اهي " اوڏ ـ دراوڙ" هئا.[۵]

## اوائلي سنڌو ماتري جي تهذيب جا معمار ڪير هئا؟

انهي سوال جي جواب ۾ مختلف رايا پيش ڪيا ويا آهن: سرجان مارشل ۽ بئنرجي جي راين ۾ اختلاف نہ آهي. سندن راءِ مطابق اُهي آريا قوم کان بلڪل مختلف نسل سان تعلق رکندڙ هئا. بئنرجي انهن کي " دراوڙ" ڄاڻايو آهي. گوردن چائلڊ (Gorden Childe) جي تحقيق موجب سنڌو ماتري جي پهرين تهذيب جا معمار " سميري" نسل مان هئا، جيڪي اصل سنڌي هئا. ڪن ماهرين جي راءِ آهي تہ سميري ۽ دراوڙ هڪ نسل هو جيڪو ڪنهن زماني ۾ پوري هندستان ۾ آباد هو، جتان ڪجهہ قبيلا رفتہ رفتہ ميسوپوٽيميا ( عراق) ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ اتي عظيم سميري تهذيب قائم ڪيائون. هڪ اهو بہ نظريو آهي تہ سنڌو ماٺهو آريا قوم مان هئا، تاهم ممڪن آهي تہ اهي ماڳهين هڪ بلڪل مختلف نسل جا انسان هئا. (انڊوانسڊ، ص ۲۳) آريا قوم کي سنڌو ماتري جي تهذيب جا معمار تسليم ڪرڻ تاريخي شواهد کي رد ڪرڻ جي برابر ٿيندو ۽ سندن آمد چار هزار

قبل مسيح کان ٿي هزار قبل مسيح ۾ ثابت ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن پوءِ آيا ڏاري قوم جي حيثيت ۾ ڪين پنهنجي فن ۽ علم ذريعي سنڌو تهذيب کي انتهائي ترقي ڏيارڻ جو ضامن مڃجي ته به سندن آمد ٢٣٠٠ ق - م کان ڪجهه اڳ پوءِ ڏيکارڻي پوندي، جيڪا موجوده تاريخي تحقيق ۽ شواهد جي برعڪس ٿيندي. هڪ ٻيو نظريو مخلوط نسلن جي معماري متعلق پڻ انهيءَ ڪري قابل قبول نه آهي ته قديم دور ۾ اجتماعي ترقي جو تصور ناممڪن هو. تاهم موئن جي دڙي ۾ ترقي يافته سنڌو تهذيب جا ست طبقات نظر اچن ٿا، انهن ۾ مٿيون طبقو فقط هڪ صدي ( ٢٢٠٠ - ٢٣٠٠ ق - م) جو عرصو ڏيکاري ٿو.

سنڌو ماٿريءَ جي مجموعي کوٽائيءَ مان چاليهه انساني ڍانچا مليا آهن، انهن جي چڪاس مان، ماهرين جي راءِ مطابق، معلوم ٿو ٿئي ته سندن قد ننڍا ۽ مٿا وڏا هئا. چپ ٿلها ۽ نڪ ويڪرا هئن، چمڙي ڪاري ۽ وار گهنڊيدار هئا. اهي نشانيون حامي نسل ۽ دراوڙ قبيلن سان نهڪي اچن ٿيون، ۽ لسٻيلي، قلات، خاران ۽ چاغئي جا بروهي پڻ " دراوڙي" نسل ڏيکارن ٿا. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته " دراوڙي ٻولي" براهوي ( بروهڪي) ٻوليءَ سان ملندڙ جلندڙ هئي. پروفيسر بشم جي راءِ مطابق " دراوڙ" سنڌو ماٿري جي قديم قوم هئي، جنهن کي ٻاهرين حملي آورن اتان بي دخل ڪيو ۽ هو هجرتون ڪندا ڏکڻ هندستان تائين پهچي ويا. ڏکڻ هندستان جا دراوڙ اڃا تائين اها ٻولي ڳالهائن ٿا جيڪا اتر هندستان جي ٻولين سان مشابهت نه ٿي رکي ۽ نسلي اعتبار کان پڻ هڪ مختلف نسل ڏيکارن ٿا. ( د ونڊر دئٽ واز انڊيا، ص ص ٢٥، ٢٤، ٢ ) دراوڙي ٻوليءَ تامل ٻوليءَ سان پڻ مشابهت رکي ٿي جيڪا قديم ترين تامل زبان سمجهڻ گهرجي. ( ايضا - ص ٢٥) بلوچستان جا بروهي، سنڌ جا ماڱر مهاڻا ۽ سريلنڪا ۽ تامل ناڊو ( ڏکڻ هندستان) جا تامل دراوڙي نسل جو تسلسل ڏيکارن ٿا.

ماڱر قوم جا مهاڻا " گندرا" ۽ "ماجر" جي نالن سان پڻ سڏجن ٿا. دراوڙي ٻوليءَ ۾ ماڱر معنيٰ "ڄار وارو" يعني مڇي مارڻ لاءِ ڄار ناهيندڙ ۽ ڪتب آڻيندڙ ( پيرومل، قديم سنڌ، ص ٦٨). سمن جي دور تائين ڪينجهه جي ڪنارن واري علائقي کي " ماڱر" چيو ويندو هو ۽ نوري - ڄام تماچي

لوکَ دستان جي سورمي " نوري" گندرا" ذات مان هئي. سنڌ جي سدا سوفي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڪلام ۾ اهي تمام تاريخي شواهد موجود آهن: مثال طور هي بيت ڏسجي:

" تون سمون، آئون گندري، مون ۾ عيبن لک،
هن منهنجي حال جي توکي سڀ پرک،
ڪارڻ رب الک، متان ماڳر متين"

( سرڪاموڏ)

ڪيترين صدين کان سنڌ، ڪڇ ۽ گجرات جا وڻجارا ملبار جي ساحلي علائقي سان بحري تجارت ڪندا رهيا. مغلين تعلقي جاتي، ڪڇ ڀڄ ۽ گجرات جي مهاڻن جون ڏنگيون "ملبار" ڏانهن، پاڪستان قائم ٿيڻ تائين، اينديون وينديون هيون. ماڳر قوم جا مهاڻا ملبار جي ڪناري سان اڄ تائين آباد آهن. ٺٽي ضلعي ۾ سجاول جي پاسي انهن کي "ماڃر"چوندا آهن ۽ سنڌن نالي هڪ ڍنڍ اُجا تائين اُتي موجود آهي، جيئن هڪ سنڌي شاعر چيو آهي:

" واهہ گهوٽارو وهي وچ بزار
" ماڃر" ۾ تا مڇر پون مانيءَ منجهہ هزار."

( غريب)

سنڌوماٿري جي هن قديم نسل کي " يونچ سمنڊ جو نسل" پڻ چيووڃي ٿو. بيروسس جي تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي تہ يونچ سمنڊ جي نسل جي لڏ پلاڻ هندستان کان شروع ٿي، ڏکڻ عراق ۽ اتر افريقا تائين پهتي. ڪريٽ. قبرص، يونان، اٽلي ۽ اسپين کان وٺي،پرنيز جبل ٽپي وچ يورپ ۽ برٽش آئيلس تائين هن نسل جي آبادڪاري جا آثار نظر اچن ٿا. سريلنڪا کان آئرلينڊ تائين هن مهذب ترين ۽مهم جو نسل جا شواهد موجود آهن.

(جرنل آف انڊين هسٽري، ج ١٦، ڀاڱو پهريون، اپريل ١٩٣٧ع، داخلا نمبر ٤٦)

## دراوڙن جو اصل نسل:

ماهرين جي تحقيق ۽ مختلف راين جي مجموعي نتيجي جي مد نظر

معلوم ٿو ٿئي تہ قديم دراوڙ نسل اصل ۾ ٽيٿس سمنڊ جي خشڪ زمين تي پيدا ٿيو. اتان هماليہ جي عظيم ڏماڪي بعد ڪجھ قبيلا ڏکڻ ۾ ملبار جي ڪناري تائين آباد ٿيا ۽ ٻيا يونچ سمنڊ جي ساحل سان ڪريٽ ۽ ٻين علائقن ۾ وڃي رهيا، جتان اوڏن ڪان پوءِ ۽ سنڌ جي ماگر قبيلي ڪان اڳي هندستان ۾ پنهنجي هم نسل قبيلن سان لهہ وچڙ ۾ آيا. سنڌي دراوڙن بابت مختلف رايا قائم ڪيا ويا آهن:

(١) افريقا ۽ آسٽريليا سان خشڪي رستي ڳنڍيل ڏکڻ هندستان مان دراوڙ نسل دنيا ۾ پکڙيو، جنهن ۾ سنڌو ماٿري شامل هئي. (٢) يونچ سمنڊ جي ساحل سان آباد " دراوڙ" پهريائين دجلہ - فرات واديءَ ۾ آيا ۽ پوءِ اتان نڪري بلوچستان جي ٻهاڙي علائقي " سرواڻ" ۽ " جهلوان" ۾ اچي پناهہ گزين ٿيا، جتان موئن جي دڙي ۽ سنڌو ماٿريءَ جي ٻين زرخيز علائقن تي حملو ڪري قابض ٿيا. موئن جي دڙي مان کوٽيل انساني کوپرين ۾ يونچ سمنڊ جي نسل جي نشاندهي ٿئي ٿي. اهي قديم باشنده هئا يا پوءِ آيل هئا انهي بابت مڪمل تحقيق نہ ٿي سگهي آهي. سنڌن " ايران" ۾ آبادڪاري بہ قرين قياس آهي. سنڌ - بلوچستان جي بروهي قبيلن بابت عام راءِ اها آهي تہ اهي ميسوپوٽيميا جا قديم باشنده آهن. ريورنڊ ايچ هيرس "سميري" رسم الخط پڙهڻ بعد ڄاڻايو آهي تہ اها موئن جي دڙي مان مليل رسم الخط جي ١٨٠٠ ڪان وڌيڪ نمونن جي سڌريل ۽ وڌايل صورت آهي. انهي مان ثيون رايو هن طرح پيدا ٿو ٿئي تہ (٣) سميري اصل سنڌي هئا، جن سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب جو بنياد وجهڻ بعد، دجلہ - فرات وادي ( ميسوپوٽيميا) ۾ سميري تهذيب قائم ڪئي. انهي قديم زماني ۾ سنڌو، نيل ۽ دجلہ - فرات وادين جي عظيم تهذيبن ۾ مماثلت يا هڪ جهڙائي نظر اچي ٿي:مثال طور، هڪ جهڙيون مذهبي روايتون، ديوتائن ڪان علاوه بادشاهن جا ساڳا لقب ۽ علم نجوم ۽ ستارن جي ميڙن يا راس چڪر جي نکترن جو اهو ساڳيو تعداد جيڪو هندستاني جوتشين قائم ڪيو هو ۽ انهن نکترن جي ساڳي نسبتي بيهڪ، قديم هندستاني نالي " سرمنڊل" جي جاءِ تي تارس (Taurus) نالو، يعني سرندي جي ٻدران ڍڳي جي شڪل، اهي سڀ علامتون هڪ گڏيل بنياد ڏيکارن ٿيون، جيڪو سنڌو ماٿريءَ ۾ تلاش ڪرڻ

گھرجي، ڇاڪاڻ تہ بند سرحدن سبب سنڌو ماتري جي تهذيب پنهنجي الڳ بنيادن تي اسري هوندي ۽ انهيءَ جي ٻين تهذيبن ۾ هڪ جهڙائي ضرور اتان پيدا ٿي پوءِ ٻکري هوندي.

قريب ترين گنگا ـ جمنا وادي جي هندو ثقافت ۽ مذهب جو تجزيو ڪندي محققن انهيءَ راءِ جو اظهار ڪيو آهي تہ " هندو ثقافت ۽ مذهب جي بناوت ۾ ناجي دراوڙي لڳي ٿي ۽ پيٽنو آريائي آهي." ( ائڊوانسڊ، ص ٢١) " رامائڻ" ۾ سري رام آريا ۽ " راوڻ" دراوڙ تهذيب جي عڪاسي ڪن ٿا. انهي داستان ۾ دراوڙي ثقافت کي آريائي ثقافت وانگر ترقي يافتہ صورت ۾ڏيکاريو ويو آهي."سيتا" سان " راوڻ" جو برتاءُ انهي ڪان وڌيڪ شريفاڻو هو، جيڪو رام جي ڀاءُ لڪشمڻ " راوڻ" جي ڀيڻ " شرپنکا" سان ڪيو هو جڏهن هن ڪيس شاديءَ جي آڇ ڪئي هئي. ( ايضا ص ٦٤) " رامائڻ" ۾ آريائي نسلن جا شجرا ڏنل آهن. انهن کي "پرانن" ۾ ڏنل شجرن سان ڀيٽي ڏسجي تہ هند ـ سنڌ جي اوائلي قومن بابت اعتبار جوڳي معلومات ملي ويندي. دراوڙن بت ۽ مجسما ناهيا، انهن جي پوڃا وقت گلن ۽ جل ( پاڻي) جو نذرانو پيش ڪرڻ ۽ جنتر ـ منتر پڙهڻ آرين دراوڙن کان سکيو. ( ايضا ص ٢١).

## هند ـ سنڌ جو نسلي جائزو:

سرهربرٽ رزلي جي تحقيق مطابق، هندي ۽ سنڌي نسلن جي ستن گروهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي: (١) دراوڙ، (٢) هندي آريا، (٣) سٿين ـ دراوڙ گڏيل نسل ، (٤) آريا ـ دراوڙ گڏيل نسل، (٥) منگول نسل (٦) منگول ـ دراوڙ گڏيل نسل ۽ (٧) ترڪ ـ ايراني نسل ( ايضا ـ ص ١٩) سنڌ ۾ انهن نسلي گروهن مان خاص طور تي ٻہ مخلوط نسل سڃاتا وڃن ٿا: (١) سٿين ـ دراوڙ ۽ (٢) ترڪ ـ ايراني: انهن جي آبادي الڳ علائقن ۾ ٿي آهي، سٿين ـ دراوڙ گڏيل نسل جون قومون ۽ قبيلا اوير سنڌ، گجرات ۽ مهاراشٽر (بمبئي) ۾ اڄ ڏينهن تائين آباد آهن. سندن منهن مهانڊا ٻين کان مختلف آهن: قد ننڍو، مٿو ڊگهو، نڪ ننڍو، هي نسل گهٽي قدر تاريخ کان اڳ جي زماني

وارن نسلن جي آميزش مان پيدا ٿيل آهي. ( ايضا - ص ١٩) سنڌو ندي جي الهندي ڪناري سان آباد ٿيل ترڪ - ايراني مخلوط نسل اتر - الهندي سرحدي علائقي کان وٺي بلوچستان، پنجاب ۽ سنڌ ۾ نمايان آهي. سندن جسماني ساخت مخصوص آهي: سراسري هڏ ڪاٺ کان متيري هائي، چمڙي جو رنگ ڪليل، اکيون اڪثر ڪاريون يا ڀوريون، نڪ قدري سنهو ۽ ڊگهو، مٿو ويڪرو، منهن تي گهاٽا وار ( ڏاڙهي مڇون)، اهي علامتون گڏجي هندي ۽ ايراني آرين ۽ ايشيائي منگولن جي گڏيل خون جي نشاندهي ڪن ٿيون. ( ايضا) زماني گذرڻ سان تاريخي عمل هيٺ وڏيڪ نسلن ۾ باهمي نسل ريزي ٿيندي رهي آهي، تنهن ڪري عالمن جو خيال آهي ته سنڌي قوم ڪنهن خاص هڪ نسل جي پيداوار نه آهي. مختلف نسلن جون علامتون، خوبيون ۽ خاميون هن قوم ۾ موجود آهن. تاهم رزلي جي نسلي ورهاست ڏيکاري ٿي ته " دراوڙ" بنيادي نسل آهي، جيتوڻيڪ بعد جي تحقيقات مان معلوم ٿيو آهي ته دراوڙن کان اڳي سنڌو ماٿري ۾ سنٿال ۽ ڪولهي قومون آباد هيون، يا سندن همعصر هيون، انهي نسل جا پونير اڄ به هند - سنڌ ۾ آباد آهن.

ڊاڪٽر آرسي مجمدار، جسماني ۽ لساني بناوت جي بنياد تي چئن نسلي گروهن جو نظريو پيش ڪيو آهي: ( ١) هندي - آريا (٢) دراوڙ، (٣) قديم قومون: ڪول ( ڪولهي) ڀيل ۽ منڊا ۽ (٤) منگول نسل. پويان ٻه نسل ، پٿر جي دور جا اوائلي قديم قبيلا تصور ڪيا وڃن ٿا، جيڪي پوري بر صغير انڊو - پاڪستان ۾ پکڙيل هئا، جن کي پهرين ٻن نسلن مغلوب ڪري سندن ملڪ تي قبضو ڪري ڪين غلام بنايو. ( ايضا - ص ٢٠). هندي آريا نسل، بالخصوص اعليٰ ذات جي هندن، جو منهن مهانڊو ۽ ٻولي ٻين نسلن کان مختلف آهي. قداور هڏڪاٺ، اڇي چمڙي ۽ ڊگهو نڪ سندن سڃاڻپ آهي ۽ سندن هندي ٻولي اصل سنسڪرت مان نڪتل آهي. دراوڙ، جسماني ساخت، رنگ ۽ ڊول ۾ آرين کان مختلف نسل آهي. سندن ٻوليون، تامل ، تيليگو، ڪنارسي ۽ ملايم، سنسڪرت ٻولي کان بلڪل مختلف آهن. قديم قومون جن ڀيلن ۽ جبلن ۾ رهي تاريخ جا مختلف دور گذاريا آهن، انهن جو رنگ ڊنگ، سيني کان نرالو آهي: بندرو قد، ڪارو

رنگ ۽ نڪ بنو. ڪول ( ڪولهي) ، ڀيل ۽ منڊا قبيلا انهن ۾ شمار ٿين ٿا.

ندن ٻوليون بہ ٻهرين ٻن قسمن جي نسلن کان مختلف آهن. منگوا نسا پڻ چاٿايل ٿنهي نسلن کان مختلف آهي؛ ٻچي ڏاڙهي، ڦڪو رنگ، منهن جا هڏا نڪتل ۽ مِنا نڪ. انهن آرن پارن سانُ منگول نسل گهٽي ياڳي هماليہ جي لهواندين ۽ آسام جي جبلن ۾ آباد آهي. گورکا،ڪاسي ۽ ڀُٽيہ عام طور تي منگول نسل ظاهر ڪن ٿا.

## هندي-آريائي ٻوليون:

متاني (Mitanni) نوشتن ( ١۴ صدي قبل مسيح) ۾ مخصوص هندي ايراني طرز تي اسم خاص استعمال ڪيل آهن. هندي ايراني ٻوليءَ جا قديم ترين نمونا قديم ايراني ٻوليءَ جي نموني سان گهري مشابهت رکن ٿا.ٻنهي ٻولين جي اوسر الڳ الڳ ۽ مختلف انداز ۾ ٿي آهي.

”رگويد“ قديم ترين ادبي ذخيرو آهي جيڪو هندي آريائي ٻولين جونمونو پيش ڪري ٿو. اها ٻولي ان وقت مجموعي طور پنجاب جي اوپر ۽ گنگا دوآبي جي مٿاهين حصي جي مقامي ٻولي سمجهڻ گهرجي. بعد ۾ اها ٻولي ” آرياورت“ ( پنجاب ۽ موجوده الهہ آباد ۾ هماليہ کان دکن ۾ وڌيا پهاڙي سلسلي تائين مڌيہ ديش يا وچ علائقي) ۾ پکڙجي وئي. چوٿين صدي ق - م ۾ ان ٻولي کي سنسڪرت جو نالو ڏنو ويو جنهن جي معنيٰ آهي ”سڌريل زبان.“ سنڌ هند جي ٻين ٻولين کي ملائي انهن جو گڏيل نالو ”پراڪرت“ رکيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي فطري زبان ( برٽانيڪا ج ١٢ ص ١٦٦). اهڙي طرح سنڌي، سنڌو ماتري جي پراڪرتي يا فطري زبان هئي ۽ سنسڪرت زبان کان الڳ پنهنجو اوائلي وجود رکندي هئي. راجا آسوڪا جي دور ( اٽڪل ٢٣٢ - ٢٧۴ ق - م) ۾ هندو آريا زبان جا ڪم از ڪم ٽي لهجا هئا؛ پوربي ( مشرقي) ، پڇمي ( مغربي) ۽ اترادي ( سنڌو ماتري جو) لهجو. سن ١٥٠ ق - م ۾ وتنجلي گرامردان ڪيترائي مختلف لهجا ڏيکاريا آهن. مڌيہ پرديش جي مکيہ هندي آرين جي چوڦير مختلف علائقن جي مقامي لهجن جو بند ٻڌل هو. وقت گذرڻ سان مڌيہ پرديش وارن

اوير پنجاب راجپوتانا ۽ گجرات ( جتي سمنڊ کي رسيا) ۽ اٿوڊ فتح ڪيا. انهن علائقن ۾ ان وقت ٻوليءَ جا گڏيل نمونا ملن ٿا جن جو بنياد مقامي آهي پر متن مڌيہ پرديشي آهي. اها ڳاڻڙ ٻولي جنهن ۾ مقامي عنصر غالب هو، مرهٽن جي علائقي اوڙيسا، بنگال ۽ آخر ۾ آسام پهتي. سنڌي ٻولي انهن ڳاڻڙ ٻولين ۾ شامل نہ ٿي ٿئي ڇاڪاڻ تہ اها گجراتي کان مختلف آهي ۽ گجراتي ڳاڻڙ هندي آريائي زبان ثابت ٿيل آهي. موجوده وقت ۾ مڌيہ پرديش جي پڇمي ( مغربي) هندي زبان، گنگا دوآبي ۽ ان جي لڳ اتر ۽ ڏکڻ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي ۽ ان جي چوگرد ٿن پاسن ۾ ڳاڻڙ ٻولين جو بند ( يا پٽي) آهي جنهن ۾ پنجابي ( وچ پنجاب جي ٻولي)، گجراتي، راجستاني (راجپوتانا ۽ ان جي آسپاس ڳالهائي ويندڙ مقامي زبان) ۽ پوربي هندي (اٿوڊ ۽ ان جي اوير جي ٻولي) شامل آهن. انهن جي پريان وري ٻاهريون ٻوليون آهن جيئن ڪشميري پنهنجي داردڪ بنياد تي، لهندا ( مغربي پنجاب ۾)، سنڌي ( جتي گجراتي سبب پٽي يا بند ٽٽل نظر اچي ٿو)، مرهٽي، اوريا (اوڙيسا جي ٻولي)، بهاري، بنگالي ۽ آسامي ٻوليون آهن. مڌيہ پرديش جي اترين وچين پٽيءَ ۾ هماليہ جي پهاڙي زبان آهي، جيڪا بعد ۾ راجستاني آميزش سان نهي آهي.ٻي ڪوهستاني زبان آهي جيڪا سوات ۽ سنڌو جي ڪوهستانن جي گڏيل لهجن مان تيار ٿيل آهي. ( برٽانيڪا ج ١٢ ص ١٦٧).

## سنڌو سيپتا جي وسعت:

" سنڌين" لاءِ اچ عام مشهور آهي تہ هو گهر بيمار آهن، يعني گهر يا وطن ڇڏي ٻاهر يا ٻين ملڪن ۾ وڃڻ کان ٻرو ( بخار) وٺندو اٿن. ليڪن سنڌو ماٿريءَ جي مهذب شهرين جي تاريخ کان وٺي ڪوبہ اهڙو دور نظر نہ ٿو اچي جنهن ۾ سنڌواسين جا ڪم و بيش نمائيندا ڪنهن نہ ڪنهن ٻاهرين ملڪ ۾ آباد نہ ٿيندا رهيا هجن. سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب ( هڙپا ۽ موئن جي دڙي) جي دريافت ۽ تحقيق انگريز ۽ ٻين يورپي ماهر آثار قديمہ ۽ تاريخدانن جي مرهون منت سمجهي ويندي آهي،ليڪن انهيءَ ڪمائتي ڪم

جي شروعات بہ هندستاني ماهرن طرفان ٿي جنهن کي انگريزن ۽ ٻين ڪجهہ اڳتي وڌائي ڪيرون پاڻ لهڻيون: سال ٢٢ ـ ١٩٢١ع ۾ ديارام ساهني ۽ آر ـ ڊي بئنرجي " هڙپا" ۽ موئن جي دڙي" جا آثار ڳولي لڌا ۽ اتي کوٽائي ڪرائي. مزيد کوٽائي سنڌو ندي جي وٽ سان، سملا پهاڙين جي دامن ۾ "رُپر" ۽ اتان ٣٠٠ ميل پري ڪراچي جي پرسان " ست ڪگن دور" جي مقام وٽ ڪئي وئي تہ ٻنهي هنڌان ساڳيون شيون ۽ قديم آثار لڌا ويا. انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ هڙپا، رُپر، موئن جو دڙو ۽ ست ڪگن دور هڪ ئي تهذيب جا مرڪز هئا. انهيءَ ترقي يافتہ سنڌي تهذيب کي سنڌو ماٿري جي تهذيب يا هڙپا ثقافت جو نالو ڏنو ويو آهي ـــ اها ستلج جي متاهين پاسي کان ڏکڻ ۾ ڪامبي جي نار تائين ۽ مغرب ۾ عربي سمنڊ جي مڪران ساحل کان اوپر، گنگا ـــ جمنا وادي تائين پکڙيل هئي. اهڙي طرح تمام قديم تهذيبي علائقن ۾ سنڌو ماٿري وسيع ترين هئي. (ريچو ڏري ص ٢٢).
سنڌو سڀيتا ۽ سنڌي قوم تي، بنيادي تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## سنڌو ماٿري جي تهذيب جو مجموعي زمانو:

هيءَ تهذيب نئين پٿر جي دور ۽ ٽامي جي دور جو سنگم ( ميلاپ) ڏيکاري ٿي. موئن جي دڙي جي کوٽائي مان عمارت سازيءَ جي ستن تهن (طبقن) جي نشاندهي ٿئي ٿي جيڪي ٽن دورن ۾ ورهايا ويا آهن، اوائلي، وچون ۽ آخري دور.

اوائلي دور جا تهہ زير زمين پاڻي هيٺ ٻڏا پيا آهن. ماهرن جي راءِ موجب هر زماني کي پنج صديون ڏيڻ گهرجن. جيڪڏهن هڪ تهہ ٥٠٠ سالن جو آهي تہ موئن جو دڙو پنهنجي آخري دور کان ٢٥٠٠ سال اڳ آباد ٿيو هو. ازانسواءِ اهڙي عظيم تهذيب جي ارتقا ۽ اوج کي رسڻ ۾ ضرور ڪافي زمانو گذريو هوندو. ليڪن سائنسي طريقي ۽ پڪي شاهدي خاطر ماهرن "ميسوپوٽيميا" جي آثار قديمہ مان "موئن جي دڙي" جهڙن مُهرن هٿ اچڻ جي بنياد تي انهيءَ تهذيب جي تاريخ يعني ٢٥٠٠ ق ـ م کان سنڌو ماٿري جو تهذيبي دور شمار ڪيو آهي. ساڳي بنياد تي سڀ کان متاهون

تهہ يعني ستون تهہ ٢٢٠٠ - ٢٣٠٠ ق - م جو سمجهيو وڃي ٿو. انهي کان سندان باقي ڇهہ تهہ ضرور انهي کان سلسليوار آڳاٽا سمجهڻ گهرجن. تڏهن به ليکي موئن جي دڙي جو آخري دور ٥٠٠ ق - م تائين هلندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ( ريچوڌري ص ٢٣). "ٻڌاسٽوپا" جو آثار انهيءَ دور سان تعلق رکي ٿو.

# موئن جو دڙو ۽ هڙپا

## شهري رٿابندي:

سندو ماٿري جي تهذيب جا سڀ وڏا شهر " هڙپا"، " گنويري والا" " موئن جو دڙو" " چانهو دڙو" " لوهم جو دڙو" وغيره شهري رٿابندي ۽ صفائي جي نظام جو اعليٰ نمونو ڏيکارن ٿا. انهن مان " موئن جو دڙو " بهتر حالت ۾ محفوظ رکيو ويو آهي. ان جي کوٽائي مان ڏسجي ٿو ته هڪ هئي پنيان ايندڙ آبادي جي دورن ۾ شهر جي باقاعده رٿابندي ڪئي وئي آهي، شهر جون گهٽيون ۽ رستا ويڪرا ۽ مختلف ماپ جا آهن سڀ گوني ڪنڊ تي اچي ملن ٿا. اهڙي طرح اهي شهر کي چورس ۽ مستطيل شڪل جي محلن ۾ ورهائن ٿا جيڪي اندر سوڙهين گهٽين ۾ تقسيم ٿيل آهن. ڪي گهٽيون تمام ڊگهيون ۽ ويڪريون آهن. هڪ گهٽي اڌ ميل کن ڊگهي ۽ ڪٿي ڪٿي ٽيهن فوٽن ( ڏهن وال) کان وڌيڪ ويڪري آهي، سڀ رستا اوپر کان اولهہ ۽ اتر کان ڏکڻ وڃن ٿا. گهٽين جون ڪنڊون گول ڪيل آهن جيئن موڙ ۾ لڏيل مال ڏک ڪائي ڪري نہ پوي.

گهٽين ۽ رستن جي پڪ سرائين فرش بندي ڪيل آهي جنهن ۾ ننڍيون ۽ لسيون سرون استعمال ڪيل آهن. ڪنڊن ۾ ڪٿي ڪٿي انگريزي ايل (L) جي شڪل ۾ سرون استعمال ٿيل آهن. اڪثر گاري جي اوساري ڪيل آهي. پٿين جي لنب خاص ڪري مٽي يا " جپسم" سان ڪئي ويندي هئي. شهر ۾ پاڻي جي نيڪال جو مڪمل انتظام ڪيل هو جنهن ۾ سڌيون

۽ اپيون ناليون، گهٽين جون ناليون ۽ سمر ناليون وغيره ناهيون ويون هيون. پروفيسر ريچوتري جوچوڻ آهي تہ جيتوڻيڪ موئن جي دڙي جي عمارت سازي فني لحاظ کان اعليٰ نموني جي نہ هئي تاهم اها بيحد ڪارائتي نموني ڪئي وئي هئي. ( د وندبر ....، ايضا - ص ٢۴. ) گهٽين جي فرشبندي ڪيل هئي. حمامن ۽ نالين ۽ پتين ۾ ماٺهو پڪيون سرون استعمال ڪندا هئا. بنياد ۾ ڪجهہ ڪچون سرون استعمال ٿينديون هيون ليڪن بنياد گهٽو ڪري اونها ڪوٽيا ويندا هئا. جايون اڪثر مٽي دڙن تي ناهيون وينديون هيون جيئن ٻوڏن کان محفوظ رهن جيڪي اڪثر اينديون رهنديون هيون. جائن کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي: رهائشي گهر، وڏيون عمارتون ۽ عام حمام. رهائشي گهر مختلف ايراضي جا آهن. ننڍا گهر گهٽ ۾ گهٽ ٻن ڪمرن جا آهن جڏهن تہ وڏن گهرن ۾ گهڻا ڪمرا آهن ۽ ڪنهن محلات جي ڏک ڏين ٿا. هر گهر کي چوديواري ڏنل آهي ۽ ان مان پاڻي جي نيڪال جي نالي نڪتل آهي، جيڪا گهٽيءَ جي ناليءَ ۾ پاڻيءَ نيڪال ڪري ٿي. ا پيون ناليون ڏيکارن ٿيون تہ جائن جي مٿين طبق ( ڪوٺي) تي بہ وهنجڻ جايون ناهيون وينديون هيون. ڏاڪڻ جا نشان ڏيکارين ٿا تہ جائن تي ماڙيون ۽ ڪوٺا ناهيا ويندا هئا، جن جا ٻہ طبق معلوم ٿين ٿا. يعني ٻہ ماڙ جايون جوڙيون وينديون هيون. گهر جو دروازو ڏيڍيءَ ۾ رکيو ويندو هو ۽ درين جو رواج ڪونہ هو. جائن جون ڇتيون ڪڪاٻون ۽ گاري سان لتل هونديون هيون. گهرن جي رٿابندي مان پردي جي رواج جو پتو نہ ٿو پوي. درن جي ماپ ٣ فٽ ۴ انچن کان ٧ فٽ ڏهہ انچن تائين رکندا هئا.

وڏين عمارتن ۾ ڪن مان ٨٠ فٽ هم چورس هال ٿنين تي بيٺل ڪوٺي ڪڍيا ويا آهن. سمجهجي ٿو تہ هي عمارتون عام عبادتگاهہ، شهري مرڪز ۽ اسيمبلي هال جي ڪم لاءِ هيون.

ماٺهو وهنجڻ جا شوقين هئا يا سندس مذهب ۾ وضو ۽ غسل کي وڏو دخل هو. هر گهر ۾ هڪ وهنجڻ جاءِ يا غسل خانو هو جنهن جو ترو پڪو هو ۽ ان جي لهواندي نالي جي طرف هئي جيڪا ڪاڪوس طرف وئي ٿي، جيڪو اڪثر غسل خاني ۽ عالم پناهہ ( ٻاهرين پٽ) جي وچ ۾ ناهيو ويندو هو. ماٺهو پاڻيجي ٿو تہ روزانہ وهنجڻ جا عادي هئا. موئن جي دڙي جو

-را-ي غسل خانو يا وهنجڻ جو تلاءُ انهي شوق ۽ رواج جو پختو ثبوت آهي. ن جي ماپ ٣ + ٢٣ + ٣٠ فٽ آهي ۽ چوگرد ورانڊو، گئلريون ۽ ڪمرا ٺهيل آهن. تلاءُ پڪين سرن سان جوڙيل آهي ۽ پاڻي جي نيڪال ۽ ڀيهر ڀرجڻ لاءِ نالين جو عاليشان انتظام ڪيل آهي، ۽ انهن جي صفائي لاءِ اندر لهڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل هئي.

ساڳي تهذيب جي ٻئي عظيم شهر " هڙپا" ۾ پڻ اهڙي قسم جو عام حمام ظاهر ٿيو آهي جيڪو ٨ + ١٢ + ٣٩ فٽ ماپ جو آهي. پٿيون جپسم ۽ چوني جي گاري سان لنبيل آهن. ماٺهو مذهبي ڏڻن تي ۽ ٻين موقعن تي اهي عوامي غسل خانا استعمال ڪندا هوندا.

گهٽين جي ڪنڊن تي شمعدان، شهر ۾ رات جو روشني جي انتظام جو، ڏس پتو ڏين ٿا. ڊاڪٽر آرسي مجمدار جي لفظن ۾، "هن هنڌ تي هڪ وڏو گنجان آبادي وارو شهر پنهنجي اوج تي قائم هو، جنهن جا رهواسي آزادي سان صاف سٿري زندگيءَ سان گڏ انهيءَ عيش آرام ۾ رهندا هئا جيڪو شهري زندگيءَ جو اعليٰ ترقي يافتہ نمونو هو ۽ ان وقت دنيا ۾ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ تي موجود نہ هو." (ريچوڌري ۽ مجمدار، ائن ائڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا" ج ١ ص ٢٥ هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل ، جي حوالي سان)

## مهرون:

موئن جي دڙي مان ڪُل ٥٥٨ مهرون مليون آهن، جيڪي جدا جدا ڊول ۽ قدقامت واريون آهن. ننڍين وڏين لڏل مهرن مان ڪي ماني پچائڻ جي ويلڻ جي شڪل ۾ آهن، ڪي چوڪور، ڪي گوني ڪنڊ واريون ۽ ڪي تہ ٻيڙيءَ جي شڪل ۾ آهن. انهن مان ڪجهہ عاج ( هاٿيءَ جو ڏند) جون ، ڪجهہ صابوني پٿر جون ۽ ڪجهہ مهرون ٺڪر جون ٺهيل آهن. ڪجهہ مهرن جي مٿي ۾ سٺيءَ وانگر سوراخ نڪتل آهن جن ۾ ڌاڳو وجهي سگهجي ٿو، شايد اُهي ڳچيءَ ۾ تعويذ ڪري پائڻ لاءِ هيون. انهن مهرن مان ڪن تي شڪليون اڪريل آهن جيڪي ڪنهن شيءِ کي سيل بمهر ڪرڻ جو ڪم

ڏٺي سگهن ٿيون. ٻاهر وڃڻ وقت گهرجي در تي ديوتا جي شڪل ٺ ي مهر هڻني ويندي هئي تہ جيئن پويان گهر سندس حفاظت ۾ هجي. (ايضا ص٩٩)

جديد سڌريل دور ۾ " موئن جي دڙي" جي قديم مهذب آثارن جي حف ـ جو مسئلو درپيش آهي: تاريخ ۴ جون ١٩٧۴ع تي " موئن جي دڙي کي محفوظ رکڻ لاءِ هڪ ادارو قائم ڪيو ويو، جنهن کي " اٿارٽي فار د پرزرويشن آف موئن جو دڙو - " A P M"، نالو ڏنو ويو هڪ عظيم رٿا (Master Plan) هيٺ ٢٢٥٠٠ امريڪي ڊالر خرچ ڪيا ويا. سنڌوندي جي سيڪ کان بچاءُ ۽ سياحت جي مرڪز جو قيام بہ خاص مقصد هئا. بيروني امداد ۽ فني سهڪار سان، سيمينارن ۽ ورڪ شاپن جي ذريعي، فيصلو ڪيو ويو ـ سنڌو ندي جي ساڄي ڪپ سان ست آڏون (Spurs) تعمير ڪجن ۽ دڙي جي ايراضي جي چوگرد، سم ۽ ڪلر کان بچاءَ خاطر، زيرزمين پاڻيءَ جي نيڪالي لاءِ هڪ نالو (Drain) کوٽيو وڃي. پنج آڏون ٺهيون ليڪن جرمن ماهر، مائيڪل جينسن (Michael Jansen) جي تجويز ڪيل گول نالي تي وڏو خرچ ٿي ويو ۽ پئسا ڪٽي پيا. هڪ پمپنگ اسٽيشن جي ذريعي سم جو پاڻي " دادو ڪئنال" ۾ نيڪال ڪيو ويو، تاهم ساليانو هڪ ڪروڙ روپيہ بجلي جي بل ادا ڪرڻ جي باوجود، کوٽيل اڏاوتن جي بنيادن ۾ سم جو پاڻي پرجي ويو. گول نالي ۾ ڏار پئجي ويا. تنهن ڪري " ٽيو ويل" بند ڪري انهيءَ کي سڪايو ويو. بجلي جون وڏيون موٽرون، ڪي چورائجي ويون ۽ باقي بيڪار هيون. اهو سڄو ڪم هاڻي بند ٿي ويو آهي ۽ موٽرون زنگالجي ويون آهن.

هڪ نئين رٿا، سال ١٩٩٢ع ۾ عمل هيٺ آئي: اقوام متحده جي ترقياتي پروگرام (UNDP) جو هڪ ذيلي ادارو " موئن جو دڙو ڪنزرويشن سيل" (MCC) جي نالي سان جوڙيو ويو هو. هڪ وڏو عملو مقرر ٿيو جنهن ۾ ڊئريڪٽر کان علاوه انجينيئر، سپر وائيزر ۽ سائيٽ اسٽينڊنٽ ڀرتي ڪيا ويا. جن کي انگريز، جرمن، جپاني ۽ امريڪي انجينيئرن تربيت ڏني. ڪجهہ مقامي انجينيئرن کي بيرون ملڪ سکيا لاءِ سرڪاري خرچ تي روانو ڪيو ويو، هاڻي ٢۴ سيپٽمبر ٢٠٠١ع کان پيهر سمورو ڪم بند ٿي ... ربہ

ٿيان آهي تہ " موئن جي دڙي" تي مزيد تحقيق، هن وقت تائين حاصل معلومات ۽ هٿ آيل نوادرات جي بنياد تي ڪئي ويندي. انهي قسم جي تحقيق مان خاص فائدو تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن مهرن تي لکيل مضمون پڙهي سگهبو.

## لکت:

موئن جي دڙي مان لڌل مُهرن تي جانورن جي شڪلين کان علاوه هڪ بہ سٽ بہ لکيل آهي جنهن جا اکر بہ تصويري (Pictographic) انداز ۾ آهن پر سمجهي نہ ٿا سگهجن. هي تحرير جي فن جو شروعاتي دور هو، اکر پوءِ ايجاد ٿيا. تاهم موئن جي دڙي جي تصويري نشانين تي زيرون زبرون (اعرابون) بہ ڏنل آهن جيڪي ڏيکارن ٿيون تہ هتي انهيءَ شروعاتي دور ۾ بہ تهذيب کان وڌيڪ ترقي ٿي هئي. ساڳي قسم جون مهرون، جيڪي "ميسوپوٽيميا" جي آثار قديمہ مان مليون آهن سي ٣٠٠٠ ق - م جون آهن.[٦]

## هڙپا (هرپد = هري (پگوان) جو پير)

ڏکڻ پنجاب ۾، لاهور ۽ ملتان جي وچ تي، "ساهيوال" ضلعي ۾ " راوي ندي" جي هڪ سڪل پيٽ اندر ١٨٢٦ع ۾ مسٽر مئسن کي هڪ پراڻو تهذيبي پڊ نظر آيو. جيڪو پنجن سالن بعد ١٨٣١ع ۾ مسٽر برنيس کوٽيو تہ ڪجهہ مهرون مليو.ن پوءِ بہ ٢٢ سال هي تاريخي خزانو لڪل رهيو. ١٨٥٣ کان ١٨٧٣ع تائين وقفي وقفي سان ميجر جنرل ڪننگهام اتان قديم زماني جون مُهرون ميڙيندو رهيو. جن تي ديوناگري لپي جي نموني، اعرابن ( زيرن زبرن) سان، ڪجهہ اکريل هو. مضمون پڙهڻ ۾ نہ ٿي آيو. ١٩٢١ ع ۾ وري " هڙپا جي پڊ" آثار قديمہ جي ماهرن جو ڌيان ڇڪايو. راءِ بهادر ديارام سهني اتان وڌيڪ اهڙيون مهرون هٿ ڪيون، جهڙيون مهرون بہ سال پوءِ مسٽر بئنرجي "موئن جي دڙي" مان کوٽي

ڪيئون ۽ معلوم ٿيو تہ ساڳئي دور ۾ هڙپا کان موئن جو دڙو تائين اٽڪل چار سو ميلن جي علائقي اندر هڪ ئي صورتخطي،لپي يا رسم الخط، رائج هئي، جيڪا اڃا تائين پڙهي نہ وئي آهي. " سرجان مارشل" جيڪو ان ئي هندستان جي آرڪيالاجي کاتي جو ڊائرڪٽر جنرل هو تنهن " هڙپا" ۽ "موئن جي دڙي" مان لڌل سڀ شيون گهرائي تپاسيون تہ ڪيس هڙپا - موئن جي دڙي جي صورتخطي، ڪجهہ قدر يونچ سمنڊ جي ساحلي تهذيب سان اکرن ۽ شڪلين ۾ هڪ جهڙائي نظر آئي: انهي ڪري هن ٢٠ سيپٽمبر ١٩٢٤ع تي لنڊن جي " السٽريٽيڊنيوز" اخبار ۾ لڌل شين ۽ صورتخطي جا فوٽا ۽ هڪ اشتهار ڇپايو تہ دنيا جي عالمن جو ڌيان ڇڪائي وڌيڪ تحقيقات ڪئي وڃي. هن اشتهار جي جواب ۾ ساڳي رسالي ۾ مسٽر اي - ايچ سئس ظاهر ڪيو تہ هو بهو ساڳيا اهڃاڻ " ميسوپوٽيميا" (ذڪڻ عراق، دجلہ فرات وادي) جي آثار قديمہ ۾ موجود آهن: عمارتون ۽ مُهرون ساڳي طرز جون نڪتيون ۽ سنت پوءِ " ايران" جي پراچين سڀيتا ۾ پڻ ساڳو رنگ ڍنگ نظر آيو، جنهن ڪري ثابت ٿيو تہ هڙپا - موئن جو دڙو کان وٺي ايران، عراق ۽ يونچ سمنڊ جي ڪناري تائين قديم دنيا ۾ ساڳو لقاءُ لڳل هو. هندستان جي انگريز سرڪار طرفان اڍائي لک روپين جي وڏي رقم پنجاب ۽ سنڌ جي دڙن کوٽڻ لاءِ منظور ڪئي وئي. سرجان مارشل ١٩٢٢ع ۾ ڏوڪري جي ريلوي اسٽيشن تي اچي لٿو ۽ ساڍاتي ميل اوپر ۾ مئن جي دڙي جي باقاعده کوٽائيءَ جو آغاز ڪيائين.لاڙڪاڻو اتان ٢٥ ميل اتر طرف هو، جتان گهربل سيڏو سامان ۽ ٻي امدادي شيون اچي سگهيون ٿي. ڏوڪري ريلوي اسٽيشن کان دڙي تائين رستو ٺاهيو ويو.

٢٧ - ١٩٢٢ع تائين پنجن سالن جي جاکوڙ کانپوءِ ٻن جلدن ۾ هڪ باتصوير ڪتاب" موئن جو دڙو اينڊ انڊس سولائيزيشن"لکي شايع ڪرايائين. بعد جي کوٽائي ڪندڙ ماهرن ۽ مسٽر بئنرجي پڻ ڪتاب لکيا آهن. مسٽر ڊڪشت ۽ مسٽر مئڪي پوءِ کوٽايون ڪيون آهن ۽ مئڪي جو ڊار هڪ ڪتاب پڻ منظر عام تي آيو آهي، تاهم سيني جو بنيادي ماخذ اڄ ڏينهن تائين سرجان مارشل جو ڪتاب آهي.

"هڙپا" جي هلندڙ کوٽائي ( وسڪنسن ۽ هارورڊيونيورسٽين جي

مشترڪ ٽيم) دوران نوان انڪشاف ٿيا آهن. يونيورسٽي آف وسڪسن. ميڊيسن جي اسوسيئيٽ پروفيسر آف انٿراپالاجي،” جي مارڪ ڪينوير“ (J. Mark Kenoyer) ڪراچيءَ جي اميريڪن سينٽر ۾ هڪ نئين نڪور کوجنا جو ذڪر ڪيو: هن ڄاڻايو تہ سنڌو ماٿري جي تهذيب واري لپي ( رسمَ الخط) ٢٦٠٠ ق - م کان ٢٠٠ سال اڳ ، سن ٢٨٠٠ ق - م کان شروع ٿي، جڏهن زراعت ۽ مينهن پالڻ جا هنر عام ٿيا ۽ ليکي چوکي ڪرڻ ۽ ڍورن تي نشان لڳائڻ جي ضرورت پيدا ٿي.

هن ٽيم جي راءِ ۾ ” موئن جي دڙي“ جا وسيع ڪليل ميدان اناج جا گودام نہ هئا. ڇاڪاڻ تہ اتان اهڙي ڪا ثابتي نہ ملي آهي. اهي قبيلن ۽ خاندانن جي هڪ جاءِ تي ڪٺو ٿي، صلاح مصلحت ۽ فيصلن ڪرڻ لاءِ نهرايل وڏا هال هئا. ”موئن جي دڙي“ ۽ ” هڙپا“ جا آثار قديم تاريخ ۾ بهترين شهري انتظاميہ جي نشاندهي ڪن ٿا.رهائشي علائقن لاءِ الڳ آب رساني ( هر گهر ۾ هڪ کوهہ) ۽ پاڻي جي نيڪال جي بندوبست ذريعي عام شهرين ۾ اٿبٺت ۽ جهيڙي جي امڪان کي اڳواٽ ختم ڪيو ويو هو. ” سيوهڻ“ جي رٿا بندي پڻ انهي زماني ۾ ساڳي رٿيت ڪيل نظر اچي ٿي. سنڌو ماٿري جي شهرن جا معمار مقامي ماڻهو هئا. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني تائين هن علائقي ۾ ڌاري آبادڪاري ٿيل نظر نہ ٿي اچي. وڌيڪ اهم ۽ دلچسپ حقيقت ” مندرن“ جي عدم موجودگي آهي. سنڌوماٿري جي قديم شهرن مان ڪنهن ۾ بہ ڪو ” مندر“ يا عبادت گاهہ نہ مليو آهي، ڇاڪاڻ تہ مقامي ماڻهن جي مذهب ۾ صرف ”وڻ“ کي اهو شرف حاصل هو.ڊاڪٽر ڪينوير قديم نوادرات مان هڪ سلائيڊ ( فلمي تصوير) ڏيکاري، جنهن ۾ ”ڪلپ برڪشا“ يعني مراد جي وڻ جي تصوير اڪريل هئي. سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ پپر ( پپل) ۽ ٻڙ جا وڻ متبرڪ آهن. اهي پناهہ ۽ آتت جي جاءِ سمجهيا ويندا هئا.

بلوچستان ۾ مهرڳڙهہ ۽ ٻيا آثار قديمہ ۽ سنڌ ۾ آمري وغيره سنڌوماٿري جي عظيم تهذيبي دورکان اڳ زراعتي ۽ مالوندي تهذيب جا آثار ڏيکارن ٿا. جيڪي ٦٥٠٠ ق - م کان ٥٠٠٠ ق - م جي زماني جا آهن. ”هڙپا“ جي آثار قديمہ هيٺان اٺ ميٽر رهائشي ملبي جا تهہ لڌا آهن جيڪي

اٽڪل ٢٣٠٠ ق - م کان ٢٦٠٠ ق - م جي يعني جا آهن.

انهن انن ميٽرن جي تهن مٿان سنڌو ماٿري جي تهذيب جا ته شروع ٿين ٿا، جيڪي " هڙپا" جي، " راوي نديءَ" جي ڪناري سان، تعمير ٿيڻ وقت موجود هئا ۽ اُتي ٢٦٠٠ ق - م کان ١٩٠٠ ق - م تائين هڪ واحد ثقافت ۽ مذهب جي بنياد تي سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب اسري ۽ عروج تي پهتي.

## چولستان:

بهاولپور جي ريگستان ۾ مکيه آثار قديمه " گنويري والا" آهي. ٻيا ٻه جاتل قديم شهر، " راڪي ڳڙهه" ۽ " ڏالاويري" سنڌو ندي پاڻي وٺي. چولستان جا هي ٽي شهر ۽ سنڌو ماٿري جي تهذيب جا نروار ڪيل ٻه مکيه شهر " هڙپا" ۽ موئن جو دڙو" هڪ ٻئي کان ساڳي مفاصلي تي آهن، جيڪا هن تهذيب جي شهري اڏاوت جي لهه خصوصيت آهي پاڪستان جو ماهر آثار قديمه، ڊاڪٽر محمد رفيق مغل پنهنجي مضمون " سنڌو ندي جا قديم شهر (Ancient Cities of the Indus) ۾ لکيتو ته: " بهاولپور جي "چولستان" ۾ هڪ نئين شهري مرڪز " گنيري والا" جي دريافت، سنڌو جي شهرن جي ٻيهڪ ۽ سرشتي جي اپياس ۾ هڪ نئين رخ جو اضافو ڪيو آهي. "موئن جي دڙي" ۽ " هڙپا" وانگر هي ( شهر) پڻ " هاڪڙوندي" جي وهڪري تي واقع آهي، جيڪا هاڻي سڪي وئي آهي. جيتوڻيڪ اجان تائين ان جي کوٽائي نه ٿي آهي تاهم هڪ ننڍي قلعي جو بلند دڙو ۽ شهر(جا آثار) هتي موجود آهن، جيڪي ٨١ هيڪٽر ايراضي ۾ پکڙيل آهن. گهاٽي ڳاڙهي رنگ جو ٺڪرانو موجود آهي."

ڊاڪٽر مغل کان اڳي سال ١٩٥٠ع ۾ سرمارٽيمروهيلر جو مطالعو "پاڪستان جا پنج هزار سال" (Five thousand Years of Pakistan) شايع ٿيو هو جنهن ۾ ٻين ٻن پاڻيءَ ويل شهرن " راڪي ڳڙهه" ۽ "ڍالاويري" جي نقشي تي نشاندهي ڪيل آهي ۽ هڙپا وارن ۽ چولستان جي تاريخ کان اڳ وارن شهرن جي ماٿهن ۾ مشابهت جو ذڪر ڪيو ويو آهي:

آخر ۾ خود " هڙپا" اندر، جڏهن شهر ويران ٿي چڪو هو، هڪ نامعلوم نسل وارا عجيب انسان اچي آباد ٿيا ۽ ويرانين ۾ ڪکاوان گهر اڏي ويٺا. مڙدن کي پورڻ جو طريقو پهريائين باهه ڏئي ساڙڻ هو ۽ پوءِ مڙدي کي ڪليل جاءِ تي ڇڏڻ ۽ پوءِ چونڊ هڏن کي وڏن ٿانون ۾ گڏ ڪري رکڻ جو رواج پيو....... اهي ماٿهو " بهاولپور" رياست ۾ به معلوم ڪيا ويا آهن"؟

"روهيلا" ، " چولستان" جا اوائلي باشنده، اڃا موجود آهن. "هاڪڙوندي" جي خشڪ ٿيڻ يا پيٽ متائڻ سبب سندن ملڪ "سنڌ" جي " ٿر" ۽ پنجاب جي" ٿل" وانگر ريگستان ٿي ويو. ( هاڪڙو، گهگهر، ۽ سرسوتي هڪ ئي نديءَ جا نالا آهن.) بهاول نگر ۾ " فورٽ عباس" کان سنڌ ۾ عمر ڪوٽ تائين ملڪ ويران ٿي ويو، قلعا فوجين ، پوليس ۽ نوابن جي استعمال هيٺ رهيا ليڪن اڪثر تباهه ٿي ويا. دائوپوٽه نوابن دلچسپي ورتي ۽ انگريزن جي دور حڪومت ۾ چولستان جو ڪجهه حصو آبادي هيٺ آيو ۽ آبپاشي جو ڄار وسيع علائقي ۾ ڦهلايو ويو ..

بلوچستان جي ڪچ - مڪران علائقي ۾ تازي کوٽائي مان پنج هزار سال پراڻي تهذيب جو پتو پيو آهي: " تربت" شهر جي مغرب ۾ "ڪيچ نئن" جي ٻنهي ڪنارن سان به ڳوٺ لڌا ويا آهن، جن کي " ميري قلعه" ۽ " شاهي تمپ" سڏجي ٿو. ٩٧ ــ ١٩٩٦ع دوران فرينچ ماهرن ۽ پاڪستان جي محڪمه آثار قديمه جي گڏيل ڪوشش سان، سنڌو تهذيب سان وابسته نوان شواهد مليا آهن. اهي هي آهي: (١) هتي هڪ خوشحال زراعتي معاشرو قائم هو، ڪڻڪ، جَوَ ۽ ڪجيءَ جي وڻن جا مختلف قسم، پٿرايل حالت ۾ مليا آهن، جيڪي هڪ نخلستان جي نشاندهي ڪن ٿا. (٢) پڪل مٽيءَ جي مورتين تي گهڻن مختلف جانورن جون شڪليون ڏيکارن ٿيون ته جانورن پالڻ جو رواج هو، انهن جانورن ۾ ڳئون ٻڪريون، گڏهه ۽ ڪتا شامل آهن، ليڪن رڍ جي شڪل نه ٿي ملي. ( ٣) شڪاري زندگي جا آثار به موجود نه آهن، تاهم هرڻ جا ڪجهه هڏا ۽ خالص ٽامي جا ٺهيل نوادرات شامل آهن (۴) ڪهاڙيءَ جو وزن اڌ ڪلو گرام کان ڪجهه وڌيڪ آهي ۽ اها هڪ معدنياتي مصالح ڏنل ڪپڙي ۾ ويڙهيل آهي. پئرس جي لودر ميوزم ۾ ڪپڙي تي ڪيل تحقيق مان معلوم ٿيو آهي ته اهو سٽي جو ڪپڙو

آهي ۽ ڏيکاري ٿو تہ هتي سٽي جي پوک ٿيندي هئي. (۵) ڪوٽائي ڪندڙن جي خيال مطابق، " چٽي نہ ٿو سگهجي تہ هيءَ ڪهاڙي مذهبي رسومات جي شيءِ هئي، يا عملي طرح تي هڪ اوزار يا هٿيار طور استعمال ڪئي ويندي هئي." ( ڊان، ١۵ نومبر ١٩٩٩ع ص ۵) (٦) ڪوٽيل لاشن کي پاتل ، يا پرسان رکيل زيورات هڪ اعليٰ ترقي يافتہ تهذيب جو پتو ڏين ٿا، جنهن ۾ نيم قيمتي پٿر ۽ ٽامي جا آئينہ استعمال ڪيا ويندا هئا. (٧) مردا دفنائڻ جو طريقو خاص ڌيان طلب آهي: لاش کي قبر ۾ ائين ويهاريو ويندو هو، جيئن ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي. انهي تي ميناڻين رنگ جي مٽي تڦيندا هئا ۽ لاش جو منهن مغرب ( يعني ايران) طرف ڪري ڇڏيندا هئا. ( ايضا)

" هڙپا" جي ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ ڪوٽيل قبرستان مان ١٠٨ لاشا مليا آهن جن جو مٿو اتر طرف هو ۽ سندن پرسان ويهاروڪن ٿانو ٿپا رکيل هئا جن جي بناوت ترقي يافتہ سنڌو تهذيب واري آهي. هڪ قبر مستطيل جي شڪل ۾ مٽيءَ جي سرن جي ٺهيل آهي، ٻيءَ هڪ قبر ۾ لاش پيتي ۾ رکيل آهي جنهن جي پاسن جا تختا مقامي خوشبودار ڪاٺ ( صندل) جا ۽ ڍڪ جبل جي ڪاٺ ديودار يہ سيدار جو آهي. ڇڪاسيل کوپريون اڪثريت سان ڊوليڪوسيفئلڪ (Dolichocephalic) يعني ڪاڪيشائي ۽ پونچ سمنڊ وارين قديم قومن جي نسل سان تعلق رکن ٿيون. اهڙيون ڏهہ قبرون، جيڪي سنڌو ماٿرر يا پوئين سنڌو ماٿري جي دور جون آهن، بعد ۾ "لوٿل" جي دڙي مان مليون آهن. انهن ۾ پڻ لاشا اتر ڏکڻ رکيل آهن (جيئن سنڌو ماٿري جي تهذيبي دور کان اڄ ڏينهن تائين آهن. مسلمان لاش جو منهن اولهہ طرف ڪري ڇڏيندا آهن) پر انهن مان ٽن قبرن ۾ ٻہ ٻہ شالا پورپل آهن جيڪي شايد مرد ۽ عورت جا آهن. کوپريون گهٽو ڪري ميسوسيفئلڪ (Mesocephalic)آ آهن جيئن گجراتين جي جديد نسل ۾ ڏسي سگهجن ٿيون، تاهم اهي سڀ عوامي ماڻهن جون قبرون آهن. ميسوپوٽيميا، ۽ " اُر" جي شاهي قبرستانن جهڙا آثار قديم سنڌو ماٿري ۾ نظر نہ ٿا اچن. سنڌو ماٿري جي تهذيب بنيادي طور تي پنهنجي همعصر تهذيبن وانگر زراعت تي ٻڌل هئي جنهن سان موقعي آهر جنسن جو وٽج واپار "سڌي مٽاسٽا" جي طريقي سان جاري ... ڪٽڪ ۽ ڇهن قطارن وارا جو پوکيا ويندا هئا.

چٽن، مٽرن، گدرن، ترن ۽ ڪجهہ ڪجين جا پٿريل نمونا لڌا ويا آهن. انهن سان گڏ " ڪپهہ" جا قديم ترين آثار جيڪي پوري دنيا ۾ ڪٿي ڏٺا ويا آهن اُهي هتي ملي ٿا. گهرون جانورن ۾ ڪتا، ٻلا، ٿوهي يا گڪُ نڪتل جانور خاص ڪري ڳائو ۽ ماهيو مال نندين سڱن وارو ۽ امڪاني طور تي خنزير، اُٺ، گهوڙا ۽ گڏهہ سنڌو ماٿري ۾ رهندا هئا. شايد هاٿيءَ کي بہ هيرايو ويو هو ۽ هاٿي ڏند (عاج) عام استعمال هيٺ هو. جيڪا معدنيات ملڪ ۾ موجود نہ هئي سا ٻاهران گهرائي ويندي هئي: سون ڏکڻ هندستان يا افغانستان جي علائقن مان گهرايو ويندو هو. چاندي ۽ ٽامو افغانستان يا راجستان کان آندو ويندو هو ۽ لئپس لزولي بہ افغانستان مان، منڊين لاءِ فيروزا ۽ ٻڙا ايران مان ۽ ڏکڻ هندستان مان درآمد ڪيا ويندا هئا.

برآمدي واپار جي آثارن ۾ ڏکڻ ميسوپوٽيميا ( عراق) ۾ خاص طور تي " اڪاد" جي تهن ( اٽڪل ٢٣٠٠ ق.م) ۾ سنڌو ماٿريءَ جا نڪر جا ٿانو، جڙاوت ڪيل شيون ۽ ڪٿي ڪٿي مُهرون مليون آهن. گهڻو ٽٺو ڏيساوري واپار ڪپهہ ۽ ڪاٺ جي خاص قسمن جو هلندڙ هو. جيئن لارسا جي تختين (١٩٥٠ ق ـ م) تي " اُر" جي آثار قديم مان معلوم ٿئي ٿو، هي تختيون ڏيکارن ٿيون تہ ان زماني ۾" تيلمون" يا " ديلمونُ" ( موجوده " بحرين") جو بندر " اُر" جي جهازران سوداگرن لاءِ وچين منڊي (مارڪيٽ) طور استعمال ٿيندو هو جتي هو پنهنجي مال جي سٽي مٽاسٽا ، " مڪان" (Makkan) ۽ ميلوها (Meluhha) مان آيل مال سان ڪندا هئا. "ميلوهہ"، جتان ٽامو، پٿر ، ڪاٺ، عاج جو سامان ۽ جانورن جا ڪي خاص قسم ايندا هئا، ماهرن جي راءِ مطابق سنڌو ماٿري ڪانسواءِ ٻيو ڪو همعصر تهذيبي علائقو ٿي نہ ٿو سگهي. تاهم اها حقيقت آهي تہ دجلہ ـ فرات جي تهذيب ۽ سنڌو جي تهذيب جي وچ ۾ ڪڏهن بہ گهرو ميلاپ نہ ٿيو آهي.(برٽانيڪا ج ١٢ ، ص ١٨٩.)

"ونجهروٽ" يا " وجنوٽ" جا آثار قديم، " ربي ريلوي اسٽيشن ، ( تعلقو اٻاڙو) کان ٥ ميل ڏکڻ طرف آهن. انهيءَ ايراضيءَ ۾ ٺلهي شورو گهٽي انداز ۾ آهي تنهن ڪري دڙن جي مٿاڇري تي ڪا سر بہ سلامت نہ رهي آهي، کوٽائيءَ مان گهاٽي ڳاڙهي رنگ جون سرون مليون آهن، انهن...

سرون اوير ڏکڻ طرف واقع " اچڙي ٽر" ۾ موجود قبرن جي اڏاوت ۾ ڪم آندل آهن. " وجنوٽ" جي دڙن جو گهيرو ڏيڍ ميل آهي. انهن کان علاوه ڏکڻ، اولهه ڪنڌ تي انهن دڙن جي پسگردائي جا آثار موجود آهن. دڙن جي وچ ۾ هڪ چورس کليل ميدان آهي، جنهن جي اولهه طرف اميرن جي رهائش گاهن جا آثار ملن ٿا. انهن جي مرڪز ۾ هڪ مندر آهي، جنهن جي کوٽائي، ٻين آثارن کان وڌيڪ مڪمل طور تي ڪئي وئي آهي، انهيءَ جو سبب جيسلمير جي گهڙيل پٿر سان ناهيل مهاڙي ۽ عمارت جي مضبوط اڏاوت آهي. معلوم ٿو ٿئي ته وجنوٽ جو مندر ، احمد آباد ( گجرات) جي مندرن جو همعصر آهي، تنهن ڪري موئن جي دڙي جي ٻڌ مندر ( اسٽوپا) وانگر ٻوئين دور جي تعمير آهي. ( سورلي، گزيٽئر آف د فارمر پراونس آف سنڌ، لاهور، ١٩٦٨ع، ص ٣٤٢). چند ٽامي جا سڪا، جيڪي زنگ لڳڻ سبب سڃاڻجي نه ٿا سگهجن، ڪجهه زيورات جيڪي ٽامي ۽ پٽل جا ٺهيل آهن، ڪجهه سپيون ۽ ٻارن جا رانديڪا ڪجهه سائي، نيري ۽ اڇي رنج جي شيشن جا ٽڪرا، ڪجهه ڪنگڻ جو جو اڄا تائين هن علائقي ۾ رواج آهي ۽ ڪثير تعداد ۾ گول، سڌا ۽ بيضوي شڪل جا مٽڪا، جن جهڙا نمونا وچ ۽ ڏکڻ بر صغير جي اثار قديمه مان مليا آهن، " وجنوٽ" جي کوٽائيءَ جو ڪل ثمر آهن هن مهذب آبادي جي بربادي جو يقيني سبب معلوم نه ٿي سگهيو آهي ۽ نه آثار قديمه جي قدامت جو صحيح اندازو لڳي سگهيو آهي، ڏيکارن ٿا ته هي ٻڌ گهٽو پراڻو آهي ۽ ڊگهي عرصي تائين آباد رهيو آهي، هي ماڳ هاڪڙو ندي جي اوير طرف هو، ۽ " اروڙ" جي اوير طرف هاڪڙو جو ڦاٽ " واهندو" وهندو هو. اهڙي طرح ونجهروٽ ( ونجروٽ) هڪ دوآبي جي صورت ۾ هو. ( ريورٽي جي حوالي سان، ايضا - ص ٣٤٤).

## گنڌارا تهذيب: (٦٠٠ع - ٦٠٠ ق - م)

"ٽئڪسيلا" گنڌارا تهذيب جو گهرُ آهي، " پشاور جي واڍي" ۾ گنڌارا جي ماٺهن جي ثقافتي ۽ سماجي تاريخ جو تسلسل، اڄاتائين جاري آهي، اتر اولهندي سرحدي علائقي (NWFP) جي اڪثر حصن ۾ اهو

گهيتلو ( پشاوري چپل) اها پوشاڪ ۽ اهو پٽڪو ( دستار) استعمال ڪيا وڃن ٿا. جيڪي مهاتما گوتم ٻڌ ۽ ٻڌستوا ۽ ٽئڪسيلا جي راجائن ۽ اميرن جي استعمال هيٺ هئا. " صوابي" ۾ گوتم ٻڌ جي "چادر" ۽ مهاراجا ڪنشڪ جو "ڪرتو" اڃا بہ مروج آهين. گنڌارا تهذيب ۾ اولاد ۽ پيداوار جي ديوي " هرتي" جي بت کي جيڪي زيورات پارايا ويندا هئا، اهي دور دراز پهراڙي ۾ رهندڙ عورتن ۾ اڃا بہ مقبول آهن. ڪاٺ جي ڪاريگري ۾ گل ڇٽ ۽ فني نمونا بہ گنڌارا تهذيب ۽ ٽئڪسيلا جي آثار قديمہ مطابق آهن. ڪنول جي گل ۽ خاردار پنن جا يوناني نقش و نگار هن دور ۾ بہ ساڳي طرح چٽيا وڃن ٿا. .

ٻڌ مت جو " مهايانہ" فرقو، گنڌارا جو مذهب هو. ڪنشڪ مهاراجا جي ڪاوش سان اهو فرقو ٻين ملڪن ۾ پکڙيو، مهاتما گوتم ٻڌ جو بت پهريون دفعو گنڌارا ۾ تراشيو ويو. گنگا ۽ جمنا واديءَ ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جا ۳۲ خد خال ( مهاندا) جيڪي ٻڌ مت جي پستڪن ۾ ڄاڻايل هئا، مڃيا ويندا هئا. انهن پستڪن تي مهارشين تيڪا ٽپڻي ڪري گهڻا جلد تيار ڪيا، جن جو مختلف زبانن ۾ ترجمو ڪري واسطيدار ملڪن ۾ ورهايا ويا؛ چيني، تبيتي، ڪوريائي، جپاني، منگولي وغيره زبانن ۾ ڪيل ترجمن جي وسيع اشاعت ڪئي وئي.

"گنڌارا" تهذيب کان وڌيڪ هڪ ثقافت آهي، جنهن ۾ يوناني، سٿين، پارٿين ايراني ۽ ڪشان ثقافتن. ٻڌمت جو روپ اختيار ڪيو آهي. گوتم ٻڌ جو ڏيکيل مجسمو، يوناني " ٽوگا" (Toga) جو نمونو آهي. اهڙي طرح يوناني " هيلنزم" مشرق ۾ داخل ٿي ، هتان ، سال ۱۲۰ ع ۾ مقامي فنڪارن جو هڪ وفد، " چين" جي ثقافتي دوري تي ويو هو.

## گڏيل سيپتا:

سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ عام علامت طور " وڻ" کان پوءِ خاص جانورن ۽ پکين کي مڃتا مليل هئي: "ڍڳو" شڪتي يا اقتدار جي علامت هئي، جڏهن نہ پپر کي پناهہ جي علامت سمجهيو ويو ٿي. " هڪ سڱو

ڏڳو" بعد ۾ سنڌو ماٿري مان نڪري يونچ سمنڊ ۽ يورپ جي تهذيبي علائقن ۾ مقبول ٿيو. " مڇي" ۽ پاڻيءَ جا پکي خوشحالي ۽ برڪت جي علامت سمجهيا ويا ٿي. اڄ بہ سنڌي معاشره ۾، مڇيءَ ماني وارو ماڻهو اُنهي کي چئبو آهي جيڪو خوشحال هجي. اهي علامتي شڪليون نڪر جي ٿانون تي چٽيون ويندبون هيون. "هڙپا" جي نڪراڻي ۾ هڪ ٻگهہ پکي جي شڪل چٽيل آهي جنهن جي ڊگهين چنگهن جي وچ ۾ مڇي مارڻ جو وڏو جارُ آهي . اهڙي چٽسالي "بنون وادي" جي آثار قديمہ مان پڻ ملي آهي.

"موئن جي دڙي" جي مشهور مُهرن تي اجا تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي: ڊاڪٽر ڪينوير جي تحقيق مطابق اهي مهرون، جيڪي سنڌو ماٿري جي تهذيب وارن ٻين شهرن ۾ پڻ لڌيون ويون آهن، ڪڏهن واپارين لاءِ بين الاقوامي پاسپورٽ جو ڪم بہ ڏينديون هيون ۽ ٻيا شهري انهن کي استعمال ڪري نہ سگهندا هئا. هن ڪيترا سلائيڊس ڏيکاري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مهرن تي اڪريل جانور جون شڪليون اهڙن جاگرافيائي خطن سان تعلق رکن ٿيون جيڪي اتان جي علاقائي تهذيب جي نمائندگي ڪن ٿيون. اڪثر مهرن جي هڪ پاسي هڪڙي جانور جي شڪل اڪريل آهي تہ ٻئي پاسي ٻئي جانور جي شڪل آهي ۽ اهي پنهنجي پنهنجي علائقي جو نشان ڏيکارن ٿيون جنهن مان سمجهجي ٿو تہ هڪ علائقي مان ٻئي علائقي ۾ وڃڻ وقت مسافر ۽ سوداگر انهن کي راهداري يا پاسپورٽ طور استعمال ڪندا هئا.

موريا شاهي دڳ سان سنڌو ماٿري ۾ سفر ڪندڙ هڪ سوداگر جي مُهر ڏيکاري وئي. ( موريا گهراڻو: ١٨٥ ـ ٣٢٢ ق ـ م) سنڌو ماٿري جي تهذيب جا فني نوادرات (١٦٠٠ ــ ٢٥٠٠ ق ـ م) پاڻي جي مينهن، گور (جهنگلي) مينهن، ڏاند، هاٿي ۽ ڪٽي گينڊي، جون اڪريل تصويرون شهرن جي شاهي خاندانن، اميرن يا ڪڙم قبيلن جي نشان طور استعمال ڪيل آهن. مُهرن تي تصويرن سان گڏ تحريرون ڏيکارن ٿيون تہ پڙهيل اڻ پڙهيل ٻنهي طبقي جي ماڻهن لاءِ سمجهڻ ۾ آساني هئي.

لَڏل ڳهہ ڳنا ( زيورات) ڏيکارن ٿا تہ اُهي محض زيبائش لاءِ استعمال نہ ٿي ٿيا ليڪن انهن مان پائيندڙن جي حيثيت ۽ شناخت مطلوب هئي. انهي

ڪري مرد خواهہ عورتون سڀ شهري ٻڪھ پائي گهر ڪان ٻاهر نڪرندا هئا. انهن ۾ سون، پتل ۽ لئپس لزولي ( اتر افغانستان ۽ اتر الهندي سرحدي علائقي جي خاص معدنيات) استعمال ٿيندا هئا. ڊاڪٽر ڪينوير ہ سلائيڊس ڊيڪاريا جن مان هڪ ۾ قديم جواهرات جي هڪ پيتي ڊيڪاريل هئي جيڪا "موئن جي دڙي" جي دور جي هئي ۽ ڪراچيءَ جي نزديڪ ملير وادي جي ڳوٺ الهڏني مان لڌي وئي هئي. ٻي سلائيڊ ۾ پالش ٿيل سون ۾ نيلم (Jade) جا زيورات بلڪل جديد جوهري طرز جا معلوم ٿي رهيا هئا. اهڙا ثقافتي نمونا ڏکڻ ايشيا ۾ ٻئي ڪنهن هنڌ ملي نہ سگهيا آهن.

هٿيارن پنهوارن ۾ لوڙهين لٺين کهاڙين ۽ ڀالن کان علاوه ٻيو ڪو جنگي اسلحہ سنڌو ماٿري جي تهذيبي علائقن مان هٿ نہ آيو آهي. " چيتي" جو نمايان نقش ( Motif ) ڪافي عام آهي ۽ ٻيلائي شينهن جي شڪل ڪٿي ہ اڪريل نہ ٿي ملي.

"موئن جي دڙي" جو ڏاڙهي ۽ ڀڳ وارو مٽيون اڌ ڌڙ عام طور تي گرو مهراج يا مذهبي بادشاهہ جي شبيهہ سمجهيو ويندو آهي. وڌيڪ قرين قياس ائين لڳي ٿو تہ هو ڪنهن قوم يا قبيلي جو سردار آهي، جيڪو وينل مٽي تي رڪيل پڳ مان ظاهر آهي. سندس بت چُن جي پٿر جو ٺهيل آهي. "هڙپا" ( مغربي پنجاب) مان ساڳئي مصالح سان ٺهيل ڊيڊ، سسي ۽ جنگهن ٻانهن بغير، بت لڌو آهي جيڪو ٢٥٠٠ ق - م جو ٺهيل آهي. ابرق جي مهرن تي اڪريل ٻيون شڪليون، جيڪي ٢٠٠٠ - ٢٤٠٠ ق م جون آهن، انهن ۾ هڪ سڱو ڍڳو ۽ گينڊي جي شڪل سان گڏ اڪريل اکر ۽ ڍڳي جي شڪل ۽ ان جي مٿان اڪريل اکر آهن. سنڌو ماٿريءَ مان لڌل نوادرات مجموعي طور ٢٥٠٠ ق - م کان ١٦٠٠ ق - م جي زماني جا آهن.٦

ڪراچيءَ کان هيٺ عربي سمنڊ جي اپرندي واري تهذيبي علائقي ۾ جيڪو هن وقت هندستان ۾ آهي، سنڌو ماٿري جي تهذيب جا آثار هنن هنڌن تي لڌا ويا آهن: ديپالپور، هالار، امارا، ڪنارڪيڊا، سومنات، جتان اتر ۾ ڪاٺياواڙ ( سوراسٽر) اندر " روجدي" اتان اتر اوڀر طرف رنگپور ۽ لوٿل، ڪمبيءَ جي نار جي ساحي ڪناري ميهہ گام ۽ ان جي ڏکڻ ۾ نرمداندي جي چوڙ وٽ ٿيلود ۽ ان جي ڏکڻ ۾ ڀڳت راو جيڪا تاپتي ندي

تي آباد هئي. اهي فقط اهي هنڌ آهن جتي ڪا کوٽائي ۽ کوجنا ٿي آهي ۽ يقيني تاريخي شاهديون مليون آهن.

هڙپا ۽موئن جي دڙي کان علاوه، لڳ ڀڳ هڪ سؤ ننڍڙا شهر ۽ وڏيون ڳوٺاٽيون آباديون هڪ هزار سالن کان مٿي عرصي تائين مسلسل تهذيب جا مرڪزي آثار ڏيکارن ٿيون. ٻنهي مکيه شهرن هڙپا ۽ موئن جي دڙي جو گهيرو ٣ ميلن کان مٿي آهي جنهن مان انهن جي دارالحڪومت (راڄڌاني) هجڻ ۽ ملڪ ۾ مرڪزي حڪومت جي قيام جي نشاندهي ٿئي ٿي. ياته ٻه ڌار ڌار بادشاهتون قائم هيون يا هڪ ئي بادشاهيت جا ٻه تختگاهه هئا. ”هڙپا“ ”موئن جي دڙي“ کانپوءِ آباد ٿيو چاڪاڻ ته ” موئن جو دڙو“ ڪم از ڪم ٻه دفعا سنڌو ندي جي اٿل سبب ٻڏي چڪوهو.سنڌو ماٿري جي تهذيب جو ڏاکڻو علائقو، ڪاٺياواڙ ( سوراشٽر) ۽ ان کان اڳتي، اصل تهذيبي علائقي جي توسيع ڏيکاري ٿو ۽ هن وقت تائين مليل آثارن مطابق اها پوئين دور جي تهذيب آهي. جملي تهذيبي دور ٢٥٠٠ ق - م کان ١٧٠٠ ق - م تائين پڪي طرح معلوم ڪيو ويو آهي ۽ ان جو تسلسل ١٠٠٠ ق - م تائين هلندو نظر اچي ٿو. آبادي پڙهيل لکيل ماڻهن جي هئي ليڪن سندن لپي (رسم الخط) اڃان پڙهي نه وئي آهي.

## نرالي تهذيب:

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، پاڻ کان آڳاٽين ٻن تهذيبن مصري ۽ ميسوپوٽيميا ( عراق) مان آيل مهاجر آبادڪارن طرفان وجود ۾ آيل نه ٿي ڏسجي چاڪاڻ ته انهن ۾ ڪافي تفاوت آهي. ( برٽانيڪا ج ١٢ ص ١٨٢) هن عظيم تهذيب جي بنياد ۾ خود پنهنجو خمير سمايل آهي. کيرٿر جوبهاڙي سلسلو ۽ سنڌ بلوچستان جون قديم جابلو ۽ ميداني ڳوٺاٽيون آباديون جن جو گذر سفر مال جي چاري ۽ ڪجهه قدر گهٽ سڌريل پوکي راهي جي طريقن، سيلابي ۽ بند ٻڌي ڪنو ڪيل پاڻي جي سيرابي ۽ گهٽي پاڳي مڇي مارڻ ۽ سڌي مٿاسٽا جي شين جي تيار ڪرڻ تي هو، اهي ننڍا معاشره هئاجيڪي ڪجهه قدر نئين پٿر جي دور مان نڪري ٽاميءَ پتل جي

دور ۾ داخل ٿي رهيا هئا. سندن ناهيل ٺاڦو ٺپا، پٿر ۽ ٺڪر جي سامان سوڌو نظر اچن ٿا: مٽي جي ٺانون تي جاميٽري يا جانورن جو ن شڪيلون، ڪنير جي چڪ تي ناهيل سهٽيون شيون جانورن جي سهٽين شڪلين سان وڌيڪ سونهن پيدا ڪندڙ هيون. جانورن ۾ خاص طور تي ان وقت جي سنڌ ۾ بلوچستان جي جانورن جو تعداد وڌيڪ آهي.

خود هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي تهذيب ۾ ڳوٺائين آبادين جو وجود پنهنجو تعلق اتر بلوچستان ۽ ڏکڻ راجستان جي قديم آبادين سان ڏيکاري ٿو. "آمري" اڪيلي قديم آبادي آهي جنهن جو تعلق ڏکڻ بلوچستان جي جابلوڳوناٽي تهذيب ۽ ڪير تر جي قديم تهذيبي دور سان آهي جنهن جا آثار سنڌو ماٿري جي تهذيب واري تهہ جي هيٺيان موجود آهن. " موئن جو دڙو"کان ۴۰ ڪلوميٽر اوپر ۾ سنڌو ندي جي هن پر " ڪوٽڏيجي" جا قديم آثار، سنڌو تهذيب واري ننڍڙي ڳوٺ جي هيٺيان هڪ قلعبند شهر ۽ عظيم تهذيبي مرڪز جي حيثيت ۾، نڪري نروار ٿيا آهن جن ۾ آمري واري بلوچستاني / پهاڙي تهذيب کان علاوه اجا بہ آڳاٽا ۽ ٻين تهذيبن جي آميزش ڏيکاريندڙ آثار نمودار ٿيا آهن. " ڪالي بنگن" اتر راجستان ۾ قديم درياھ " گهگهر" جي ڪناري، قلعبند هڙپا دور جي شهر جي هيٺيان هڪ ان کان آڳاٽو قلعبند شهر موجود آهي.

. اهڙي طرح سنڌو ماٿري جي تهذيب خود پنهنجي آڳاٽن هنرن ۽ معاشرن جي بنياد تي اسري ۽ انهن پاڙيسري آبادين کي پاڻ سان ملايو جيڪي اڳ يا ساڳئي وقت ترقي پذيرهيون. بعد ۾ ڏيساور جي واپارين خاص ميسوپوٽيميا جي تهذيبي نمونن کي مهارت سان پنهنجي تهذيب ۾ ضم ڪيو ۽ موٽ ۾ همعصر تهذيبن کي ساڳئي تجارتي ثقافتي ذريعي سان متاثر ڪيو. قديم سنڌي قومن قدرت جي ڏنل زرخيز زمين، آبهوا، آبي وسيلن ۽ معدنيات جي دولت کي پنهنجي فن ۽ محنت سان خوب استعمال ڪيو ۽ سنڌو ماٿري جي تهذيب لاڳيتو هڪ هزار سالن کان مٿي ارتقا ۽ توسيع جي مرحلن کان گذرندي رهي. اهڙي عظيم تهذيب جي اوچتي تباهيءَ تي پوري دنيا جي علمي حلقن کي سخت افسوس آهي. انهيءَ تهذيبي عظمت جا جديد وارث ان تي فخر تہ ڪن ٿا ليڪن نقل نہ ٿا ڪن. سنڌو ماٿري (جديد

پاڪستان) اج بہ قدرتي وسيلن ۽ انساني ذهني ۽ جسماني قوت سان مالامال آهي ۽ پنهنجي قديم عظمت جي تجديد ( نشاط ثانيہ) جي طلبگار آهي.

## همعصر تهذيبن سان رابطو:

سنڌوماتري جي تهذيب سمير ۽ ميسوپوٽيما جي قديم تهذيبن سان حيرت انگيز طور تي هڪ جهڙائي ڏيکاري ٿي: ترقي يافتہ شهري زندگي، چڪ تي مٽيءَ جا ٿانو ٺاهڻ جو هنر، ڪورن ۽ پڪين سرن جو استعمال، ٽامي ۽ ڪانجهي مان نهيل ڪاٽڻ پيٽڻ جا ٿانو ۽ تصويري رسم الخط ٻنهي قديم تهذيبن، سنڌو ماتري جي تهذيب ۽ سميري - اڪادي تهذيب جا عام عنصر آهن. ايلام ۽ ميسوپوٽيميا جي قديمي علائقي مان موئن جي دڙي جهڙيون بہ مهرون هٿ آيون آهن ۽ موئن جي دڙي جي لپي ساڳي چپري لپي آهي جيڪا ايلام ۽ ميسوپوٽيميا ۾ استعمال ٿيندي هئي. اهي ٽي قديم تهذيبون الڳ طور تي اڀريون يا هڪ ٻئي جون شاخون هيون، اهو سوال اڃا حل نہ ٿيو آهي. ٻيو اهم سوال هي آهي تہ قديم سنڌي تهذيب جو هندي آرين جي ويدانتي تهذيب سان ڪهڙو تعلق رهيو آهي؟ بظاهر ٻنهي تهذيبن ۾ نمايان فرق نظر اچي ٿو: قديم سنڌي تهذيب، سڌريل شهري زندگي جي عڪاسي ڪري ٿي جڏهن تہ ويدانتي هندو آريائي تهذيب وسيع طور تي ٻهراڙيءَ جي زندگي سان وابستہ آهي. آريا لوهہ جي استعمال ۽ جنگي اوزارن ٺاهڻ ۾ پڙ هئا، جڏهن سنڌي انهن کان ناواقف هئا. آرين گهوڙن جو ۽ سنڌين اٺن جو استعمال ڪيو ٿي. مذهبي عقيدن ۽ ريتن رسمن ۾ ٻڻ نمايان فرق معلوم ٿئي ٿو: ويدانتي آريا ڳئون جي پوڄا ڪندا هئا ۽ سنڌي ڏاند (ڍڳي) جا پوڄاري هئا. سنڌين جو شو مهراج ۽ ماتاديوي آرين جي مذهب ۾ موجود نہ هئا ۽ اهي لنگ پوڄا جي سخت خلاف هئا. اهڙي طرح قديم سنڌي تهذيب ويدانتي هندو آريائي تهذيب کان مختلف ۽ انهيءَ کان اڳاٽي هئي. سنڌي تهذيب ٽئين قرن قبل مسيح سان تعلق رکي ٿي ۽ آريائي تهذيب جو تعلق ٻئي قرن ق م سان آهي. تاهم اهو زماني جو تعين حتمي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪجهہ محقق رگ ويد جو زمانو ٽي هزار ق - م کان اڳ ڄاڻائن

تا. بهرحال ايئن چئي نہ تو سگهجي تہ هندي آريائي تهذيب مان هند ـ سنڌ جون باقي تهذيبون اسريون آهن. قديم سنڌي تهذيب جو برصغير جي باقي تهذيبن جي اسرڻ ۾ نمايان ڪردار نظر اچي ٿو. آخري سوال انهن قومن جي نسلن جو آهي جن عظيم سنڌو سڀيتا کي جنم ڏنو.ڪجهہ محقق جي راءِ مطابق قديم سنڌي ۽ سميري هڪ قوم هئا ۽ ٻين جي راءِ مطابق اهي دراوڙ هئا. جڏهن تہ اجا ٿيون مفروضو هي آهي تہ سميري ۽ دراوڙ هم نسل هئا.

## قديم رابطا:

پاڪستان اسٽيل ملز ڪراچي کان هڪ ميل جي مفاصلي تي فونيقين (Phoenicians) جون هڪ سئو قبرون لڌيون آهن، جيڪي پٿرن کي ـ گاري هڪ ٻئي مٿان رکي ناهيون ويون هيون. ماهر آثار قديمہ ڊاڪٽر ايس. ايم اشفاق جي هيءَ دريافت ڏيکاري ٿي تہ قبل مسيح زماني ۾ هن جاءِ تي هڪ شهر هو جنهن ۾ فونيقي تاجر ۽ جهاز ران آباد هئا. (ڊان مئگزين ۵ نومبر ۱۹۹۷ع)

ڪوٽڏيجي تهذيب (۲۵۰۰ ـ ۳۵۰۰ ق ـ م) سنڌوندي جي مٿاهين ڏاڪڻي حصي کان شروع ٿي، اتر ۾ ٽئڪسيلا ۽ گومل وادي، پنجاب ۽ راجستان کان گول ڦرندي، عربي سمنڊ جي ساحل سان ڪڇ، ڪيچ مڪران ۽ بلوچستان جي موجوده صوبي کان مٿي اتر الهندي سرحدي علائقي تائين وسيع ٿي وئي. "ڪوٽڏيجي" انهيءَ همہ گير سنڌي تهذيب جو مرڪز هو. ڪوٽڏيجي جي آثار قديمہ جي کوٽائي ڪندڙ جي راءِ مطابق "ائين سمجهڻ مناسب ٿيندو تہ هن (تهذيب) جي شروعات ۳۵۰۰ ق ـ م ڌاري ٿي جڏهن بلوچستان جي سنگلاخ مٿاهين ٽڪرين (سراوان) جا بروهي قبيلا ريگستان لتاڙي سنڌوندي جي ميداني علائقي طرف وڌيا. پنهنجي آمد جي چند ڏهاڪن اندر سنڌو ماٿري جي هن سخت جان آباد ڪارن هيٺانهين علائقن جو پاڻي نيڪال ڪري، سرسبز سڪل زمين تي، زرعي زمينون ۽ ڳوٺ آباد ڪيا. انهيءَ زماني ۾، ايران جي مٿاهين پٽ مان ٻيون ڳوٺاڻيون پوکي راهي ڪندڙ قومون بہ لڏي اچي هتي آباد ٿيون. هنن وڌيڪ سڌريل زراعتي اوزار،

نار (پرشن ويل)، هر جي چوني، ناڙي ڪرڻ ۽ سنهور گهمائڻ وغيره جا طريقا ٻاهران آندا. شايد انهن ڳوٺن کي وڏائي شهرن اڏڻ جو رواج وڌو. ڪوٽڏيجي جو قلعو، برصغير ۾ سڀ کان آڳاٽو قلعي بند شهر آهي. هن تهذيبي مرڪز جي تباهي جو سبب وڏي باهه لڳڻ کان علاوه هي ٿي سگهي ٿو ته "شهري ماڻهو، جن امن پسند زندگي گذارڻ چاهي ٿي، اهي انهن سخت جان درانداز جو مقابلو ڪري نه سگهيا جن ڪوٽڏيجي تهذيب جا ٻه مکيه شهر "ڪوٽڏيجي" ۽ "گوملا" ساڙي خاڪ جو ڍير ڪري ڇڏيا." (ڊاڪٽر ايف . اي خان، "انڊس سولائيزيشن،نيو پرسپيڪٽوز ڪوٽڏيجي ڪلچر" ص ١٧؛( ايضا) ايڪسڪيويشن ائٽ ڪوٽڏيجي، ص ٢٢.)

## سنڌو تهذيب جو ترقي يافته دور:

عظيم سنڌو تهذيب اٽڪل ٢٥٠٠ ق . م ۾ موئن جي دڙي وٽ قائم ٿي. ان کان اڳ جي ٻن سنڌي تهذيبن، آمري ۽ ڪوٽڏيجي جي آثارن مان اهي خاص ثبوت شهادتون نه مليون آهن، جيڪي سنڌو تهذيب کي دنيا جي هڪ عظيم تهذيب ثابت ڪن ٿيون. اُهي آهن: لکڻ جو فن، شهري ادارا ۽ انگي واپار. موئن جي دڙي مان لڌل مخروطي مُهرن تي اڪريل تحريرون اڃان پڙهڻ ۾ نه آيون آهن پر اُنهن تي ماهرن جو ڳوڙهو سوچ - ويچار جاري آهي، هن وقت ثائين حاصل ڪيل نتيجن مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ سنڌي رسم الخط ( لکٽي) ساڄي کان کاٻي لکي ويجي ٿي؛ جيئن هاڻوڪي سنڌي، عربي، فارسي يا قديم عبراني ٻولين جون لکٽيون پڙهيون آهن. ٻيو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته موئن جي دڙي جي هيءَ سنڌي رسم الخط سميري . تهذيب ( آغاز ٢٥٠٠ ق م) جي مخصوص تصويري رسم الخط واري قسم جي آهي، جيڪا ترقي يافته حالت ۾ آهي ۽ اوائلي ڪوفي رسم الخط سان مشابهت رکي ٿي. اهڙي طرح معلوم ٿئي ٿو ته موئن جي دڙي جي تهذيب اڪاد جي تهذيب جي همعصر آهي ۽ ميسوپوٽيميا جي سڌريل ڪوفي رسم الخط جو موئن جي دڙي جي رسم الخط سان تعلق آهي. اها رسم الخط ميسوپوٽيميا ۾ سارغون اول ( غالباً ٢٥٠٠ ق . م) جي دور ۾

ايجاد ٿي، جڏهن سامي اڪادي (Semetic Akkadian) زبان سميري زبان جي جاءِ تي سرڪاري زبان طور مقرر ٿي هئي. موئن جي دڙي واري رسم الخط ۾ ٢٥٠ اکر آهن، جڏهن تہ ميسوپوٽيميا جي اوائلي سميري رسم الخط ۾ ٩٠٠ اکر هئا. اهڙي طرح سنڌي لپي سميري رسم الخط کان وڌيڪ سڌريل حالت ۾ هئي. وڌيڪ پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ موئن جي دڙي جي رسم الخط ۾ حروف علت ۽ انگن جو استعمال ڪيل آهي.

سنڌو تهذيب جي ٻي خصوصيت سندس شهري ادارا آهن. موئن جي دڙي جا آثار قديمہ جيڪو سماجي نظارو پيش ڪن ٿا اُنهي ۾ شهر جي صفائي سترائي، پاڻي جو نيڪال، گند ڳڏ ڪرڻ جو هنڌ، صاف پيئڻ جي پاڻيءَ جي فراهمي، اناج جا گدام، مجلس خانہ، حمام، ويڪريون گهٽيون، گوني ڪنڊ تي گهرن جي اڏاوت وغيره هڪ سڌيل سماجي نظام ۽ مهذب قوم جا نشان آهن. سندن هنرن، صنعتن ۽ اڏاوتن، تحريرن ۽ تهذيبي نشانن مان ظاهر آهي تہ هتي هڪ متمدن، منظم ۽ ترقي يافتہ قوم آباد هئي.

## سنڌو تهذيب جو زوال:

سنڌو ماٿريءَ جي آثار قديمہ جي مزيد کوٽائي تائين اهو هڪ معمو بنيو رهندو تہ ڪڏهن ۽ ڪيئن اهڙي وسيع ۽ ترقي يافتہ تهذيب زوال پذير ٿي. دراصل هن تهذيب جي پکيڙ جي لحاظ کان ڪو هڪ زمانو ۽ هڪ سبب پوري تهذيب جي تباهيءَ جو داستان ٻڌائي نہ سگهندا. سنڌو ماٿري جي وچ علائقي ۾ " موئن جو دڙو" ذيڪاري ٿو تہ هن متمدن شهر جو انجام اوچتو ۽ هڪ ڊرامائي انداز ۾ ٿيو: ٻئي قرن ق - م جي وچ ڌاري اٽڪل ١٥٥٠ ق - م ۾ حملي آور اوچتو پر گهت ٿيا ۽ قتل غارتگري بعد لاشن کي گهٽين، گهرن ۽ رستن ۾ جيئن جو تيئن ڇڏي اڳتي وڌي ويا. هڪ گهر ۾ ١٣ لاشا پکڙيا پيا هئا جن ۾ مردن ، عورتن ۽ ٻارن جا لاشا هئا. انهن مان ٻن کي مٿي ۾ تلوار يا ڪهاڙي جو ڌڪ لڳل هو. ( برٽانيڪا ج ١٢ص ١٨٩)

ٻئي هنڌ ٩ لاشا ڍير ٿيا پيا هئا انهن ۾ پنج ٻارن جا لاش هئا. هڪ

عام ڪوهہ وٺ ۾ لاشا جن مان هڪ يقيناً عورت جو هو جيڪي ڪوهہ جي ڏاڪڻ تي ڏڪ هٿي ماريا ويا هئا ۽ وڏيڪ ۾ لاشا پرواري گهٽي ۾ پيل هئا. ٻين گهٽين ۾ پڻ اهڙي طرح لاشا پيل ڏٺاويا جن لاءِ ڪو پورڻ وارو نہ بچيو هو. اهي جملي آثار موئن جي دڙي جي متاچري وارن آخري تهن تي مليا آهن جيڪي انهن آخري گهڙين جا شاهد آهن: مارينڌڙ ڪير هئا، ڪٿان آيا ۽ ڪيڏانهن ويا سو اڄ تائين ڪنهن کي پتو نہ پيو آهي.

موئن جي دڙي جي تباهيءَ جو زمانو، سنڌو ماٿري جي علائقي اندر اولين آريا حملي سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي: جيئن " رگ ويد" ۾ هنن نوآمد حملي آورن کي مقامي ماڻهن جي ڪوٽن ۽ عالم پناهن وارن شهرن تي حملو ڪندي ڏيکاريو ويو آهي ۽ سنڌن جنگ جو ديوتا "اندرا" قلعن کي ائين ڦاڙي رهيو آهي جيئن عمر لباس کي پراڻو ڪري ڇڏي ۽ اهو ڦاٽندو وڃي. تباهيءَ جو تعلق موئن جي دڙي سان ڏيکاريو ويو آهي پر ممڪن آهن تہ "رگ ويد" جي "هري يُپنيا" جو منظر جنهن ۾ آرين، غير آرين تي فتح حاصل ڪئي، سو " هڙپا" سان تعلق رکندو هجي.

## تهذيب ۽ تمدن:

سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ منگول ثقافت جو اثر معلوم نہ ٿو ٿئي،ليڪن آريا ۽ دراوڙ تهذيبن بابت ڪافي معلومات ميسر آهي: سنڌو ماٿري جي تهذيب تي سڀ کان وڏيڪ " دراوڙ" تهذيب ۽ تمدن جو اثر ٿيو. " آريا" آبادڪار ڳوٺاڻي ثقافت سان وابستہ هئا. سنڌ ۾ آمري ۽ بلوچستان ۾ نال،ڪلي وغيره جا آثار پڻ ساڳي تهذيب ظاهر ڪن ٿا. ڪوٽڏيجي جي زماني کان سنڌي ثقافت شهري تمدن طرف ترقي ڪئي. " آريا" انهي کان گهٽو پوءِ بر صغير ۾ داخل ٿيا. انهن لاشعوري طور تي سنڌو ـ ماٿري جي سڌريل تهذيب، ثقافت، ۽ مذهب جو اثر قبول ڪيو. ناچ ، راڳ، پرم ۽ سونسا، نانگ ديوتا ۽ جلپريون وغيره سنڌو ماٿري جي قديم تهذيب ۽ دراوڙي بنيادن جا نمونا آهن، جيڪي هندي آريا تهذيب ۽ هندو مذهب ۾ شامل ڪيا ويا. دراوڙ پهريان مهذب انسان هئا جن شهري ثقافت جو بنياد

رکيو. انهن ئي بحري جهاز ناهي ساموندي سفر جو آغاز ڪيو ۽ پرڏيهي واپار جا باني هئا. قلعن ۽ شهرن اڏڻ جو فن آرين، دراوڙن کان سکيو. تاهم تهذيب جي ترقي ۾ آريا فڪر ۽ ويدانت جو اهم عنصر شامل آهي. انهن سنسڪرت ٻولي ۽ انهيءَ جو وسيع ادبي ذخيرو فراهم ڪيو. ڪيترا دراوڙي لفظ ۽ محاورا انهيءَ ۾ شامل ڪيا ويا.

## قديم دور جي تهذيب جا آثار:

بلوچستان جي موسيٰ خيل علائقي ۾ سليمان جبلن جي سلسلي اندر، قديم پٿر جي دور (Paleolithic Age) جون نو غارون لڌيون ويون آهن جن ۾ جانورن ۽ انسانن جون شڪليون اڪريل آهن ۽ گلڪاري ڪيل آهي. جانورن جي شڪلين ۾ ٻگهڙ، گهوڙا ۽ ڍڳا نمايان آهن ( اي پي پي، ڪراچي ١۴ نومبر ١٩٩٧ع). مسٽر فضل داد ڪاڪڙ جي هيءَ دريافت پاڪستان جي سيني اخبارن ۾ شايع ٿي آهي. موسيٰ خيل جي غارن جي اسپين جي " التميره" ۽ فرانس جي "ليڪاخس" غارن سان مشابهت نظر اچي ٿي. ساڳي قسم جون غارون افريقا جي صحارا ۾ لڌيون ويون آهن. انهن غارن جو مجموعي زمانو ١٢٠٠٠ ق-م کان ٢٠٠ ق-م مقرر ڪيو ويو آهي. برفاني دور جي پڄاڻي ( سن ١٠,٠٠٠ ق-م) وقت ڌرتي جي آبهوا ۽ ايڪوسسٽم مطابق ،چٽسالي ۾ڪتب آندل رنگن جو مطالعو ڪيو ويو آهي. يورپي غارن ۾ استعمال ڪيل رنگ: ڳاڙهو، ڳاڙهسرو، ڪارو ۽ پيلو، انهي زماني جي رنگن سان مطابقت ۾ آهن. ساڳا رنگ موسيٰ خيل جي غارن ۾ چٽيل نقش و نگارن ۾ نظر اچن ٿا ۽ جانورن جون شڪليون اُهي ساڳيون آهن جيڪي يورپ جي غارن ۾ اڪريل آهن.[١٠]

سنڌو ماٿري جي قديم ترين تاريخ ۾ سيوهڻ - آمري تهذيب ۽ لڪي تڪرين جي علائقي کي شامل ڪرڻ ضروري آهي جيڪي پٿر جي اوائلي دور (Early Stone Age) جا آثار ڏيکارن ٿا: شاهه بلاول نالي بستي،

قلات جي پب جبل ۾ واقع جوکيا قوم جي اصل ماڳ " ڪنگور" جي اتر ۾ آهي. شاهہ بلاول جي واٽ سان سيوهڻ کان لاهوت لامڪان ڏانهن قديم ترين آمد رفت جا آثار ملن ٿا. شاهہ بلاول کان لاهوت لامڪان فقط ٿي ميل پري آهي ۽ ڪراچيءَ تائين ڪل مفاصلو ٧٢ ميل آهي. هن قديم شاهراهہ وٽان لڌل انساني ڍانچا ، ماهرن جي راءِ مطابق ڏيکارن ٿا تہ اُهي ويشنو هئا ۽ غارن ۾ رهندا هئا. تاهم سندن ويشنو هجڻ مشڪوڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ هو مڇي مارڻ تي گذرسفر ڪندا هئا. ٻئي طرف سيوهڻ جي ڏکڻ ۾ يڪ ٿنڀي ۽ لڪي جي چشمن جي پريان، ٻيون غارون، سندن مڪينن جي بود و باش جا آثار آهن. هُو پنهنجا مردا پوريندا هئا. لڪي جي چشمن ڪانوڻي شاهہ بلاول واري واٽ وٽي ڪراچي تائين اڻ گهڙيل پٿر جون ٺهيل قبرون ملن ٿيون، جيڪي ١٥ ـ ٢٠ فٽ ڊگهيون، ٨ ـ ٩ فٽ ويڪريون ۽ سراسري ٢ فٽ اُڀيون آهن (پيرو مل، قديم سنڌ ص ص ٥٩ ـ ٥٧) اهي سنڌ ۽ سنڌو ماٿري جا اصل باشندا هئا. سندن گذر سفر مڇي مارڻ، کيتي ڪرڻ، جهنگلي جانور جي شڪار ۽ خانہ بدوشيءَ تي هو. اهي سنٿالن، ڪولهين ڀيلن ۽ ٻين قديم قومن جا ابا ڏاڏا هئا. (پٿاوالا. هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ. ص١٩)

سنڌو ماٿري ۾ پٿر جي دور (Stone Age) جو زمانو هن طرح تقسيم ڪيو ويو آهي: (١) پٿر جو اوائلي دور: (Palaeolithic) ٽيهہ لک سال کان ويهہ هزار سال قبل مسيح، (٢) پٿر جو وچون (Mesolithic) دور: ويهہ هزار سال کان ١٢ هزار سال قبل مسيح ۽ (٣) پٿر جو نئون (Neolithic) دور: ١٢ هزار سال کان ٥ هزار سال قبل مسيح. سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب پٿر جي نئين دور (٥٠٠٠ ـ ١٢٠٠٠ ق م) ۾ اسري، جڏهن پٿر سان گڏ ٽامي جو استعمال شروع ٿيو. انهيءَ کان اڳين سنڌو تهذيبن ۾ پٿر جي صنعت ۽ ڪاريگري اوج تي پهتي هئي. چولستان ۽ روهڙي جي ٽڪرين ۾ پٿر جي اوزارن ۽ هٿيارن ٺاهڻ جا ڪارخانا معلوم ڪيا ويا آهن. اهم هٿيار چقمقي پٿر (Flint) ۽ واري ۾ گڏيل مادي سليڪا مان چرٽ بليڊن (Chert blade) جي صورت ۾ ٺهيا ويندا هئا جن ۾ تيز ڌار وارا تير ۽ مضبوط ڪمانون شامل هيون. واري

۽ مٽي جي گاري مان مورتيون، ٽانو ٽپا ۽ پيون گهربل شيون ناهيون وينديون هيون. زنانا مجسما ۽ سڱن وارن ٻتن جا نوادرات هڙپا موئن جي دڙي واري تهذيبي دور کان اڳ جو زمانو ظاهر ڪن ٿا، جيڪي سرائي کوهلا (ٽئڪسيلا جي علائقي ۾)، رحمان ڍيري ۽ بنون جي واديءَ ۾ لڌا ويا آهن. " ڪالي بيگن" ۽ " منڊيا" وٽ ٻه اهڙا آثار موجود آهن. اهي ٻتپرستي جا اوائلي ثبوت آهن ۽ عظيم سنڌو سڀيتا ۾ اوائلي مذهبي ۽ ثقافتي ارتقاء جا آثار ڏيکارن ٿا، بنون، ديراجات ۽ ڪڇي بلوچستان جابلو ڪير جي علائقن ۾ ماحول سان انسان جي مطابقت جا آثار نمايان آهن: اندازي مطابق ٤٥٠٠ ق - م کان ٤٠٠٠ ق - م تائين اهي بنياد استوار ٿيا جن سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب کي جنم ڏنو. ڪوٽڏيجي ۽ هڙپا جي اوائلي تهن ۾ ڪچين سرن جون پٽيون ۽ ڪوٽ ڏيکارن ٿا ته ٤٠٠٠ ق - م ڌاري هتي وڏيون سماجي ۽ اقتصادي تبديليون آيون. اهڙيون اڏاوتون، سرمائي ۽ منظم مزدوري نظام جي تقاضا ڪن ٿيون. انهن مان نفع بخش پيداوار، طبقاتي سماج ۽ هنري لياقت جو پتو پوي ٿو. ڏيساور جي واپار ۽ پرڏيهي آمد رفت جا اهڃاڻ ڏيکارن ٿا ته اُتر افغانستان جو نيلم ۽ ياقوت، گومل وادي ۾ رحمان ڍيري، ٽئڪسيلا ۾ سرائي خولہ، وچ پنجاب ۾ جليل پور، سنڌ ۾ ڪوٽڏيجي ۽ بلوچستان ۾ مهر ڳڙهہ جي بازارن ۾ وڪرو ٿيندو هو. ڪشمير جي نيلم واديءَ جي هن نفع بخش واپار ۾ شموليت لازمي سمجهڻ گهرجي. چولستان جي رٽپٽ ۾ قديم گهگهر - هاڪڙو جي وادي ڳتيل آباديءَ جا آثار ڏيکاري ٿي. هڙپا کان اڳ واري دور ۾ ايڏي وسيع انساني آبادي، سنڌو ماٿري جي مرڪز ۾ هڪ جهڙي تهذيب قائم ڪئي هئي، جيڪا ڏيکاري ٿي ته فني، ثقافتي ۽ تجارتي لحاظ کان اُن وقت جون قومون ۽ قبيلا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هئا ۽ اُنهن ٻاهرين دنيا سان تعلق قائم ڪيو هو.

## تاريخي شواهد:

دجلہ - فرات واديءَ ۾ بن سامي بادشاهتن: اُتر ۾ " ڪِش" ۽ ڏکڻ ۾ " ڪينگي" جا آثار معلوم ڪيا ويا آهن ۽ انهيءَ زماني ۾ مصر جي اولهہ

ايشيا سان تجارتي تعلقات جو پتو پوي ٿو. سن ٤٠٠٠ ق - م کان ٣٥٠٠ ق - م تائين مصر ۽ اولهه ايشيا جي سياسي ۽ مذهبي تاريخ جا ڪجهه شواهد موجود آهن: "عور" جي علائقي ۾ دنيا جي بادشاهي جي دعوي ڪندڙ پهريون فاتح، "لوگل زاغس" (lugalzaggis) ۽ بابل جا بادشاهه "انشڪ ڪوشنا" ۽ اهرام مصر (Pyramids) جو پهريون معمار چيوپس (Cheops) (٢٧٥٠ ق . م) انهيءَ زماني ۾ ٿي گذريا. جيئن ته سندوماتريءَ جي لپي پڙهجي نه سگهي آهي، تنهنڪري هتان جي همعصر سياسي تاريخ نامعلوم آهي. فقط آثار قديمه جي نوادرات تي انحصار ڪندي چئجي ٿو ته سن ٣٠٠٠ ق . م کان اڳي "سوسه" (ايران) مان عيلامي (Elamites) قبيلا هجرت ڪري، پارٿيا، سيستان ۽ مڪران مان ٿيندا، سندو ماتري جي قديم تهذيبي علائقن ۾ اچي آباد ٿيا. تاريخ جي انهن اوائلي مهاجرن پاڻ سان ڪنير جو چڪ ۽ ٿانون ناهڻ جو هنر آندو ۽ هتي نئين پٿر جي دور جي تهذيب (Neolithic civilization) جو آغاز ڪيو. آثار قديمه جي شواهد مطابق سن ٣٠٠٠ ق . م کان ٩٠٠ ق . م تائين، سندو ماتريءَ ۾ پٿر ۽ ٽامي جو (Chalcolithic) دور هو، جنهن ۾ سندو ماتريءَ جي اوائلي تهذيب (٢٣٠٠ــ ٣٥٠٠ ق م) جا آثار ملن ٿا: لورا لائي ۽ ڪيچي بيگ جا آثار (٢٧٥٠ ــ ٣٠٠٠ ق م) نڪر جي ٿانون تي ڏڱي جي شڪل ڏيکارن ٿا، جيڪا آمري جي آثارن ۾ پڻ شامل آهي. سنڌ جي علائقي ۾ پٿر جي نئين دور جو زمانو ٣٠٠٠ ق . م کان ٢٣٥٠ ق . م تائين شمار ڪيو ٿو وڃي. (پنوهر، ڪرانالاجيڪل، ص ٢٣) بائيبل جي تقويم مطابق طوفان نوح ۽ دنيا جي غرق آبي انهيءَ زماني ۾ ٿي گذري. حضرت نوح عليه السلام جي ولادت جو سال ٢٩٤٨ ق . م ڄاڻايل آهي.

## گهٽ ڄاتل آثار قديمه:

موئن جي دڙي جا همعصر آثار قديمه به دريافت ٿيا آهن: ٿرڙي لڳ "گبِجو" (ضلع سنو قومي شاهراه تي) (٢) "ڪارڙي" ڪوٽڙي جي اتر طرف. (٣) "ونجهوٽ" روهڙي جي پريان رني ريلوي اسٽيشن کان ٥ ميل

پري، ٩٦٢ع جي زلزلي ۾ سکر ۽ بکر ٻہ جدا ٽڪر ٿهي پيا ۽ سنڌو درياه سکر ۽ روهڙي وچان وهڻ لڳو. ان وقت ونجهوت، درياهہ جي ٻي رخي سبب ٿي ويو. ( ڪزنس، انٽني ڪٽيز آف سنڌ ص ٥، ٦ ـ ١٤٩ ب ص ٧٦)،
(٤) "ليمو جوٽيجو" ( سرجان مارشل موهن جو دڙو ائنڊ انڊس سولائيزيشن ص ٩٢).

## اهم آثار قديمہ:

چانهو جو دڙو : ١٩٢٨ع ۾ مجمدار ٣ دڙا ڳوٺ جمال ڪيريو ( تعلقو سڪرنڊ ضلع نوابشاهہ) لڳ مٿاڇرا کوٽيا. ٣٦ ـ ١٩٣٥ ع ۾ مسٽر مئڪي وڏيڪ کوٽائي ڪئي، ليڪن رپورٽ نامڪمل رهي.
"ڪاهو جو دڙو" کوٽي ١٩١٠ع ۾ هينري ڪزنس، ٻڌ ڌرم جا آثار ظاهر ڪيا. پوءِ ٢٢ ـ ١٩١٨ع مسٽر بئنرجي ڏکڻ پنجاب ۾ بياس ندي جي سڪل پيٽ ۾ سڪندر اعظم جا ١٢ نل ڳولي رهيو هو.انهيءَ دوران بهاولپور ۽ لاڙڪاڻي جي وچ ۾ سنڌو نديءَ جا ١٨ سڪل پيٽ ڏنائين ۽ جيڪب آباد ، سکر ۽ لاڙڪاڻہ ضلع ۾ ٢٧ وڏن ۽ ٥٣ ننڍن ٻڌ دور جي شهرن جا نشان مليس. ( ص ٨١، سنيت ڪمار چٽتر جي، ماڊرن ريويو ڊسمبر ١٩٢٤) مئن/ موئن ( مهن) جي دڙي تي ٻڌ اسٽوپا ( مندر) ٤٦ فوٽ اتاهون ۽ چوڦيرڌ ڀڪشين جي رهڻ جون ڪوٺيون، مندر تي چڙهڻ جي جدا ڏاڪڻ ۽ لهڻ جي جدا ڏاڪڻ، مٿي تلهي تي نهيل نل. ( جيڪو ان وقت ڍڪيل هو)، نل جي ٻاسي وارين پٽين جي مٿان ٻہ سوڙهيون ڏاڪڻيون هڪ اتر ٻي ڏکڻ طرف ۽ هڪ ننڍي ڪوٺي جنهن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جو بت رکيل هو.ظاهر ٿيا. زمين جي مٿاڇري تي پير سان رهڙون ڏيندي خوبصورت چٽسالي وارو ٺڪرائو ۽ ڪجهہ پٿر جون چريون هٿ آيون اهڙي طرح هڪ عظيم سڀيتا اتفاق سان ظاهر ٿي پئي جنهن جهڙي اڳ ڪنهن کي معلوم نہ هئي. ٢٤ ـ ١٩٢٢ ٻن سالن جي کوٽائي بعد موئن جي دڙي مان چٽن دورن جون نهيل جايون ۽ ساز و سامان هٿ آيو. قديم سنڌين جي فن ۽ ڪاريگريءَ جا ثبوت ٺڪر جي ٿانون، ڌڪاٽڪي ڪم، جائن جوڙڻ،

لوهارڪي ڪرت، عاج جو ڪم ۽ سنگتراشي جي صورت ۾ مليا آهن. هو ڪپڙو اڻڻ بہ ڄاڻندا هئا. سا شاهدي آڏاڻن ۽ ڪپهہ ڪتڻ جي چڪرن مان ملي ٿي.

"هڙپا" ۽ " موئن جي دڙي" مان تور جي وٽن جو وڏو تعداد هٿ آيو آهي.اهي ماپ ۾ وڏو تفاوت رکن ٿا، هڪڙا تہ اهڙا آهن جيڪي هٿن سان کڄي نہ ٿي سگهيا. مڙسن رسا وجهي مٿي کنيا ۽ ٻيا تہ وزن ۾ رتي، ماسي جيترا يا اجان بہ ننڍي وزن جا آهن، جيڪي سونارن ۽ جوهرين جي استعمال ۾ هوندا. تاهم هڪ عام وٽ جيڪو استعمال ڪيو ويو ٿي سو مخروطي شڪل ۾ آهي. هنن ماڻهن کي پيمائش (فٽن ۾ ماپ) جي بہ ڄاڻ هئي. لڳي ٿو تہ سرڪار جو وٽن تارازين ۽ تورماپ جي نظام تي سخت ضابطو رکيل هو.

موئن جو دڙو هڪ وڏو واپاري مرڪز ۽ بين الاقوامي منڊي هو. اندروني بيروني واپار خاص طور تي بيل گاڏين تي ڪٽي خشڪي جي رستن تان هلايو ويندو هو. قيمتي پٿرن، هيرن جواهرن ۽ گهڻ قيمتي معدني جواهرات، ياقوت، زمرد، فيروزه وغيره جي عام استعمال مان، سنڌو ماٿري ۽ ان جي پاڙيسري تهذيبي علائقن، اتر الهندي ، ۽ ڏکڻ هندستان جي وچ ۾ واپار جا اهڃاڻ ملن ٿا. ٻاهرين ملڪن سان واپار جي نشاندهي لڏل مهرن تي اڪريل ٻيڙيءَ جي شڪل مان ٿئي ٿي. بيروني تجارت بحري رستن سان خاص طور تي اولهہ ايشيا جي ملڪن سان جاري هئي." سميريا" مان موئن جي دڙي جون شيون لڌيون آهن.

موئن جي دڙي جا آثار صنعتي، تجارتي ۽ شهري تمدني ثبوتن سان گڏ، سنڌ جي قديم زراعتي فن ۽ عام پيشي جو منظر پڻ پيش ڪن ٿا: هتي جا رهاڪو پوک راهہ ۽ انهيءَ جي مختلف طريقن کان بخوبي واقف هئا. لڌل " ڏاتو" سندن هارپ جي ساک يري تو ۽ اهڙا ٻيا کيتي جا اوزار لڌا ويا آهن، ان وقت عام پوک ڪڻڪ، جو، ٻاجيون ۽ ڪپهہ وغيره جي ڪئي ويندي هئي. زمين ٻلي هئي ۽ پاڻي جام هو. زمين جي پوک هنن ماڻهن جو خاص ڌندو هو. پوک راهہ سان گڏ گهرو جانورن جي پالنا ڪئي ويندي هئي. ڳئون، ڍڳو، مينهن، رڍ ٻڪري اٺ وغيره سندن گهرو پاليل جانور ۽

پيٺ قوت جا مددگار ساٿي هئا.

سنڌو ماٿري جي دارالخلافة موئن جي دڙي مان زراعت سان گڏ صنعت ۽ حرفت جي ڪارخانن جو پڻ پتو پيو آهي، جن ۾ خاص ڪپهہ اٽڻ ۽ ڪپڙي تيار ڪرڻ جا آڻاٽا آهن. سنڌو ماٿري جي مختلف گهرن مان انهن جو وڏو تعداد هٿ آيو آهي. انهي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪپهہ ۽ ان ڪتڻ جو عام رواج هو. هو ڪپڙن کي رنگ ڏيڻ ( رنگريزي) جا بہ ماهر هئا. هنن سون، چاندي، پتل، ٽامي، ٽن ۽ شيهي وغيره جون ٺاهيل شيون ڇڏيون آهن. تاهم سندن ٿانو ٺاهڻ جو هنر اتم آهي. مٽي جا ٺهيل ٿانو ٻن قسمن جا آهن. هٿ سان ٺاهيل ۽ ڪنيارڪي چڪ تي ٺاهيل، آوين جا نشان ڏيکارن ٿا تہ اهي ٿانو باهہ تي پچايا ويندا هئا. ٿانو بہ ٻن قسمن جا آهن: اهي جيڪي ڏهاڙي ڪتب ايندڙ آهن ۽ اهي جن ۾ شيون سانڍي رکجن. پوئين قسم جا ٿانو رنگين ۽ چٽسالي ڪيل آهن.سانچا،پچڪاريون، گڏون، پيالا، پاٽيون، ٿالهيون وغيره، عام استعمال جون شيون معلوم ٿيون ٿين. ٽامي ۽ پتل جي صنعت هيٺ سيون، ڪلوڙا، ڪهاڙيون، ڏاٽا، چاقو وغيره ٺاهيا ويندا هئا.

## ماڻهن جي پوشاڪ ۽ ڳهہ ڳٺا:

پڪ آهي تہ سوٽي ۽ اوني ڪپڙا تيار ڪيا ۽ پاتا ويندا هئا. ڪپڙن سبڻ جون سيون ڏيکارن ٿيون تہ ڪپڙا سبي پاتا ويندا هئا. ان زماني جي سنگتراشي مان پوشاڪ جو پتو پئجي سگهي ٿو. لڳي ٿو تہ عورتون سٿڻ مٿان ڪمربند ٻڌنديون هيون. دراصل مردن ۽ عورتن جي ويس وڳي ۾ فقط ٿورو فرق معلوم ٿئي ٿو. اڪثر ماڻهو هيٺيون ڌڙ ڪپڙي سان ڍڪيندا هئا جيئن هندو ڌوتي ۽ مسلمان گوڏ يا سٿڻ استعمال ڪن ٿا. مٿين ڌڙ تي شال (اجرڪ) اوڍيندا هئا. ( جيڪو ڪلهن تي رکيو ويندو هو.) موئن جي دڙي جا ماڻهو وڏا شوقين هئا. مرد مختلف قسمن جا ڏاڙهيءَ ۽ مٿي جي وارن جا نمونا ۽ خط رکندا هئا. عورتون پڻ فيشن ڪنديون هيون ۽ ڪڻ کي وڄٽي وانگر والين سان سينگارينديون هيون. وارن کي پکي (وڄٽي) جي شڪل ۾

ناهينديون هيون.

عاج جون ڦٽيون ۽ پتل جون آرسيون لڌيون ويون آهن. ماڻهو اکين ۾ سرمو پائيندا هئا. حمام جون مختلف شيون، جيڪي عاج، ڪنهن ڌاتو يا پٿر جون ٺهيل آهن، گمان ڏيکارن ٿيون ته ماڻهو ڪنهن قسم جو پائوڊر به استعمال ڪندا هئا. ويدن جي زماني جا ليکڪ چاڻائن ٿا ته قديم سنڌ جي ثقافت حسن ۽ حمام جي تهذيب ڪي رسيل هئي. چانهو دڙي مان لڌل آثار ڏيکارن ٿا ته اتي چپن کي سرخي لائڻ جو رواج هو. مرد زالون سڀ زيور پائيندا هئا، زيور مٽي ۽ ڌاتو جي مختلف قسمن سون، چاندي، ٽامي، پتل وغيره جا ٺهيل هوندا هئا. ڪجهه عام زيور هئا جيئن ته ڳچي جو هار، ٻانهيون، هٿ جون منڊيون ۽ ڪنگڻ جيڪي مرد توڙي عورتون عام پائيندا هئا. موئن جي دڙي جا ماڻهو ڪاريگر سونارا هئا. ايرينگ ۽ پازيب خاص زنانه زيور سمجهيا ناهيندا هئا.

مهرن تي اکريل جانورن جون شڪليون، مختلف قسمن جا تعويذ (بازو بند، گلي بند) ۽ پتليون سنڌن مهارت جي ساک ڀرن ٿيون. "سنگتراشيءَ" ۾ "هڙپا" مان لڌل چند پٿر جا بت ۽ پتل جي ٺهيل رقاصه (ناچڻي) جي پتلي: "اگهاڙي پر ڪلهن تائين هارن سان جهنجهيل، اشتعال انگيز انداز ۾ هڪ هٿ چيلهه تي رکيل ۽ نازڪ جنگهه ذرا موڙيل، هيءَ جوانڙي زنده حسن جو اهو نمونو پيش ڪري رهي آهي جيڪو دنيا جي ڪنهن به قديم تهذيب جي فن پاره ۾ نه ٿو ملي" ( ريچو ڏري ص ٢٩) چيو وڃي ٿو ته موئن جي دڙي جي ناچڻي مندر جي داسي ۽ وشيه جي شبيهه آهي، جيڪي همعصر وچ مشرق جي تهذيبن ۽ بعد جي هندو ثقافت جو هڪ اهم عنصر هيون، ليڪن سنڌو ماٿري جي هنن علامت سان انهيءَ ديو - داسي ، يا بت پرستي جو تعلق تاريخي طور تي ثابت نه ٿي سگهيو آهي." بڪ سان چئي نه ٿو سگهجي ته هيءَ نوجوان ڇوڪري ڪا ناچڻي يا رقاصه آهي، مندر جي رقاصه ته بنهه نه ٿي ڏسجي". (ايضا) ماڻهو شڪار جا شوقين هئا. ڪيترين مهرن تي اکريل شڪلين ۾ شڪاري ڏيکاريا ويا آهن جيڪي جهنگلي ٻڪري ۽ هڪ وڏن واگهن جي قسم جي جانورن جو تيرڪمان سان شڪار ڪري رهيا آهن. پکي ويڙهائڻ، شوقيه توڙي روزگار خاطر مڇي

مارڻ، ۽ ڏاري راند رهڻ جون علامتون مليون آهن. پار متي جا رانديڪا ناهي ڪيڏندا هئا. راڳ ۽ ناچ خاص مشغلو هو.

## خوراڪ:

موئن جي دڙي ۾ ويشنو ۽ گوشت کائيندڙ ٻنهي قسمن جا ماڻهو رهندا هئا. ڪڻڪ، جو ۽ جانور جي پوک ۽ مال، مڇي ۽ ڪڪڙيون پالڻ جو ڪم کاڌ خوراڪ لاءِ ڪندا هئا. کجي ( ڪتل ۽ ڏوڏا) سندن پسند جو خاص ميوو (۽ کاڌو) هو ( ربچوڌري ص ٢٥). اڌ سڙيل هڏا جيڪي گهرن گهٽين ۽ رستن تان لڌا آهن ڏيکارن ٿا ته هي ماڻهو وڏو نندو گوشت، پکي ۽ مڇي به کاڌي ۾ استعمال ڪندا هئا.

موئن جي دڙي جي آثارن مان مڙدن کي نيڪالي لڳائڻ جا ٽي طريقا نظر اچن ٿا. هڪ ته مڙدن کي زمين ۾ پورڻ جو رواج هو. ٻيو جيڪي قبيلا مڙدن کي ساڙيندا هئا اهي به انهن جون باقيات ( رک ۽ هڏا) زمين ۾ پوري ڇڏيندا هئا. ٽيون طريقو هي هو ته لاشن کي جانورن ۽ پکين جو کاڄ بڻجڻ لاءِ کليل ميدان تي ڇڏيو ويندو هو.(زرتشتي پارسي طريقو) پر پوءِ به انهن جا هڏا وڏن ٿانون ۾ وجهي حفاظت سان رکيا ويندا هئا. سرجان مارشل جي سوچ مطابق وچون طريقو يعني لاش کي ساڙي ان جي خاڪ ۽ هڏيون دفن ڪرڻ جو عام رواج هو.

"هڙپا" جي آثار قديم مان " لنگ" جي مورتيءَ جو ملڻ ظاهر ڪري ٿو ته " شو" جي سنڌو ماٿري ۾ پوڄا ٿيئي ويندي هئي ۽ ممڪن آهن ته هن ديوتا جي پوڄا کي عيسوي سن جي ابتدا ڌاري هندومت ۾ شامل ڪيو ويو. ( ربچوڌري ص ١٩٥) ان جو ٻيو نمونو موئن جي دڙي مان مليو آهي جنهن جو بت اپي مخصوص مرداني عضوي جي شڪل ۾ آهي ۽ ان جي چوڦير جانور بيهاريل آهن ( ايضا) موئن جي دڙي جا ماڻهو " شو"کي "پسوپتي"(جانورن جو پالڻهار) ڪري مڃيندا هئا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته " سنڌ" ۾ " شو" جا پوڄاري جانورن جي قرباني نه ڪندا هئا بلڪ ان پاٺي ۽ ميون مٺائين جي خيرات کي قرباني سمجهندا هئا.

"هندو مت" ۾ شو مختلف انداز ۾ آيو. آريا برهمڻن سنڌوماتريءَ جي مـــهـــذب انســـانن کي مليڇ ( ناپاڪ) ۽ اڻ آريادئت ( نيچ جهنگلي راڪاس)جونالوڏنو ۽ سندن اڪيلي ديوتا ( پيـدائش جي خدا) " شـو"کي تبـاهـ ڪاري جي ديوتا جو درجو ڏنو، ۽ پنهنجي " ردر ـ ديوتا" ( تبـاهـ ڪندڙ) جي جاءِ تي آندو ، جيڪو اڳتي هلي هندومت جي تمورتي: برهما، وشنو، ۽ شـو، جو رڪـن بنيـو. اوائلي زمـاني کـان هندو خاص طور تي ٻن ديوتائن جي پوڄا ڪندا آيا آهن: " شـو" ۽ "وشـنو". " ويدن" جي اوائلي دور ۾ " شو" کي تباهي جي شـڪـتي جو مجسمو سمجهي هن کي راضي ڪرڻ لاءِ سندس پوڄا ڪندا هئا. هڪ سوڪت (ويدـ بيت) هن طرح آهي: " ڪروڌ ( ڪاوڙ) وچان اسانجي ٻالڪن ۽ پوٽيـرن، اسانجي چوپائي مال، اسانجي گهرن، کي تباهـ نـ ڪر ۽ اسانجا ماڻهو نـ مار! اسان تـ سدائين تنهنجو ٻل ۽ پيـتـا چاڙهيندا ۽ صدقـو ڏيندا رهندا آهيـون". (ريچوڏري ص ١٩٥). اهڙي طرح سنڌو ماتري جو قديم مذهب، آريا هندو ڌرم ۾ داخل ٿيو.

## سنڌي نسل ۽ قومون:

موئن جي دڙي مان لڌل انساني ڍانچا ڏيکارن ٿا تـ اهي مختلف نسلن ۽ قـومن سـان تعلق رکندا هئـا. تاريخ ۾ انهن کي اڻ آريا يا غيـر آريائي نسل چئجي ٿو. بلوچستان جي " سرواڻ" ۽ "جهلوان" جابلو علائقي ( تڪرين تي ۽ جبل جي ڪيـر ۾ رهندڙ بروهي قـبيـلا موئن جي دڙي ۽ سنڌ ۾ انهي دور جي ٻين اعليٰ تهذيبي مرڪزن تي " آرين" کان اڳ قابض ٿيا جن ۾ پوءِ "توراني" ۽ ٻين نسلن جي رت ( خون) جي ملاوت ٿي. بعـد ۾ وچ ايشـيـا جي قومن جو خون انهن ۾ شامل ٿيو. تاهم منڇر ڍنڍ جي مهاڻن بابت ماهرن جي عام راءِ آهي تـ اهي انهيءَ اوائلي سنڌي نسل مان آهن، جيڪي ڍنڍن - ڍورن تي زندگي جو گذران ڪندا هئـا. انهن جي رت ۾ نسبـتا گهٽ ملاوت ٿـيل ڏسجي ٿي. (جرنل آف د بامبي انٿـرا پالاجيـڪل سوسائٽي، نمبـر ١٩٣٧، سر ٻي ڪديل جو مقالو:موئن جي دڙي وارن لوڪن جا پونئير

ڪير آهن؟ حوالو آندل لئمبرڪ سنڌ، اجنرل انٽروڊڪشن س ا ب ٿيون ڇاپو ١٩٨٦ع ص ٢٠٧).

سنڌي تهذيب جي اوائلي " ڍنڍين ڍورن" واري دور ۾ سنڌن همعصر ٻاڙيسري جبل جي بروهين کان علاوه بلوچستان جا قبيلا ، بڪڪ ۽ ڳاهيچا جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اوائل ۾ اهي " مير بحر" هئا، ۽ "ماڇي" ۽ "ڇنا" ۽ " گائينچا" ، جيڪي اڄ بہ سنڌ ۾ آباد آهن، شامل ڪري سگهجن ٿا، جيڪي اڃا پنهنجي مخصوص مهانڊن ۽ ريتين رسمن کي قائم رکيو اچن ٿا. مزيد، سنڌو ماٿري جا ٽيهارو کن قبيلا" پلني" جي " نئچرل هسٽري" ۾ ڄاڻايل آهن. انهن ڪانسواءِ "پلني" جي زماني ۾ لکيل چار سنسڪرت "پران" علائقائي قبيلن جو وچور ڏين ٿا. (پلني، نئچرل هسٽري" ج ۴، باب ٢٠ ليپزگ ١٩٠٦ع ص ٦۴ - ۴٦٠)لئمبرڪ، ايضا) . پلني اول (٧٩ ــ ٢۴ ع) روم جو دانشور هو. سنڌس ٣٧ ڪتابن مان هڪ نئچرل هسٽري ٧٧ع جا جلد٣ ڪان ٦ جاگرافي ۽ نسلن بابت آهن: چند واقعاتي حقيقتن سبب اهي بي حد اهم آهن ( برٽانيڪا ج ١٨ ، ص ٥۴).

تنهن ڪان پوءِ مهاڀارت ( اٽڪل ٩٠٠ ق - م) ۽ انهيءَ ۾ ڄاڻايل "ڪتري" قبيلا، جن جي اڪثريت جو تعلق سنڌوماتري ( اتر اولهہ هندستان) سان هو، تن کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي. (" وشنوپران" انگريزي ترجمو ايچ ايچ ولسن، لنڊن ١٨٦٥ع، ج ٢ ، ب ٣ ص ١٣٣، ١٣٦ لئمبرڪ، ايضا:) "وشنوپراڻ"، " وايوپراڻ" "متسيا پراڻ" ۽ " مرڪنڊيا پراڻ" مان "وايوپراڻ" ۾ ڀارت ورش جا ٩ علائقا ڏيکاريل آهن. ( مهاڀارت، ڀشما پروا ڀاڱو٩، ڪتري قبيلن جو وچور " سڀا - پروا، ڀاڱو ٥٢، انگريزي ترجمو بي سي راءِ ڪلڪتو، ١٩٢٥ ج ۴ ص ٢۴ - ٢١ لئمبرڪ - ايضا).

" وايوپراڻ" ۾ ڀارت ورش جي ڄاڻايل نون (٩) علائقن جي قبيلن جي شناخت ورهامهرا جي ڪتاب " برهت سمهتا" ۾ ڪرايل آهي. (برهت سمهتا انگريزي ترجمو ايچ ڪرن جرنل آف رايل ايشيٽڪ سوسائٽي نيوسيريز، ج ٥ ، ١٨٧١، باب ١۴).

"پلني" جي ڄاڻايل قبيلن مان ٻي ٽي قبيلا ۽ هڪ قبيلو انڪان بہ اڳ جو اڃي وڃن ٿا:" اروا" ذڪڻ اولهہ جي علائقي سنڌ - بلوچستان ۽

"اشمڪا" اتر اولهہ ۾ ڪابل ۽ سنڌو نديءَ جي وچ واري علائقي ۾ آباد هئا. " پلني" جو خاص ماخذ ميگسٿنيز جو اهو ناپيد ڪتاب آهي جيڪو تقريبا ٤٠٠ ق - م جي آخري سالن ۾ لکيو ويو هو، تنهن ڪري " پلني" جي تصنيف ۾ "مالي ( مالوا)، سامتي، سوگوي ۽ انهن بين قبيلن جو ذڪر اچڻ ڪپندو هو، جيڪي سڪندر اعظم جي ڪاهہ وقت هن علائقي ۾ مشهور هئا تاهم " آڪسيڊراڪا" جو قديم قبيلو ڏيکاريل آهي،جن جي علائقي ۾ اچي يونانين جي ڪاهہ دنگ ڪيو. "ماڪي" قبيلو پلنيءَ گنگا جي هيٺين حصي ۽ اوڙيسا جي وچ ۾ ڏيکاريو آهي ۽ مهاڀارت ۾ اهي ٻئي هند ڏيکاريا ويا آهن. "پهلوا" ( ڦُل؟) ، " ياونا" ۽ ايرا ( سنڌي ابڙا؟) سنڌي قبيلا هئا، جيئن تہ " برهت سمهتا" ۾ اُهي " ورش" جي ڏکڻ، اولهہ علائقي ۾ آباد ٿيل ڏيکاريل آهن. پوئين ذريعن ۾ ڀارت ورش جي انن علائقن جي ورچ وچين علائقي گنگا - وادي کان ڪيل آهي. ان موجب "سنڌ" ڏکڻ اولهہ علائقو هو. " وشنوپراڻ" ۾ اهو اولهائون ۽ "وايو " پراڻ" ۾ اتريون علائقو ڏيکاريل آهي،ڇاڪاڻ تہ لکندڙن طرفان پنهنجي جاءِ کان طرف ڏيکاريل آهي. بهرحال اهي ٽي سنڌي قبيلا: ڦُل ( پهلوا)، ياونا ۽ ابڙا (ايرا) اتر- اولهہ کان هندستان ۾ وڌيا ۽ سندن ماڳ مڪان بہ انهن جي مختلف طرفن ڏانهن واڌ جي نشاندهي ڪن ٿا. مالوا ( سنڌ جي ٿر جا مالهي) اترين علائقي ۾ ڏيکاريل آهن، جيتوڻيڪ ٦ صدي عيسوي ۾ لکيل " برهت سمهتا" کان گهڻو اڳ اهي ڏکڻ طرف وڌي ويا هئا. اصل اهي ڏکڻ پنجاب ۾ آباد هئا. "مهاڀارت" ( زمانو اٽڪل ٩٠٠ ق - م)جي تصنيف بعد( ٥٠٠ ق م) "مالوا" ۽ " شدرڪا" کي هڪ گڏيل قبيلو ڏيکاريو ويو آهي. اڳتي هلي "سودر" جيڪي ساڳيا " شدرڪا" آهن، " ايرن" کان هيٺ ڏيکاريل آهن . " ايرا" ٢ صدي عيسوي ۾ توليمي جي نقشي مطابق سنڌو ندي جي ڪناري "پٽالين"کان سر مٿي آباد ٿيل ڏسجن ٿا. ممڪن آهي تہ "ايسين" جن کي " سوگدي" ۽ دايودورس جنکي " سودرائي" سڏن ٿا، سي "سودر" هجن . " مهاڀارت" ۾ انهن جو علائقو سرسوتي درياهہ جي "ٿر" ۾ ختم ٿي وڃڻ واري جاءِ تي ڏيکاريل آهي. اسٽرئبو جي تحرير مطابق " مالي" ۽ " آڪسيڊراڪا" عظيم قومون هيون، تنهن ڪري انهن

جي مقابلي ۾ " سودر" گهٽ ذات هئا. مهاڀارت جو ڀهريون بيان " مالي" ۽ " سودر" قبيلن جو فقط اتحاد ڏيکاري ٿو. هڪ متبادل نظريي مطابق "سودر"، " سوگدي" يا " سوگدائي" ۾ ٻ فرق ڪري سگهجي ٿو. پويان ٻ نالا شايد ساڳا آهن، جيڪي " مهاڀارت" ۾ " سوويرا" ڪري لکيا ويا آهن. " سوويرا" سيني سنسڪرت ذريعن مطابق " سنڌ" جو هڪ اهم قبيلو هو. انهن جو شمار اڪثر " سنڌو" ۽ " سنڌو سويرا" قبيلن ۾ ڪيو ويو آهي." مهاڀارت" ۾ " سويرا" قبيلي جي "شو" ( شو مت) سان نسبت ڏيکاريل آهي. انهن جي نسبت " ترگرتا" ۽ " مدرڪا" قبيلن سان ٻ معلوم ٿئي ٿي.مهاڀارت جي لڙائي ۾ " سنڌو سوويرا" اهم ڪردار ادا ڪيو. بعد ۾ ڌارين جي حملن ۽ آبادڪاريءَ خصوصا ٤٠٠ ق ـ م کان ٢٠٠ ع تائين سنڌ جي آباديءَ ۾ انقلاب آندو. ڪجهه قديم قبيلا بيدخل ٿي ويا، ٻيا ٻاهريان آيل قبيلن ۾ ضم ٿي ويا. ڌارين فاتح قبيلن کي آريا هندو سماج ۾ کتري ذات جو درجو ڏنو ويو. جيتوڻيڪ مذهبي ڪرياڪرم کي نظر انداز ڪرڻ سبب مقامي کترين جي مقابلي ۾ هنن جو درجو گهٽ هو. "سڪا"، "پهلوا" ۽ " ياوانا" انهيءَ ذمري ۾ شامل هئا. ( منو ج ١٠ ، ٢٢ ـ ٤٤) ليڪن عملي طور تي فاتح قوم جي حيثيت ۾ آريا کتري حاڪم هئا. تنهن ڪري " سنڌو ـ سويرا " لاڳيتو" سڪا"، "پهلوا" ۽ ڪشان" قبيلن جي رعيت بنجي رهيا. مقامي کتري قبيلن مان مالوا ( مالي ، مالهي) اطاعت تي رضامند نه ٿيا، جنهن ڪري اوائلي عيسوي صدين ۾ اهي راجپوتانا ۾ جيپور جي نزديڪ آباد ٿيل نظر اچن ٿا، جتي هو لڏي پلائي وڃي وينا. (ڪننگهام ، آڪيالاجيڪل سروي رپورٽس ٧٣٦، ٨٧١ ص ٧٢، توڊ، انلس اينڊ انٽيڪئيٽيز آف راجستان ج ٢ ص ٢٩٦، ٢٩٧، ٣٠١).

## سنڌو سپيتا ۽ گنگا ـــ جمنا تهذيب:

سنڌ جو ٿرُ، سنڌو ماتري ۽ گنگا ـ جمنا وادين جي، تاريخي سرحد آهي. قديم زماني ۾ هي علائقو ٿر ۽ بيابان نه هو. بلڪ " سرسوتي" /

هاڪڙو درياھ جي آبپاشي سبب هڪ سرسبز ملڪ هو، انهيءَ جي چوڌير گهاٽا ٻيلا هئا. جيڪي " اراولي" ٽڪرين جي دامن ۾ قديم زماني کان ٻوسل واري علائقي جي صورت ۾ بهتر ماحوليات جو گهرُ هئا. موجوده "اراولي ٽڪريون" پنهنجي قديم اوچائي ۽ پکيڙ کان گهٽجو گهٽ آهن. قديم زماني ۾ هي هڪ پهاڙي سلسلو هو، جيڪو دهلي دوآبي کان اتر - اوڀر ۽ ڏکڻ - اولهہ طرف اٽڪل ٤٠٠ کان ٣٥٠ ميل ڪڇ طرف ڦهليل هو، جنهن ۾ موجوده ٿرُ بہ اچي ٿي ويو. هن وقت اراولي ٽڪرين جي اوچائي "جبل ابو" وٽ ٥٦٥٠ فٽ آهي ۽ جوڌپور - جيپور جي وچ ۾ اراولي ٽڪرين جي اوچائي گهٽجي فقط ١٥٠٠ فٽن تي پهتي آهي ۽ ٽڪري هڪ پاڪڙي جي شڪل ۾ چڙهندڙ ڪي ڪوٽ ڏئي رهي آهي.

هندي اپکنڊ ۽ سنڌو ماٿري جي تاريخ - جاگرافيءَ ۾ " اراولي ٽڪرين" جي وڏي اهميت آهي. قديم زماني ۾ انهن بند سرحد جو ڪم ڏنو ٿي. ويدن جي زماني ۾ جڏهن آريا حملي آورن مقامي قبيلن کي متمدن شهري علائقن مان بيدخل ڪيو، تڏهن انهن اراولي ٽڪرين جي گهاٽن ٻيلن ۾ اچي پناھ ورتي ۽ آرين کي اتي حملي ڪرڻ جي همت نہ ٿي. هنن وڌيڪ سرسبز ۽ پيداوار وارن علائقن کي ترجيح ڏني ۽ جمناندي جي ڪناري سان وڏي وجهي " بهار" جي لوھ جي ذخيرن تي قبضو ڪيو.

" نُهتو" يا " نوهتو" سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب جو قديم يادگار اهي. موجوده " نئون ڪوٽ" کان ٨ ميل مٿئين پاسي، "نبي سر" کان ڇهہ ميل ڏکڻ طرف، " نهتو" جا آثار قديمہ موجود آهن. سطح سمنڊکان ٢٥ فٽ بلند ۽ رڻ ڪڇ کان ٥٠ ميل پري، هي هڪ درياهي بندر هو، جتي موئن جي دڙي جو بحري تجارتي مال پهچايو ويندو هو ۽ اهو مال ڪڇ جي اپسمنڊ ذريعي ڏيساور ڏانهن بر آمد يا اتان درآمد ڪيو ويندو هو. سنڌو تهذيب جي موئن جي دڙي، لوهم ۽ چانهو دڙي جي آبادين جي زوال بعد، جهڪڙ ۽ جهانگار جي آبادڪارن هتي قبضو ڪيو.

عظيم تهذيب جي زماني جو ٻيو لاڳاپيل نشان، " ڳاڙهو پڙو"آهي جيڪو قديم درياهي تجارتي نظام جا آثار ڏيکاري ٿو. آثار قديمہ جي بنياد تي معلوم ٿو ٿئي تہ هي درياهي نظام پٿر جي زماني کان قائم هو، جيڪو

"روهڙي" جي ٽڪرين کان " اراولي" ٽڪرين جي قريب هن "ڳاڙهي پڙي" تائين پيداوار آڻڻ نيڻ جو ذريعو هو، ڇاڪاڻ تہ "ڳاڙهي پڙي" جي کوٽائيءَ مان روهڙي ٽڪري تي پٿر جي دور ۾ قائم ڪارخانن ۾ تيار ڪيل پٿر جا تيز بليڊ ۽ چقمق جا گولا (Flint flakes) مليا آهن. روهڙي کان عمارتي پٿر جي درآمد جا امڪان پڻ هتي ملن ٿا. اهو درياهي مواصلات جونظام سنڌو ماٿري جي وچايل درياهہ " سرسوتي" يا"هاڪڙو" تي قائم هو.

سرسوتي جو زمانو اور هو: تڏهن ڏکڻ ـ اولهہ چوماسي جون هوائون سنڌوماٿري ۾ هاڻي کان وڌيڪ زوردار لڳنديون هيون ۽ هيٺاهين ڏاکڻي علائقي، يعني موجوده" سنڌ"، ۾ مند تي وڏا مينهن وسندا هئا. ان زماني ۾ سنڌو ندي اولهائين طرف وهندي هئي ۽ سيلابي مند ۾ سندس ٻوڏ جو پاڻي اوڀارين طرف سرسوتي يا هاڪڙي جي پيٽ ۾ اچي پوندو هو. پاڻي جي انهي مددي ذخيري سان سنڌ جو وچايل درياهہ " هاڪڙو" ٿر ۽ راجستان جي علائقي کي سرسبز ڪندو هو. " هاڪڙو" يا "سرسوتي" جي مٿاهين پاسي کي "سوترا" سڏيندا هئا، جيڪو ستلج ندي جو پراڻو نالو آهي. هيٺاهين پاسي کي " سانگره" يا" سانگرو" سڏيندا هئا جيڪو ٻولي ۾ تفاوت اچڻ بعد "هاڪڙو" سڏجڻ لڳو." سوترا" ۽ "هاڪڙو" ٻنهي جو گڏيل نالو "سرسوتي" آهي.

" سرسوتي" فقط هڪ نديءَجو نالو نہ آهي، بلڪ انهيءَ نالي پٺيان مذهب ثقافت ۽ لوڪ ورثہ جون اهم روايتون موجود آهن: " سرسوتي" هڪ هندو ديويءَ جونالو آهي، جنهن کي مهاديو " برهما" جي زال ڄڻجي ٿو. هندو ديومالا ۾" سرسوتي" جو هڪ الڳ ڪردار آهي." رگويد" ۾ سرسوتي ٿي فنن، موسيقي ۽ علم ادب جي سرپرست ديوي ڄاڻايو ويو آهي. روايتي طور تي سرسوتي ديوي سنسڪرت ٻولي ۽ ديوناگري لپي ايجاد ڪئي. بشم لکي ٿو تہ " وديارٿي، ليکڪ ۽ موسيقار هميشہ کان سرسوتي جاپرستار رهيا آهن ۽ سندس عقيدو اڄاتائين قائم آهي". ( بشم "دوندر دٿٽ واز انديا" ١٩٥٤ع ، ص ٣١٦) هندو راجپوتن جي عقيدي موجب "سرسوتي" جي نسبت " اگني ديوتا" سان آهي، جنهن جي نسل مان راجپوت پيدا ٿيا. موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي تهذيب ۾ اگني يا باهہ جي پوڄا

جي ڪابہ ثابتي نہ ٿي ملي، تاهم انهيءَ عظيم تهذيب کان بعد جي دور ۾ انهيءَ جا واضح ثبوت موجود آهن. سرسوتي جي پوڄا پاڻ سندس بت جي شبيهہ مطابق ڪئي ٿي وئي: هڪ حسين نوجوان عورت ، هٿ ۾ سارنگي ("وينا" / بين) ۽ اڳيان هنس پکي حاضريءَ ۾. بعد ۾ سرسوتي کي "واڪ" يعني گفتار جي ديويءَ طور پوڄيو ويو.

سنڌ جي تاريخ ۾ " سرسوتي" نديءَ کي " هاڪڙو" درياهہ چيو ويو آهي ۽ اهو درياهہ سنڌو نديءَ کان علاوه هو. سنڌونديءَ وانگر هاڪڙي درياهہ جون بہ مختلف شاخون يا ڦاٽ هئا: سنڌو نديءَ جو سيلابي پاڻي جهڙي طرح هاڪڙو ۾ پوندو هو، تهڙي طرح ستلج نديءَ جو قديم وهڪرو انهيءَ ۾ اچي ملندو هو. عظيم ندي سرسوتي جو سنگم ٽن مشهور ندين، سنڌو ندي، گنگا ندي ۽ جمنا نديءَ سان هن طرح ڏيکاريو وجي ٿو: ستلج جي سنگم کان هيٺ سنڌو سان ميلاپ ۽ موجوده الله آباد ( پرياڳ) شهر وٽ گنگا - جمنا سنگم سان گڏ جتي ڪنب ميلولڳندو آهي، زير زمين وهڪري ذريعي گنگا سان سنگم. ستلج جو سيلابي پاڻي " هاڪڙي" ۾ ٽن الڳ ۽ هڪ ٻئي کان پري هنڌن تي پيو ٿي: پهريون پري هنڌ " پٽنير" يوءِ "ولهار" ( بهاولپور جو علائقو)، جتي ستلج جو پراڻو پيٽ اچي هاڪڙي سان مليو ٿي ۽ آخر ۾ "ڪدوالا"جو مقام، جيڪو بهاولپور شهرکان ويهہ ميل اوڀر - اتر - اوڀر ڪنڊ تي موجود آهي، اتي هن درياهہ کي " واهند" سڏيو ويندو هو. انهيءَ سنگم کان ٽيهہ ميل هيٺ" ديراوال" جي پسگردائيءَ ۾ هاڪڙو اڪيلو ويڪرو درياهہ ٿي وهيو ٿي. "ونجروٽ" وٽ مک واهند وهڪرو هڪ الڳ شاخ جي شڪل ۾ ورڪائي ٿي وهيو ۽ ڏاکڻي ڏس ۾ روهڙي - جيسلمير شاهي دڳ جي واٽ سان ويو ٿي. موجوده منڙائو واهہ اتان وهي ٿو. هن وقت " واهند" جي نشانن کان اڳتي، جيسلمير جي سرحد وٽ رئيٽ ۾ وڏا پور نظر اچن ٿا جن مان معلوم ٿو ٿئي تہ کهڙي طرح هاڪڙي جو مک وهڪرو "واهند" چوسيندڙ برياسي زمين ۾ گم ٿي ويو. "ونجروٽ" وٽ هاڪڙي جو ٻيو ڏار ٿيندڙ وهڪرو ڏکڻ - اولهہ - ڏکڻ طرف وهندو هو. انهيءَ کي " ريٽي درياهہ" چيو ويندو هو. هاڪڙي جا بہ ٻيا وڏا ڦاٽ هئا جن کي " نارو" ۽ " ڍورو پراڻ" چئجي ٿو. " ريٽي" ۽

"واهند" جي سيلابي پاڻي مان نارو نهيو تي. غوٺپور ( ضلع جيڪب آباد) وٽ انهي سيلابي شاخ جو وڏو ڍورو موجود آهي. خيرپور تپي اهو وهڪرو، جنهن کي اجاناڻين نارو سڏجي ٿو، ڏکڻ طرف وڃي اچڙي ٿر ۾ پهتو ٿي. اهو متوازي وهڪرو هو، جيڪو ڏکڻ - ڏکڻ - اولهه وٽ وڃي وڃي موجوده رڻ ڪڇ ۾ پيو ٿي. " ڍورو پراڻ" به ڪڇ ۾ چوڙ ڪندو هو ۽ چوڙڪان اڳ نارو وهڪري سان ملي ويندو هو. سنگم واري هنڌ کان چند ميل مٿي ڍورو پراڻ جي ساڄي ڪپ تي ٻه آثار قديمه موجود آهن. انن ميلن جي مفاصلي تي موجوده نئون ڪوٽ کان مٿان " نوهٽو" يا" نهٽو" جا آثار قديمه آهن، جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي. موجوده نارا واهه، هاڪڙي جي پراڻي پيٽ مان وهي ٿو ۽ منڙائو ۽ جمڙائو واهه اصل ۾ هاڪڙو درياهه جي آبپاشي نظام هيٺ هئا جنهن جو چوڙ رڻ ڪڇ جي نار ۾ ٿيو ٿي.

## سنڌو ندي ۽ سنڌ:

هاڪڙو جي سڪي وڃڻ بعد، ٿر ۽ راجستان بريت بيابان ٿي ويا ۽ "جتي پاڻي اتي پاڻ" جي تاريخي عمل موجب سرسوتي / هاڪڙو جا آبادگار لڏي اچي سنڌوءَ جي ڪناري آباد ٿيا. سنڌو قديم ۽ عظيم آبي ذخيرو آهي، جنهن هر ڏکئي بکئي ۽ اجي ۽ هربالهوس ڌارئي آبادڪار کي هرڪايو آهي." رگ ويد" ۾ سندس تعريف هن طرح ڪيل آهي:

" چمــــڪ دمــــڪ اجاڻ ۾
سنـڌو وهي گـــهــٽـــاڻ ۾
سنـدس اتـــاهـ وهـڪـــرا
جهـــان ۾ وهـن پيـــا
ڪـــــڙي تـڙي اتـامـــري
ســنـــڌو اجهـــل آبـــانـــوري"

(رگ ويد، ياڳ ١٠، سوڪت: ٧٦:٧)

سنڌو جي تعريف هر دور جي شاعرن ۽ قلمڪارن ڪئي آهي:

١٨ صدي عيسوي ۾ ڪلهوڙا دربار جي شاعر سيد رحمت الله بکري

فارسي زبان ۾ سنڌو نديءَ جي مدح لکي. انهيءَ جو سنڌي ترجمو هن طرح آهي:

"سنڌ جي مهربان دل ۾، هيءَ "نهر" مهراڻ روان آهي

يار جي ديدار جي خوشي، وصل جي وعده جي وفا وانگر ماشاءالله مهراڻ درياهه سراپا مهربان آهي.

مصر جي نيل انڪساري وچان نير سان چهرو رڱيو آهي مهراڻ کان شرمائجي آب حيات ڪنهن مخفي سمنڊ ۾ تبي هنئي آهي. سنڌس دم سان هر شيءِ تڳي رهي آهي.

اها الاهي صفت آهي، جيڪا دنيا جي ڪاروبار ۾ ڪارفرما آهي."

مٺيءَ سان محبت ۽ پاڻيءَ سان پيار سنڌي ماڻهن جي خصلت رهي آهي. ساڳي فارسي گو سنڌي شاعر پنهنجي ديس سنڌ جي ساراهه لکي آهي. انهيءَ جو سنڌي ترجمو ملاحظہ ڪجي !

"دل کي فرحت ڏيندڙسنڌ تي الله جي برڪت هجي
سنڌ جي مٽي آسمان جي اکين جو سرمو آهي
سنڌ بلند بهشت جي چهري جي آبرو آهي
سنڌس هير سان بهشت جو باغ نکري رهيو آهي
توحيد جي متوالن لاءِ سنڌ هڪ ميخانو آ
وصال جي وعدي جي آرزو خاطر معشوق مثل آ
هي هنر جو باغ بيحد انسان ـ دوست آهي
ماڻهو جبلن تي رهن تا جيئن اتي گاهه ڦٽي تو
اهڙي ملڪ ۾ جتي ملائڪ پيداٿين ۽ پلجن تا
اتي ابليس بہ رهندو تہ ڪفر کان توبہ ڪندو."

## ڪيچ:

سنڌ ۽ ڪيچ جو رڻ شروع زماني ۾ سمنڊ هيٺ هئا. بعد ۾ قدرتي سببن ڪري پاڻي لهي ويو ۽ ڌرتي ظاهر ٿي. ( امپيريل گزيٽيئر، ج ۴ ص ۵۹.) ايراني فاتح دارا اول ۽ سنڌس يوناني امير البحر سڪائيلڪس (۵۱۹

ق - م) جي وقت ۾ ڪڇ اڃان سمنڊ هيٺ هو ۽ سڪندر اعظم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت ( ٣٢٦ ق - م) پڻ اتي سمنڊ هو. ( ٿاڌ - ايضا - رائچند، تاريخ ج ١ ص ١٣). سن ٦٠ ع ۾ يوناني سياح پيريپلس اتان لنگهيو ته پاڻي هو. ننگرپارڪر جي اتر اوير ۾ ڪڇ جي قديم ساموندي بندر جا آثار ملن ٿا (رائچند، تاريخ ريگستان ج١ ص ١٨). ويگا گڊ ( وگهه ڪوٽ)، وينگڊ (ونگو)، ٻلهياري، رهمون ڪي بزار ( رحمڪي بزار ) ۽ ويراواهه ڪڇ ۽ ٿر جا مکيه بندر هئا.

١٠٢٤ ع ۾ سلطان محمود غزنوي سومنات کان موٽندي اتان لنگهيو ته سمنڊ جي لهرن ۾ لشڪر جي ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿيو. ١٣٦٢ع ۾ سلطان فيروزشاهه تغلق جي لشڪر کي اتي رڻ ۾ رلٽو پيو. ڪٿي ڪٿي پاڻي جا ڍبا يا ڪاريون موجود هيون.

” پراڻ“ سنڌو ندي جي هڪ پراڻي شاخ هئي، اها ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ۾ رحمڪي بزار وٽان بحري تجارت جو مال، درياهي رستي، سنڌ جي اندروني علائقن ڏانهن نيڻ جو ڪم ڏيندي هئي.٠ گهارو شيخياڻي ( بدين تعلقو) ۽ لکپت خاص درياهي بندر هئا.”پراڻ“ ٿر ۽ ڪڇ جي خاص درياهه کي ڇيو ويندو هو.

”مهراڻ“مها آرٽو ( سنسڪرت: وڏوپاڻي) بکر کان اتر ٧ ميل پنڌ تي سنڌو ندي مان هڪ شاخ نڪري لکپت جي پرسان سمنڊ ۾ پوندي هئي. اها سنڌ جي اوير پاسي پٽن جي پرسان وهندي هئي . هنکي مٺي ندي يا مٺا ”مهران“ چوندا هئا. هن وقت رڻ ڪڇ اولهه کان اوير ١٦٠ ميل ۽ اتر کان ڏکڻ ٧٤ ميل ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ٿاڌ جي سروي مطابق ڊيگهه ١٥٠ ميل ۽ ويڪر ”ٻچ“ کان ” ٻلهياري“ تائين ٧٠ ميل آهي. جملي ايراضي ٧ هزار چورس ميل اٿس. ( ٿاڌ، راجستان گجراتي ج ١ ١٩٨٢، رائچند ص ١٩).

## ڪڇ جون قومون ۽ قبيلا

” ياٽيه“ اصل يٽي راجپوت ( ميواڙ جي اتر ۾ يٽنير جا وينل)

"جاڙيجن" وانگر " يادو" قبيلي مان سڏائن ٿا. " خوجا" ڀاٽيہ قوم مان مسلمان ٿيا: " بمبئي" ۾ مقيم هزهائينيس آغاخان جا مريد ٿيا ۽ " دس اوتار" سندن پاڪ ڪتاب ٿيو. جماعت خانہ ٺهيا ۽ بعد ۾ ڪجهہ سني مسلمان ٿيا. آباد گار آهن. "پال" ڀاٽي راجپوتن مان مسلمان ٿيا.

راجپوت نسل جون ٻيون قومون: بارد، ڀمڀڙيا ( ڀاپڙيہ) چگر، دل، جهالا وغيره آهن. وڏيڪ انگ راجپوت نسل جي "سما" قبائل جو آهي: ڄام سمون پٽ نريٽ سندن جد امجد آهي ."جاڙيجا" سندن شاهي خاندان آهي. ڄام سمو مان "سما" ۽ "سميجا" ٿيا جيڪي اڳاٽا اڇي ڪڇ ۾ آباد ٿيا ۽ مالدار هئا. ڄام منائي ڀهريون سردار هو ۽ " ڪير" سندس اولاد مان آهن. " ڄام انڙ" سندس ڀاءُ هو. ان جي چوٿين پيڙهيءَ ۾ ڄام لاکو ٿيو (ڄام لاکو پٽ ڄاڙو) جنهن مان جاڙيجا ٿيا. ڄام جاڙي کي پٽ نہ هئو اولاد ڪونہ هو. سندس ڀاءُ" ويرجي" جي گهر جاڙا پٽ ڄاوا: " لاکاجي ". ۽ "لکيارجي " لاکاجي کي ڄام جاڙي گود جو پٽ بڻايو ۽ پوءِ هو سندس پٽ سڏجڻ لڳو.ڄام لاکي لاءِ چون ٿا تہ نياڻين کي ننڍي هوندي مارائي ڇڏيندو هو. ڄام لاکي جو پٽ رتو رائڌڻ هو. سندس اولاد کي " ڏنگ" سڏجي ٿو. انگريزن جي وقت ۾ " راءِ کنگهار" " ڀڄ" جو پايو وڌو ۽ ڏنگن جي زمين تي قبضو ڪيو. ڏنگ سمن ۾ " ابڙا" ، " آمر" " باراچ" " ديدا" ، "ڳاها" "گجڻ"، " هوتي" ، " جاڙا" ، " جيسر" ، "ڪورٽ"، "ڪايا"، "مود" ، "پٽير" ، " پوهڊ"، " ٻٽہ" وغيره اچي وڃن ٿا.

" گجڻ پٽ رتورائيڌن پٽ ڄام لاکو" جو ٻيو پٽ " هالو" هو، جنهن ڪڇ جي ڏکڻ ۽ اولهہ ۾ آباد سيني ڳوٺن تي قبضو ڪيو ۽ "هالا" قوم جو بنياد رکيو. سورهين صدي عيسوي ۾ هالا قوم جي " ڄام راول" سڄي ڪڇ تي قبضو ڪيو ليڪن سنت راءِ کنگهار کيس ڀڄائي ڪڍيو.

ڄام راول ڪڇ مان راءِ کنگهار کان شڪست کائي ڪانياواڙ ۾ داخل ٿيو ۽ اولهہ ڪانياواڙي تي قبضو ڪري " توانگر" جو شهر ٻڌائي حڪومت هلائڻ لڳو ۽ ملڪ تي " هالار" ناءُ رکيائين.

اٽڪل ١٥٣٠ع ڌاري " جاڙيجن " مان " ڄام همير جي" راڄ

ڪندو هو. سندس پونئير "صاحب" "رايب" ۽ " ڪنگهار" نکن مان ڏسائڻ تا. ڪيترن جاڙيجن انگريزن جي زماني تائين، " اسلام" قبول ڪيو هو ليڪن پنهنجي " نک" ۽ خانداني نالا نہ مٽايا هئا.

## ڪڇ جون ٻيون مسلمان قومون:

ميهمن ( ميمڻ) جيڪي سني سنڌي آهن اصل ۾ " لهاڻا" هئا. "بوهري" برهمڻ مان شيعا مسلمان ٿيا، " سورت" ۾ سندن ملا ( مرشد) رهندو هو. " آگريا" آگره مان آيل هئا. " رائوڙ"، " آگا"، " پيداري" ، "پٺي" " داراڙ" ، " منگاريا" ، " اوتار"، " پرياڙ" ، " ڦل" ، " راجڙ" ، " رائيما" ( راهما) ڪڇي هئا ۽ سنڌي مسلمان: هاليپوٽا، نورنگ پوٽا، نود، هنگورا، ۽ هنگورجا، نير، پوٽڙ وغيره سڏجن ٿا. ڪڇ جا " جاڙيجا" سما، "يادو" قبيلي ۽ سري ڪرشن مهراج جي اولاد مان سڏائن ٿا. "لاڪاٺ" ، "لوهاڻو" ۽ " ساهتي" برهمڻ دور تائين وچ سنڌ جا اهم علائقا هئا. تنهي علائقن کي " لوهاڻو سرڪار" هيٺ هلايو ويندو هو، جنهن جو حڪمران "اگهم لوهاڻو" هو. سندس علائقي مان سنڌ جي قديم شاهراهہ گذرندي هئي جنهن کي "راور واري واٽ" چوندا هئا ۽ اگهم جي عام اثر هيٺ ان جو نالو " اگهم واري واٽ" پڻ ورتو ويندو هو. انگريزن جي دور ۾ ان کي "تار وارو رستو" ۽ موجوده درياهہ جي الهندي ڪناري سان دادو ضلعي ۾ "شاهي دڳ" ڪري لکيو ويو آهي. نئشنل هائي وي گهڻي ڀاڱي انهي تاريخي شاهراهہ جي نشانن تي سنڌو درياهہ جي موجوده وهڪري مطابق ٺاهيو ويو آهي. هن شاهراهہ صدين لاڪر سنڌ کي ڏيساور سان ڳنڍيو آهي. هائي ورلڊ بئنڪ جي تعاون سان ٻٽو رستو ٺاهيو پيو وڃي.

ڇچ برهمڻ حڪومت کان عرب مسلمان دور حڪومت تائين " دليل ڪوٽ" جي تاريخ واضح آهي: هي قلعو " اروڙ" ۽ " برهمڻ آباد" جي وچ ۾ درياهہ ۽ راور جي واٽ ( قومي شاهراهہ) سان لڳ، " پاٺي" ( پاٺٽي) قبيلي جو آباد ڪيل، راجا ڏاهر جي هڪ سوٽ جي هٿ هيٺ هو. (لٺمبرڪ ) " ڇچنامہ" مطابق جڏهن قلعي وارا تنگ ٿيا ۽ ڪين يقين

تير تہ ڪنهن بہ طرف کان مدد ڪانہ پهچندي تہ ٻارن ٻچن کي قلعي جو، انهي دروازي کان ٻاهر موڪليائون جنهن جو رخ ريگستان ( ٿر) ڏانهن هو.

٧١٢ع ۾ عرب فوجين سنڌ، ڪڇ، شوراشتر ( ڪاٺياواڙ)، چو ونڪ (چاپ گجرات) يا مغربي راجستان ۽ بروچ جا علائقا فتح ڪيا.

## ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جون ٻيون جاتيون:

هندو برهمڻ جاتن مان، اوديچ، سرسوت، پوڪرنا، ناگر، ساپورا، شريمالي، گرنارا، موڏ ۽ راجگر برهمڻ، انهن کان سواءِ " واڻيا" ۽ انهن جو سورٺيا، مڏ، ميدا، شراوڪ، شريمالي، پوجڪ، وشنوا، مختلف جاتيون لوڪاگچ وغيره سڀ هن علائقي ۾ قديم زماني کان آباد آهن.

" چارڻ" قبيلي ۾ "ڪاڇيلا"، " ماڙوا" ۽ " تمبل" تي مکيہ قومون هر هڪ ڪڇ، مارواڙ ۽ سنڌ سان نسلي تعلق رکن ٿيون. پويون بہ قومون، ماڙوا ۽ تمبل، جاڙيجن جا شاهي پٽ فقير هئا ۽ سندن مرشدن وانگر عزت ڪئي ويندي هئي: ڄام راول کين گذرمعاش لاءِ ڳوٺ ڏنا هئا. "ماڙون" ۽ " ڪاڇيلن" جو صدرمقام " ماڪ" شهر ۾ هو ۽ سنڌي تمبل " ڪانٽي" ۾ پنهنجو نڪاڻو ڪيو هو. انگريزن جي وقت ۾ " ڪاڇيلا" وياج تي قرض ڏيندا هئا ۽ ڏڳن ذريعي وڻج واپار ڪندا هئا.

" ڀٽ" ۽ "چارڻ" جو فرق انهيءَ ۾ آهي تہ ڀٽ هڪ باقاعده نسل دان ۽ خاندان جو تاريخدان آهي جڏهن تہ چارڻ هڪ راڳي آهي جيڪو راجپوت نسلن جي ساراهہ جا بيت ڳائي ٻڌائي ٿو.

"ڊيڊ" سماج جو هيٺاهون طبقو هو ليڪن سندن نکن ۽ خانداني نالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ انهن مان ڪيترن جو اصل ۾ راجپوت نسل سان تعلق رهيو آهي. هندو انهن کي اڇوت چون ٿا. سندن ڪرت ڪورڪي، موچڪي، کلن جو ڪم ۽ جهنگ وڍڻ هو. مردارن جانورن جون کلون لاهڻ سندن خاص ڌنڌو آهي. انهن مان جيڪي سرڪاري عملدارن جي رهبري ڪندا هئا خاص ميگهوال سڏجن ۾ آيا، ۽ هاڻي " مينگهواڙ" سڏجن ٿا.

## ٿر:

سنڌ جي جنوب مشرقي سرحد سان ١٣١٠٠ چورس ميلن ۾ پکڙيل هڪ وارياسو علائقو آهي، جنهن کي " ٿر" چئجي ٿو. جڏهن هاڪڙو نديءَ پنهنجي ڦاٽن سميت، هن علائقي ۾ وهندي هئي، تڏهن ٿرُ هڪ سرسبز آباد علائقو هو. هاڪڙو جي خشڪ ٿي وڃڻ بعد، " ٿرُ" بر ٿي ويو ۽ سنڌي زبان ۾ هي محاورو ايجاد ٿيو ته " جتي پاڻي، اتي پاڻ" اڄ اتي عجيب لقاءُ لڳو پيو آهي، ٿي س ميل ڏگهي علائقي ۾ سڄ پٽي واڪا ڪري. اڏامندڙ واري ( ريتي) ڪڏهن هتي ڪڏهن هُتي پٽو ناهي چڙي ٿي، ۽ پنڌ پيچرا لٽير ٿي چڙي. ڪٿي ڪٿي سخت زمين آهي، جنهن کي " ڏهر" چئجي ٿو. بس اهوئي ٿرين جي واٽ سڃاڻڻ جو ذريعو آهي. اهو ٿي س ميل ڊگهو علائقو مٿي چڙهندو وڃي " ابوپجاڙ" ۽ اراولي ٽڪرين ٿي دنگ ڪري ٿو. هن وقت " ٿر" ضلعي جي پکيڙ اٽڪل ٢١٠٠٠ چورس ميل آهي، جنهن ۾ اٽڪل ٩ لک ٿري ماڻهو رهن ٿا.

ڏکڻ طرف ڪڇ ۽ ٿر جي سرحد چٽي آهي، ليڪن اتر طرف پٽن جي پڪي زمين ۽ پکي زمين جي پٽن ۾ تبديل ٿيندو ٿيندو رهڻ سبب سرحد جو يقيني تعين ٿي نه ٿو سگهي. راجستان جي پهاڙي علائقي ۽ سنڌو ماٿريءَ يا سنڌ جي ٿــر جي واري، پنهنجي الڳ شناخت رکي ٿي: ٿــر جي واري هلڪي رنگ جي آهي، جڏهن ته " بار هيٽر" ۽ "جيسلمير" جي وچ ۾ پٽن جي واريءَ جو رنگ ڳوڙهو ۽ ڪارسرو آهي. سنڌ جو " ٿــر" هڪ قـدرتي بچاءَ جي سرحد آهي. سلطان محمود غزنوي ۽ محمد بن تغلق جي لشڪرن کي انهي سرحــد کان سنڌ ۾ داخل ٿيڻ وقت سخت مشــڪلات، بُک اڄ بيماري ۽ موت جو منهن ڏسڻو پيو، تاهم امن جي حالت ۾ انن جا قافلا ٿر کان مارواڙ،گجرات ۽ ڪڇ - يڇ طرف سوداگرن جو مال آڻيندا نيندا هئا ۽ روهڙي ۽ کپرو کان جيسلمير ڏانهن ڪچا رستا عام استعمال هيٺ هئا. برٽش ايسٽ انڊيا ڪمـــپني جي عـــملدارن، بارنفـــورڊ ۽ وائلڊ (Bornfordand Wilde)، لاهور کان ڪراچيءَ تائين تجارتي شاهراهه جي متبادل طور، روهڙي کان جيسلمير تائين ويندڙ قافلن جي رستي جو

جائزو ورتو، اها ئي واٽ سجهي ٿي، جنهن سان راجپوت قبيلا سنڌ ۽ پنجاب ۾ داخل ٿيا هوندا ۽ انهيءَ رستي سان صوفي مبلغين، اسماعيلي داعين ۽ سياعح عالمن جي آمدرست ٿيندي رهي آهي.

”ٿر“ جي وارياسي ويرانيءَ جو هڪ سبب سمنڊ جو هٽي وڃڻ آهي. ڄاتل آثار قديم ۾، ”نهٽو“، ”وڳهه ڪوٽ“، ”پاري نگر“، ”ويراواهه“ ”رهموڪي بازار“، ”پوڏيسر“ ۽ ”پٽڻ“ بندر، تاريخ جاگرافيءَ جي حوالن ۾ اچي چڪا آهن. انهن کان علاوه، ”هميراٽو“ ”مراٺر“، ”سينگاريو“ ”ڪڏي“، ”ڏوتڙ“، ”وڃوٽو“ ”دنگر“، ”ڪيرٿي“، ”کن ليهور“، ”ٻلهياري“، ”پاتال بندر“ ۽ اجا ٻه ڪي ٻيا، ٿر جا هنڌ ۽ ماڳ ڏيان طلب آهن. ”نهٽو“ کي ڳاڙهو پڙو“ به چئجي ٿو. ”نبي سر“ ( مٺي تعلقو) کان ڇهه ميل ڏکڻ طرف آثار موجود آهن.

ٿر جون پٽون ۽ انهن جا مالڪ به ناليرا آهن: لوٽڪي پٽ، ڪاري پٽ، ڪيل پٽ ( وڏي ۽ وڏي پٽ) ۽ ٻيون بيشمار پٽون پنهنجي خاص نالن سان سڃاتيون وڃن ٿيون ۽ انهن جا مالڪ، جهڙوڪ ”مورلڪ“ ( عمر - مارئيءَ جي قصي سان منسلڪ)، اٺ لڪ، اونڌيو لڪ ( ننگرپارڪر - اسلام ڪوٽ رستي سان) ۽ ٻيا ڪيترا لڪ آمد رفت هيٺ آهن.

ٿري ٥ ٻوليون يا انهن جا مخصوص لهجا ڳالهائن ٿا: (١) سنڌي ٻوليءَ جو ٿري لهجو، (٢) ”ڍاٽڪي“ ٻولي، جيڪا ”ڍاٽي“، يا ”ڍٽ“ واري علائقي جي ٻولي آهي. (٣) ”پارڪري“ ٻولي ”ننگرپارڪر“ جي علائقي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. (۴) ”مارواڙي“ ٻولي، اهي قبيلا ڳالهائن ٿا، جيڪي ”مارواڙ“ مان لڏي اچي ”ٿر“ واسي ٿيا آهن. انهن ۾ مينگهواڙ، مالهي، چارڻ ۽ ڀيل شامل آهن ۽ (٥) ”گجراتي“ ٻولي، جيڪا گجرات مان لڏي آيل، ڪولهي ۽ اهڙا ٻيا قبيلا ڳالهائن ٿا ۽ انهي کي ”ڳن راتي“ چون ٿا.

قديم زماني کي تاريخ جي دور سان ملائڻ لاءِ، ”ٿر“ جو رڻپٽ ۽ ڪير ٿر پهاڙي سلسلي جو ڪوهستان هڪ پل جو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. دشت جي ويرانيءَ ۾ عجب رومانوي ماحول آهي، جيڪو سائنسي حقيقت پسندي کان بي نياز آهي. ڌرتي جا ٻيا انيڪ رنگ ۽ روپ مهاساگر،

بلندترين پهاڙ ۽ قطبي چيڙا، سائنسي تحقيق اڳيان پنهنجا راز ظاهر ڪري چڪا آهن، ليڪن "ٿر" ۽ سندس نشان " رڄ ( سراب) جنهن تپش ۽ خشڪيءَ جي پيداوار آهن، اها آسانيءَ سان انسان جي، ذهن اڳيان پنهنجا هٿيار ڦٽا نہ ٿي ڪري، بلڪ انسان هار مڃي هتان هليو وڃي ٿو.

## سنڌ جو ڪوهستان ( ڪاڇو)

قراقرم پهاڙي سلسلي جي ڏکڻ ۾ کيرٿر پهاڙي سلسلو شروع ٿئي ٿو، جيڪو موجوده سنڌ جي مغربي سرحد آهي، اها قدرتي سرحد آهي، جيڪا ڏيڍ س ( ١٥٠) ميلن تائين، اتر کان ڏکڻ ويندي، حب جي پهاڙن ۽ عربي سمنڊ جي ساحلي علائقي وٽ ختم ٿي ٿئي. هن پهاڙي سلسلي جي علائقي کي سنڌ جو ڪوهستان چئجي ٿو، جنهن جي ڪل پکيڙ ساڍا اٺ هزار (٨٥٠٠) چورس ميل آهي. سنڌ جي هن پهاڙي سرحد کي " هالار" بہ چئجي ٿو.

هالار، يا کيرٿر پهاڙي سلسلي جي اٽڪل وچ ڌاري ، " نئن گاج" جو بنيُ آهي، جنهن جا بہ حصا آهن: مٿيون ۽ هيٺيون. اتي جبل ۾ هڪ " چورلڪ" آهي، جيڪو ناقابل عبور آهي. تاهم پاسن کان ٻيا لڪ بہ آهن، اتي کيرٿر جي اوچائي چارهزار ( ٤٠٠٠) فٽن کان مٿي آهي، اُتان اٽڪل ٽي ٣ ميل هيٺ ( ڏکڻ طرف) ، شڪلوئي ڪنڊ" نالي هڪ لڪ، پنج سو (٥٠٠) فٽ گهٽ اوچائيءَ ۾، " گهوڙي جي هني جي شڪل وانگر " آهي، جتان ائن جو لنگهہ آهي. کيرٿر پهاڙي سلسلي ۾ اهڙا ڏهہ لڪ آهن، جتان ائن جا قافلا، قديم زماني کان سنڌ ۾ داخل ٿيندا رهيا آهن.

کيٿر پهاڙي سلسلي ۾ ٽي متوازي جبلن جون قطارون آهن، جن ۾ مشرقي قطار کي "لڪيءَ جا جبل" چئجي ٿو، جيڪي پنجاهہ ٥٠ ميل طويل آهن سيوهڻ ۽ لڪيءَ جي وچ ۾، آمدرفت "ٻگي ٽوڙهي" لڪ وٽان ٿئي ٿي. لڪي جبلن جي اوچائي ڏيڍ کان بہ هزار ( ٢٠٠٠ - ١٥٠٠) فُٽ آهي. سنڌ جي ڪوهستان ۾ کيٿر جبل سڀني کان اوچو آهي، تنهن ڪري سڄي پهاڙي سلسلي تي " کيرٿر" نالو رکيو ويو اهي. هن سلسي جي اترين

حصي َتي " اڃو جبل" چئجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ جبل جي مٿي اڇي آهي، انهيءَ ڪري سبب اهو ٿي سگهي ٿو تہ هي جبل پوءِ ٺهيو آهي.

سنڌ جا جبل، " ٽرشري" ارضياتي دور (          ) ۾ ٺهيا: (لئمبرڪ، سنڌ، ا جنرل انٽروڊڪشن، ص ٣٨). ارضيات جي ماهرن، ڪريٽيڪيورس دور (          ) کان ايئوسين دور (          ) تائين، دنيا جي هن خطي جو هڪ عام خاڪو تيار ڪيو آهي، انهيءَ ۾ منڇر پهاڙي سلسلو تازه ترين آهي سنڌ جي ڪوهستان ۾ آباديءَ لائق زمين، پهاڙي ٽي بہ موجود آهي: مثال طور "لاڪاٽي" ۽ " دريارو" جون چوٽيون، جن مان " دريارو" تي اٽڪل هڪ چورس ميل سنڌي لائق آبادي زمين موجود آهي. "دريارو جي مٿانهين پٽ" جي لڳ ڏکڻ طرف، مشهور " ڪتي جي قبر" واري چوٽي آهي، جيڪا سطح زمين کان ڇهہ هزار اٺ س ستهتر فٽ بلند آهي، اڳتي، سنڌ - بلوچستان آمدرفت جو اتريون ملڪ آهي، جنهن کي "شاهہ گودڙيو" چئجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اتي انهي بزرگ جي مزار ۽ مقبرو آهي.

" ڪيرٿر رينج ۾ ڪيرٿر ۽ لکي جبلن کان علاوه، سليمان جبلن جو سلسلو آهي. ڪيرٿر کان اٽڪل ١٢ ميلن جي مفاصلي تي اوير طرف " پٽ جبل" آهي، جنهن جي ڪير سان " تنگ وادي" جيڪا منڇر جي جبلن تي دنگ ڪري ٿي. واديءَ جي مٿين حصي کي اوير کان " بڊڙو" جبل آهي، جيڪو اٽڪل ٢۴٠٠ (بہ هزار چارسو) فٽ بلند آهي. اهو جبل اٽڪل ڏهہ ميل اڳتي، " دڙنگ" لڪ ذريعي وڃي ڪيرٿر سان ملي ٿو " بڊڙو، جبل جي الڳ وادي آهي، جنهن کي " ٻنڌٽي" چئجي ٿو، ٻنهي وادين جون نئيون "منڇر ڍنڍ" ۾ ڇور ڪن ٿيون.

ڪيرٿر سلسلي ۾ ميهي ٽڪريون، گز ۽ دمبر پهاڙيون آهن. ميهي ۽ ڪير ٿر جبل جي وچان " نئن باران" جو پيٽ آهي اڳتي " نئن مليرِ" آهي. هن وادي جي اوير طرف " ڊڦيرو" جون پهاڙيون آهن. ڊڦيرو ۽ لکي ٽڪريون پاڻ ۾ مليل آهن اتي هڪ جابلو لڪ " پوڪران" کان " رني ڪوٽ" تائين موجود آهي. لکي جبلن جي وچان اتي " موهن نئن" آهي، جيڪا " نئن َڪاج" وانگر آهي. "باران وادي" ڪمبو پهاڙين ۾ گهڙيل آهي، جيڪو ٢٠

ـــيل طويل ۽ اٽڪل ٢٣٠٠ ( ٻہ هزار ٽي ســـو) فٽ بلند آهن. انهن جا "ڀڳائوڙها" ، يا ڪٽيل پهاڙ ڪراچي - حيدرآباد سپرهاءِوي ۽ نئشنل هاءِ وي سان سفر ڪندي نظر اچن ٿا. انهيءَ پهاڙي سلسلي جو مغربي حصو "حب وادي" سان لاڳو آهي. انهيءَ ۾ " مول" ۽ " مهاڙ" جا مٿاهان پٽ آهن، جيڪي ڪافي ميلن ۾ پکڙيل آهن ۽ آسپاس جي علائقي ڪان اٽڪل هڪ هزار فٽ مٿانهان آهن. مهاڙ جبل ١٥٠٠ فٽ اوچو آهي جيڪو ٻنهي مٿاهن پٽن جي وچان لنگهي، " حب وادي" ۾ دنگ ڪري ٿو. مول جبل ٢٠٠٠ فٽ بلند آهي، اتان " مول نئن" هيٺ هلي. اچي " ڪڏيجي ڍنڍ" ۾ پوي ٿي. ٻنهي نئن جو پاڻي گڏجي،اچي "ملير نئن" ۾ پوي ٿو، جيڪا گزري نار ( خليج) جي ذريعي ، عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. نئن کان علاوه هن علائقي ۾ ڪجهہ دائمي وهندڙ ڍنڊون آهن، جيڪي قديمي آهن: ڪينجهر، ڪلري، سونهري ۽ هاليجي جديد سنڌ جون مشهور ڍنڍون آهن.

سنڌ جي ڪوهستان ۾ گندرف گڏيل پاڻيءَ جا قدرتي چشما آهن: لڪيءَ جا چشما، تونگ ، نئگ ، ۽ غازي شاهہ جا چشما "پير لاڪو" "واڳو در" ( گهارو نار جي منهن وٽ) ۽ " منگهوپير جا چشما بہ ڪافي مشهور آهن. ڪوهستان جي ڪک پکيڙ ست هزار چورس ميل آهي. انهيءَ ۾ لائق آبادي زمين بہ هزار ايڪڙن ڪڳان مٿي نہ آهي، تنهن ڪري گذران جو ذريعو، پوکي راهيءَ کان وڌيڪ ماهيگيريءَ تي آهي. انهي سان گڏ رڍن ٻڪرين ۽ اٺن جي افزائش ۽ انهن جي ان ۽ ڏاس پيدائش جو ذريعو آهي. جنڊ، دانگيون، ٽوبيون ۽ ٻيون پٿر جون ناهيل شيون ۽ جبل جي پيداوار اگم، ڪونٽر، ماکي ۽ جڙيون ٻوٽيون قديم زماني کان ڪوهستان جي معيشيت ۾ مددگار رهيون آهن.

مغربي ڪوهستاني سرحد کان علاوه، اندروني سنڌ بہ ڪجهہ پهاڙيون موجود آهن. " ٿر" ۾ " ڪارونجهر جبل" ( ننگرپارڪروٽ) ٻارنهن س (١٢٠٠) فٽ بلند آهي، جتان ڪڇ جو رڻپٽ پڌرو نظر اچي ٿو. هي جبل، اراولي ٽڪرين ۽ راجستان جي پهاڙي سلسلي سان تعلق رکي ٿو. ٻيو پهاڙي سلسلو اتر سنڌ ۾ سکر کان ٽي ميل اتر، اولهہ طرف شروع ٿي، روهڙيءَ جي ڏکڻ طرف اٽڪل چاليهہ ميل طويل آهي. هن سلسلي جي وڌ ۾ وڌ

ويڪر اٽڪل ١٥ ميل طويل آهي. هن سلسلي جي وڏ ۾ وڏ ويڪر اٽڪل ١٥ ميل آهي، جنهن اندر بلوچ بلوچ ۽ ٻيا ڪوهستاني قبيلا آباد آهن هتي، پٿر جي دور جا ڪارخانہ دريافت ڪيا ويا آهن. حيدرآباد جو شهر جنهن ٽڪري تي اڏيل آهي ۽ انهيءَ جي ڏکڻ ۾ جيڪو " گنجو ٽڪر" موجود آهي، اهي روهڙي ٽڪرين سان مشابهت رکن ٿا. " ٺٽي" جي قريب ، مڪلي ٽڪريون" تاريخي اهميت رکن ٿيون. مک مڪلي ٽڪري، جنهن تي دنيا جو وسيع ترين قبرستان موجود آهي، انهيءَ جي ڇاڙن ۾ ، "پيرپٺو" جي ٽڪري، ابن شاهہ جو ٽڪر ۽ هيٺ جهرڪ شهر کان اٽڪل ٢ ميل سنڌوندي جي پيٽ ۾، " ٻڌ جو ٽڪر" شامل آهن.

سنڌ جي سرحدي جبلن جي ٻي طرح ورچ مطابق کيرٿر، يا هالار پهاڙي سلسلي ۾ ڪرو جبل ، کيرٿر ۽ پب جبل شامل ڪيا وڃن ٿا. ڪرو جبل جي هڪ شاخ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ واقع آهي، جنهن کي " ڏاڙهيالو جبل" چئجي ٿو. " ڪتي جي قبر واري چوٽي انهي جبل جي آهي.

## ڪوهستان ۾ آباد قبيلا:

قديم ڏنڌن ڏورن ۽ درياهي ڦاٽن تي آباد قبيلن جهڙوڪ " چٺا" ۽ "گائينچا" وغيره کان علاوه ڪوهستان ۾ آباد قبيلا، بلوچستان، مڪران ۽ قلات جي بلوچ ۽ براهوي ( بروهي) قبيلن سان نسلي تعلق رکن ٿا. سيوهڻ ڪوٽڙي ۽ ڪراچي سان لاڳاپيل ڪوهستان ۾ خاص قبيلا نومڙي ۽ برفت ۽ جوکيہ آهن، جيڪي لئمبرڪ جي تحقيق مطابق راجپوت نسل سان تعلق رکن ٿا. ( سنڌ. ا جنرل انٽروڊڪشن ص ٢١٧) اهي سنڌ کان وڌيڪ لسٻيلي سان تعلق ۾ رهيا آهن. ١٧ – هين صدي عيسوي ۾ مختصر عرصي لاءِ نومڙين لسٻيلي تي راڄ ڪيو. ( – ايضا – ) جهرڪ کان حب نديءَ جي ڪناري تائين نومڙين جون تراشيل پٿر جون خمدار قبرون سنڌن راجپوت روايت جي نشاندهي ڪن ٿيون. " ٽر جي هندو سوڍا راجپوت اڪثريت جي برعڪس نومڙي ۽ جوکيا قبائلي سڀ مسلمان آهن.

بلوچ قبيلن ۾ ، " گبول" ، "ڪوسا" ڪرمتي (ڪلمتي) اڪثريتي

قبيلا آهن. انهن کان علاوه، ڪيتر سلسلي جي جبلن کان سنڌو نديءَ جي مـعربي ڪنار تائين، رند، ڊومـڪي، جکراڻي، لغاري، لاشـاري، چانڊيا، ڪوراڻي، جتوئي، ٻڙدي، جمالي، عمراڻي، بگٽي، مري، مزاري، جت بلوچ ۽ مڪراني بلوچ آباد آهن.

براهوي، يا بروهي قبيلا، خاص ٻن نالن سان سڏجن ٿا. سراوان ۽ جهلوان، بلوچن وانگر بروهين جون پڻ متعدد نکون يا پاڙا آهن.

سنڌ جي موجوده نسلن ۾ "بلوچ" يا " بروهي" قبيلا ڪافي اهم آهن، چوڏهين صدي عيسوي ۾ هي قبيلا سنڌ ۽ ملحق علائقن ۾ ظاهر ٿيا. ١٣٢٦ع ۾ سلطان محمد تغلق طرفان "بکر" ۾ مقرر ڪيل نواب " خسرو خان" بغاوت ڪئي ۽ "بلوچن" جو لشڪر تيار ڪيو. صدي جي اخر ۾ سـومرن سـردارن خلاف راجپـوت سـودن ۽ ڪڇي جاڙيجن جي مـدد ۾ بہ "بلوچ" قبيلا شامل هئا. هي قبيلا نيم خانہ بدوش مالوند هئا جيڪي "شام" کان اوپر طرف ضرورت مطابق لڏ پلاڻ ڪندي هتي پهتا هئا. تشدد جا عادي هئا تنهن ڪري هر ملڪ مـان تڙيا، سزائون کـائيندا يا سزا جي خوف کـان ڀڄندا پئي رهيا، آخر ڪافي عرصو وڏي تعداد ۾ سيسـتـان ۾ ٽڪاڻو ڪيائون جتان سنڌو ماثري ۾ آخري هجرت ڪري آباد ٿي ويا. انهن مـان ڪافي تعـداد "ڪڇي" ۾ آباد ٿـيـو، جتـان اتر طرف ديرہ جات ( ديرو غازي خان ۽ ديرو اسماعيل خان) ۽ ڏکڻ طرف " سيوهڻ" ۽ ان جي ڀرپاسي علائقن ڏانهن وڌيا. " سبي" ۾ سمن جي لشڪر سان گڏ ارغونن جي حملي جو مـقـابلو ڪـيـائون. جڏهن ارغونن سنڌ تي قـبـضـو ڪـيـو تہ بلوچن کي مـصـيـبـت سـمـجـهي سندن قـتـل عـام جي ڪوشش ڪـيـائون ( ١٥٢١ع) ١٥٢٣ع ۾ شاهہ حسن ارغون " سبي" ۾ " رندن" ۽ ٻين بلوچ قبيلن کي سيکت ڏيڻ لاءِ مٿن ڪامياب حملو ڪـيـو ( مرزا قليچ بيگ " هسٽري آف سنڌ" جلد ٢ صص ١٧٠-٦١) ١٦ صدي عيسوي ۾ ملتان جي جت لانگاهہ حاڪم ( سلطان حسين لانگاهہ؟) فوجي خدمت لاءِ بلوچن کي ديره جات ۾ جاگـيـرون ڏئي آباد ڪـيـو ( ريورٽي " مـهـران آف سنڌ. ص ٣٥٩ - ٣٥٨) ڪلهوڙن جي دور ١٧٠١ع کـان بلوچن باقاعده سنڌ ۾ سـڪـونت اختيار ڪئي، ڳـوٺ ٻڌا، وڏيون جاگـيرداريون ۽ زمينداريون ناهيون ۽ ان وقت کـان

مسلسل ترقي ڪندا رهيا آهن.

## ڪلمتي:

ڪلمتي ( ڪرامتي) سنڌ ۾ سياسي افراتفري ۽ عباسي خلافت جي ڪمزوري جو فائدو وٺي هتي " مهاڻن" جي ماڳن تي قابض ٿيا. "مڪران" جا ٣ مهاڻا قبيلا: وگيره، ڏاريا ۽ مندرا، بحري ڌاڙيل، سورت کان ايراني نار تائين ڪاروايون ڪندا هئا. دوارڪا جو بندر، ڪلمتين جي سرسي ۽ قبضو هيٺ هو. ڪلمتي دور جا آثار ۽ پٿر جو ننڍو قلعو " گوادر" جي آسپاس موجود آهن.

١٥ صدي عيسوي جي اختتام وقت ڪلمتي " لسبيلي" ۾ داخل ٿي چڪا هئاليڪن مقامي قبيلن سنڌن مقابلو ڪيو ۽ ڪين شڪست ڏني. هنن ڪمڪ گهرائي ۽ حب ندي جي وادي ۾ گڏ ٿي مقامي قبيلن کان سخت انتقام ورتائون. ١٦٢٠ع ۾ ڏڪار پيو. هو اتان لڏي حب ۽ سنڌو نديءَ جي دوآبي ۾ اچي رهيا - اڳ اتي آريجا آباد هئا جن مقابلو ڪيو، واڳون ٻر وٽ شڪست کاڌائون ۽ ساڪرو طرف ڌڪجي ويا. پوءِ، ڪلمتين ملير جي ماڙي تي قبضو ڪيو.

ڏاريجا ۽ نگمڙا ( مهاڻا) مغل دور تائين پنهنجي آزادي خاطر وڙهندا رهيا. آخر ڌاڙيل ٿي ويا. تجارتي قافلا لهڙي کان ٺٽي تائين ڦربا رهيا. اورنگزيب ڪلمتي قبيلي کان سنڌن مقابلي جو ڪم ورتو. هو مقامي طرح "ڏڪلمتي" سڏبا هئا. مغل سرڪار جون سرحدي چوڪيون قائم ڪيون ويون، جن ۾ ڪلمتين کي ڀرتي ڪيو ويو، هو جانباز جنگجو هئا ۽ جلد امن امان جي صورتحال درست ٿي وئي ۽ " ڪلمتي" قبيلي کي ٩٦٠٠ روپيه ساليانه مدد معاش ۽ ساڪره جي جاگير سان گڏتجارت جي نگراني سونپي وئي. ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪلمتين جي جاگيرداري نئين تائين قائم ٿي وئي. جڏهن قلات جي خان جو ياءُ ڪلهوڙن جي سپاهين هٿان قتل ٿيو تڏهن "ڪراچي" جو علائقو تاوان طور قلات رياست کي مليو جتي قلاتين حفاظتي دستو مقرر ڪيو جنهن ۾ " ڪلمتي" ڀرتي ڪيا ويا. ١٨٩٢ع ۾ ١٨٠٠٠ بلوچ

سپاهين قلاتين کان ڪراچيءَ جو قبضو ڇڏايو.

## جوکيا ۽ جاڙيجا:

سمندر گپتا جي الهه آباد واري ٿنڀي تي هينين شاهي خاندانن جا نالا اڪريل آهن: مالوھ، ارجنايان، ياڌيه، مدراڪا، ايرا، پرارجونا، سناڪانيڪا، ڪاڪا، ڪارا پاريڪا.(" وادي ليار" ٧٥). انهن ۾ ياڌيه ( جنهن جو مطلب شايد يُڌ يا جنگ وارا يا جنگجو هجي) سنڌ ۽ ڪڇ ۾ جاڙيجا سڏجن ٿا ۽ ڪاڪا اڄ به ساڳئي نالي سان سنڌ ۾ موجود آهن. جاڙيجن ( ياڌيه) اسلام قبول ڪرڻ بعد سنڌو ندي جي ڪناري سان بهاولپور ۽ ملتان تائين واڌ ڪئي.

ملير جي جوکين جو ڇڳو مڙس " ڄام جوکيو" سڏجي ٿو. هنن لاءِ عام خيال آهي ته راجپوت نسل مان آهن. قديم زماني ۾ قلات جي جبلن ۾ " شاهه بلاول" جي ڏکڻ طرف " ڪنگور" نالي هڪ هنڌ رهندا هئا، جتان پنج سؤ سال اڳ ( ١٦ صدي عيسوي ۾) حب وادي ۽ حب - ملير دوآبي ۾ اچي رهيا. ملير جي وادي ۾ ڪلمتين جو قبضو هو. انهن سان جنگيون جوٽيائون ۽ کين ميرپور ساڪرو طرف ڌڪي ڇڏيائون. حب ندي جي وادي ۾ نومڙيا ( نومردي) آباد هئا. انهن کي اتر ۾ ڪوهستان ڏانهن پڇائي ڪڍيائون. اهڙي طرح " ڪراچي" کان " گهاري" تائين سمورو علائقو جوکين جي قبضي هيٺ آيو. انهيءَ علائقي کي " ڪڪرالو" چوندا هئا. (وادي لياري ص ٧٦) جوکين جي ڄام " مريد" جو ننڍو ڀاءُ " ڄام بجار" ڪلهوڙا دور جو اهم فوجي ڪردار آهي ۽ خود ڄام مريد جي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقابلي ۾ جوانمردي ۽ حڪمت عملي ساراهڻ جوڳي آهي جنهن ڪري " ڪڪرالي" تي جوکين جي خودمختياري قائم رهي ۽ ميرن جي حڪومت تائين نومڙيا ۽ ڪلمتي واپس هن علائقي ۾ اچي نه سگهيا. جڏهن ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ان وقت جوکين جو ڄام" مهر علي" سيٺ نائومل جو اهم حليف هو، جنهن جي مدد سان انگريز فوج کي بار برادري ۾ مدد ملي (ايضا ص ٧٧) تنهن ڪري انگريز

سرڪار نہ صرف جوکين جون جاگيرون بحال رکيون پر کين ڪراچي ۽ ٺٽي جي وچ ۾ هلندڙ واپار تي محصول وصول ڪرڻ جو پروانو ڏنو. بعد ۾ انهي راهداري محصول عائد ڪرڻ جو اختيار واپس وٺي کين ٨ هزار بيگھ زمين معاوضي طور ڏني وٺي جيڪا گرڪڻ، ( منچر ڍنڍ) گرکا (؟) ۾ هئي. بعد ۾ جوکين کي ٻہ ٻيون جاگيرون ڏنيون ويون، جيڪي گهوڙاٻاري ضلع ٺٽي ۽ پينڊو ضلع حيدرآباد ۾ واقع هيون (ايضا).

نواب چام مريد خان ١٦٨٧ع ۾ ٺٽي جو مغل نواب مقرر ٿيو ۽ ٻن سالن بعد هٽايو ويو. هو هڪ راجپوت شيخ ( نومسلم) هو، جو پاڻ سان هڪ هزار نوڪرچاڪر ۽ راجپوت قبيلي جا جنگجو افراد وٺي آيو هو. معزولي بعد کين ٺٽو خالي ڪرڻ جو حڪم مليو تہ هو" ڪلان ڪوٽ" جي پراڻي قلعي ۾ وڃي رهيا. اتي هنن ٺٽي جي سيرازين سادات سان مريدي خادمي جو رستو قائم ڪيو. ( - ايضا - ص ٧٧)

ڪاڪو ڀيرومل لکيتو تہ " ڪڇ ڀڄ جا جيڪي جاڙيجا حاڪم آهن، سي جاڙي واري لاکي جو اولاد آهن جو ننگر ٺٽي جي سمن راجپوتن مان هو. گرنارڪوٽ جو حاڪم راءِ ڏياچ سنڌ جي چوڙا ( چاوڙا) سما راجپوتن مان هو. ڪيترو وقت اهي پاسا راجپوتانا سميت سنڌ سان لاڳو هئا. ( قديم سنڌ ص ٣٨).

## سنڌو ماٿري جي قديم سياسي تاريخ:

سليوڪس جي شامي شهنشاهيت ۽ سندس نانيءَ چندر گپت موريا جي هندستاني مهاراجائي تاريخي عمل هيٺ زوال پذير ٿيون: شام اندر "پارٿيا" ۽ سنڌو ماٿري جي اتر اولهہ ۾ " بخطر" جا يوناني حاڪم خودمختار ٿيا ۽ موريا گهرائي جي هندستاني شهنشاهيت جي زوال بعد سياسي عدم استحڪام يونانين کي ٻيهر هند ـ سنڌ تي حملي آور ٿيڻ جي ترغيب ڏني. ڀهريائين پنجاب جي شاداب علائقي تي حملو ٿيو، آخرڪار بخطر جي بادشاهہ " ڊيميٽريوس پٽ يوٿي ڊيموس" افغانستان، پنجاب ۽ سنڌ جي ڪافي علائقي تي قابض ٿي ويو ۽ مفتوح علائقي ۾ شهر اڏائي انهن

تي پنهنجو ۽ پنهنجي پيءُ جو نالو رکيائين. سندس پونيرن مان " ميننڊر" پنجاب ۾ شاڪل ( سيالڪوٽ)جي علائقي تي وڏي شان شوڪت سان راڄ ڪندو هو ۽ شهر تي سندس وڏي ڏاڏي " يوٿي ڊيموس" جي نالي پويان " يوٿي ميڊيا" يا " يوٿيڊيميا" نالو رکيل هو. ( ائڊوانسڊ ص ١١١) سندس سڪا " باجوڙ ايجنسي" ۾ مليا آهن، جيڪي سندس تخت نشينيءَ جي پنجين سال جا آهن. هن " بياس" ندي جي ٻي پر علائقن تي به قبضو ڪيو. ٻيو بخطري يوناني بادشاهه، " انٽيالڪيڊس"، راولپنڊي جي پرسان "گنڌارا" جي شهر "ٽئڪسيلا" ۾ راڄ ڪندو هو. مقامي ماڻهن جي تهذيب ۽ مذهب کان بخطر جا يوناني غاصب حڪمران ايتري حد تائين متاثر ٿيا جو انهن مان ڪنهن "وشنوپنٿ" ۽ ڪن " ٻڌمت" اختيار ڪئي.

بخطر بئڪٽريا (Bactria) گهڻي ڀاڱي موجوده بلخ ( افغانستان ۾ مزار شريف جي قريب علائقي) تي مشتمل، "هندوڪش" ڀهاڙن ۽ آمون درياهه جي وادي ۾ هڪ قديم بادشاهيت قائم ڪئي. روايتي طور تي هي علائقو زرتشتي مذهب جو ڳڙهه هو. هي بادشاهيت تاريخ ۾ تڏهن نروار ٿي جڏهن اٽڪل سن ٥٤٠ ق ـ م ۾ ايراني شهنشاهه سائرس اعظم ان تي قبضو ڪيو، بعد ۾ اٽڪل سن ٣٢٦ ق ـ م ۾ سڪندر اعظم مقدوني - يوناني هي علائقو فتح ڪيو. سيليوڪس جي شامي شهنشاهيت هيٺ هتي يوناني طرز جي عمارت سازي ٿي ۽ شهر اڏيا ويا. " يوناني" سرڪاري زبان قرار ڏني وئي. اٽڪل ٢٥٠ ق ـ م ڌاري بخطر جي يوناني سترپ ( حاڪم) "ڊيوڊوٽس" بغاوت ڪري هڪ خود مختيار يوناني بخطري حڪومت قائم ڪئي جيڪا سندس پونيرن سنڀالي. " يوٿي ڊيموس" انهيءَ ۾ اوير پرشيا ( ايران) جي ڪافي علائقي جو اضافو ڪيو ۽ سندس پٽ " ڊيميٽريوس" "ارڪوشيا"کان " سنڌو نديءَ" تائين علائقو فتح ڪري ان ۾ شامل ڪيو. بخطري يونانين جي حڪومت سوگديانه کان سنڪيانگ جي سرحد تي فرغانه تائين قائم هئي. هن امير حڪومت کي " هڪ هزار شهرن جي شهنشاهيت" سڏيو ويندو هو، ليڪن اها جٽادار ثابت نه ٿي ڇاڪاڻ ته ضرورت کان مٿي دولت ۽ اقتدار تاريخ جي هر دور ۾ ڪمزوري جو باعث بڻيو آهي، جيئن روم ۾ شهنشاهيت زوال پذير ٿي، تيئن عيش پرستي ۽

باهمي رقابت بخطر جي يوناني شاهي خاندان کي ان حد تائين ڪمزور ڪري ڇڏيو جو، جڏهن اٽڪل سن ١٣٠ ق ـ م ۾ يو ـ چي ( ڪشان) قبيلي مٿن حملو ڪيو تہ ان جي ست سهي نہ سگهيا ۽ " بخطر" جو متمدن علائقو راجا ڪنشڪ جي اندو ـ سٿين ( سندو سٿين) شهنشاهيت جو حصو بڻجي ويو. انهي تاريخي عمل مان يونان جي فن ۽ ادب جو هند ـ سنڌ ۾ ا... ٿيو. " بخطر" جي علائقي ۾ آثار قديمہ جي ماهرن طرفان تمام گهڻ تحقيق ڪئي وئي آهي، تاهم بخطر جي يوناني دور جا سڪا "افغانستان" ۽ هند ـ سنڌ ۾ لڌا ويا آهن. ( ايچ ـ جي رالنسن، " بڪٽريا" د هسٽري آف افرگاٽن ايمپائر (١٩١٢ع)، ڊبليو ڊبليو ٽارن، د گريڪس ان بڪٽريا اينڊ انڊيا" (١٩٣٨ع) ، چئمبرسس انسائيڪلوپيڊيا ( ١٩٦٩ع) ج ٢ ص ٣٤).
گنڌارا تهذيب (٦٠٠ ع ـ ٦٠٠ ق ـ م) فن ...يا ۾ سنڌي ـ يوناني امـ...زاج جو اعليٰ نمونو آهي، جيڪو اڪثر ...لمن جي راءِ ۾ پوءِ جي هـ...ي ۽ ڏور اوڀر جي ملڪن جي فني ترقيءَ جو بنياد بڻيو. مجمدار، ريچوڌري ۽ دتا جيتوٽيڪ گنڌارا فن جا معترف آهن، تاهم انهيءَ کي هندستان ۽ ڏور اوڀر جي فني ترقي جو بنياد ڄاڻائڻ کي وڌاءُ سمجهن ٿا. (اڻن ائڊواسنڊ هسٽري آف انڊيا ( ١٩٦٧ع) ص ٢٢٧).
" ڪشان" ( يو چي) يونانين جي اولهہ ايشيائي بادشاهت " بخطرہ" جا وارث بڻيا. آخري يوناني بادشاهہ جو نالو هرمايوس هو، جنهن پارٿين (پهلوا) ۽ ڪشان قبيلن کي هندوڪش پهاڙ جي ڏکڻ ۾ قبضو ڪرڻ ڏنو. ٻاهريان حملي آور جن سنڌو ماٿري ۾ يونانين جي اقتدار جو خاتمو آندو خاص ٽن قبيلن سان واسطو رکندڙ هئا: سڪا ( سٿين) پهلوا ( پارٿين) ۽ ڪشان ( يوچي). " سڪا" قبائل کي "ڪشان" قبيلي سندن اصل وطن وچ ايشيا مان بيدخل ڪيو هو ۽ هو ڏکڻ طرف هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿيا. چيني شواهد مطابق سڪا ( سٿين) قبيلي جي بادشاهہ " ڪي ـ پن" (ڪابل ندي جي اترين ڪنهن مددي ندي تي هڪ شهر ) ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. اٽڪل روءِ پهرين عيسوي صدي ۾ موجوده "سيستان " کي " سڪا آستان" جي نالي سان سڏيو ويندو هو ۽ سڪا قبائل سموري ڏکڻ افغانستان تي قابض هئا جتان بتدريج هنن " سنڌو ماٿري" ۽

"مغربي هندستان" کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو، جنهن کي يوناني ملاحن، جاگرافيدانن ۽ تاريخ نويسن ملائي" ستيا" سڏيو آهي.

پهرين صدي عيسويءَ ۾ " ستيا" جو ڪجهه علائقو " پهلوا" (پارٿين) جي قبضي هيٺ آيو. انهن ۾ هڪ اوائلي بادشاهه " موئا" يا "موگا" هو جنهن جي تعبيداري هيٺ " ٽئڪسيلا" جي نزديڪ " چڪشا" سترپ ( حاڪم) راڄ ڪندا هئا. " موئا" يا " موگا" کانپوءِ ايزيز پهريون ۽ بيو ۽ ٻيا ڪيترا پهلوا. سڪا بادشاهه تي گذريا جن جا سڪا ۽ اڪيرون منظر عام تي اچي چڪيون آهن. هنن جي هٿ هيٺ ڪيترائي صوباهئا جن جا حاڪم " سترپ" (Satrap / Kshatrapa) سڏيا ويندا هئا. انهن مان ڪي " مهاسترپ" ( گورنر جنرل) هئا. سندن صوبا يا سترپيون هن ريت هيون: افغانستان ۾ " گوربند" ۽ " پنجشير" ندين جي سنگم سان ملحق علائقو، ٻيو مغربي پنجاب ۾ " ٽئڪسيلا" جو علائقو ، ٽيون جمناوادي ۾ " مترا" جو علائقو، چوٿون دکن هندستان جو مٿيون حصو ۽ پنجون "مالو" ۾ اجين شهر جو علائقو. (اٿدوانسد ص ١١٣).

" اجين" جي " سترپن" جي خاندان مان " رردرامن" ١٥ سال (١٥٠ ـ ١٣٠ ع تائين) راڄ ڪيو. هنکي قديم هندستان جي عظيم ترين سڪا ( ستين) حڪمران ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس درباري شاعر جي بيان مطابق "ردر دامن سڪا" جو راڄ ڏکڻ ۾ ڪونڪان ( ڏکڻ ڪانياواڙ) کان سنڌ "اتر" ۾ ۽ مارواڙ" تائين پکڙيل هو. (ص ١١٣) رردرامن جي پونيرن ٻوٿو ڪونه باريو ۽ راڄ آهستي آهستي " آيرا ( ابڙا) سردارن جي هٿ هيٺ اچي ويو. ۴ صدي عيسوي ۾ گپتا گهراڻي گنگاواديءَ ۾ شهنشاهيت قائم ڪئي ۽ سمدر گپت ۽ چندر گپت ثاني جي لشڪرن"مالوا" ۽ "ڪانياواڙ" جي سڪا ۽ آيرا قبيلن کي نيست و نابود ڪري ڇڏيو.

"ڪشان" ( يو ـ چي) وچ ايشيا جا خانه بدوش قبائل هئا ـ اٽڪل ١٦٥ ق ـ م ڌاري اهي پنهنجي اصل وطن چين جي سرحدي علائقي مان بيدخل ڪيا ويا هئا جن اچي وچ ايشيا ۾ آمون درياهه جي وادي ۾ پنهنجي آبادي قائم ڪئي ۽ اتي پنهنجي مکيه حڪومت قائم ڪيائون. سن ٩٢ع

ڪان اڳ انهن جي پنجن رياستن هڪ متحد قيادت قائم ڪئي جنهن جو سربراهه " ڪيو - تسيو - ڪيشيو" هو ، جنهن کي ڪجل ڪاس يا ڪدفائيسس اول جي مختلف نالن سان ڄاڻايو ويو آهي. (ص ١١٣.) ان وقت "پهلوا" قبائل ۾ باهمي رساڪشي ۽ خانه جنگي جاري هئي، جنهن جو فائدو وٺي، ڪشان بادشاهه "ڪدفائيسس" ڪابل تي حملو ڪيو ۽ پهلوا (پارٿين) جي " ڪن پن" حڪومت جو خاتمو آندو. سندس ٽامي جا لڏل سڪا ڏيکارن ٿا ته هن ٥٠ع ڌاري اهو ڪارنامو سرانجام ڪيو. ( ايضا ص ١١٤). سڪن مطابق سندس جانشين جو نالو " يين ڪائوچين" يا ويم (ييم) ڪدفائيسس بيو هو. چيني واقع نگارن ڏيکاريو آهي ته هن اندرون بر صغير ۾ ( سنڌو ماٿري ۾) پيشقدمي ڪئي ۽ اتي پنهنجو " سترپ" مقرر ڪيو. سنڌو ماٿري جي تهذيب کان متاثر ٿي هن ڪشان شهنشاهه شو پنٿ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي سڪن تي نالو " مهيشور" اڪرايائين. سندس عمدا سونا سڪا سندس حڪومت جي شاهوڪاريءَ جي علامت آهن. هن بادشاهه جي دور ۾ يا سندس جانشين ڪشان شهنشاهه مهاراجا ڪنشڪ جي طرفان روم جي شهنشاهه " ٽريجن" ( ١١٧ - ٩٨ع) جي دربار ۾ سفارت قائم ڪئي وئي، جنهن مان تجارتي ۽ سياسي ضرورتن جي نشاندهي ٿئي ٿي. ( ص ١١٤).

ڪنشڪ اول (غالبا ١٠١ - ٧٨ع ) ڪشان شاهي خاندان جو عظيم حڪمران ٿي گذريو آهي. برٽش ميوزم ۾ سندس هڪ سهڻو سونو سڪو محفوظ ڪيل آهي. چيني سياح هيون تسنگ Hieun Tsang جي ڏنل احوال مطابق، جنهن عظيم ڪشان شهنشاهيت تي ڪنشڪ اول راڄ ڪندو هو، ان جو تخت گاهه پر شپور Purushapura ( پشاور) شهر هو. انهي وسيع شهنشاهيت جون حدون گنڌارا ۽ سيو ويهر (Sue Vihar) يعني سنڌو ماٿري جي علائقن کان " ائوڌ" ۽ " بنارس" جي هندستاني علائقن تائين قائم هيون. ڪجهه " ڪشمير" کي ان ۾ شامل ڪن ٿا ۽ ڪي ٻيا عالم " ساڪيت" ۽ " پاٽليپتر" جي راجائن سان مهاراجا ڪنشڪ جي محاذآرائي ڏيکارن ٿا. چيني سياح " هيون تسنگ" چين جي شهنشاهيت سان سندس ٽڪر کائڻ ۽ اوپر ترڪستان ۾ سندس اوائلي ڪاميابين جو

ذڪر ڪيو آهي . ليڪن هن مشهور حڪمران صرف لڙائي جي ميدانن ۾ پاڻ ڪونہ ملهايو پر سنگتراشي جا اهي يادگار ڇڏي ويو آهي، جيڪي جديد دور ۾ پڻ املهہ ۽ حفاظت جي لائق سمجهيا وڃن ٿا.

تازو افغانستان جي طالبان انتظاميہ جي طرفان مهاتما گوتم ٻڌ جي ٻن پٿر جي ديوهيڪل مجسمن کي ٽوڙي بت شڪني جي غزنوي روايت کي ورجايو ويو آهي. سڄي دنيا جي علمي ادبي ۽ ٻڌ مذهب جي حلقن ۾ بيحد رنج ۽ افسوس جو اظهار ڪيو ويو آهي، ۽ اقوام متحده پاران انهي اقدام جي سخت مذمت ڪئي وئي آهي، ۽ دنيا جو توجہ آثار قديمہ جي حفاظت طرف هڪ دفعو وري مبذول ٿيو آهي.

" پشاور" شهر ۾ " چيتيا" (Chaitya) جو يادگار ۽ خود سندس قدآور پٿر جي تراشيل مجسمہ دنيا جي آثار قديمہ جا شاهڪار آهن. هن "شاڪيہ مني" نالي مذهب جي پشت پناهي ڪئي ۽ ٻڌ ڌرم جي پستڪن ۾ سندس نالو انهيءَ حڪمران جي حيثيت ۾ ورتو وڃي ٿو جنهن ٻڌ مهاسڀا منعقد ڪئي جنهن ۾ ٻڌ مت جي ڌرم شاسترن تي غور و خوض ڪيو ويو ۽ انهن تي ٽيڪيون تيار ڪيون ويون. سندس اڪيرون ۽ سڪا سندس ٻڌ ڌرم سان لڳاؤ جا شاهد آهن. سندس دربار ۾ عالم ۽ اديب حاضر هوندا هئا، سيني کان وڏيڪ مشهور شايد اشو گهوش (Asvaghosha) آهي جنهن "ٻڌ چريت" نالي پستڪ لکيو. هو فلاسفر شاعر ۽ ناٽڪ نويس هو. (ائڊوانسڊ ص ١١٥)

ڪنشڪ اول ٢٣ سال راڄ ڪيو (غالبا ١٠١ -- ٧٨ع ) ڪانئس پوءِ واسشڪ (Vasishka) جو نالو اچي ٿو جنهن ٿورو وقت حڪومت ڪئي ۽ هوشڪ (Huvishka) راڄ سنڀاليو، سندس حڪمراني جا ڪجهہ شواهد " ڪابل" جي اولهہ طرف " وردڪ" جي مقام وٽ لڌا ويا آهن جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ " مٿرا" " ڪشان" اقتدار جو هڪ عظيم مرڪز هو. جهڙي طرح مهاراجا " ڪنشڪ" پشاور کي شاندار عمارتن ۽ يادگارن سان سينگاريو هو تهڙي طرح هوشڪ جا يادگار " مٿرا" جو شان هئا. آخري وڏو ڪُشان حڪمران " واسديو" ( اول) هو جنهن جي يادگارن مان گهڻا " مٿرا" جي آسپاس لڌا ويا آهن. سندس سڪن تي " شوديوتا"

جي مورتي اڪريل آهي. " سنڌو ماٿري " مان " ڪشان" اقتدار جو خاتمو ايران جي ساساني شهنشاهيت جي پيشقدمي سبب ٿيو. جمناندي جي وادي ۾ " ناگا" قبائل اقتدار حاصل ڪيو، جن کي اٽڪل ٣٥٠ ع ڌاري ڪانپوءِ "گپتا" مهاراجائن پنهنجي شهنشاهي (حڪومت) هيٺ آندو ۽ آخري " ڪشان" راڄ به انهن هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. ( ائڊوانسڊ ص ١١٦).

ڪوفي خط ۾ لکيل هڪ عبارت مطابق " گنڌارا، پنجاب ۽ سنڌ دارا جي حڪومت هيٺ هئا". دارااول کان پوءِ سندس فرزند ارتازرڪس (Artaxerxes) تخت نشين ٿيو. سندس ذاتي معالج ستيسئس (Ctesias) ٢٣ جلدن ۾ پرشيا (ايران ۽ ايشامائينر) جي تاريخ لکي جنهن جو هڪ جلد خاص هند سنڌ متعلق هو. ساڳي دور ۾ " ياسڪا" نالي هڪ پنڊت،ڪلاسيڪي سنسڪرت ۾ هڪ ڪتاب لکيو جنهن جو عنوان " نينوڪتا" هو ۽ مواد ۾ " ويدن" بابت مسئلا بيان ڪيل هئا.

تجارتي لحاظ کان سنڌو ماٿري جي ڏيساوري واپار، ڪياني دور ۾ گهڻي ترقي ڪئي: ايراني امير البحر ستاسپس (Sataspes) هرڪيولس جا ٿنيا ( جبل الطارق يا جبرالٽر) پار ڪري، يوناني، فنيقي ۽ عرب ملاحن لاءِ، يونچ سمنڊ جي بندرن کي مربوط ڪري، مصر، بابل، ايراني نار ۽ سنڌو ماٿري جي وڻج واپار ۽ ثقافتي ڏي وٺ کي عام ڪري ڇڏيو. سنڌ جو موجوده علائقو انهيءَ دور ۾ باربرادري (Transport) ۾ خاص اهميت رکندو هو.

## نئين سنڌو- آريا تهذيب:

ماهرن جي راءِ مطابق سن ١٥٠٠- ١٧٥٠ ق.م جي وچ ۾ هڙپا ۽ موئن جي دڙي جي تهذيب جو اوج ختم ٿي ويو. هڪ نئين تهذيب ۽ مذهب جا بنياد پوڻ لڳا. " رگويد"، آرين جي پهرين پاڪ ڪتاب (١٠٥٠ - ١٥٠٠ ق.م ) انهيءَ نئين تهذيب ۽ مذهب کي منظم ڪيو: سن ١٠٠٠ ق.م ۾ لکيل رگ ويد جي " پُروشا سُڪتا" پد مطابق هندو ڌرم هيٺ ماڻهن جون چار جاتيون ( ذاتيون) مقرر ڪيون ويون: برهمڻ، کتري، ويش ۽

سُودر. اهڙي طرح سماج ۾ هڪ طبقاتي نظام قائم ڪيو ويو، جيڪو انسان جي تاريخ ۾ بيحد ديرپا ثابت ٿيو آهي. علم جو حق برهمڻ کي، حڪومت جو حق کتري کي، تجارت ۽ زراعت جو حق ويش کي ۽ انهن سڀني حقن کان محروم، اڇوت سُودرن کي غلاظت جي صفائيءَ جو ڪم سونپيو ويو. سن ٨٠٠ ق ـ م تائين باقي ٽي " ويد" سام ويد، يجرووِيد ۽ اٿر ويد لکيا ويا جيڪي ڇاٽايل متاهين ذات وارن جي ڪمن ۽ ذميدارين متعلق هڪ آئيني ۽ قانوني شڪل ۾ نافذ ٿي ويا.

سن ١٠٠٠ ق ـ م کان عسڪري نظام ۾ پڻ انقلاب آيو: " رٿ" انهيءَ دور جي فوجي ٽئنڪ هئي، جنهن تي چڙهي جنگ جي ميدان ۾ تير انداز ۽ تلوار باز پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا. هاڻي ايراني آرين گهوڙي سواريءَ جو فن سکي ورتو ۽ وڏيڪ ڦُڙتيءَ ۽ تيز رفتاريءَ سان حملي آور ٿي سگهيا ٿي. ماوراءُ النهر جي لڙائيءَ ۾ انهيءَ فن جو خوب استعمال ڪيو ويو ۽ ثابت ٿي ويو تہ لڙائي ۾ " رٿ" جو استعمال گهوڙي سوار فوج جي مقابلي ۾ بي اثر آهي. اوپر ايران ۾ پارٿين (Partheans) انهيءَ فن سبب اقتدار حاصل ڪيو، سندن معرفت سندو ماٿري ۽ آريہ ورش ۾ گهوڙيسوار فوج جو استعمال شروع ٿيو. ٽي صديون اڳ ١٣٠٠ ق ـ م ۾ عربستان کان اُٺ جي استعمال جو سلسلو شروع ٿيو هو. پهريون بہ صديون شترسوار جنگ ۾ پنهنجو جوهر ڏيکاريندا هئا. ١١٠٠ ق ـ م کان نئين تهذيبي نظام هيٺ تجارت جي ترقي سبب اُٺن کان باربرداري جو ڪم وٺڻ لڳو جنهن ۾ سنڌ جي جت قبيلي ڀرپور حصو ورتو ۽ جت اڄا تائين انهيءَ پيشي سان وابستہ آهن. اُٺ کان اڳ گڏهہ ۽ خچر بار ڍوئيندا هئا. انهيءَ ڪري نونارڪو پيشو اڄا بہ اڳاتو آهي.

تجارتي انقلاب ۾ ويش آرين اهم ڪردار ادا ڪيو. رگ ويد جي همعصر متن مان معلوم ٿو ٿئي تہ آريا ڏکڻ سنڌ تائين مهاڀارت جي لڙائي کان اڳ قابض ٿي چڪا هئا: عربي سمنڊ جي ويرن وهڪرن ۽ بين الاقوامي پرڏيهي وڻج واپار کان واقف هئا. ٩٠٠ ق ـ م ڌاري، جڏهن مهاڀارت جي جنگ لڳي، سنڌ ۾ آريہ کتري راجا جئدرٿ جي حڪومت هئي ۽ انهيءَ زماني ۾ آريا پوري اُتر هندستان، گجرات، ڪاٺياواڙ کان وٺي قندهار تائين

ڦهلجي چڪا هئا. ٨٢٥ ق ـ م کان تجارت ۽ ثقافت کان علاوه مذهبي ميل جول جا ثبوت ملن ٿا. جيڪي نمرود جي تختگاهہ " نينوا" کان وٺي، سوسا. حضرت ابراهيم عليه السلام جي جاءِ پيدائش " اُر" ،مهذب ترين "بابل" ، طائر، ميمفس ۽ اسپين تائين اهڙا آثار لڌا ويا آهن جن ۾ سنڌو ماتري جي پوئين دور يا نئين تهذيب جو ڪردار نمايان آهي.

مهاڀارت جي دور کان هڪ صدي پوءِ ، سنڌ جي هڪ ٻئي آريا راجا جو پٽو پوي ٿو جنهن سنڌ ـ مڪران سرحد تي ڌارئي حملہ آور سيمي رامس (Semiramis) کي سن ٨٠٥ کان ٨١٠ ق ـ م ۾ لڱل جنگ ۾ شڪست ڏني. سندس نالو " ويرسين سيتاور پتي" هو. جنهن کي يوناني مورخن ستاروبيتيس (Sataurobates) جي نالي سان لکيو آهي. سن ٨٠٠ ق ـ م کان ٽامي ۽ پتل جي جاءِ تي لوهہ جي عام استعمال جا آثار اوپر يورپ، اولهہ ايشيا ۽ سنڌ هند ۾ دريافت ڪيا ويا آهن. لوهي تلوارن ، لوڙهين ۽ لوهي ڏنڊن جو زمانو شروع ٿي چڪو هو. ٧٠٠ ق ـ م ۾ هڪ توهو اُن ڀهريون دفعو سنڌ جي ٿر علائقي ۾ آيو، انهيءَ کان اڳ بہ توها اٺ هوندا هئا.

بحري ۽ نهري نظام ۾ اهم سڌارا آيا. آشور جي آبادڪارن آبپاشيءَجا عظيم منصوبا مڪمل ڪيا. جيڪي ايران جي وڏي حصي ۾ رائج ٿيا ۽ سڪندر اعظم کانپوءِ موريا گهراڻي جي راڄ ( ١٨۴ ـ ٣٢١ ق ـ م) ۾ اهي منصوبا ۽ آبپاشي جا بندوبست سنڌ ۽ هند ۾ شروع ڪيل ڏسجن ٿا. جنهن ۾ پاڻيءَ جي مقرر ورهاست جو انتظام ڪيو ويو هو. انهيءَ کان اڳ برهمڻ دور ( ٦٠٠ ـ ٨٠٠ ق ـ م) ۾ " بابل" سان بحري تجارت جو ڪارو بار " دراوڙ" مقامي قبيلي جي سپرد ڪيل هو. اهي مهاڀارت جي زماني (٩٠٠ ق ـ م) جا " ميد" هئا جن راجاجئدرٿ جي حڪم تي ڪورون پاران جنگ ۾ حصو ورتو هو. سنڌ جي ٻي سيري قوم " جت" هئا. خشڪي واپار جت قوم جي حوالي هو. سنڌ جي ڪپهہ، آشوري فاتح سيناچرب (Sennacherib) آشور ۾ آندي هئي. آشور بانيپال جي ڪتب خاني ۾، پٿر تي اڪريل نقشي تحرير ۾ " سنڌو" جو لفظ سنڌ جي ڪپهہ لاءِ استعمال ڪيل آهي. يمن جي صبائي تاجرن ۽ ملاحن، مصر ۽ پونچ سمنڊ

جي ساحلي علائقن طرف خشڪي تجارتي رستا ناهيا، جنهن بعد سنڌ جو تجارتي سامان مغرب ۾ پهچڻ لڳو. اهي خشڪي رستا ١٥ صدي عيسوي ۾ پورچوگيزن جي بحري رستن کُلڻ تائين قائم هئا.

سنڌ جي تاريخي قدامت سنڌونديءَ جيتري آهي، ۽ هئي قديم ترين ماضيءَ سان تعلق رکن ٿيون. سنڌو ماٿريءَ جي عظيم تهذيب کان اڳ جا اوائلي آبادگار کير ٿر پهاڙي سلسلو پار ڪري هتي پهتا. چار لڪ اڄا تائين انهي قديم ترين ماضيءَ جي ياد تازي ڪن ٿا. مولالڪ، گري لڪ، قوسي لڪ ۽ روحل لڪ هاڻي به حامي - دراوڙ نسل جي بروهي ( براهوي) قبيلن جي سنڌ ۾ آمد رفت جو ذريعو آهن. منڇر ڍنڍ به انهي دور سان واسطو رکي ٿي. جهانگارا، باجارا، شاهه حسڻ، بوبڪ، ڇني، ٿنبو رحيم خان، واهي پانڊي ۽ جوهي قديم تجارتي مرڪز آهن. سنڌ جي ارضياتي بيهڪ، قديم زماني کان تاجرن، مهاجرن، حمله آورن ۽ مختلف مذهبن جي مبلغين کي هتي اچڻ جي دعوت ڏيندي رهي آهي. هتي خشڪي ۽ بحري رستن جي سهوليت هميشه موجود رهي آهي. عربي سمنڊ سان سنڌ جو وسيع ساحل ۽ پهاڙي علائقي جا لڪ ۽ رستا تاريخي اهميت رکن ٿا. قديم زماني ۾ ميسوپوٽيميا جي هيٺين علائقي کان هڪ بين الاقوامي شاهراهه شروع ٿيندي هئي، جيڪا ايران جي ڏاکڻي پهاڙي سلسلي جو پاسو ڏيندي، سنڌو ماٿري جي ڏاکڻي علائقي، " سنڌ" ۾ اچي ختم ٿيندي هئي. انهي شاهراهه تي ڪرمان شاهه، همدان، سلطان آباد، قم، ڪاشان، يزد، ڪرمان ۽ بامپور جا تاريخي شهر واقع هئا. انهي وچ - ايران واري شاهراهه کان علاوه هڪ متوازي شاهراهه اتر - ايران کان هندو ڪش پهاڙي سلسلي تي پهچي سنڌو ماٿريءَ ۾ داخل ٿيندي هئي، اهي داخلا جا رستا اڄ به بولان ۽ خيبرلڪن جي وچان آمد رفت جا ذريعا آهن.

انهن تجارتي ۽ ثقافتي شاهراهن جي بدولت سنڌو ماٿري ۾ تهذيبن جي باهمي اثرات کان علاوه آبادي ۾ پڻ مختلف ۽ مخلوط نسلن ۽ قومن جي شموليت ٿي، جيئن هڙپا ۽ موئن جي دڙي مان هٿ آيل لاشن جي شناخت مان ظاهر آهي.

## سنڌي منهن مهاندا:

سنڌوماٿري جي قديم شهرن مان لڌل کوپرين ڏيکارن ٿيون ته هتي گڏيل نسلن جون آباديون قائم هيون جيڪي " پروٽو آسٽريلائڊ" ، "ميڊيٽرينين" ( يوروپيائڊ) " منگول" ( اوپرايشيائي) نسلن سان تعلق رکندڙ هيون.

پروٽو آسٽريلائيڊ نسل سان ملندر جلندڙ، گول يا دل جي شڪل جهڙو منهن ، هلڪا ڇڊا وار ۽ سنهو جسم هن نسل جون نشانيون آهن. سنڌو ماٿريءَ ۾ آرين جي حملن ( ١٢٠٠ ـ ١٥٠٠ ق ـ م) کان اڳ هن نسل سان گڏ هڪ ٻيو نسل يوروپي مهاندن وارو ميڊيٽرينين يا يونچ سمنڊ جي ڪناري کان آيل ٻڻ رهندو هو جن جا مٿا ڊگها هئا. سنڌو ماٿري جي اتر اولهه پهاڙي سلسلن مان گهڙي آيل آريا به انهيءَ نسل سان تعلق رکندڙ هئا. ميڊيٽرينين يا يونچ سمنڊ جا آيل مهاجرن جا مهاندا سهڻا ترڇيل سوڙها منهن، ڊگها نڪ، ڪڻڪ رنگي چمڙي ۽ يوريون اکيون اڄ به اتر هندستان ۽ پاڪستان ۾ عام نظر اچن ٿا. انهن کان علاوه آرين سان گڏ يوربي مهاندن وارن ۾ هڪ ٻيو نسلي گروهه ويڪرن مٿن وارو داخل ٿيو جيڪو خاص طور تي بلوچستان، گجرات ۽ مهاراشٽر ۾ آباد ٿي ويو ۽ ڪجهه ٿلهي جسم سبب " الپائين" يوربي نسل سان مشابهت رکندڙ هو. ( برٽانيڪا ج ١٢ ص ١٢٩).

## سنڌو ماٿريءَ جي قديم تاريخ جا ماخذ:

ڊاڪٽر ابناش چندر داس لکيتو ته "رگ ويد جي سيپتا اٽڪل پنجويهه هزار (٢٥٠٠) سال اڳي " سپت سنڌو" ۾ شروع ٿي ۽ ٧٠٠٠ ق ـ م ۾ اوج تي هئي". ( ڊاڪٽر اي سي داس، " رگ ويدڪ انڊيا" ( ص ٥٩١ ـ ٥٩٠) پيرومل قديم سنڌ ص ٣٠ ـ ٢٩). هندن جي تهذيب ۽ مذهب ٻين سيني کان قديم آهن. آريا لوڪ گهٽو پوءِ " ميروپريت" کان هندستان ۾ آيا. اٺويهين صدي عيسوي ۾ يوربي محققن، ويدن، اتهاسن ( رامائڻ ۽

مهايارت) ۽ پراڻن، ويدن جي براهمڻ گرنٿن ۽ اپنشدن، جين ڌرمي پستڪن ۽ ٻڌ جاتڪ ڪٿائن، يوناني،لاطيني ۽ چيني سياحن جي سفرنامن، مهاراجا اشوڪ جي ٿنڀن تي اڪريل احوالن ۽ قديم سڪن جي معائني مان، مواد ڪٺو ڪري هندستان جي قديم تاريخ مرتب ڪئي، جنهن جي وقت به وقت تجِديد ٿيندي رهي آهي.ويهين صدي عيسوي ۾ ارضيات ۽ آثار قديمه جي ماهرن وڏيڪ سائنسي ثبوت فراهم ڪيا آهن. قديم لکتون پڙهي انهن جا انگريزي ، جرمني، فرينچ ۽ ٻين عالمي ٻولين ۾ ترجما ڪيا ويا آهن. ويدن جي منترن واري زماني ۾ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي بابت شري نواس آينگر، آرين جي سڀيتا بابت بابو رميش چندرت، هندستاني آرين جي تاريخ بابت ڊاڪٽر راجيندرلال ۽ ٻين هندستاني محققن بنيادي مواد ڪٺو ڪيو آهي. ارٿ شاستر مان سياسي نظام، گريهه سوٽرن مان سماجي نظام ۽ انهن جو اولهه ايشيا، يونان، مصر ۽ ٻين ڏيهن ڏانهن ڦهلاءُ معلوم ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر ونٽر مز لکيتو ته ” انڊو - يورپين قومن جي ريتن رسمن جي ”گريهه سوترن“ ۾ ڏيکاريل رسمن رواجن سان مشابهت، خاص ڪري يوناني، رومن، ٽيوٽانڪ ۽ سلاوانڪ شاديءَ جي رسمن جي ” گريهه سترن“ ۾ ڄاڻايل قاعدن سان مطابقت، مان ظاهر آهي ته قديم زماني کان وٺي هنن قومن جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو هو ۽ انهن پنهنجي قديم سماجي ۽ مذهبي ريتن رسمن جا خاص انداز برقرار رکيا آهن. سنڌ جي قديم تاريخ جو بنياد جيالا جي ( ارضيات) ۽ آرڪيالاجي ( آثار قديمه) جي تحقيقات آهي. جيالاجي ۾ مسٽر ڊبليو ٽي برٽفورڊ ۽ پروفيسر پٽاوالا، ۽ آرڪيالاجي ۾ مسٽر هينري ڪزنس، مسٽر اي اف ميلاسز، ميجر جنرل هيگ ۽ سرجان مارشل بنيادي مواد فراهم ڪيو آهي. رايل ايشيٽڪ سوسائٽيءَ جا جنرل ۽ عالمن ۽ محققن جا لکيل ڪتاب معلومات جو ڪافي ذخيرو پيش ڪن ٿا، جيڪو محض روايتن ۽ ڏند ڪٿائن تي مبني نه آهي بلڪ انهيءَ مواد جي تصديق پٿر تي نقش ڪيل احوالن ۽ ادبي مثالن مان ٿئي ٿي ۽ اهي تاريخ جي نقطه نظر کان به اهم آهن . دارا جي سنڌ ۽ پنجاب تي ڪاهه بابت نوشته ۽ نقوش ايران جي آثار قديمه مان اٽڪل ۵۱۹ ق - م يعني تاريخ کان اڳ جي زماني جو احوال پيش ڪن ٿا. تاريخ جي ابي هيرودوٽس ( ۴۵۰ - ق - م) سنڌي

قومن جوذڪر ڪيو آهي، جنهن ڪانپوءِ سڪندر اعظم جي ڪاهہ جا اکين ڏٺا شاهد ۽ رفيق ( ٣٢٦ ق - م) آئرين، ٽولمي وغيره يوناني تاريخدانن ۽ جاگرافيدانن سنڌو ماٿري جي مستند تاريخ جاگرافي تي بنيادي ماخذ مهيا ڪيا آهن. چيني ٻڌ سياحن جا سفرناما پڻ قابل اعتماد مواد پيش ڪن ٿا.ڌرمي پستڪ انهن ڪان علاوه آهن. عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ ( ٧١٢ع) بعد " چچنامہ" ڪان سنڌ جي تاريخ باقاعده لکجڻ شروع ٿي آهي: تاريخ معصومي، بيگلارنامہ، تاريخ طاهري، تحفة الڪرام، تاريخ فتح سنڌ ( محمد عظيم ٺٽوي) ، " فريد نامه" ( يار محمد خان)،ڪئپٽن الينگزينڊر هئملٽ: انيو اڪائونٽ آف د ايسٽ انڊيز ( ١٧۴۴ع) ۽ ٻين انگريز تاريخنويسن جا ڪتاب سنڌ جي قديم تاريخ تي ڪجهہ روشني وجهن ٿا.

## سماجي ۽ سياسي شواهد:

مصري ۽ سميري همعصر تهذيبن جي برعڪس، سنڌوماٿري جي مسلسل سماجي ۽ سياسي حالات بابت اسان جي معلومات محدود آهي. انهيءَ جا سبب هي آهن:

(١) سنڌو لپي يا رسم الخط اڃا پڙهجي نہ سگهي آهي.

(٢) شاهي فرمان ڪتبہ، نقوش ۽ يادگار، هن علائقي ۾ ڪٿي بہ لڌا نہ ويا آهن.

(٣) تاريخي واقعات متعلق بيروني شواهد بہ بيحد مختصر ۽ اتفاقي آهن.

ڪجهہ محقق عالمن سنڌولپي کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن ۾ اسڪئنڊيوئن اسڪالر ، آسڪوپارپولا ۽ سندس رفقاء ڪار روسي ماهرين، وي وي ڪونوروزوف ۽ سندس ساٿي ۽ هندستاني ماهرين، اروٿم مهاديون، ڪرشناراؤ ۽ ٻيا محققين شامل آهن. اهي ڪجهہ مثبت نتيجا ڪڍي سگهيا آهن، ليڪن مڪمل طور تي تحريري نقوش پڙهڻ ۾ نہ ٿا اچن. حاصل ڪيل مثبت معلومات هن طرح آهي:

(١) سنڌو لپي سنڌو ماٿري جي پوري علائقي ۾ عام هئي. انهيءَ

جو چار سؤ کان وڌيڪ علامتي نشانيون هيون، جن ۾ پنجاهه علامتون بنيادي هيون ۽ باقي نشانيون انهن بنيادي علامتن ۾ اضافا ڪري مختلف لفظ ۽ انگ لکيا ويندا هئا.

(٢) اٽڪل ٢٦٠٠ ق ـ م تائين اها لپي ( لکٽي) مڪمل صورت وٺي چڪي هئي ۽ سنڌو ماٿري جي تهذيبي حدن اندر تجارتي مقصدن لاءِ استعمال ٿيندي هئي. انهيءَ مڪمل صورت جي ابتدا عظيم سنڌو ماٿري جي تهذيبي دور ( ١٥٠٠ ـ ٢٥٠٠ ق ـ م) کان اڳي ٿي هئي، جيڪا انهي قديم دور جي نڪراني ۽ پين نوادرات تي نظر اچي ٿي.

(٣) سن ١٥٠٠ ق ـ م ڌاري سنڌو ماٿري جي تهذيب زوال پذير ٿي ۽ انهيءَ سان گڏ سنڌو لپي پڻ ترڪ ٿي وئي، انهيءَ جي جاءِ تي کهڙي لپي استعمال ٿي انهي بابت اجا ڪجهه به معلوم نه آهي.

(٤) سنڌو لپي ۾ لکيل يا اڪريل تحريرون ۽ نقش جا ڪل پنج هزار کان وڌيڪ نوادراتي نمونا موجود آهن. انهن ۾ بنيادي وسيلا، چورس ۽ مستطيل جي شڪل ۾ مهرون ۽ تختيون آهن جن تي ڪجهه لکيل آهي، انهن کانسواءِ چٽسالي ڪيل ٽانو ٽپا ۽ ٻارن لاءِ پڪي مٽيءَ جا رانديڪا وغيره به سنڌو لکٽي جا نمونا ڏيکارن ٿا. ثانوي طور تي هي تحريري نقش ابتي شڪل ۾ مختلف تجارتي ۽ سماجي استعمال جي شين تي مهرن هڻڻ لاءِ ٺپن ۽ مهرن تي لکيل آهن.

(٥)سنڌو لپي جو همعصر اڪادي، سميري يا مصري رسم الخط سان ڪوبه تعلق ثابت نه ٿو ٿئي. سميري، برهمي يا خروشتي، يا ڪنهن مغربي ايشائي يا انڊو ـ يوربي ٻولين جي لکٽي ۽ سنڌو لپي ۾ ڪوبه تعلق نظر نه ٿو اچي. آسڪو پار پولا ۽ ٻين محققن سيني جاتل ٻولين ۽ انهن جي لکٽين پڙهڻين جا ڪمپيوٽر ڪيل مشابهتي وڇور استعمال ڪري اهوامڪان ظاهر ڪيو آهي ته سنڌي لپيءَ جودراوڙي ٻولين سان تعلق هو.

(٦) ماهرين اهو ثابت ڪيو آهي ته ڪجهه مشرقي ٻولين جي رسم الخط وانگر سنڌولپي ساڄي کان کاٻي طرف لکي ويندي هئي، انهيءَ ۾ انگن کان علاوه حروف علت جو استعمال ٿيندو هو. علامتن جي اضافي سان مختلف آواز ۽ معنائون پيدا ڪيون وينديون هيون يعني سنڌولپي علامتي

نشانين واري رسم الخط هئي. اهڙي طرح علامتن جا اهڙا گروهه هئا جيڪي باهم واسطيدار هئا. انهيءَ جو پڻ قوي امڪان آهي ته عمودي ليڪون انگ ظاهر ڪن ٿيون. مستطيل جي شڪل اندر ننديون عمودي، سطحي ياڪندن تي ڪديل ليڪون تعداد ڏيکارن ٿيون. اهڙي طرح ڦٽي جي ڏندن جهڙي شڪل يا ڏانداري يا اوڙن جي نشانن مان پڻ تعداد ظاهر ڪيو ويندو هو.

(٧) علامتن ۽ نشانن کان علاوه معبودن، وڻن، جانورن ۽ ٻين شين جون اڪريل شڪليون پڻ اظهار جو ذريعو هيون، جن گڏجي معلومات، احڪامات ۽ ٻئي تحريري اظهار جي نظام کي مڪمل ڪيو ٿي. ازانسواءِ عام اطلاعات جو ذريعو "پڙهي گهمائڻ" يا منادي ڪرائڻ هو ۽ تعليم زباني طور تي ڏني ۽ ياد ڪرائي ويندي هئي، جنهن لاءِ بيتن پڃڻ ۽ جدولن جو سهارو ورتو ويندو هو. تنهن ڪري مذهبي سرڪاري ۽ ادبي نوعيت جو اهڙي قسم جو ( زباني) مواد سنڌولپي جي پڙهجي سگهڻ بعد به معلوم ٿي نه سگهندو.

شاهي فرمانن جي نقوش، سنگ تراشي ۽ جسم سازي ۽ يادگارن جي عدم موجودگيءَ مان ظاهر ٿو ٿئي ته سنڌو ماتري جي تهذيب ۾ شاهي خاندانن ۽ سماجي طبقاتي نظام جي اها صورت نه هئي جيڪا باقي همعصر تهذيبن ۾ هئي. سنڌو ماتري جو سياسي ۽ سماجي نظام مختلف هو جيتوڻيڪ سڌريل شهري معاشري ۾ طبقات جو هجڻ لازمي هو. هڪ حڪمران طبقو ٻيو واپاري ۽ پيداواري طبقو ۽ ٽيون انتظامي عملو هجڻ لازمي هو. انهن سان گڏ ڪاريگرن جو طبقو، هن تهذيب ۾ نمايان نظر اچي ٿو. سندن مخصوص، محلا ۽ مصنوعات تي لڳل مختلف مهرون سندن حيثيت ۽ شناخت جو ثبوت فراهم ڪن ٿيون. جنگي هٿيارن جي عدم موجودگي ڏيکاري ٿي ته هن تهذيب هيٺ امن امن جو ڪوبه مسئلو نه هو. مختلف سماجي ۽ پيشور طبقا پاڻ ۾، امن ۽ ڀائيچاري جي اصولن تي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هئا. حڪمرانن کي ڪابه امتيازي حيثيت حاصل نه هئي. اهي نه فاتح هئا ۽ نه جابر ۽ ظالم هئا. هڪ مجسمه جو ڏاڙهي سان اڌ ڌڙ جي صورت ۾ موئن جي دڙي مان لڌو ويو آهي انهيءَ لاءِ ماهرين جي عام راءِ آهي نه اهو

ڪنهن بادشاهہ جو مجسمو ٿي نہ ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ تاج ۽ زيورات بغير قديم زماني جي ڪنهن بادشاهہ جو تصور ڪري نہ ٿو سگهجي. اهو مجسمو ڪنهن مذهبي پيشوا، ڏاهي يا ڪنهن قبائلي سردار جو ٿي سگهي ٿو. قديم سنڌي سماج قبائلي نظام هيٺ جمهوري طريقي سان هلندو هو جنهن ۾ عورت ۽ ٻار جو خاص خيال رکيو ويندو هو. انهيءَ صورتحال جو اندازو نوادرات ۾ زنانن ڳهن ڳٽن ( زيورات) ۽ ٻارن جي رانديڪن جي ڪثير تعداد مان لڳائي سگهجي ٿو.

سنڌو ماٿري جي سياسي تاريخ جا شواهد پنجين صدي قبل مسيح کان ملڻ شروع ٿين ٿا: سن ٥١٩ ق - م ڌاري ايران جي ڪياني شهنشاهہ دارا اول سنڌو نديءَ جو مغربي علائقو پنهنجي حڪومت هيٺ آندو. اٽڪل ٻہ صديون پوءِ سڪندر اعظم سن ٣٢٦ ق - م ڌاري سنڌ فتح ڪئي، جڏهن سنڌو ماٿريءَ ۾ ٽئڪسيلا، جهلم ۽ سنڌ جون خود مختيار شهري رياستون قائم هيون. پوءِ ٻن صدين تائين ڌارين جي يلغارن ۽ قتل و غارتگيري جا واقعا ٿيندا رهيا: ويهارو ڪن سالن ( ٣٠٥ ــ ٣٢٥ ق ـ م ) تائين يوناني راڄ ۽ تهذيبي ـ ثقافتي آميزش جاري رهي. سيوهڻ جو قلعو شايد انهيءَ مختصر عرصي جو يادگار آهي. " ملتان" ۾ ٿيل قتل عام بہ انهيءَ سان وابستہ آهي، يوناني مورخن جي بيانن مطابق ان دور جا سنڌي سخت ويڙهاڪ حريف هئا ۽ سنڌين عقل و دانش بہ لاجواب هئي. ملتان سميت سنڌ جي سيني وڏن شهرن ۾ يوناني فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون ويون هيون.

انهيءَ دور جو هڪ واقعو خاص اهم ۽ دلچسپ آهي: جڏهن يوناني فوج سيوهڻ جي راجا " سامبس" کي شڪست ڏني، تڏهن بہ عام ماڻهن ويڙهہ بند نہ ڪئي. معلوم ٿيو تہ عام ماڻهو پنهنجي ڏاهن ماڻهن جي اثر هيٺ آهن ۽ انهن کي پڪڙيو ويو. سڪندر اعظم ۽ سندس يوناني عالمن سوچيو تہ سنڌين جي ڏاهپ کي پرکڻ جو سٺو موقعو آهي. سوچيائون تہ هرهڪ سنڌي ڏاهو يوناني عالمن جي پڇيل هڪ سوال جو صحيح جواب ڏئي تہ سندس جان بخشي ويندي، ورنہ قتل ڪيو ويندو. پهرئين سيوهاڻي ڏاهي کان پڇيائون تہ " مري ويل انسانن ۽ زنده انسانن جو صحيح تناسب ڇا آهي؟" هن جواب ڏنو تہ " ڪجهہ بہ نہ، ڇاڪاڻ تہ جيڪي مري ويا سي

ڳاڻيٽي ۾ نہ ابتدا." ٽئي کان پڇيائون تہ ڪٿي جانور زيادہ پيدا ٿين ٿا: پاڻيءَ يا خشڪيءَ تي؟" هن چيو تہ، " ڌرتيءَ تي، ڇاڪاڻ تہ پاڻي بہ ڌرتيءَ جو حصو آهي." ٿئين کان پڇيائون: " ڌس تہ سڀني جانورن ۾ زياده چالاڪ جانور ڪهڙو آهي؟ "چيائين، اهو جنهن تي اڃا ڪنهن انسان جي نظر نہ پئي آهي." چوٿين کان پڇيائون تہ " اهو ڪهڙو دليل آهي جنهن سان توهان عام ماڻهن کي اسان سان وڙهڻ تي آماده ڪريو ٿا؟ هن چيو تہ " پيو ڪوبہ دليل نہ آهي، سواءِ انهيءَ جي تہ ذلت جي زندگي گذاريو يا عزت سان مري وڃو." پنجين سنڌي ڏاهي کان پڇيائون تہ " ڏينهن اڳ ۾ آهي يا رات؟" هن چيو تہ " ڏينهن ، ڇاڪاڻ تہ اهو رات کان هڪ ڏينهن عمر ۾ وڏو آهي." ڇهين کان پڇيائون تہ " ڪهڙو عمل عوام ۾ مقبوليت جو سبب بڻجي ٿو؟" چيائين تہ " اهو اقتدار حاصل ڪرڻ جنهن مان عام ماڻهن کي خطرو محسوس نہ ٿئي." ستين کان پڇيائون تہ " انسان ڪهڙي طرح خدا بنجي سگهي ٿو؟" چيائين تہ " اهڙين ڳالهين ڪرڻ سان جيڪي ماڻهو ڄاڻن ٿا تہ تي نہ ٿيون سگهن." ان کان پوءِ انين ڏاهي کان سوال ڪيائون تہ" زندگي ۽ موت ۾ وڌيڪ طاقتور ڪير آهي؟ هن چيو تہ " زندگي جيڪا مصيبتن جي باوجود باقي رهي ٿي". آخر ۾ پڇيائون تہ " ڪو انسان ڪيستائين ذميدار سمجهي سگهجي ٿو؟ چيائين تہ "جيستائين هو زندگي کان زياده موت جي تمنا رکندو هجي." ( مشاهير يونان و روم ج ٥، ص ص ٨٥ ـ ١٨٣، ترجمہ پلوتارڪ) مقامي روايت مطابق جڏهن سنڌي ڏاهن سڪندر اعظم جي يوناني ڏاهن کي پنهنجي جوابن سان لاجواب ڪري ڇڏيو ۽ سندن جان بخشي وئي، تڏهن سنڌي ڏاهن سڪندر اعظم کي چيو تہ " هاڻي اسان کي بہ هڪ سوال پڇڻ جي اجازت ڏيو." اجازت ملڻ بعد هنن ڏاند جو سڪل چوڙو گهرائي وچ تي رکيو ۽ سڪندر اعظم کي چيائون تہ " عالم پناہ ! توهان انهيءَ سڪل کل تي بيهي ڏيکاريو! " سڪندر پير رکيو تہ سڪل چوڙو وري منهن ۾ پيو لڳي، سو مجبورا وچ تي تي بيٺو، پوءِ سنڌي ڏاهن کانئس پڇيو تہ " اي فاتح بڏاءِ تہ اسان توکان ڪهڙو سوال پڇيو آهي؟ " انهيءَ سوال جو سوال ڪوبہ حل ڪري نہ سگهيو ۽ نيٺ سنڌين کان پڇائون تہ " توهان جو سوال ڇا آهي؟" هنن چيو تہ " توهان جو مرڪز مقدونيہ

آهي، اهو ڇڏي هتي چو آيا آهيو؟ ڇا توهان وٽ هن سڪل ڇوڙي جي سنيالڻ جيتري به ڏاهپ نه آهي!"

سڪندر اعظم سنڌ ۾ گهڻو عرصو نه ترسيو، سنڌو ماٿري ۾ سندس فوج ڪشي ٣٢٩ ق - م جي موسم بهار ۾ تي جڏهن يوناني فوج "هندوڪش" ۾ خيما کوڙيا. پوءِ ٽي سال اترين وادي ۾ صرف ڪرڻ بعد٣٢٦ ق - م جي مئي مهيني ۾ جهلم جي راجا پورس شڪست کاڌي، جتان نومبر ٣٢٦ ق - م کان سنڌو ندي جو ڪنارو ڏئي يوناني فوج سنڌ ۾ داخل ٿي ۽ ستن مهينن اندر، جولاءِ - آگسٽ ٣١٥ ق - م ۾ " پٽيالا" کان ۽ ٢١ سپٽمبر ٣٢٥ ق - م تي بحري رستي سنڌ مان نڪري وئي. پوءِ هتي " موريا گهراڻي" جو راڄ هڪ صدي کان مٿي عرصي ( ١٩٥ - ٣٠٥ ق - م) تائين رهيو. انهيءَ دوران به دفعا سنڌي ٻڌن جو ذڪر ملي ٿو: (١) سنڌ جي ٻڌ ڀڪشن، سن ٢٧٨ ق - م ۾ ۽ سن ٢٥٣ ق - م ۾ بالترتيب ٻي ۽ ٽين بين الاقوامي ٻڌ سميلن ۾ شرڪت ڪئي ۽ (٢) آسوڪا جي دور ( ٢٣٢ - ٢٧٤ ق - م ) ۾ ٻڌ ڀڪشو، " ارهت اپر گپتا" سنڌ ۾ " ٻڌ مت" کي عام ڪرڻ لاءِ اڻٿڪ ڪوشش ڪئي. ( لئمبرڪ، سنڌ بفور د مسلم ڪانڪئيسٽ ، ص ١٢٣).

گپتا راڄ بعد هڪ سوا صدي ( ٧٠ - ١٩٥ ق - م ) تائين سنڌ بخطري يونانين جي حڪومت هيٺ رهي. انهن جي بادشاهه " اسٽرئبو اول" ٻڌ مت اختيار ڪري، خود به ٻڌ ڀڪشو بنيو. ( پنوهر، سورس مٽيريل .... ص ٤٢٥) سندس دور جا سڪا " پنيور" جي آثار قديمه مان مليا آهن. "پنيور" جي آبادي ١٤ صديون ( ١٣٠٠ع - ١٠٠ ق م ) قائم رهي. بخطري يونانين کانپوءِ " ستين" هڪ صدي کان مٿي ( ٤٦١ ع - ٧٠ ق - م ) " سنڌ" تي حڪومت ڪئي. اهي به سنڌين جي سنگت ۾ ٻڌ ڌرم جا پيروڪار ٿيا. پوءِ پارٿين ٣٤ سال ( ٨٠ - ٤٦ع) راڄ ڪيو پوءِ "ڪشن دور" اڍائي صدين کان مٿي عرصي ( ٣٤٦ - ٨٠ع) تائين " سنڌ" کي عظيم گنڌارا تهذيب ( ٦٠٠ ع - ٦٠٠ ق - م) جي هڪ اهم حصي طور سنيباليو" بعد ۾ چندر گپت ثاني ( ٤١٥ - ٣٤٥ع) " سنڌ" کي پنهنجي هندستاني شهنشاهيت جو حصو بنايو، ليڪن ايران جي ساساني شهنشاهه

يزجرد ( ۴۱۷ ـ ۳۸۷ع) کـانئس ” سنڌ“ کـسي ورتي. سندس جانشين
ڪيقباد، ٻڌ مخالف ”هن“ دراندازن جي حمايت ڪندي، سن ۴۹۹ع ۾
ماڳهين ” سنڌ“ وڃائي ۽ هي ملڪ ٻيهر هندستان سان، يشوڌرمن جي
حڪمراني هيٺ، شامل ٿيو. تاهم سنڌ جو اولهائون علائقو هن ـ بادشاهہ
”تورمانا“ جي قبضي هيٺ آيو. سندس فرزند جانشين ” مهر ڪولا“ سنڌ ۾
قاتل غارتگري ڪندي هندستان ۾ داخل ٿيو. سندس انجام هندي آرين جي
باب ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

ايرانين ٻيهر نوشيروان جي دور شهنشاهيت ( ۵۷۸ ـ ۵۳۱ع) ۾
”سنڌ“ تي قبضو ڪيو ۽ مقامي ” راءِ“ قبيلي کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو.
نوشيروان جي وفات سن ۵۷۸ع بعد راءِ گهراڻي خود مختياري جو اعلان
ڪيو. هو ٻڌ مت جا پوئلڳ هئا. سندن دور ۾ چيني ٻڌ پرچارڪ ” هئان
چوانگ“ سنڌ جو دور ڪيو. سندس لکيل احوال انهيءَ دور ۾ سنڌ جي
مذهبي ۽ سماجي حالات متعلق معلومات جو هڪ مستند ذريعو آهي؛ هو
لکي ٿو تہ ” سنتو ( سنڌي) ٻڌ ڀاوا، عام طور تي، سست ۽ بدڪار آهن.
سوين ٻڌ مندر آهن جن ۾ ٻڌ جي اصولن جو ديونگ رچايو وڃي ٿو. تاهم
هتي ڏاها ۽ نيڪ انسان بہ آهن، ليڪن اهي اڪثر سنڌ جي جبلن ۽ ٻيلن ۾
رهن ٿا. اهڙي طرح عام ماڻهو جيڪي ٻڌمت ۾ فقط اڳهور وهمي اعتقاد رکن
ٿا. سي مزاج ۾ سخت ۽ ظالم آهن. هو پنهنجا معاملا ويڙهہ ڪري نبيرن
ٿا.هو هڪ ئي وقت ايماندار ۽ انصاف پسند بہ آهن ۽ ساڳي وقت ڪوڙا ۽
ڏلاخور بہ اهن.“ ڀهراڙيءَ جي مالدار پنهوارن بابت، هئان چوانگ لکي ٿو تہ
” سنڌو ندي جي ڪڇي ۽ شاخن جي پوسل وارن علائقن ۾ رهندڙ ڏنار
پنهوار بيحد دقيانوسي ۽ وحشي آهن. اهڙا لکين ڪٽنب آهن جن جو ڪم
فقط جان وٺڻ آهي. انهن ۾ سماجي حيثيت ۽ نند وڏائيءَ جو ڪو فرق نہ
آهي ۽ نہ ذاتي ملڪيت جو رواج آهي، چوپايو مال جهنگ ۾ گور چرندو رهي
ٿو. زالون ۽ مرد ٻئي ننڍا وار رکن ٿا ۽ ٻڌ پوشاڪ پهرن ٿا. ليڪن ٻڌمت
جي ڪابہ ڄاڻ نہ اٿن. شهري ماڻهن جو احوال انهيءَ جي ابتڙ آهي. سندن
گهرن جي اڏاوت سهڻي آهي جنهن ۾ تراشيل پٿر استعمال ڪيل آهن ۽ اهي
” قيمتي شين سان پريل“ آهن، جن مان سمنڊ پار وٽج واپار جو ڏس ملي

ٿو. سنڌ ۾ اچڻ کان اڳي هتان چوانگ وچ هندستان جو دورو ڪيو هو. هو لکي ٿو تہ سنڌين جي ٻولي وچ هندستان جي ٻولين کان ڪافي مختلف آهي. سنڌ جي پنهنجي ٻولي آهي. ڪاهو جي دڙي ( لڳ ميرپور خاص، جيڪو هاڻي ختم ٿي شهر جو هڪ پاڙو بنجي ويو آهي) مان ٻڌ ٿنڀي جي هيٺان هڪ ننڍڙي دٻلي لڌي هئي جنهن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي خاڪ جو ذرو رکيل هو. مستند معلومات مطابق جن هنڌن تي مهاتما گوتم ٻڌ پاڻ وچي ٻڌ مت جو پرچار ڪيو هو. اتي راجا آسوڪا اهو تبرڪ رکرايو هو. هتان چوانگ بہ لکي ٿو تہ راجا آسوڪا اتي ٻڌ ٿنڀا نهرايا هئا جتي ٻڌ جا پاڪ نشان مليا ٿي. ٿنهن ڪري، چئبو تہ "سنڌ" ۾ " ٻڌمت" پنجين صدي قبل مسيح کان ستين صدي عيسويءَ تائين جاري هئي. آخر زماني ۾ ، ٻهراڙي جي ماڻهن ۾، جٽ پاڻپ ۽ جهنگلي پڻي سبب انهيءَ جا اخلاقي ۽ روحاني اثرات ختم ٿي ويا هئا. (حوالي خاطر ڏسجي سيوڪي (Suyuki) ج ٢ ، ص ٢٧٢، انگريزي ترجمو بيلي، لٺمبرڪ، سنڌ بفور د مسلم ڪانڪئيسٽ، ١٩٧٣ع س ا ب ، ص ١٢٣، وغيره).

## مستند سياسي تاريخ

٣٢٦ ق - م ۾ " مگڌ" جي شهنشاهيت زوال پذير هئي. پنجاب سڪندر اعظم جي مقدوني يوناني قبيلن ۽ سندن حمايتن جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو ۽ هنن مستقل طور تي انهي کي پنهنجي مغربي شهنشاهيت ۾ ضم ڪرڻ چاهيو ٿي، جيئن قلعن ۽ سنڌ جي ساحل تي آزماڻ ناهڻ مان ظاهر آهي. سڪندر اعظم سن ٣٢٣ ق - م ۾ بابل ۾ فوت ٿيو ۽ "فلپوس" مغربي پنجاب جو گورنر ( سترپ)، ٣٢٤ ق - م ۾ اڳيئي مري چڪو هو ليڪن سڪندر جا وارث يوناني جنرل سنڌو ماٿري ۽ هندستان جي اتر الهندي سرحد خالي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. سنڌونڊي جي ايرندي پاسي سول حڪمراني هندو قبيلن جي هٿ هيٺ هئي. " فلپوس" جو مغربي پنجاب ۾ جانشين يوڊيموس هو جنهن کي حريف يوناني جنرلن ۽ باغي مقامي آبادي پريشان ڪيو.

يونانين جي دراندازي ۽ قبضي خلاف مقامي بغاوت خود سڪندر اعظم جي جهلم ( پنجاب) ۾ موجودگي دوران شروع ٿي پلوٽارڪ (Plutarch) ۽ جسٽن جهڙن يوناني مؤرخن مطابق هڪ ڳنوار شڪاري ۽ موردارينڊڙ چوڪرو ( چندرگپت موريا) پنجاب ۾ سڪندر اعظم سان سامهون ٿيو ۽ ڪاوڙ ۾ سڪندر اعظم هن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ليڪن حيرت انگيز ڦُڙتائي سان چوڪرو ڀڄي ويو ۽ وري هٿ نه آيو. (ائڊوانسڊ،ص٩٢) هن "ٽئڪسيلا" مان پنهنجو گهر ڇڏي آيل هڪ شخص نالي "چانڪيا" يا " ڪوتليا" سان ڀڃريون رابطو ڪيو- هي اهو مشهور شخص هو جنهن "پاتليپتر" جي مگڌراجڌاني ۾ وجي" نندا" راجا وٽ قومي غيرت جو سوال اٿاريو هو، ليڪن اتان بيعزت ٿي "ونڌيا" جي جهنگلات ۾ آيو جتي يوناني فوج جو مفرور چوڪرو چندرگپت موريا لڪل هو. هنن کي اتي خزانو هٿ آيو يا کنهن ٻي طرح هنن جهنگلي قبيلن جو هڪ لشڪر تيار ڪيو. (ايضا)

يونانين جو ڀڃريون زبردست مقابلو سنڌو ماٿري جي هيٺين حصي، يعني موجوده سنڌ ۾ ڪيوويو. (ص ٩١) اتان جي برهمڻن بغاوت کي شهه ڏني ليڪن اها بغاوت سختي سان ڪچلي وئي. ڪوتيليا ۽ چندرگپت جي ونڌيا ڀهاڙن ۾ تيار ڪيل قبائلي لشڪر ڪم ڪري ڏيکاريو. شروع ۾ "چندرگپت" هند - سنڌ جي راجائن کي " ايڪتا" جو سڏ ڏنو ۽ پوءِ پنهنجي حڪومت قائم ڪري يوناني فوج تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا. (ايضا ص ٩٣)

سيليوڪس بابل جي حاڪم، لڙائي ۾ هارائڻ بعد ڪابل ، هرات قندهار ۽ بلوچستان جا وسيع علائقه ٥٠٠ هاٿين جي عيوض چندرگپت جي حوالي ڪيا ۽ ڪيس پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ڏئي سنڌ جو علائقو ڏاج ۾ ڏئي ڇڏيو.

"ڪانياواڙ " ۽ "مالوا" چندرگپت ٻئي ۽ سمدر گپت جي زماني ۾ فتح ٿيا " سڪا" ( سٿين) ۽ " آڀيرا" قبيلا عام تباهيءَ ۾ شامل هئا. (ايضا) ص ١١٣.)

موريا - سٿين دور ۾ تهذيبي صورتحال جو اندازو ڪانياواڙ ۾ مشهور

"سدرشن ڍنڍ" تي هڪ عظيم آبپاشي نظام مان لڳائي سگهجي ٿو. "ردرامن" جا پويان "مالوا" ۽ ڪاٺياواڙ تي قابض هئا. ستين صدي عيسوي جو هڪ برهمڻ تاريخ نويس پوئين ستين ( سڪا) راڄ جي ظلمن جو ذڪر ڪندي لکيو تہ " انهن مان هڪ جو لقب "پرڪل ترڪامڪ" يعني "پرائي زال تڪيندڙ"هو. ( ص ١٣٧) هڪ پٽ سگهڙ اڳ ڪتي ڪندي چويتو تہ " ايندڙ خراب وقت ۾ سڪا ( ستين) ۽ ٻيا مليڇ ( وحشي) راجا ظلم سان راڄ ڪندا، ڇٺن ورنن ( جاتين) وارا پنهنجي ڪمن ۾ ڪوتاهي ڪندا ۽ ديس رٽپٽ ٿي ويندو.(ايضا ص ١٣٧.)

چندر گپت ٻئي ( گپتا گهراڻي جو) مالوا ۽ ڪاٺياواڙ مان سڪا شاهي (ستين راڄ) کي ختم ڪرايو. سندس پٽ ڪمار گپت اول ( ٤٥٥ ـ ٤١٥) جي حڪومت اتر بنگال کان ڪاٺياواڙ ۽ هماليہ کان نربداندي تائين پکڙيل هئي. ( ص ١٤٣).

پالاگهراڻي گهٽو وقت راڄ ڪيو سن٨٣٦ع ۾ " پرتهار گهراڻي" قنوج ۾ راڄڌاني قائم ڪئي. انهي صدي پوري ٿيڻ تائين هن شاهي گهراڻي جي راڄ ۾ پيهوئا ( پنجاب ۾ ) کان ديو ڳڙه وچ هندستان ۾، ۽ ڪاٺياواڙ ۾ اتان کان اتر بنگال ۾ پهاڙ پور تائين علائقہ شامل هئا. سن ٩١٤ع ۾ سوراشتر ( ڪاٺياواڙ) مهيپال پرتهال جي قبضي هيٺ هو. (ص ١٦٢). بعد ۾ " مالين" ( مالهين ، مالواين) جو نالو، " ايرن" سان گڏ، گپتا شهنشاهيت جي الهندي سرحد جي قبيلن ۾ اچي ٿو جن پنهنجي آزادي برقرار رکڻ جي شرط تي "سمدر گپتا" جي سلامي ڀري هئي. اهو اندازا ٣٣٥ کان ٣٧٦ع جو زمانو هو، جڏهن سمدر گپتا، مگڌ جي راڄڌاني " پتاليپترا" ۾ راڄ ڪندو هو. " الهہ آباد جي ٿنڀن" تي اڪريل آهي تہ " هن اتر هندستان جو نون (٩) راجائن جي پاڙ پٽي ڇڏي ۽ سندن راڄ پنهنجي راڄائي ۾ شامل ڪري ڇڏيا."( بشم ص ٦٣) راجستان جي ڪترين فقط سندس سلامي ڀري جيئن ٻين ڪيترن سرحدي علائقي وارن بادشاهتن ڪيو هو. سمدر گپتا جو خاص توجہ اولهہ طرف " سڪا" قبيلي طرف هو جن ٻن صدين کان مٿي حڪومت ڪئي هئي ۽ نفع بخش مغربي واپار انهيءَ ملڪ کي شاهوڪار ڪري ڇڏيو هو. ٿنين جي مضمون مان غير واضح طور تي

سندن سلامي پرڻ جو انومان تئي ٿو، پر ممڪن آهي تہ سندن طاقت آزمائي کانہ ٿي. "سمدر گپتا" جي ڪمزور جانشين " رام گپتا" تہ ماڳهين " سڪا ـ شاهي" سان هتڪ آميز صلح ڪيو، (ايضا ـ ص ٦٥) تاهم ٣٨٨ ع کان ستت پوءِ چندر گپت ثاني اٽڪل ( ٣٧٦ کان ٤١٥ع) ( وڪر ماجيت) اجين جي سڪا شاهي جو خاتمو آڻي اتر هندستان جو اڪيلو حڪمران ٿيو. پوءِ بہ اتر ـ اولهہ علائقو ( موجوده پاڪستان) سندس حڪومت کان ٻاهر رهيو.(ايضا)

## سماجي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ:

مڃي مارڻ ۽ مال چارڻ سنڌ جا اوائلي ڌنڌا. " ميدن" ۽ " جتن" جي هٿ ۾ هئا ۽ اهي سنڌ جون قديمي قومون شمار ٿين ٿيون. آريا برهمڻ جي سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ اٽڪل ١٠٠٠ ق ـ م ۾ اهي قومون ڪافي طاقتور هيون. ( لئمبرڪ، سنڌ، ص ٢٠٩،) سندن تاريخ ١٠٠٠ ق ـ م کان ١٠٠٠ع سن تائين وچين دور جي عرب تاريخدانن قلمبند ڪئي آهي ۽ ڪين سنڌ جا اهم قبيلا ڪري ڄاڻايو آهي "ابن خرداضبہ" لکي ٿو تہ " زط" (جت) "ڪرمان" (ايران) کان منصوره ( سنڌ) ڏانهن ويندڙ رستي جي چوڪيدار ڪندا هئا ۽ " ڪڇ" جا ميد ڦورو هئا. (ايلٽ ج١ ص ١٥ ـ ١٤ . لئمبرڪ ، ص ٢٢٠ ، ٢١٠). ان کان اڳ " البلاذوري" لکيو آهي تہ ٨٣٦ع کان ٿورو پوءِ سنڌ جي عرب حاڪم عمران " ميدن" تي حملو ڪيو ۽ " جتن" تي پڻ زور زبر ڪيو ۽ پوءِ " جتن" جي سردارن کي " ميدن" تي حملا جاري رکڻ لاءِ مقرر ڪيو. ٻئي عرب مورخ " ادريسي" جي بيان مطابق " ميد" ڪڇ جي علائقي ۽ پرباسي ۾ رهندا هئا ۽ " الور" (اروڙ) تائين حملا ڪندا رهندا هئا ۽ بعضي اوقات " مڪران" جي سرحد تائين ڪاهي ايندا هئا. ابن حوقل منڇر جي مير بحرن ۽ اٺ پاليندڙ جتن جو ذڪر ڪيو آهي لکي ٿو تہ: " منصوره ۽ مڪران جي وچ ۾" مهراڻ" جو پاڻي " ڍنڍون" ناهي ٿو ۽ اتي رهندڙ ماڻهن کي " زط" چئجي ٿو. انهن مان ڪي درياهہ جي ويجهو رهن ٿا، بربرن وانگر ڪکاوان گهر ناهي رهن ٿا،

مڇي ۽ ڍنڍ جي پڪين تي گذر سفر ڪن ٿا..... انهن جو ٻيو قبيلو ، جيڪي درياهہ جي ڪناري ڪان پري رهن ٿا، اُهي " ڪردن" وانگر آهن ۽ انهن جو کاڌو کير پنير ۽ جَوَن جي ماني آهي. ( ايضا ص ٤٠) عرب تاريخ نويسن ۽ جاگرافيدانن کان علاوه چيني سياحن جي سفرنامن مان پڻ هنن ٻن قومن جو احوال ملي ٿو:

"سنڌ" تي ٻڌ راءِ گهراڻي جي بادشاهي ڪل ٥٤ سال قائم رهي (٦٣٢ - ٥٧٨ع) جنهن جا پنج راجا ٿي گذريا: راءِ ڏيوائچ، راءِ سيهرس، راءِ ساهسي، راءِ سيهرس ٻيو ۽ راءِ ساهسي / سهاسي ٻيو. هن بادشاهيءَ جون حدون اوڀر ۾ ڪشمير، اولهہ ۾ مڪران، اتر ۾ ڪوهہ ڪردان ( ڪرمان ۽ مڪران جا جبل) ۽ ڪيڪانان ( قصدار ۽ گنداوا / قندابيل جو علائقو، ڪوهہ سليمان جي ڪير سان) ۽ ڏکڻ ۾ ديبل ۽ ساحل سمنڊ تائين وسيع هيون. ( قدوسي، تاريخ سندهہ ج١ ص ٥). سيني تاريخي ذريعن پنجن ئي راءِ راجائن جي دولت، سخاوت، بهادري ۽ عام مقبوليت جي واکاڻ ڪئي آهي. آخري راجا راءِ ساهسي يا سهاسي ٻئي جي راڻي " سونهن ديوي" برهمڻ منشي چچ تي موهجي، آخرڪار کيس سنڌ جو راجا بڻايو، ۽ سنڌجي تاريخ ۾ برهمڻ دور شروع ٿيو، جيڪو ڪل ٨٠ سال ( ٧١٢ - ٦٣٢ع) هليو. راجا چچ پٽ سلائچ ( ٦٦٠ - ٦٣٢ع) ڪانپوءِ سندس وڏو ڀاءُ چندر راجا ٿيو، ليڪن هو ٻڌ مت جو پوئلڳ هو ۽ انهيءَ ڪري عوام ۾ وڌيڪ مقبول ٿيو: سندس سونهري دور فقط ست سال ( ٦٦٨ - ٦٦١ع) هليو. پوءِ سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي: " اروڙ " ۾ راجا ڏاهر پٽ چچ ۽ "برهمڻ آباد" ۾ راج پٽ چندر بہ بادشاهيون قائم ڪيون. "راج" هڪ سال بعد مري ويو ۽ راجا ڏاهر جو ننڍو ڀاءُ " ڏهرسين" برهمڻ آباد جو راجا ٿيو، جنهن " راوڙ" جي قلعي جي تعمير مڪمل ڪرائي. " اروڙ" جي راجا ڏاهر " عدل ۽ انصاف کي پنهنجو شعار بنايو. فوج کي روپي ۽ رعيت کي احسان سان پنهنجو ممنون ڪيو، جنهن ڪري.... غير معمولي جذبہ اطاعت ۽ فرمانبرداري پيدا ٿيو. ( قدوسي، ايضا - ص ٤٢) هن ملڪي سلامتيءَ جا انتظامات بذات خود مستحڪم ڪري، پنهنجي ڀاءُ جي برهمڻ آباد سرڪار کي تسليم ڪيو ۽ سرحدي مسلمان بادشاهہ شاهہ ڪرمان سان

دوستيءَ جو معاهدو ڪيو. ( ايضا ص ٤٣) سن ٦٧٢ع ۾ ڏهرسين جي وفات بعد سنڌ ٻيهر متحد ٿي " اروڙ" جي راجا ڏاهر جي هٿ هيٺ ٿي. "مڪران" جو سرحدي ملڪ سن ٦٤٣ع کان خلافت راشده ۽ پوءِ اموي خلافت جي حڪمراني هيٺ هو ۽ عربن جا سنڌ سان قديمي تعلقات هئا. (ڏسجي، حبيب الله صديقي، تاريخ باب الاسلام سنڌ ج ١ ص ص ١٧، ١٦، ١٥ ) مڪران جي اموي والي سعيد بن اسلم ڪلابي کي علافي قبيلي (عرب شامي)جي باغي سپاهين قتل ڪيو ۽ محمد بن حارث علافيءَ جي اڳوائيءَ هيٺ پڇي اچي سنڌ جي راجا ڏاهر جي سام ورتي. عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ ( ٧١٢ع) بعد عرب ۽ ايراني نسل جي آباد ڪارن سنڌي قبيلن کان الڳ پنهنجا شهر ۽ علائقا قائم ڪري، سنڌ جي آباديءَ ۾ اضافو ڪيو. وقت گذرڻ سان هو سماجي طور تي سنڌي قوم جو هڪ حصو بنجي ويا.

سومرن جي دور ۾ سنڌ جون مکيہ ذاتيون ۽ قبيلا، سما، سهتا، ابڙا، سوڍا، چنا، پنهور، پٽي، گجر، جاڙيجا، ٺهيم، ڀهوڙ، ڪاڇيلا، ڳاها لاسي، تونئر، ٻارڻ ۽ ڪن روايتن موجب جوٽيجا، راجڙ ۽ راجپر سنڌ جي قديم قبائلي نظام هيٺ پنهنجي مخصوص علائقن تي قابض هئا ۽ انهن جو دفاع پاڻ ڪندا هئا. ضرورت جي وقت جنهن کي ڏل پريندا هئا انهيءَ کي فوجي ڪمڪ بہ پهچائيندا هئا ۽ چيڙون ونگارون بہ ڏيندا هئا. چاٽايل سڀ قبيلا سومرن جا ساٿاري هئا ۽ ميرپور ماٿيلو کان وٺي وڳهہ ڪوٽ ۽ ڪڇ ڀڄ تائين آباد هئا. وڳهہ ڪوٽ کان علاوه ١٢ ٻيا مکيہ شهر خاص سومرن جا آباد ڪيل هئا جن کي گڏي پونگراٺي پون يا پونگر سومري جي زمين سڏيو ويندو هو.

سنڌ جي قبائلي جوڙجڪ ۾ ، ١٤ ۽ ١٥ صدي عيسوي دوران هڪ ٻي ويڙهاڪ ۽ جانباز قوم جو اضافو ٿيو جنهن کي بلوچ يا بروچ قوم چئجي ٿو. سمن جي سلطنت ۾ هنن قلات، سبي، ڪڇي ۽ سنڌ جي اترين علائقن ۾ سيستان، ڪرمان، چاغي، مڪران ۽ خاران کان هجرت ڪري اچي پنهنجون وسنديون قائم ڪيون. جڏهن سورهين صدي عيسوي جي شروع ۾ ارغونن قنڌار مان ڪاهي سمن جي سلطنت تي قبضو ڪيو (١٥٢٠) تہ هي بلوچ قبائل سمن جي خلاف ارغونن جا مددگار ٿيا، ليڪن

ارغونن جي ظلم ۽ جبر کان جلد ئي تنگ ٿي پنهنجي علائقن ۾ سندن مقابلو ڪياٿون. آئين اڪبري، ترخان نامه ۽ مير معصوم جي تحقيق مطابق شاهه بيگ ارغون سبي کان هيٺ موجوده جيڪب آباد ضلع ۾ سندن وسنديون ويران ڪيون ۽ هو ملتان جي لانگاهه حڪومت جي پاڇي هيٺ ديره جات (ديره غازي خان ۽ ديره اسماعيل خان) ۾ اچي آباد ٿيا.

اهڙي طرح پنجاب مان " سيال" ، " جويا" ۽ "ڪهاوڙ"، "سرائي" لقب سان سنڌ جي آبادي جو حصو بنجي ويا. انهن جو تعلق به پنجابي "جاٽ" نسل سان معلوم ٿئي ٿو ( لئمبرڪ سنڌ جنرل... ص ٢١٣). انهن پڻ ڪلهوڙن کي سنڌ هٿ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ بلوچ قبيلن وانگر سندن عسڪري بازو هئا. ڪلهوڙن جي دور ۾ " سرائي" هڪ اعليٰ خطاب هو بعد ۾ " سرائڪي" هڪ زبان طور پنجاب مان لڏي آيل سنڌي بلوچ معاشري ۾ استعمال هيٺ آئي. اها ساڳي زبان " سنڌ جا جت" به استعمال ڪندا رهيا آهن، جيڪي اٺن، پالڻ ۽ بار ڍوئڻ جو ڪم ڪندا هئا. بلوچن قبيلن ۾ لشاري، زرداري ۽ سنڌي جت انهي ڏنڌي سان وابسته آهن ته پوءِ چئبو ته سنڌ ۾ " جت" ڪنهن خاص نسل يا ذات جو نالو نه سمجهڻ گهرجي. راجپوت سمن ۽ جاٽ قبيلن جي اصل فرق جي باوجود هن وقت انهيءَ نسل ۾ باقي ڪو فرق وڃي رهيو آهي( ؟) ( لئمبرڪ سنڌ جنرل ص ٢١٣) يا سمات جاٽل سجاٽل راجپوت نسل وارين ذاتين پنجاب ۾ جٽ، راجستان ۾ جاٽ" ۽ سنڌ ۾ " جت" چورايو آهي." سمات" لفظ عربي ۾ " سمات" يا " سمي" جو جمع آهي. جاٽ ۽ سمات يا جت ۽ سما سنڌو ماٿريءَ جي گڏيل قومن جي باقيات سمجهجي ته بعيد از قياس نه ٿيندو. مختلف تاريخي نظرين مطابق " جت" يا ته اصل سنڌي نسل آهي يا سنڌو تهذيب جي عروج وقت عراق ( ميسوپوٽيميا) مان اچي، سنڌ بلوچستان پنجاب راجستان ۽ گنگا ـ جمنا واديءَ تائين ڦهليل ٿو ڏسجي.

ڪنهن نسل جي فيصلي ڪرڻ وقت، منهن مهاندو، هڏ ڪاٺ، ريتون رسمون، سماجي نظام ۽ ٻولي ٻوڙي ٻوليءَ جو لهجو ديرپا شواهد ٿين ٿا، تنهن ڪري محض ڪتابي بحث مباحثي ۽ نالن جي هيراڦيري تي انحصار ڪرڻ نه گهرجي، جيمس ٽاڊ جي تحقيق، انٽلس انڊ انٽيڪئٽيز آف

راجستان مطابق " جت پنهنجي روايتن موجب دعويٰ ڪن ٿا تہ سنڌو ندي جي اولهہ وارا علائقا سندن قوم جو اصل وطن آهن ۽ هو " يادو" نسل مان آهن." يادو" روايتن مان انهيءَ دعويٰ جي پٺڀرائي ٿئي ٿي جنهن ۾ سندن آمد زابلستان کان ڏيکاريل آهي ۽ اهڙي طرح هن قبيلي جو سري ڪرشن مهراج جي پٽ مان پيدا ٿيڻ بابت نظريو رد ڪرڻو پوندو." تاهم جيمس ٽاڊ "جٽن" کي سنڌو ماتري جو قبيلو مڃڻ بدران هنن کي سٿين جي يوچي نسل سان ڳنڍيو آهي. سندس لکڻ مطابق هنن جي پهرين آمد بابت ونس ڪا شاهدي نہ هئي. هن جي خيال موجب دارا اول جي فتح ( ٥١٩ ق - م) وقت يا تکشت جي لڙائيءَ يا انهن کان اڳ هي قبيلو سنڌو ماتريءَ ۾ آيو هوندو. ( جيمس ٽاڊ، " انئلس انٽيڪئيٽيز آف راجستان" ج ١ ، لنڊن ١٩٦٠ ( پهريون ايڊيشن ١٨٢٩) ص ٨٨).

هندستان جي ٣٦ شاهي نسلن جي سيني دستياب فهرستن ۾ جٽ قبيلو ڄاڻايل آهي، پر ڪنهن بہ انهيءَ کي راجپوت نسل سان شامل نہ ڪيو آهي. پنجاب ۾ هنن اڃا پنهنجو قديم نالو " جٽ" برقرار رکيو آهي. جمنا ۽ گنگا ( جي ڪناري) تي هو "جاٽ" چوائن ٿا، جن مان ڀرتپور جو راجا مشهور آهي. سنڌو ندي ( جي ڪنارن) ۽ " سوراشٽر" ( ڪاٺياواڙ) ۾ انهن کي " جت" چئجي ٿو. " راجستان" ۾ مالوند ماڻهن جو وڏو تعداد جٽ سڏبو آهي ۽ سنڌو ندي جي ڀرپاسي ڪيترا قبيلا آهن جيڪي مسلمان ٿي چڪا آهن انهن جو نسلي تعلق بہ هن قبيلي سان آهي. ( ايضا) اهڙو ڪو مثال ڪونہ ٿو سجهي جو راجپوتن جون جٽن ۾ شاديون ٿيون هجن.

امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا ۾ " جاٽ" ۽ " راجپوت" نسلن کي " سٿين" سان ملائڻ ۾ مشڪوڪ تضادن جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ هڪ متبادل نظريو پيش ڪيو ويو آهي: مٽي جي ماپ: مٽي جون ورتل ماپون ڏيکارن ٿيون تہ وڏي ( ويڪري) مٽي وارن ( کليل پيشاني) ماڻهن جو خطو مغربي ڏکڻ پنجاب کان اڃا بہ ڏکڻ طرف ڏسڻ گهرجي، جتي " سٿين" نسل نظر نہ ٿو اچي، " سٿين" پهريائين پنجاب جا الهندا علائقا والاريا پوءِ جڏهن ٻين حملي آورن جو زور پيو ۽ اوير طرف هندو آرين سندن پيشقدمي روڪي تڏهن هو ڏکڻ هندستان ۾ ڪاهي پيا ۽ اتي " دراوڙ" نسل سان رلي ملي

ويا، جن مان " مرهٽا" پيدا ٿيا. " سٿين" مالوند رولاڪ ۽ خطرناڪ نسل هو، هنن ڪٿي به ويهي سک نه ڪيو. سنڌ ۾ سنڌي تهذيب کان متاثر نه ٿيا. بنگال ۾ آباد دراوڙي نسل سان البت نسلي آميزش ٿين. هند - سنڌ ۾ آمد کانپوءِ هنن آسانيءَ سان آريائي زبان سکي ورتي جيڪا خرشتي خط ۾ لکي ويندي هئي ۽ " ٻڌدرم" اختيـــار ڪيـــائون. سنڌي پراڪرت زبان"مرهٽيءَ" جي ماءُ بني هوندي. ازانسواءِ مرهٽن جا حملا، گوريلا جنگي حڪمت عملي، دوست دشمن سان ساڳيو بي اصولي رويو، شرارتي ذهن ۽ نتيجي ۾ ڪنهن مستقل حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ناڪامي ، هنن کي "سٿين" ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ مليل آهي.

سن ١٧٨٦ع ۾ سروليم جونس انڊوآرين ٻولين جو نظريو پيش ڪيو، جنهن موجب سنسڪرت جو ايراني ۽ يورپي ٻولين سان ناتو نروار ڪيو ويو ۽ عبراني ، عربي، يوناني يا سامي تعلق وارو اڳوڻو خيال غلط ثابت ٿيو.

ايراني ( ڪياني) شهنشاهيت سنڌو نديءَ جي سرسبز الهندي ڪناري کان نيل ندي جي سوغات، مصر تائين وسيع هئي. دارا اعظم هر طرف خشڪي تجارتي رستن جو ڄار وڇرائي ڇڏيو هو ۽ پنهنجي شهنشاهيت ۾ متاستا جي نظام ۾ سڪي ( پئسي يا زر) جي عام استعمال جو پهريون دفعو آغاز ڪيو. سنڌ جا ميد ۽ يمن جا فنيقي ماهر جهاز ران ۽ وڏا تاجر هئا. خشڪي رستن، سنڌ پنجاب سرحدي علائقي ۽ بلوچستان ( پوري موجوده پاڪستان) کي افغانستان، ايران ، ميسوپوٽيميا ۽ مصر سان ملائي ڇڏيو هو. فنيقين يمن کان مصر ۽ فلسطين تائين خشڪي شاهراهون تعمير ڪيون. دارا جي امير البحر، اسڪائي لئڪس پشاور کان سنڌو ندي جي چوڙ تائين جهاز راني جا انتظامات ڪري، سڄي سنڌو ماتري ۽ ملحق علائقن کي سنڌو ندي ۽ عربي سمنڊ ذريعي بحر احمر ( ڳاڙهي سمنڊ) سان ملائي ڇڏيو.

ان وقت سنڌ مان عاج ( هاٿي ڏند) ۽ گنڌارا مان ساڳ جو عمارتي ڪاٺ سنڌو ندي رستي عربي سمنڊ پهچي ايراني نار جي ذريعي ايران ( ۽ ٻين ملڪن) ڏانهن موڪليو ويندو هو. ( گرشمن ص ١٦٦) انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌو ماتري ۾ گهاٽا ٻيلا هئا.

پالي زبان ٻڌ ڌرم جي مذهبي زبان هئي ليڪن سنڌي زبان تي ان جو اثر نظر نہ ٿو اچي بلڪ سنڌي ٻولي جي سرحدن اندر آسوڪا جي ٿنڀن تي لکيل پالي زبان جي ڪتبن ۾ مقامي ٻولين جي لفظن جي ڀرمار نظر اچي ٿي. جنهن مان انومان نڪري ٿو تہ پراڪرت زبان جنم ورتو هو. هي هندي ادب جو ستر جو دور ليکجي ٿو.

٦٠٠ کان ٥٥٠ ق ـ م اندر لکيل اپنشد ڏيکارين ٿا تہ اهو مذهب جو ذهني بيداري وارو دور هو جيڪو رگ ويد وارن آرين تي قديم سنڌين جي مذهب جو اثر ظاهر ڪري ٿو. پويان برهمڻ جا ويد ۽ اوائلي اپنشد ٦٠٠ کان ٥٠٠ ق ـ م دوران لکيا ويا: " ڀڳود گيتا" هن دور ۾ لکي وئي. هندو ڌرم ۾ ٻن قسمن جا پاڪ ڪتاب مقرر ٿيا، " سورتي" ۽ " سمرتي" سورتي ايشور ( خدا) جي طرفان منش ( انسان) تي سڌي طرح نازل ڪيل هدايت کي چيو ويو، ۽ اپنشد ۽ سمرتي ايشور جي اوتارن، ساڌن ۽ رشين جي آگيا ۽ قولن جو نالو رکيو ويو. ڀڳود گيتا هڪ سمرتي آهي جيڪا ڪرشن مهراج جي ڀاشڻ ۽ مهاڀارت جي ميدان تي ارجن سان ڪيل گفتگو تي مشتمل آهي.

وچ افغانستان ۾ شاهراه ريشم جو هڪ اهم تجارتي مرڪز، موجوده صوبي باميان، جي حدن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي وڏي تراشيل پٿر جي بت ۽ ٻين آثار قديمہ کي طالبان سرڪار مسمار ڪري ڇڏيو آهي. اچي پٿر جو هي وڏو بت ٥٥ ميٽر بلند آهي، جيڪو هڪ پهاڙي چوٽي جي منهن ۾ وڏي غار جهڙي جاري اندر رکيل هو. ان کان سنگتراشيءَ جا ڪجهہ نمونا ٣٨ ميٽرن جي بلندي تي آهن، سياح انهن کي افغانستان جو بيحد دلچسپ آثار قديمہ جو خزانو سڏن ٿا. ٣ ـ ٤ صدي عيسويءَ جي هن سنگتراشي کان پوءِ جي آثار قديمہ ۾ غارن ۽ سرنگهن جو هڪ ميڙ ٻڌ مت جي نقش و نگارن سان ڀريو پيو آهي.

تاريخي اعتبار کان هي وڏو بت ٣ يا ٤ صدي عيسوي ۾ ڪشان حڪمرانن تراشيايو هو. شايد اهو مهاراجا ڪنشڪ جو ڪارنامو آهي."ڪشان" قريبي وچ ايران کان آيا هئا ۽ وچ ۽ ڏکڻ ايشيا جا وسيع علائقا فتح ڪيائون جن ۾ افغانستان جو موجوده علائقو شامل هو. ستين

صدي عيسوي تائين چار صديون اوائلي ٻڌ يا ٽري هن بت جي زيارت لاءِ ايندا رهيا. ٧ صدي عيسوي ۾ اسلام جي اشاعت بعد اهو سلسلو بند ٿي ويو. گوتم ٻڌ جي هن وڏي بت تي اصل ۾ سون ۽ هيرن جواهرن جي جڙاوت ٿيل هيل هئي جيڪا لٽجي وئي ۽ بت زبون حالت کي پهچي ويو. ٣٠ - ١٩٢٠ع دوران فرينچ ماهرين آثار قديمه انهيءَ جي ڪجهه قدر حفاظت جو انتظام ڪيو. ٧٠ - ١٩٦٠ع دوران افغان حڪومت سياحت جي اجازت ڏني ته هي بت سياحن جي خاص دلچسپيءَ جو مرڪز بنجي ويو. ان بعد گهرو ويڙهه لڳي. روسي ڪميونسٽن خلاف مجاهدين جي معارڪ آرائي هلندي، طالبان جي طرفدارن طرفان راڪيٽ مان جوڙيل هڪ بم هن بت جي سيني ۾ گهڙي ويو ليڪن ڦاٽي نه سگهيو ۽ آخر تائين اتي تنبيل هو. هڪ هئي پٺيان ٻئي افغان حڪومتون " ٻڌمت" جي هنن ياري يادگارن کي هن بيحد قدامت پسند ملڪ ۾ پناهه ڏيڻ / سنڀالي رکڻ ۾ دلچسپي نه ڏيکاري آهي. (ڊان ١٨ اپريل ١٩٩٧ع ص ١٤).

ٽئڪسيلا جي علائقي ۾ بيشمار ٻڌ آثارموجود آهن، جن مان ڪي آثار قديمه جي ماهرن کوٽي ڪڍيا آهن، ڪي اڃا زمين دوز آهن:" ڌرم راجيڪا " جي آسپاس ۾ اتر ۽ اولهه طرف اڳتي ڪيترا آثار دڙن جي صورت ۾ موجود آهن. چند ميلن جي مفاصلي تي " گيريءَ" جو دڙو آهي، جنهن جي باري ۾ خيال ڪيو تو وڃي ته پراچين ( قديم) دور ۾ اتي اهم فوجي ڇانوڻي ۽ هڪ مضبوط قلعو هو. سنڌ جي کيرٿر ڀهاڙي سلسلي ۾ "گري لڪ" انهيءَ دور جي نشاني آهي، ليڪن اتي گيريءَ جهڙو ٻڌ گنبذ ۽ قلعو موجود نه آهن.

ٻڌ آثار ٽئڪسيلا کان علاوه مردان ۽ تخت باهي پشاور جي آسپاس ۽ سوات ۽ دير جي علائقن ۾ پڻ موجود آهن. ڪوهستان، چلاس، هنزا ۽ اسڪردو جي علائقن ۾ گنبذن، بتن ۽ ٻين شڪلين جا پٿر جا نمونا ملن ٿا. مهاتما گوتم ٻڌ جا پٿر تي اڪريل ۽ تراشيل بت اترين علائقن بالخصوص سوات، گلگت ۽ اسڪردو ۾ موجود آهن.

ٽئڪسيلا ۾ عظيم ٻڌ تهذيب جا نشان پنجين صدي عيسوي ڌاري ميسارجي ويا. سندن تباهي ۽ بربادي جو ڪارڻ آسماني آفتون، زلزلا ۽

ہوڏيون چيون وڃن ٿيون. انهن جون ثابتيون هن آثارن جي کوٽيندڙ ماهرن کي پڪي پختي نموني مليون آهن.ليڪن انساني ڪارستانيون ۽ تاريخ جي ورقن تي چٽائي سان رقم ڪيل آهن: وچ پنجين صدي عيسوي ۾. "سفيد هن" وحشين طوفان وچ ايشيا مان نڪري پوري ڏکڻ ايشيا ۾ آندل تباهي ۽ بربيت لڳ ڪانداريندڙ تفصيلن سان بيان ڪيل آهي.آسمانيءَ آفتن آخري ڪاروائي ڪئي جنهن اقتصادي ۽ سماجي زندگيءَ کي ڏانوان ڏول ڪري ڇڏيو ۽ پڻ جي اعليٰ اخلاقي قدرن جي جاءِ تي، تانتري مذهب جي روپ ۾ لڪل، پراڻيون ريتون رسمون ٻيهر نڪري نروار ٿيون. ڪن شونتي ۽ تانتري گروهن لنگ پوڄا ۽ مذهب جي نالي ۾ جنسي خرمستي ۽ شرابي بدمستي کي پرستش ۾ داخل ڪيو. ڪن اخلاقي پابندين کي مذهب مان خارج ڪري ڇڏيو. گنڌارا تهذيب جو زوال سڪندر اعظم جي حملي (سن ٣٢٦ ق - م) کان شروع ٿيو. پهريائين "پشڪلاوتي" (چارسده)، جيڪا پروساپورا (پشاور) کان اٽڪل ويهن ميلن جي مفاصلي تي هئي، يوناني حملي آورن جي ور چڙهي، جتان ايرندي وڌندي سنڌو ندي پار ڪيائون ۽ پنجاب ۾ڪاهي پيا.

گنڌارا تهذيب جو علائقو، ڪابل وادي جي هيٺين علائقي ۽ سنڌو جي مٿين علائقي، پشاور جي اردگرد ڪابل ندي جي وادي سنڌو ندي تائين، اٽڪ ۽ ان جي آسپاس کان ڏکڻ طرف مري ٽڪرين ۽ پونهار جي ميداني علائقي تائين وسيع هو. پهرين صدي عيسوي ۾هن تهذيب جي حڪمراني ڪابل نديءَ جي مٿاهين علائقي کان ڪابل - وادي، سوات وادي ۽ انڊ ۾ ڪپسيا (بنير) تائين قائم هئي. جڏهن ٢ صدي عيسوي ۾ "پروساپورا" (پشاور) ۾ ڪشان شهنشاهيت جو سياري جو دار الحڪومت قائم ٿيو تڏهن "پشڪلاوتي" (چارسده) گنڌارا تهذيب جي مرڪز طور پنهنجي اهميت وڃائڻ شروع ڪئي ۽ "خيبرلڪ" واپاري قافلن لاءِ اهم رستو بڻيو. سوداگر چين، وچ ايشيا، ايران ۽ روم جي عمدن وکرن سان اٺ ۽ خچر لڏي هن سوڙهي لڪ مان قطارون ڪري، گنڌارا، سنڌ، پنجاب ۽ هندستان جي علائقن ۾وڃي واپارڪندا هئا. "شاهراه ريشم" ڪيترن شاهي رستن سان مليل هئي ۽ ٻين ڪيترن طرفن کان جابلو پيچرن ۽ ور وڪڙن

سان آمد رفت جاري هئي. انهن ئي رندن پنڌن سان هڏيڪشن هن ديس ۾ اچي "ڪاشان" مهاراجا" ڪنشڪ" جي سرپرستي هيٺ هتي مذهبي سرگرمي ڪي وڌايو. خيبرلڪ جي هيٺان مٿان چوڦير ٻڌ مندر تعمير ٿيا. سڦولا جي ٻڌ گنبذ جو قديم آثار انهي دور جي عظمت جي شاهدي ڏئي ٿو. ليڪن ١٨٣ع ۾ ڊيميٽروس جي تباهڪاري اهو سڀ ڪجهه راک جي ڍير ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. ٣٠ صدي عيسوي ۾ ٻڌ تهذيب ٻيهر ڪر کنيو.

آشوڪا جي راڄ ۾ ماڻهن پنهنجي مذهبي روايتن کي نئين سر اجاريو ۽ اهو سندس حڪومت جي مقبوليت جو سبب پڻ بنيو. گنڌارا مان ٻڌيڪشن جا جٿا، پنهنجا عقيدا کڻي چيني ترڪستان ويندا هئا ۽ اتان "چين" ۽ مشرق بعيد جي ٻين ملڪن ۾ ٻڌ ڌرم جو پرچار ڪيائون ۽ جتي ڪٿي ٻڌ مندر ۽ گنبد تعمير ڪيائون. فقط سوات ۾ انهيءَ دور جي ست سؤ ٻڌ مندرن جو پتو لڳايو ويو آهي جن ۾ " بتڪارا" ( بت مندر) مشهور آهي.اهو سوات عجائب گهرڪان ميل سوا پري ٿتل حالت ۾ ڏسي سگهجي ٿو. نوادرات جا اعليٰ نمونا سيدو شريف جي سوات ميوزم ۾ ۽ " چڪدره" جي ڊير ميوزم ۾ رکيل آهن. پشاور ڪان سوات وادي جي آخري حد "گبرال" تائين ۽ ڊير وادي جو سڄو علائقو ٻڌ گنبدن سان ڀريو پيو هو ۽ هزارين ٻڌ مندر هئا جن جا آثار مردان، جمال ڳڙهي، شهباز ڳڙهي، تخت باهي، سوات ۽ ڀرپاسي ۾ موجود آهن. " تخت باهي" مردان کان اٽڪل اٺ ميل اتر اولهه ۾ ٽڪري تي ٻڌ ڌرم جو هڪ اعليٰ نمونو پيش ڪري ٿو. پهرين صدي عيسوي کان انين صدي تائين جا آثار موجود آهن. مکيه مندر جي چوڌاري ٽلهيون پٽيون ڏکڻ طرف جبلن جي پس منظر ۾ مکيه گنبد ۽ ان جي ٽن طرفن کان جن ۾ ڪڏهن گوتم ٻڌ جا بت رکيل هئا، ڏاکڻ جي هيٺيان ٻه اهڙا زيارتگاهه گنبد ۽ مجسما موجود هئا، اتان ٽي ميل اولهه طرف "سهري بهلول" جو ڳوٺ آهي. ان جي آسپاس ڪيترا ٻڌ نوادرات آثار قديمه جي ماهرن ۽ سمگلرن کي هٿ لڳا آهن.

ٽيڪسيلا ۾ هڪ بين الاقوامي ٻڌ يونيورسٽي قائم هئي جتان يڪشن ۽ پرچارڪن ڳجها لڪ لنگهي ٻين ملڪن ۽ قومن ۾ وچي ٻڌ ڌرم پکيڙيو. اڄ به ٽيڪسيلا جا عجائبات ڏسڻ لاءِ دنيا جي ملڪن ۽ اندروني ملڪ مان

سراسري ويهہ هزار سياح هر مهيني هتي اچن ٿا. (بروشر ٽئڪسيلا ص ۴۴).

گوتم ٻڌ جو بت پهرين صدي ق - م جي آخر يا ان کانپوءِ پهريون دفعو مترا ۾ ٺاهيو ويو. ان کان اڳي " ڀارهت" ، " گيا" ۽ " سانچي" جي اوائلي مندرن ۾ " ٻڌ" جو بت ڪڏهن بہ ڏيکاريل نہ ٿو ملي. فقط علامتي طور تي چڪرو، خالي تخت، پيرن جا نشان يا پپر جو وڻ متبرڪ نظر اچن ٿا. ٻڌ جي بت بڻائڻ کان شايد انهي ڪري پرهيز ڪئي وئي تہ هو دنيا ڇڏي چڪو هو، پوءِ هن کي انساني شڪل ۾ ڏيکارڻ گمراهي هئي. بيشم لکي ٿو تہ "بهرحال پوئين زماني جومشهور "ٻڌبت" اوائلي ٽن ٻڌ مندرن ۾ نظر نہ ٿو اچي ( د ونڊر...... ص ۳٦٧). عيسوي سن جي شروعات (حضرت عيسيٰ جي زماني) ۾ يا ان کانپوءِ " مترا" جي سنگتراشي، دنيا ۾ مقبوليت حاصل ڪئي جنهن ۾ ڪجهہ ڪردار جين ڌرم وارن جو بہ هو. پوءِ ٻڌڌرم وارن بہ انهيءَ ۾ حصو ورتو.

ڏکڻ ايشيا ۾ تهذيبي عمل جي چار هزار سال پراڻي تاريخ سنڌو ماٿريءَ کان شروع ٿي ٿئي. سنڌو ماٿري جي عظيم تهذيب جي زوال بعد، گنگا - جمنا واديءَ ۾ آريا تهذيب اسري، سنڌو ماٿري جي تهذيبي علائقن سنڌ، بلوچستان، پنجاب راجستان ۽ گجرات نئين آريا تهذيب کان متاثر ٿيا ۽ هڪ گڏيل سنڌو آريا تهذيب جنم ورتو، جيڪا هندو آريا مذهب ۽ شهنشاهيت ۾ تبديل ٿي وئي. " آريا ورت" يا آرين جي ملڪ ۾ مهاراجائي، سينا ۽ سيا جا ٿي ادارا قائم ٿيا. اوائلي آريا پنجاب ۾ آباد ٿيا هئا. بهار تائين پکڙجي وڃڻ بعد سنڌن فطري جمهوري مذهب ۽ سياست ۾ انقلاب آيو. خوش فهم آرين ۾ گناهہ جي احساس ۽ ندامت ۽ ڇوٽڪاري جي طلب هڪ مخصوص مذهبي نظام قائم ڪرڻ جي ترغيب پيدا ٿي. برهمڻ ۽ سنڌس منترن، ويدن ۾ اهميت حاصل ڪئي. برهمڻ ذات پات جو فرق پيدا ڪيو ۽ مهانگين ۽ مشڪل قربانين جي رسم وڌي، برهمڻن جي مذهبي هڪ هٽي خلاف مهاتما گوتم ٻڌ ( ۵٦۳ ق - م) ۽ مهاوير ( ۵۴۰ ق - م ) محاذ قائم ڪيو ۽ بہ نوان انسان دوست مذهب ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم قائم ٿيا. انهن نون مذهبن نون سماجي رسمن رواجن کي پڻ قائم ڪيو: " اهمسا" جي فلسفي.

فڪر جون نيون راهون کوليون. ٻڌ ۽ جين فڪرن هڪ مخصوص مقامي ذهن پيدا ڪيو، جيڪو بعد ۾ بر صغير جي تاريخ تي ڇانيل رهيو.

هندستان جي پهرين شهنشاهيت ۾ موريا مهاراجا چندر گپت جي مکيہ منتري" ڪوٽيليا" سياست جا اصول وضع ڪيا. سندس تصنيف " ارٿ شاستر" جي عنوان سان مشهور آهي. ٻئي مهاراجا، آسوڪا، ٻڌ ڌرم کي زور وٺرايو، گپتا دور ۾ برهمڻن زور ورتو. جڏهن عربن سنڌ فتح ڪئي تہ هڪ نئين دين، فڪر ۽ سياسي نظام جو آغاز ٿيو، جيڪو سنڌو ماٿري جي قديم تهذيب وانگر بند سرحدن اندر پنهنجي بنيادن تي ترقي ڪندو رهيو، گنگا - جمنا واديءَ ۾ آريا مذهب ۽ تهذيب برهمڻ ۽ ٻڌ رساڪشيءَ ۾ مبتلا رهي ۽ ٿي صديون پيون بہ گذري ويون. انهيءَ وچ ۾ اولهہ ايشيا اسلامي مذهب ۽ تهذيب ۾ شامل ٿي وئي ۽ انهيءَ جو سياسي اثر ڏکڻ ايشيا تي پيو. سلطان محمود غزنوي جي حملن بعد سلطان شهاب الدين غوريءَ جي فتوحات آخرڪار هندستان ۾ پهرين اسلامي سلطنت جو بنياد وڌو. انهيءَ سلطنت جو آغاز سلطان قطب الدين ايبڪ ( ١٢١٠ ــ ١٢٠٦ع) جي حڪمراني سان ٿيو.

مسلمانن جي حڪمرانيءَ هيٺ، ترقي يافتہ ايراني آريا تهذيب هندي آريا تهذيب تي اثرا انداز ٿي، فارسي زبان، سنسڪرت ۽ هندي ٻولين تي سبقت حاصل ڪئي ۽ هڪ نئين زبان ( اردو) وجود ۾ آئي، ترڪ ۽ مغل خاندانن جي حڪمراني جو دور ساڍيون ڇهہ صديون مسلسل قائم رهيون. (١٨٥٧ ـ ١٢٠٦ع).

يورپ جي واپارين ١٥ صدي عيسوي کان هندستان ۾ پنهنجو ڄار وڇائڻ شروع ڪيو، سن ١٦٠٠ع ۾ انگريزن ايسٽ انڊيا ڪمپني قائم ڪئي جنهن " پلاسي" ۽ " بڪسر" جي لڙائين بعد. هندستان ۾ سياسي اقتدار حاصل ڪيو. مغل شهنشاهيت پوين پساهن ۾ هئي. مرڪزيت ختم ٿي چڪي هئي. ڪمزور مرڪزي حڪومت کان علاوه ٥٦٠ ننڍيون وڏيون رياستون قائم ٿي چڪيون هيون. " ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو" جي حڪمت عملي سان ڪمپني بهادر پنهنجو قبضو وڌائيندي رهي، آخر ١٨٥٧ع جي جنگ آزاديءَ بعد هندستان ۾ مسلمانن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو.

## قديم سنڌ جون تاريخي روايتون ۽ شواهد:

قديم ترين زماني جون شاهد اهي شيون ۽ انهن جا اهي نالا آهن، جيڪي ٻاهرين ملڪن ۾ ساڳي صورت ۾ نظر اچن ٿا. انهن مان ڏسجي ٿو ته هڪ نامعلوم زماني کان هند - سنڌ جي قبيلن جو ٻاهرين ملڪن سان گهرو اچ وڃ جو سلسلو جاري رهندو آيو آهي. ڊنڌليل تاريخ کان اڳ جي زماني ۽ نئين پٿر جي دور ( سنڌ ۾ ۳۵۰۰ - ۷۰۰۰ ق - م) ۾ به سنڌن ڏور - اوير جي ملڪن سان ناتا هئا ۽ ايئن سمجهڻ لاءِ ڪافي شواهد موجود آهن ته هنن ( هندي - سنڌي قبيلن) وڏي تعداد ۾ سمنڊ ۽ خشڪي رستي انڊو - چائنا ۽ " انڊين آرڪي پيليگو" ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ۽ اتي وڃي آباد ٿيا.

اسانجي مفروضي مطابق ۷۰۰۰ ق - م کان سنڌ ۾ سميري قوم آباد هئي،جنهن وڌندي، چين - تاتار ۾ ڪافي عرصو رهڻ بعد، ۶۰۰۰ ق - م ۾ عراق - ميسوپوٽيميا ۾ فرات جي ڇيڙي تي اڪاد جي نوآبادي قائم ڪئي.[۱۱]

ايرانين ۽ يونانين جي سنڌ سان دلچسپي يمن جي" صبائين" جي تجارتي هڪ هٽي ختم ڪرڻ واسطي هئي، جن هند - سنڌ ۽ عربستان جي پيداوار بحره احمر ۽ ايران نار جي سرن تي آندي ٿي. ٽيو ۽ ٽيز، قديم بندرگاهه انهي ساحلي تجارت جي ياد تازي ڪن ٿا، جنهن چين ولايت ۾ ڪشتين جي واپار کي ايران تائين پهچايو ٿي، جيئن "باربريشي" يادگار آهي انهي خشڪي واپار جو جنهن وارا قورم جي بريان واقع "ڪشتي" کي سنڌو ندي جي بندرن سان ملايو ٿي. ( ائڊوانسڊ ص ۷۰). سميري انهيءَ کان به اڳي هنن بندرن ڏانهن جهاز راني ڪندا هئا. سميري، صبائي، ايراني، يوناني ۽ آخرڪار انگريز ساڳئي تجارتي مفاد جو سلسلو ڏيکارن ٿا، جنهن ڏارين جي سنڌ ۾ دلچسپي وڌائي.

سنڌو ماتريءَ جي هيٺين حصي ۾ غلامي جو رواج نه هو. ڪن عالمن جو خيال آهي ته مگسٿنيز انهي بيان ۽ آريه رياست جي انهي اصول مان غلط [illegible]
[illegible] سمي سرمي ۾ رکي نه ٿو سگهجي، [illegible] عيسوي جي پوئين اڌ ۾

هڪ مصري يوناني ملاح بحر احمر ۽ بحر هند جي ساحلي علائقن جو احوال قلمبند ڪيو. سندس نالو معلوم نہ آهي ليڪن خوشقسمتي سان هٿ آيل سندس مسوده " ديپريپلس آف د ايريٿريئين سي" اسانجي محققن جو عام ماخذ رهيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هند - سنڌ ۽ مغربي ملڪن جي وچ ۾ باقاعده تجارت جاري هئي ۽ ساحلي علائقہ سان اهم بندر گاهہ هئا.

بعد جي زماني ۾ جڏهن سنڌو ماٿري ۾ تهذيب جو اعليٰ معيار قائم هو تڏهن مغربي ۽ وچ ايشيا جي ملڪن سان گهرو لاڳاپو ڪنهن بہ شڪ شبهي ڪان مٿي آهي. پوءِ موريا - دور ۾ پرڏيهي وڻج واپار وڌيڪ واضح صورت ۾ نظر اچي ٿو. ستين دور شايد انهيءَ جي عروج جو زمانو هو.

" راجا وڪرماجيت" سن ۵۷ ق - م ۾ ستين حملي آورن کي شڪست ڏئي ڀڄائي ڪڍيو ۽ انهي سال ڪان وڪرمي سنبت شروع ٿيو ليڪن ستين سڪا سڄي اتر اولهہ هندستان ۾ لڌا ويا آهن. ايٽڪن وار گزيٽيٽر ڏيکاري ٿو تہ " سنڌ" ، " اندوسٽيا" سڏجڻ لڳي ۽ اڄ سوڌو سنڌ جي اڪثر آبادي ستين نسل سان تعلق رکي ٿي ۽ اُهي آريا نسل مان نہ آهن.: " ستين" بتدريج پنهنجي حڪمراني سنڌو ماٿري ۽ الهندي هندستان طرف وڌائي هئي. انهي علائقي کي يوناني ملاحن ۽ جاگرافيدانن پهرين ۽ ٻي صدي عيسويءَ ۾ " ستيا" نالو ڏنو. پهرين صدي عيسويءَ ۾ هن علائقي جو هڪ حصہ پارٿي پنهنجي قبضي هيٺ آڻي چڪا هئا. لڏل سڪن ۽ اڪريل عبارتون مان ڪيترن ستين - پارٿين راجائن ۽ سندن علاقائي نائبن جا نالا ملن ٿا. ( ائن ائڊوانسڊ ص ۱۱۸).

" اٺ" ۽ " مينهن" ستين جي ڪاهہ ڪان گهڻو اڳ سنڌ جي سرزمين تي موجود هئا: اٺ، اٽڪل ۵۰۰ ق - م ۾ عربستان ڪان سنڌ پهتو ۽ جلدي سنڌي خانہ بدوش قبيلن " جت" ۽ ٻين ۾ عام مقبول ٿيو. ( ڊاڪٽر سگرڊ ۽ هينز " د جاٽ آف پاڪستان" لوڪ ورثہ اسلام آباد، ص ۷۵) ۱۲ ڪان ۱۵ صدي عيسوي ۾ ٻن ٿوهن وارو بختري بلخي اُٺ سنڌو ندي جي الهندي علائقن ۾ ڏنو ويو جيڪو ۱۶ صدي عيسوي ۾ غائب ٿي ويو. (هينري جي رئورٽي، د مهران آف سنڌ. ص ۲۲۴) سنڌ جي جتن جو قديم ساٿي ، اٺ خشڪي جو ٻيڙو سڏجي ٿو، مينهن پاڻي جو جانور آهي.

"مينهن" ۽ " ميد" ميهارن جي عراق ۾ آمد تاريخي روايت جو حصو آهن. (د جاٽ...... ص ۱۰).

بلاذري جي فتوح البلدان مطابق عراق جي والي حجاج بن يوسف ثقفي ( ۷۱۴ ـ ۶۹۴ع) کي فاتح سنڌ محمد بن قاسم هزارين سنڌي مينهون ۽ انهن جا جت ميهار خراج ۾ موڪلي ڏنا جن مان ۴۰۰۰ مينهون هن اموي خليفه وليد بن عبدالملڪ کي موڪليون ۽ اتان اسلامي ملڪن ۾ مينهن جو نسل وڌيو. (ڊاڪٽر عبدالحميد خان، اٿيمل ويڪ آف ويسٽرن پاڪستان ڊيورنگ د عرٽب پيرڊ، بليٽن آف د ڪراچي جاگرافيڪل سوسائٽي شمارو پهريون ۱۹۴۹، ص ص ۳۱ ـ ۲۸).

هڪ قديم سنڌي لوڪ روايت موجب " جڏهن سڪندر ذوالقرنين سنڌ ۾ آيو ته پنهنجي هڪ جادوگر دوست سان گڏ ٻيڙي ۾ چڙهي سمنڊ وٽ پهتو. اتي هڪ وڏي گرداب ۾ ڦاسي پيو. سندس جادوگر دوست هڪ جادو جو بوڙو سمنڊ جي پاڻي ۾ اڇلايو جنهن تي گرداب جون ڪنڌون سخت ٿي پيون ۽ ٻئي ڄڻا سمنڊ جي تري ۾ هليا ويا. اتي هنن پاڻ کي ٻي دنيا ۾ ڏٺو جيڪا " سمنڊ جي ديوتا" جي هٿ هيٺ هئي. ذوالقرنين جو آدرڀاءُ ڪيو ويو ۽ بادشاهه جي ڌي جو سڱ به کيس ڏنو ويو جنهن جي ڏاج ۾ به مينهون هيون. نر ( سان) ڪارو هو ۽ مادي ( مينهن) پوري هئي. ان زماني کان دنيا ۾ ۽ سنڌ ۾ مينهون آهن. ساڳي روايت عراق ( ميسوپوٽيميا) ۾ ملي ٿي، جتي ميد روايت مطابق "مينهون" سمنڊ مان آيون" ( د جاٽ .... ص ۷۳). سنڌي روايت جو مرڪزي ڪردار " سڪندر ذوالقرنين" قرآن شريف جي سورة الڪهف ۾ ملي ٿو: "..... اي محمد ﷺ هي ماڻهو توکان " ذوالقرنين" جي باري پڇن ٿا. انهن کي چئه ته مان ان جو ڪجهه احوال توهان کي ٻڌايان ٿو: اسان هن کي زمين ۾ اقتدار عطا ڪيو هو ۽ هن کي هر قسم جا اسباب ۽ وسيلا بخشيا هئا. هن ( پهريائين مغرب طرف) هڪ مهم جو بندوبست ڪيو تان ته سج لهڻ واري جاءِ تي پهچي ويو ، اتي هن کي ائين نظر آيو ته سج هڪ نيري ۽ ميري پاڻيءَ جي ڍنڍ ( ڪئسپين) ۾لهي رهيو آهي، اتي ويجهو هڪ قوم جا ماڻهو رهندا ڏنائين. اسان کيس چيو ته اي ذوالقرنين! وڃي ته کين سزا ڏي ۽ وڃي

تہ ساڻن چڱو سلوڪ ڪري ڪين پنهنجو ڪري ڇڏ. ذوالقرنين چيو تہ جيڪو سرڪشي ڪندو تنهن کي ضرور سزا ڏينداس. پوءِ هن کي پنهنجي پروردگار ڏي موٽڻو آهي هو( ڪين ) سخت عذاب ۾ وجهندو. پر جيڪو ايمان آڻيندو ۽ چڱا ڪم ڪندو تنهن کي ان جي بدلي ۾ چڱو انعام ملندو ۽ ڪيس اهڙو حڪم ڪنداسين جنهن ۾ هن لاءِ آساني ۽ راحت هوندي. ان ڪانپوءِ هن وري تياري ڪئي ۽ ( اوڀر طرف) نڪري ويو تان تہ سج اڀرڻ جي آخري حد ( مشرق بعيد) تائين پهچي ويو. هن ڏٺو تہ سج ان هڪ قوم تي اڀري ٿو جنهن کي اسان اس کان بچڻ لاءِ ڪا اوٽ ڏني آهي. هنن جي حالت اهڙي هئي ۽ جيڪي ذوالقرنين وٽ هو تنهن جي اسانکي پوري خبر آهي. هن وري سامان ڪٺو ڪيو تان تہ ٻن ( جبل جي) ڀتين جي وچ تائين وڃي پهتو. اتي هن ڏٺو تہ جبلن جي ٻئي طرف هڪ قوم رهي ٿي جنهن جي ماڻهن سان ڳالهائجي ٿو تہ هڪ لفظ بہ نہ ٿا سمجهن ( يعني " ذوالقرنين" جي ٻولي نہ پيا سمجهن پر ترجمانن جي ذريعي) انهي قوم جي ماڻهن چيو تہ اي ذوالقرنين ! " ياجوج" ۽ " ماجوج" هن ملڪ ۾ اچي ڦر مار ڪن ٿا، ڇا توهان اسانجي ۽ هنن جي وچ ۾ هڪڙي ديوار بنائي ڏيندا ۽ اسان ان جي عيوض ۾ ڪجهہ خراج ( ساليانو ڍل) توهان کي ڏيندا رهنداسين. ذوالقرنين چيو تہ منهنجي پروردگار جيڪي مونکي قبضي ۾ ڏنو آهي سوئي منهنجي لاءِ ڀلو آهي مگر اوهان پنهنجي قوت ( ٻاڙن جي پورهئي) سان منهنجي مدد ڪريو. مان توهان جي ۽ ياجوج ماجوج جي وچ ۾ هڪ مضبوط ڀت ٺاهي ڇڏيندس. لوهہ جون سرون ڪٺي آڇو پوءِ ٻنهي جبلن جي وچ ۾ وڏي ديوار ڪڙي ڪري ڏنائين . "هيرودوٽس" لکيتو تہ هن بخطرين ۽ سڪائي قبيلن کي " ليديا" جي فتح کان هڪدم پوءِ زير ڪيو. يوناني مورخن مطابق ندي جي ڪناري تي آرياسپائي قبيلي جي مدد سان هڪ ڪوٽ (تندو قلعو) تعمير ڪرائين ۽ " گيدروسيا (Gedrosia) ( ذڪڻ ايران ۽ بلوچستان) جي مهم ۾ سندس لشڪر جو وڏو حصو تباهہ ٿي ويو. پوءِ وڏي پٽ ڪئمبيسس کي بابل ۾ پنهنجو عيوضي مقرر ڪري مشرق طرف هڪ نئين مهم تي روانو ٿيو جنهن ۾ خود قتل ٿي ويو. هن کي " پسرغدائي "( Pa- sargadae) شهر ۾ دفن ڪيو ويو، جيڪو سندس پڌرايل هو. [illegible]

سائرس انصاف ۽ رحمدلي جي شهرت ڇڏي جيڪا مکيہ طور تي درست آهي تاهہ گهڻي ڀاڱي انهي ۾ سندس ماهرانہ تبليغ جو اثر شامل آهي. ( برتانيڪا ج ٦، ص ص ٦٠ ـ ٩٥٩).

سائرس اعظم عرف حضرت ذوالقرنين بابت اسانجي معلومات جا بنيادي ذريعا ، قرآن شريف، انجيل مقدس ( پراڻو عهد نامو) ، يوناني مورخ ۽ ڪوفي خط ۾ قديم دستاويزات آهن. جيڪي سائرس جي دور حڪومت ۾ تحرير ٿيل آهن. انهن کان علاوه نبونيندس ڪرانيڪل Nabonidus Chronicle آهي، جنهن کي ۵ ۽ ۳ صدي ق ـ م ۾ تحرير ڪيو ويو "پراڻي عهد نامہ" ۾ عذرا ۽ عيسائيہ Ezra and Isaiah ( سيڪنڊ ڪرانيڪلس) ۾ " سائرس" جا حوالا ملن ٿا. يوناني مورخين ۾ هيروڊوٽس، زينوفون ۽ بيروسس جي حوالن ۾ گهڻي قدر روايتي ۽ مشڪوڪ مواد شامل آهي.

سن ۵۱۹ ق ـ م ڌاري ايران جي ڪياني شهنشاهہ دارا اول سنڌو ندي جو الهندو ڪنارو فتح ڪري انهي کي ستين سترپ ۾ شامل ڪيو. ان وقت " گنڌارا" پڻ ڪياني قبضي هيٺ هئي ۽ مگڌا ۾ بمبسرا (۵۵۴ ـ ۴۹۳ ق ـ م) جي حڪومت هئي جنهن کان پوءِ اجت سترو ( ۴۹۳ ـ ۴٦٢ ق ـ م) مگڌا تي راڄ ڪيو. ۴۵۰ کان ۴۰۰ ق ـ م دوران سنڌ، ۾ ڪياني حڪومت، ارتاجرجيس اول ۽ داراثاني جي وقت ۾، ڪمزور ٿيندي وئي ۽ ۳۲۵ ق ـ م تائين هن علائقي ۾ ٻيهر خود مختيار شهري رياستون ۽ راجوٽي حڪومتون قائم ٿيون. مسيڪنس "الور" ۾، سامبس سيوهڻ ۾، موئرس پٽالا ۾، موئرس ٻيو باريٿريڪان ( اروڙ) ۾، اربي تائي ڪوهستان ۾ ، ۽ 'وري تائي لسٻيلي ۾ راڄ ڪري رهيا هئا. گنڌارا جو علائقو پنجاب ۽ اتر الهندي سرحدي علائقي سميت مختلف مقامي قبيلن جي هٿ هيٺ هو: اسپ سائي، سيسائي، اساڪينوئي ۽ مساگا قبيلن جي راڄ بابت معلومات حاصل نہ ٿي سگهي آهي ليڪن بعد جي راجائن ۽ راجڌانين متعلق وڌيڪ احوال تاريخن ۾ ملي ٿو خاص طور تي ٽيڪسيلا جو راجا امڀي ۽ جهلم جو راجا پورس مشهور آهن. پورس سڪندر اعظم جي يوناني لشڪر جو مقابلو ڪيو، جيتوڻيڪ پڄي نہ سگهيو. راجا امڀي بنا مقابلہ پيش پيو. ساڳئي وقت

ملتان ۾ ملوئي ، لاهور ۾ اوڪسي دراڪائي ، جهنگ ۾ سبوئي قبيلي وارا وغيره خود مختيار حڪمران هئا.

## سنڌ جا تاريخي قبيلا جت ۽ ميد:

مهاڀارت جي زماني ( ۹۰۰ ق - م) کان سنڌ ۾ ٻه مشهور قب، جت ۽ ميد آباد هئا، " جتن" ۽ "ميدن" جو فقط هڪ ڳالهه تي اتفاق هو ته هو هڪٻئي جي حاڪميت هيٺ رهي نه سگهندا. تنهن ڪري " هن راجا دجوشن ( دريوڌن) پٽ دهرت ( ڌرشرشٽر) جي دربار ۾ هڪ وفد موڪليو جنهن راج ڪرڻ لاءِ " راجا" جي گهر ڪئي، " مهاراج دجوشن پنهنجي ڀيڻ دسل ( دهسلا) کي جتن ۽ ميدن تي راج ڪرڻ لاءِ موڪليو. دهسلا، ملڪ ۽ ان جا شهر پنهنجي قبضي ۾ ڪيا ...... ان جي سموري عظمت ، شاهوڪاري ۽ شان شوڪت هوندي به ان ملڪ ۾ڪو " برهمڻ" يا رشي (ڏاهو ماڻهو) ڪونه هو. تنهن ڪري هن پنهنجي ڀاءُ کي امداد لاءِ هڪ ڏکهو خط لکيو جنهن سڄي هندستان مان ٽيهه هزار برهمڻ گڏ ڪري انهن کي سندن گهر ڀاتين ۽ مال اسباب سميت پنهنجي ڀيڻ ڏانهن ڏياري موڪليو". لئمبرڪ لکيتو ته هي يقينا سنڌ جي تاريخ جي اڳاٽي دور جي هڪ مصدق روايت آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته آرين سنڌ تي گهڻو پوءِ قبضو ڪيو ۽ برهمڻ ڌرم اچا به پوءِ هتي جاري ٿيو. (سنڌ بغور مسلم ڪانڪئيسٽ ص ۷۰) راڻي دهسلا جنهن شهر ۾ تختگاهه قائم ڪيو انهيءَ جو نالو "اسڪلنب" هو، جيڪو سنڌ جي بعدجي تاريخ ۾ پڻ نظر اچي ٿو. جتن ۽ ميدن کي ڌار ڌار علائقا ورهائي ڏنا ويا جتي هنن جا پنهنجا لٺ سردار راج ڪندا هئا پر چون ٿا ته دهسلا ۽ جئدرٿ جي سنڌ تي حڪومت فقط ويهن سالن کان ٿورو مٿي قائم رهي ۽" پوءِ پارتين جو ملڪ تان قبضو ختم ٿي ويو". " پارتين" جو لفظ انهن آريا برهمڻن ڏانهن اشارو ڪري ٿو جيڪي " دريوڌن" پنهنجي ڀيڻ " دهسلا" جي لڪڻ تي سنڌ موڪليا هئا. اهو لفظ بعد جي ٻڌ روايتن ۾ پڻ اچي ٿو، جنهن مان سنڌ جي هڪ وڏيڪ راجا ۽ ان جي

تخت گاھہ جو پنو پوئنو " سوويرا ديش" انھن ستن آريا بادشاھتن مان ھڪ آھي جنھن جو تخت گاھہ "روورڪا" ۽ راجا " پارتا" آھي. ان کان علاوہ "گوتم ٻڌ" جي اڳين جنمن جي ڪھاڻين ۾ لکيل آھي تہ ھڪ راجا پارتا سوويرا جي ملڪ ۾ " روورڪا" ۾ راڄ ڪندو ھو. " ھو ڏھن شاھي اصولن تي عمل ڪندو ھو. مقبوليت جي ڇئن عنصرن سان عوام جون دليون ھٿ ڪيائين. راڄن لاءِ ماءُ پيءُ ھو ۽ سوالين، فقيرن، مسافرن غريبن ۽ ٻين کي وڏيون خيراتون ڏيندو ھو. سندس مھاراڻي " سمد دوجيا" سياڻي ۽ علم واري ھئي. روورڪا بہ آھن ھڪ ترڪستان ۾ ۽ ٻي سنڌ ۾. متي ڏيڪاريل بيان ۾ " روورڪا" ، " سوويرا ديش" ۾ ڏيڪاريل آھي جيڪو ان وقت سنڌ جو نالو ھو ( ايضا – ص ٧١) ان وقت اتر ھندستان ۾ بہ وڏا شھر ھئا: "پتاليپترا" ۽ "روورڪا". انھن جو پاڻ ۾ تجارتي وھنوار ھو. پتاليپترا مگدہ جو راجا "بمبسرا" روورڪا ( سوويرا ) جي راجا " رُدريانا" جو دوست ھو. "يئان چوانگ" جي لکڻي مطابق " سن ٿُو" ( سنڌو) جي دلدلي ۽ ڪڇي جي علائقن ۾ ۱۰۰۰ لائي ( ميل جي لڳ ڀڳ) تائين لکين وحشي مزاج ماڻھن جون آباديون ھيون، جيڪي انسانن جي قتل تي گذران ڪندا ھئا ۽ ان سان گڏمال ڍارڻ جو ڌنڌو ڪندا ھئا. اُنھن ۾ ڪابہ سماجي تميز نہ ھئي ۽ نہ ڪا حڪومت ھئي." انھن جي " جت" ھجڻ جي ثابتي عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت "لھاڻا جتن" جي احوال مان ملي ٿي: جڏھن فاتح سنڌ غازي محمد بن قاسم لھاڻا قبيلي جي جتن بابت پڇيو تہ کيس ھيئن ٻڌايو ويو: " انھن ۾ اوچ نيچ جي ڪا تميز نہ آھي، اُھي سڀ وحشي درندہ صفت آھن. اھي سدائين حڪمرانن خلاف بغاوت ۽ حڪم عدولي ڪندا رھيا آھن ۽ شاھراھن تي ڦر لٽ ڪرڻ جا عادي مجرم آھن". انھي ڪري لھاڻن جتن تي مھاراجا ڇڇ جي زماني کان جيڪو ذلت آميز قانون مڙھيل ھو، سو قائم رکيو ويو ۽ ھڪ صدي پوءِ اسلامي خلافت جي عرب نائب حڪمران ميدن ۽ جتن خلاف ڪاروائي ڪئي ۽ پوءِ "جتن" کي " ميدن" خلاف استعمال ڪيو. ھن عرب حاڪم ڪين پيشاني تي ڏنڀ ڏيڻ ۽ پاڻ سان ڪتو گڏ وٺي اچڻ جو قانون جاري ڪيو.

”لهاٿا جت“ قبيلي کان علاوه ” سمه“ ( سما) ۽ ” لاکا“ قبيلن جي باري ۾پڻ غازي محمد بن قاسم کي ٻڌايو ويو هو تہ اڳئين حڪومت ۾ انهن تي ساڳيون پابنديون هيون جيڪي ”لهاڻن جتن“ سان لاڳو هيون. ليڪن عرب فاتح ” سمن“ جي عزت افزائي ڪئي ۽ انهي ۾ ” سهتا“ بہ شامل هئا. جيڪي ” ساهتي“ جي علائقي ۾ آباد هئا. ” جت“ قندابيل تائين پکڙيل هئا ۽ اڄ بہ ڪڇي ( بلوچستان) ۾ آبادگارن جو وڏو حصو ” جت“ قبيلي سان تعلق رکي ٿو. موريا شهنشاهيت ( ) جي زماني کان عرب دور ۷۱۲ تائين سنڌ جي آبادي جي نسلي صورتحال اتر ۽ اولهہ کان لاڳيتن ٻاهرين وحشي ڪٽڪن جي يرمار ۽ نسلي واڌ ۽ آميزش سبب تبديل ٿي چڪي هئي. ” سڪا“ ” يوچي“ ۽ ” هُن“ خون جي مختلف حدن تائين سنڌي رت ۾ ملاوٽ ٿي ۽ انهن مان ”جاٽ“ ۽ وڏي تعداد ۾ ” راجپوت“ نسلن جنم ورتو جَن سان موجوده سنڌي نسل جي اڪثريت تعلق رکي ٿي. ( لئمبرڪ سنڌ، جنرل..... ص ۲۱۱).

راجپوت اصل کتري آهن ” کتري“ جو مطلب هن طرح بہ ورتو وڃي ٿو تہ ” اهي وڌرمي ( بي دين) آهن ( آريا برهمڻ مطابق، چاڪاڻ تہ مقامي هئا ۽ سنڌن ڌرم ۽ آرين جي ڌرم ۾ فرق هو!) ۽ برهمڻ جي ستڪار سان شڌ ٿي انهن کي ” چتري“ ( کتري) ڪيو ويو. ( نجم الغني مولوي حڪيم جي حوالي سان، ”وقائع راجستان“ اردو ج۱ لکنو. ۱۹۲۵ع ص ۴۹) ديوان پيرومل لکي ٿو تہ ” پنجين صدي ( عيسوي) جي پڇاڙي کان ستين صدي جي شروعات تائين ( اٽڪل سن ۴۹۰ - ۶۱۰ ع تائين) سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جا راجائون هئا. اهي اول شودر هئا ( مقامي قبائل جنکي آريہ برهمڻ پنهنجي ذات، پات جي سماجي سرشتي ۾ اهو نالو ۽ آخري درجو ڏنو هو) پوءِ برهمڻي ( برهمڻ جي) ڌرم کي مڃڻ لڳا تہ برهمڻ انهن کي ”شڌي“ ڪري (ڪيس) ” کتري“ بنايو ( پيرومل ديوان، سنڌ جي هندن جي تاريخ ڀاڱو ٻهريون ص ۳۶، راڻچند ص ۳۰) سن ۶۴۰ع ۾ چيني سياح ” هوان شيانگ“ سنڌ ۾ آيو سندس بيان مطابق ” سنڌ جو راجا ” شودر“ هو.

کتري راجپوتن ۾ پرمار، پڙهيار ۽چوهاڻ سورج ونسي ۽ سولنڪي

چندرونسي هئا ( رائچند ص ۲۹) اهي چار اگن ڪل ( باهہ جا پيدا ڪيل قبيلا) وڏي ڇهہ ٿيا ۽ انهن مان ڇٽيهہ ٿيا آهن. ڪيترن راجپوتن ڪلن (قبيلن) جون ساکون ( شاخون) ڪونہ آهن انهن کي اڪا راجپوت چئجي ٿو، جيڪي سڀ راجپوت نسل جو ٿيون حصو آهن. ( رائچند ص ۳۱).

## پرمار راجپوت:

راجپوت روايتن مطابق " اندر" ديوتا جو " اگني" ( باهہ) مان پيدا ڪيل، پرمار، ( پراواماريندڙ) " ابو" پهاڙ ۽ انجي آسپاس جي علائقن سميت سڄي اتر هندستان جو راجا ٿيو ۽ عام ڪهاوت ٿي تہ " پرٿوي پرمارن جي آهي." ( يعني لفظن ۾ ڌارين کي ديس نيڪالي ڏيڻ جا سانباها ٿيا.) اتر هندستان جي راجا"پرمار" جي پوين کي"راجپوت" معنيٰ راجا جا پٽ چيو ويو.( رائچند ص ۳۴) "پرمار" ڪانسواءِ اگني مان پيدا ٿيل جوانن جو اولاد بہ "اگني ڪل مان هجڻ سبب" راجپوت سڏجڻ ۾آيو ۽ انهن بہ پنهنجا راج قائم ڪيا: "پڙهيار" مارواڙ طرف راج ڪندا هئا. ( ايضا ص ۳۵).

پرمار راجپوت راجائن جي ائين پيڙهيءَ ۾ راجا " چندرسين" "ابوپهاڙ"کان پنهنجي راڄڌاني " ڌارانگر" ۾ قائم ڪئي. سندس چوٿين پيڙهيءَ ۾ راجا" پيمڪ" ۱۳۳۹ع ۾ ڪشمير فتح ڪيو. ( ريچوڌري ص ۱۱۲).

۵ صدي عيسوي جي پڇاڙي ڌاري " گرجر پرتهار" قبيلي جاماڻهو وچ ايشيا مان بر صغير ۾ داخل ٿيا. ڪن عالمن جي راءِ مطابق " گرجرپرتهار" سري رام جي ڀاءُ لڪشمڻ جي اولاد مان آهن، جيڪو سري رام جو پرتهار ( معنيٰ دربان) هو. (ايضا ص ۱۱۳) تاريخ ۾ " پرتهار" ٽيهريون دفعو وچ راجستان جي رياست جو ڏيور ( مندور) ۾ راج ڪندا نظر اچن ٿا. هنن مهاراجا " هرشا" جي دور (  ) ۾ بہ پنهنجي خود مختياري برقرار رکي. بعد ۾ انهن مان ڪجهہ قبيلا ڏکڻ، اوير طرف وڌيا ۽ " اڄين" ۾ سهنجو اقتدار قائم ڪيائون. " اوير راجستان" ۽ " مالوا" سندن قبضي ۾ هئا. سنڌ تي عربن جي قبضي ۽ راجستان ۾ پيشقدمي جي زماني ۾،

ناگ ڀٽ (Nagabhata) اول ( ۷۵٦ع) گـــرجر پرتهـــار راجا، سنڌن پيشقدمي روڪي ، اتر هندستان جو ڪامياب دفاع ڪيو. انهيءَ قبيلي مان وتسراج ٻيو راجا هو، جنهن ۷۷۵ع کان ۸۰۰ ع تائين راڄ ڪيو، بنگال جي راجا ڌرمپال تي حملو ڪري کيس شڪست ڏنائين ليڪن راشٽرڪٽ جي راجاکيس شڪست ڏني. سنڌس جانشين ناگ ڀٽ / نگڀٽ ٻيو ۸۰۰ ع کان ۸۳۳ ع تائين راڄ ڪيو؛ " ڌرم پال" کي مڪمل شڪست ڏئي" قنوج" جي قبضو ڪيائين جنهن سان سنڌس ساک ۾ اضافو آيو ۽ پاڙيسري علائقن جا " راجا" سنڌس دوستيءَ لاءِ آتا ٿيـا؛ انهن ۾ " انڌرا" ، " سنڌو" ، "وداريا" ۽ "ڪالنگا" جا راجائون شامل هئا. باقي راجائن کي نگيٽ ٻئي جنگ جي ميدان ۾ شڪست ڏني، انهن ۾ اتر ڪانياواڙ ( انرتا) ، مالوا (وچ هندستان) اوپر راجستان ( متسيا) هماليہ ديس ( ڪرتا) مغربي هندستان جي عرب رياست ( ترڪيا) ۽ " وتسيا" ( ڪوسمبي) جا حڪمران شامل هئا. ( ريچوڌري ص ۱۱۳). ( انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ غالبا سنڌو ندي جي ايرندي طرف ۽ " ترڪبا" اولهہ طرف عرب انتظامي علائقي جا نالا هندو تاريخ نويسن ڄاڻايا آهن.)

نگيٽ ٻئي ڪانپوءِ ٿوري وقت لاءِ سنڌس پٽ " رامچندر" پرتهارن جو راجا ٿيو. کيس بنگال جي راجا " ديوپال" ۽ " راشٽرڪٽ" جي راجا اموگـهـورش (Amoghavarsha ) شـڪـسـت ڏني. " رامچندر" جو جانشين " مهرا ڀوج (Mihira Bhoja) ( ۹۱۰ ـــ ۸۹۰ع )هو.

سنڌ جي تاريخ ۾ " تـر" جا " سوڊا راجپوت" اصل نسل آهن. اهي هميشہ کان هندو رهيا آهن، ليڪن اهي راجپوت قبيلا جيڪي ڪڇ ، ٿر ۽ راجستان ڇڏي اندروني سنڌ جي آباد علائقن ۾ اچي رهيا، سي مسلمان ٿي ويا. انهن کي " سما" چيو ويو، ۽ سنڌن وڏو ڏاڏو " ڄام جکرو" جي نالي سان مشهور آهي. سنڌس پٽ ڄام رائيڌن کي ۹ پٽ هئا، جن مان وڏي پٽ جو نالو " سـمـون" هو. باقي پٽن جا نالا هن طرح هئا: اڙو، چنيسر، منہ، نوتيار، ڏاهر، هنگورو، لاکـو ۽ پلي سنڌن اولاد: اڙا، نوتيار، ڏهر، هنگورا، لاکـا ۽ پلي، اڄ بہ سنڌ جا وڏا قـبـيـلا آهن. ڄام رائيـڌن جي اولاد کي " ڏنگ" چئجي ٿو، جنهن جي معنيٰ " طاقتور" آهي. انهن " نصرپور" ۾ راڄ

ڪيوتي. سنڌ جي سمن جا ڪل ٧٨٤ پاڙا، يا نکون آهن. انهن ۾ سنڌ جا "ڀُٽا" بہ شامل آهن، انهن جو جيسلمير جي "ڀٽين" ۽ پنجاب جي آرائين" سان نسلي تعلق آهي. ني راجپوت قبيلا پنهنجي خاص علائقن جا مالڪ رهيا آهن، جيئن سنڌي زبان ۾ عام ڪهاوت آهي: " سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، ڀٽي جيسلمير".

## هڪ لوڪ ڪٿا:

سمي ڀٽ رائڌڻ جو سنڱ جسلمير جي ڳوٺ " سمجهاڙيلي" ۾ مڱڻ راءِ جي ڌيءَ سان ٿيل هو. جڏهن ڄڃ وڃيو ٿي ويا تہ واٽ تي " رتوڪوٽ" ۾ ڏاہو ڪيائون. اتي سمي جو گهوڙو رسو ڇنائي ڀڳو. گهوڙي کي جڏهن پنجاهہ ماڻهو ڦري ايندا هئا تڏهن وٺ ڏيندو هو پر سمون اڪيلو ان کي جهلي وٺندو هو، تنهن ڪري کيس پنجاهيو پهلوان چوندا هئا. اتفاق سان ان وقت رتي چاوڙي جي ڀاءُ مراد جي ڌيءَ بيگ مائي ( باگهي) کير جو تس متي تي ۽ مينهن جو پاڏو هنج ۾ ڪنيوپئي آئي. گهوڙو جڏهن سندس پرسان متيون تہ هن گهوڙي جي رسي تي لت رکي ۽ گهوڙو اتڻ جي بيهي رهيو اڳتي وڌي نہ سگهيو . سمي اهو حال ڏسي چيو تہ شادي انهيءَ عورت سان ڪندس جيڪا مون وانگر پهلوان آهي تہ جيئن مونکي پهلوان اولاد ڄمي ۽ اسان تي ڪو اپڙي نہ سگهي.پائرن چيو تہ ماڻهو ڪلندا، ڇا چوندا تہ "ڄڃ هڪڙي ڪنوار جي ۽ شاديءَ ٻيءَ سان ڪرائي موٽيا آهن !" ليڪن سمون نہ مڙيو. تنهن تي پائرن شرط وڌس تہ جيڪڏهن چاوڙن ۾ شادي ڪندين تہ راڄ پاڳ مان پنهنجي پاڱ تان هٿ ڪڻندي. سمي اهو شرط قبول ڪيو. هو وڏو ڀٽ ۽ پڳدار هو، ليڪن پڳ "پليءَ" کي ٻدرائي وئي. "رتوڪوٽ" ۾ ڄام سمي ، بيگ مائي چاوڙا سان پهريائين شادي ڪري پوءِ وڃي جيسلمير ۾ مڱڻ راءِ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ واپسي ۾ " نصرپور" تي قبضو ڪري ويهي رهيو.

ڄام سمي کانپوءِ سندس پٽ ڄام انڙ نصرپور جو ڄام سردار ٿيو، سندس ڏينهن ۾ سمن جي لوڪ ادب مطابق: " دهلي جي بادشاهہ ڪباڇي

سنڌ جي رياستن ۾ ننڍين ننڍين حڪومتن کان ذاتي ( ضابطہ) حيات لاءِ هرهڪ کان سنگ ونندو ٿي آيو. جڏهن سمن جي قوم وٽ آيو تہ سمن کان بادشاهہ سگ جي گھر ڪئي" دراصل اهو ۱۳ صدي عيسوي جي شروع جو واقعو آهي، جڏهن ناصرالدين قباچہ "ملتان" مان سڄي سنڌ تي حڪومت ڪندو هو. "سما" ذارين ۾ سنگ نہ ڏيندا هئا تنهن ڪري بادشاهہ جي گھر تي پريشان ٿي ويا. "( جام) انڙ سمن کي چيو تہ جيڪڏهن جنگ ڪنداسون تہ برباد ٿي ويندا سون. سو هڪ تجويز مونکي اچي ٿي تہ منهنجا ڪن توبي، زنانہ زيور ۽ ڪپڙا پارائي، گھونگھٽ ڪڍائي بادشاهہ کي ڏئي ڇڏيو". بادشاهہ سمن مان هيءَ ڪنوار پرڻجي جڄ وٺي موٽيو تہ واٽ تي "گھملي ڪوٽ" (؟) ۾ شاهي دائيءَ بادشاهہ کي ٻڌايو تہ تنهنجي زالن مان گھڻين کي ڪپڙا ( حيض) اچڻ بند ٿي ويا آهن ۽ ڏڪيون آهن. بادشاهہ کي ڳالهہ دل سان نہ لڳي سو شڪ پيس تہ سندس حرم ۾ ڪو مرد رهي ٿو جنهن جي اها ڪاروائي آهي. سو پهريدارن کي "گھاڻي ۾ پيڙائڻ" جي سزا جو حڪم ڏنائين . جام انڙ اهو حال ڏسي خود حاضر ٿيو ۽ حقيقت بيان ڪيائين. بادشاهہ سندس خانداني ۽ همت کان راضي ٿي اهي سڀ حامل ( پيٽ واريو) راڻيون ڪيس بخشي واپس نصربور ورڻ جي اجازت ڏني.

## سماءِ سميجا:

سميجا جيڪي جامن انڙن جي نالن تي سڏجن ٿا، انهن جا گھڻائي پاڙا يا نکون، اهن: ڪيهر سميجا،چارا سميجا، ٿوها سميجا، هوتي، سانگي سميجا، راجڙ، دبڙيا، بجا، ٽيبا، سائوبہ،جناهہ سائوندہ، راهو، انڙ، ڏيرا، دل سميجا، راجڙ، اوٺا، سينهڙا، ڪرڏيا، لوئيجا، پلي، ڳاڙهاڪ، چيرا، ويسر، هنگورا سميجا، چچر، آريسر، لوها، ڪوراڙ ( ڪڇي)، تگودر، ڳاها، پنيا، ساهيا، ٻڙد سميجا، ياٿو سميجا ( نصربوري) هاليپوٽا ( جوڻو سميجو جو اولاد) عيسب سميجا، درس، ڪبر، پاتل سميجا ( سلادين / صلاح الدين جو اولاد)، گوپاسميجا، رتا سميجا، ننڌا سميجا، (هند ۽ ٿر) سڪردين، پيرج،

اييڙ ( تر ۽ پار ميڙ ( هندستان) طرف اچ بہ آباد آهن) وکيا، سوندرا، پسايا، ويڏا (وڏيا)، ونگا، ونگودرس، ( اصل هندستاني، ترپارڪار ۾ بہ رهن ٿا) ، جهپائي، ناتا ( هندستاني ۽ سنڌ ترپارڪر) سايان، ( ايضا).

## جديد سنڌ جي تاريخ:

سنڌ ۾ اسلامي حڪومت جي قيام، سن ٧١٢ع،کان سنڌ جي تاريخ لکجڻ شروع ٿي. انهيءَ کان اڳ جا واقعات، تاريخ کان اڳ جي دور جا سمجهڻ گهرجن. انهيءَ حقيقت جي باوجود، اسان پنهنجي هن مطالعي ۾ سنڌ جي قديم ترين تهذيب، تمدن، مذهب ۽ قوميت بابت مستند معلومات حاصل ڪئي آهي، جيڪا سنڌ جي آثار قديمہ ۽ بيروني تاريخي حوالن تي مبني آهي.

عربن جو دور (١٠٢٥ - ٧١٢) سنڌ جي تاريخ جو دور "چچنامہ" سان شروع ٿئي ٿو، جيڪو عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ بعد لکيو ويو هو. اروڙ ( الور) جي قاضي موسيٰ بن يعقوب جي محفوظ ڪيل هن مسوده جو عنوان " منهاج المسالڪ" هو "چچنامہ" انهيءَ جو فارسي ترجمو آهي، اهو ترجمو سن ١٢١٦ع ۾ علي بن حامد ڪوفي، ناصر الدين قباچہ جي دور حڪومت ( ١٢٢٨ - ١٢١٠ع) ۾ ڪيو هو. هن ماخذ مان عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ جو اکين ڏٺو احوال ملي ٿو. انهيءَ کان اڳ جي تاريخ راءِ گهرائي کان بيان ڪيل آهي. انهيءَ ذريعي مان ان وقت سنڌ ۾ آباد قبيلن بابت مستند معلومات فراهم ٿئي ٿي. سال ١٩٣٩ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽہ انهيءَ کي ايڊٽ ڪيو، جڏهن تہ پهريون انگريزي ترجمو مرزا قليچ بيگ سن ١٩٠٠ع ۾ ڪيو هو. ( هئي سنڌي عالم "شمس العلماءِ" جي لقب سان سڏيا وڃن ٿا.) اصل عربي مسوده "المدائني" (٨٣٩ --- ٧٥٢ع) جي تحريرن تي مبني هو.

هندو پنڊتن تاريخنويسيءَ طرف ڪڏهن بہ توجہ نہ ڏنو، تنهن ڪري عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ، " سنڌ" ما قبل التاريخ (يعني تاريخ کان اڳ واري) دور ۾ هئي. اسلامي علوم ۾ " تاريخ" کي اهميت حاصل ٿي.

عرب مورخين، سياحن ۽ تاجرن جا مفتوح علائقن بابت بيان ۽ حوالا جديد سنڌ جي تاريخ جو مستند بنياد فراهم ڪن ٿا. اتان " جديد سنڌ" جي تاريخي دور جي ابتدا ٿي ٿئي.

سنڌ جي تاريخ جا بنيادي ماخذ، " چچنامہ" کان علاوه هيٺين ريت آهن:

(۱) ابن هشام، ( متوفي ۸۲۹ع): " سيرة النبويه" جي ڇهرين ڇاپي ۱۳۵۵هہ/ ۱۹۳٦ع، مطبوعه قاهره ۾ اضافي مواد طور " منصوره" ( سنڌ) تي سلطان محمود غزنوي جي حملي ( ۱۰۲۵ع) ۽ حباري خاندان بابت احوال درج ڪيل آهي.

(۲)ابن سعد، ( متوفي ۸۴۵ع) جي تاريخ، " طبقاة الڪبير" ۾ سندس دور تائين اسلامي تاريخ جا واقعات قلمبند ڪيل آهن، جن ۾ سنڌ جي فتح بہ شامل آهي.

(۳) الجاحظ عثمان ( ۸٦۸ - ۷۷٦ع) جي " ڪتاب البيان والتبيين" ۾ سنڌي ذريعن تي مبني ڪتابن، انهن جي مصنفين ۽ انهن سنڌي عالمن بابت مفيد معلومات ملي ٿي، جن عباسي خليفن جي دعوت تي يا غلاميءَ جي حالت ۾ ،بغداد يا دمشق ۾ وارد ٿي، پنهنجي علم ۽ ادراڪ سبب شهرت حاصل ڪئي. انهن ۽ ٻين عربي ذريعن مان نومسلم سنڌي طبيبن ، فقيهن ۽ محدثين جي شهرت بابت ڪجهہ معلومات حاصل ٿئي ٿي.

سنڌي مسلمانن ۾ خاص طور تي ويڄن ( ويدن يا طبيبن) ۽ محدثين جو ڪافي تعداد هو، جن دار الخلافت بغداد ۽ پاڙيسري ملڪ خراسان ۽ نيشاپور جي اسلامي تعليمي مرڪز کي پنهنجي علم ۽ فضل سان آباد ڪيو.

موهن جي دڙي وارو شهري صحت - صفائي جو انتظام ذيڪاري ٿو تہ قديم سنڌي تهذيب ۾طب، جو علم، علاج کان علاوه مرض کان بچاءَ جي بنياد تي، رائج هو. هن آثار قديمہ مان ڇاليهہ طبي استعمال جون شيون مليون آهن، جن ۾ پاري ۽ آڪسيجن جو مرڪب (Mercury oxide) لوبان جو گندرف (Benzoin sulphur) ۽ ماکي ( شهد) بہ شامل آهن. ( پيرومل آڏوائي، قديم سنڌ، ص ۹۴، وڌيڪ ثابتين ۽ حوالن لاءِ ڏيٺيو وڃي) اندازو آهي تہ ۲۰۰ ق - م ڌاري سنڌ ۾ هڪ " ويد" ( حڪيم)

رهندو شو، جنهن جو نالو " واگ ڀٽ" هو. هن طب تي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو عنوان هو: " اشت رنگ هرديہ". انهي ڪتاب ۾ هن ڪن ڪن اڳ گذريل سنڌي ويدن جا حوالا ڏنا. ( وڌيڪ معلومات خاطر ملاحظہ ڪجي، محمد ادريس، " وادي سنده کي تهذيب"، حبيب الله صديقي، "ايڊوڪيشن ان سنڌ....." ص ۷۰، وغيره) علم طب جي سنڌي روايت، عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ ( ۷۱۲ع) بعد بہ، قائم رهي.

بغداد ۾ دارالحڪومت جي اجرا بعد، سنڌي عالم ۽ طبيب اتي پهتا، ۽ تاريخنويسن انهن جا نالا لکي ڇڏيا. خليفي هارون رشيد جي دور ( ۸۰۹ - ۷۸٦ع) ۾، جيڪي سنڌي حڪيم بغداد ۾ سڪونت پذير ٿيا انهن جا نالا: سندباد، مانڪ، پلو، صالح ولد پلو، ڏاهر وغيره هئا. ( سيد سليمان ندوي، عرب و هند ڪے تعلقات، ص ص ۱۵۷، ۱۴۹ ۱۳۱، ملاحظہ ڪجن) عرب طبيبن سنڌي ويڄن ( طبيبن) کان حڪمت جي شين جا نالا ورتا: مثال طور " بهيلہ" ( بهيڙا)، " قرنفل" ( ڪرنڦل) " صندل" (چندن) ، "اطريفل" ( ترڦلو) ۽ " بهطہ" ( ڀت) وغيره، عرب حڪيمن سنڌي ڀت ( اپاريل چانورن) کي مريضن لاءِ بهترين غذا قرار ڏنو. ( چچنامو سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد، ص ۳۴۵)

سنڌي طبيبن مان " مانڪ" جو مانُ مٿاهون ٿيو ڇاڪاڻ تہ خليفي هارون رشيد جي هڪ چاچي جو ڪامياب علاج ڪيائين، جنهن کي شاهي حڪيم " جبرئيل" بہ ڇٽائي نہ سگهيو هو. سنڌي ويڄ مانڪ کي خليفي جو معالج مقرر ڪيو ويو. انهيءَ منصب تي رهندي هن طب جي تعليم ۽ تحقيق کي ترقي ڏني. هن ادويات ( دواسازي) جي ڪتابن جا عربي زبان ۾ ترجما ڪيا ۽ هرهڪ وکر ( پسار) جا بہ نالا لکيا. هن زهريات تي لکيل ڪتابن جا بہ ترجما ڪيا. بغداد ۾ نقلي طبيبن تي ڪڙي نظر رکڻ جو انتظام ڪيائين. (چچنامو ترجمو: - ايضا -)

سنڌي صوفين، عالمن ۽ فقيهن ، عباسي دور خلافت جي سونهري دور، ( ۸ - صدي عيسوي کان ۱۰ - هين صدي عيسوي) ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪئي. انهن ۾ (۱) ابو علي سنڌي، " وحدانيت" ۾ شيخ بايزيد بسطامي (۸۷۵ -- ۷۹٦ع) جو استاد هو. (۲) ابو عبدالرحمان سنڌي بہ

شيخ بايزيد جي استادن مان هو. (۳) ابو موسيٰ ديبلي شيخ بايزيد بسطامي جو شاگرد هو ۽ سنڌ ۾ قلندريہ صوفي سلسلي جو آغاز ڏانهنس منسوب ڪيو ٿو وڃي، هو شيخ بايزيد جو پائچ هو. ابن جوزي بغدادي ( ۱۲۰۰ - ۱۱۱۶ع) جي ڪتاب " صفواه الصفوه" ۾ ڄاڻايل انهيءَ عزازت مان سنڌي مهاجرين جي بغداد ۾ تيل پذيرائي جو ثبوت ملي ٿو (۴) محدث شيخ احمد بن سنڌي ( متوفيٰ ۳۵۹هہ / ۹۷۰ع) پهريون سنڌي محدث هو، جنهن سنڌ کان ٻاهر شهرت حاصل ڪئي. حافظ ابو نعيم اصفهاني ( متوفيٰ ۴۴۰ هہ / ۱۰۳۹ع) جي تاليف " حلية الاولياءَ" ۾ هڪ درجن حديثون شيخ احمد سنڌي ڏانهن منسوب ڪيل آهن (۵) شيخ ابو عباس احمد بن عبدالله بن سعيد ديبلي عرف عابد نيشاپوري ( متوفيٰ ۳۴۳هہ/ ۹۵۴ع) خراسان ۾ نالو ڪڍيو. (۶) شيخ محمد بن محمد بن عبدالرزاق، عرف زاهد ديبلي ( متوفيٰ ۳۴۵هہ / ۹۵۶ع) " المصدق" جو مولف، حڪيم ابو عبدالله حافظ جو استاد هو. ( ۷) قاري ابو عبدالله محمد بن عبدالله ديبلي شام طرف هجرت ڪئي، جتي آخر عمر تائين درس و تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. (۸) شيخ احمد بن محمد حافظ ديبلي مصري ( متوفيٰ ۳۷۳هہ/ ۹۸۳ع) شافعي فقه جو عالم هو. مصر ۾ درزڪو ڌنڌو ڪري گذر معاش حاصل ڪندو هو. ( " نئين زندگيءَ" پندرهين صدي هجري شمارو، آگسٽ سيپٽمبر ۱۹۸۰ع، ص ص ۶۰ - ۵۳، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، " سنڌ جا اولياءِ ۽ صوفياءِ"). (۹) سنڌي غلام، شيخ الاسلام عبدالرحمان بن عمرو عرف امام اوزائي ( ۷۷۲ - ۷۰۶ع / ۱۵۶ - ۸۸ هہ) فقه جي هڪ الڳ مڪتب جو باني هو، جنهن شام ۽ اسپين ۾ عقيدت حاصل ڪئي. سندس والدين سنڌ مان غلام بنجي دمشق جي پسگردائي ۾ هڪ ڳوٺ " بلهڪ" ۾ وڪرو ٿيا. سندس والد جو اسلامي نالو " عمرو" رکيو ويو. اتي کيس فرزند پيدا ٿيو، جنهن جو نالو عبدالرحمان رکيو ويو. عبدالرحمان اسلامي علوم ۾ مهارت حاصل ڪئي. مسلماني ۽ علمي فضيلت هن خاندان کي غلاميءَ مان آجو ڪيو. شيخ عبدالرحمان دمشق جو هڪ مشهور فقيه ٿي گذريو آهي.

اموي خلافت جي زوال بعد، ٻئي عباسي خليفي المنصور اموين جي قتل

عام جي جائز هجڻ بابت شيخ عبدالرحمان عرف امام اوزائي کان راءِ طلب ڪئي. شيخ انهيءَ کي ناجائز قرار ڏنو. خليفي هن کي دربار مان نيڪالي ڏني. ڳوٺ موٽندي، واٽ تي هڪ گهوڙيسوار، پويان اچي سندس اڳ جهليو، هن سمجهيو تہ خليفي جو ماڻهو مارڻ لاءِ آيو آهي. سو پنهنجي گهوڙي تان لهي زمين تي مصلو وڇائي آخري نماز پڙهڻ لڳو. سلام ورائڻ بعد، پويان آيل ماڻهوءَ کيس اشرفين جي ٿيلهي خليفي طرفان نذرانہ طور پيش ڪئي، جيڪا هن قبول ڪئي ۽ پوءِ واٽ تي غريبن ۾ اهي اشرفيون ورهائيندو خالي ٿيلهي کڻي گهر پهتو. بعد ۾ کيس " شيخ الاسلام" جو منصب ڏنو ويو. (نئين زندگي - ايضا - ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي" حديث جو علم ۽ سنڌ ، ص ص ۱۱۵ - ۹۰). (۱۰) ٻيو سنڌي غلام عالم، شيخ ابو معشر نجيب بن عبدالرحمان سنڌي - ثم - مدني ( متوفيٰ ۱۷۰ هہ / ۷۸٦ع) مختلف مالڪن جي غلامي ڪندي آخر آزاد ٿيو. هن علم حديث ،مغازي ۽ فقه تي عبور حاصل ڪيو. حديث جي معتبر ڪتاب " جامع ترمذي" ۾ سندس روايت ڪيل حديثون شامل آهن. امام احمد بن حنبل ( ۸۵۵ - ۷۸۰ / ۲۴۱ - ۱٦۴هہ) شيخ ابو معشر سنڌي کي علم مغازيءَ تي هڪ سند تہ [illegible] ڪيو. عباسي خليفن هن سنڌي خاندان جي عزت افزائي ڪئي. خليفو المهدي، شيخ ابو معشر سنڌيءَ جي تعظيم ڪندو هو، سندس فرزند خليفي هارون رشيد شيخ ابو معشر سنڌي جي جنازه نماز پاڻ پڙهائي. ( نئين زندگي، - ايضا- )

(۱۱) مهلبين جو هڪ نوجوان سنڌي غلام، ابو محمد خلف بن سليم سنڌي بغدادي ( ۸۴۵ - ۸۱۷ع / ۲۳۱ - ۲۰۲هہ) هڪ معتبر محدث طور مڃيو ويو آهي. " سنن نسائي" ۾ سندس روايت ڪيل حديثون شامل آهن. ( - ايضا - ) ابو عبدالرحمان احمد بن شعيب نسائي ( ۳۰۲ - ۲۱۵ هہ) همعصر محدث طرفان اها، هن سنڌي غلام عالم جي مڃتا آهي. (۱۲) ٻيو هڪ سنڌي غلام عالم، ابو نصر فتح بن عبدالله سنڌي جي نالي سان مشهور آهي. سمعاني پنهنجي ڪتاب " نصح" ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي: عبدالله بن حسين نالي هڪ معتبر شخص کيس ٻڌايو تہ " هڪ دفعي، ابو نصر سنڌي پنهنجي طالبن سان گڏ هڪ ڪچي رستي سان اچي رهيو هو،

نڏهن سندس نظر عباسي شاهي خاندان جي هڪ فرد تي پئي، جيڪو انتي ڊاڳ ۾ ڪريو پيو هو. هن جهڪي سندس وات منگهيو تہ شراب جي بوءِ آيس. تڏو ساهہ ڪڍي اڳتي وڌڻ لڳو تہ عباسي شهزادي ڪجهہ هوش سنڀالي رڙ ڪئي: اي غلام! مان هن حالت ۾ هتي پيو آهيان ۽ تون مونکي ڇڏيو ٿو وڃين، جڏهن تہ توسان پيا ماڻهو بہ ساڻ آهن!" ابو نصر ڪنڌ ورائي ڪيس چيو تہ: " اي شهزاده ! توکي معلوم هجڻ گهرجي تہ مون تنهنجي وڏن جي پيروي ڪئي آهي ۽ تون منهنجي اڳين ( ڪافرن) جي نقش قدم تي ( شراب خوريءَ) تي هلي رهيو آهين". ( -ايضا- )

ٻين ٻن سنڌي غلام عالمن جا فقط نالا معلوم ٿي سگهيا آهن: (۱۳) ابو الحسن مخلص بن عبدالله الهندي الصوفي ( متوفي ۵۴۳هہ / ۱۱۴۸ع) ۽ ( ۱۴) ابو محمد بختيار بن عبدالله الهندي ( متوفي ۵۴۱ هہ / ۱۱۴۶ع). ٻنهي جي نالن پويان الهندي جو لفظ السندي هجڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ انهي زماني ۾ " اسلام" اڃا هندستان ۾ فروغ حاصل نہ ڪيو هو ۽ تمام مقامي مسلمان عالمن جو سنڌ سان تعلق هو. سنڌن ڪجهہ احوال ۽ نالا بيروني ذريعن کان حاصل ٿيا آهن ۽ انهن جي وضاحت تي قدري اختلاف آهي.

" احمد" جي نالي سان ٿي سنڌي پرديسي عالم ٿي گذريا آهن: (۱۵) ابو بڪر احمد بن سنڌي بن حسن بن بهار حداد سنڌي ( متوفي ۲۷۹هہ / ۸۷۲ع). (۱٦) احمد بن سنڌي بن فروغ معترص ( ؟) ( متوفي ۳۰۰ هہ / ۹۱۲ع)، ٻنهي جي سڪونت " بغداد" ۾ هئي ۽ اتي وفات ڪيائون ۽ (۱۷) احمد بن سنڌي رازي، جيڪو ساڳي ٽين صدي هجريءَ ۾ " ري" ( خراسان) ۾ مقيم هو. ٽئي پنهنجي وقت جا وڏا محدث مڃيا ويا آهن. بغدادي سنڌي محدثين ۾ (۱۸) ابو ابراهيم اسماعيل بن سنڌي "الليل" البغدادي پڻ مشهور محدث هو. (۱۹) ٻئي هڪ سنڌي محدث اسلم بن سنڌي جا صحيح بخاري ۾ حوالا ڏنل آهن.

چوٿين صدي هجري مطابق ڏهين صدي عيسويءَ ۾، بغداد جي سنڌي مهاجرين وڏا محدث پيدا ڪيا جن سنڌ کان ٻاهر پنهنجو نالو روشن ڪيو: "خراسان" ۾، (۲۰) " رجاء سنڌي" انهن جو مورث اعليٰ هو جنهن سنڌ مان هجرت ڪري، نيشاپور ۾ سلسلہ درس و تدريس شروع ڪيو. (۲۱)

سندس فرزند ابو عبدالله محمد ۽ انهي جي ٻن ڄاڻن فرزندن، ٻنهي جا نالا (۲۲ ۽ ۲۳) " ابوبڪر" هئا، انهن علم حديث ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪئي. وڏو ابوبڪر محمد بن محمد رجاء سنڌي ( متوفيٰ ۲۸٦ هه / ۸۹۹ع) حافظ الحديث هو. " صحيح مسلم" جي تتبع تي سندس ڪتاب " مستهنج عليٰ صحيح مسلم" هڪ اهم تمثيل شمار ٿئي ٿي. هنن سنڌي محدثن ۾ ۲۴ مزيد مشهور محدثين ( ڪل ۴۷) جا نالا معلوم ٿي سگهيا آهن: (۱) ابوبڪر احمد بن قاسم ابن سنڌي (۲) ابو الفوارض احمد بن محمد بن حسين سنڌي مصري ( متوفيٰ ۹۲۰ / ۳۴۹هه) ۽ (۳) ابراهيم بن علي سنڌي بغدادي ، علم حديث تي سند مڃيا وڃن ٿا. (۴) اسماعيل بن عيسيٰ بن فرخ سنڌي، (۵) موليٰ بن لقيتين، (٦) اسماعيل بن محمد بن رجاء سنڌي نيشاپوري ، (۷) هبيش بن سنڌي بغدادي، ( ۸) ابو بڪر سنڌي حويمي بغدادي، (۹) سنڌي بن ابو هارون، (۱۰) ابو نصر سنڌي بن ابان بغدادي (۱۱) سنڌي بن عبدويه ڪلبي رازي خراساني، (۱۲) عبدالله بن حسن بن سنڌي اندلسي ( متوفي ۳۳۵ هه / ۹۴٦ع)، ( ۱۳) عثمان سنڌي بغدادي ، ( ۱۴) علي بن بنان سنڌي بعدادي، ( ۱۵) ابو عباس فضل بن سقيم بن سيمه سنڌي، ( ۱٦) ابولاحسن محمد بن عبدالله سنڌي بصري، ( ۱۷) ابوالقاسم منصور بن محمد سنڌي اصفهاني، ( ۱۸) ابو محمد موسيٰ بن سنڌي جرجاني بڪرآبادي، ( ۱۹) ابو محسن نصر الله بن احمد بن قاسم بن سيمه سنڌي بغدادي ( متوفيٰ ۴۳۳ هه / ۱۰۴۱ع)، (۲۰) هبته الله بن سهل سنڌي اصفهاني، ( ۲۱) ابو جعفر سنڌي، ( ۲۲) يزيد بن سنڌي مصري، ( ۲۳) علي بن عبدالله بن سنڌي ۽ ( ۲۴) علي بن اسماعيل. سنڌي.

عرب دور ( ۱۰۲۵ / ۱۰۱۰ - ۷۱۲ع) ۾، سنڌ اندر " ديبل" کان علاوه عرب آبادڪارن جا اڏيل شهر " منصوره"، بيضاءُ"، " بقان" ۽ "محفوظه" عالمن جي طفيل تاريخ جي ورقن تي موجود آهن. " منصوره" جي عرب دور جي نون سالن ( ۷۳۷ - ۷۲۸ع) ۾ " منصوره" سنڌ جو تخت گاهه هو.

ايراني ۽ عرب تاريخنويسن ۽ جاگرافيدانن " عرب دور" ۾ سنڌ جا

مطالعاتي دورا ڪيا. سندن تحريرون ۽ تصنيفون انهي دور جي سنڌ جي تاريخ تي بنيادي مواد فراهم ڪن ٿيون. انهن ۾ المسعودي، الاصطخري، ابن حوقل ۽ البشاري المقدسيءَ جا نالا اچ ٿائين سنڌ جي تاريخي حوالن ۾ استعمال ٿين ٿا. ابوالحسن علي " المسعودي" ( متوفي۹۵۷ع) جو ڪتاب "مروج الذهب" هڪ مستند تاريخي ماخذ آهي ۽ کيس " عربن جو هيرو دوٽس" چيو وڃي ٿو. هن " منصوره" ۽ " ملتان" جو دورو ڪيو. سندس ڪتاب جو اردو ترجمو ٿي چڪو آهي. (اسلامي، - ايضا - ص ۱۳٦۰) "المسعودي" سنڌ جي شهرن، سماجي، ثقافتي ۽ درباري زندگي ۽ عربن جي فوجي طاقت بابت مفصل احوال ڏنو آهي. هن " ملتان" ۽ " منصوره" جي حڪمرانن جا نالا ڏنا آهن ۽ هڪ دلچسپ مغالطي جو پڻ ازالو ڪيو آهي، جيڪو " سنڌوندي" بابت ان وقت عام هو: انهي مغالطي موجب " سنڌو ندي" ۽ "نيل درياهہ" هڪ ئي منبع مان نڪرن ٿا، جاڪاڻ تہ ٻنهي ۾ واڳون رهن ٿا. اهو مغالطو ابو عثمان الجاحظ ( ۸٦۸ -- ۷۷٦ع) ڏانهن منسوب آهي. المسعودي ( متوفي ۹۵۷ع) انهيءَ کي سائنسي ۽ جاگرافيائي بنيادن تي رد ڪيو. هن " المنصوره" شهر جي تعمير بابت، مقامي معلومات کي قلمبند ڪيو آهي. جديد - سنڌ جي تاريخ تي " المسعودي" جو ڪتاب " مروج الذهب" هڪ بيحد اهم ماخذ آهي. (۲) ابو اسحاق ابراهيم ابن محمد الفارسي الاسطخري ( ۹۵۰ع)، المسعودي بعد، سنڌ جو دورو ڪيو. سندس ڪتاب " المسالک والممالک" ۾ سنڌجي متعدد شهرن جو احوال تفصيل سان قلمبند ڪيل آهي، جنهن ۾ " هباري بادشاهيت" هيٺ سنڌ جي عام حالات جو پڻ ذڪر ڪيل آهي. سندس بيان مطابق انهي زماني ۾ " سنڌ" پنجن رياستن ۾ ورهايل هئي: ملتان، منصوره، ٻڌا، خضدار ۽ مڪران، پنج ئي رياستون آزاد خود مختيار ملڪ هئا. " ملتان" ۾ اسماعيلي حڪومت قائم هئي، جنهن جي هٽ هيٺ جنوب مشرقي پنجاب جو علائقو هو. " منصوره" جي هباري شاهي خاندان موجوده سنڌ جي سرحدن اندر بادشاهي ڪئي ٿي. " ٻڌا" ۾ موجوده مري - بگٽي بلوچستاني علائقو شامل هو. خضدار موجوده قلات رياست جو نالو هو ۽ مڪراني بلوچ پنهنجي سردار جي حڪمراني هيٺ " مڪران" ۾ آزاد ۽ خود مختيار هئا. ( ڊاڪٽر

ممتاز حسين پٺاڻ. " سنڌ — عرب دور" س – ا – ب ۱۹۷۸ع ، ص ۱۲). انهن خود مختيار ملڪن کان علاوه سنڌ جي باقي سرزمين تي عرب آبادڪارن جون ننڍيون رياستون. " سندان" ۽ "مشڪي" جي نالن سان قائم هيون ۽ مڪران جي ساحل سان پڻ هڪ عرب رياست موجود هئي.

عرب دور ( ۱۰۲۵ / ۱۰۱۰ – ۷۱۲ع) جي اختتام وقت سنڌي قبيلن جون بہ ڪافي خود مختيار رياستون قائم هيون: (۱) ينپور (۲) برهمڻ آباد (۳) سيوهڻ (۴) دربيلو ( ڏيرو) (۵) اروڙ. (٦) مائڪتارا (۷) همہ ڪوٽ ( همون ڪوٽ) ( ۸) روپاهہ ( ۹) ياگناڙي وغيره ۾ مقامي قبيلا آزاد ۽ خود مختيار هئا. سن ۳٦۷ هہ / ۹۷۷ع ۾ ابن حوقل بغدادي، سنڌ جو پهريون جاگرافيائي نقشو تيار ڪيو، جنهن مطابق ان وقت سنڌ ائين رياستن ورهايل هئي: (۱) مڪران، (۲) مشڪي (۳) منصوره (۴) ملتان (۵) طوران، ( ٦) وهند (۷) قنوج ۽ (۸) ٻڌيہ.

(۳) "ابن حوقل" ، محمد ابن ابي القاسم النسيبي ( ۹۷۷ — ۹۳۴ع) جي ڪتاب "صورة الارض" ۾ سنڌ جي همعصر حالات تي ڪافي مواد موجود آهي. جيڪو " الاصطخري" جي بيانن مطابق آهي. مزيد هن ايراني مورخ ۽ جاگرافيدان سنڌي جت ( زط) ۽ ميد قبيلن جو احوال ڏنو آهي جيڪي ان زماني ۾ " بلوچستان" ۽ " تر" ۾ آباد هئا. هن سنڌ جو پهريون نقشو تيار ڪيو (۴) سنڌ متعلق ٻيو اهم ذريعو "البشاري المقديسيءَ" جي تصنيف " احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم" ( تاليف ۹۹۰ – ۹۸۵ع) آهي. انهيءَ دور ۾ سنڌ جي خوشحالي، اقتصادي، تجارتي ۽ فني ترقي جو بيان ڪندي لکي ٿو تہ " هذا اقليم ( اقليم السند) الذهب ( سون) والتجارات (تجارتن) والعقاقير ( جڙين ٻوٽين) والالات ( اوزارن) والفانيذ الخيرات ( خيرات ڏيڻ) والآت لات ( چانورن) والاعجوبات (عجائبن) ...." (جو ملڪ آهي) ( السلسلة الجغرافيه ۱، احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم للمقدسي... بيروت ۱۹۸۷ع ص، ۳۵۸، ۳٦۲ – ۳۵۸: اقليم السند). سندس دوري جو سال تقريبا ۳۵۰ / هہ ۹٦۱ع آهي. هن "سنڌو ندي" جو خاص ذڪر ڪيو آهي، سندس بيان مان ظاهر ٿئي تہ ان زماني ۾ سنڌ اندر شيعہ مذهب تيزيءَ سان پکڙجي رهيو هو، جيڪو ملتان

جي اسماعيلي حڪومت جو ڪارنامو هو. ٽيون سياح مورخ ابن خراذبه، (۹۱۲ - ۸۲٦ع) هو، جنهن جوڪتاب " المسالک والممالک" ( ۲۳۲هه / ۸۴٦ع) سنڌ جي شهرن، پيداوار، مذهبي صورتحال ۽ سنڌي عوام جي ثقافتي زندگي بابت، شايد پهريون ، مستند ذريعو آهي. چاٿايل ڪتابن جا انگريزي ترجما ٿي چڪا آهن. انهن جي بنياد تي سنڌ جي تاريخ کي ڏهين صدي عيسويءَ تائين ڪجهه قدر تفصيل سان مرتب ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ دور ۾، (۵) ابو حنيف احمد ابن دائود الدينوري (متوفي ۸۸۹ع) "اخبار الطوال" مرتب ڪئي . انهيءَ ۾ حضرت آدم عليه السلام کان عباسي خليفي المعتصم جي دور ( ۸۴۲ — ۸۳۳ع) تائين تاريخ بيان ڪئي وئي آهي، جيڪا ايتري قدر مستند نه آهي جيتري قدر مٿي بيان ڪيل ڪتاب آهن. هن ڪتاب ۾ ٻن مختلف هنڌن تي " سند" جو نالو مليو ٿو

(۱) سنڌ ۽ هند، حام بن نوح ( عليه السلام) جي سٺن پٽن مان ٻن جا نالا آهن ( اردو ترجمو، پروفيسر محمد منور، اردو سائنس بورڊ،لاهور ۱۹۸٦ع ، ص ۸۳). (۲) " هند و سندهه" ، حبشه ۽ ٻين ڪاري چمڙي وارن جي علائقن، جي ابراضي ڇهه هزار فرسخ ( ڪل زمين ۲۴ هزار فرسخ) آهي. ( - ايضا - ، ص ۱۲۵). (۳) ابو مسلم خراسانيءَ، مغلس بن سريءَ کي "طخارستان" جي حڪومت جو پروانو ڏنو، ابو منصور حاڪم طخارستان، مقابلو ڪيو، ليڪن هارائي ڀڄو، " هي جمعيت ( ابو منصور ۽ سندس فوج) ريگستان ۾ وڃي ڦاٿي ۽ اڃ وگهي مري وئي. اهڙي طرح جڏهن نه " مغلس" ملڪ سنڌ جي دروازي تي ديرو وجهي ڇڏيو." ( - ايضا - ص ٦۱۷)

عرب دور جي اسلامي مبلغين ۾ " گجي ( ضلع ٺٽو) کان ۳ ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه طرف مدفون، مولانا ابو حفص ربيع محدث بصري ابن ربيع السعدي البصري ( متوفي ۱٦۰ هه / ۷۷۷ع ) جو نالو سنڌ جي تاريخ جو حصو آهي. ڪيس مقامي طور تي شيخ ابو تراب يا مختصر " شيخ ترابي" سڏيو وڃي ٿو. مقبره سالم حالت ۾ بيٺل آهي ۽ مجاور مقرر ٿيل آهن. پر ۾ " ڪڇي" ڳوٺ آهي. جيڪو " ناري" ۽ " لتي" شهر جي ڦٽڻ بعد اتي آباد ٿيو. اتان " رسول آباد" ( يا محمد طور ثاني) جي آثارن ويجهو آباد ٿيل ڳوٺ، " ڪوڙي" نزديڪ آهي. مقبره جي تعمير جو سال ۱۷۱ هه / ۸۸ -

۷۸۷ع آهي. پرسان هنن بزرگن جون مزارون آهن: چتو مشائخ ، پير ڪپور، پيرڊادن، قبول حبشي ، شيخ قندزراني، لال جوان.

" سيستان" ( ڏکڻ ايران) خليفہ هارون الرشيد جي دور ( ۸۰۹ - ۷۸۶ع) ۾ بہ مقامي سردارن جي هٿ هيٺ هو. خارجين هت ديرو دمايو هو. جن جي مقابلي ۾ مقامي قبيلن يعقوب سفار ( تاتاري) جي قيادت هيٺ محاذ قائم ڪيو. هنن سيستان مان طاهري حاڪم خراسان جي نائب کي تڙي ڪڍيو ۽ اتان خارجين جي شورشن کي ختم ڪيو ( ۸٦۰ع). سن ۸٦۷ع ۾ هرات جي طاهري حڪمران مٿن حملو ڪيو. يعقوب سفار خليفي کي تحفہ تحائف ڏئي پنهنجي پاسي ڪيو، جنهن کيس " ڪرمان" جو صوبو عطا ڪيو، ليڪن ساڳئي وقت پارس ( فارس) جي حاڪم علي ابن حسين کي بہ ساڳيو پروانو ڏنو ويو. يعقوب سفار، علي بن حسين کي، ۲٦ اپريل ۸٦۹ع تي شڪست ڏئي سندس دارلحڪومت "شيراز" تي قبضو ڪيو. بعد ۾ هن افغانستان ۾ اسلام جي تبليغ لاءِ ڪوشش ڪئي. ۸۷۱ع ۾ پارسين فارس تي ٻيهر حملو ڪيو تہ خليفي کين مغرب طرف وڌڻ کان روڪڻ لاءِ " بلخ" "ترڪستان" ۽ " سنڌ" جي حڪمراني جو پروانو ڏنو. ( بروڪلمن هسٽري ص ۱۳۵) جيڪو هن قبول نہ ڪيو ۽ سنڌ ۾ عرب هباري خاندان جي بادشاهت قائم ٿي.

## اسلام جي اشاعت:

سنڌ جي عرب دور جو احوال نامڪمل رهندو، جيستائين، مختصر ترين سهي، سنڌ ۾ اسلام جي اشاعت ۽ اسلامي تعليم جي فروغ جو ذڪر نہ ڪيو ويندو. اهو هڪ دلفريب انداز هو، جنهن تاريخ کي عملي ثابتي فراهم ڪئي تہ اسلام، تلوار نہ پر قلم ۽ ڪلام ذريعي، انساني اخلاقي بنيادن تي، پکڙيو. " اسپين" ۽ " سنڌ" هڪ ئي وقت اسلامي حڪومت هيٺ آيا. "اسپين" ۾ اسلام جو فروغ نسبتا آسان هو، ڇاڪاڻ تہ اڪثريتي مسيحي آباديءَ ۾عبراني مذهب جا اصول اڳئي واضح هئا. ليڪن سنڌ ۾ هند جي مذهبن ، هندومت، " ٻڌ " ۽ " جين" ڌرمن، جو گهوارو هو. تاهم

سنڌي بت پرستن جا اسلام کان اڳي عربن سان مذهبي ۽ تجارتي تعلقات رهيا هئا. " ڪعبہ" ۾ سنڌي بہ حج ڪرڻ ۽ پنهنجا بت پوڄڻ ويندا هئا ۽ عرب، سنڌ جي ساحل سان تجارت خاطر، ايندا ويندا هئا. لاڙ ۽ مڪران جي ملاحن ۽ جتن سان سنڌن مستقل تجارتي تعلقات قائم هئا. فريزر جي تحقيق مطابق " ڳاڙهي سمنڊ ( بحر احمر) جي بندرگاهن، " ميوز" ۽ "هموز" کان، ساليانو هڪ سؤ ويهہ (۱۲۰) تجارتي بحري جهاز "مڪران" جي ڪناري ۽ " مهران" ( سنڌو ندي) جي ڊيلٽا ڏانهن ويندا هئا." ( آر - ڊبليو فريزر، " د برٽش انڊيا"، لنڊن ۱۸۹۸ع، ص ۵ بحوالہ " د پيريپلس آف ارٽريئن سي" اصل يوناني زبان مان انگريزي ٻولي ۾ ترجمو ڪيل، نيويارڪ ۱۹۱۲ع، ص ۱۸، ۽ پلني ( متوفي ۷۹ع) جي حوالي سان) اها هڪ مستند تاريخي حقيقت آهي.

سنڌ جي هڪ داخلي ذريعي، " گنجينہ جهان نما"( فارسي قلمي، تاليف مخدوم محمد عاقل عباسي، سنڌي ترجمو مخدوم حاجي شفيع محمد ( قلمي) ص ص ۴ ۽ ۵) مان معلوم ٿو ٿئي تہ " هجرت جي اٺين سال (۶۳۰ع) آنحضرت صلي الله عليہ وسلم پنج اصحابي ( مبلغ) اسلام جي تبليغ واسطي سنڌ ڏانهن موڪليا، جن جو اڳواڻ " ابو رافع" هو. ابو رافع حيدرآباد ( نيرون ڪوٽ) ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شريف حيدرآباد ۾ قلعي جي پرسان بزار ( شاهي بزار جي منڍ) وٽ هڪ زيارت گاهہ آهي، سندس هڪ ٻيو رفيق جنهن جو نالو تاريخ مان معلوم ٿي نہ ٿو سگهي، تنهن پڻ "سنڌ" ۾ وفات ڪئي، جنهن جي تربت ٺٽي ۾ مڪلي ٽڪريءَ تي آهي. باقي ٽي اصحابي ( مبلغ) موٽي رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي خدمت اقدس ۾ وڃي حاضر ٿيا. حيدرآباد ( نيرون ڪوٽ) جي شهر مان ڪن تورن ماڻهن ڳجهي طرح اسلام ( تي ايمان ) آندو."

سنڌين جا، تاريخ جي دور کان اڳ ، ايرانين سان نہ فقط ثقافتي ۽ تجارتي تعلقات هئا پر عسڪري ۽ سياسي طور تي پڻ هي بہ قومون پاڻ ۾ منسلڪ هيون. جڏهن اسلامي فوجون ايران فتح ڪري رهيون هيون، تڏهن سنڌ جا " جت" ۽ "ميد ( ملاح)" ايراني فوج ۾شامل هئا. مولانا سيد سليمان ندوي جي تحقيق مطابق " مهاڀارت جي زماني ۾ بہ هندستان ۾

اهڙا ماڻهورهنداهئا جيڪي عربي زبان کان واقف هئا.... هڪ وڏي پنڊت انهيءَ ( حقيقت) کي مڃيو آهي.." ( عرب اور هند ڪ تعلقات ڇاپو ١٩٨٧ع. اردو اڪيڊمي سنڌ، ڪراچي، ص ٣٥ - ٣٤). " هڪ حديث ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ عبدالله بن مسعود رض اصحابي . آنحضرت صلي الله عليه وسلم سان گڏ. هڪ خاص شڪل ۽ صورت جي ماڻهن کي ڏٺو هو، جن بابت هن ٻڌايو تہ " انهن جي شڪل جاٽن ( جٽن) وانگر هئي" ( بحوالہ ترمذي ابواب الامثال) ..... ايرانين جڏهن شڪست کاڌي تڏهن هنن بهادر جاٽ ( زط) سپاهين، هوا جو رخ ڏسي، چند شرطن تي مسلمانن جي لشڪر ۾شامل ٿيا... سندن وڏي عزت ڪئي ( وئي) .... حضرت علي رض "جنگ جمل" جي موقعي تي " بصره" جو خزانو انهن جاٽن ( جٽن) جي نگراني هيٺ ڏنو هو. ( بحوالہ تاريخ طبري) امير معاويہ انهن کي رومين جي مقابلي لاءِ " شام" جي ساحلي شهرن ۾ آباد ڪيو ۽ وليد بن عبدالملڪ پنهنجي زماني ۾ انهن کي " انطاڪيہ" ۾ رهايو. ( بحوالہ بلاذري) ( عرب و هند ڪ تعلقات، ايضا ص ص ٣٦ - ٣٥)

عربن ۽ سنڌين جي باهمي اعتماد جو مثال، عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ، عرب قبيلي " بنو اسامه" جو سنڌ ۾ اچي " راجا ڏاهر" جي پناهہ وٺڻ آهي. سندن سردار " محمد علافي" جڏهن اموي نائب "سعيد بن اسلم ڪلابي" کي قتل ڪري قبيلي سميت فرار ٿيو، تڏهن هن سڌو " سنڌ" جو رخ ڪيو. ( مزيد احوال مولانا اعجاز الحق قدوسي جي تاريخ سندھ، ج١ ص ٥٣ تي ملاحظہ ڪجي) سنڌ تي عربن جي حملي جا مختلف اسباب بيان ڪيا وڃن ٿا، ليڪن تاريخي لحاظ کان، مڪران ۽ بلوچستان تي قبضي ڪرڻ بعد، عرب عسڪري ۽ سياسي سربراهن جي نظر ۾ هن جاٽل سجايل سنڌي قوم کي پنهنجي سرحدن تي آزاد حيثيت ۾ڇڏي ڏيڻ خطرناڪ ۽ خلاف مصلحت هو. حضرت عمر بن خطاب رض جي دور خلافت ۾ جڏهن اسلامي حڪومت کي انتظامي لحاظ کان منظم ڪيو پئي ويو، تڏهن " بحرين" ۽ " عمان" جي والي، عثمان بن ابي العاص ثقفي، سنڌ جي ساحلي علائقي تي حملي ڪرڻ لاءِ هڪ بحري جنگ ٻيڙو تيار ڪيو، ۽ " ٺاڻي" بندر تي قبضو ڪيو ( ٦٣٧ع). حضرت عمر رض انهي

ڪاروائي کي رد ڪندي لکيو تہ " اي برادر ثقفي ! تو اها فوج نہ رواني ڪئي هئي بلڪ گويا هڪ ڪيڙي کي ڪانيءَ تي ويهاري سمنڊ ۾ ڌڪي ڇڏيو هو. الله جو قسم! جيڪڏهن اهي مسلمان ڪنهن آفت جو شڪار ٿي وڃن ها، تہ سنڌن پلاند تنهنجي قبيلي سان ڪيان ها". ( مولوي نور محمد نظامائي، " سنڌ جي تاريخ" ياڱو پهريون، سنڌ الاجي ۱۹۸۸ع ص ص ۱۰۱ - ۱۰۰) تاهم عرب جنگجو باز نہ آيا: عثمان ثقفي جي ڀاءُ مغيره، "ديبل" تي حملو ڪيو. ٻئي ثقفي برادر " حڪم" " بروص" ( بروچ - گجرات) تي حملو ڪيو. اهي حملا سنڌ جي ساحل تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪارگر نہ ٿيا. پوءِ بہ آخري فتح ( ۷۱۲ع) ڪان اڳ ڪل ۱۴ حملا ڪيا ويا هئا. ( - ايضا -)

آخري فتح ، سنڌين تي عربن جي عسڪري فوقيت جي سبب حاصل نہ ٿي ٿي، بلڪ اها سنڌ ۾ " ٻڌ" ۽ " برهمڻ" فوتن جي باهمي رساڪشيءَ جو نتيجو هئي. " نيرون ڪوٽ" ( حيدرآباد) ۽ ٻين ٻڌ آباديءَ وارن علائقن ، عربن جي مقابلي بجاءِ سنڌن مهائتا ڪئي.

سنڌ تي فوجي ۽ سياسي اقتدار حاصل ڪرڻ، " سنڌي قوم" تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ ڪافي نہ هو. اها حقيقت فاتح سنڌ غازي محمد قاسم کي چڱي طرح معلوم هئي. هن پنهنجي دور ( ۷۱۵ - ۷۱۲ع) ۾ سنڌين کي "اسلام" طرف راغب ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. اسلامي طور طريقن مطابق مثالي ڪردار پيش ڪرڻ ڪان علاوه، مسجدن ۽ مدرسن جو تڪڙو اهتمام ڪيو ويو. ديبل، نيرون ڪوٽ ( حيدرآباد)، سيوهان (سيوهڻ)، برهمن آباد، الور ( اروڙ)، ملتان، ديبالپور ۽ قنوج ۾ جامع مسجدون ۽مدرسا تعمير ڪيا ويا. جني " مواعظ" ۽ " مؤذن" سرڪاري پگهار تي مقرر ڪيا ويا. تاهم اهي فقط اسلامي لشڪر کي واعظ ۽ نماز جو انتظام ڏئي سگهيا. سنڌي محض محمد بن قاسم ۽ سندس ماتحت عملدارن جي اخلاق ڪان متاثر هئا ۽ ٿي سال پرامن شهري ٿي رهيا. محمد بن قاسم جي نهايت نامناسب معزولي بعد، اموي خلافت ۽ سنڌي قوم جي وچ ۾ اٿبٽت شروع ٿي. اموي نائب حڪمران، بجز چند، اسلام جي فروغ ۽ اشاعت ڪان وڌيڪ، " جزيہ" جي وصولي ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا. انهن مان

ڪي سنڌين هٿان ماريا ويا ۽ ٻيا اڪثر ٽڪرا تبديل ٿيندا رهيا.

اموي خلافت ۾ هڪ سونهري دور آيو جڏهن عمر بن عبد العزيز هڪ مختصر عرصي ( ٧٢٠ -- ٧١٧ع) لاءِ خليفو بڻيو. هن حڪم جاري ڪيو ته جيڪي غير مسلم، اسلامي حڪومت ۾ ، پنهنجي مقامي آباديءَ اندر، آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيا آهن، سي جيڪڏهن اسلام قبول ڪن ته ڪين پنهنجي علائقي اندر آزاد ۽ خود مختيار تسليم ڪيو وڃي ۽ انهن کان جزيہ جي وصولي بند ڪئي وڃي. مولانا قدوسي لکي ٿو ته " خليفو منتخب ٿيڻ بعد هن ( عمر بن عبدالعزيز اموي) سنڌ جي حڪمرانن ۽ ( مشهور) زميندارن جي نالي ( ڏار ڏار) خط لکيا جن ۾ انهن کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ لکيو ته " توهان اسلام قبول ڪيو. جيڪڏهن توهان اسلام قبول ڪندا ته اسين توهان جون رياستون ۽ زمينون بدستور قائم رکنداسين. توهان جا ڏوهہ معاف ڪيا ويندا. توهان سان مسلمانن جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو ۽ اسين توهان (سنڌين) کي پنهنجو ڀاءُ سمجهنداسين، ۽ توهان جا اهي فرض هوندا جيڪي ( ٻين) مسلمانن جا آهن." ( قدوسي - ايضا - ، ص ٢٣٨)، انهن خطن جي موٽ ۾ سيني کان اول راجا ڏاهر جي پٽ " جيسيہ" ( جيسنگهہ) اسلام قبول ڪيو. پوءِ ٻين راجائن بہ ائين ڪيو ۽ پنهنجا نالا مٽائي اسلامي نالا رکيائون. ( ايضا - ص ٢٣٩ - ٢٣٨) باقي عام سنڌين بہ پنهنجي سردارن وانگر دين اسلام قبول ڪيو. هي دور آهي جنهن ۾ اڪثر اهي سنڌي مسلمان عالم ، محدث ۽ فقيهہ پيدا ٿيا، جن عرب دنيا ۾ مڃتا حاصل ڪئي.

فاتح سنڌ، غازي محمد بن قاسم کي، معزولي بعد، " واسط" جي قيد خاني ۾، طرحين تڪليفون ڏئي شهيد ڪرڻ وارو، "معاويہ بن يزيد"، سنڌجو والي ٿيو هو. حضرت عمر بن عبدالعزيز، خيانت جي ڏوهہ ۾ ڪيس قيد جي سزا ڏني هئي. سندس جانشين خليفي، يزيد بن عبدالملڪ، جي دور (٧٢٣ - ٧٢٠ع) ۾ يزيد بن مهلب قيد مان فرار ٿي پنهنجي خاندان سميت سنڌ ۾ پناهہ وٺڻ آيو. سندس تعاقب ۾ آيل عرب سالار، هلال احوز تميمي، " قندابيل" وٽ هن خاندان جي هر هڪ فرد کي پڪڙي قتل ڪيو، جن ۾ محمد بن قاسم جو قاتل معاويہ بن يزيد بہ شامل هو. ( - ايضا - ص ٢٤)

خليفي هشام بن عبدالملڪ جي آغاز خلافت ( ۷۲۵ - ۷۲۴ع) ۾ جنيد بن عبدالرحمان المري کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو ويو. هن برهمڻ آباد جي آزاد سنڌي رياست ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌوندي جي ٻنهي ڪنارن تي عرب ۽ سنڌي سپاهي ڪٺا ٿيا. خوشي سان اجازت نہ ملڻ بعد جنيد زوري درياهہ پار ڪري برهمڻ آباد تي قبضو ڪيو. "جيسيہ" جو پاءُ، چچ ( ثاني) پٽ ڏاهر، پاڻ بچائي وڃي " دمشق" پهتو ۽ خليفي جي دربار ۾ شڪايت ڪيائين تہ اسين مسلمان هجڻ ۽ خلافت جي فرمان مطابق پنهنجي رياست جا آزاد ۽ خود مختيار حاڪم هوندي، اسلامي لشڪر جي بيواجبي حملي جو شڪار ٿيا آهيون. انصاف ڪيو وڃي. مصالحت ڪرائي وئي، ۽ چچ پٽ ڏاهر پنهنجي رياست برهمڻ آباد پهتو. ليڪن وعده خلافي ڪندي ڪيس پڻ قتل ڪيو ويو. ( - ايضا - ۲۴۲ - ۲۴۰).

هاڻي، هڪ طرف سنڌي قبيلا اسلام کان مرتد ٿيڻ لڳا ۽ " جزيہ" جي ادائگيءَ کان بہ انڪاري ٿيا، تہ ٻئي طرف والي سنڌ، جنيد بن عبدالرحمان، اسلام پکيڙڻ لاءِ فتوحات جو سلسلو شروع ڪيو، جنهن ۾ " ڪيرج" ، " مالوهہ" ۽ "گجرات" جون فتوحات، " بلاذري" جي تاريخ " فتوح البلدان" ( مطبوعہ مصر، ص ۴۴۷) ۾ درج ڪيل آهن. ٻي هڪ ننڍي رياست " چيناپيٺ" (شايد، " چناپيٺ") ، جيڪا " بياس ندي" جي مغربي ڪناري طرف واقع هئي، جڏهن فتح ڪئي وئي، تڏهن معلوم ٿيو تہ قلعي اندر باهہ جا اڇلايل تير وسائڻ وارا بہ عرب هئا. جيڪي سنڌين جي دفاع ۾ مدد ڪري رهيا هئا. "جنيد" انهن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ( مولانا ابو ظفر ندوي " تاريخ سنڌهہ" ، بحوالہ ايلٽ، قدوسي، - ايضا - ص ۲۴۳) " جنيد" جي "سنڌ" ۾ فتوحات جي نتيجي ۾ اسلام جي اشاعت بجاءِ سرڪاري خزاني ۽ غلامن جي تعداد ۾ بيپناهہ اضافو ٿيو. " تاريخ يعقوبي" ۾ ڄاڻايل آهي تہ جڏهن خليفي هشام، سنڌ جي والي "جنيد بن عبدالرحمان" کي لکيو تہ رومين سان لڙائيءَ ۾ ڪثير چوپايو مال ۽ قيدي، مسلمانن کي هٿ لڳا آهن، تڏهن هن جواب ۾ لکيو تہ " مونکي پنهنجي دفتر جي اعداد و شمار مان معلوم ٿيو آهي تہ مون هن وقت تائين ساڍا ڇهہ لک قيدي بنايا آهن ۽ اٺ ڪروڙ درهم شاهي خزاني لاءِ موڪلي چڪو

آهيان ۽ ايتري تعداد ۾ رقم ۽ قيدي ( غلام ) سپاهين ۾ ورهائي ڇڏيا اٿم."
( "يعقوبي" ج ۲ ، ص ۳۸۰. حوالو آندل، مولانا ابو ظفر ندوي - ايضا - ص ۱۳۴، مولانا قدوسي، - ايضا - ص ۲۴۴) سن ۷۳۰ع ۾ کيس ترقي ڏئي " خراسان" جو والي مقرر ڪيو ويو، جتي پنج سال حڪومت ڪرڻ بعد معزول ٿيو ڇاڪاڻ تہ "فاضله بنت يزيد بن مهلب" معتوب اهلڪار جي ڌيءُ، سان شادي ڪيائين . پوءِ " مرو" جي شهر ۾ " استسقاءَ" ( الي - اج) جي مرض ۾ هيءَ دنيا ڇڏي ويو.

عباسي خليفي المعتمد جي دور ( ۸۹۲ - ۸۷۰ع) تائين سنڌ، هڪ ڏوراهين گهٽ پيداواري صوبي ۽ باغي سنڌي قبيلن جي ملڪ جي حيثيت ۾، اسلامي خلافت جو هڪ نالي ماتر حصو بني رهي. انهيءَ دور ۾ سنڌي مسلمان معلمن ۽ فقيهن لاءِ " سنڌ" کان ٻهتر ماحول، ٻاهرين اسلامي علوم جي مرڪزن ۾، ميسر هو.

سال ۸۷۵ع ۾ عباسي خليفي المعتمد علي الله ( ۸۹۲ - ۸۷۰ع) سنڌ صوبو، منصوره جي عرب هباري خاندان کي موروثي بادشاهيت طور بخشش ڪيو. انهي شاهي خاندان جي پڇاڙيءَ تي تاريخدانن ۾ اختلاف آهي. بعض عالم انهيءَ راءِ جا آهن تہ سن ۱۰۱۰ع ۾ جڏهن سلطان محمود غزنوي ملتان فتح ڪري اتي اسماعيلي حڪومت جو انت اندو، تڏهن اسماعيلي فوجن منصوره جي هباري حڪومت تي قبضو ڪيو ۽ اتي سنڌ جي سومرا اسماعيلي قبيلي کي اقتدار ۾ آندو. ٻين عالمن جي راءِ ۾ "منصوره" جو آخري بادشاهہ " خفيف" جو تعلق هباري شاهي خاندان سان هو، جنهن کي سلطان محمود غزنوي ۱۰۲۵ع ۾ ختم ڪيو. پهرين راءِ زياده معتبر آهي. ابن الاثير جي تاريخ الڪامل ۾ لکيل آهي تہ " ...... ۽ سلطان منصوره جو قصد ڪيو. هتان جو والي اسلام کان ڦري ويو هو......" ( ج ۹، ص ۱۱۹، جاڻايل مولانا قدوسي، ج۱ ، ص ۳۲۳) اسلام کان ڦري وڃڻ جو اشارو اسماعيلي تحريڪ ۽ انهيءَ ۾ شامل سنڌ جي سومرا خاندان ڏانهن آهن. بعد ۾ سومرن، اچ شريف ۾ سيد جلال سرخ بخاري سهرورديءَ صوفي ( ۱۲۹۱ --- ۱۱۹۸ع) جي اثر هيٺ سني عقيدا اختيار ڪيا.

## غزنوي، غوري ۽ غلام گهراڻي جو دور:

سنڌ تي غزنوي اقتدار قائم رهي نہ سگهيو. مقامي قبيلن سومرن، سمن، جتن، ملاحن ( ميدن) وغيره، " لاڙ" يعني ڏکڻ سنڌ ۾ غزنوي حڪومت هلڻ نہ ڏني. فقط اتر سنڌ ۾ سلطان عبدالرشيد جي لاهوري حڪومت جو نالي ماتر قبضو رهيو، جيڪو هن سال ۱۰۵۱ع ۾ بددلي ۽ مايوسي سبب ختم ڪري ڇڏيو ۽ اتي هڪ مقامي راجا مکي دلوراءِ پٽ همير، جي بادشاهي قائم ٿي. سنڌ جي لوڪ ادب ۾ " دلوراءِ" جو ڪردار، بداخلاقي ۽ ظلم سان منسوب آهي. هن دور تي ڪافي تحقيق ٿيل نہ آهي، تاهم تاريخ جو هي خال، جيڪو هڪ سوا صدي ( ۱۱۷۶ - ۱۰۵۱ع) تي محيط آهي، سنڌ ۾ ڪنهن ڌاري حڪومت جو ڏس پتو نہ ٿو ڏئي. سال ۱۱۷۶ع ۾ سلطان شهاب الدين محمد غوري جي غلام سپهہ سالار قطب الدين ايبڪ، ٽن مهينن اندر، سنڌ فتح ڪئي ۽ " سيف الملوڪ" نالي هڪ والي سنڌ تي مقرر ڪري ويو. سال ۱۲۱۰ع ۾ هڪ ٻئي غوري غلام ناصر الدين قباچہ ملتان تي قبضو ڪري ديبل تائين پنهنجي ڌار حڪومت قائم ڪئي، جنهن کي دهلي جي غلام سلطان " التمش" سال ۱۲۲۸ع ۾ ختم ڪيو ۽ " سنڌ" دهلي جي غلام گهراڻي جي قبضي هيٺ آئي، اهو قبضو غير موثر هو. " التمش" جو مقرر ڪيل والي " نظام الملڪ" مقامي قبيلن جي بغاوت کي دٻائڻ ۾ ناڪام ٿيو ۽ ۱۲۳۴ع ۾ نور الدين محمود کي سنڌ جو والي بنايو ويو. سنڌ جا حالات پوءِ بہ بي قابو رهيا. يارهن سالن (۱۲۴۵ --- ۱۲۳۴ع) جي ناڪامي بعد، نور الدين محمود جي جاءِ تي هڪ فوجي جنرل جمال الدين مقرر ڪيو ويو. سلطان علاؤالدين مسعود، بکر جي قلعي ۾ منزل انداز ٿيو. " طبقات ناصري" جو مؤلف، ابو عمر منهاج الدين فوزجاني، ان وقت سندس اتالي ۾ شامل هو. سندس بيان مطابق جنرل جمال الدين کي مڪمل اختيار ڏنو ويو تہ هو سنڌ جي باغي قبيلن کي برباد ڪري ڇڏي. پنج سال گذريا، دهلي جي تخت تي سلطان ناصرالدين، درويش بادشاهہ، رونق افروز هو ۽ سنڌ صوبي ڪان بدستور پريشان ڪندڙ خبرون اچي رهيون هيون. سلطان فيصلو ڪيو تہ سرزمين تي

پهچي ڪو ازالو ڪجي. سال ۱۲۵۱ع ۾ سلطان ناصرالدين بکر جي قلعي ۾ منزل انداز ٿيو. دهلي سلطنت جو هي پيو سلطان هو، جنهن کي ايئن ڪرڻو پيو. "بکر" منزل تي فيصلو ڪيو ويو تہ سنڌ صوبي کي ٻن سرڪارين ۾ ورهائجي، هڪ بدستور " بکر" ۾ قائم رهي ۽ ٻي " سيوهڻ" ۾ قائم ڪرڻ گهرجي. بکر سرڪار تي سلطان سنجر صوبيدار مقرر ٿيو ۽ نئين سيوهڻ سرڪار جو صوبيدار، غلام جنرل قتلغ خان کي مقرر ڪيو ويو.

سال ۱۲۵۱ع ۾ " سيوهڻ سرڪار" جو قيام خاص غور طلب آهي اُن وقت سيوهڻ ۾ جيسرسومري جي بادشاهي هئي، جيڪو عياشي ۽ بددماغي سبب " چرپٽ راڄا" سڏيو ويندو هو، سيوهاڻي ان وقت بدڪاري ۽ هر قسم جي غير انساني ڪاروباين ۾ مشغول هئا، جيتوڻيڪ عرب دور کان سيوهڻ ۾ " فقهاءِ اسلام" جي نالي سان اسلامي علوم جو هڪ اداره ۽ مدرسو قائم هو، جتي اسلامي دنيا مان طالب العلم هتي اچي دستار بندي ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ هتان جا سنڌي علماءِ پوري دنيا ۾ مشهور هئا. انهن ۾ " مخدوم محمد عثمان مرندي رح" (۱۲۷۴ - ۱۱۶۲ع) خاص قابل ذڪر آهي. سندس تصانيف، ميزان صرف، اجناس، قسم دويم، عقد ۽ زبدة، سنڌ جي مدرسن ۾ درسي ڪتابن طور پڙهايا ويندا هئا. سندس مرشد دوست غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رح ( ۱۲۶۲ - ۱۱۸۶ع) دهلي سرڪار طرفان " شيخ الاسلام" جي منصب تي فائز هو ۽ غلام شاهي گهراڻو ملتاني درگاهہ جو معتقد هو. سندس عزيز واسطيدار شيخ شرف الدين، عرف " بوعلي قلندر" ( ۱۳۲۳ - ۱۲۰۶ع)، ان وقت دهلي جي "قطب مينار" هيٺان قائم ڪيل مدرسي ۾ دهلي سرڪار طرفان "فتويٰ" جي مسند تي مقيم هو. سيوهڻ ۾ جڏهن معاشرو ناقابل اصلاح ٿي ويو، تڏهن مخدوم عثمان مروندي رح ، شيخ الاسلام غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني ۽ مفتي دهلي سرڪار شيخ شرف الدين پاڻيپتي سان روبرو مليو، سندن صلاح ۽ مدد سان، سلطان ناصر الدين کي آماده ڪيو تہ هو سيوهڻ ۾ سرڪار قائم ڪري.

تاريخ ۲۲ شوال سن ۶۴۹هہ مطابق ۸ ڊسمبر سن ۱۲۵۱ع بروز جمع مخدوم عثمان مروندي رح ملتان ۽ پاڻيپت يا دهلي کان واپسيءَ تي، سيوهڻ

شهر ۾ تشريف فرما ٿيو. ساڻس گڏ قلندري فقيرن جي هڪ وڏي جماعت هئي، جن اچي سيوهڻ ۾ قلندري لعل شهبازي خانقاهہ قائم ڪئي. ساڳي سال قتلغ خان، جيسرسومرو کي شڪست ڏني، سيوهڻ ۾ دهلي سلطنت جي سرڪار قائم ڪئي. تاريخ مظهرشاهجهاني ( فارسي، تاليف سن ١٠۴۴هہ / ١٦٣۴ع) ۾ " تذکرة الفقراءَ" جي حوالي سان جاٿايل آهي تہ "سهروردي ( صوفي) خانواده جي سترهين گروهہ مان هڪ گروهہ " لعل شهبازي" آهي، جنهن جي شروعات شيخ عثمان قلندر شهباز کان ٿئي ٿي." ( قدوسي، - ايضا - ، ص ١٧٨) تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌ ۾ اسلام ۽ تصوف جي عليٰ الاعلان تبليغ ڪرڻ وارو پهريون مبلغ حضرت شيخ عثمان مرندي عرف قلندر لعل شهباز رح هو. انهي کان اڳ، اسماعيلي داعي خفيہ تبليغ ڪندا هئا ۽ سني / صوفي، مولوي ۽ شيخ پنهنجو واعظ مدرسن اندر محدود رکندا هئا.

## تبليغ جا ٻہ دور:

سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ جي تاريخ کي ٻن دورن ۾ ورهائڻ گهرجي. (١) صوفي بزرگن جي تبليغ کان اڳ، اسماعيلي داعين جي اندروني ڪاوشن ۽ اوائلي نون مسلمانن ۽ مبلغين جو دور، جنهن ۾ تبليغ جي رفتار سست هئي ۽ مقامي قبيلا، سواءِ سومرن جي، پنهنجي قديم مذهبي اعتقادن تي سختي سان قائم هئا. ۽ (٢) صوفي بزرگن جو دور، جنهن ۾ اسلام جي اشاعت منظم نموني سان ظاهر ظهور ڪئي وئي ۽ مقامي قبيلن ڪثرت سان اسلام قبوليو. پهريون دور فتح سنڌ وقت سيوهڻ ۾ چنا قبيلي جي برضاخوشي اسلام قبول ڪرڻ سان شروع ٿو ٿئي. پوءِ اٺين اموي خليفي عمر بن عبدالعزيز جي دور ( ٧٢٠ - ٧١٧ع) ۾ جيڪي سنڌي قبيلا مسلمان ٿيا، انهن مان اڪثر مرتد ٿي ويا. اسلامي حڪومت جي طرفان دين جي تبليغ ۾ لاپرواهي جو سني ۽ شيعا مبلغين ازالو ڪيو. سيد سليمان ندوي جي تحقيق مطابق " منصوره جا ماڻهو مذهبي لحاظ کان زياده تر اهل حديث ( سني) هئا. مٿن دائودي ظاهري فرقي جو اثر هو..... بعد ۾ "

علي ولي محب سادات" بہ آيا، جن جي دور ۾ شيعا مبلغ منصوره ۾ وارد ٿيا ۽ ساڳي وقت " خارجي" فرقي جا " رهبر" بہ پهتا، ليڪن انهن کي ڪاميابي حاصل نہ ٿي. شيعن ڪجهہ عرصي لاءِ " منصوره" جي حڪومت بہ حاصل ڪئي. (عرب و هند کے تعلقات، - ايضا -- ص ٣۴) سنڌ ۾ شيعا تبليغ جي شروعات، سن ٧٦١ع ۾ ، حسني امام محمد " نفس ذڪيہ" ڪئي، سندس فرزند عبدالله. جو بعد ۾ عبدالله الاشتر جي نالي سان مشهور ٿيو، گهوڙن جي واپاريءَ جي ويس ۾، سنڌ ۾ داخل ٿيو. سنڌ جو عرب والي، عمر بن حفص، مخفي طور تي اهل بيت جي دعوت ۾ شريڪ ٿيو. چار سؤ سنڌين عبدالله الاشتر جي هٿ تي بيعت ڪئي. ( مزيد معلومات خاطر ڏسجي قدوسي، تاريخ سنڌ، ج١ ، ص ص ٢٦٦ ، ٢٦٢، ۽ صديقي، تاريخ باب الاسلام سنڌ، پاڳو پهريون ، باب پهريون ص ص ٢٠ - ١٨) بعد ۾ جڏهن مصر ۾ خلافت فاطميہ قائم ٿي ۽ سنڌ ۾ هباري بادشاهہ عبدالله بن عمر (٩١٥ - ٨٨٣ع) جو راڄ هو، تڏهن " هيثم" نالي هڪ اسماعيلي داعيءَ کي روانو ڪيو ويو. هو سال ٢٧٠ هجري ( ٧٨٣ع) ۾ سنڌ اندر داخل ٿيو. بعد ۾ ٻيا داعي بہ مسلسل سنڌ ۾ ايندا رهيا. ٽئين داعي ، جلم بن شيبان، ملتان ۾ شيعہ اسماعيلي حڪومت قائم ڪئي. اهو سال ٩٨٢ع هو، جڏهن " ملتان" جي " بنوسامہ" سني قريشن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. سال ٩٨٥ع ۾ بشاري مقدسي، ملتان پهچڻ بعد لکيو آهي تہ " ملتان وارا شيعا آهن. اذان ۾ " حي علي الخير العمل" جو اضافو ڪن ٿا ۽ اقامت وقت بہ دفعا تڪبير چون ٿا". ( احسن التقاسيم، - ايضا - ص ص ۴٨٥ - ۴٨١ ۽ قدوسي، تاريخ سنڌ ج١ ، ايضا - ص ٣٠٢ ملاحظہ ڪجن). سن ١٠١٠ع ۾ سلطان محمود غزنوي " ملتان" جي شيعہ حڪومت جو خاتمو آندو ۽ شيعہ عمائدين " منصوره" ۾ صدر مقام قائم ڪيو. سن ١٠٣٣ع ۾ هڪ دروز داعي، " مقتنيٰ" جي طرفان، سنڌ جي سومرا سردار، راجپال ڏانهن لکيل خط هڪ تاريخي دستاويز آهي. تاريخ سنڌ جو برک محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ، " سومري جي پٽ راجپال ( راجہ پال) ڏانهن هڪ دروزي داعي ( مقتنيٰ) جي لکيل خط مان معلوم ٿئي ٿو تہ " سومره" جو ٻيءَ ڏاڏو يا وڏا رشتيدار، دروزي فاطمي

عقيدن ڏانهن مائل هئا. سومره جو پٽ راجپال البت اهڙن عقيدن کان پنيرو ٿي ويو هو، جنهن ڪري، ان خط ۾ سندس وڏن جي يادگيري ڏياري وئي ۽ انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي ترغيب ڏني وئي". ( سومرن جو دور.." س ا ب ۱۹۸۰ع، ص ۲۹۲). سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ جو هي پهريون دور سال ۱۰۲۵ع ۾ ختم ٿيو، جڏهن سلطان محمود غزنوي " منصوره" جي شيعه حڪمران " خفيف سومري" کي شڪست ڏئي سنڌ تي قبضو ڪيو.

(۲) تبليغ جو ٻيو دور سال ۱۰۲۵ع کان سنت پوءِ شروع ٿيو، جڏهن بر صغير جي پهرئين صوفي مبلغ ، شيخ علي هجويري، عرف حضرت داتا گنج بخش رح ( متوفي ۴۶۵هه / ۱۰۷۳ع) " لاهور" شهر کي شرف اقامت بخشيو. سندس خانقاه ۾ هزارين غير مذهب وارن سني اسلام اختيار ڪيو. ( تفصيلات لاءِ ملاحظ ڪجي اسلامي انسائيڪلوپيڊيا - ايضا - ص ص ۸٦۱ - ۸٦۰) انهي زماني ۾ " ڪڇ" ۽ گجرات ۾، سيد نور الدين "ستگر" ( متوفي ۱۰۹۵ع ) شيعه اسلام پکيڙيو. سندس بدولت "اسماعيليت" سنڌ کان ٻاهر نڪري " گجرات تائين پهتي" ( تفصيلات ، تاريخ ائمه اسماعيليه، حصه دوئم، مؤلف شيخ محمد اقبال، ص ۲۲۲ وغيره) سنڌ ۾ تصوف جي باقاعده تبليغ، شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي رح ( ۱۲۳۴ - ۱۱۴۴ع) جي بين الاقوامي سهروردي تنظيم ماتحت عمل ۾ آئي. انهي تنظيم به سنڌ طرف فوري توجه ڏنو. هڪ خاص خليفي، شيخ نوح، کي بکر جي ٻيٽ تي سهروردي خانقاه ۽ مدرسي قائم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. ٻئي خاص خليفي شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رح ( ۱۲٦۲ - ۱۱۸۲ع) ملتان ۾ سهروردي خانقاه قائم ڪئي ۽ دهلي سلطنت طرفان هن خانقاه جي عقيدت کان علاوه " شيخ الاسلام" جو منصب شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رح ۽ سندس مسند نشين لاءِ مخصوص ڪيو ويو. شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رح جي ٻن خاص خليفن، سيد جلال سرخ بخاري رح ( ( ۱۲۹۱ - ۱۱۹۸ع) " اچ شريف" ۾ ۽ شيخ عثمان مرندي عرف حضرت قلندر لعل شهباز رح ( ۱۲۷۴ - ۱۱٦۲ع) سيوهڻ ۾ الڳ خانقاهون قائم ڪيون.انهن خانقاهن جي اثر هيٺ ان دور جي سڄي سنڌ " اسلام" جي عام تبليغ هيٺ اچي وئي، جنهن ۾

سومرا قبيلي اسماعيلي مذهب تبديل ڪري سني صوفي عقائد اختيار ڪيا.

انهي دور ۾ سنڌ اندر مزيد خانقاهون قائم ٿيون مثال طور شيخ حسن ديبلي عرف حضرت پير پٺو ( متوفي ۱۲۴۸ع) جي خانقاهہ. ٺٽي شهر کان ۲۴ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ٽڪري تي سندس ابدي آرام گاهہ انهي دور جو يادگار آهي. هڪ فرلانگ اڳتي سيد عبدالهادي گرناري عرف جميعل شاهہ، عرف شاهہ ڏاتار جو مقبرو ، سندس تبليغ ۽ سندس زماني ( ۱۲۴۴ – ۱۱۸۵ع) جو شاهد آهي. "پاٽ" جا قديمي بزرگ مخدوم پير حاجي اسماعيل رح ( متوفي ۱۱۹۶ع) ۽ مخدوم پير پرڪيو ( متوفي ۱۲۰۰ع) پڻ حضرت قلندرلعل شهباز رح جا همعصر صوفي بزرگ آهن. شيخ نوح بکري رح ( متوفي ۱۲۱۴ / ۱۲۱۸ع) جي خانقاهہ. شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جي ڏوهٽي سيد محمد مڪي ( متوفي ۱۲۲۴ع) ۽ سندس خاندان سنڀالي. مجموعي طور تي سنڌ ۾ اسلام جي ڪثير اشاعت جو باعث سيوهڻ جي سرڪار، لعل شهبازي سهروردي درگاهہ، هئي، جنهن جو شيخ، حضرت مخدوم محمد عثمان مرندي رح عرف حضرت قلندر لعل شهباز سيوهاڻي رح هو. " معارج الولايہ" جي حوالي سان " خزينة الاصفياءُ" جو مؤلف لکي ٿو تہ ، .... ڪيترين ڪرامتن جي ظهور سبب هزارين ماڻهو سندس معتقد ۽ مريد ٿيا... ( بسبب ظهور خوارق و ڪرامت بسيار هزار در هزار خلق معتقد و مريد و گشت. بلڪہ تا حال از مزار ...) خزينة الاصفيا جلد۲ مؤلف مفتي غلام سرور لاهوري، ص ۴۶ – ) علامہ اقبال جو هي شعر هن حقيقت تي صادر اچي ٿو:

" اگر جهان مين مرا جوهر آشگار هوا،
قلندري سے هوا هے، تونگري سے نهين."

## سومرن جو دور ( ۱۳۵۱ -- ۱۰۲۵ع)

جڏهن سنڌ، غزنوي، غوري ۽ دهلي سلطنت جي ماتحت هئي، تڏهن سومرا قبيلو سنڌ جي لاڙ، وچولي ۽ سري تائين اقتدار ۾ پاڳي پائيوار ۽ حريف رهيو. سومرن جي اصل نسل بابت مورخين جا مختلف رايا رهيا آهن:

مير طاهر محمد نسياني لکي ٿو تہ سومرا هندو راجپوت هئا جن اسلام قبول ڪيو ليڪن رسمن رواجن، پوشاڪ ۽ نالن ۾ هندو رهيا. مولائي شيدائي جي تحقيق مطابق سومرا پرمار راجپوت هئا، جن مان " امره سومرو" پهريون مسلمان ٿيو. بشاري مقديسي، البيروني ۽ " ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا" جي مولف ڄاڻايو آهي تہ سومرا دور ۾ راجپوت قبيلا پهريون دفعو هندستان مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. تاريخ وقائع راجستان جو مولف بہ سومرن کي " پرمار راجپوت" ڄاڻائي ٿو. ايم ايڇ پنهور پنهنجي تحقيق " سورس مٽيريل آن سنڌ" ۾ دار المعارف قاهره ۾ شايع ٿيل همداني عباس جي مقالي جو حوالو ڏنو آهي، جنهن مطابق سومرا " قرمطي" هئا. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي راءِ مطابق سومرا سن ۹۷۷ع کان ۹۸۶ع جي وچ ۾ خلافت فاطميہ سان منسلڪ ٿيا، ۽ قرمطي مسلمان ٿيا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو رايو جملي آرا جو نچوڙ آهي. سندس راءِ مطابق سومرا، سنڌي ۽ عربي گڏيل نسل مان آهن. سندس استدلال آهي تہ خليفي سليمان بن عبدالملڪ جي خلافت (۷۱۷ - ۷۱۵ع) ۾، سنڌ اندر مقرر ڪيل عرب فوجن کي، اتي مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. بعد ۾ گذريل ٻن صدين دوران هنن سنڌي قبيلن مان شاديون ڪيون ۽ انهن مان پيدا ٿيل نسل پاڻ کي " سومرا" سڏايو. ( سومرن جو دور - ايضا - ص ص ۲۴۰ - ۲۳۹، لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ، مؤلف ڊاڪٽر غلام علي الانہ، ص ۱۴، پنهور ، ص ۴۳۷، شيدائي، تاريخ تمدن سنڌ، ص ۲۱۵، وغيره) سومرا دور جون ٽي صديون سنڌ ۾ اسلام جي ڪثير اشاعت، سنڌي قومپرستي ۽ سنڌي زبان ۽ تعليم جي ترويج ۾ گذريون. هن دور جي آخري حصي ۾ ، " دودي - چنيسر" جو لوڪ داستان پٽ فقيرن زباني طور تي عام ڪيو، جيڪو اڄ تائين عام آهي. تاهم هن دور جي تحريري نشاني ۽ انهيءَ دور جي سنڌي ٻولي جو نمونو، اسماعيلي داعي پير صدرالدين ( ۱۴۱۶ - ۱۳۰۰ع) جي مرتب ڪيل " گنان" مان مستند طور تي معلوم ڪري سگهجي ٿو. مثال طور، پير صدرالدين فرمائي ٿو تہ:

" شاه جو منيرو تنين کي
جنيڪي صبح ري جاڳن

صـــــــبح ري نہ جاڳيـــــا
تن کي حـــورون نہ ايـنديـون هٽ
سي هٿـــہ هٿـــہ ڪندا هٽ هٽندا
جيـــــئن هاري وجائـي وٽ.
(حصہ اول، ص ٢٠، ٻهريون ڇاپو)

سنڌي خوجن، پنهنجي خوجڪي رسم الخط ذريعي، سنڌي ٻولي کي، انهيءَ دور ۾ محفوظ ڪيو ۽ جيئن سندن تعداد ۾ اضافو ٿيو، تيئن سنڌي ٻوليءَ جا مختلف لهجا، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ مهاراسٽر (بمبئي) ۾ ڳالهائجڻ شروع ٿيا.

سني عالمن سنڌ جي عرب دور وارن مدرسن کي جاري رکيو ۽ انهيءَ طرز تي وڌيڪ مدرسا قائم ڪيا. سومرا دور جا ٽي مدرسا خاص طور تي مشهور آهن: (١) اگهم ڪوٽ ۾ ٽن مخير سنڌين، امير درويش دائود، ميان حمل ۽ ميان اسماعيل سومري جو قائم ڪيل مدرسو جنهن ۾ هم وقت پنج سؤ ڪتابين جي طعام، قيام ۽ لباس جو مفت انتظام ڪيل هو. (٢) سيوهڻ شريف ۾ "مدرسہ فقهاءِ اسلام" جنهن ۾ مصر تائين اسلامي ملڪن مان طالب العلم اچي تعليم حاصل ڪندا هئا. انهي وقت هن "مدرسي" بلڪ "جامع" جا ٻہ ٽي مخير سنڌي مهتمم هئا، مخدوم نور الله، مخدوم عبدالرحمان ۽ شاهہ عبدالله. (٣) بکر ۾ شيخ برهان الدين بکري جو مدرسو، جيڪو دهلي تائين مشهور هو.

صوفي بزرگن پنهنجي خانقاهن سان مدرسن جو قيام لازم ڪري ڇڏيو هو. بکر ۾ شيخ نوح بکري، خليفہ شيخ عمر شهاب الدين سهروردي رح، جو مدرسو قائم هو، انهيءَ وقت "بکر" ٻيٽ کي "فرشتہ" سڏيو ويندو هو. "بکر" نالو سيد محمد مکي (ڏهٽو شيخ شهاب الدين سهروردي رح) جي هن قول مان ورتو ويو آهي: "جعل الله بکرتي في البقعة المبارک" (الله ج منهنجو صبح هڪ مبارڪ جاءِ تي ڪرايو آهي.) هن، سومرن جي دور ۾، سن ١٢٣٤ع ڌاري هتي وفات ڪئي، سندس ٻن فرزندن سيد بدرالدين ۽ سيد صدرالدين، خانقاهہ ۽ مدرسي جي اهتمام کان علاوه دهلي جي خلجي خاندان، اچ شريف جي بخاري خاندان ۽ ملتان جي

لانگاھہ شاھي خاندان سان عزازتي اتحاد قائم ڪيو ( مزيد تفصيلات خاطر ملاحظہ ڪجي " تاريخ باب الاسلام سنڌ" مؤلف حبب الله صديقي ص ص ۴۱ - ۳۱) " بکر" کان علاوه سهروردي خانقاهون، شيخ بهاء الدين ذڪريا ملتاني رح ( ۱۲۶۲ - ۱۱۸۲ع) جي مرڪزي خانقاھہ سان ملحق، اچ شريف، سيوهڻ شريف ۽ ٺٽي، رڪڻ وغيره ۾ قائم هيون. سنڌ ۾ هي اسلامي رواداري جو دور هو.

## " سما" دور ( ۱۵۲۰-- ۱۳۵۱ع) ۽ ازغون، ترخان، مغل دوران ( ۱۷۰۱ - ۱۵۲۰ع) جو جائزو:

سما. سنڌي راجپوت نسل مان آهن. سنڌن بادشاهي جي ابتدا تي اختلاف آهي. ڪجھہ تاريخنويسن ۱۳۳۳ع جو سال ۽ ٻين ۷۵۲ھ / ۱۳۵۱ع جو سال ڄاڻايو آهي، جڏهن ڄام انڙ سمي، سومرن کان سنڌ جي بادشاهي کسي ورتي. دراصل ۱۳۵۱ع کان پوءِ بہ لاڙ ۽ ٿر ۾ سومرن جي بادشاهي قائم هئي " عمر - ماروي" جي لوڪ داستان جو مک ڪردار، عمر سومرو ۱۳۵۵ع کان ۱۳۹۰ع تائين عمر ڪوٽ ۾ راج ڪيو ۽ آخري سومري بادشاھہ همير جي دور ۱۴۴۰ - ۱۴۰۰ع ۾ " مومل راڻي" جو قصو تي گذريو.

سنڌ جي سومرا ۽ سما دورن تي ڪافي تحقيق نہ ٿي آهي. ڪل ۲۱ سومرا بادشاهن ۽ ۱۷ سما سلطانن جا نالا مختلف تاريخن ۾ قلمبند ڪيل آهن. ٻنهي دورن تي سنڌ جي سدا حيات صوفي شاعر شاھہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي رسالي ۾ ڪيترا سر ڇيا آهن. نوري - ڄام تماچي جو لوڪ داستان سما دور سان تعلق رکي ٿو. سنڌ جو سورمو دولھہ درياخان هن دور جو آخري ڏاهو هو. ڄام نظام الدين عرف " ڄام نندو" جي وفات بعد، ڪجھہ سما سردارن ۽ بيوه راڻي مدينہ ماڇاڻيءَ جي غداريءَ سبب ارغونن جي حملي ۾ دولھہ درياخان شهيد ٿيو ۽ ٺٽي شهر جي تاريخ ۾ اهو ڏينهن آيو جڏهن سنڌ جو جيد عالم، صوفي ۽ شاعر قاضي قاضن ڇربن وانگر گهٽين ۾ رڙيون ڪندو پنهنجي اهل و اولاد کي ڳوليندو رهيو.[*] اهو ڏينهن ۱۵ محرم

سن ٩٢٧هـ ، خميس تاريخ ٢٧ ڊسمبر ١٥٢٠ع هو، جڏهن تاريخ ،بغداد جي تباهيءَ کي، ٿئي ۾ ورجايو.

منگول نسل جي ارغونن ۽ ترخانن ۽ مغلن جي غلامي ۾ سنڌ ، ١٥٢٠ع کان ١٧٠١ع تائين ، اٽڪل ڏيڍ صديون گذاريون. انهيءَ دور ۾ ڪيترا عظيم سنڌي سرواڻ ٿي گذريا. انهن ۾ مخدوم بلاول شهيد (١٥٢٣ - ١٤٤٦ع) اول آهي. سندس گهاڻي ۾ پيڙجي شهيد ٿيڻ جي سانحي کي ڪجهه تاريخنويس فرضي ڄاڻائن ٿا، ليڪن اها هڪ حقيقت آهي، جنهن جو تسلسل تاريخ ۾ موجود آهي: سن ٨٦١ع ۾ عباسي خليفي المتوڪل علي الله جي وزير " ابن زيات" کي سندس ايجاد ڪيل انهي ساڙيندڙ مشين ۾ وجهي ماريو ويو، جنهن ۾ هو مخالفين کي وجهي دردناڪ عذاب سان مارائيندو هو. ١٦ - هين صدي عيسويءَ ۾، انگلنڊ جي بادشاهه هينري اٺين جي عذاب گهر جي داروغي، سر ڊبليو، اسڪيونگٽن، هڪ لوهي مشين ايجاد ڪئي، جنهن کي اسڪيونگٽنس يا " اسڪيوينجرس ڊاٽر" (Scavengers Daughter) نالو ڏنو ويو. انهيءَ ۾ جيئري انسان کي جڪڙي هڏڇم سميت پيڙيو ويندو هو ( سيد امير علي، اشارٽ هسٽري....... ايضا - ص ٢٨٩) انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا ( ١٧٦٨ع) ۾ ڄاڻايل آهي تہ اهو هڪ وڏو لوهي چيڪلو، يا گهاڻو هو جنهن کي پيچن ۽ چيڻين جي ذريعي مظلوم جي جسم سان جڪڙيو ويندو هو. پوءِ ڪل هلائڻ سان جسم انهيءَ لوهي گهاڻي اندر ڦرندو ۽ پيڙبو ويندوهو، تان تہ ناسن، وات ۽ هٿن پيرن جي آڱرين مان بہ رت ڦوهارو ڪري وهندو هو. ( - ايضا - ج ١٩، ١٩٦٩ - ايڊيشن، ص ١١٤٦) هن ذريعي مطابق " اسڪيونجرس ڊاٽر" هينري اٺين جي طرفان پنهنجي مظلوم ڏوهارين خلاف استعمال ڪئي ويندي هئي.

انگلنڊ جو بادشاهه هينري اٺون ( ١٥٤٧ - ١٤٩١ع) سنڌ جي ارغون فاتح شاهه بيگ ارغون ( متوفيٰ ١٥٢٣ع) ۽ سندس جانشين فرزند مرزا شاهه حسن ارغون ( متوفيٰ ١٥٥٥ع) جو همعصر هو. انهيءَ عصر جي مطلق العناني جا طور طريقا ساڳا هئا. مضبوط مقامي روايت ۽ همعصر تاريخي حالات جي مد نظر، حضرت بلاول رح ( بلال) بن ڄام حسن سمون

(١٥٢٣ - ١٤٤٦ع) كي تاريخ ٢ رجب سن ٩٣٠هه، مطابق مئي سن ١٥٢٣ع تي " باغبان" نالي بستيءَ ۾، لوهي گهاٽي ۾ وجهي، پيڙهي، شهيد ڪيو ويو. ( اسباب ۽ تفصيلات لاءِ ملاحظه ڪجي، " تاريخ باب الاسلام سنڌ" - ايضا - ص ص ١٨١ - ١٧٩).

ارغون ترخان دور ۾ سنڌ سياسي ۽ عسڪري طور تي غلاميءَ هيٺ هئي ليڪن اسلامي، علمي، ادبي ۽ روحاني طور تي ترقي يافته هئي. شاه بيگ ارغون ۽ شاه حسن ارغون ٻئي عالم فاضل ۽ شاعر هئا. هنن وچ ايشيا مان ايراني عالم گهرائي نوان مدرسا قائم ڪرايا ڇاڪاڻ ته سنڌي عالمن مان چوندبزرگ سنڌ مان هجرت ڪري هندستان ۽ عربستان ۾ وڃي آباد ٿيا هئا. (ايضا - ص ص ١٨٢ - ١٨١) سنڌي بهادر قبيلا، ڌاري حڪومت خلاف مسلسل جنگ جي حالت ۾ رهيا، انهن ۾ ماڇي، سوڍا، سهتا، ڏاريجا، جتوئي، بليدي، ڪورائي، مزيجا، سميجا، ٻگهيا، لاڪير، سانگي، ابڙا، ڌهر، مهر، منڌر، انڙ، لاڪا، چانديا، شورا، نوحاني، نهرمردي، دل جوڪيا، پان، راجڙ، ٽيٻا، پنهور، جت ۽ ٻيا نامعلوم اصل سنڌي قبيلا ۽ انهن جا پاڙا شامل هئا. ( تفصيلات ۽ حوالن لاءِ ملاحظه ڪجي، " ايجوڪيشن ان سنڌ - ايضا - ص ص ١١٢ - ١١١).

ترخان دور ( ١٥٩١ - ١٥٥٥ع) ۾ سنڌ جون سماجي ۽ اقتصادي حالتون انتهائي ابتري ڪي پهچي ويون، ليڪن چند صوفي بزرگن ۽ سنڌن خانقاهن جي بدولت ، سنڌ ۽ سنڌي قوم مڪمل تباهيءَ کان بچي وئي. انهن بزرگن ۾ (١) حضرت غوث الحق مخدوم لطف الله ولد مخدوم نعمت الله صديقي، عرف مخدوم نوح رح ( ١٥٩٠ - ١٥٠٥ع)، (٢) شاه عبدالڪريم رح بلڙي وارو ( ١٦٢٣ - ١٥٣٨ع)، (٣) مخدوم جعفر رح بوبڪن وارو ( متوفيٰ ٥٨ - ١٥٥٧ع)، (٤) ميان مير فاروقي ( ١٦٣٥ - ١٥٥٠ع) ولد قاضي سائينڏنو سيوهاڻي، ( ٥) قاضي ڏتو سيوهاڻي، استاد شاه حسن ارغون، سن ولادت ۽ وفات نامعلوم) (٦) مخدوم متو، عرف مخدوم رڪن الدين صديقي پاٽائي. ٺٽوي ( متوفيٰ سن ١٥٤٣ع)، (٧) شيخ خير الدين جيلاني، عرف جئي شاه جيلاني سکر وارو ( ١٦١٨ - ١٥٠٥ع) ڪافي مشهور آهن.

مغل شهنشاهيت هيٺ سنڌ جو دور ( ۱۷۰۱ - ۱۵۹۱ع) بدترين گذريو. سنڌ جي حيثيت هڪ جاگير جي هئي. جنهن جو جاگيردار خود سنڌ ۾ اچي رهڻ پسند نہ ڪندو هو، ليڪن ڪنهن ٺيڪدار کي مقرر رقم جي عيوض سنڌ حوالي ڪندو هو. بي انتها ظلمن سبب آخري دور ۾ بغاوت جي خوف کان چند اهلڪار ۽ نواب ٺٽي ۾ مقرر ٿيا ۽ انهن ۾ علمي ادبي اشخاص بہ شامل هئا، هن دور متعلق ميرڪ يوسف جي تحرير ڪيل تاريخ مظهر شاهجهاني هڪ معتبر حوالو آهي. تاريخ معصومي بہ انهيءَ دور ۾ لکي وئي. انهن کان علاوه تاريخ طاهري، بيگلارنامو، ترخان نامو، وغيره بہ سترهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ، ۽ سنڌي قوم جي حالات جو سرسري خاڪو پيش ڪن ٿا. مغل بادشاه همايون جي سنڌ ۾ دربدري ۽ اڪبر بادشاه جي عمر ڪوٽ ۾ ولادت ( ۱۵۴۲ع) ﭘاٽ ۾ سندس والده حميد بانو بيگم سان همايون جي شادي ، سنڌ ۾ بدترين قحط (ڏڪار)، وغيره کان ونئي آخرڪار سن ۱۷۰۱ع ۾ هڪ مقامي قبيلي، ڪلهوڙن، جي اقتدار حاصل ڪرڻ ۽ سال ۱۷۳۷ع ۾ ٺٽي جي مغل نواب صادق علي خان کي مالگذاري جي ٺيڪي جي رقم ست ڪروڙ، اٺونجاه لک ، ڇاهتر هزار، نو سؤ روپين جي وصولي نہ ٿي سگهڻ سبب،سڄي سنڌ جي حڪومت ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حوالي ڪئي وئي ۽ اتان ڪلهوڙا دور حڪومت جو باقاعده آغاز ٿيو.

## ڪلهوڙن جو دور حڪومت ( ۱۷۸۲ - ۱۷۳۷ / ۱۷۰۱ع)

سومرن وانگر، ڪلهوڙن جي اصل نسل تي مورخين ۾ اختلاف راءِ آهي: همعصر ذريعا ۽ مقامي تاريخدان ڄاڻائن ٿا تہ ڪلهوڙا، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي چاچي، حضرت عباس رضہ، جي اولاد مان آهن:

" ڪلهوره ز عباس پيدا شدند
ازين جهت درنسب عباسي اند"

(ملڪ باغ علي خائف، " نامه نغز" قلمي.)

همعصر ممتاز اديب منشي انند رام مخلص ( متوفي ۱۷۵۱ع) ميان

نور محمد ڪلهوڙي ( متوفي ۹ آگسٽ ۱۷۵۳ع) ڪي مخاطب ٿيندي، پنهنجي مڪتوب ۾ لکي ٿو: به خدايارخان ثابت جنگ عباسي". ( غلام رسول مهر، " تاريخ ڪلهوره" ، ج ۱ ص ۴۰). دور جديد جو برک سنڌي عالم ۽ محقق، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، لکي ٿو ته " مرڪزي مغل شهنشاهيت جي ڪمزور ٿيڻ سان، مقامي عباسي خاندان جنهن کي "ڪلهوڙا" جي نالي سان سڃاتو ويندو هو، ۱۸ - هين صدي جي شروعات ۾، پاڻ کي سنڌ ۾ مستحڪم ڪيو." ( سنڌ، اسٽڊيز، ان هسٽري، ج۱ ص ۲۱۷) تاهم، انگريز آفيسرن، سنڌ جي تاريخ تي تحقيق ڪندي، ابهام پيدا ڪيو آهي. مثال طور، ۱۹۳۸ع ۾، ڊاڪٽر ايچ - ٽي سارلي آءِ سي ايس، ۱۸ - هين صدي ۾ سنڌ جي ادبي، سماجي، ۽ اقتصادي حالات تي هڪ مطالعو، " شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" جي عنوان سان لکيو. انهيءَ ۾ لکي ٿو ته " ڪلهوڙن جي پوري تاريخ موجود نه آهي. ( - ايضا ڇاپو ۱۹۸۹ع، سنڌي ڪتاب گهر ڪراچي، ص ۲۵) ۽ سررچرڊ برٽن جي "هسٽري آف سنڌ ( ص ۴۱۰) جو هيءُ متن نقل ڪري ٿو: " ڪلهوڙا اصل ۾ سنڌي چنا هئا، تنهن ڪري هندن مان مسلمان ٿيا هئا، جڏهن هي خاندان مرتبي کي رسيو، تڏهن پاڻ کي " بني عباس" سڏائڻ جو حق ڇڪايو، ليڪن سندن شجره نسب تي عالمن مڪمل ناڪامي جي فتويٰ ڏني...."

" سنڌي چنا" اصل نسل جو بنياد، ڪلهوڙن جي وڏي ڏاڏي " چنه" جي باعث ورتو ويو آهي، شجره نسب هن طرح معلوم ٿو ٿئي: " ميان نور محمد بن يار محمد بن نصير محمد بن ميان الياس محمد بن ميان دائود محمد بن ميان آدم شاهه بن گجن شاهه بن ميان صاحب بن ميان خان بن طاهر بن راڻو بن ميان شاهه محمد بن ميان ابراهيم بن ميان محمد بن ڄام چنو." تحقيق مطابق، ڄام چني جي زماني ۾ ملتان ۾ ناصرالدين قباچه جو دور حڪومت ( ۱۲۲۸ - ۱۲۱۰ع) هو. مير علي شير قانع ٺٽوي، " تحفة الڪرام" ۾ ڄاڻائي ٿو ته " .... هن ( چنيه ولد بهيل) ديبال ڪانگڙي جي سمي زميندار " ڏهره ڀلال" جي ڌيءَ سان شادي ڪئي..... سٽن راڻن جي مدد ۽ رفاقت سان.... ملتان اچي، ملڪ جي حاڪم وٽ رسائي حاصل

ڪري، سيني جو سردار ٿيو ۽ هر هڪ ڪان ڏيءَ جو سڱ وٺي، " ڄام" جو لقب حاصل ڪري ........ وچي وڏي درجي کي پهتو .... ٻارهن زالن مان ارڙهن پٽ ڄاوا..... انهن مان " دائود"، راڻي چني ولد ڌهتي ( ڏيٽي) جي ڏوهٽي، مسمات " چوليہ" مان پيدا ٿيس ۽ دائود پوٽا انهيءَ جو اولاد آهن...." ( سنڌي ترجمو، س ا ب ٿيون ڇاپو ، ١٩٨٩ع ص ص ٥٦ - ٢٥٥) سنڌي - چنن جي سردار جو لقب " راڻو" آهي. " ڄام" سمن جي سردار جو لقب آهي. اهڙي طرح ڄام چنو، سنڌي چنن ۽ سمن جو سردار سمجهڻ گهرجي ۽ اهو سال ٦١٧هہ / ١٢٢٠ع هو. ( قدوسي، تاريخ سنده ج٢ ، ص ٣٩٠) هن " جهانگارا" ۽ " بجارا" شهر ٻڌرايا. ڪميات جي علائقي تي قبضو ڪري، ڪوريجا، سهتا ۽ چنا وغيره قبيلن جي ستن راڻا سردارن کي پنهنجو مطيع ڪيو. ( - ايضا - ص ص ٩٢ - ٢٩١) انهن حوالن ۽ " ڄام چني" جي وڏن جي احوالن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ڪلهوڙا سنڌي اصل رڪنڌڙ چنا ۽ سما قبيلن جو گڏيل نسل آهن. ٻنهي طرفن کان هو راجپوت قبيلن سان تعلق رکن ٿا. ليڪن ميان نور محمد ڪلهوڙي جي هدايتن هيٺ لکيل ٻئي قلمي نسخہ " مراة عباسيہ و جواهر عباسيہ" ۾ درج ڪيل شجره نسب موجب ڄام چنو، حضرت عبدالله بن عباس رضہ جي اولاد مان هو.: " محمد چني خان بن بهلا ( بهاءُ الله ) خان بن تهل ( ٿل) - ( فتح الله خان) بن سنگراسي خان ( سڪندر خان) بن ڪاهر خان (عبدالقاهر) بن ابن خان ( ابو نصر خان) بن سلطان احمد ثاني بن سلطان شاهہ مزمل بن سلطان عقيل بن سلطان سهيل بن سلطان ياسين ،خليفو احمد اول مستنصر بالله. بن خليفو شاهہ محمد بن خليفو سلطان ابوالفضل بن سلطان ابو جعفر عبدالله بن خليفو محمد امين بن خليفو سلطان هارون رشيد بن خليفو محمد مهدي بن خليفو ابو جعفر منصور بن محمد بن علي بن عبدالله بن حضرت عباس رضہ." ( منقول مهر، تاريخ ڪلهوڙه ج١، ص ٤٩ بحوالہ مراة عباسيہ و جواهر عباسيہ) " تحفة الڪرام" ۾ ڪلهوڙن جي هڪ وڏي ڏاڏي" اوڊائي" جو نالو اچي ٿو، جيڪو مٿي ڄاڻايل شجره نسب ۾ موجود نہ آهي، ليڪن تهل / ٿل ( فتح الله خان) کي سنڌس پنجين پيڙهيءَ ۾ ڄاڻايو ويو آهي. يعني " مراة" جي شجره مطابق اهو سلطان احمد ثاني

هو. قانع جي تحقيق مطابق ميان اوڊائو ڪلهوڙو، ڪيچ مڪران ۾، پير طريقت هو...... هن گهڻو اولاد ڇڏيو، جي سڀ " اوڊائي" لقب سان سڏجن ٿا..... پنجين پيڙهيءَ ۾ " ٿل" نالي هڪ بزرگ " ڪاهر" ٻيلي ۾ اچي رهيو ۽ ( اهو علائقو) گوجر قوم کان کسي ورتائين، هن کان پوءِ، سندس پٽ " ٻهيل" نالي ٻيءُ جي گاديءَ تي ويٺو..... " چنيہ" نالي هن جو پٽ پائرن جي فساد کان پنهنجن گهڻن پوئلڳن سميت اچي " ڪنيايت" (ڪميات) جي پرڳڻن ۾ " اوڊيجا" قوم ۾ رهيو." ( تحفة الڪرام ، - ايضا - ۲۵۵) هي تمام حوالا " ڪلهوڙا" خاندان جي سنڌي نالن ۽ سنڌي قبيلن سان تعلق جي نشاندهي ڪن ٿا. ميان محمد ابراهيم بن محمد بن ڄام چنو جو ٻيو نالو ڪلهوڙو خان هو، جنهن سبب ڪلهوڙا سڏجن ٿا. (قدوسي، ايضا ج۲ ص ۳۹۲) ڪلهوڙن جو دور، سنڌ جي تاريخ ۾ ويجهو ٿي گذريو آهي تاهم انهي دور جي تاريخ تي مڪمل تحقيق نہ ٿي سگهي آهي. ڪجهہ قدر مستند معلومات ميان آدم شاهہ بن گجن شاهہ، " ڪلهوڙي خان" جي ستين پيڙهي، کان ملڻ شروع ٿئي ٿي.

سن ۱۵۹۱ع ۾ جڏهن مغل سپهہ سالار عبدالرحيم خان خانان سنڌ فتح ڪرڻ آيو، تڏهن ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي سان هٿڙي غلام شاهہ (ضلعو لاڙڪاڻو) ۾ ملاقات ڪري، دعا ورتائين ۽ چانڊين جي زمين جنهن تي مريدن ذريعي قبضو ڪيو هئائين، سا ڪيس نذراني طور ڏئي ويو. ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو ( ۱۶۰۰ - ۱۵۲۰ع) مهدوي طريقت جو پير هو، جنهن جي خلاف سنڌ ۾ هلايل " بلاولي تحريڪ"، ارغونن جي دور ۾ دٻائي وئي هئي. ( ملاحظہ ڪجي تاريخ باب الاسلام سنڌ"، - ايضا - ص ص ۶۸ - ۱۶۶) نون سالن بعد ،سن ۱۶۰۰ع ۾، چانڊين زميندارن جي دانهن تي ملتان جي مغل نواب، ۸۰ سالن جي بزرگ، ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي کي ڦاسي ڏني ۽ سندس ميت مڪمل اعزاز سان آڻي سکر جي هڪ ٽڪريءَ تي دفنائي وئي. چانڊين جي دادرسيءَ کان وڌيڪ مغل آمريت کي ڪلهوڙن جي طرف کان سنڌ ۾ لاحق خطرو، هن موت جي فتويٰ جو اصل سبب هو.

ميان آدم شاهہ کان پوءِ سندس فرزند ميان دائود محمد مسند نشين ٿيو، جنهن پيري مريدي جو سلسلو وڌيڪ منظم ۽ وسيع ڪيو. ڪلهوڙن

جا فقير ۽ سرائي هڪ هٿيار بند لشڪر بنجي ويا. سندس پٽ فرزندن ميان الياس محمد ۽ ميان شاهہ ( شاهل) محمد، انهي عسڪري قوت سان چانڊڪا جي باقي زمينن تان سانگي ۽ ابڙا قوم جي زميندارن کي بيدخل ڪيو، ميان شاهل محمد گهاڙ واهہ کوٽائي مؤثر آبپاشيءَ جو انتظام ڪيو. سال ۱۶۵۷ع ۾ سندس وفات بعد سندس پائيتو ميان نصير محمد ولد ميان الياس محمد گاديءَ تي ويٺو. هو پهريون ڪلهوڙو سردار ۽ پير هو، جنهن مغل سرڪار خلاف کليل بغاوت جو آغاز ڪيو. سرائين " ساهتيءَ" تي قبضو ڪري، پنهنجي سالار فيروز برهياڙ جي نالي پويان "نوشهروفيروز" جو شهر اڏيو ۽ وچ سنڌ ۾ "ڇانوڻي" قائم ڪئي. سال ۱۶۹۲ع ۾ ميان نصير محمد جي وفات بعد سندس فرزند ميان دين محمد ڪلهوڙا مسند تي ويٺو. ميان نصير محمد پنهنجي حياتي ۾ گادي جو هنڌ، هٿڙي غلام شاهہ مان هٽائي شهر " ڳاڙهي" ( تعلقو ميهڙ ضلعي دادو) ۾ مقرر ڪيو هو، جتان پنهور قبيلي کي بيدخل ڪيو هئائين. ڪلهوڙا طاقت سنڌ ۾ تيزيءَ سان وڌي رهي هئي. ميان دين محمد جي وقت ۾ ، شهنشاهہ اورنگزيب جو پوٽو، شهزادو معزالدين، ملتان جو نواب هو. هن وڌندڙ ڪلهوڙا قوت کي ضرب رسائڻ لاءِ، بيدخل سنڌي زميندارن جي فرياد کي بهانو بنائي، ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي وانگر، ميان دين محمد ڪلهوڙي کي موت جي سزا ڏني. سندس ننڍي ڀاءُ، ميان يار محمد ڪلهوڙي بغاوت جو علم بلند رکيو. اهو سال ۱۷۰۰ع هو. هڪ سال قلات ۾ روپوشيءَ بعد، جڏهن پيهر سنڌ ۾ داخل ٿيو تڏهن سندس سرائي مريد مڪمل جنگ جي لاءِ تيار هئا. هن هڪدم سيوهڻ کان اتر طرف ناري ۽ سنڌونديءَ جي وچ واري علائقي تي قبضو ڪيو ۽ مغل سرڪار ڪجهہ قدر داخلي ڪمزوري ۽ ڪجهہ قدر مصلحت خاطر، ميان يار محمد ڪلهوڙي کي " خدايارخان" جو خطاب ڏئي سندس اقتدار سنڌ صوبي کان بلوچستان جي سرحد تائين " سبي" "گنجابہ" ۽ ملحق علائقن مٿان تسليم ڪيو. " ٺٽو" ۽ باقي لاڙ ۽ ڏکڻ سنڌ، بدستور مغل سرڪار جي قبضي هيٺ رهيو.

سنڌ ۾ آزاديءَ جي تحريڪ، ڪلهوڙا اقدامات کان علاوه، لاڙ ۾ شاهہ عنايت صوفيءَ جي سرڪردگي هيٺ جاري هئي. هو سنڌي لانگاهہ قبيلي

مان هو. سندس مريدن ڪتابن جي وڏنڌڙ تعداد ۽ طاقت، بلڙي جي سيدن ۽ نصرپور جي رضوي پير عنايت شاهه ۽ ٻين زميندارن کي خوفزده ڪيو. جهوڪ شريف ۾ شاهه عنايت صوفي آزاد سنڌ حڪومت قائم ڪئي. مغل سرڪار کي ڍل ڏيڻ عيوض صوفي فقير خود عوام کان واجبات وصول ڪرڻ لڳا. ٺٽي جي مغل نواب اعظم خان، ڪلهوڙا نواب ميان يار محمد خدايارخان جي مدد سان ناڪام فوجي ڪاروائي جي باوجود دوکي سان شاهه عنايت صوفيءَ کي شهيد ڪيو. اها تاريخ پهرين جنوري سال ١٧١٨ع جي خوني ڪاروائي آهي.

مڪمل اقتدار ۽ تسلط حاصل ڪرڻ خاطر، ڪلهوڙن سنڌ جي عام مقبول شخصيتن کي قتل ڪرايو: صوفي شاهه عنايت شهيد بعد کهڙن جي مخدوم عبدالرحمان کي سال ١٧٣٢ع ۾ ٻه سؤ مريد جماعتن سميت مسجد ۾ شهيد ڪيو ويو. وقت جو مقبول ترين عوامي رهبر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ( ١٧٥٢ – ١٦٩٠ع) ٻه دفعا قتل جي سازش کان بچي ويو ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي مجبور ٿي سندس احترام ڪرڻو پيو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جو دور، سنڌ ۾ سماجي انقلاب جو دور هو. روايتي پيري – مريدي، اوچ نيچ ۽ ڌن دولت جي ڳرائيءَ کي هي عظيم سنڌي رهنما پامال ڪري رهيو هو. پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سندس آدرش هو. فرمايائين ته:

"ٻرو هو ڀنيور، آريانيءَ اجاريو،
لاٿو سڀ لوڪ تان، هاڙهي ڌڻيءَ هورُ،
چوريون چڙهڻ سگهيون، ڀنهون ڪيائون پورُ،
آيو سو آتورُ، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون."

( سر حسيني)

مظلومن کي معزز بنائيندڙ، سنڌن غم اوسيئڙا دور ڪندڙ، هاڙهي ڌڻيءَ ( رب ذوالجلال) جي پاڪر ونندڙ ۽ آرياڻي ڀنهون ( نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ) جو پور ( ٽپو) هر ڇر (عمل) تي هٿڙ وارو، لاڪيٽو لطيف، پنهنجي دور کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ، سنڌ ۽ سنڌي قوم جي سڃاڻپ بڻيل

آهي. سندس مقبرو، حيدرآباد کان ۵۳ڪلوميٽر اتر - اوير طرف هڪ متبرڪ زيارت گاهہ آهي. جيڪو عظيم ڪلهوڙا بادشاهہ ميان غلامر شاهہ ڪلهوڙي سال ۱۷۵۴ع ۾ تخت نشين ٿيڻ کان اڳ، تعمير ڪرايو هو. اتي هر سال ٽي ڏينهن سرڪاري اهتمام سان ميلو لڳي ٿو. ٻئي ڏينهن تي هڪ ادبي ڪانفرنس ڪڏهن ڀٽ شاهہ تي، ڪڏهن حيدرآباد ۾، سندس ڪنهن هڪ سر تي مقالن پيش ڪرڻ لاءِ منعقد ٿيندي آهي. سنڌ جو هي عظيمر صوفي بزرگ هڪ عالم بي مثل آهي. اسلامي علوم کان علاوه سنڌ جي سماج، تاريخ جاگرافي ۽ ڏيهي پرڏيهي حالات تي ڪيس ڪامل عبور حاصل هو. اهي عالم محقق جن سنڌيءَ کان علاوه انگريزي، اردو، عربي، فارسي، ترڪي، پنجابي، بلوچي، هندي وغيره جي عظيم شاعرن جو ڪلام پڙهيو آهي، سي " شاهہ جو رسالو" پڙهڻ بعد علم ۽ خيال جي اونهائي کان دنگ رهجي وڃن ٿا. اتي لطيف رح جو هيءُ بيت ڏيان اچي:

ڪوهہ تـــو ڪاڳر ڪورئين، ويئـ وڃائين مسُ
ذور تـشـــائين ڏسُ، اڪـــــر جٺـــــائين جڙيا."

(سر يمن ڪلياڻ)

سنڌ جي آزاديءَ کي بچائڻ لاءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي پنهنجي بادشاهي دور ( ۱۷۵۵ - ۱۷۱۸ع) ۾ وڏا جتن ڪرڻا پيا: سال ۱۷۴۰ع ۾ ايران جو بادشاهہ نادرشاهہ ڪاهي آيو. هڪ ڪروڙ روپيہ جنگي تاوان وٺڻ ۽ ويهہ لک روپيہ ساليانہ خراج مقرر ڪرڻ کان علاوه، شاهي ڪتب خانو بہ خالي ڪري ويو. سال ۱۷۵۴ ۾ احمد شاهہ ابدالي ڪاهي آيو. اڳئين دفعي ايرانين ۽ هن دفعي افغانين سنڌ سرڪار تي ڍل مڙهي، جيڪا ميرن - ٽالپرن جي صـــاحـــبي ( ۱۸۴۳ - ۱۷۸۲) تائين واجب الادا رهي ۽ انگريزن جي طرفان سنڌ جي سياسي معاملن ۾ تنگ اڙائڻ جو سبب بني.

سنڌ جو ٻيو ڪلهوڙو بادشاهہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو ( ۱۷۷۲ - ۱۷۵۷) آزاد سنڌ جي استحڪام ۽ ناموس جو باعث بنيو ، ٿيون بادشاهہ ميان سرفراز ڪلهوڙو ( ۱۷۷۵ - ۱۷۷۲ع) بہ هڪ عالم فاضل شاعر ۽ صوفي منش حڪمران هو، ليڪن غلط مشوره تي، ڪلهوڙن جي مريد عسڪري بازو ٽالپرن کي رنجائي وڌائين. اتان سنڌ جي ڪلهوڙا شاهي

خاندان جو زوال شروع ٿيو ۽ سنڌ ۾ بدامي ، ڦرلٽ ۽ طوائف الملوڪيءَ جو دور هليو.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي وفات تاريخ ۱۴ صفر ۱۱٦٦ هجري، مطابق ۲۲ ڊسمبر ۱۷۵۲ عيسوي، بعد سنڌين ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. انهن جو مختصر تفصيل هن مطالع ۾ شامل ڪرڻ گهرجي:

(۱) تاريخ ۹ ڊسمبر ۱۷۵۳ع تي، ميان نور محمد ڪلهوڙو دوران سفر جيسلمير جي اوير ۾ ڪوهره گهاٽ وٽ، خناق جي مرض ۾ فوت ٿيو.

(۲) تاريخ ۱۳ ڊسمبر ۱۷۵۳ع تي ميان محمد مراداياب عمر ڪوٽ ۾ تاجپوش ٿيو تہ ان وقت احمد شاهہ ابدالي، نوشهرو فيروز ۾ خيمہ زن هو، هن اها تاجپوشي بحال ڪري، ميان محمد مراد ياب کي " شاهنواز خان" جو خطاب ڏنو، ۽ خراج جي ادائگيءَ جو تاڪيد ڪيو.

(۳) تاريخ ۹ آگسٽ ۱۷۵۷ع تي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پنجين پٽ ميان غلام شاهہ تخت تي قبضو ڪري، وڏي ڀاءُ ميان محمد مراد ياب خان کي قيد ڪيو، جيڪو جون ۱۷۵۸ع ۾ گذاري ويو. سندس ٻہ فرزند ميان حسن علي ۽ ميان عباس علي، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي بادشاهيءَ ۾ ناحق قتل ٿيا. سنڌوندي ٻيٽ مٿايو، نصرپور وارو وهڪرو، نيرون ڪوٽ ۽ ڪوٽڙي جي وچان وهڻ لڳو، اهو سال ۱۷۵۸ع هو. ٻئي سال ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي نيرون ڪوٽ کي حيدرآباد نالو ڏئي اتي پنهنجو تخت گاهہ قائم ڪيو ۽ حيدرآباد جو پڪو قلعو: " يارب اجعل هذا البلد امنا" جي قرآني آيت صدر دروازي تي لکيل. سال ۱۱۸۲ هجري، مطابق سال ۱۷٦۸ع ۾ ٺهي راس ٿيو، جتي تاريخ ۲ اگسٽ ۱۷۷۲ع تي لقوهہ ۽ فالج جي تڪليف ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي هن دنيا مان موڪلايو. سندس ڪارنامہ عظيم هئا جن ۾ ٽالپر بلوچ سردار سندس مددگار هئا.

(۴) ميان سرفراز خان جي دور ( ۱۷۷۵ -- ۱۷۷۲ع) ۾ شاهي زوال ۽ عوامي مصائب جو آغاز ٿيو، تاريخ ۱۳ آگسٽ ۱۷۷۵ع هڪ بدقسمت ڏينهن هو، جڏهن ٽالپر مير: مير بهرام خان ۽ سندس پٽ مير صوبيدار، بادشاهہ ميان سرفراز خان جي روبرو قتل ڪيا ويا. ٽالپر فوجي

اميرن کيس قيد ڪري، ميان محمود خان کي بادشاهہ بنايو، جنهن کي سنڌي " ليکي" قبيلي جي سردار ، راڄوليکي معزول ڪري، ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي هڪ پٽ ميان غلام نبيءَ کي تخت تي ويهاريو، جنهن کي وري سنڌس پٽ تاجو ليکي قتل ڪيو ۽ ميان عبدالنبيءَ کي بادشاهہ بنايو. ٽالپر امير پنهنجي بچاءَ ۽ انتقام جي تيارين ۾ لڳا رهيا جيستوڻيڪ ڪلهوڙا سرڪار جي پاڙ پٽڻ لاءِ خود ڪلهوڙا بادشاهہ ۽ سنڌن سنڌي حواري ڪافي هئا. پٺاڻن کان مدد وٺڻ جي نتيجي جو عبرتناڪ مثال: سال ١٧٨١ع ۾ "مدد خان نورزئي پٺاڻ جي سنڌ ۾ ڦرلٽ آهي، جيڪو هڪ دردناڪ داستان آهي.

(۵) ٽالپرن جي متعدد سياسي قتلن بعد، ميان عبدالنبي آخري ڪلهوڙو بادشاهہ، ١٧٨٢ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ ۾ هارائي ويو، ۽ مير فتح علي خان ٽالپر، ميرن جي صاحبيءَ جو اعلان ڪيو جيڪو ١٧٨۴ع ۾ افغان حڪومت بحال ڪيو: سنڌ جا ست حصا ڪيا ويا: چار حصا مير فتح علي ۽ سنڌس ڀائر ( حيدرآباد جي چوياري)، ٻہ حصا مير سهراب خان ( جنهن پنهنجي مرضي مطابق خيرپور ميرس رياست جو بنياد وڌو.) ۽ هڪ حصو مير ٺارو خان، جنهن ميرپور خاص ۾ ڌار حڪومت هلائي.

## ميرن جي صاحبي ( ١٨۴٣ --- ١٧٨٢ع)

ڪلهوڙن وانگر ٽالپر ميرن بہ عربي نسل ۽ پيغمبر اسلام ( صلي الله عليه وسلم) جي بني هاشم قبيلي مان هجڻ جي دعوي ڪئي. حيدرآباد جي آخري ٽالپر حڪمران، مير محمد نصير خان (١٨۴٣ - ١٨۴٠ع ) انگريزن جي قيد ۾ هڪ بيان فارسي زبان ۾ رڪارڊ ڪرايو، جنهن ۾ چيائين تہ، "اسين سنڌ جا مير بلوچي آهيون، پر انهيءَ قبيلي مان نہ آهيون. جن کي "ايران" ۾ ڪيچ - بلوچي چوندا آهن، چوتہ اسان جو حسب نسب عربي آهي: اسين امير حمزه جو اولاد آهيون ...... جڏهن ...... حجازي لشڪر جا سنڌ طرف قدم وڌيا ۽ ان طرف وڌندي، ڪيچ ۽ مڪران فتح ڪيو ويو تہ اسانجا وڏا انهن مفتوح علائقن ۾ آباد ٿيا ۽ باقي لشڪر سنڌ طرف

پيشقدمي جاري رکي. اتي ( ڪيچ مڪران ۾) ڪن گهڻو اولاد ٿيو جيڪي بلوچي ( بلوچ) سڏجڻ لڳا. زماني گذرندي، انهن مان ڪي بلوچي ديره اسماعيل خان ۽ ديره غازي خان طرف اچي آباد ٿيا ۽ چوٽي يا جبل جي چوٽيءَ . تي گهر اڏيائون. انهيءَ زماني ڌاري، ميان شاهل محمد ڪلهوڙو، جيڪو ( حضرت) عباس بن هاشم جي اولاد مان هجڻ سبب، عباسي سڏبو هو، تنهن سنڌ ۾ زمينداري ڪرڻ اختيار ڪئي. ..... سندس اولاد آهستي آهستي انهي ملڪ جا مالڪ بنجي ويا، جنهن ۾ اڳي هو فقط آبادگار هئا. اهي شيعه هئا ۽ سيد ميران شاهه جونپوري جا متعتقد هئا. اسانجي پڙڏاڏي، مير شهداد خان ڪبير پنهنجي چاچي، مير صوبيدار خان ڪبير، سان ڪنهن ڳالهه تان ناراض ٿي، اچي ڪلهوڙن جي ملازمت اختيار ڪئي ۽ سندن مريد پڻ ٿيو. جيئن ته هو بلوچن جو سردار هو، تنهنڪري وڏي تعداد ۾ بلوچي، سندس پويان، سنڌ ۾ آيا ۽ سندس چاچو پڻ ٿورن گهڻن ڏينهن پڄاڻان باقي بچيل بلوچين سان گڏ اچي ساڻس شريڪ ٿيو. اهو زمانو هو جڏهن بلوچي پهريون پيرو هن ملڪ ( سنڌ) ۾ آباد ٿيا...... مير صوبدار خان ڪبير ....... شادي نه ڪئي ......سندس وفات بعد سندس پاٽيو، مير شهداد خان..... سندس جانشين ٿيو. اجا نادرشاهه سنڌ تي نه ڪاهيو هو ته اتي جي حڪومت دهلي سرڪار جي هڪ امير جي هٿ هيٺ هئي، پر جڏهن هو قتل ٿي ويو تڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙو صوبيدار ٿيو ۽ احمد شاهه افغان بادشاهه کي خراج ڏياري موڪليائين ( غلط ۽ غير مربوط تاريخي معلومات) هن نائب حڪمران جي وفات بعد سندس پٽ، محمد مراد، مسند تي ويٺو عين انهيءَ زماني ۾، مير شهداد خان ڪبير وفات ڪئي. (١٧٥٧ع) کيس چار پٽ هئا: مير جميندو، ميرچاڪر، ۽ مير بهرام، پهرئين گهر مان ۽ مير خيرو، پوئين گهر مان ٿيس. پهريون پٽ ( مير جميندو) نور محمد ڪلهوڙي جي پٽن سان گڏ نادرشاهه جو يرغمالي ٿيو ۽ مشهد (ايران) ۾ وفات ڪيائين....... مير بهرام خان.... بلوچن جو سردار ٿيو، نائب حڪمران محمد مراد جي ظلمن ۽ زيادتين کيس ڪلهوڙن اميرن اڳيان قابل سزا بنايو ۽ ..... انهن عطر خان کي تخت تي ويهاريو. جڏهن سندن پسند کين ڏوڪو ڏنو، تڏهن انهن کيس لاهي قيد ڪيو ۽ ڪلهوڙي جي ٽٽين

(دراصل پنجين) پٽ ميان غلام شاهہ کي تخت تاج جو مالڪ بنايو. هن سندن اميدون پوريون ڪيون، جو سڄو ملڪ پنهنجي مڪمل تعبيداري هيٺ آندائين ۽ حيدرآباد جو قلعو ٺهرايائين ۽ سندس وفات بعد سندس وڏو پٽ مير ( ميان) محمد سرفراز سندس جانشين ٿيو.

بلوچي قبيلن جي سردار، مير بهرام خان کي ٻہ پٽ هئا، هڪ مير بجار خان ۽ ٻيو مير صوبيدار خان ( ثاني). ڀهرئين مير بجار خان جي غير حاضريءَ ۾ ...... محمد سرفراز سندس پيءُ ۽ ڀاءُ کي مارائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ بهرام خان هڪ بهادر ۽ مهم جو انسان هو ۽ سرفراز سندس اثر رسوخ ۽ غلبي کان خائف هو. ڪلهوڙن اميرن کي جڏهن هن واقعي جي خبر ملي تڏهن هنن، مير فتح خان سان شامل ٿي، قاتل ( ميان محمد سرفراز) کي قيد ڪيو ۽ غلام شاهہ جي ننڍي پٽ محمد خان کي تخت تي ويهاريو، پر هڪ ٻئي طاقتور ڪلهوڙي سردار، راڄو ليکي ، ڪيس تخت تان لاهي قيد ڪيو ۽ سندس جاءِ تي معزول محمد خان جي ڇوٽين پٽ غلام نبي کي بادشاهہ بنايو. ٺيڪ انهن گڙٻڙ وارين حالتن ۾ مير بجار خان.... قلات ۾ نصير خان بروهي وٽ ويو ۽ ڪانئس پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ جي ناحق قتل جي پلاند وٺڻ لاءِ فوجي مدد گهريائين، جنهن انڪار ڪيو تہ سڌو سنڌ ۾ آيو..... لڙائي لڳي جنهن ۾ غلام نبي مارجي ويو.... غلام نبيءَ جي ڀاءُ عبدالنبي ...... سيني شاهي قيدين، مان ميان محمد مراد، ميان عطر خان ۽ ميان محمد سرفراز ۽ سندس پٽ ميان نور محمد ( ثاني) سميت سيني کي قيد خاني ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو.... ميربجار خان، بادل ناخواستہ، عبدالنبيءَ کي نالي ماتر تخت و تاج حوالي ڪيو، پر حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون.... عبدالنبي.... ڳجهہ ڳوهہ ۾ هڪ ذاتي قاصد جوڌپور جي راجا ڏانهن روانو ڪيو.... تہ جيڪڏهن هو، ميربجارخان کي ختم ڪرڻ ۾ ، عملي طور مدد ڪندو تہ عمرڪوٽ جو قلعو سندس حوالي ڪيو ويندو..... ٻارهن راجپوتن...... ميربجار جي دربار ۾.... سفيرن جو روپ اختيار ڪيو ۽ ...... ڪيس ماري وڌو...... ميربجار خان جو پٽ عبدالله ۽ مير صوبيدار جو پٽ مير فتح خان..... ۽ مرزا (؟) .... ٿئي قتل ڪيا ويا..... مير فتح علي خان ۽ سهراب خان لشڪر ڪٺو ڪيو ۽ ڪيترين

ويڙهن بعد آخرڪار راڪاس عبدالنبي کي ملڪ مان ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيا. اهڙيءَ ريت سنڌ جي ڪلهوڙن حڪمرانن جي خاندان جو خاتمو ٿيو. (ايسٽ وڪ، س – ت " نئين مصر جا پراڻا ورق" س ا ب صص ٣٦٢، ٣٥٠. انگريزي ترجمو (فارسي بيان جو) جيمس ڪارڪورن (J. Corcoran) ، سنڌي ترجمو حبيب الله صديقي، سه ماهي مهراڻ، جولاءِ سيپٽمبر ١٩٨٨ ، ص ص ١١٠ - ١٠٧).

## ميرن جي صاحبيءَ جو مختصر بيان:

آخري حڪمران مير محمد نصير خان ( ١٨٤٣ - ١٨٤٠ع) جي چاڻايل بيان ۾ ميرن جي صاحبيءَ جو تت ۽ انت بہ شامل آهي: سنڌس بيان موجب : " ... مير فتح علي خان ۽ سهراب خان بادشاهي اقتدار حاصل ڪيو ۽ دهلي ( اصل ۾ ڪابل) جي بادشاهہ تيمور ( فرزند جانشين احمد شاهہ ابدالي) کي نذرانہ ۽ خراج روانہ ڪيائون، جنهن موٽ ۾ پهرئين ( مير فتح علي خان) کي بادشاهي خطاب ڏنو. هن ١٨ سال ( دراصل ٢٠ سال ١٨٠٢ - ١٧٨٢ع) حڪومت هلائي... ( ڪيس) ٽي ٻائر هئا: مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان.... مير غلام علي خان تخت نشين ٿيو.... محمد صادق دائود پوٽي ( ڪلهوڙا خاندان جي بهاولپور رياست جي والي) مير سهراب خان ( والي خير پورميرس) سال غلط روش اختيار ڪئي.... مير غلام علي خان ..... اڳرائي ڪندڙ کي " ديراور" جي قلعي ۾ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪيو، پوءِ سنڌس پيش پوڻ تي.... ورائي ڪيس پنهنجي ملڪ ( بهاولپور رياست) جو بادشاهہ ڪيو ۽ مٿس پندرنهن هزار روپيہ ساليانہ خراج مقرر ڪئي ۽ " سبزل ڪوٽ" جو قلعو پنهنجي هٿ هيٺ رکيائين. دائود پوٽي ڪان قرآن شريف تي معاهدا لکرائي وٺڻ بعد سنڌس پٽ بهاول خان کي يرغمال بنائي پاڻ سان وٺي ويو، جنهن کي هن واقعي ڪان هڪ سال بعد مناسب سوکڙين پاکڙين سان سنڌس پيءُ ڏانهن موٽائي موڪليائين. هن ڏهہ سال حڪومت ڪئي ( ١٨١١ - ١٨٠٢ع) .... مير مراد علي خان تخت تي ويٺو.... (ائين نہ هو. تاريخ ٦ جمادي

الثاني ١٢٢٧هه / ١٨١١ع تي مير غلام علي خان جي وفات ڪرڻ بعد مير ڪرم علي خان پڳ ٻڌي ۽ تاريخ ١٢ جمادي الثاني ١٢٤٤هه / ١٨٢٨ع تي وفات ڪيائين.)..... مير ڪرم علي خان عمر ۾ وڏو هو... مرڻ وقت پنهنجي (ننڍي) ڀاءُ ( مير مراد علي خان) کي تخت و تاج جو اڪيلو وارث چڙي ويو ۽ اهو منهنجو ( مير محمد نصير خان جو) والد صاحب هو. جنهن خود مختياري جو اعلان ڪيو ۽ ڪڏهن به ڪنهن کي خراج ادا نه ڪيائين..... ست سال (دراصل ٥ سال ، ١٨٣٣ - ١٨٢٨ع) خوشحاليءَ جو دور هلائي پنهنجي پٽن يعني مون ( مير محمد نصير) ۽ منهنجي ڀاءُ مير نور محمد خان کي سنڌ جي بادشاهي ۾ ڀائيوار ڪري ويو." ( - ايضا - ص ص ١١١ - ١١٠)

مير نور محمد ۽ مير نصير خان گڏجي حيدرآباد ۾ ست سال (١٨٤٠ - ١٨٣٣ع) حڪومت هلائي. پوءِ مير محمد نصير خان ( ١٨٤٣ - ١٨٤٠ع) اڪيلو سربراهه حاڪم هو.

حيدرآباد، خيرپور ۽ ميرپور خاص ۾ ڌار ڌار قائم ميرن جي صاحبيءَ جا سربراهه هيٺينءَ ريت ٿي گذريا:

## حيدرآباد جي ميرن جي چوياري جا سربراهه:

مير فتح علي ١٨٠٢ - ١٧٨٢
مير غلام علي ١٨١١ - ١٨٠٢
مير ڪرم علي ١٨٢٨ - ١٨١٢
مير مراد علي ١٨٣٣ - ١٨٢٨
مير نور محمد ١٩٤٠ - ١٨٣٣
مير محمد نصير ١٨٤٣ - ١٨٠٤
(متوفيٰ ٦ ربيع الثاني ١٢٦١هه / ١٤ اپريل ١٨٤٥ع، بحالت اسيري، بمقام دمدم، ڪلڪتو).

## خير پور جا مير:

مير سهراب خان ۱۸۳۰ - ۱۷۸۳
مير رستم خان ۱۸۴۳ - ۱۸۳۰
مير علي مراد اول ۱۸۹۴ - ۱۸۴۳
مير فيض محمد اول ۱۹۰۹ - ۱۸۹۴
مير امام بخش ۱۹۲۱ - ۱۹۰۹
مير علينواز ناز ۱۹۳۶ - ۱۹۲۱
مير فيض محمد ثاني ۱۹۴۷ - ۱۹۳۶
مير علي مراد ثاني ۱۹۵۵ - ۱۹۴۷

## مير پور خاص جا مير:

مير ٺاروخان ولد فتح خان ۱۸۲۹ - ۱۷۸۳ع
مير علي مراد خان ولد ٺارو خان ۱۸۳۷ - ۱۸۲۹ع
مير شر محمد خان ولد علي مراد خان ۱۸۴۳ - ۱۸۳۷،( متوفي ۱۸۷۷ع). " شيرِ سنڌ"

## انقلاب جي پيشنگوئي: ساموئيءَ جا بيت:

تاريخي روايت مطابق " ڄام تماچي" جي دور ( ۱۳۷۵ - ۱۳۶۶ع) ۾ ستن مهاڻن سنڌ جي مستقبل متعلق ست اڳ ڪٿيون ڪيون، جيڪي هن ريت هيون:

(۱) هاڪ وهندو هاڪڙو، پـڄندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهـــ مـڇي ۽ لوڙهہ، ســمي ويندا ســوڪـــڙي.

(۲) وسي وسي آرُ، جڏهن وڃي قــــتندو،
تڏهن ٻارو چاٺو ٻارُ، پنجين درهمين وڪبـــو.

(۳) ڪاري ڪاٻاري، جهيڙو لڳندو ڇهہ پهر،
مـيـر مڇي مـاري، سک وسندي سنڌڙي.

(۴) مير مڇي ماري، مير مڇين ڪهڙا پار؟
زالن مـــتي ٻہ چوٽا، مـــڙسن مـــتي وار!

(۵) لڳندي لاڙان، سري تيندو سونڪو،
جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توڪي قندهاران جوڪـو.

(٦) نيـرا گـهـوڙا ڏٻرا، اتر ڪنئـون ايندا،
گـهگهـيـريون گـسن تي، ورهائي ويندا.

(۷) اچي ويهج مـــاڙهان، ننگر جي آڌار،
پـرائـا پـرار، نـوان ۾ اڏج نـجهـــــــرا.

چون ٿا تہ ڄام تماچي ساموئي جي هنن ستن مهاڻن کي، عوام ۾ هراس پکيڙڻ ۽ پاڻ کي روحانيت جا صاحب بنائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ واجب القتل قرار ڏنو ۽ اهي انهيءَ ڏوهہ ۾ قتل ڪيا ويا. ليڪن ايندڙ سالن ۾ هاڪڙو نديءَ جو سڪڻ، ڪڇ ۽ ٿر ۾ بهہ مڇي ۽ لوڙهن جي پيداوار بند ٿي وڃڻ ارغونن جو سنڌ فتح ڪرڻ ۽ سنڌين جو غلام بنجڻ سندن سڀ اڳ ڪثيون سچيون ثابت ٿيون. اها اڳڪٿي، " ٻاروچاٺي ٻار" ، " گهگهيرين" ۽ " ميرمڇين" جي اهڃاڻن سبب، ٽالپر ميرن جي زوال تي ٻڌ. صادر اچي ٿي.

# انگريزن جو دور (۱۸۴۳ - ۱۹۴۷ع)

مغربي قومون، جن " يورپ جي نشاة ثانيہ" (Renaissance) دوران يوناني ادب جو مطالعو ڪيو هو، سي " سنڌ" کان اڳئي واقف هئا. " تلاش جي زمـــاني (The Age of Exploration) ۾، هنن هندي وڏي سمنڊ ۽ عربي سمنڊ جي ساحلي علائقن جو مڪمل جائزو ورتو ۽ عرب سوداگرن جي جاءِ والاري. سال ۱٦۱۲ ۽ ۱٦۱۳ع ۾ لنڊن ايسٽ انڊيا ڪمپني، جيڪا سال ۱٦۰۰ع ۾ قائم ٿي هئي ۽ ۱٦۰۸ ۾ سنڌ، گجرات ساحل سان " سورت" ۾ پنهنجي واپاري ڪوٺي کولي چڪي هئي، مغل شهنشاهہ جهانگير کان لاڳيتا ٻہ فرمان جاري ڪرائي، هند - سنڌ ۾ تجارت ڪرڻ جا خصوصي حقوق حاصل ڪيا. انگلئنڊ جي بادشاهہ جيمس اول جو خاص نمائيندو، سرٿامس رو (۱٦۴۴ - ۱۵٦۸ع (MasRoe) جيڪو ٿي سال (۱٦۱۸ - ۱٦۱۵ع) مغل دربار آگره ۾ مقرر هو، تاريخ ۲۲ سپٽمبر ۱٦۱۳ع تي اڳئي سنڌ جي سرزمين تي قدم رکي چڪو هو، ۽ انهيءَ سال ـ ٻهريون برطانوي بحري جهاز ديبل بند تي لنگر انداز ٿيو هو. ســـــال ۱۴ - ۱٦۱۳ع دوران هڪ ٻئي انگريز، نڪـــــولس ورٿنگٽن (Nicholas Worthington) سنڌ جو دورو ڪيو. پوءِ مغربي سياح مشاهدن لاڳيتو سنڌ جا سفر ڪري هتان جي حالتن جي بغور جائزو ورتو: سال ۱٦۲۸ع ۾ نڪولائي مانوچي (Nicholai Manueci) سنڌ جو دورو ڪرڻ بعد، مغل شهزادي دارا سان وابستہ ٿي ويو. انهيءَ سال شهنشاهہ جهانگير وفات ڪئي. سندس جانشين فرزند شاهجهان جي دور (۱٦۵۸ - ۱٦۲۸ع) ۾ برٽش ايسٽ انڊيا ڪـــمپني، ٺـــٽي ۾، قلمي شـــوري جي خريداريءَ لاءِ هڪ واپاري ڪوٺي کــولي، جيـــڪا ۲۷ ســال (۱٦٦۲ - ۱٦۳۵ع) ڪاروبار ڪندي رهي، ليڪن مقامي سنڌي قبيلن جي مخالفت ســبب آخرڪار بند ڪئي وئي. انهيءَ دوران سال ۱٦۴۱ع ۾ سـباسـٽن مئنرڪ (Sebastian Manrique) لاهور کان ٺٽي تائين دورو ڪري،

هتان جا حالات قلمبند ڪيا. پوءِ ١٦٩٩ع ۾ ڪئپٽن الينگزينڊر هئملٽن سنڌ جو تفصيلي دورو ڪري معلومات ڪٺي ڪئي. ننڍي ۾ چار سؤ مدرسن جو ذڪر ڪرڻ ڪان علاوه هن ٺاٺايو تہ لهري بندر ۽ ننڍي جي وچ ۾ جام (سما)، بلوچي ۽ مڪراني، ببڙن ۽ قافلن ڪي ڦرن لٽن تا. ( ايجوڪيشن ان سنڌ - ايضا - ص ١١٨) .

١٧ هين صدي جو ورق ويو تہ سنڌ ۾ ڪلهوڙا راڄ قائم ٿيو. امن امان جي حالت بهتر ٿي، ۽ انگريزن پيهر سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت گهري.

ميان نور محمد ڪلهوڙو هڪ مدبر سياستدان ۽ هوشيار حڪمران هو. تنهن انگريزن کي سنڌ ۾ پيهر قدم رکڻ نہ ڏنو البت ڪانئن هٿيار خريد ڪيا، جيڪي ڪلهوڙا اقتدار جي استحڪام لاءِ گهربل هئا. بمبئي سيڪريٽريٽ جي پراڻي رڪارڊ مان معلوم ٿو ٿئي تہ ٢١ مارچ ١٧۴٩ع تي

سنڌ جي حڪمران (Prince of Sindy) کي وڪرو ڪيل پتل جي توپن / بندوقن (Brass Guns) جي قيمت، جملي ٽيهٺ هزار، اٺ سؤ پاونجاهہ روپيہ ٽي ڪوارٽر ۽ پاٺيتاليهہ رتيون (Reas) ، پنجن صندوقن ۾ بند، تاريخ ١٧ مئي ١٧۴٩ع تي بمبئي ڪئسل ۾ وصول ٿي. تاريخ ٢۴ سپٽمبر ١٧۵١ع تي، وڏيڪ وڏين توپن جي خريداري بابت ڪمپنيءَ جي بورڊ کي سفارش ڪئي وئي: " پريزيڊنٽ بورڊ کي آگاهہ ٿو ڪري تہ هن کي سنڌ جي حڪمران طرفان ڪجهہ وڏين توپن لاءِ انهن ساڳن شرطن تي، خريداري جي آڇ ٿي آهي. جيڪي جزيره مان سگهن ٿي ( توپون) هن کي يلي ڏنيون وڃن. هو انهن لاءِ تمام وڏي قيمت ڏيندو ۽ اهي ڪڏهن بہ مانواري ڪمپنيءَ جي مفاد جي خلاف استعمال نہ ٿينديون ۽ اندروني (سنڌ) استعمال لاءِ گهربل آهن. ( پبلڪ ڊپارٽمينٽ ڊائري نمبر ٢۴ ، ب ، ١٧۵١، ص ۴٠٠، حوالو ڏنل جرنل سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي ج٣ ، ص ص ٦٣ - ٦٢)

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات ٩ ڊسمبر ١٧۵٣ع بعد تخت

نيشنيءَ تان ميان محمد مراد خان ۽ ميان غلام شاهه جي وچ ۾ جيڪا رساڪشي ٿي، انهيءَ ۾ افغان بادشاهه، احمد شاهه ابدالي، وڏي فرزند محمد مراد ياب کي سنڌ جو حاڪم تسليم ڪيو، جنهن چار سال ( ۱۷۵۷ - ۱۷۵۳ع) حڪومت هلائي، جنهن دوران شاهي خزانو " مسقط" ڏانهن منتقل ڪندو رهيو ، جتي سندس مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ جو ارادو هو. ( قدوسي ، - ايضا - ج ۲ ، ۴۵۹) ڪلهوڙن سردارن ڪيس، پٽن : قريبي ساٿين سميت اوچتو گهيرو ڪري قيد ڪيو. سرائين، بلوچن ۽ جتن ميان غلام شاهه کي پنهنجو مرشد بنائي، تخت نشين ڪيو. ميان غلام شاهه کي مقبول عام ۽ مضبوط حڪمران سمجهي، انگريزن وڏي گرم جوشيءَ سان ڏانهنس دوستيءَ جو هٿ وڌايو. سندس تخت نشينيءَ جي ٻئي سال ، تاريخ ۲۲ سپٽمبر ۱۷۵۸ع تي ، ٺٽي ۾ ٻيهر واپاري ڪوٺي کولي وئي. تاريخ ۱۱ آڪٽوبر ۱۷۵۸ع ۽ ۲۲ اپريل ۱۷٦۱ع تي ميان غلام شاهه ٻن شاهي فرمانن ذريعي انگريزن کي سنڌ ۾ عام تجارت جي اجازت ڏني. جنهن موجب قلمي شوري جي خريداري کان علاوه هو عام ڪاروبار ڪري سگهيا ٿي. انگريز، قلميءَ شوري مان ، بارود بنائيندا هئا، ۽ هٿيارن سان گڏ ڏيهي حاڪمن کي اهو بارود وڪرو ڪندا هئا. انهيءَ شرط تي تہ هو فقط پاڻ ۾ وڙهندا ۽ ڪمپني جي خلاف ڪابہ ڪاروائي نہ ڪندا.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي انگريزن جي دوستيءَ جو تلخ تجربو ٿيو. ڪڇ تي ڪاهه ( ٦۳ - ۱۷٦۲ع) وقت مدد کان انڪار ڪيائون. مفرور باغين کي واپس ڪرڻ کان نٽائي ڇڏايون ۽ جڏهن ميان غلام شاهه کي بارود جي ضرورت ٿي تڏهن اهو وڪڻڻ کان بہ انڪار ڪيائون. تاهم هن شريف بادشاهه انگريزن جي تجارتي ڪوٺي بند نہ ڪرائي ۽ ڏنل سهوليتون واپس نہ ورتيون.

## عسڪري: روايت:

سنڌي قوم جي عسڪري صلاحيت ۽ قومي جذبو سندس سرموڙ

شاعرن جي ڪلام ۾ موجود آهي: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح ( ١٧٥٢ - ١٦٨٩ع) فرمايو آهي تہ:

" ڀڳو، آءُ نہ چوان، ماريو ، تہ وسهان
ڪانڌ منهن ۾ ڌڪڙا، سيڪيندي سهان
تان پڻ لڄ مران، جي هڻنس پٺ ۾."
(سرڪيڏارو)

" سورهيہ مرين سوپ ڪي تہ دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهہ ڀاڪرين، آڏي ڀال م ڀار،
متان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين."
( ايضا - )

ميرن جي صاحبي ڏسي، انگريزن جي غلاميءَ جي آغاز ۾ فوت ٿيندڙ صوفي حُر شاعر، خليفي نبي بخش ( ١٨٦٣ - ١٧٧٦ع) فرمايو آهي تہ:

" جي ڀڄي آئين ڀڄڻان، آءُ تنهنجي ڀيڻ،
نٿ ڪدي نڪ مان، ويهي ڏيان ويڻ،
جي ڪٽان نيڻ تہ چڻ پسان پٺ ڪي."

## انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ جا عوامل:

عام سنڌي پهاڪو آهي تہ " ميرن کي گهران لڳي" ميرن ۾ نااتفاقي هئي ۽ انهيءَ جو فائدو وٺي، انگريزن مداخلت، طرفداري ۽ ميرن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ ذريعي، عياري، حرفت ۽ دغابازي سان، ميرن کي ڪمزور ڪيو، نامناسب معاهدن ۾ ميرن جي حڪومت کي ڦاسايو ۽ آخرڪار تاريخ ٢۴ نومبر ١٨۴٢ع تي، بمبئي جي گورنر، هڪ نئين ( آخري) معاهدي جو مسودو، مير محمد نصير جي دستخط لاءِ موڪليو، جنهن مطابق سنڌ ۾

انگريز سرڪار جو سڪو هلڻو هو ۽ انگريز سرڪار پنهنجي ضرورت ۽ مرضيءَ مطابق سنڌ جا گهربل علائقا حاصل ڪري سگهي ٿي، دوستي، يا باهمي تعلقات ، جڏهن آقائي جي صورت اختيار ڪندا آهن، تڏهن ڪمزور ڪي پنهنجن جي اتحاد ۽ حمايت جي ضرورت پوندي آهي، جيڪا ميرن کي حاصل نہ ٿي سگهي.

ڪلهوڙا خاندان جي زوال کان پوءِ سنڌي جنگجو قبيلا، ميرن جي حڪومت جي حمايت ۾ نہ هئا. مياڻي جي جنگ، تاريخ ١٧ فيبروري ١٨٤٣ع ۾، نہ فقط بلوچ جٿا، بد نظمي ۽ عدم حڪمت عملي هيٺ، وڙهي رهيا هئا. تنهن ڪري سنڌن شڪست هڪ لازمي امر هو.

## سنڌ ۾ مغربي تهذيب ۽ ترقي جو دور:

انگريزن جي حڪومت ( ١٩٤٧ - ١٨٤٣ع) هيٺ سنڌي مغربي تهذيب، تمدن ۽ تعليم سان روشناس ٿيا. مواصلات، آبپاشي ۽ نظام حڪومت جا جديد طريقا رائج ٿيا، غلامي جي هڪ صديءَ ۾ سنڌين ڇا حاصل ڪيو ۽ ڇا وڃايو، انهيءَ بابت هڪ الڳ تحقيق ڪرڻ گهرجي.

## آزادي ۽ پاڪستان جو قيام:

انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ جي تحريڪ ۾ سنڌي پيش پيش رهيا. بابائي قوم قائد اعظم محمد علي جناح (١٩٤٨-١٨٧٦) خود سنڌ ڄائو هو. سيني مسلمان اڪثريتي صوبن مان سنڌ پهريائين بر صغير جي ورهاست ۽ آزاد مسلمان رياست ( پاڪستان) جي قيام جو مطالبو ڪيو ( ). آزاديءَ بعد پاڪستان جو پهريون دار الخلافہ ڪراچي ( سنڌ) ۾ قائم ڪيو ويو ۽ سنڌ هڙون وڙون، هن نئين نئاهيل رياست جا انتظامي اخراجات ۽ هندستان مان هجرت ڪري ايندڙ مسلمان مهاجرين جي سنڌ ۾ بحالي جو بار پاڻ تي هموار ڪيو. اهڙي طرح غازي محمد بن قاسم کان قائد اعظم محمد علي جناح تائين سنڌ پنهنجي مسلسل اسلامي وابستگيءَ جو حق ادا ڪيو آهي.

# باب ستون

۱:- لاهو ميوزم بليٽن، ج ۱ (۱) ۱۹۸۸ع ص ص ۵۴ - ۴۵.

۲:- ايم ايچ پنهور، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، سنڌ الاجي، ۱۹۸۳ع ص ص xxiv ۽ xxv : مطابق سنڌ جا تهذيبي دور هن طرح گذريا:

(۱) اتر سنڌ ۾ ، پٿر جو وچون دور: ۵ لک سالن کان ۳۵ هزار سال اڳ.

(۲) اتر سنڌ ۾، پٿر جو پويون دور: ۳۵۰۰۰ ق - م کان ۹۰۰۰ ق - م.

(۳) شڪاري ۽ ماهيگيري قبيلا: ۹۰۰۰ ق - م کان ۳۵۰۰ ق م.

(۴) وچون دور (Mesolithic): ٦۰۰۰ ق - م کان ۴۰۰۰ ق م.

( انهيءَ دوران مهرڳڙهہ ۾ نئون پٿر جو دور (Neolithic) هو.)

۵) سنڌ ۾ نئون پٿر جو دور (Neolithic) : ۴۰۰۰ ق - م کان ۳۵۰ ق م.

(٦) سنڌ ۾ ٽامي جي استعمال (Cholcolithic).

جو دور، جيڪو پٿر جي نئين دور کانپوءِ شروع ٿيو: ۳۵۰۰ ق - م کان ۹۰ ق - م

(۷) اوائلي سنڌي تهذيب جو دور ، آمري. : ۳۵۰۰ ق - م کان ۲۳۰۰ ق م.

(۸) ڪوٽڏيجي جي ( شهر) تهذيب جو دور: ۲۸۰۰ ق - م کان ۲۳۰۰ ق - م

(۹) موئن جي دڙي جي ترقي يافتہ تهذيب: ۲۳۰۰ ق - م کان ۱٦۵۰ ق - م

(۱۰) جهڪڙ ۱٦۵۰ ق - م کان ۱۳۵۰ ق - م

(۱۱) جهانگار ۱۲۰۰ ق - م کان ۹۰۰ ق - م.

۳:- چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج ۱۲ ص ۵۵۲

۴:- - ايضا -

۵:- پيرومل قديم سنڌ - ايضا - ، ص ۵۵.

٦:- - ايضا - ص ۸۱ . موئن جي دڙي جي ڪوٽائيءَ، هن وقت تائين ، آخري تهہ تي نہ پهتي آهي. اهڙي طرح تهذيب جي اوج واري سرزمين بہ

نامعلوم آهي. ڪل پنج ته ڪوٽيا ويا آهن، جن مان هرهڪ جي درميان هڪ ويراني جو ته آهي. نقشو هن طرح بيهي ٿو:

(١) پهريون هيٺيون ته، هڪ فٽ کان ڏيڍ فٽ ١٣٠٠ ق - م

(٢) ويراني، هڪ فٽ، عرصو ٻه صديون ١١٠٠ - ١٣٠٠ ق - م

(٣) ٻيو مٿيون ته، ست فٽ عرصو ٽي ديون ٨٠٠ - ١١٠٠ ق - م

(۴) سيلابي ته ۽ ويراني ٻه صديون ٦٠٠ - ٨٠٠ ق - م

(۵) ٽيون مٿيون ته ، ٨ -٧ فٽ ٽي صديون ٣٠٠ - ٦٠٠ ق - م

(٦) باهه جو سڙيل ته ۽ ويراني هڪ صدي ٢٠٠ - ٣٠٠ ق - م

(٧) چوٿون مٿيون ته، ٨ - ٧ فٽ پنج صديون. ٣٠٠ع - ٢٠٠ ق - م

(٨) ويراني، اٺ فٽ، اٺ صديون ١١٠٠ - ٣٠٠ ع

(٩) پنجون مٿون ته، چار صديون ١۵٠٠ - ١١٠٠ ع

( ذريعو: ڪي - اين ساستري، نيولائيٿ آن د انڊس سولائيزيشن آتمارام اينڊسنس دهلي، ١٩۵٧، ص ١١١.)

موئن جي دڙي واري شهر جي اوائلي بنياد بابت ڪابه ثابتي ميسر نه آهي. اوائلي هيٺاهون ته، هاڻي سنڌونديءَ جي تري کان به هيٺ هليو ويو آهي، جيڪو گذريل هزارين سالن ۾ ترجي مٿي ٿي ويو آهي. دڙي جي کوٽائي زمين جي مٿاڇري کان ٽيهه فٽ هيٺ تائين ٿي چڪي آهي. وڌيڪ کوٽائي ڪرڻ سان زيرزمين پاڻي، يا سم جو پاڻي نڪرندو، جيڪو اڳيئي مٿي چڙهي کوٽيل تهن کي ٻوڙي رهيو آهي.

٧:- شفقت تنوير مرزا، ڊان آرٽيڪل، ۵ مئي ١٩٩٧، ص ٩

٨:- - ايضا -

٩:- برٽانڪيا، - ايضا - ج ١٢، ص ١٠١

١٠:- هر برٽ ڪهن، آن د ٽرئڪ آف پريهسٽارڪ مئن، رئنڊم هائوس نيويارڪ ١٩۵۵ع، جرمن زبان مان انگريزيءَ ۾ ترجمو Alan Hough-ton Brodrid: جاٿايل غارن جا نالا لئسڪاخس Lascaux ۽ التيمرا Altamira ص ص ۴٧ - ٣

١١:- موئن جي دڙي جي کوٽائي بعد، سرجان مارشل انهي تهذيب کي "اندو - سميرين تهذيب" جو نالو ڏنو، جيڪو بعد ۾ " اندس وئلي سولائيزيشن" ۾ تبديل ڪيو ويو. ( پيرومل، قديم سنڌ، - ايضا - ص ٢١٨)

# فهرست مضامين

# باب اٺون

## "آريا" قوم

هندستاني ۽ ايراني آرين جو " پرتنا اوڪس" ( قديم وطن) " رگ ويد" جي متن مطابق ڪو " ڏورانهون ملڪ" هو، جتي " اندر" کي وينتي ڪئي وئي ۽ هن ٻن قبيلن، " يادو" ۽ " تروشا" کي آڻي هندستان ۾ آباد ڪيو ( ائڊوانسڊ، ص ٢٥) . جيڪڏهن قائم ڪيل مفروضي مطابق اهو ڏورانهون آريا پرتنا اوڪس ڏکڻ روس، ڊئنيوب ندي ۽ ڪئسپين سمنڊ جو ساحلي علائقو هو، تہ آرين جو يافثي نسل مان هجڻ قرين قياس آهي، ڇاڪاڻ تہ هو سامي ۽ حامي نسل وارن قبيلن جي مسلسل دٻاءَ هيٺ هجرتون ڪندا ۽ نوان علائقا هٿ ڪندا نظر اچن ٿا!

سن ١٣٨٠ ق - م ۾ بہ آريائي بادشاهتون اولهہ ايشيا ۽ ايشيا مائينر (جديد ترڪي ۽ ايران جي ڏاکڻي علائقي) ۾ قائم هيون. " هٽي" بادشاهت جي راجا " سبل العيوما" ۽ متاني آريائن جي بادشاهہ " متي واجا" جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو، جيڪو تاريخي رڪارڊ ۾ موجود آهي (ڪرانالاجيڪل، ص ٥٦) بوغز ڪيوئي (Boghaz Kui) جي آثار قديمہ جون ڪجهہ تختيون آريا تاريخ تي روشني وجهن ٿيون، اناطوليہ ( ايشيامائينر) جي آرين ۽ هندستاني آرين جي ديوتائن جا نالا ساڳيا آهن. پوءِ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ "اندر ديوتا" جا پوڄاري آريا هندستان مان اناطوليہ ۽ مغربي ايشيا ۽ يورپ طرف وڌيا يا قصو انهيءَ جي ابتڙ آهي؟ هندستان ۾ آڻي آباد ڪيل آرين جي ٻن قبيلن " يادو" ۽ " تروش" جي اصل نسل بابت ابهام آهي: رگ ويد جي متن ۾ يادو قبيلي جي نسبت " پرشيا" ( ايران) جي هڪ قديم قبيلي "پشو" / " پرشو" سان ڏيڪاريل آهي. ۽ " تروش" قبيلي بابت لکيل آهي تہ هنن.هڪ بادشاهہ"پارٿو" خلاف بغاوت ڪئي ( ۽ ملڪ نيڪالي مليئن). "پارٿو" ايراني نالو معلوم ٿو ٿئي. تنهن ڪري انهن ٻن اوائلي آريا قبيلن جي هندستان ۾ آمد، اولهہ ايشيا ۾ ايران جي مٿانهين پٽ کان، معلوم ٿي ٿئي.

انهيءَ کان علاوه " رگ ويد" ۾ ڄاڻايل " هري يو پييا" جيڪڏهن اهو هند يا درياهه آهي، جتي هڪ نرالي قوم " ور چيرت" آرين جي قرباني جا وُسلا ( ٽانو ٽپا) پيچي پورا ڪيا، ته اهي قديم هڙپا جا مقامي ماڻهو هوندا جن آريه دراندازن جو مقابلو ڪيو: " ورمينه" لوهي زرهون پاتل گهوڙيسوار، سنڌو ماٿري جي پيادل جو ڏن سان منهن مقابل ٿيا، جيڪي لنين لوهي شيخن، لوڙهن، ڀالن ۽ تير ڪمانن سان وڙهي رهيا هئا. ( اڊوانسڊ، ص ٢٥) آرين جو قديم نشان (卐) " سواستيڪا" بعد ۾ جرمن نازي تحريڪ جو نشان بنيو، جيڪو سامي قوم جي مخالفت جو نشان هو. شايد "هري يو پييا" يا هڙپا جي ميدان تي لڳل لڙائي، آرين جي هندستان ۾ آبادڪاريءَ جو آغاز هئي ۽ ممڪن آهي نه فاتح آريا، "يادو" يا " تروش" قبيلا نه هئا، ڇاڪاڻ ته رگ ويد جي متن ۾ هڪ هنڌ هنن قبيلن جي ماڻهن کي " داس" معنيٰ غلام لکيو ويو آهي ۽ هڪ ٻئي قبيلي "پورو" کي " مرندرواچه" معنيٰ سخت ڪلامي ڪندڙ ڄاڻايو ويو آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته هي ٽي قبيلا غير آريائي نسل مان هئا، " دسيوس" يا داس ( غلام) ڪاري چمڙي ۽ تلهي سنڌي نڪ وارن مقامي ماڻهن لاءِ استعمال ٿيل محاوره آهي. سندن قبضي ۾ قلعا ۽ چوپائي مال جا ڌڻ هئا، جيڪي آريا حمله آورن کي گهربل هئا. مقامي قبيلا " قرباني" جي خلاف هئا ۽ " لنگم پوڄا" ڪندا هئا. محققن کي،" يادو" " تروش" ۽ " پيورو" قبيلن کي آريا قوم ۾ شامل ڪندي، شڪ محسوس ٿئي ٿو ۽ امڪان نظر ٿو اچي ته اهي مقامي قبيلا هئا، جيڪي شروع ۾ آرين جا حليف ۽ پوءِ حريف ٿي پيا، انهيءَ امڪان کي هن حقيقت مان هٿي ملي ٿي ته " يادو" قبيلي کان بلڪل مختلف رنگ ۽ نسل وارو قبيلو، " ڀرت" آريا قوم مان تسليم ڪيو ويو آهي، جيڪي "مڌيه پرديش" ۾ ڏرشدوتي، سرسوتي ۽ آپيا درياهن تي قربانيون ڪندا هئا ۽ بعد ۾ اتي آباد ٿيندڙ يادو ۽ ٻين مهاجرن قبيلن کي " نوان آيل" شمار ڪيو ويو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته آريا اڳئي اتي آباد هئا. اولهه مڌيه پرديش ۾ درياهن جي ڪناري قربانيون ڪندڙ " ڀرت" آريا، " اگني ديوي" جا پوڄاري هئا. جڏهن ته بوغزڪيوئي جا آريائي آثار قديمه، ايشيا مائينر (اناطوليه) ۾ اهڙي ڪنهن پرستش جا ثبوت فراهم نه ٿا ڪن، جهڙي

طرح همعصر موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي آثار قديمه مان پڻ " اگني" ديوي يا باهه جي پوڄا ظاهر نه ٿي ٿئي، البته " ويدن" مطابق آريا ڪل ( قبيلا) وڏن گروهن تي مشتمل هئا، جن جي تشڪيل " ورن" ۽ ساجاتيا، يعني رنگ ۽ مٽي ماٽي يا عزازت مطابق ڪيل هئي. ( ائدوانسڊ ص ص ٣١ ـ ٢٦).

ٻڌمت جي اوائلي ڪتابن ۾ ١٦ وڏيون قومون، يا قبيلا، ڄاڻايل آهن، جيڪي ڪابل نديءَ کان گوداوري نديءَ تائين آباد هئا:

(١) ڪمبوج، يا ڪمبوهه ( ڏکڻ ـ اولهه ڪشمير ۽ ڪافرستان جا ڪجهه حصا).

(٢) گنڌارا، ( پشاورکان راولپنڊيءَ تائين).

(٣) اونتي، ( مالوهه ۽ آسپاس جا علائقا).

(٤) اشمڪ، ( گوداوري نديءَ جي ڪناري سان آباد علائقن ۾)

(٥) شورسين، ( مترا ۽ ملحق علائقن ۾).

(٦) متسيا، ( جيپور ۽ اوپر ـ ڏکڻ سنڌو ماتريءَ جي سرحدن تي)

(٧) پنچال، ( بريلي، بدايون ۽ فرخ آباد جي علائقي ۾).

(٨) ڪُرُ، ڪورو، ( ٿانيسور، دهلي ۽ ميرٺ جي علائقي ۾)

(٩) وتسا، ( الهه آباد ۽ آسپاس جي علائقي ۾)

(١٠) چيدي، ( جمنا ۽ نربدا ندين جي وچ واري علائقي ۾)

(١١) مل، ( موجوده گورکپور ضلعي ۽ آسپاس ۾)

(١٢) ڪوسلا، ( رياست اٿوڌ جي علائقي ۾)

(١٣) ڪاسي، ( بنارس ۽ آسپاس جي علائقي ۾)

(١٤) ورجي، ( اتر بهار جي پوري علائقي ۾)

(١٥) مگڌ، ( ڏکڻ بهار ۾) .

(١٦) انگار، ( اوپر بهار ۾).[٢٠]

براهمڻن جي پوئين دور ۽ ٻڌمت جي تاريخي ادب مطابق آرين جي قبضي هيٺ ڇهه بادشاهتون هيون:

(١) ڪلنگا، ( اوڙيسا کان گوداوري ندي جي آباد ڪيل علائقن تائين) (٢) اشمڪا ۽ (٣) ملڪا . (گوداوريءَ نديءَ جو مٿيون علائقو)، (٤) اونتي، ( مالوهه) . (٥) سوراشٽر ( ممبئي جي ساحل کان ڏکڻ

ڪاٺياواڙ رياست ٿائين)، ۽ (٦) سنڌو ساويرا ( سنڌو نديءَ جو هيٺيون علائقو، موجوده سنڌ).٣

بر صغير ۾ آرين جو اولين آماجگاهہ ڪوهہ هندوڪش جو پهاڙي علائقو هو. هڪ ذريعي مطابق باختر ( بئڪٽريا) مان آريا، افغانستان لتاڙي، پنجاب ۾ داخل ٿيا، رگ ويد جي ڪتابي صورت ۾ اچڻ کان اڳ سنڌن وڏو تعداد ڪوهہ سليمان، پنجاب ۽ گنگا ـ جمنا واديءَ ۾ آباد ٿي چڪو هو. جڏهن رگ ويد لکيو ويو، تڏهن انهيءَ ۾ " سپت سنڌو" جو محاورو استعمال ڪيو ويو، جنهن جو مطلب هو ست درياهہ، اهي ست درياهہ، يا نديون: سنڌو، ستلج، راوي، چناب، جهلم، بياس ۽ سرسوتي، آرين جي قبضي هيٺ اچي چڪا هئا. انهن درياهن کي ايراني ذريعن ۾ " هپت هندو" لکيو ويو آهي، جيڪو بوليءَ جو اچاري فرق ظاهر ڪري ٿو. محققن معلوم ڪيو آهي تہ جڏهن آريا اجا هندو ڪش جي ڪوهستان اندر محدود هئا، تڏهن منجهن مذهبي اختلاف پيدا ٿيو: " سرنجيہ" ۽ " پرت" قبيلن بت پرستي، قربانين ۽ ٻين مقامي مذهبي عقيدن ۽ رسمن جي مخالفت ڪئي ۽ قديم آريا فطرت پرستيءَ کي قائم رکڻ تي زور ڏنو. ٻئي طرف" يادو" ، "تروش" " دروهيہ" ، " انس" ۽ " پيورو" قبيلا، جيڪي اڪثر مقامي قبيلن سان سماجي لهوچڙ ۾ هئا، بتن، قربانين ۽ سوم رس جي استعمال کي ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا، تنهن ڪري منجهن جدائي ٿي. پهريون گروهہ واپس افغانستان مان گذري اولهہ ـ ڏکڻ طرف ايران جي مٿاهين پٽ ۾ اچي آباد ٿيو ۽ ٻيون گروهہ سپت سنڌو جا ڪنارا ڏيندو، گنگا ـ جمنا واديءَ ۾ داخل ٿي ويو. ٻنهي گروهن جا بنيادي مذهبي عقيدا ساڳيا هئا، تاهم سماجي ۽ جاگرافيائي ماحول ۽ پيدا ٿيل مذهبي اختلاف سبب ايراني ۽ هندستاني آرين جي مذهب، زبان ۽ ثقافت ۾ فرق پيدا ٿيو. " آسور" عظيم ديوتا، ايران ۾ " آهور" سڏجڻ لڳو ۽ نئين مذهبي جوڙ جڪ ۾ انهيءَ کي " آهور مازده" يعني سيني شين جو ڄاڻندڙ ۽ انهن تي قدرت رکندڙ ( کل شيءِ عليم وعليٰ کل شيءِ قدير) ظاهر ڪيو ويو ۽ " آسور" انهيءَ جو ضد ۽ قابل طنز محاورو بنجي ويو، اتان " زرتشت" پيغمبر جو دين " زرتشتي" وجود ۾ آيو. هندستاني آريا " آسور" جي بنيادي فڪر تي قائم رهيا ۽ "

ويدن" جي اشاعت ۽ ڪتابت ذريعي " هندو ڌرم" تشڪيل ڪيائون، ٻيو آريائي ديوتا" ورن" ديوتا ( نيپچون) جڏهن ٻت جي شڪل ۾ پوڄجڻ لڳو، تڏهن ايراني آرين انهيءَ کي رد ڪيو ۽ هندن کي ڪافر چيائون. سندن پاڪ ديوتائي مشرب " سوم " ( ڀنگ) کي حرام قرار ڏنائون. هندستاني آرين الڳ طور تي پنهنجي مذهب، فڪر، معاشري ۽ تهذيب کي فروغ ڏنو. پنجاب ۾ ڪافي عرصو رهڻ بعد، " آريا" ، گنگا ـ جمنا واديءَ ۾ داخل ٿيا. اندازي مطابق اهو سال ١٠٠٠ ق . م هو. انهيءَ صديءَ ۾ رگ ويد کي ڪتابي صورت ۾ آندو ويو، جنهن ۾ آريا ورش جون سرحدون اوپر افغانستان کان گنگا ـ جمنا واديءَ جي مٿئين حصي تائين نروار ڪيون ويون. " ڪيا" (ڪابل) " سواستو" ( سوات) " ڪُرُمُ" ( ڪُرم) "گومتي" ( گومل) " سنڌو"، " سشوما" ( سوهان / سون وادي)، "وتستا" ( جهلم،) "اسيڪني" (چناب) " مر دو رڌا" ( مر ورد وان)، "پرشني" ( راوي)" پپاش" ( بياس) "شتدري" ( ستلج) " سرسوتي" (گمشده درياهه جيڪو دهليءَ جي اتر ۾ ٿانيسور جي ميدان کان سوراشٽر ۽ راجستان جي ريگستاني علائقن کي آباد ڪندو هو، سنڌ ۾ انهيءَ کي هاڪڙو ۽ مختلف علائقن ۾ مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو. اهو نيرون ڪوٽ جي ويجهو عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو) درشدوتي / رڪشي/ چتنگ، گنگا ، جمنا ۽ سريو: اهي سڀئي درياهي واديون آرين جي سرحدن اندر اچي ٿي ويون. تاهم انهن سرحدن اندر اصل مقامي قومون ۽ قبيلا پنهنجي بقا جي جنگ ۾ مصروف هئا. انهن جبلن، ٻيلن ۽ دشوار گذار علائقن ۾ پناهه وني آرين جو مقابلو ڪيو، جيئن رگ ويد ۾ " وشا" قبيلي جي داسن " ارنياني" ( ٻيلن وارن) ۽ " پريا" ( ڪوهن وارن) جو ذڪر ڪيل آهي[۴]. ازانسواءِ رگويد ۾ آرين جي بهادري ۽ بيرحمي جي بيان ۾ مفتوح قبيلن ۽ آبادين جي بربادي جو هيبتناڪ منظر چٽيل آهي.

آريا قوم جي توسيع پسندي جا آثار ايشيا، يورپ ۽ افريقا کنڊن ۾ موجود آهن: اتر هندستان تي قبضو ڪرڻ بعد ڏکڻ هندستان، سريلنڪا، ميانمار ( برما) ۽ بينگال لتاڙي، چين ۽ هماليه جي بادشاهيتن ۾ ڪاهي پيا. سندن ايراني هم قوم، ايران ۾ هڪ نسل گذارڻ بعد، اناطوليه، بابل، ۽

دجلہ ۔ فرات واديءَ جو پورو علائقو زير ڪري، نيل واديءَ ۾ مصر، ڏکڻ عربستان ۽ اتر افريقا، صوماليہ وغيره ۾ بہ پهچي ويا. احوال الانبياءُ جي ذريعي مطابق چين ۾ سندن آمد انهيءَ کان هزارين سال اڳي ٿي هئي[۵] بهرحال، سن ۱۰۰۰ ق ـ م هندستاني آرين جي عرج جو زمانو هو ۽ ايراني آرين جي پهرين شهنشاهيت ۽ الڳ مذهب جو آغاز پنج صديون پوءِ، سائرس اعظم / حضرت ذوالقرنين ۽ زرتشت پيغمبر جي زماني کان ٿيو. انهي زماني ۾ " رامائڻ" ۽ " مهاڀارت" جي هندو ڌرم ويدن، براهمن ۽ هندو سماج سدار ڪن، اوتارن رام ۽ ڪرشن ۽ ٻڌ ڌرم جي باني گوتم ٻڌ ۽ جين ڌرم جي باني مهاوير هندستاني آريا ڌرم ۽ سماج کي هڪ مڪمل الڳ صورت ڏئي ڇڏي.

## وشنو جو ستون اوتار : هري رام

هري رام جو قصو مختلف زمانن ۾ ڇاڻايو وڃي ٿو: اوتارن جي سلسلي ۾ " هري رام" ، " وشنو" ديوتا جو ستون اوتار مڃيو ويو آهي. سندس پيشرو، ڇهين اوتار جو نالو بہ " رام" آهي. ٻنهي جي الڳ شناخت ڪرڻ لاءِ " هري رام" کان اڳئين اوتار جو نالو " پرشرام" يا ڪهاڙيءَ وارو رام، رکيو ويو جنهن " کتري جاتيءَ جا ۲۱ نر نسل برباد ڪري ڇڏيا ۽ ظالم کتري راجائن کي ناس ڪندڙ قرار ڏنو ويو، ليڪن سندس پوڄاپاٺ جي ڪابہ ثابتي موجود نہ آهي. وقت گذرڻ سان، شيطاني ديون جي سلسلي جو چوٿون ديو ( راڪاس) " راوڻ" پيدا ٿيو. پهريان ٽي ديو راڪاس هنن نالن سان ڄاڻايل آهن: (۱) هرن ياڪش جنهن کي " وشنو" ديوتا "وراهہ" ( ٽيون اوتار) يعني " سوئر" جي روپ ۾ اچي ماريو، (۲) هرن يڪشپ، جنهن کي وشنو نرسمها ( چوٿين اوتار) يعني " شينهن جو ڌڙ ۽ انسان جي منڍي،بنجي ماري ناس ڪيو ۽ (۳) بلديو، جنهن سنياس (تپشا ۽ زهد، تقويٰ) ڪري ديوتائي ( روحاني) طاقت حاصل ڪئي، ٻين ديوتائن کي هن مان خطرو محسوس ٿيو. وشنو ديوتا " وامن" ( پنجين اوتار) يعني ڄامڙي ( بندري ماڻهو) جو روپ وٺي، اچي "بلديو" کان دانُ (خير) گهريو. "

بلديو" پنهنجي شڪتي سان سڄي دنيا جو مالڪ هو. " وامن" فقط ٽن ٻرانگهن جيتري پرٿوي دان گهري؛ انهن ٽن ٻرانگهن ( قدمن) ۾ " وامن" اوتار زمين، آسمان ۽ فضا پار ڪري ويو ۽ باقي نرڳ ( دوزخ) وارو علائقو "بلديو" لاءِ بچيو. هاٿي " راوڻ" ياڪش، يا ديوراڪاس، کي ناس ڪرڻ لاءِ " وشنو" ديوتا ستون اوتار، هڪ شهزادو، " رام" پٽ راجا دشرٿ، بڻجي آيو.[٦]

راجا دشرٿ، ڪوسلا (ائوڌ / ايوڌيہ) جو راجا، ڪتري آريا جات مان هو، جنهن جا ٢١ نرنسل اڳين اوتار " پرشرام" ناس ڪيا هئا. مغربي مورخن جي راءِ مطابق رام ڪهاڻي، ڌرم کان زياده ( تاريخي) ادب جو حصو آهي. دراصل اهو قصو تاريخ جو حصوآهي. زماني جي لحاظ کان " سري رام" ١٠٠٠ ق.م کان ٧٠٠ ق.م جي وچ ۾ ٿي گذريو آهي، تاهم سندس " پنٿ" (فرقو) دور حاضر جي هڪ تاريخدان "بشم" جي راءِ مطابق، " مسلمانن جي آمد بعدعام ٿيل آهي. عام طور تي، " هري رام" جي بت تي ڪارو روغن لڳايو وڃي ٿو ۽ اڪثر تير ڪمان سان هٿيار بند ڪيو ٿو وڃي . اها علامت انهيءَ سويمور جي ياد تازي ٿي ڪري جنهن ۾ " ڪوشلا" جي شهزادي رام " وديهہ" جي راجا " جنڪ" جي ڌيءُ " سيتا" تير اندازيءَ جي مقابلي ۾ کٽي هئي. " سيتا" سنسڪرت زبان ۾ " هرجي اوڙ" کي چئجي ٿو،[٧] تنهنڪري " رام پنٿ" ۾ سيتا کي ڪيتيءَ جي ديوي قرار ڏنو ويو. بشم جي راءِ موجب " هري رام" جيتوٽيڪ هري ڪرشن مهراج کان اڳ ٿي گذريو آهي، تاهم سندس " پوڄا پاٺ" هري ڪرشن جي پنٿ کانپوءِ شروع ٿي. " رام ليلا" جي قديم متن ۾ " راجا رام" ۾ ڪي بہ روحاني خصوصيتون بيان ڪيل نہ آهن؛[٨] قديم هند جي روايتي تاريخ ۾ ۽ يگن ( زمانن) جي لحاظ کان " ترتيا" يگ ۾ ٥٥ سورج ونسي راجا ٿي گذريا، ٥٦ هون راجارام هو. " دواپريگ ۾ ٢٩ راجا ٿي گذريا ۽ پوءِ " مهاڀارت" جي جنگ لڳي. انهي کانپوءِ " ڪل" يگ آيو جيڪو هڪ هزار سال هليو انهيءَ ۾ ٽيهہ راجا ٿي گذريا، جن جي گاديءَ جو هنڌ"ا يوڌيہ" هو.[٩]

"رامائڻ" جو پهريون نسخو، ٥٠٠ ق.م ۾ والمڪ پيل قلمبند ڪيو.

اهو سنسڪرت زبان ۾ لکيل هو. ۹ صدي عيسويءَ ( ۸۹۹ ـ ۸۰۰ع) دوران ڪمبن ( ڪمن) " تامل" زبان ۾ رامائڻ لکيو. هندي زبان ۾ " هري رام" جو قصو" رامائڻ" ڪوي تلسيداس پهريون دفعو لکيو. روايتي طور تي " رامائڻ" جو اصل ڪوي ( قصہ خوان) رشي والميڪي هو، جيڪو هري رام جو همعصر هو.[10] قصي جو مرڪزي مقام "ايوڌيہ" آهي، جيڪو " ڪوسلا" بادشاهت جو تختگاهہ هو. ڪوسلا جي بادشاهہ دشرٿ کي ٽي زالون ۽ چار پٽ هئا: رام، ڀرت،لڪشمڻ ۽ شترگهن،جيئني شهزادن پاڙيسري بادشاهت " وديهہ" جي راجا جنڪ جي ڌيءَ " سيتا" جي سويمور ۾ حصو ورتو. رام تير اندازي ۾ مقابلو کٽي " سيتا" سان شادي ڪئي ۽ ڪنوار وٺي " ايوڌيہ" ۾ آيو. جشن ٿيا ۽ ڪجهہ وقت گهوٽ ڪنوار آنند ۾ گذاريو. " رام" وليعهد هو، ليڪن سندس ويڄي ماءُ ڪيڪئي راجا دشرٿ کان پنهنجي ڪابہ هڪ خواهش پوري ڪرڻ جو وچن وٺي ڇڏيو هو. جڏهن راجا دشرٿ جي موت جو وقت ويجهو ٿيو تڏهن راڻي ڪيڪئي کيس وچن ياد ڏياريو ۽ خواهش ڪئي تہ رام چوڏهن سالن لاءِ بن ( ٻيلن) ۾ وڃي زندگي گذاري ۽ سندس پٽ ڀرت ولي عهد ٿئي. راجا وچن بند هو، باقي ٽن ڀائرن اعتراض ڪيو، ليڪن رام چيو تہ مان پنهنجي پتا جو وچن ضرور نباهيندس، سو پنهنجي زال ۽ ڀاءُ لڪشمڻ کي ساڻ وٺي سريلنڪا جي سرحد تي ڊنڊڪ (Dandaka) نالي هڪ گهاٽي ٻيلي ۾ وڃي رهيو. پويان راجا دشرٿ پرلوڪ پڌاريو تہ " ڀرت" پنهنجي ڀاءُ رام جون چاکڙيون تخت تي رکي سندس عيوضيءَ طور راڄ ڪندو رهيو، " سريلنڪا" ۾ راوڻ راڪاس ( راڪشش) بادشاهہ راڄ ڪندو هو، سندس ڪڙم جا راڪاس ڊنڊڪ جي ٻيلي ۾ ڏنارن ۽ سامين درويشن کي آزاريندا هئا. رام ۽ لڪشمڻ گڏجي انهن راڪاسن کي ماري ٻيلي ۾ امن امان قائم ڪيو. راڪاس راوڻ بدلي وٺڻ لاءِ هڪ سامي سنت جو بهروپ ڪري، ان وقت رام جي نڪاٽي تي پهتو جڏهن رام ۽ لڪشمڻ شڪار ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويل هئا. راوڻ سيتا کي اغوا ڪري وامڻ ۾ چاڙهي سريلنڪا کڻي ويو.[11] ( وامڻ معنيٰ هوائي جهاز) ڀائرن سيتا جي ڳاڌي ڳولا ڪئي ۽ آخرڪار ٻولڙن جي بادشاهہ ( مک ٻولڙي) سگريو! ۽ سندس سپهہ سالار " هنومانت" کان مدد گهري. ( "

تارزن" جي ڪردار سان "رام" جي هڪ جهڙائي) " هنومانت" راوڻ جي محل ۾ سيتا کي وجي ڳولي لڌو، خبر ملڻ بعد رام ٻولڙن ۽ رڇن جي وڏي ڪٽڪ سان سمنڊ جي پاڻي تي پٿرن جي پل ٻڌي ( بريڪ واٽر جي نموني) راوڻ تي ڪاهي آيو. راوڻ ۽ سندس ساٿي مارجي ويا ۽ " سيتا" کي آزاد ڪرايو ويو. تاهم وقت جي دستور موجب سيتا کي پنهنجي ستي يا پاڪدامن هجڻ جي ثبوت خاطر باهه مان لنگهڻو پيو ۽ رشي والميڪ جي بيان مطابق " اگني ديوي" هن لاءِ ٿڌي ٿي وئي. پوءِ " رام" ٻيهر " سيتا" کي سويڪار ڪيو، موٽي ايوڌيہ آيا، ڏياري تي[۱۲] ۽ اڄ ڏينهن تائين انهي فتح ۽ ست سيل جي سلامتي جي خوشي ۾ ملهايون ورهائي اهو ڏڻ ملهايو وڃي ٿو.

رامائڻ جو ٻيو حصو، مذهبي عقيدي ۽ آريا سماج ۾ عام راءِ جي اهميت جي لحاظ کان اهم آهي: پرجا جي عام راءِ اها بيٺي تہ راوڻ جي محل ۾ راتيون گذارڻ بعد " سيتا" سندن راجا " رام" جي قابل نہ رهي آهي تنهن ڪري راجا پنهنجي پرجا کي خوش ڪرڻ لاءِ سيتاکي گهر مان ڪڍي ڇڏيو ۽ هوءَ وڃي رشي والميڪ وٽ رهي جنهن رامائڻ لکيو. سيتا کي ٻہ پٽ هئا: ڪش(Kush) ۽ لو (Lava). سالن پڄاڻان رام سيتا جي سار لڌي ۽ پٽن کي پنهنجو ڪيو. سيتا پنهنجي ماتا " ڌرتي" کي وينتي ڪئي تہ مونکي پنهنجي ڪک ۾ موٽائي وٺ، روايت مطابق " سيتا" راجا جنڪ جي ڌيءَ نہ هئي بلڪ هرڪاهيندي هن کي زمين مان ملي هئي جيڪا هن پالي وڏي ڪئي هئي. ( راجا هرُ ٻہ هلائيندو هو !) ڌرتي ڦاٽي پئي ۽ سيتا (سسئي وانگر) ان ۾ گهڙي وئي. سنت پوءِ " هري رام" واپس آڪاش ۾ هليو ويو ۽ پنهنجي اصلي روپ ۾ " وشنو" ديوتا ٿي ويو. ( ڏسو ص ص ۴۱۳ _ ۴۱۲) پراڻ ۽ ڌرم شاستر " هري رام" جي روحاني عظمت سان ڀريا پيا آهن.

"رامائڻ" جا ڪردار مذهبي علامتن سان گڏ تاريخي حقيقتن کي ظاهر ڪن ٿا: " رام" ، شو جي وزني تير ڪمان سان نيڪ نشانو چٽيو، پوءِ ڪمان ڀڳي، سيتا ( ڌرتي جي ڌيءُ) هٿ ڪئي. ڌرتيءَ جي اصل وارثن، مقامي غير آريائي قبيلن جو واحد خدا " شو" هو. سندس ڪمان ڀڃڻ "

شوپنٽ" جي اثر رسوخ کي ختم ڪرڻ جي علامت آهي جنهن ۾ ڌرم سان گڏ ڌرتيءَ جو ڪسجي وڃڻ شامل آهي. مذهبي علامت طور راجا جنڪ جو ڪردار، هڪ تاريخي حقيقت جي نشاندهي تو ڪري: بشم لکي ٿو تہ راجا جنڪ جي حيثيت " رام"کان وڌيڪ تاريخي اهميت رکي ٿي. هو اپنشدن جو شيدائي هو، جنهن ۾ ويدن جي متن تي بحث ڪيل آهي. هو پاڻ بہ انهن بحثن ۾ حصو وٺندو هو ۽ پنڊتن ۽ سامي سنتن جو مربي هو. ( ص ۴) زماني مطابق اها ۷ ــ ۸ صدي قبل مسيح هئي، جنهن ۾ نئين مذهبي جوڙجڪ ۽ ويدانيت جي منطقي اصولن کي نروار ڪيو ويو، برهمڻن جي ناقابل برداشت بالادستي کي چئلينج ڪيو ويو ۽ کتري راجائن آريا قوم ۾ پنهنجي اتم حيثيت قائم ڪئي.

رامائڻ جي متن ۾ بادشاھ، يا " راجا" جي اهميت کي اجاگر ڪيو ويو آهي: " جنهن ملڪ ۾ راجا نہ آهي...... اتي پٽ پيءُ جي عزت نہ ٿو ڪري ۽ زال مڙس کي، ماءُ نہ تي ڏئي....... ماڻهو مڙي مجلس نہ ٿا ڪن ۽ نہ وڻندڙ باغ ۽مندر بنائن ٿا...... اميرن کي تحفظ حاصل نہ آهي، ريدار ۽ هاري رات جو در بند ڪري سمهن ٿا...... هڪ بي آب ندي، هڪ بنا گاھ ٻيلو، ڌڻ مال جو ڌنار کانسواءِ ، اهو آهي ملڪ راجا بغير ! " ( بشم ص ص ۸٦ ـ ۸۵) رام پنڊت موجب هري رام ۾ هڪ شريف وفادار مڙس، مصيبت ۾ هڪ بهادر اڳواڻ ۽ هڪ انصاف پسند ڀلائي ڪندڙ راجا جا گڻ سمايل هئا. ( ص ۳۰۲) قديم ترين روايت مطابق رام بنارس ( ڪاشي) جو راجا هو. اها راجائي پوءِ " ڪوسلا" ( ايوڌيہ) جي راجا پنهنجي ملڪ سان ملائي ڇڏي. ٻي اهم راجائي " وديهہ" هئي، جيڪا گنڊڪ نديءَ جي اوپر ۽ گنگا نديءَ جي اتر طرف هئي. " وديهہ" ديش جي ذڪر ۾ " مگڌ" جي معمولي رياست هئي، جيڪا اپنشدن جي دور ۽ نئين مذهبي جوڙجڪ جي زماني، ۽ مهاتما گوتم ٻڌ جي اصلاحي تبليغ دوران، راجا " بيمبسارا" جي اڳوائيءَ ۾ ٻين ننڍين وڏين آريا رياستن کي پاڻ ۾ ملائي هندستان جي پهرين شهنشاهيت بني.

" رامائڻ" جي مذهبي اهميت ناقابل ترديد آهي ۽ " مهاڀارت" سان ملائي، هن ڌرم شاستر کي هندو مت ۽ تهذيب جو بنياد ڇئي سگهجي ٿو.

هندستان جو سابق صدر راجگوپال آچاريہ لکي ٿو تہ " رام ۽ ڪرشن بغير هندستان، هندستان رهي نہ ٿو سگهي.... هي صدين جو ڪارنامو رد ڪرڻ ۽ رام يا ڪرشن کي ديوتائي درجو نہ ڏيڻ ايتروئي فضول ٿيندو جيترو شرانگيز هوندو. انهن ۾ هندستاني تهذيب جون پاڙون ڪتل آهن. هيءَ اها تهذيب آهي، جيڪا هندستان جي عوام لاءِ قابل ناز آهي. اسين ڪنهن اهم عضوي کي الڳ ڪري زنده رهڻ جي اميد ڪري نہ ٿا سگهون"[13]. تاهم "ايوڌيا ڪندم" جو تامل زبان مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪندي مقدمي ۾ تاريخي حقيقت کي واضح ڪري ٿو ۽ لکي ٿو تہ " ڪمبن ۽ تلسيداس ٻنهي والميڪ جي اصل سنسڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل ( راماڻ جي) نسخي ۾ ردوبدل ڪئي آهي، انهيءَ لاءِ تہ سندن زماني جي لحاظ کان " رام ڪهاڻي" ماڻهن جي عام اخلاقي قدرن ۽ پاڪيزه جذبات سان ٺهڪي اچي.....[14] والميڪ ۽ پوين ٻن راوين جي نسخن ۾ هي فرق آهي تہ پوين هر قدم تي رام کي ديوتا ( خدا) جي حيثيت ۾ پيش ڪيو آهي. والميڪي جي نسخي ۾ " رام" کي بيشڪ اوتار ڄاڻايو ويو آهي، ليڪن انهيءَ کان علاوه رام جو مجموعي ڪردار هڪ پلمانس ( پلي انسان) ۽ بهادر شهزادي جي صورت ۾ ڏيکاريو ويو آهي. جنهن زماني ( ۹ ۽ ۱٦ صدي عيسوي) ۾ تامل ۽ هندي نسخا لکيا ويا، انهي زماني تائين هندومت ۾ " رام" پوري طرح " ديوتا" مڃجي چڪو هو ۽ سيني کي فقط اها خبر هئي تہ "رام" " وشنو" جو " اوتار" هو. انهيءَ دور جي ماڻهن کي " راماڻ" ۾ فقط رام جي سورهيائي ۽ پلمانسيءَ جا رومانوي قصا پڙهڻ هڪ نسورو هٿرادو دستان ٿي پوي ها. سندس ڄائي ڄم ديوتائي اهڃاڻ بابت لکيو ويو آهي تہ " جڏهن رام اجا ننڍو ٻالڪ هو، تڏهن راجا دسرٿ جي اجازت سان رام ۽ سندس ننڍي ڀاءُ لڪشمڻ کي، رشي وسوا مترا پنهنجي " ڪٽيا" ۾ ڪٺي ويو. راجا دسرٿ روڪي نہ ٿي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ پهريائين هو بي اولاد هو، پوءِ ديوتائن جي دعا سان " وشنو" مهاديوتا ڪيس اولادي ڪيو ۽ پاڻ رام جو روپ وٺي راڻي ڪوشالا جي پيٽ مان ڄائو. رشي وسوامترا انهيءَ لاءِ رام ۽ سندس ڀاءُ لڪشمڻ کي ٻن ۾ پنهنجي ڪٽيا ( جهوپڙي) ۾ آڻي رهايو تہ جيئن ڏنارن ۽ سامي سنتن کي راوڻ جي راڪاسن کان بچائين ۽ قربانين جي تقريبن جي

حفاظت ڪن. رام اهو ڪم بخوبي انجام ڏنو ۽ رشي جي دعائن سان گڏ ڪانئس "غيبي هٿيار" ( روحاني طاقت) به حاصل ڪيائين. پوءِ رشي "وسوامترا" کي ساڻ ڪري " وديهہ" جي شهزادي " سيتا" جي سويمور ۾ ويو " شو" جي تير ڪمان سان صحيح نشانو چٽي " سيتا" کٽيائين ۽ شو جي ڪمان ٽوڙي ڇڏيائين. " سيتا" وديهہ جي مشهور فلاسفر بادشاهہ " جنڪ " ( جانڪ) جي ڌيءُ نہ هئي پر هن کي قربانيءَ لاءِ ميدان گهڙندي ۽ پوءِ هرڏيندي هڪ اوڙ اندر لڌي هئي، تنهنڪري " سيتا" معنيٰ هر جي اوڙ نالو رکيائين ۽ پالي وڏو ڪيائينس. " سيتا" کي جانڪي ديوي، معنيٰ جانڪ ( جنڪ) راجا جي ديوي ۽ " ڌرتي پتري" معنيٰ ڌرتيءَ جي ڌيءُ بہ چوندا هئا.[١٥]

شوجي تير ڪمان ۽ سندس ڪمان رام هٿان ڀڄڻ هڪ تاريخي مذهبي حقيقت جي علامت آهي: سنڌو ماٿري جي شو مهاديو کي گنگا - جمنا دوآبي ۾ آريا برهمڻ ٽيون نمبر مهاديوتا مڃي پنهنجي ٽمورتي قائم ڪئي: برهما، وشنو ۽ شو." برهما" انساني سوچ سمجهہ کان ٻاهر هو. وشنو اوتار وٺي پرٿوي تي امن امان قائم ڪري رهيو هو، ڇهہ اوتار ٿي گذريا هئا، رام ستون اوتار هو. ٽيون مهاديو " شو" غيبي طاقت ۽ هيبت جي علامت بڻجي برهمڻ جي ٽمورتيءَ ۾ هڪ اهم ٿنيو ( رڪن) بڻجي ويو. روايت مطابق پوتر ( پاڪ) گنگا ندي جڏهن " ڀگيرٿ" جو "بلدان" (ڪفارو) ادا ڪري پرٿوي ( زمين) تي لٿي، تڏهن ڌرتيءَ کي سندس ڇوهہ کان بچائڻ لاءِ " شومهاديو" انهيءَ کي مٿو ڏنو، ۽ " گنگا" ڀهريائين " شو" جي مٿي تي لٿي ۽ پوءِ پنهنجو ڇوهہ وڃائي، ڌرتيءَ تي نماڻائيءَ سان " جيوت ڌارا" ( زندگيءَ جو درياهہ) بڻجي وهڻ لڳي. انهي روايت کي ظاهري شڪل ڏيڻ لاءِ " شو مهاديو" جي بت تي مٿي جا وار گهنڊيدار، يا ٽڏي واٽيل شڪل ۾ رکيا ويا، جنهن جو مطلب هو تہ " گنگا" پنهنجو ڇوهہ شو جي گهنڊيدار وارن ۾ وڃائي ڇڏيو ۽ هن کي احساس ٿيو تہ هوءَ " شو مهاديو" جي اڇا ( مرضي ) بغير ڌرتيءَ تي لهي نہ ٿي سگهي تنهن ڪري مهاديو کي وينتي ڪري نماڻائي سان ڌرتي تي لٿي. گنگا ندي، چنڊ (چندرما) تان لٿي هئي. انهي چندرما بہ شو مهاديو جي پناهہ ورتي هئي،

جڏهن پنهنجي زالن ( تارن جي ستاويهہ ميڙن) مان هڪ سان جانبداري اختيار ڪئي هئائين. پوءِ " برهما" جي عذاب کان بچڻ لاءِ اچي شو مهاديو جي نرڙ تي لٿو اتي اڌ چنڊ جو نشان شومهاديو جي مورتي ( بت) ۾ ڏنل آهي. " شو مهاديو" جي وچ ۾ اچڻ سبب چنڊ تان اصلي سزا معاف ٿي وئي، فقط " ڪلائن" جو ڏنڊ رکيو ويو،[١٦١] جو " ڪڏهن ايري سنهڙوڪڏهن ايري ڳچ."

هندو هڪ الجاتل عرصي کان گنگا کي پاڪ ندي سمجهندا آيا آهن. سندس ڪنارن سان ڪيترين ئي تهذيبون اسريون ۽ زوال پذير ٿيون. "رام" ( وشنو جو ستون اتار) رشي وسوامترا، اپنشدن جو شيدائي راجا جنڪا، سندس ڌيءَ جنڪا ديوي عرف سيتا( ڌرتي تي هر جي اوڙ) " شو" جي تير ڪمان سان سوڀ ۽ پوءِ شو جي ڪمان ٽوڙي ڇڏڻ هڪ مذهبي انقلاب جو منظر آهي ۽ رامائڻ جو ڪوي والميڪ انهيءَ دور ۾ ٿي گذريو آهي، تنهن ڪري سري رام ۽ رام پنٿ جو دور ۵۰۰ ق - م ۾ شمار ڪرڻ گهرجي. ليڪن ائين ڪرڻ سان سري ڪرشن مهراج، سري رام کان چار صديون اڳ ڄاڻائڻو پوندو. بهرحال رامائڻ، " شو ديوتا" جي گنگا ۽ چندرما بنسبت روايت کي ترڪ ڪرڻ، جي هڪ تاريخي ثابتي آهي. صديون پوءِ، اسلامي دور ۾، رام پنٿ جي عام ٿيڻ ۽ ايتريون صديون مخفي ۽ محدود رهڻ جو سبب ڪرشن پنٿ جي عام مقبوليت ۽ مذهبي ڇڪتاڻ کان بچڻ، سمجهڻ گهرجي، جيڪو اسلامي دور ۾ مذهبي آزادي، يا مقامي رعايا جي مذهب ۾ عدم مداخلت سبب ڪنهن خطره جوباعث نہ رهي. سنڌ ۾ سري رام ۽ سري ڪرشن کي هڪ جيتري مڃتا ملي. هڪ پڄن هن طرح آهي:

" اتم اتــئي هئي ســاري جڳت ۾
ڪــرشــن جپــين تــوڙي رام
رام ســـداريا پـــولڙا بـانـدر
ڪـرشـن گـــايون گـگـدام !
اتم اتــئي هئي ســاري جڳت ۾."

## آريا ڌرم ۾ شو پنٿ

آرين جي آمد کان اڳ " سنڌوماتري" ۾ فقط مهاديو " شِو" جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. آريا ڌرم ۾" ڪثرت" جيڪا قدرت يا پراڪرتي ۾ موجود هئي، انهيءَ کي مذهب جو بنياد بنايو ويو هو ۽ آريا فطرتا قدرت جي نظارن جا پوڄاري هئا. سندن اصل وطن ڏکڻ روس ۾ ڊينيوب ندي کان وٺي سڌو اوپر طرف ڪئسپين سمنڊ تائين قدرتي نظارن ۽ زمين جي سرسبزي وارو ملڪ هو. هنن جي عقيدي مطابق جسماني قوت ۽ زمين جي پيداوار، قدرتي مناظر جي مرهون منت آهي: وڄ جو ڪڙڪات " اندر" ديوتا جو مظهر آهي. اڪٽ آسمان " ورنا"، پرڀات جو سهٽيون ديويون "سريا"، " ساوتري" ۽ " اوشا". آگ جو ديوتا " اگني" ۽ سندس اڳيان قرباني " يجنيا"، سيني جي پرستش ۽ پوڄا پاٺ باقاعدگيءَ سان ڪيو ويندو هو. انهن کي راضي رکڻ ۽ انهن کان مدد وٺڻ لاءِ " منتر" جوڙيا ويا جيڪي چئن ويدن ۾ آيل آهن: رگ ويد، سام ويد، يجرويد ۽ اٿر ويد. بعد ۾ " جننا مارڳ" وارن پنڊتن " اپنشد" ناهيا، جن ۾ خدا ،انسان ۽ روح بابت سوالن جا جواب ڏنل آهن، ويدن، پراڻن شاسترن، گيتا ۽ رامائڻ ۽ اڪيچار ڌرمي پستڪن هندو ڌرم کي هڪ تحرير شده منظم سرشتو بڻائي ڇڏيو: سانکيا، وگيا ويدانتا ۽ تنترا آسانيءَ سان سمجهه ۾اچڻ جهڙا نہ آهن، تاهم " ويدانيت" هڪ اهم هندو فلسفو آهي جنهن کي اسلامي تصوف سان پٽيو وڃي ٿو." سانکيا" مطابق روح ( آتما) ۽ مادو بہ دائمي گڏ هلندڙ اصول آهن جيڪي گڏجي حقيقت بنجن ٿا ( ملر جو ويدانيت تي مضمون، ڪولمبيا اينسائڪلوپيڊيا، قريشي ص ١٥). " يوگا" انهيءَ ۾ " ايشور" کي شامل ڪيو آهي جيڪو نجات (مڪتي) حاصل ڪرڻ ۾پنهنجي پوڄارين جي مدد ڪريٿو: " ايشور" هڪ گهڻ ڳٽيون روح آهي ۽ خود خالق يا پيدا ڪندڙ نہ آهي ۽ نہ سزا ۽ جزا جو اختيار رکي ٿو. ( بشمر ص ٢٦ ـ ٣٢٥) . " سنکيا" ۽ "يوگا" مطابق روح ۾ بہ فهم ۽ شعور آهي، پر " ويدانت" اندر روح ( آتما) ۽ خالق ( برهما) هڪ آهن ( ايضا ٣٢٨).

سنڌو ماتريءَ ۾ " جننامارڳ" بدران " ڀڪتي مارڳ" مقبول هو

جيڪو بعد ۾ گنگا جمنا واديءَ ۾ وشنو جي اوتار هري ڪرشن پاندون جي سينا پتي ارجن کي سمجهايو ( ايضا ص ۳۰۴). " پاندوا" ۽ " ڪوروا" جن اتڪل ۹۰۰ ق. م ۾ ڪرڪشتر جي ميدان تي مهاڀارت لڙائي وڙهي، سي آريا نسل جا کتري هئا ۽ ڪرشن مهراج يادو خاندان مان هو ۽ ٻين مقامي ماڻهن وانگر سندس رنگ ڪارو هو. ڇٽي سگهجي ٿو تہ يڪتي ماڳ جو دراوڙي مقامي فلسفو، ڪرشن مهراج آرائي هندو ڌرم ۾ داخل ڪيو. (ايضا ۳۰۵) آثارن مان معلوم ٿئي ٿو تہ آرين کان عربن تائين سنڌو ماٿري ۾ هندو اڪثريت شو پنٿي هئي جيڪو آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ مقبول مذهب هو. ( قريشي ص ۱۵): هن مذهب موجب شو، پتي آهي، مصري ديوتا " پتاهہ" ۽ هندي لفظ " پتا" ۽ " پتي" معنيٰ سيني جو وڏو) روح ( آتما) پتي ( شو) وانگر امر آهي ليڪن پتي جي ڳجهہ (غيب، حقيقت تي پردو وجهڻ) جي عادت يا ازلي قانون فطرت سبب مونجهارن ۾ جڪڙجي وڃي ٿو. سنڌو ماٿري جي عظيم سڀيتا برباد ٿيڻ بعد مذهبي مونجهارن ۽ ڌرمي وسوسن ۾ واڌ آئي ۽ شو پنٿ جا مختلف فرقا وجود ۾ آيا: ڪن عقيدي ( وشواش) کي اخلاقي پابندين کان مٿي ڄاڻي اخلاق ( يا ڪرم مارڳ) کي ڇڏي ڏنو ۽ ڪي انهيءَ کي نفرت آميز حد تائين کٽي ويا. ڪجهہ شو پنٿي ۽ تنتري پوڄارين " لنگ" ( مرداني عضوي) جي پوڄا شروع ڪئي ۽ ان کي " شو" جو بت بنايو ۽ ڪن پوڄا جي نالي ۾ جنسي ميلاپ ( زنا)کي ڌرم ۾ داخل ڪيو. ( قريشي ص ۱٦). " لنگايت شوپنٿين" باسوا کي شو جو ڀهريون " اوتار" ڄاڻايو ۽ پوءِ شو جا اهڙااوتار ٿيندا رهيا.

اصل " شو پنٿ" جا ۵ اصول هئا: (۱) " شو" ۽ سندس نعمتن تي پڪو وشواش ( ايمان) رکڻ (۲) " گرو" ( مرشد) تي مڪمل اعتماد ڪرڻ (۳) پاڻ ۾ جذب ۽ مستيءَ جي ڪيفيت پيدا ڪرڻ (۴) مذهبي رسمن ۽ رواجن خاص طور تي بت پرستي خلاف بغاوت ڪرڻ ۽ (۵) ذات پاڪ ۽ ڌن دولت يا راڄ شڪتي جي فرق کانسواءِ سيني کي مذهبي برابريءَ ( برادري) ۾ شامل ڪرڻ. ( قريشي ص ۲۱).

"باسوا" ۱۲ صدي عيسوي جي آخر ۾ تي گذريو آهي. هن

"شوپنٿ" ۾ جيڪا سڌارا آندا، تن " وشنوپنٿ" جي ترقي يافته ڌرم کان الڳ اصل وحدانيت جي نظريي کي ٻيهر اجاگر ڪيو. " لنگايت"، جنهن کي بعد ۾ " جنگامان" ڪوٺيو ويو، " باسوا" جي هدايتن هيٺ، همعصر سهروردي صوفي طريقي سان ڪجهه قدر هڪ جهڙائي ڏيکاري. سنڌ جا "شو پنٿي" غلط مذهبي ريتن رسمن کان باز آيا ۽ هڪ خدا ( شو) کي مڃڻ لڳا، جيڪو اعليٰ صفتن جو مالڪ سمجهيو ويو: هن مادو ۽ روح خلقيو آهي. هو روحن کي ٻيهر دنيا ۾ آڻي، انهن مان پاڻ کي، ٻين انفرادي روحن ۽ سڄي سنسار جي هدايت لاءِ ظاهر ڪري ٿو. ( اوتار، " باسوا").
" ٻي جوڻ" ۽ " اوتار" جو ٻنو عقيدو بهرطور " شو پنٿ" ۾ قائم ر ۽
" وشنوپنٿي" ٻئي انهيءَ تي ٻڙري ريت قائم هئا. باسوا جي پنٿ ۾ ڪهن جي شامل ٿيڻ وقت اسلامي تي موجب بيعت ورتي ويندي هئي ( قريشي ص ٢٣) شوپنٿ "باسوا"کان گهڻو اڳ قديم دور ۾ سنڌو ماٿريءَ مان نڪري گنگا ـ جمنا وادي ۾ پهچي چڪي هئي. جيئن آثار قديم مان شوجا مندر، " ڪاشي" ۽ " مترا" ۾ نظر اچن ٿا. پهرين ۽ ٻي صدي عيسوي تائين شو پنٿ جو اتي وجود نظر اچي ٿو جيئن اوائلي ڪشان دور جو " مترا" ۾ لنگ (نگم) جو بيٺل بت لڌو ويو آهي. اهڙا ٻيا بت چوٿين صدي عيسويءَ سان تعلق رکن ٿا. اصل شو ڌرم تي وشنوپنٿ جو اثر نظر اچي ٿو جيڪو سنڌ ۾ ايترو ظاهر نه ٿيو: تاهم گڏيل هندو ڌرم ۾ خيال جي آزادي ايري " ڀڪتي تحريڪ" کي جنم ڏنو ۽ ٻنهي مکيه پنٿن، " شو" ۽ "وشنو" جي پنڊتن اهڙيون رچنائون لکيون، جيڪي مسلمان صوفي شاعرن جي ڪلام وانگر هيون؛

شو پنٿي ادب" تيرو مورائي" ۽ وشنو پنٿ جي " نالا ييرا پربندم" ۾ ڪيترا اهڙا فقرا آهن، جيڪي هڪ مسلمان کي متاثر ڪري سگهن ٿا. (قريشي ص ١٩) تامل رچنائون ڪنهن صوفي شاعر جو جوڙيل لڳن ٿيون (ايضا). هندو ڌرم ۾ تخيل جي آزادي جو احاطو ڪرڻ مشڪل آهي، تاهم هندو ڌرم سڌارڪ، " شنڪر آچاريه" ان جي ڪجهه چند چاڻ ڪئي آهي: سندس تحقيق مطابق " وحدانيت" هندو فلسفي جي سنگم جو پٿر آهي: فقط خدا هڪ حقيقت آهي، باقي سڀ وهم آهي ۽ خدا جي ڪا وصف يا

صفت انساني ادراڪ کان بالاتر آهي. ” دنيا“ وهم جي پيداوار اهي، تنهن ڪري محض هڪ ڏوڪو آهي. انسان جي خودي ۽ خدا هڪ آهن. انهن جو الڳ، هجڻ بہ هڪ فريب آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن جي حقيقت فقط خالق (برهما) کي معلوم آهي، جيڪو مطلق خدا آهي. هن جون سڀيون صفتون بيان کيون وڃن ٿيون. هو هن دنيا جو ناهيندڙ ۽ ڊاهيندڙ آهي. هو جزا ۽ سزا بہ ڏئي ٿو ۽ انسان جو روح سندس راضپو ۽ مغفرت بہ حاصل ڪري سگهي ٿو.ليڪن سچي مڪتي ( آزادي) حاصل ڪرڻ لاءِ، هن ڏوڪي جي فاني دنيا کان مٿانهون ٿي فقط ” سماڌي“ ( جذب ۽ اونهي فڪر) ذريعي برهمن يا برهما سان ميلاپ ممڪن آهي. اهڙي طرح عام دنيوي انسان لاءِ ” ايشور“ ۽ خاص ڌرمي ساڌو ۽ سنت لاءِ برهمڻ بس آهي. شنڪر آچاريہ جي همعصر راما نوجا برهمڻ فلسفي ۾ ردو بدل ڪئي.

” اسلام“ جي آمد وقت بر صغير جي هندو ڌرم جا ڪجھہ خاص عنصر هن ريت هئا: (١) ڪرم مارڳ ( ڪرما): مارڳ يا مرڳ انهي وات کي چئجي ٿو جيڪا ”ٻي جوڻ“ وٺڻ کان ” موڪشا“ ( مڪتي يا آزادي، يڌ نروان / نروانا) بخشي، ڇاڪاڻ تہ دنيا ( ڏوڪي) ۾ رهي انسان جيڪي ڪڌا ڪم ڪري ٿو انهن جي سزا ڀوڳڻ لاءِ هن کي ٻيهر دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو ۽ اهو جنم چڪر اٽڪت بہ ٿي سگهي ٿو، جنهن ۾ انسان جو روح سخت پيڙا بک بيماري رنج ۽ موت مان گذري ٿو. (٢) ٻي جوڻ جي پيڙا کان بچڻ جي ٻي وات ” جننا مرگ“ يعني ڄاڻ يا علم جي وات آهي، جنهن مطابق ” اپنشد“ لکيا ويا آهن ۽ انهن ۾ خدا، انسان ۽ روح بابت پيدا ٿيندڙ سوالن جا جواب ڏنا وياآهن. (٣) ٽين وات ڀڳتي مرڳ يعني پاڻ ارپن ( سونپڻ) جي وات آهي، جنهن ۾بندو پاڻ کي خدا جي سپرد سمجهي سڀ ڪم سندس اڇا ۽ مرضي مطابق ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهي ٽي ئي مرڳ گڏ پار ڪري سگهجن ٿا. ( راڌاڪرشنن ص ۴۸، ۵۲، ۵٦، قريشي ص ١١) ڪرم مرڳ، آرين جي مذهبي رسومات جو بنياد بنيو. ” جننامرڳ“ جي وات وٺي هو سنڌي دراوڙن جي وديڪ سڌريل عقيدن ۽ فڪر انگيز روايتن جا قائل ٿيا جڏهن تہ ” ڀڳتي“ يا ارپنا ۽ قرباني جي وات اڳئي دراوڙن جي روايتن ۾ خالص صورت ۾ موجود هئي. ( قريشي ص ١١)

آريا برهمڻن ڄاتايل ٽن مرڳن کي اڳتي هلي ذاتي مفادن لاءِ استعمال ڪيو: " ڪرم مارڳ" جي تشريح ڪندي هنن انساني زندگي جا چار ورن ( رنگ) مقرر ڪيا جن کي " ورنا آشرما ڌرما" (ورن آشرم ڌرم) سڏيائون، جن مطابق مقرر ڪيل ڪم بخوبي ۽ بنا اعتراض جي انجام ڏيڻ سان "مڪشا" يا مڪتي ۽ نجات حاصل ٿي سگهي ٿي، نه ته " جننا" ۽ "يڪتي" مرڳون انهي لاءِ ڪافي نه ٿينديون. اهي چار ورن ( سنڌي ۽ سنسڪرت ۾ معنيٰ رنگ) پورا برهمڻ، ڪڪ رنگا کتري ۽ ويش ۽ بلڪل ڪارا ( دراوڙ ۽ ٻيا هندي سنڌي نسل) شودر ڄاتايا ويا. آريا جيڪي سنڌي ۽ هندستاني نسل جي ماڻهن کان رنگ جا ڳورا ( پورا) هئا، انهن نه ٿي چاهيو ته ڪاري چمڙي وارن قبيلن سان نسلي آميزش ڪن ، تنهن ڪري نسل پرستي جو پهريون مثال " ورن شرم ڌرم" قائم ڪري مذهب کي ذاتي خواهش لاءِ استعمال ڪيائون. تاهم ويدن جي اوائلي دور ۾ هڪ ورن جو ماڻهو پنهنجي لياقت آهر ترقي ڪري مٿاهين ورن ۾ داخل ٿي سگهيو ٿي ليڪن بعد ۾ اها داخلا بند ڪئي وئي: آريا برهمن برهما جي مک مان ، کتري ٻانهن يا ٻازون مان، ويش ران يا ڄنگهه مان ۽ سودر پيرن مان پيدا ٿيل آهن، تنهن ڪري هو سلسليوار ڌرم ۽ گيان، يڌ ۽ راڄنيتي، واپار ۽ ڪاريگري ۽ آخري هيٺيون طبقو سودر غليظ ڪمن ڪارين ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهن ۽ انهيءَ ۾ ئي سندن نجات سمايل آهي. اهڙي طرح هنن سماج کي چئن الڳ طبقن ۾ هميشه لاءِ ورهائي ڇڏيو. جيڪو سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ "شوپنٽ" جي سراسر خلاف هو. تنهن ڪري نه صرف سنڌ ۾ انهي جي پذيرائي نه ٿي بلڪ خود هندو آريا جيڪي اولهه طرف ايران ۾ وڃي آباد ٿيا هئا انهن به " ورنن" جي نظريه تي اختلاف ڪيو ۽ " سوم رس"، جيڪا ويدن مطابق ديوتائن جو پاڪ شراب ( شرابا طهورا) هو، ان کي حرام قرار ڏنو. ( احوال الانبياءُ ج ۲ ص ۲۳ ـ ۲۲)

آرين ۾ مذهبي اختلاف جي شروعات "هندوڪش" جي آسپاس رهڻ واري زماني کان ٿي هئي، جنهن ڪري هڪ گروهه ڏکڻ ايشيا جو رخ ڪيو ته ٻيا اولهه ايشيا طرف وڌيا.ڏکڻ ايشيا طرف وڌڻ واريا آريا، ڪافي وقت گنڌارا ۽ پنجاب جي مٿانهين پٽ ۾ رهڻ بعد، گنگا جمنا وادي ۾ داخل ٿيا.[۱۸]

جتي قديم آريا مذهب، ويدن اپنشدن وغيره جي ذريعي هڪ منظم هندو ڌرم جي صورت اختيار ڪئي. قديم آريا ڌرم ۽ سماج جون چند بنيادي خصوصيتون هيون؛ (۱) آريا بت پرست نہ هئا ليڪن قدرتي نظارن کي پوڄيندا هئا، مثلا "اندر" (وڄ ۽ ڪنوڻ) ورنا (آسمان ۽ سج چنڊ تارا) سريا، ساوتري ۽ اوشا (پريات جون حسين ديويون) ۽ اگني (باهہ جو منظر) جنهن لاءِ قرباني (يجنيا) ڪرڻ لازمي هئي. بعد ۾ ويد (علم ۽ معرفت) جا منتر ٺاهيا ويا، جيڪي قرباني ۽ ٻين ڌرمي ۽ سماجي موقعن تي پڙهي، ديوتائن کي ريجهايو ويندو هو، يا زنده ۽ مرده انسانن جي مڪتي (ڇوٽڪاري) ۽ خير عاقبت لاءِ، برهمڻ پڙهندا هئا. گنگا جمنا واديءَ ۾ آباد ٿيڻ بعد ويدن جو تعداد وڌي چار ٿيو. رگ ويد، سام ويد، يجرويد ۽ اٿر ويد. ويدن جي پوئين دور ۾ "اپنشد" لکيا ويا، جن ۾ پرماتما، پرس ۽ آتما (خدا، انسان ۽ روح) بابت سوالن جا جواب ڏنا ويا. ويدن ۽ اپنشدن بعد ڌرم شاسترن، پرانن، ڀگود گيتا، رامائڻ وغيره گڏجي قديم آريا ڌرم کي جديد هندو ڌرم جي شڪل ڏني. انهن اڪيچار ڌرم پستڪن مان، سانکيا، يوگا، ويدانتا ۽ تنترا آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچڻ جهڙا نہ آهن: "سانکيا" ۾ ڄاڻايل آهي تہ آتما ۽ انم (روح ۽ مادو) گڏجي جيوت (زندگي، هڪ حقيقت يا وجود) بنجن ٿا ۽ اهي دائمي گڏ رهندڙ نيم (اصول) آهن.[19] "يوگا" مطابق انهن ٻن نيمن، يا دائمي گڏ رهندڙ اصولن، آتما ۽ انم سان گڏ رهندڙ ٽيون اصول "ايشور" جو وجود آهي، جيڪو هڪ گهڻ گنيو گهڻن وصفن يا گڻن وارو هڪ آتما (روح) آهي، جيڪو خود خالق (برهما) نہ آهي ۽ نہ سزا جزا جو اختيار رکي ٿو، ليڪن مڪتي (نجات) حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجي پوڄارين جي مدد ڪري سگهي ٿو.[20] ٻين ڌرمي ڪتابن موجب "آتما" (روح) ٻڌي (فهم ۽ شعور) رکي ٿو. "ويدانتا" موجب آتما ۽ پرتما (برهما) هڪ آهن (وحدت الوجود رکن ٿا).[21] "ويدانيت" هندو ڌرم جو هڪ مکيہ عنصر آهي ۽ اهو اسلامي تصوف سان مشابهت رکي ٿو. (۲) قديم آريا مردا دفن ڪندا هئا، جيئن قديم عبراني، حامي ۽ سامي قومن ۾ رواج هو. مردن کي ساڙڻ جو رواج بعد ۾ هندو آريا برهمڻن شروع ڪيو. انهيءَ حقيقت جي ثابتي اهي اشلوڪ آهن جيڪي هو

مردا دفنائڻ وقت پڙهندا هئا: مثلا:

" ڌرتي مــــــاتــا ۾ پــورجي وڃ،
هـيءَ بيـــــحــــد نـرم آهـي،
نيـــــڪــــوڪــارن لاءِ پشـم آهـي:
هـيءَ تنهنجي مـــحـــافظ آهـي."

"اي ڌرتي مـاتا ! هاڻي پنهنجي گـود وچاءِ
هن مــــردي کي ڪـنـائي نـه تــئي،
هـن تـي ڪـرپـا ڪـر ۽ ســــــام وڌُ
جيـــئن مـــاتا ٻالڪ کي ونـدي آهي."

"اي بيـــجان بت ! اســـان توتي مـــٽين مــتي وڌي آهي،
ڌرتي ماتا کي وينتي ڪئي اٿئون تہ توکي ڪنائي نہ ٿئي:

اي دانا ! هن جي گـهر ( قـبر) جي پر گـهور لهـ
اي " يم راج" هـــتـــي هـــن کـــي رهـــڻ ڏي ! "

" يم " موت جو ديوتا، وڏن جي دنيا جو سنڀاليندڙ اهو پهريون انسان ( منو يا حضرت آدم) جيڪو پهريائين مئو ۽ انهيءَ دنيا ( سرگ ياٻهشت) جو نگران مقرر ٿيو، جتي موت ڪانپوءِ اهي نيڪ ماڻهو، جن آرين ( سڌريل انســانن) جون رســمـون ادا ڪيـون، ابدي آرام ۾ رهندا. اهو " يم راج" ۽ سرگ (ياموت ڪانپوءِ ٻهشت جي زندگي) جو عقيدو آريا ڌرم ۾ اصل کان شامل هو[٢٣] ليڪن رگ ويد جي متن ۾ انهي بابت اختلاف آهي . (٣) قديم آريا ڌرم ۾ قرباني جي رسم هئي، ليڪن اها سادي ۽ سستي نموني،کير، گيهہ، گـوشت، اناج ۽ " سوم رس" ورهائڻ سان ادا ڪئي ويندي هئي، جيڪا هندو برهمڻ جي اثر هيٺ بيحد مهانگي ۽ ناقابل برداشت ٿي وئي.

(۴) ساڳي طرح رنڙ زال کي آريا سماج ۾ ٻيهر شادي ڪرڻ جي اجازت هئي، بلڪ انهيءَ لاءِ دعا ڪئي ويندي هئي، ليڪن برهمڻ جي ڌرم

۾ نہ فقط اها اجازت نہ هئي بلڪ مري ويل مڙس سان گڏ جئري زال کي چکيا تي چاڙهي ساڙي ڇڏڻ جي، هيبتناڪ رسم جاري ٿي. قديم آريا، مري ويل مرد کي دفنائڻ جي موقعي تي وڏي آواز ۾ شلوڪ پڙهندا هئا:

" اي وڌوا ! ( رنڙ زال)

تنهنجي وهاڻ ( شادي) جا بندن هاڻي ٽٽي پيا،

تون ٻيهر وهاڻ رچائڻ لاءِ مڪت (آزاد) آهين". ۳

پوءِ ڌرتي تي ليٽايل مردي جي هٿن مان تير ڪمان وٺي ڇڏيندا هئا ۽ اشلوڪ پڙهندا انهيءَ کي ڪٺي ڪوتيل ڪڏ ۾ رکندا هئا ۽ مٿان مٽي وجهندا هئا.۲

(۵) قديم آريا سماج ۾ ذات ( ڄاتي) جو نسل سان تعلق نہ هو. جاتي، يا ذات ، يا سماج ۾ طبقاتي حيثيت، واسطيدار ڪمن ڪرڻ جي اهليت موجب مقرر ڪئي ويندي هئي ۽ اها انفرادي هئي. هندستان ۾ آريا برهمڻن " ورنا" يعني رنگ ۽ نسل جو اصول مقرر ڪيو جنهن موجب اتم (اعليٰ) ذات ۽ نيچ ذات موروثي مقدر بنجي ويون: برهمڻ، کتري ۽ وئش اتم جاتي ۽ شودر نيچ جات، پنهنجي دائمي طور تي مقرر ڪيل ڪمن ڪرڻ جا مجاز هئا ۽ نسل درنسل اهي ڪم ڪرڻ لاءِ پابند هئا. آريا نسل ٻهرين ٽن اتم جاتين ۾ ورهايل هو ۽ مقامي نسل جا قبيلا، شودر، اڇوت ۽ داس (غلام) بنايا ويا، جن کي ڌرمي ڪريا ڪرم ۾ شامل ٿيڻ جو حق نہ هو. ڌرم سڌارڪ دور ۾ انهيءَ نامناسب تفريق کي شري ڪرشن مهراج رد ڪندي فرمايو: " منهنجي پوڄارين کي مڪتي ملندي، توڻي ڪٺي شودر هجن."۲

(٦) " ويد" آڳاٽا آهن. انهن ۾ ڄاڻايل ديوتا قدرت جا مناظر هئا، جن کي هندو آريا برهمڻ بتن جي شڪل ڏني: پهريون بت " ڌهيوس پترا" جيڪو ڌهيوس عظيم ديوتا جو بت ڪري پوڄيو ويو ۽ پوءِ " ورن" ديوتا جو بت ٺاهيو ويو، جيڪو سيني قدرتي شڪتين، پاڻي، مينهن طوفان ڪنوڻ ۽ گجگوڙ، درياهن ۽ سمنڊن تي قادر قرار ڏنو ويو. بعد ۾ اگني باهہ جي ديوتا جو بت ٺاهيو ويو ۽ اهو سلسلو وڌي " اندر" ديوتا جنگجو خدا، " ساوترا" ۽ " مترا" سج چنڊ جا ديوتا ۽ آخر ۾ " ردرا" ديوتا ۽ سندس پٽ

" ماروت" ۽ يدرا تيز انداز ديوتا، جيڪي موت ۽ بيمارين جا ديوتا هئا، ڏار ڏار بتن جي شڪل ۾ پوڄيا ويا. ڏنو وڃي تہ اديتي، ويدن ۾ مجيل ديوتا اصل قدرتي نظارن ۾ پوڄا ويندا هئا. انهن جي بتن جي پوڄا بعد جي ڌرمي ايجاد آهي ۽ نسل پرستي اصل آريا سماج جي اصولن جي خلاف آهي. آريا ڌرم ۽ سماج بت پرستي جي خلاف ۽ وحدانيت جو قائل هو. انهيءَ ۾ ٻاون، برهمڻ ۽ پوڄارين جي دعوائن شفاعت، يا انتر منتر جو نظريو شامل نہ هو. ( برٽانيڪا، ج ٢ ص ٥٥٨) ويدن جي بنياد تي قائم ڪيل هڪ جديد ڌرم سڌارڪ پنٿ، "آريا سماج" جي نالي سان، اڻويهين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ( ١٨٧٥ع) ۾ قائم ٿي. سوامي ديانند سرسوتي ( ١٨٨٣ – ١٨٢۴ع) انهي " آريا سماج" تحريڪ جي اڳواڻ هو. هن تحريڪ ۾ ظاهر ڪيو ويو تہ " ويد" الهامي ڪتاب آهن، جن ۾ سڀ سچايون ۽ گيان وگيان، جديد سائنسي ۽ فني معلومات سميت موجود آهي. بعد ۾ ڌرم اندر آندل واڌارا ۽ ٽپڻيون بيسود ۽ اجايون آهن. پيدائش جي بنياد تي ذات پات جو فرق ويدن جي ابتڙ آهي. ويد جاتيءَ ( ذات) کي گڻ سان گڏين ٿا. " آريا سماج" هڪ تحريڪ جي صورت ۾ ابري. ١٩٣١ ع تائين انهيءَ تحريڪ جي ڪارڪنن جو تعداد ڏهن لکن کان مٿي هو ۽ ان جو مقصد هندو معاشري ۾ توانائي، خود اعتمادي ۽ قومي ناز پيدا ڪرڻ هو. بر صغير جي ورهاڱي کان اڳي، لاهور ۾ سوامي ديانند جي قائم ڪيل " اينگلو ويدڪ ڪاليج" ۾ " ويدن" سان گڏ، جديد سائنسي علوم ۽ عملي سماجي خدمات کي شامل ڪيو ويو هو.

(٧) ڌرم تي برهمڻ جي هڪ هٽي خلاف ويدن جي آخري دور ۾ بہ ڌرم سڌارڪ تحريڪون پيدا ٿيون جن ڪرشن پنٿ، رام پنٿ ۽ ماڳهين نون ڌرمن ٻڌمت ۽ جين ڌرم کي جنم ڏنو. اصل آريا هندو ڌرم ويدن ۽ براهمڻ کان ٻاهر نڪري هڪ مشڪل ۽ ڪٺن قربانين ۽ مذهبي رسمن جو ڏيکاريندڙ ڌرم بنجي ويو هو. ذات پات جي پيد ياو کان وڏيڪ پوائنٽو مڪتي جو نہ ملڻ هو. چاڪاڻ تہ فقط برهمڻ سندس مقرر ڪيل ڪريا ڪرم ادا ڪرڻ سان ڪرم ڌوئي سگهيو ٿي ۽ شودرن ۽ اعليٰ ذات وارن مان اعتراض ڪندڙن جاڪرم ڌوپي نہ ٿي سگهيا. اهڙي ڪنور ڌرم خلاف بغاوت اٿڻ

هئي ۽ انهيءَ جا آثار ڇهين ۽ پنجين قبل مسيح صدين ۾ اپنشدن جي صورت ۾ ظاهر ٿيا، جن ۾ ڪل ديوتائن جي منڍ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ ڪرمن مان ڇوٽڪاري جو وسيلو،برهمڻ بجاءِ انهيءَ اڪيلي منڍ سان ملي و ڃڻ ڄاڻايو ويو. ( برٽانڪيا، ج ۴ ص ۳۵۴). " رگ ويد" جي بنياد تي واحد خدا، وحدت ۾ ڪثرت ۽ اصل منڍ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي:باهہ ھڪڙي آهي يا گهڻيون باهيون آهن؟ هڪ ئي وقت هڪ باهہ ۾ گهڻيون باهيون ڪيئن ٿي سگهن ٿيون؟ اهڙي قسم جا منطقي سوال " رگ ويد" ۾ اٿاريل هئا. اپنشدن ۾ انهن سوالن جي سقلتا ٿيندي نظر ٿي اچي. ( بشم ، ص ۴۳۵)

## ويدن جو اڀياس:

"رگ ويد" آريا ڌرم جو قديم ترين پاڪ ڪتاب آهي جنهن ۾ ڏهہ منڊل ۽ ۱۰۲۸ ڀڄن آهن، جيڪي قرباني ڪرڻ وقت ڳايا ويندا هئا. باقي ٽي ويد: " سام ويد" ، " يجرويد" ۽ " اٿر ويد" پوءِ لکيا ويا ۽ انهن جي نوعيت مختلف آهي. " سام ويد" ۾ " رگ ويد" جا منتخب ڀڄن ٻيهر ترتيب ڏنل آهي. " يجرويد" ۾ قربانيءَ جي قاعدن قانونن، طريقن ۽ ريتن رسمن جو ذڪر ڪيل آهي. انهن ۾ پوءِ سڌارا ۽ واڌارا ڪيا ويا جنهن کي " سمهتا" چيو ويو. " سمهتا" جا ٻہ قسم آهن: ڪارو ۽ اڇو متن. ڪاري متن ۾ سخت تاڪيد سان قربانيءَ جا قاعدا قانون ڄاڻايل آهن، اڇي متن ۾ هدايتن جو هڪ طويل ضميمو شامل ڪيل آهي، جنهنکي " براهمن" چيو ويو آهي. " اٿر ويد" ۾ منتر ( يا وظيفا) لکيل آهن، جن جي پڙهڻ سان جادو جو اثر ٿيڻ ۽ سواليءَ جون تڪليفون دور ٿيڻ جو عقيدو شامل آهي، جيڪو مقامي غير آريائي عقيدن جي آميزش ڏيکاري ٿو. ( بشم ص ۲۳۲)
براهمن جو زمانو ۸۰۰ ق . م کان ۶۰۰ ق - م ڄاڻايو ويو آهي، جيتوڻيڪ ڪجهہ اپنشد ڪافي پوءِ جا لکيل آهن. سن ۵۰۰ ق . م کان " رگ ويد" جي لغت " نرڪتا" لکجڻ شروع ٿي. هزار سالن کان وڌيڪ عرصي گذرڻ سبب رگ ويد جا ڪيترا الفاظ متروڪ ٿي چڪا هئا ۽ لغت تيار ڪندڙن

ڪي انهن جي صحيح معنيٰ ۽ مطلب جي ڄاڻ نہ هئي. ( ايضا . ص ۲۳۳)
تاهم رگ ويدڪ ڌرم جو خاڪو موجود هو. اوائلي ويدڪ ڌرم ۽ برهمڻن جي تشڪيل ڪيل هندومت ۾ ڪافي فرق نظر اچي ٿو. " اٿرويد" جيڪو آخري ويد آهي ۽ مقامي روايتن جي اثر هيٺ لکيل معلوم ٿو ٿئي، انهيءَ ۾ هڪ سادي نباتاتي پوڄا جو ماحول پيدا ڪيل آهي ۽ مثبت فوق الفطرت ۽ ما بعد طبعيات نظارا پيش ڪيا ويا آهن.

يونانين وانگر آرين جا ديوتا آسماني هئا. " رگ ويد" ۾ ديوتائن جي امان ونڻ ۽ پريات جي ديوي " اوشا" سان وابستہ رچنائون ڏاڍي پيار ڀريئي انداز ۾ لکيل آهن: مثال طور رات جي آتما " راتڙي" کي مخاطب ٿيندي چيو ويو آهي:

" اڄ تو اسانجي ويجهو ڪياسي،
جي تنهنجي آئي آيا آهن،
جيئن پکي وڻ تي آکيري ۾ ! "

ٻگهڙن ٻگهڙاين کان بچائي رکجان،
چورن چڪارن کان بہ راتڙي راڻي،
سڀ خير ڪجان تون واهيري ۾، "(۲)

آڪاش يا آسماني ماحول جو عظيم ديوتا" ورنا" (ورن) "رتيا" (موسم) جو بہ خالق ڄاتو ويندو هو ۽ هر هنڌ حاضر سمجهو ويندو هو. گهڻن ديوتائن جي پيٽ ۾ هو " الہ واحد" يا اڪيلي معبود جي آريا ڌرم ۾ اوائلي علامت هو، جيئن " اٿرويد" جي چوٿين منڊل ۾ چيو ويو آهي:

" بہ ڄڻا ڪنهن انت ڳجهي جاءِ
يا پرٿويءَ جي ٻن ڇيڙن تي ويهي
ڪا رٿا جوڙي نہ ٿا سگهن،
جيستائين ٽيون انهن سان گڏ ناهي
اهو" ورن" آهي، جيڪو سدا اتي آهي. "(۱)

”ورن“ مهاديو سان واسطو رکندڙ کافي آريائي روايتون ” بابل“ ۽جي ”سامي“ عقيدن سان مشابهت رکن ٿيون: آريا ڪوي ( شاعر) جڏهن ”ورن“ جو پڇن چوندو هو، تڏهن پنهنجي جسم کي مٽي سان ڀيوت ڪري، هڪ تالپتري، يا ڳوڻ وڇائي، انهيءَ تي ويهي ڊڄندي ۽ ڏڪندي شعر چوندو هو:

مثلا

” سونکي مٽيءَ جي گهر ۾ نه موڪل، اي ورن !
بخش، اي مهربان مالڪ بخش !
جڏهن مان قائل ٿوڪٽي جيان چٽڙيون ٿيان،
بخش، اي مهربان مالڪ بخش !“
سرت سمجهه جي کوٽ سبب، مان تنهنجي سامهون ٿيس
بخش اي پاڪ ذات مالڪ بخش!
اڄ تنهنجي پوڄاريءَ جي اُڃ پاڻي ۾ سرس ٿي
بخش، اي مهربان مالڪ بخش !
اڻڄاڻائيءَ ۾ اسان فاني وٿن گناه ڪيا
تنهنجي ديوتائي قومن خلاف
تنهنجي آديش ۽ حڪمن خلاف
اي مهاديو ! اسانکي قهر سان ناس نه ڪر،
بخش، اي مهربان ملاڪ بخش !.

( رگ ويد، منڊل ۷ پڇن ۸۹، بشم، ص ص ۲۲۸ ـ ۲۲۷).

”اندر“ ديوتا وانگر، ورن مهاديو قديم آرين جي جنگي جوڌن جو خدا نه هو، بلڪ هڪ عظيم طاقت وارو شهنشاه هو، جيڪو هڪ عظيم آسماني محلات ( عرش عظيم) ۾پنهنجي نائب ديوتائن ( ملائڪن) سان گڏ رهندو هو. انهن ۾ خاص مقرب ” مترا“ ديوتا هو، جنهن ۾ سچ جون ڪجهه خصوصيتون هيون ۽ سندس خاص واسطو وعدن ۽ عهدنامن سان هو. تاهم ڪوڙ ۽ دغا کان علاوه ” مترا“ ديوتا ڪاوڙ ۽ نشي جي حالت ۾ ٿيندڙ برن ڪمن، جوا ۽ ڪنوردل انسانن جي ڪڌن ڪرتوتن ۽ گناهن جي سخت سزا ڏيندو هو. خاص ڪري ڪوڙ سان ورن ۽ متراکي سخت نفرت هئي ( بشم

ص ۲۳۷) بعد ۾ ورن ۽ مترا سان اندرا کي شامل ڪري تثليث قائم ڪئي وئي. " برهما"، " وشنو" ۽ " شو" جي ٽمورتي بعد ۾ مسيحيت جي زماني ۾ بنائي وئي، جنهن ۾ " برهما" پيدا ڪندڙ، " وشنو" حفاظت ڪندڙ ۽ " شو" ناس ڪندڙ هستيون قرار ڏنيون ويون. اهو گپتا دور (۳۲۰ع) کان شروع ٿيل زماني ۾ مذهبي رواداري جو هڪ قدم هو.

"شو مهاديو" سنڌو ماتري جو اڪيلو عظيم ديوتا، آريا برهمڻن جي ناس ڪرڻ کان وڏو هو، جيتوڻيڪ سندن اها تمنا، هري رام ڀڳوان جي زماني ( ۵۰۰ ق . م) تائين شدت سان قائم هئي ۽ " رامائڻ" ۾ شو جي تير ڪمان سان نشانو چٽي، ڌرتي جي ڌيءَ سيتا ڪٿي، شِو جي ڪمان سري رام ڀڳوان جي هٿان ٽٽندي ڏيکاري وئي آهي. آريا برهمڻن کي آخرڪار شو مهاديو جي عام مقبوليت سبب کيس قبول ڪرڻو پيو.ڪوي ڪاليداس جي رچنا ۾ هندو ٽمورتي لاءِ هيئن چيو ويو آهي:

"ساراهه تنهنجي اي ٽمورت
تخليق کان اڳ هئينءَ هڪ صورت
پوءِ ورهائين تن گهٽن ۾."۲۰.

انهيءَ بنيادي وحدت کي مڃيندي، ڪوي اڳتي چوي ٿو:

" تون ڄاڻيندڙ، تون ئي ڄاتل،
تون کائيندڙ، تون ئي کاڌل
تون ئي پورهيت، تون ئي ٻل آن،
تون ئي پوڄاري، تون پوڄيل آن،"

("ڪمن اسميو" ڄاڻايل بشم ص ۳۱۰)

اها وحدت جڏهن ٽمورتي جي ڪثرت ۾ تبديل ٿي، تڏهن سنڌو ماتري جي قديم مهاديو شو مهراج کي، آريا ڌرم جي هيبتناڪ ديوتا " ردرا" جو جيس ( نعم البدل) بنايو ويو. ڄاڻايو ويو ته شو مساڻن، يڌميدانن، قتل جائن ۽ سنسان چوواٽن تي لامارا ڏيندو رهندو آهي. سندس ڳچيءَ ۾ انسانن

منڍين جي مالها (ڪنڊي) پاتل آهي ۽ سندس چوڏاري جن ڀوت ۽ بدروح آهن. هُو " مهاڪال" سڏجي ٿو. هٿي طرف شو وڏو سنياس ڪنڌڙ ۽ سنياسين جو سرپرست آهي![۲]

هماليہ جي پهاڙي سلسلي ۾ آريا قوم جو پاڪ مشروب سوم رس عام ٿي. آريا ڌرم ۾ قديم زماني کان سوم رس جي استعمال کي ڌرمي ڪردار مليل هو. اندر ديوتا، پنهنجو پيالو پيئندي چوي ٿو: ( اها ڪيفيت سندس پوڄاريءَ جي سمجهڻ گهرجي !)

" جهنگلي هوائن وانگر
پيالن پالي وڏو ڪيو آهيان
ڇا مان سوم ٿي پئندو آهيان

پيالن مونکي ايئن متي ڪٿي ڏنو آهي
جيئن تيز گهوڙا رٿ کي
ڇا مان..............

جنون مون وٽ آيو هلي آ
ڳئون جيئن پياري ڳابي وٽ
ڇا مان....................

جيئن واڍو رٿ جي ڳادي جوڙي
مون چڏيو جنون کي دل سان ويڙهي
ڇا مان....................

اهي پنج قبيلا منهنجي اک ۾
تربرابر به ناهن،
ڇامان....................

آڪاش مـــتـــاهون منهنجي،
اڌ بـــرابـــر بـــ نـــاهـــي
چـامــــــان.......................
مـــان پنهـــجي شـــان شـــرڪت ۾
ڪُل آڪاش ۽ پرٿوي کـان پار اڪربو آهيـان
چـامــــــان.......................۲ ـ

” رگ ويد“ جي ڏهين منڊل ۾ پـــچن ۱۱۹ (۹ ـ ۲) بشم جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيل آهي. انهي ۾ ” سوم“ بابت لکي ٿو تہ: ” سوما“ روحـانيت جو هڪ خاص ڪردار هو. اصل ۾ ” سـومـا“ هڪ ٻوٽو آهي، جيڪو مڪمل طور تي شناخت نہ ڪيو ويو آهي. انهيءَ مان هڪ تيز اثر شراب تيار ڪيو ويندو هو، جيڪو فقط قربانين وقت استعمال ڪيو ويندو هو. انهيءَ جو اثر قوت بخش هو......... پرشيا جي پارسين ۽ زرتشتين وٽ بہ سـاڳي قسم جو شـراب هو، جنهن کي ” هومـا“ چوندا هئـا.......... جديد دور جي پارسين جيـڪـو ٻوٽو شناخت ڪيـو آهي، سـو ڪوڙو ( تلخ ذائقہ) آهي، جنهن ۾ ڪي خاص مدهوشي جون خصوصيتون نہ آهن ۽ اهو ٻوٽو ويدن وارو ” سوم“ ٿي نہ ٿو سگهي. ” سوم“ مان تيار ڪيل شراب الڪوهل ، يا شراب جو ست ( چڪايل) بہ ٿي نہ ٿي سگهيو،ڇاڪاڻ تہ اهو قرباني جي دوران وڏي اهتمام سان تيار ڪيـو ويندو هو، جڏهن ٻوٽي کي پٿرن ۾ پينهي، کير ملايو ويندو هو ۽ ڇاڻي بروقت پيتو ويندو هو. کنڊ ۽ مـاکي جيـــکي گـــجي پيـــدا ڪن اهي عـــام طور تي نہ مـــلائيـــا هئـا............”سوما“ رس پيئڻ سان جيڪا ڪيفيت طاري ٿيندي هئي، انهيءَ جو ذڪر ڪندي بشم لکي ٿـو تـہ ” جيڪي چٽن مشـاهدن ۽ وسعتن ۾ سمائجي وڃڻ جا اثرات بيان ڪيا تا وڃن اهي ساڳيا آهن جيڪي حشيش ( ڀنگ) يا اهڙن ٻوٽين جي استعمال سان پيدا ٿيندا آهن. ” سوما“ گانجو يا ڀنگ ٿي سگهي ٿي، جيڪا هندستان جي ڪجهہ علائقن، وچ ايشيا ۽ ڏکڻ روس ۾ قدرتي طور تي پيدا ٿئي ٿي. (ڪٿي ٻوڪي بہ وجي ٿي) انهي مان جديد دور جا هندستاني هڪ نشيدار ڀاڻيٺ ناهن تا، جنهن کي ڀنگ

چٹجي ٿو. ( ص ٢٣٦). رگ ويد جي نائين منڊل ۾ سوم بابت پڇڻ جو انتخاب ڏنل آهي، " سوم"کي ٻوٽن جو بادشاهه سڏيو ويو آهي، جنهن جي نسبت چنڊ سان آهي، جيڪو ٻوٽن جو ديوتا آهي.[28]

ڪيلاش پربت جي ايڪيري لاهيءَ وٽ هڪ " شو مندر" ۾ " مهايوگي شو" جو بت.چيتي جي ڪل تي ڪنهن اونهي فڪر ۾ ويٺو آهي ۽ سندس سوچ فڪر سان دنيا جو ڪاروبار هلي رهيو آهي. ( بشم ، ص ٣٠٧) سندس مٿي تي گهنڊيدار وار آهن جنهن کي " جٽا" چئجي ٿو. اها جٽا ڊگهي چوٽيءَ ۾ ويڙهيل آهي، جنهن ۾ اڌ چنڊ لڳل آهي ۽ انهيءَ مان گنگا ندي وهي رهي آهي. سندس نرڙ ۾ ٽين اک آهي جيڪا سندس اتم ٻڌي ( اعليٰ عقل) جي علامت آهي، سندس ڳچيءَ جو رنگ ڪارو آهي جنهن تي انهي موتمار زهر جا لينگها لڳل آهن، جيڪو شو سمنڊ مان ولوڙي ڪڍيو هو، جيئن ٻيا ديوتا انهيءَ جي اثر کان بچي وڃن .

" شو" مقامي قومن ۽ آرين ۾ مختلف روپ ظاهر ڪيو ۽ ٻنهي انهيءَ کي شدت سان پيش ڪيو آهي. شو ناگن جي ديوتا آهي جيڪي سندس بت جي ڳچي ۽ ٻانهن ۾ ويڙهيل نظر اچن ٿا. سندس جسم تي خاڪ مليل آهي، جيڪو سنياسين جو شيوو آهي، پر ۾ شو جو هٿيار " ترشول" رکيل آهي، پاسي ۾ سندس پياري زال " پاروتي" جو بت رکيل آهي ۽ سندس سواري جو ڍڳو " نندي" حاضر بيٺو آهي. ( ايضا).

سنڌو ماتري جو " شو نٽراج" رقص جو مهاديو آهي. سندس بدولت قديم يوناني، سنڌ کي ناچ جي سرزمين چوندا هئا. هو هڪ پر اسرار جمود جو به ديوتا آهي. سندس رقص وسرود سنڌو ماتري مان ٻاهر نڪري، گنگا جمنا وادي ۽ هندي وڏي سمنڊ جي ساحل سان پکڙجي ويو. " تامل نادو" ۾ " سدبم برم" جو شو مندر، پانڊيچري کان پنجاهه ميل ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري اڄ به موجود آهي، اتي شو کي رقص جي حالت ۾ ڏيکاريو ويو آهي ( بشم، ص ٣٠٨) هڪ روايت موجب شو نٽراج ڪل ١٠٨ مختلف ناچ ايجاد ڪيا، جن ۾ کي مڌر ۽ هلڪا ته ٻيا تيز، اگهاڙا ۽ ايذائيندڙ هئا. " تاٿدو" جي ناچ ۾ شو نٽراج مڇريل ٿئي ٿو ۽ سندس جوڦر شرابي شيوڪ " گڻيش" نچي رهيا هوندا آهن. هو هڪ وحشي ڌُن

ڇيڙي ٿو، جنهن سان آڪاش جو چڪر ڪاٽي، دنيا کي ختم ٿو ڪري ! (ايضا).

" شو" جو هڪ ٻيو بت " دڪشن مورتي" آهي، جنهن ۾ هنڪي دنيا جو گرو ( معلم) ڏيکاريو ويو آهي. هڪ پير پٽ تي ٻيو مٿي تخت تي ۽ هڪ هٿ مٿي سمجهائي جي انداز ۾ ڪنيل آهي. شايد " دڪشن مورتي" شو پنٿ تي ٻڌمت جو اثر ڏيکاري ٿي ۽ اهو ۵۰۰ ق . م کان پوءِ جو زمانو آهي. قديم زماني کان " شو" پيدائش جي ديوتا، جو بت " لنگ" (مخصوص مرداني عضوي) جي شڪل ۾ رهندو آيو آهي. هي انهيءَ مذهب جي باقيات آهي، جيڪو هندو ڌرم کان به اڳاٽو آهي. " هڙپا" جي آثار قديمه ۾ لنگم جهڙيون وٿون مليون آهن، قديم تامل ادب ۾ ڌرمي رسمن جي ادائگي جا مرڪز چاتايل آهن جيڪي " لنگ" جي شڪل ۾ آهن، ... جي تحقيق مطابق هندو ڌرم ۾ لنگ پوڄا عيسوي سن جي آغاز ۾ جاري ٿي. (ص . ۳۰۸) يونان ۾ " اتيفيلس" ( اتيل لنگ)، " ڊايونيسس" ديوتا جي مان ۾ ڪڍيل جلوس ۾ جهنڊو ڪري ڪنيو ويندو هو ۽ اهڙيون فحش ڏنون وڄايون ۽ عريان ٻچن ڳايا ويندا هئا، جيڪي مهذب دنيا ۾ معيوب ۽ بي حيائي سمجهيا وڃن. موئن جي دڙي ۾ شو جو اهڙو روپ ٿي سگهي ٿو، جيڪو هند ـ سنڌ ۾ موجود عام شو مندرن ۾ نظر اچي ٿو: هڪ ننڍو مخروطي ٿنيو ڪڙي ڪري انهي جو مٿو گول ڪيو وڃي ٿو. بي اولاد زالون ان تي ويهي، ٻائي جي منترن پڙهڻ ۽ ٻين رسمن ادا ڪرڻ سان اولادي ٿينديون. اهو عقيدو شو پنٿين ۾ عام آهي.

موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي تهذيبي دور ۾ شو کي " پسو پتي" چيو ويندو هو، يعني جانورن جو ابو، ڏکڻ هندستان ۾ هڪ بت جي شڪل ۾ هڪ هرڻ جو ٻچڙو شو جي هڪ هٿ جي آڱرين مان لڙڪي رهيو آهي ۽ کيس چار ٻانهون آهن، باقي ٽن هٿن مان هڪ ۾ ڪهاڙي، ٻيو دعا جي انداز ۾ مٿي ڪنيل ۽ ٽيون دان گهرڻ جي نموني اڳيان جهليل آهي. ڪجهه شو پنٿي، " شو" جا اوتار ڄاڻائن ٿا، جيڪي دراصل وشنو جا اوتار آهن. شو پنٿ ۾ اوتار جو نظريو ڪڏهن به موجود نه رهيو آهي. تاهم هماليه جي ڌيءَ " پاروتي" سان سندس شاديءَ جي روايت ڪجهه دنياداريءَ جي ريت نباهڻ

۽ ڪاروبار هلائڻ طرف ڌيان ڇڪائي ٿي. شايد اهڙي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ " شو مهاديو" جي عارضي واپسيءَ کي تسليم ڪيو ويو هو. جيئن ڏکڻ هندستان ۾ هڪ مشهور مندر ۾ " مدورائي" جي راجڪماري "ميناڪشي" سان " شو مهراج" جي شاديءَ جي سالگرهه ملهائي ويندي آهي.[۲۹]

" پاروتي" ديويءَ سان " شو" جي شاديءَ جي روايت هن ريت بيان ڪئي ٿي وڃي: " تارڪا" راڪشش ( راڪاس) ديوتائن کي آزاري رهيو هو. اڳڪٿي موجب جبلن جي آتما هماليہ پربت جي ڌيءَ پاروتي کي شو مهاديو مان پٽ ڄمڻو هو. جيڪو تارڪاراڪشش کي ماريندو. ديوتائن پاروتيءَ کي شو مهاديو جي شيوا لاءِ موڪليو ليڪن هو پنهنجي فڪر ۾ مگن رهيو ۽ پاروتي ڏانهن اک کڻي بہ نہ ڏٺائين. پاروتي ڪام ديوتا کان مدد ورتي ، تڏهن " شو" پنهنجي ٽين اک کولي " ڪام" ديوتا کي ڀسم ڪري ڇڏيو. پوءِ " پاروتي" سنياسڻ ٿي. زيور لاهي ڀرواري هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي وڃي ويٺي. تڏهن شو مهاديو اکيون کولي هن کي ڏٺو ۽ مٿس عاشق ٿي پيو. ديوتائن تام ڌوم سان سندس شادي ڪرائي. جنهن مان جنگ جو ديوتا " سڪندا" پيدا ٿيو ۽ انهيءَ " تارڪا" راڪشش کي نشٽ ڪيو ( بشم ص. ۳۰۹). انهي روايت مان آريا ڌرم جي جنگي ديوتا " اندر" جي مشابهت ۾ شو مهاديو جي ڌرم ۾ سندس پٽ " سڪندا" جو پتو پوي ٿو. وشنو پنٿي آريا برهمڻ شو جو انڪار نہ ڪري سگهيا. هري ڪرشن، وشنو جي اوتار فرمايو:

" ڪو پوڄاري، وشواش سان ڪنهن ديوتا جي پوڄا ڪري ٿو،تڏهن مان سندس وشواش پڪو ڪيان ٿو. انهيءَ وشواش سان هو پنهنجي ديوتا کي پوڄي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هر شيءِ جو ڏيندڙ آءٌ آهيان." ( ڀڳود گيتا. ڇاٿايل بشم ص ۳۱۰)

شو پنٿي " وشنو" کي خود شو جي هڪ عارضي واپسي ڄاڻائن ٿا ۽ شو ۽ وشنو جي پوڄارين. بشم جي تحقيق موجب ٻنهي فرقن سنت ڄاتو تہ جن ديوتائن جي هو پوڄا ڪري رهيا هئا. سي دراصل هڪ ئي مهاديو جا مختلف روپ آهن. وڏيڪ سچا هندو گهڻ پڙهيل آهن ليڪن هميشہ کان بنيادي طور تي هڪ مهاديو کي مڃن ٿا. ( ص ص ۳۱۰ _ ۳۰۹)

سنڌو ماٿريءَ جي قديم مذهب ۾ شو اڪيلو مهاديو هو، ليڪن سندس خاندان ۽ گهر ٻار بہ هو؛ سندس زال کي " امبيڪا" (امان) سڏيو ويندو هو، جنهن جا چار ٻيا نالا بہ هئا؛ پاروتي ديوي، اماديوي، درگاديوي ۽ ڪالي ديوي. شو مهاديو کي پاروتي ديويءَ مان بہ (ٻيا) پٽ ڄاوا؛ گڻيش ۽ ڪريڪيا. شو پنٿ، سنڌو ماٿريءَ مان اسري ڏکڻ ايشيا ۾ پکڙجي ويئي، جاوا،بالي، چمپا ۽ ڪمبوڊيا تائين شو مندرن جو چار ڦهلجي ويو. شو مندر ۾ شو جي بت سان گڏ سندس سواري جي ڏاند " نندا" جو بت لازمي طور تي رکيو ويندو آهي. شو مهاديو جا بت مختلف صورتن ۾ نظر اچن ٿا. بنيادي صورت هڪ رقاص ( ناچو) جي آهي جنهن کي سنڌو ماٿريءَ ۾ " نٽراج" چيو ويندو هو. بعد ۾ صورتون بدلائندو " لنگم" ( لنگ جو بت) جي صورت ۾ شو مهاديو کي ظاهر ڪيو ويو ۽ هن کي پيدائش جو خدا تسليم ڪيو ويو. سندس بنيادي ڌرم موجب " شو ـــ توا" يعني شو جي فطرت کي پهچڻ لاءِ پتي، پسو ۽ پسا، يعني خدا، روح ۽ ساهہ، جي بندش کان آزاد ٿيڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ چار واٽون آهن: ڪريا، ڪريا، يوگا ۽ جننا، يعني عبادت، خدمت، فڪر ۽ علم، ( برٽانيڪا، ج ٢٠ ص ٤٣٢)محققن جي راءِ مطابق ڏکڻ ـ ايشيا ۾ مذهب جو آغاز سنڌو ماٿريءَ کان ٿيو، جتي " يوني" ( زناني مخصوص عضوي جي شبيهہ) ۽ هڪ سڱو ڍڳو اوائلي پوڄا جا آثار ملن ٿا. وڻن ۽ جانورن جي پوڄا جا آثار پڻ موجود آهن. هتي شو مهاديو جي پوڄا جا ثبوت بعد ۾ هڪ منظم مذهب جي قائم ٿيڻ جو دليل آهن. بشم جي راءِ مطابق، " اسانکي سمجهڻ گهرجي تہ اهو قديم مذهب ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيو...... رفتہ رفتہ ٻين مذهبن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ بعد ترقي يافتہ صورت ۾ آيو ۽ گهڻي ڀاڱي هندستان جي آريا راجائن جي ڌرم تي ڇانئجي ويو." ( ص ٢٣٢)

" شو پنٿ" جديد هندو ڌرم جو هڪ خاص فرقو آهي، جيڪو " وشنو پنٿ" ۽ " شڪتي پنٿ" سان گڏجي، هندو ڌرم جي مجموعي نظام کي مڪمل ڪري ٿو. " برٽانيڪا" جي محققن جي راءِ موجب " شو ديوتا" اصل ۾ آرين جي " ردرا ديوتا" کان شروع ٿيو، شايد انهيءَ ڪري جو جڏهن آريا " سنڌو ماٿريءَ" ۾ آيا تڏهن هنن اتان جي " شو مهاديو" م

پنهنجي " ردرا ديوتا" جون خصوصيتون ڏنيون ۽ اهو پهريون ۽ واحد مقامي ديوتا هو، جنهن کي آرين پنهنجي ڌرم ۾ مڃتا ڏني: " رگ ويد" جي ڪجهه پـڇن ۾ سندو نالو ورتو ويو آهي. " يجر ويد" ۾ " ست آريو دريا" شـو جي پرارٿنا آهي. " اٿـرويد" ۽ " براهمڻ" ۾ سندس ذڪر آهي. تاهم " رگ ويد" ڪٿي ڪٿي، پنهنجي اندروني تضاد مطابق ." شو" کي " ردرا" جي ڀيانڪ روپ ۾ پيش ڪيـو آهي ۽ ٻين هنڌن تي هن کي مهربان ڪري ڄاڻايو آهي ۽ سندس ٻيا پيـارا نالا ورتا آهن: شـو شـمـيـو، شو سـمـڪـر، پسوپتي، مهاديو وغيره. " ردرا ديوتا" سان " شو مهاديو" جي نسبت کي، منطقي طور تي سندس مهربان هجڻ ثابت ڪرڻ لاءِ، استـعـمـال ڪيـو ويو آهي: " ردرا" معنيٰ ٻچائي ڇڏيندڙ، اهو جيڪو پاپن ۽ برائين کي ختم ڪري ! " برتانيـڪـا" مطابق " اهو جيـڪـو گناهه معـاف ڪري ڇڏي" ( ج ۲ ، ص ۴۳۲) " ردرا" جو مـفـهـوم رڙيون ڪندڙ بہ ورتو ويندو هو ۽ اهو " ورنا" يا " ورڻ" ديوتا جو مخالف ڪردار هو، تاهم آريا " ردرا ديوتا" کي " تيـر انداز" ديوتا مڃيندا هئا، جنهن جي چوڙيل تيـرن سـان بيـمـاريون ڦهلبيون هيون. " اندر ديوتا" وانگر طوفان گجگوڙ ۽ کنوڻ سان تعلق هئس ليڪن ان وانگر مقبول نہ هو، هڪ ڏورانهين ديوتا جو تصور هو، جيڪو پري جبلن ۾ رهندو هو. ماڻهو هن کان ڊڄندا هئا، هن جي وجود جو فقط هڪ مثبت ڪردار هو جنهن مطابق هو پسار جي ٻوٽين جو رکوالو هو، جن سان بيمارن جو علاج ٿيندو هو.

قديم زماني کان سنڌين، گنگا جمنا واديءَ جي قومن، ايراني، يوناني، رومين، جرمن، ۽ ڪيلٽ تهذيبن ۾ بلڪل ساڳيا نہ تہ بہ هڪ جهڙا مذهبي عقيدا رائج هئا. جڏهن آريا هند ـ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا، تڏهن سنڌن مذهبي عقيدن ارتقا ذريعي هڪ پائدار مذهب جي صورت اختيار ڪئي، ۽ ٻين اندو ـ يورپين قومن کان وڌيڪ ترقي يافتہ نظام قائم ڪيائون. اندو ـ يورپين قومن جو عظيم ديوتا مختلف تهذيبن ۽ معاشرن ۾ مختلف هو: يونان ۾ " زيوس" (Zeus) روم اٽلي ۾ "جيوپيٽـر" عظيم ديوتا هئا. اهڙي طرح سنڌ ۾ بہ "شـو مهـاديو" نہ صرف عظيم بلڪ اڪيلو ديوتا هو. تنهنڪري آرين انهي عظيم ديوتا جي نظريي کي " ديو" يا " ديوس" جو نالو ڏنو. انهيءَ ڪري

" شو مهاديو" جي اهميت ۽ مقبوليت ۾ اضافو ٿيو. آرين جي سرشتي موجب " ورنا" ديوتا آسمان جو مالڪ عظيم ديوتا يا مهاديو ٿيڻ ڪپندو هو، ليڪن هنن " اندر" "ردرا" ۽ " ورنا" جون وصفون ملائي " اندر ديوتا" کي اڳتي وڌايو. جنهن جنگ ۽ آسمان پنهي جي ديوتائن کي پاڻ ۾ يڪجا ڪيو. هو موسم جو ديوتا، طوفان گجگوڙ ۽ ڪنوڻ جو ديوتا، وچ ڪيرائي آرين جي دشمنن کي ناس ڪندو هو. اهڙو عقيدو عام ڪيو ويو. ( بشم ص ۲۳۴).

ان زماني ۾ دنيا جي بين تهذيبن ۾ سج جي پوڄا عام هئي. آرين وٽ بہ " سريا ديوتا" هو، جيئن يونانين وٽ هيليوس مصرين ۽ وچ مشرق وارن وٽ "رع" سڀ سورج ـ ديوتا هئا. هند ـ سنڌ ۾ آرين کان بہ اڳ ۾ سج جي پوڄا ٿيندي هئي، جنهن جو نشان گول چڪر مقامي تهذيبن ۾ هڪ عام عنصر هو.

آرين کي هڪ زبردست طاقت واري خدا جي تلاش هئي، جيڪو پرٿوي، آڪاش ۽ مهاديو کي ٽن برانگهن ۾ اورانگهي وڃي ۽ اهو هو " وشنو" هري ديو. خود خدا جيڪو انيڪ روپ وٺي دنيا ۾ اچي عام ماڻهن سان گڏ دک سک جي جيوت گذاري ٿو ۽ هنن جي درست واٽ وٺڻ ۾ رهبري ڪري ٿو.

## مهاڀارت جو قصو

" ڪر" يا "ڪورو" هڪ آريا ڪتري قبيلو، اٽڪل ۱۰۰۰ ق ـ م ڌاري، ٿانيسور، دهلي ۽ ميرٺ جي ميداني علائقي تي قابض ٿيو ۽ اتي " ڪوروديش" جي نالي سان پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. سندن سنگهاسن يا تختگاهہ " هستناپور" ۾ هو. هن قديم بستي جي کوٽائي مان معلوم ٿو ٿئي تہ هتي ۱۰۰۰ ق ـ م کان ۷۰۰ ق ـ م تائين هڪ تهذيبي دور ٿي گذريو آهي. هڪ روايت موجب هستناپور جي قريب ڪرڪشتر نالي هڪ آريا نوآباديءَ ۾ " رگ ويد" لکجڻ شروع ٿيو. ( بشم ص ص ۳۹، ۳۸) بعد ۾ اتي مهاڀارت جي يڌ لڳي، جيڪا هندستاني آرين جي وچ ۾ شايد

ڀرين گهرو ويڙهه هئي. يادو قبيلي جو سردار، سري ڪرشن مهراج، آرين جي هن خانه جنگيءَ جو مرڪزي ڪردار هو ۽ سندس ڌرم شاستر ، "ڀڳود گيتا" انهيءَ مهاڀارت جي پس منظر ۾ مرتب ڪيل آهي. ڪورون جي پٽ کهائي ڪارڻ، پانڊون جي " بزدلانه ڪرتوتن" کي يادو سردار سري ڪرشن مهراج جي چرچ سان منسوب ڪيو آهي. ( ائن انڊوانسنڊ هسٽري آف انڊيا ص ١٨٩) هن ڪيس " وراتيه" يعني آرين جي ٽالهيءَ ڀاڄيءَ مان نڪتل ڄاڻايو آهي. اهو ڪورون جي بغض جو نتيجو هو، جيڪو پانڊون کي سوڀ ڏيارڻ سبب سري ڪرشن مهراج جي خلاف پيدا ٿيو هو.

" مهاڀارت" جو قصو هستناپور جي راجا " وچتر ويريه" جي زماني کان شروع ٿو ٿئي: راجا وچتر ويريه کي ٻه پٽ هئا: " ڌرت راشٽر" ۽ " پانڊو". ڌرت راشٽر ڄائي ڄم نابين هو، تنهن ڪري سنگهاسن ( تخت) جو والي " پانڊو" ٿيو، جيڪو پنهنجي وڏي ڀاءُ نابين ڌرت راشٽر جي حياتي ۾ پنج پٽ ڄڻيان ڇڏي فوت ٿيو، جڏهن ته وڏي ڀاءُ کي هڪ سو پٽ هئا. پانڊو جي پنجن پٽن جا نالا يڌ شٽر، ڀيم سين، ارجن، نڪولا ۽ سهديو هئا. اهي "پانڊو" شاهي خاندان جي نالي سان مشهور ٿيا. ڌرت راشٽر جي سو پٽن مان وڏي جو نالو " دريوڌن" هو ۽ سندس ڀائرن پنهنجي قبيلي جو نالو "ڪورو" برقرار رکيو. راجا پانڊو جي موت بعد وڏو نابين ڀاءُ" ڌرت راشٽر" تخت تي ويٺو. هن پنهنجي سو ڪورو پٽن سان گڏ پنهنجي پنجن پانڊو ڀائٽين جي تعليم ۽ تربيت جو هڪ جهڙو بندوبست ڪيو ۽ ڪورو - پانڊو هڪ گڏيل راڄائي ڪٽنب سڏجڻ لڳو. جڏهن پانڊو ڀائر وڏا ٿيا، تڏهن سندن سورمائي، ساک ۽ سونهن جي واڪاڻ ٿيڻ لڳي، جنهن تان ڪورو ڀائر حسد ڪرڻ لڳا ۽ پانڊون کي مارائڻ جي سازش ڪيائون: "هستناپور" کان پري هڪ هنڌ هڪ جاءِ جوڙائي وئي، جيڪا هڪ ڪاٺ گهر هو، ڪنهن ڌرمي سکا جو بهانو ڪري پنجن پانڊون ڀائرن ۽ سندن ماتا " ڪانتيءَ" کي آڻي انهي گهر ۾ رهايو ويو. رات جو گهر کي باهه ڏني سمجهيو ويو ته سڀئي سڙي مري ويا، ليڪن هن کي اڳواٽ ڪڙڪ پئجي وئي هئي ۽ باهه لڳڻ وقت هو اتي موجود نه هئا.

سربچائي ڀڄي نڪرڻ بعد پنهنجي ماتا کي ساڻ ڪري پانڊون وڃي

بن ( جهنگ) وسايو، جتي ڪورون جي پهچ کان ٻاهر هئا. هڪ ڏينهن ڪنهن سيلاني ساميءَ کان ٻڌن تہ پنڪالا جي راجڪماري دروپدي جو سويمور ٿي رهيو آهي، پنج پانڊو ڀائر پنهنجي ماتا ڪانتيءَ کان انومتي (اجازت) وٺي، ويس بدلائي وڃي سويمور ۾ شامل ٿيا. مقابلو هڪ سنهي نشان کي وزني تير ڪمان سان چٽڻ جو هو. انهي مقابلي ۾ ڪورون جو راجڪمار سردار دريوڌن ۽ سندس پيٽيوو سنڌو راجا جئدرٿ بہ شامل هئا. سڀ هڪ ٻئي پٺيان نشانو چٽڻ ۾ ناڪام ٿيا. آخر ۾ ٽيون نمبر پانڊو ڀاءُ ارجن اڳيان آيو ۽ ڪاميابي سان نشانو چٽي ويو. راجڪماري دروپدي وڌي اچي ڪيس ڳچي ۾ گلاب جي گلن جو هار وڌو. آريا راجا ۽ راجڪمار مچرجي پيا. انهي وقت يادو سردار سري ڪرشن اُتي پهچي ويو ۽ وچ ۾ پئي جهيڙو ٽاري ڇڏيائين. سري ڪرشن جي ڀيڻ "سيادرا" بعد ۾ ارجن سان شادي ڪئي. ( ائڊوانسڊ ص ٨٩) سري ڪرشن پانڊو جو سوٽ هو پر ڌرترشتر جي پٽن مان نہ هو، انهيءَ مان سمجهجي ٿو تہ هو سندن ماروٽ يا ماسات هو، جنهن کي بہ سوٽ سمجهيو ويندو هو.

پنج پانڊو ڀائر راجڪماري دروپدري کي وٺي بن ۾ پنهنجي ماتا وٽ پهتا ۽ راجڪماري کي ٻاهر وهاري اچي ماتا جا شرن ( پير) چميائون ۽ چيائون: " ماتا ! اسين هڪ عجيب خزانو کڻي آيا آهيون". سندن ماتا ڪانتي کين تاڪيد سان چيو: " پترو ! پاڻ ۾ هڪ جيترو ڪري ورهائي کڻجو!" پوءِ جو راجڪماريءَ کي ڏٺائين ۽ سويمور ۾ ارجن جي سوڀ جو ٻڌائين تہ هڪي ٻڪي ٿي چيائين " هي مون ڇا چيو" ليڪن زبان وهي وئي ۽ پٽن پنهنجي ماتا جي انوروڌ ( حڪم) جي پيروي ڪئي. پنجن ئي پانڊون ڀائرن راجڪماري دروپدي سان وهانءُ رچايو. هندستان ۾ گهڻين زالن پرڻجڻ جو رواج قديم هو، ليڪن گهڻن مڙسن سان وهانءُ رچائڻ بہ ڪا انوکي ڳالهہ نہ هئي. تاهم ڪنهن معزز خاندان لاءِ ائين ڪرڻ ناممڪن هو، تنهن ڪري آريا پٽن پانڊو ڀائرن جي نندا ڪئي آهي.( بشم ص ١٧٤)

جڏهن ڌرترشت ۽ ڪورون راجڪمارن کي پتو پيو تہ پانڊو نہ رڳو جيئرا آهن بلڪ هڪ طاقتور راجا جا ناٺي بڻجي چڪا آهن، تڏهن هو سوچ ويچار ڪرڻ لڳا تہ ڇا ڪجي. " دريوڌن" يڌ ( جنگ) ڪرڻ جي راءِ ڏني،

ليڪن " ڌرترشٽ" پنهنجي ڪاڪي ( چاچي) پسما جي راءِ سان اتفاق ڪيو ۽ پاندو پائرن کي گهرائي ڪين اڌ بادشاهي ڏرهائي ڏنائين. ورهاست ۾ پاندو کي جمنا ندي جي پير ۾ هڪ جهنگ زمين ڏني وئي، جنهن کي هنن صاف ڪري آباد ڪيو ۽ هڪ سهڻو شهر اڏيو جنهن تي " اندر پرستا" نالو رکي اتي پنهنجو سنگهاسن ( تخت گاهه) قائم ڪيو. وڏو ڀاءُ " يڌسٽر" راجا بڻيو. اها راحداني نئي دهليءَ جي لڳ ڀڳ ۽ ڪوروديش جي ڏکڻ ۾ هئي. اهو پاسو شايد انهي ڪري به پاندون کي ڏنو ويو، جو " مگڌ" جو راجا "جراسندا" انهيءَ علائقي تي قبضو ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. سري ڪرشن مهراج جي صلاح تي پاندون خو مگڌ جي راجا جي ملڪ تي قبضو ڪري سندس راجائيءَ جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ وڏي آسپاس جي علائقن تي پڻ قبضو ڪري ورتو، جنهن بعد هنن کي مهاراجا جو رتبو حاصل ٿي ويو ۽ هنن " راجسويه" جي رسم ادا ڪري جشن ملهايو، جنهن تان ڪورو سردار " ڌريوڌن" کي ڏاڍي منيان لڳي.

پاندون جي راجا " يڌشٽر" کي جوا کيڏڻ جي بري عادت هئي. ڪوروئن جي راجا " دريوڌن" هن کي "چوپڙ" (ڏاري راند) کيڏڻ جي چنوتي ( چئلينج) ڏني، جيڪا هن هڪدم قبول ڪئي. دريوڌن پنهنجي ڪاڪي "سڪوني" جي مدد سان ڏوڏ ڪري بازيءَ پٺيان بازي کٽيندو ويو تان ته سارو ملڪ مال ملڪيت هارائڻ بعد راجڪماري دروپدري به هارائجي وئي. ( بشم ص ۴۰۸) پاندون جي مهارائي دروپدي کي گهلي ڪليل دربار ۾ آندو ويو ۽ سيني جي اڳيان سندس سخت بي حرمتي ڪئي وئي (ائدوانسڊ ص ۸۹). جڏهن سبڪدوش راجا " ڌرترشٽ" کي اها خبر پئي تڏهن هن سختيءَ سان حڪم ڏنو ته " دروپدي" ۽ ملڪ ملڪيت جيڪا يڌ سٽر چوپڙ راند ۾ هارائي آهي، پاندون کي واپس ڏني وڃي، ليڪن " دريوڌن" ضد ڪيو ۽ آخر فيصلو ٿيو ته هڪ وڌيڪ بازي لڳائي وڃي: جيڪا ڌر هارائي اها بادشاهي ڇڏي ۱۲ سال بن واسي ٿئي. جيڪڏهن پڪڙجي پوي ته پيهر ۱۲ سال بن واس جي سزا ڀوڳي. اها بازي به يڌ سٽر هارائي ليڪن دروپدي بچي وئي، جنهن کي ساڻ ڪري پاندو پائر وڃي بن واسي ٿيا.

بن ۾ دروپديءَ تي ٻيهر حملو ٿيو. هن دفعي سنڌ جو راجا جئدرٿ، جيڪو دريوڌن جو ڀيڻيوو هو ۽ دروپدي جي سويمور جو ناڪام اميدوار هو، سو " ترگرتا" ۽ "ڪلندا" جي راجائن سان گڏجي ، " سويرا" جي ۱۲ راجڪمارن کان پنهنجو جهنڊو ڪٽائي دروپدي وٽ آيو". انهيءَ موقعي تي جئدرٿ ۽ دروپدي جي وچ ۾ ٿيل گفتگو " مهاڀارت" جي متن ۾ ڏنل آهي: جئدرٿ پنهنجو تعارف ڪرايو، دروپدي پڇيو، "ڇا توهان " سيويا"، "سوي" "سنڌ "۽ ٻين علائقن جا اڪيلا راجا آهيو، جيڪي توهان پنهنجي راڄ هيٺ آندا آهن ۽ ڇا توهان انهن شاهوڪار ملڪن تي انصاف سان راڄ ڪيو ٿا؟ پوءِ جڏهن هن کي هينيون مٿيون ڀڏائي ورغلائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، تڏهن دروپدي ڪيس پانڊون جي پلاند جو ڌڙڪو ڏئي ٿي. تنهن تي جئدرٿ چوي ٿو: " هائي اهڙا ڌڙڪا ڏئي تون اسانکي ڊيڄاري نہ ٿي سگهين. اي ڪرشنا ! ( دروپدي جو ٻيونالو) اسين بہ پئدائشي سترهن اتم( آريا) قبيلن مان آهيون، ۽ ڇهن راجائي گڻن وارا آهيون، تنهن ڪري اسين پانڊون کي نيچ سمجهون ٿا. " ائين چئي دروپدي کي زبردستي اغوا ڪري ويو. پويان پانڊو ڀائر جڏهن شڪارتان موٽيا تہ ڪانتا ماتاکين سموري واردات کان واقف ڪيو ۽ هو هڪدم سنڌ جي راجا جي ڪڍ ويا ۽ وچي رستي ۾ جهليونس. پانڊون جي پويان بن جا ڏنار پنوهار بہ نڪري پيا هنا سيني گڏجي هنن ڏاڙيلن کي ڪٽي سوگهو ڪيو. ڀانهن ڇڏائي آيا.ليڪن ڏاڙيلن کي انهيءَ شرط تي معافي ڏنائون تہ هو سر عام ڀاڻ کي ذليل ڪري اڳتي لاءِ اهڙي ڪڏي ڪم ڪرڻ کان توبہ ڪندا.

جڏهن بن جا ۱۲ سال پورا ٿيا ۽ وڌيڪ هڪ سال روپوشي جي حالت ۾ شهر ۾ رهندي پڪڙجي نہ پيا تڏهن پانڊو ڀائرن ظاهر ٿي پنهنجي راجائي ۽ مال ملڪيت جي گهر ڪئي. " دريوڌن" صاف انڪار ڪيو" يڌ شٽر" پنهنجي ڀائرن مان هرهڪ لاءِ فقط هڪ ڳوٺ گهريو، اهو بہ نہ ڏنو ويو، وڏن وچ ۾ پئي ناهہ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن اها بہ ناڪام ٿي، تڏهن سواءِ يڌ ( جنگ) جي ٻيو ڪو چارو نہ رهيو. انهي يڌ جو داستان مهاڀارت جو ڌرم شاستر ۽ تاريخ آهي. مهاڀارت جي لڙائيءَ کان اڳ، جڏهن پانڊو اڃا بن ۾ هئا، تڏهن هنن سان هڪ عجيب واقعو پيش آيو: اڄ

سيني کي بيتاب ڪري رهي هئي. ننڍي ڀاءُ " نڪولا" کي چيائون تہ ڪٺان وڃي پاڻي هٿ ڪري اچ. نڪولا هڪ ڍنڍ وٽ پهتو، جيڪا بلڪل شفاف هئي، هو پاڻي ڪڍڻ لاءِ نوڙيو تہ ڍنڍ مان آواز آيو: " پاڻُ جهل پترا ! پهرين منهنجي سوالن جا جواب ڏي، پوءِ پاڻي ڪڍ !" نڪولا اڄ جي بيتابيءَ ۾ پهريائين پاڻي پيتو ۽ مري ويو. دير ٿي تہ ٻيو ڀاءُ سهديو پنيان نڪتو. هن سان بہ اهائي ڪار ٿي. اهڙي طرح هڪ ٻئي پنيان چار ڀائر پاڻيءَ جي تلاش ۾ هڪ ٻئي پنيان نڪتا ۽ اجل جو شڪار ٿي ويا. تڏهن پنجون ڀاءُ يڌشٽر پاڻي جي پياس وساري پنهنجي ڀائرن جي تلاش ۾ نڪتو ۽ ساڳي طلسمي ڍنڍ تي پهچي پنهنجي ڀائرن جا لاش اتي پيل ڏٺائين. هو روئڻ لڳو تڏهن ساڳيو غيبي آواز آيو: " بالڪ ! پهريائين منهنجي سوالن جا جواب ڏي پوءِ مان تنهنجي دک ۽ پياس جو بلو ڪندس !"

هن منهن ورائي ڏٺــو تہ ڌرم جو ديوتا هڪ ڪونج جي شــڪل ۾ ســاڻس مــخاطب هو." ٻڌاءِ تہ ســرڳ جو دڳ ڪهــڙو آهي؟" هن چيــو "سچائي" ٻيو سوال: منش کي سرهائي ڪيئن ٿي ملي؟" جواب " درست ڍنگ هلڻ سان.". ٽيون سوال: " دک کان بچڻ لاءِ ڪنهن کي دسجي؟" جواب، " ذهن کي" چوٿــون ســوال: " منش کي ڪڏهن پريم پراپت ٿــو ٿئي؟" جواب، " جڏهن ننڍ وڏائي کان آجو آهي". پنجون سوال: " دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ انوکي ڳالهہ ڪهڙي آهي؟" جواب " اها تہ انسان پنهنجي چوڌاري ٻين انسانن کي مرندو ڏسي ٿو تڏهن بہ وشواش نہ ٿو ڪري تہ پاڻ بہ انهن وانگر مرندو !" ڇهون سوال: " سچي ڌرم تي پهچڻ جو دڳ ٻڌاءِ !"جواب" نہ دليل سان نہ ڌرم شاسترن سان جيڪي فقط دڳ لائي سگهن ٿا، بلڪ ڌرم جو دڳ سادو سنت وني هلن ٿا." ڌرم ديوتا مطمئن ٿيو ۽ يڌ شٽر جا ڀائر ٻيهر جيئرا ٿي پيا. سڻ اڄ ۽ چنتا ٻئي دور ٿيون.[٣٠]

هاڻي، مــهــاڀــارت يڌ جا ســانبــاها ٿــيــا، ڇاڪاڻ تہ ڪورون جو راجا دريوڌن، پانڊون جي وڏي ڀاءُ يڌشتر کي سندس بادشاهي موٽائڻ ڏيڻ تہ ڇا، فقط هڪ ڳوٺ هرهڪ ڀاءُ کي ڏيڻ لاءِ بہ صاف انڪاري ٿيو. ڇا هيءَ حق ۽ ناحق جي جنگ هئي !.

## مهاڀارت يڌ (٩٠٠ ق ـــ م ڌاري)

"ڪرڪ شتر" جي پوتر پومي تي، جتي رگ ويد کي مڪمل ڪيو ويو ۽ پهريون دفعو قلمبند ٿيو اتي آريا کتري راجا هڪ ٻئي خلاف صف آرا ٿيا. ڪي ڪورون جي پاسي، ڪي پانڊون جي طرف. دراصل هي دنيا جي پهرين مهاڀاري لڙائي هئي، جنهن ۾ هندستان کان علاوه يونان، بخطر ۽ چين جي آرين ٻہ حصو ورتو.[٣١] سنڌ جو راجا جئدرٿ ٥٠٠ ڪوهستاني جنگجو ذاتي محافظ جتي کان پنهنجو جهنڊو کڻائي آيو. سندس جهنڊي تي سوئر جي چاندي ۾ مڙهيل شڪل لڳل هئي ۽ اهو ڪورون جي پاسي اچي بيٺو،[٣٢] متراء دوارڪا جي گڏيل رياست جا يادو جوڌا ٻہ ڪورون جي پاسي هئا. ليڪن سندن مهراج سردار سري ڪرشن، پنهنجي پيٽيوي پانڊو سينا پتي ارجن سان گڏ سندس رٿ تي سوار هو. ٻنهي ڌرين ڪيس سهائتا لاءِ وينتي ڪئي هئي، جنهن تي ڪرشن مهراج متن چڱيو: "يا منهنجي ورشني (برادري) جي سهائتا ونو يا مون اڪيلي تي ڀاڙيو.ليڪن مان خود لڙائيءَ ۾ حصو نہ وٺندس." ڪوروين يادو ورشني جي سهائتا قبولي ۽ سري ڪرشن مهراج وجي پانڊوين جي سيناپتي ارجن سان گڏ رٿ ۾ سوار ٿيو. هن گهرو لڙائيءَ ۾ ٻاهرين ملڪن کان آيل آرين جي جٿن کان علاوه سنڌ کان آسام ۽ هماليہ کان ڪيپ ڪامورن تائين سيني راجائن جا لشڪر "ڪرڪ شتر" جي وسيع ميدان تي اچي ڪنا ٿيا هئا. "ارجن" سامهون پنهنجا سوٽ ماسات ۽ نيات وارا ڏسي پريشان ٿيو ۽ سري ڪرشن مهراج کي چوڻ لڳو تہ مان پنهنجي هٿن سان پنهنجون پيئرون ڪيئن بيوهہ ڪيان ! ڪرشن ڪيس ٻي جوڻ جو فلسفو ٻڌائي چوي ٿو تہ انسان جو جسم سندس پوشاڪ وانگر آهي. موت جو مطلب آهي هڪ پوشاڪ لاهي ٻي پهرڻ، ۽ هتي حق ۽ باطل جي جنگ آهي جنهن ۾ ڪنهن جي جان جي ايتري قيمت نہ آهي جيتري نياءَ جي سوڀ جي آهي.[٣٣] وشواش رکي ارجن مخالف لشڪر ۾ ڪاهي پوي ٿو. سنڌ جو راجا "جئدرٿ" سندس هٿان مارجي ويو. ڪورون جا جوڌا "بشما"، "دروڻا"، "ڪرنا" ۽ ٻيا ڪيترا زبردست پهلوان ڪسجي ويا. پانڊون ۽ سندن اتحادي قبيلن "پنچال" ۽ "سرنجيہ" کي پڻ

زبردست جاني نقصان رسيو، ليڪن سوپ نياءَ ( حق) جي تي ۽ ڪين پنهنجي بادشاهي موٽي ملي. مهاڀارت جي يڌ ڪل ١٨ ڏينهن هلي. دريوڌن ٻه مارجي ويو. "يڌشتر" ڪل ڀارت ورش جو مهاراجا ٿيو ۽ ٣٦ سال راڄ ڪيائين.

مهاڀارت جي قصي جو انت هماليه ياترا تي ٿئي ٿو. واٽ تي دروپدي ۽ چار پانڊو ڀائر مري ويا، ليڪن يڌشتر پنهنجي وفادار ڪتي سان گڏ اڳتي وڌندو رهيو. هو " آتم جي آسڻ" جي زيارت ڪرڻ لاءِ هماليه جي "ميرو پربت" جي چوٽي تي چڙهڻ جي ارادي سان نڪتا هئا. جڏهن يڌشتر سرڳ وٽ پهتو ته "اندر ديوتا" ڪتي جي اندر اچڻ تي اعتراض ڪيو. يڌ شتر پنهنجي وفادار ڪتي سان گڏ سرڳ کان ٻاهر رهڻ پسند ڪيو، تنهن ڪري ٻنهي کي اندر وڃڻ ڏنو ويو ۽ اتي ڪتي ڌرم ديوتا جو روپ ورتو ۽ يڌشتر ڏٺو ته سارو سرڳ سندس دشمڻ سان ڀريو پيو آهي ( جيڪي مهاڀارت جي يڌ ۾ ماجي ويا هئا). هن رڙ ڪئي " منهنجا ڀائر ۽ ٻيا سهيوڳي ڪٿي آهن؟" ديوتا هن کي هڪ اونداهي ڪنڊ ۾ وٺي ويو، جيڪا " نرڳ" جي ڪڏ هئي، يڌشتر چيو ته " مان هتي رهندس، ڇاڪاڻ ته جتي منهنجا يار آهن اتي منهنجي لاءِ سرڳ آهي". انهيءَ مهل اونداهي ۽ هيبت ختم ٿي وئي ۽ هو سيئي سرڳ - نرڳ جي چڪرن مان نڪري، برهمڻ جي امرتا ( ابدي آرام جي زندگي) ۾ داخل ٿي ويا.[٣٤]

## پانڊون جي بادشاهيءَ جو انت:

روايت موجب پوئين پانڊو راجا " ڪوياهورت" جي راڄ ۾ ڪجهه پانڊو جوانن هڪ برهمڻ جي ڳئون جهلي ۽ قربانيءَ لاءِ انهيءَ کي ڪهڻ لڳا. تڏهن برهمڻ هن کي چيو: " مون ڪتابن ۾ پڙهيو آهي ته پانڊون جي ڀاڳ جو تڏهن انت ٿيندو، جڏهن هو هڪڙيءَ ڳئون جي ڪري هڪڙي برهمڻ کي ماريندا". هن ڳئون ۽ برهمڻ ٻئي ڪهي ڇڏيا. برهمڻ جو هڪ پهلوان پٽ هو جيڪو جبل جي چوٽي تي رهندو هو. هن لشڪر ڪٺو ڪري ، هستناپور تي ڪاهون ڪرڻ شروع ڪيون. ڪامياب ٿيڻ بعد " پانڊون" جو قتل عام ڪرايائين جيڪو " پول" جي ڏيءُ "نڪولا" جي وينتيءَ تي

بند ڪرايائين ليڪن پانڊون جي سماجي حيثيت گهٽائي هنن کي ميراثي بنايائين ۽ سائن مٿي ماٺٽي ۽ هر قسم جي سماجي وهنوار تي پابندي وڌائين. هن روايت مطابق هندو بانسري وارا پانڊون جي آخري نسل مان آهن.[٣٥]

## وشنو جو ائون اوتار: هري ڪرشن گوندا

هري ڪرشن کي وشنو جو ائون اوتار مڃيو وڃي ٿو. هن مٿرا جي يادو قبلي ۾ جنم ورتو، سندس پتا جو نالو " واسديو" هو. سندس ماءُ "ديوڪي" مٿرا جي راجا " ڪنس" جي ڀڻي هئي. نجومين جي اڳڪٿي موجب " ديوڪي" جو ائون پٽ " ڪنس" کي قتل ڪندو ۽ اهو " ڪرشن" هو. تاهم " ڪنس" " ديوڪي" جي سيني پٽن کي مارڻ جو حڪم ڏنو. ڪرشن ۽ سندس وڏو ڀاءُ "بلرام" بچي ويا ۽ ڳڻن جي ڏنار " نند" ۽ سندس زال " يشوڌا" پالي وڏا ڪيا. جڏهن "ڪنس" کي پتوپيو تہ "ديوڪي" جا فقط ڇهہ پٽ مٺا آهن ۽ ٻہ بچي ويا آهن، تڏهن هن پنهنجي بادشاهي ۾ سين نر ٻارن کي ماري ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. " نند" ٻنهي ٻارن کي لڪائي ڇڏيو، ڀهريائين " ورجہ" ۽ ڀوءِ " ورنداون" جي علائقي ۾ روپوش رهيا.[٣٦]

بالڪ اوستا ۾ وشنو جي ائين اوتار هري ڪرشن ڪيترائي ڪرشمہ ڪري ڏيکاريا ۽ خوب شرارتون بہ ڪيون، " يشوڌا" جو مکڻ چورائي ويندو هو، جنهن ڪري ڪيس " مکهن چور" چيو ويندو آهي. جڏهن بلوغت کي پهتو تہ عاشق مزاج ٿي پيو، ڏنارن جي زالن ۽ ڏين سان ڪيترا عشق ڪيائين. انهن جي ناچن کي پنهنجي مرليءَ جو سر ڏئي منوهر بنايائين. ڪرشن جو انهن گوپين ۾ " راڌا" سان گهڻو پيار هو.[٣٧]

نوجواني جي من مستيءَ جا ڏينهن جلد پورا ٿي ويا. " ڪنس" کي "ڪرشن" جو پتو پئجي ويو ۽ سندس مارائڻ جون ٽلون ڪرڻ لڳو، ڪرشن جان بچائي ڀڄڻ بدران "ڪنس" جو سر ڪنيو ۽ " مٿرا" جي بادشاهي هٿ ڪئي، جيڪا جلدي ڇڏڻي پيس: " ڪنس" جو سهرو "جراسنڌا" مگڌجو راجا ۽ اتر اولهہ هندستان ( سنڌو ماٿري) جو هڪ "

ياوانا" راجا ڪنس ڪاهي آيا ۽ ڪرشن " متراٌ" مان پنهنجا پوئلڳ ساڻ ڪري ڪاٺياواڙ ۾ "دوارڪا" نالي هڪ تختگاهه قائم ڪيو ۽ اتي راڄ ڪرڻ لڳو. اتي " ودريا" ( جديد برار) جي راجا ڀيسمڪ جي ڌيءَ "رڪمڻي" سان شادي ڪيائين ۽ پنهنجي ڀيڻ " سڀادر" جي شادي هستناپور جي پاندو شهزادي ارجن سان ڪرايائين. اهڙي طرح سياسي طور تي پنهنجي بادشاهي کي مضبوط ڪيائين. " دوارڪا" معنيٰ گهڻن دروازن وارو شهر ( سنسڪرت، دوار وتي) هن شهر کي " جڳت" چيو ويو آهي[٣٨] يعني ساري جڳ جي سونهن ! " دوارڪا" اڄ بہ عربي سمنڊ جي ساحل تي هڪ مضبوط بحري طاقت وارو بندرگاهه آهي. هندستان جي صوبي گجرات جي ضلع جمنانگر (هالار) ۾ اوک منڊل اپيٽ ۾ ڪاٺياواڙ جي اپيٽ کان اتر اولهہ طرف، راجڪوٽ کان ١١٥ ميل اولهہ طرف سري ڪرشن مهراج جي هيءَ راڄڌاني هئي. جمناجي ساڄي ڪناري تي " متراٌ" ڪانپوءِ، عربي سمنڊ جي ساحل سان " دوارڪا" ڪرشن مهراج جو يادگار آهي. " متراٌ" آگره کان ٣٠ ميل اتر اولهہ اتر پرديش (هندستان) ۾، ڪرشن مهراج جي جنم ڀومي آهي. اتان ڇهہ ميل ڏکڻ اوڀر طرف "مهابان" معنيٰ وڏو تير، اها جاءِ آهي جتي سري ڪرشن مهراج ڄائو هو. " متراٌ" شهر جو وچون حصو هندو ديومالا جو مقدس مقام آهي: "برج منڊل" ، " گوڪل" ۽ " برندابن" جي چوگرد ١٧٠ ميلن جي ايراضي پوترڀومي ( پاڪ زمين) ڄڻي وڃي ٿي، جيڪا ڪرشن مهراج جي روايتن سان ڀري پئي آهي. سندس تبرڪات " متراٌ" کان علاوه " گوبرڌن" ، "گوڪل" ، مهابان" ، "برندابن" ، "باليو" ، "برسنا" ۽ "راڌا ڪنڊ" جي شهرن ۾ موجود آهن. هي علائقو نئين هلي کان ٤٨ ميل ( ٨٠ ڪلو ميٽر) ڏکڻ - ڏکڻ — اوڀر طرف آهي. جمنا جي ڪناري اڄ هڪ عاليشان مندر ۽ شاندار ڏاڪڻين وارا " اشنان گهاٽ" هري ڪرشن - هري رام جي جاپ سان گونجن ٿا. " متراٌ" جي تاريخ سري ڪرشن مهراج کان اڄ ڏينهن تائين مسلسل ملي ٿي. " دوارڪا" سندس مرت ڀومي آهي. اتان اتر طرف سنڌ جي ساحل سان هڪ ٻئي يادو سردار " سات يڪي" جي بادشاهي هئي، جيڪو سري ڪرشن مهراج جو ويجهو ساٿي هو.[٤١]

سري ڪرشن مهراج، حضرت سليمان عليه السلام جو همعصر هو، مٿس بہ سا ڳا الزام لڳايا ويا آهن، جيڪي حضرت سليمان تي لڳايا ويا هئا: " هن جملي سورنهن هزار زالون پرڻيون ۽ هڪ لک اسي هزار (۱۸۰۰۰۰) پٽ هئس ! ( پشم، ص ۳۰۴) سندس مهم جوئي ۽ ظلم جا قصا عام آهن: هن ظالم راجائن ۽ راڪشسن کي ناس ڪيو. ڪرڪ شر جي ميدان تي مهاڀارت جي يڌ ۾ مظلوم پاندون جو سات ڏني، ظالم ڪورون کي تباهہ ڪيائين. انهيءَ يڌ جي شروع ٿيڻ کان اڳ پاندون جي سيناپتي " ارجن" کي جيڪو پاشن ڏنائين سو "ڀڳود گيتا" جي نالي جديد هندو ڌرم جو هڪ اهم حصو آهي، جيڪو قديم برهمڻ مت کان مختلف آهي. سري ڪرشن قرباني جي مذهب کي عقيدت جي سبنڌ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. ( بشم ص ۲۵۳) هڪ رب العالمين يا ڪم ازڪم هڪ عالمي خدا جو تصور قائم ڪيائين ۽ سيني هندو ديوتائن کي سندس تخليق ڄاڻايائين. (ايضا ـ ص ۳۰۰) ۽ پاڻ کي انهي عالمي روح جي حيثيت ۾ ظاهر ڪيائين. ڇا هو انسان نہ هو؟

انساني روپ ۾ " ڪرشن" هڪ ويراڳي عاشق هو. اهو ڪردار قديم تامل ادب ۾ موجود آهي. ڏکڻ هندستان جا مالوندو جڏهن مال چاريندا اچي اتر هندستان ۾ پهتا تڏهن پاڻ سان پنهنجو لوڪ ادب بہ آندائون. (بشم ص ۳۰۵) " راڌا" جي جدائي ۾ " ڪرشن" چوي ٿو:

"جبل کان ڏکڻ هير جنهن دم لڳ تي،
وني ديوتا پيار جو گڏ اچي تي،
گلن جا ڇڳا هيٺ ڪري جو پون تا،
وچڙيل دلين کي چني سي ڇڏن تا،
تيو " هو" بہ تولاءِ روئڻ هار آهي،
هي بنواس هن جو ڳچيءَ هار آهي."۳۹

هن ويراڳ ۾ "ويدانت" جي جهلڪ آهي. مٿي ترجمو ڪيل نظم هڪ پيغام هو، جيڪو " ڪرشن" " راڌا" کي چوائي موڪليو جيئن سند

جي عظيم صوفي بزرگ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنھنجي ڪلام ۾ چيو آھي:

" راڻي ريبارو تو ڏانھن مڪو تڪڙو
لنڊوٽيان لطيف چوي مائج موچارو
صبح سوارو، ڪاڪ گھڙندو ڪرھو".

( سر مومل راڻو)

" ڪرشن" معنيٰ ڪارو، اچ بہ سندس بت ڪارِي رنگ جو آھي، بشم جي راءِ مطابق عاشق مزاج ڏنار ڪرشن، سورمي ڪرشن جي ڪردار کان مختلف آھي. قديم تامل ادب ۾ انھي جو اوائلي ذڪر ملي ٿو: " مايون" معنيٰ ڪاري چمڙي وارو،پنھنجي مرلي وڄائي ٿو،سندس ڏن تي زالون پنھنجي مڙسن جي پاسي مان اٿي اچي سندس اڳيان نچڻ ٿيون ۽ ھو انھن سان عشق لڙائي ٿو. اھو مخلوق سان خالق جو عشق آھي جيڪو فقط عشق وارن کي نصيب ٿو ٿئي. بشم جو خيال آھي تہ ڪرشن جو ڪردار اصلي صورت ۾ ھندي اپبيت ( ھندستان) جي " پيدائش جي خدا" طور ابريو ھوندو. ( ص ٣٠٥) " آبيرا، قبائل جڏھن عيسوي سن جي شروعات ۾ " مالوھہ" ۽ دکن جي مغربي علائقن ۾ اچي آباد ٿيا، تڏھن ھنن ڪرشن گووند / "ڪرشنا گووندا" ( ڏنارن جي مالڪ) جي پوڄا جو ڏرم اتي پکيڙيو.

" گووندا" اصل پراڪرت ٻولي جو لفظ آھي، جيڪو اصلي صورت ۾ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ شامل ڪيو ويو آھي. سنسڪرت ٻوليءَ ۾ انھيءَ جو متبادل لفظ " گوپيندار" آھي جنھن جي معنيٰ ڳئن جو مالڪ ۽ انھيءَ معنيٰ ۾ ھو "ڏنارن جو خدا" مڃيو ويو. چانڊوڪين راتين ۾ سھڻين گوپين کي طرحين ناچ نچائڻ وارو، " راڌا" جو عاشق، " ڪرشن گووند" ھڪ آڪاش واڻي آھي. " خدا جو آواز انسانن کي سڏي چوي ٿو تہ سنسار جاوھم پولا ڇڏي اچي الاھي عشق جا مزا ماڻيو". ( بشم ص ٣٠٥) يھودين ۽ مسيحين ۾ " سانگ آف سانگس" ( راڳن جي راڳ) جو بہ ساڳو مطلب آھي. ( ايضا).

سري ڪرشن جي مذھبي روايت ۾ " بالڪ ديوتا" جو عنصر

موجود آهي. هن ڪردار جا ٽي روپ آهن: ڪرشن ٻالڪ، ڪرشن گوبند ۽ سورهيہ سردار. ڪرشن ٻالڪ، هندستاني مائرن جي مامتا آهي جيڪا پنهنجي ٻالڪ جي شرارتن مان شانتي ماڻي ٿي. هوءَ مکڻ چور شرارتي ڪرشن جي مورتي مان تسڪين حاصل ڪري ٿي، توڙي جو هوءَ ڄاڻي ٿي تہ هيءَ مورت " ديوتا" جي آهي ۽ اڄ بہ هندو ماتائون پاڻ کي " ديوتا ماتا" سڏائيندي فخر محسوس ڪن ٿيون. (بشمر ص ٣٠٦) " ڪرشن گوبند" جو ڪردار وڌيڪ غور طلب آهي: سندس پتا جو نالو " واسديو" اتر سنڌو ماترِي ۾ قبل مسيح جي هڪ عام مقبول ديوتا جو نالو آهي، اهڙي طرح سندس وڏو ڀاءُ " بلرام" بہ هڪ ديوتا آهي جنهن جو بت " هلايڌا" ۽ " شنڪرشنا" ڪاٺ جو هر ڪلهي تي رکيل، " کيتي جي ديوتا" طور پوڄيووينڊو هو. روايتي طور هو وڏو موالي هو. شايد تصوراتي طور تي "سوم رس" جو پياسي هو. قرون وسطيٰ ۾ جيئن ڪرشن پوڄا عام ٿي، تيئن " هلايڌا" جا مندر ويران ٿي ويا. هاڻي " ڪرشن" جي پوڄا سان گڏ پانڊون جي جوڌي " ارجن"، ڪرشن جي پٽ " پرديومن" ۽ پوٽي "انوراڌا" ۽ ديوين ۾ " راڌاديوي" ۽ رڪمڻي ديوي" جي پوڄاپاٺ ڪئي وڃي ٿي. " ڪرشن ڀڳوان" جو ڪردار " ڀڳودگيتا" جي روشني ۾ ڏسي سگهجي ٿو. جيڪو سندس سورهيہ سردار جي ڪردار سان ٻڌ ڳنڍيل آهي.

## سري ڪرشن مهراج جو لاڏاڻو:

مهاڀارت جي لڙائي ۾ پانڊون جي فتح بعد انهن کي سلامتي سان تخت تي ويهاري سري ڪرشن مهراج " دوارڪا" موٽي آيو، اتي يادو سردارن ۾ اٿبٺت ٿي پئي، ڪرشن مهراج گهٽي شراب پيئڻ تي پابندي وڌي هئي ليڪن هڪ ميلي جي موقعي تي بندش هٽايائين . يادو سردار وڌيڪ شراب پي بدمست ٿيا ۽ وڏو فساد ڪڙو ٿيو جنهن ۾ دوارڪا جو شهر وڃڻ لڳو. سري ڪرشن مهراج پنهنجي پوري مذهبي حيثيت جي با وجود صلح ڪرائي نہ سگهيو ۽ سڀ ماڻهو ان جهڳڙي ۾ شامل ٿي ويا. ڪرشن مهراج جي اکين اڳيان سندس پٽ پرديومن کي قتل ڪيو ويو ۽ سندس وفادار ڀاءُ

"بلرام"کي مرڻينگ ڪيو ويو. يادو قبيلي جا تقريبا سڀ سردار ڪسجي ويا. سري ڪرشن مهراج ڏک ۾ دوارڪا جي ٻاهران هڪ ٻيلي ۾ ڦري رهيو هو، اتي هڪ هنڌ ويهي دوستن ۽ گهر ڀاتين جي نقصان تي ارمان ڪري رهيو هو تہ اتي هڪ شڪاري گهاٽي جهنگ وچان هن کي ڏسي ورتو ۽ کيس " هرڻ" سمجهي تير هنيو، جيڪو سري ڪرشن مهراج جي "ڪڙي" ۾ گهڙي ويو، سندس جسم جو فقط اهو ڪمزور هنڌ هو، ۽ هو مري ويو. پوءِ " دوارڪا" جي (قديم) شهر کي سمنڊ ٻوڙي ڇڏيو. ( ٻشام ص ٣٠۴)

# ڀگود گيتا

"ڀگود گيتا" ( معنيٰ ڀڳوان جو گيت) سري ڪرشن مهراج جو ڏنل ڌرم پستڪ آهي، جيڪو مهاڀارت جي مکيہ تاريخي قصي ۽ ڌرمي ڪتاب جي جلد٦ ۾ شامل ڪيل آهي.

سري ڪرشن مهراج جنهن ڌرم جو پرچار ڪيو، انهيءَ جا ٻہ خاص متا قابل غور آهن. (١) " نشڪام ڪرما"، معنيٰ انعام جي لالچ بغير نيڪ ڪم ڪرڻ، (٢) " پرساد ڀڳتي" معنيٰ ڀڳوان ۾ پڪو وشواش ۽ ان سان پريم ڪرڻ. انهن ٻن اصولن کان علاوه، " ڀگود گيتا" ۾ " جننايوگا" ( دواميت) جو درس ڏنل آهي. دواميت هڪ دائمي فلسفو (Perennial Philorophy) __ آهي، جيڪو قديم ايراني، عبراني، هندو ۽ ٻڌ مذهبن ۾ شامل آهي. انهيءَ فلسفي جا چار مرڪزي اصول آهن: -

(١) دنيا خدائي بنياد تي قائم آهي، جنهن ۾ خدا جي دائمي وجود جون ڪجهہ اڌوگابريون ( اڻ پوريون) سچايون وجود ۾ اچن ٿيون، جنهن سان مادي ۽ انفرادي شعور جي هڪ گڏيل حيرت انگيز دنيا نظر اچي ٿي.ليڪن اصل دائمي خدائي بنياد جي هٿي وڃڻ سان ان جو سمورو طلسمي وجود ختم ٿي ويندو ۽ اصل دائمي وجود ۾ ملي هڪ ٿي ويندو.

(٢) انهيءَ خدائي دائمي وجود ۽ بنياد کي هڪ انسان نہ صرف عقل قياس ۽ استدلال جي ذريعي محسوس ڪري سگهي ٿو بلڪ وجدان، الهام

۽ خواب وسيلي پڻ هن کي انهيءَ جو ادراڪ ( شعور) حاصل ٿئي ٿو.

(۳) " انسان" مادي ۽ روح جو مرڪب آهي. ٻاهران نظر ايندڙ هڪ صفاتي انسان آهي، جيڪو اندر ۾ هڪ دائمي روح آهي ۽ دائمي وجود، "خدا" جو هڪ حصو آهي. " انسان" انهيءَ پنهنجي دائمي روح سان سڃاڻپ ۽ تعلق پيدا ڪري سگهي ٿو.

(۴) دنيا جي زندگي جو فقط هڪ مقصد آهي، پنهنجي دائمي روح يا ذات جي ذريعي، اصل بنيادي دائمي وجود جي يڪتائيءَ جي ڄاڻ پيدا ڪرڻ.[۴۰]

هندومت ۾، " خدائي وجود" جو نالو " برهما" آهي، جنهن جون ٽي صفتون، ٽن مورتين جي صورت ۾ پوڄيون وڃن ٿيون. (۱) تخليق جي صفت خود "برهما" جي آهي، جنهن جي (۲) پرداخت ۽ حفاظت لاءِ "وشنو" جو خدائي وجود ۽ اُن جا انساني روپ ۾ نو اوتار آهن ۽ (۳) تباهي ۽ انتباهہ لاءِ " شو مهاديو" هردم موجود آهي. اها تمورتي ( تثليث جي هندو نعم البدل طور) هندومت جو بنياد آهي.[۴۱]

"ٻڌمت" ۾، " خدائي وجود" کي "خلا" ۽ انسان جي " ذهن" جي پاڪ روشني ( نور) چئجي ٿو. "مهايانہ" ۽ " ڏياني" ٻنهي ٻڌ فرقن ۾ انهيءَ جو مرڪز هڪ اڻاهون " خدائي مقام" يا " عرش عظيم" آهي.[۴۲]

هندو ڌرم پنهنجي اندر سنڌو ماٿري جي تخليقي خدا " شو مهاديو" کي پنهنجي تمورتيءَ ۾ ٽيون خدا بنايو ۽ ٻڌ ڌرم جي باني گوتم ٻڌ کي نائون اوتار ظاهر ڪيو ۽ اهڙي طرح قديم هند ـ سنڌ جي ڌرم کي هڪ ڪيو. برهما کانپوءِ ٻئي نمبر خدا " وشنو" ۾ انساني صفتون آنديون ويون. " وشنو" جو ٻيو نالو " هري" ۽ "شو" جو ٻيو نالو آريائي ديوتا " ردر" جي نالي پٺيان رکيو ويو جيڪو تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو خدا هو. " هري وشنو" جي هڪ زال " لڪشمي" دولت جي ديوي، جيڪا ڪنول جي گل تي ويٺل مورتي آهي ۽ ٻي زال " پرٿوي" معنيٰ ڌرتي مڃي وڃي ٿي. دولت ۽ زمين، انسان جي دنيوي زندگيءَ جا ٻہ اهم ذريعا اهڙيءَ ريت " هري وشنو" جي هٿ وس سمجها وڃن ٿا، جنهن جو ڪم انسان ذات جي حفاظت ڪرڻ آهي ۽ انهيءَ ڪارڻ هو مختلف زمانن ۾ انساني روپ وٺي، اوتار بنجي اچي

انسانن ۾ رهي ٿو ۽ سندن ڏک سک ونڊي ۽ حفاظت ڪري ٿو. سنڌ ۾ وشنو جا خاص ٻه اوتار، " هري ڪرشن" ۽ " هري رام" هڪ جهڙا مڃيا ويا. وشنو پنٿي عقيدي موجب وشنو جو اسٿان ( آستان) هڪ اتاهين جاءِ ( عرش عظيم) آهي، جتي هو کير جي سمنڊ ۾ " اننت نانگ" جي مٿان، " يوگ" جي گهري ننڊ ۾ ستل آهي. "ڀگود گيتا" مطابق " برهمڻ" ( معنيٰ حقيقت) هن ڪائنات جو واحد مرڪز اهي. هو ڪل آهي ۽ سندس ڄاڻ انسان جي سمجهه کان مٿي آهي. " اپنشدن" موجب، " برهمڻ" جو مفهوم وجود، علم ۽ راحت جي معنيٰ ۾ سمجهڻ گهرجي، ليڪن اهي سندس گڻ ( صفتون) نه آهن، ڇاڪاڻ ته اهي مڪمل طور تي هو پاڻ آهي. جڏهن سڀ ڪجهه فنا ٿي ويندو تڏهن باقي اڪيلو پاڻ وڃي بچندو. هو آتما ( روح) آهي ۽ هر ساهواري ۾ موجود آهي، پر جيئن ته ٻڌيءَ ( سمجهه) کان ٻاهر آهي تنهن ڪري دنيا ۽ ڪائنات جي حوالي سان هو " ايشور" جي انساني روپ ۾ گڻ واڻ ( صفاتي) بنجي دنياءِ انسانن جي رهبري ۽ هدايت لاءِ اچي ٿو. " برهمڻ" انت آهي، تنهنڪري عمل کان مٿانهون آهي. هن ڪائنات جي تخليق لاءِ " ايشور" ۾ اهڙي شڪتي آندي. اهوئي ان جي سرڪشا ( حفاظت) ڪري ٿو ۽ اهوئي انکي نشت ( ناس) ڪري ٿو. ان ۾ الاهي وصفون، پريم، ديا، پورنائي، نياءُ، ويد ۽ سچائي موجود رهن ٿيون. " ايشور" جي نظريه ۾ اهو سڀ ڪجهه اچي وڃي ٿو، جنهن کي انساني ذهن ڄاڻي سگهي ٿو، ليڪن " برهمڻ" جو احساس فقط اعليٰ شعوري حالت ۾ ئي سگهي ٿو، جنهن کي " سماڌي" ( وصال) چئجي ٿو.[٢٢] " ڀگود گيتا" ۾ سماڌيءَ جا طريقا ڪافي تفصيل سان بيان ڪيل آهن.

" ڪائنات" بابت سري ڪرشن مهراج فرمائي ٿو ته هيءَ ڪائنات بي سروپا آهي، جنهن جو نه منڍ آهي ۽ نه پڇاڙي آهي، اها هڪ مسلسل ڪاروائي آهي، جيڪا ٻن پدن ۾ منتقل ٿيندي رهي ٿي. هڪ پد توانائي آهي، ٻيو پد ان توانائي جو اظهار آهي، جڏهن هڪ "ڪلپنا" ( معنيٰ چڪر) جي پڇاڙيءَ ٿي، ڪائنات ٽڙي پکڙي ( تحليل ٿي) وڃي ٿي ته اها " توانائي" جي پد ۾ منتقل ٿئي ٿي ۽ ٻيجاري جي حالت (Seed State) ۾ رهي ٿي. انهي حالت ۾ هو ٻيهر تخليق ۽ پنهنجي توانائي جي اظهار جي

منتظر رهي ٿي. ” ڀڳود گيتا“ جي ستين باب ۾ انهيءَ ڪارروائيءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سري ڪرشن، هري وشنو جو انون اوتار، فرمائي ٿو ته ”ڄاڻو ته آءٌ ۽ منهنجي پراڪرتي ( قدرت) گڏجي هر شيءِ جي ٻار ـ ماءُ (ٻچه داني) بنجون ٿا. آءٌ هن ڪائنات جي پيدائش ( منڍ، يا ابتدا؟) آهيان ۽ ان جو انت پڻ آهيان.“[٤٤]

” برهمڻ“ ڪي مذڪر جي صيغي ۾ آڻي، سري ڪرشن مهراج تخليق ۽ تحليل جي عرصي کي ڌار ڌار برهما جو ڏڻ ( ڏينهن) ۽ برهما جي راتڙي (رات) سڏي ٿو. سندس قول مطابق، جيڪي دنيائون هن چڪرن هيٺ آهن، انهن جي مخلوق بار بار پيدا ٿئي ٿي ۽ تحليل ٿئي ٿي. اهڙي طرح برهما جا ڏڻ ۽ راتڙيون ( ڪائناتي ڏينهن ـ راتيون) هڪ ٻئي پٺيان ايندا رهن ٿا. تحليل جو مطلب برهما ( خالق خدا) ڏانهن موٽي وڃڻ نه آهي بلڪ انهيءَ برهمڻ / برهما جي پراڪرتي ( قدرت) ۾ هڪ مبهم ۽ اڻ لکي حالت ۾ منتقل ٿيڻ آهي، جيستائين ٻيهر تخليق جو وقت ( برهما جو ڏڻ) اچي.

برهما جي پراڪرت ( خدا جي قدرت) ۾ گڻ برابر نه آهن، جڏهن ته برهما جي راتڙيءَ ۾ اهي برابر آهن. تخليق انهيءَ برابريءَ ۾ خلل پيدا ٿي ڪري ۽ گڻ ( اخلاق) ذهن ۽ مادي جي مختلف امتيازي قسمن مطابق هڪ وسيع اختلافي مرڪبن ۾ داخل ٿيڻ شروع ڪن ٿا. تفريقي مادي جي فطرت ( پراڪرتي) مان ارتقا ڪرڻ جي ڪارروائيءَ ۾ مهت، ٻڌي ۽ اهمڪار ڪار فرما ٿين ٿا: مهت معنيٰ انفرادي ذهانت ٻڌي معنيٰ عقل جيڪو ذهن جي شڪتي ( طاقت) آهي جنهن سان شين جي سڃاڻپ ۽ مختلف شين جي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي ۽اهمڪار معنيٰ خودي جو احساس. خوديءَ جي احساس، يا ” اهمڪار“ جا ٽي قسم آهن:. منس، اندريون، تن متر. ” منس“ اندرين (حواسن) کان تاثر وٺي ٻڌيءَ کي رسائي ٿي. اندريون پنج حواس آهن نظر ، بوءِ، سماعت، ذائقو ۽ لمس جن سان پنج عامل عضوا شامل آهن: هٿ ، پير، چپ، معدو خالي ڪرڻ ۽ ٻار پيدا ڪرن جا عضوا، تن متر به پنج آهن: آواز، چوٽ، ڪيفيت، ذائقو ۽ بوءِ. اهي اعليٰ تن متر وري ورلجي ملجي چار مکيه عنصر ٿاهن ٿا: هوا، باهه، پاڻي ۽ اٿر جنهن مان ٻاهرين دنيا بنجي ٿي. ( گيتا انگريزي ترجمو ص ١٣٥) گڻن کان مٿاهون ” آتما“ آهي جنهن

ڏانهن وڌڻ لاءِ تمس، رجس، ۽ ستو جا مرحلا پار ڪرڻا آهن. ( ايضا - ص ١٣٤) اهي پراڪرتي جون ٽي شڪتيون يا گڻ آهن: " ستو" ۾ سڀ نج ۽ عمديون شيون شامل آهن ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جو ست ( طاقت يا لياقت) ستو گڻ چئجي ٿو. " رجس" عمل ۽ ڦڙتيءَ جو گڻ آهي ۽ " تمس" پرهيزگاري ۽ پاڻ پلڻ جو گڻ آهي، تاهم مطلوب يا ستو کي حاصل ڪرڻ ۾ " تمس" هڪ رڪاوٽ ۽ فطري بندش آهي، جنهن کي هٽائڻ ۾ " رجس" جو گڻ مددگار ثابت ٿئي ٿو. " ستو" جو اظهار قلبي اطمينان، صبر، پرهيزگاري، اصليت ۽ ذهني آسودگيءَ جي ڪفيت ۾ ٿئي ٿو. " رجس" بيقراري، جذبات ۽ جارحيت مان ظاهر ٿو ٿئي ۽ " تمس" جمود ، ڪاهلي ۽ "چسائيءَ" جي حالت کي چئجي ٿو. اهي ٽي فطري گڻ ڪنهن انسان ۾ وڌجي گهٽجي سگهن ٿا. "ڀڳود گيتا" جي "ڪرمايوگا" ۾ لکيل آهي ته:

" جاهل ڪم جي اجوري لاءِ محنت ڪري ٿو،
عاقل کي به ڪم ڪرڻ گهرجي، پر لالچ بغير،
جيئن انسان جا قدم فرض طرف وڌن،
عاقلن کي گهرجي ته هو جاهلن کي نه جهلين،
جيڪي ڪم ڪرڻ لاءِ آتا ( بيتاب ) آهن،
(ليڪن) عمل ذريعي ڏيکارڻ گهرجي
ته ڪم ڪهڙي ريت پوتر ( پاڪ) ٿئي ٿو
جڏهن ڪم ڪندڙ جو من ڪنهن مٿاهين مقصد
کي حاصل ڪرڻ گهري ٿو" [٥]

" گيتا" ۾ سري ڪرشن مهراج " برهمڻ" جي حيثيت ۾ مخاطب آهي:

"......... مان برهمڻ آهيان. هن بدن اندر بند سرشتي ۾ امر جيوت آهيان، جيڪا ناس نه ٿيندي. مان هڪ سچائي ۽ دائمي خوشي آهيان". (ص ٢٩، انگريزي ترجمو).

"ڄاڻو ته هر شيءِ جيڪا ڦٽي ٿي، مان ان جو دائمي ٻج آهيان،

جيڪي ڪا چاڻ رکن ٿا، انهن جي مان چاڻ آهيان، جيڪي ڦڙت آهن، تن جي مان ڦڙتي آهيان، جيڪي سگهارا آهن، انهن جي مان سگهه آهيان، اها سگهه جيڪا ڪنهن لوڀ لالچ ۾ نہ ٿي اچي. مان اهو سڀ ڪجهہ آهيان، جنهن جي ڪو انسان آس ڪري، فطرت جي قانون کي اورانگهڻ بغير !" (ايضا ـ ص ٧١).

" گيتا"۾ تخليق ۽ تحليل جو نظريو پيش ڪيو ويو آهي: " جيڪا دنيا چڪرن ( گردش) جي عمل هيٺ آهي، انهيءَ جا انسان بار بار ڄمن ۽ مرن ٿا. ( ايضا ـ ص ١٣٢) تخليق جي دور کي " برهما جو ڏڻ" ۽ تحليل کي " برهما جي راتڙي" چئجي ٿو. تحليل، يا ٽڙي پکڙي وڃڻ، جو مطلب " برهما" وٽ موٽي وڃڻ نہ آهي. ٽڙيل پکڙيل مخلوق برهمڻ جي پراڪرت (يا قدرت) ۾ هڪ مبهم يا اڻ لکي حالت ۾ تيستائين رهي ٿي جيستائين سندن ٻيهر تخليق، يا ڄمڻ جو دور ( برهما جو ڏڻ) اچي. " برهمڻ" جي "پراڪرتي" انسان جي ذهن ۽ مادي جو بنياد آهي ۽ اها " مايا" يا هڪ فريب آهي. " ايشور" ( انساني خصلتن وارو) جڏهن انسانن ۾ پيدا ٿيڻ گهري ٿو، تڏهن پنهنجي " پراڪرتي" کي انسان جي مادي جسم جي شڪل ڏئي ٿو ۽ انهي روپ ۾ بہ پنهنجي پراڪرتيءَ يا قدرت تي قابض رهي ٿو. ليڪن عام انسان جيڪو آتما آهي ۽ " پراڪرتيءَ" سان ملي انساني روپ ۾ اچي ٿو، سو " پراڪرتيءَ" تي قادر نہ آهي، بلڪ خود "پراڪرتيءَ" جي قبضي ۾ اچي ٿو وڃي ۽ فريب کائي سمجهي ٿو تہ مان "آتما" نہ آهيان. تنهن ڪري اصل " آتما" سان ٻيهر گڏجڻ لاءِ انهي دوکي ا دولاب مان ٻاهر نڪرڻو آهي جنهن ۾ اچي انسان وري وري ڄمي ۽ مري و. انهيءَ پيڙا مان نجات ( مڪتي) حاصل ڪرڻ لاءِ، پراڪرتيءَ جي قبضي مان آزاد ٿيڻ ضروري آهي. "مڪتي" ، " مڪشا" ۽ ٻڌمت جي " نروان" جو نظريو اهڙي نجات حاصل ڪرڻ سان واسطو رکي ٿو. مڪت ٿيل ٻيهر نہ ڄمندو، ڇاڪاڻ تہ هو پراڪرتيءَ ۽ انهيءَ جي ٽن گڻن کان ٻاهر نڪري ويو.[٤٦]

رامائڻ ۾ برهما جي دائمي وجود ۽ ايشور جي روپ سروپ ۽ وشنو جي ماندڻ کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

" نيـــاز انهيءَ مـــالڪ ڪي جڳائي،
جو "وشنو" جو مــــانداڻ منداڻي
هر شيءِ ۾ حـــاضـــر ناظر آهي
جيـــــوت وانگر چاهت وانگـر
جيـــڪي جٺـري مـــاس ۾ آهن
هر ڪنهن ڪي روپ ســان نــاهن."
( ڪمين، " رامائڻ" انگريزي ترجمو ص ١، ١٥)

## مهاتما گوتم ٻڌ (٤٤٥ / ٤٨٦ / ٤٨٣-٥٥٨ / ٥٦٣ ق-م)
## (سڌارٿ پتر سڌو ڌن ڪتري)

آريا برهمڻ سماج ۾ صرف برهمڻ مذهبي پيشوا ٿي سگهيو ٿي، ۽ قرباني جو اهم مذهبي فريضو صرف برهمڻ جي ذريعي خدائي وجود وٽ مقبول ٿي سگهيو ٿي. راجا سڀ برهمڻ جا محتاج هئا ۽ سندس قربانيءَ جي سخت قانونن ان زماني ۾ هندو سماج کي يرغمال بنائي ڇڏيو هو. انهيءَ ڪٺن انساني زندگي ۾ ، هندو روايتن مطابق، " آست" نالي هڪ سادو، هماليہ جبل جي چوٽي تان، هيٺ لهي آيو ۽ اڳ ڪٿي ڪيائين تہ هڪ ڪتري راجڪمار " جڳت گرو" ٿيندو.

انهيءَ بشارت بعد، اٽڪل سن ٥٥٨ / ٥٦٣ ق-م ۾، مهاتما گوتم ٻڌ، " نيپال" جي الهندي ترائي جي "سڪيا" نالي علائقي ۾، "ڪپل وستو" شهر کان ١٥ ميل پري،لمبني - باغ جي مقام وٽ پيدا ٿيو. قرآنَ شريف ۾ ڏيڪاريل پيغمبرن ۾ " ذالڪفل" جو نالو ڪن مفسرن جي راءِ مطابق مهاتما گوتم ٻڌ (ڪپل واري) طرف اشارو آهي. ليڪن مهاتما گوتم ٻڌ جي تعليمات متعلق مليل مواد مان ڪٿي بہ سندس پيغمبري جي دعويٰ جو ذڪر نہ ٿو ملي، بلڪ هو پاڻ کي هڪ " دائمي سچائي" ظاهر ڪري ٿو. بهرحال هن عظيم انسان جي سوانح حيات ۽ تعليمات انسان ذات جي رهنمائي لاءِ ڪافي مفيد ٿيندا ۽ اسان هن تحقيق ۾ ان جو مختصر جائزو

وئنداسين.

مهاتما گوتم ٻڌ جو اصل نالو " سڌارٿ" رکيو ويو هو، سندس پيءُ راجا " سدوڌن" کتري قبيلي جي شاکيہ شاهي خاندان جو راجا هو. اهڙي طرح مهاتما گوتم ٻڌ راجڪمار ٿي ڄائو. ليڪن ڄمڻ کان ستين ڏينهن يتيم ٿي ويو،ڇاڪاڻ تہ سندس ماءُ " ماياديوي" انهيءَ ويم ۾ مري وئي، سندس پرورش خاطر سندس ماسي " ماتاگومتي" سندس پيءُ راجا سدوڌن سان شادي ڪئي. راجڪمار " سڌارٿ " (ننڍڙو گوتم ٻڌ) ايڪانت ۾ رهڻ پسند ڪندو هو، سندس اها عادت ڇڏائڻ لاءِ هڪ بيحد حسين راجڪماري، " يشوڌرا" جيڪا سندس سڳي سوٽ هئي، ساڻس پرڻائي وئي، جنهن مان هڪ سهڻو پٽ بہ ڄائو جنهن جو نالو " راهل" رکيو ويو، ليڪن ستين ڏينهن خود راجڪمار سڌارٿ ( گوتم ٻڌ) گم ٿي ويو.

سندس هن حيرت انگيز گمشدگي کي سندس ئي لفظن ۾ محفوظ ڪيو ويو آهي: " مون ۾ ويراڳ ڪيئن جاڳيو، سو ٻڌو ! ماڻهن کي وحشي جانورن وانگر پاڻ ۾ وڙهندو ڏٺم.......... منهنجي دل تي سخت چوٽ لڳي. ( گاٿا ـــ ١) ...... مون محسوس ڪيو تہ گهر ٻار هڪ گندو ۽ ڏکوئيندڙ هنڌ آهي. هتي رهي ڪابہ مڪمل نيڪي حاصل ڪري نہ سگهبي، تنهن ڪري ڪکن جا ڪپڙا پائي........ اي پڪشو ! آءٌ پاڻ مرض، مصيبت ۽ موت جي چنبي ۾ گرفتار هوندي بہ، ڏک، ڏهاڳ ۽ ڏولائي ۾ ورنل ( ٻين)٠وٽن جي ور چڙهي ويس ! تڏهن دل ۾ خيال آيم تہ انهن کان پاڻ ڇڏائي، ڪو جڳ جو ڇوٽڪارو (مڪتي) ڳولهي لهجي"[٣٠]

تاريخ ۾ گوتم ٻڌ جي روپوشيءَ جو واقعو هن طرح رڪارڊ ٿيل ملي ٿو تہ " ڪوچوان ڪنٿ کي تنہ مان اٿاري، پنهنجو گهوڙو "ڪنٿڪ" ڪاهي،نديءَ ( گومتيءَ) تي آيو. اتي گهوڙي تان لهي، پنهنجي ترار سان پنهنجي وارن جو چوٽو ڪپي، شاهي لباس ۽ ڳهہ ڳٺا " ڪنٿ" جي حوالي ڪري، درياهہ ۾ ٽپو ڏنائين ۽ سالن تائين سندس پتو نہ پيو." تاهم، معلوم ٿيو آهي تہ درياهہ جي ٻي پر "اروبلا" ( گيا، گوا؟) جي غير آباد ٻوائتي جهنگ ۾ ست سال گاهہ پني تي گذر ڪري، ايڪانت ۾ گذرڪيائين. "ويساک" مهيني جي چوڏهين رات جي چانڊوڪيءَ ۾ جڏهن هڪ مال

چارينديڙ عورت " مائي سجاتا" کيس ديوتا يا ڀوت سمجهي کير ڀياري وئي ته مار (شيطان) اچي سندس پاسو ورتو. سڄي رات" سڌارٿ" ، انهي "مار" جو مقابلو ڪيو، اسر ويل کيس الهام ٿيو، جنهن مطابق سندس نالو "گوتم ٻڌ" رکيو ويو ۽ کيس چئن اعليٰ حقيقتن جو علم عطا ڪيو ويو. انهن چئن اعليٰ حقيقتن مان ائين انگن وارو روشنيءَ جو رستو نڪتو ٿي، جنهن جي پرچار ڪرڻ لاءِ " گوتم ٻڌ" کي پابند ڪيو ويو. هن ست هفتا وڌيڪ ايڪانت ۾ گذاري، " آڪاڙ" جي مهيني ۾، " اورويلا" جو غير آباد جهنگ ڇڏي، "سارناٿ" جي انساني بستي ۾ پاڻ ظاهر ڪيو. اهو سن تقريبا ٥٢٢ ق . م هو. هن نئين رنجنا ( موجوده ليلاجن درياهه) ۾ اشنان ڪيو ۽ پپر ( پيپل )جي وڻ هينان ٿي ويٺو.[٤٩]

مهاتما گوتم ٻڌ، " سارناٿ" ۾پنجن پنڊتن کي پنهنجي ڌرم ۾ داخل ڪري، هڪ " ڌرم چڪرورتن" قائم ڪيو، جنهن کي " سنگهه" معنيٰ جماعت جو نالو ڏنو ويو. انهيءَ ڌرم چڪرورتن ( معنيٰ مذهبي چرخي جي چورڻ) جو آغاز ڪندي، مهاتما گوتم ٻڌ، انهن چئن اعليٰ حقيقتن ۽ انهن مان نڪرنديڙ ائين وصفن واري روشني جي رستن جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو:

" ساڌئو ! هي چار اعليٰ حقيقتون يا رکجو.

(١) هيءَ حياتي ۽ ان جون ضرورتون، بيماري ۽ ٻڍاپو، محتاجي ۽ موت، سو سڀوئي ڏک ئي ڏک آهي. اها پهرين بنيادي حقيقت اٿو !.

(٢) دائمي حرص هوس ۽ ان مان پيدا ٿينديڙ خواهشون پڻ هڪ عذاب آهن، سا ٻي حقيقت اٿو!.

(٣) انهيءَ حرص هوس کي صبر ۽ قناعت سان دٻائي ضابطي هيٺ آڻ ۽ انهيءَ کان بينياز رهي، پاڻ تان عذاب ٽارڻ، اهو ٽيون بنيادي سچ سمجهو!

(٤) ۽ چوٿين اتم سچائي هيءَ آهي ته انهن سڀني عذابن جو آسان علاج، ائين اصولن واري وچٿري واٽ ( دين ڌرم) ۾ آهي.

هاڻي، اهي اٺ نيم ( اصول) ڪهڙا آهن، سو ٻڌو: درست خيالات، صحيح ارادو، درست گفتگو، صحيح هلت، درست گذران، صحيح ڪوشش، درست ياداشت ۽ صحيح فڪر، اهو آهي وچون رستو.[٥٠]"

مهاتما گوتم ٻڌ جو اهو پهريون واعظ هو، جيڪو تميتناڪ جهنگ جي ايڪانت مان نڪري، هن " بنارس" جي قريب سارناٿ جي قصبہ ۾ پنهنجي اوائلي پوئلڳن اڳيان ڪيو، پالي زبان ۾ انهيءَ کي " دماڪڪا پوتنا ستا" يعني قانون جي چرخي چورڻ جو واعظ چيو ويو آهي. ٻڌ ڌرم جي سيني فرقن ۾ انهيءَ کي بنيادي ٻڌ مت تسليم ڪيو ويو آهي.[٥١]

انهيءَ مختصر واعظ جو تت بلڪل واضح آهي: ڏک، جنهن کي پالي زبان ۾ دکا چيل آهي ۽ ان جو مفهوم وسيع آهي، سو انسان جي عام رواجي زندگي ۾ شامل آهي. " دک" يا دکا" جي لفظ ۾ غم، عذاب، ناراضپو ۽ اهي تمام ڏک ڏاکڙا تڪليفون ۽ تانگهون اچي وڃن ٿيون، جن کي انسان پسند نہ ٿو ڪري پر پنهنجو مقدر سمجهي برداشت ڪندو رهي ٿو. انهن جو منڍ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش نہ ٿو ڪري. مهاتما ٻڌ، انهي دک جي پاڙ انسان جي خواهش کي ڄاڻايو آهي.

پالي زبان ۾ " تنها" جو لفظ استعمال ڪيل آهي، جنهن جو ترجمو اڄ، طلب، تانگهہ ۽ شديد خواهش جي لفظن ۾ ڪري سگهجي ٿو، جن ۾ ذاتي ترقيءَ جو عزم يا ائمبيشن، پنهنجي رضي ۽ ذوق شوق، مطلب تہ تمام خودِ غرضيءَ جون ڪيفيتون اچي وڃن ٿيون. انهن کي تياڳڻ، يا ترڪ ڪرڻ سان ئي، انسان انهيءَ سياويڪ دک کان نجات حاصل ڪري سگهي ٿو، اهڙي تياڳ، اجتناب يا پاسو ڪرڻ لاءِ، مهاتما گوتم ٻڌ هڪ وچون رستو ٻڌائي ٿو، جنهن جا اٺ صحيح اصول، جيڪي " سميتا نڪايا" جي ڀاڱ ٥ ۾ ٤٢١ کان ٤٢٣ انگ ۾ ڄاڻايل آهن، صاف طور تي ذاتي عيش آرام ۽ سخت تپشا ( زهد ۽ رياضت) جي وچ ۾ هڪ بااخلاق ۽ باضابطہ زندگيءَ جي واٽ ڏيکارن ٿا: صحيح سوچ، صحيح فيصلو، صحيح گفتگو، صحيح روش، صحيح گذر سفر، صحيح ڪوشش، صحيح يادگيري ۽ صحيح غور و فڪر سان، انسان هن دنيوي زندگي ۾ ڏک کان پاڻ بچائي، "نروان" جي منزل طرف وڌي سگهي ٿو.[٥٢]

ٻي جوڻ متائڻ يا ڦيهر دنيا ۾ پيدا ٿيڻ ۽ ساڳي دک سهڻ کان بچڻ ۽ پنهنجي گذريل زندگي جي پاپن جو ڪيتو لوڙڻ کان بچڻ کي، هندو ڌرم ۾ " مڪتي" يا نجات يا مڪشا چئجي ٿو جنهن جو طريقو قرباني آهي جيڪا

برهمڻ جي معرفت قبول ڪي هجي،ليڪن ٻڌ ڌرم ۾ اهڙي ٻين جي قرباني غلط قرار ڏني وئي ۽ نجات جي راهه کي " نروان" چيو ويو آهي، جنهن ۾ انسان کي پنهنجي نفساني خواهش جي قرباني ڏيڻي آهي.[٥٣]

مٿي ڄاڻايل " سميتا نڪايا" جي متن ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي:

"مون ايئين ٻڌو آهي. هڪ دفعي آقا ( مهاتما گوتم ٻڌ) بنارس شهر جي هرڻ باغ ۾ هو جنهن کي " اسپتنا" چئجي ٿو. اتي آقا ( مهاتما) پنجن ڀاون ( ٻڌ ڀڪشوئن)کي چيو: " ٻه رستا اهڙا آهن، جيڪي هڪ ڀڪشو ( سيلاني) کي وٺڻ نه گهرجن. اهي ٻه ( رستا) ڪهڙا آهن؟ خواهشن جي پويان لڳڻ ۽ انهن جي پوري ٿيڻ مان لطف حاصل ڪرڻ، اهڙيون خواهشون جيڪي نيچ آهن ۽ ماڻهن ۾ عام آهن، جيڪي ٻي جوڻ ڏانهن وٺي وڃن ٿيون، ذليل آهن ۽ بيسود آهن ۽ ( ٻيو رستو) سختي ۽ سور عذاب، جيڪو دردناڪ، ذليل ۽ بيسود آهي. " تٿا گتا" جو وچون رستو، ٻنهي کان پاسو ڪري گذري ٿو. ( تٿا ـ گٿ، معنيٰ جنهن ايئن حاصل ڪيو، مهاتما گوتم جو هڪ لقب آهي.)

"تٿا گتا جو وچون رستو منور ( روشن) آهي، انهيءَ ۾ چٽو نظر اچي ٿو، اها سياڻپ جي واٽ آهي ۽ اها واٽ، امن، سڃاڻ، ڪامل عقل ۽ "نروان" ڏانهن وٺي وڃي ٿي". ٥٤

" ٻي جوڻ" جي عمل جو طريقو پالي زبان جي ٻڌ ادب جي اهم ڌرمي پستڪ " پٽيڪا سمپاد" (Paticca _ Samuppada) ۾ هن طرح ڄاڻايل آهي: اڻڄاڻائي مان خيالي صورتون پيدا ٿين ٿيون. ( جهالت، تصور جو ڪارڻ آهي) انهي مان خود شعوري (Self Conscious-ness) جنم وٺي ٿي، اتان نالي ۽ شخصيت ( جسماني وجود) جي شروعات ٿئي ٿي، جنهن مان ڇهين حس (The Sixth Sense) پيدا ٿئي ٿي ( انسان جي جسم ۾ پنج حواس، اک، نڪ، هٿ پير، زبان ۽ چمڙي آهن.ٻڌ مت مطابق خيال انسان جي ڇهين حس آ ي) جتان تعلق، جتان جذبات، اتان طلب، اتان وابستگي، اتان مناسبت، اتان ٻي جوڻ (هڪ دفعي مري ٻيهر جمڻ) ۽ اتان اهي انيڪ خرابيون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي گوشت پوست کي ورثي ۾ ملن ٿيون"

اڇاڻائي جيڪا ٻڌمت مطابق هر ڪنهن تانگهہ طلب ۽ خواهش جو منڍ آهي، سا دراصل ڪائناتي اڇاڻائي جو هڪ قسم آهي جنهن ۾ انسان کي پنهنجي هڪ الڳ وجود جو دوکو ٿئي ٿو. اڇاڻائي ڪائنات جي بنيادي فطرت آهي، جنهن جون ٻڌمت ۾ ٽي مکيہ وصفون ڏيکاريل آهن: اهي هي آهن:

(١) ڪائنات دک سان ڀريل آهي.

(٢) ڪائنات فاني ۽ بي بقا آهي.

(٣) ڪائنات بي روح آهي.٥٥

انهن ٽن وصفن جا نالا: دک، انيڪ ۽ انت رکيا ويا آهن.

" نروان" جي منزل، ڪائنات ۾ شامل نہ آهي، ليڪن ان جو بنياد آهي. اها " وجود" ۽ " عدم وجود" جي وچ ۾ هڪ ٽين زندگي آهي. ارسطو جو " لا آف ايڪسڪلوڊيڊ مڊل (Law of Excluded Middle) ڪڏهن بہ هندستاني فلسفي ۾ اهڙي ريت لاڳو نہ ڪيو ويو ۽ اهو نظريو، اپنشدن ۾ ڄاڻايل عالمي روح (The World Soul) کان قطعي مختلف بہ نہ هو.٥٦

راجا ملند جي سوالن جو ٽي ڊبليو رهيز ڊئوڊس جيڪو ٻن جلدن ۾ ترجمو ڪيو آهي ( آڪسفورڊ ٩۴ _ ١٨٩٠ع) انهيءَ جي ڇهين چيپٽر ۾ نروان جي منزل يا مقام جو هيءُ نقشو پيش ڪيو ويو آهي: " هڪ عاليشان شهر، بي داغ ۽ پاڪ صاف، خالص ۽ سفيد، سدا جوان ۽ امر، محفوظ پرامن ۽ خوشحال" نروان جو هڪ مقرر مقام نہ آهي، اهو ڪٿي بہ ٿي سگهي ٿو، اها ڪيفيت ڪٿي بہ حاصل ٿي سگهي ٿي، اهوئي نروان جو مقام ۽ ان جي منزل آهي ۽ اها جسماني حالت ۾ بہ ملي سگهي ٿي ۽ جنهن کي هڪ دفعو حاصل ٿي وڃي ٿي ان کان پيهر ڪسجي نہ ٿي وڃي ۽ جڏهن هو مري ٿو تہ هميشه لاءِ انهي " نروان" جي حالت ۾ هليو وڃي ٿو جنهن کي " ٻڌمت" ۾ " پرنروان" يعني آخري واءُ لڳي وڃڻ يا " پوئين ڦوڪ" چئجي ٿو.٥٧

سن ٥٢٢ ق - م ڌاري بنارس جي سارناٿ جي مقام وٽ مهاتما گوتم ٻڌ جي پهرين واعظ بعد، سندس پوئلڳن جو تعداد پنجن مان وڌي سٺ ٿيو، جن کي ٻڌ سنگهہ، معنيٰ ٻڌ جماعت جو نالو ڏنائين پوءِ انهن کي ٻڌمت جي

پرچار ( تبليغ) جو حڪم ڏنائين: " اي ڀڪشو! هاڻي سيني جي سک ۽ ڀلائيءَ لاءِ اٿي کڙا ٿيو. عام ماڻهن تي شفقت ڪريو ۽ سچ جي پرچار لاءِ ڪمرڪشيو..... پر ساڳيءَ واٽ سان ٻه ڄڻا تي نه وڃجو".[٦]

جڏهن ٻڌ ڀڪشن جو تعداد پنج سو کي پهتو ته " ٻڌ سنگهه" ٻاهرين ملڪن ۽ قومن ۾ تبليغ جو دائرو وسيع ڪيو" مهاتما گوتم ٻڌ. پنهنجي سر انهي مهم ۾ حصو ورتو. مهاراجا آسوڪا (٢٣٢ - ٢٧٣ ق م ) انهن ملڪن جي ٻڌمندرن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي رک ورهائي هئي، جن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ پنهنجي حياتيءَ ۾ پاڻ تبليغ لاءِ ويو هو. سنڌ ۾ ميرپور خاص جي ويجهو " ڪاهودڙي" جي آثار قديمه جي کوٽائي وقت اهڙو ٻڌ مندر ظاهر ٿيو جنهن جي هڪ ٽٽيي هيٺان هڪ برنيءَ ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي رک ملي، جنهن جو منهن چانديءَ سان بند ڪيل هو.[٥٩]

اهڙي طرح نيپال جي جابلو علائقي مان نڪري، ٻڌمت، هند، سنڌ، افغانستان، چين ، سريلنڪا، ڏور - ڏکڻ، اوڀر ايشيا، تقريبا تمام ايشيا کنڊ اڪري يورپ ۽ امريڪا کنڊن ۾ پکڙي. ڪمبوڊيا، لائوس ۽ ٿبيٽ اڄ به خالص ٻڌ مت جا ملڪ آهن. ٻڌمت جي پوئلڳن جي آخري آدمشماري مطابق دنيا ۾ سورهن ڪروڙ چوراسي لک ( ١٦٨٤٠٠٠٠٠ ) ٻڌ آباد آهن.[٦٠]

ڪپل وستو کان هڪ سو ميل پري گنگا ندي جي ڪناري بنارس جو شهر، جتان ٻڌمت جو آغاز ٿيو. گوتم ٻڌ جي زماني ۾ هندو ڌرم جو مرڪز هو. انهيءَ ڌرم ۾ چئن ويدن کان علاوه ڪيترن اپنشدن، مهاڀارت، رامائڻ ۽ ڀگود گيتا جا عقيدا ۽ برهمڻن جون بي رحم رسمون شامل هيون، سماجي طور تي ٻڌ جي زماني واري هندو تهذيب ۾، ويدن کان اڳ واري تهذيب آرين جي هندستان ۾ اچڻ کان گهٽ اڳ ٣٠٠٠ ق - م کان قائم سنڌو تهذيب ۽ ان جي لازمي طور تي همعصر گنگا ( جمنا) تهذيب، شامل هيون. ذهني طور تي اپنشدن، آريه هندو ڌرم جي ڪثرت بت پرستيءَ کي اڳيئي وحدت جي تلاش طرف موڙي ڇڏيو هو. شروع ۾ ٻڌمت سان گڏ ٻيا به ڪيترا هندو ڌرم جا باغي فرقا ميدان ۾ هئا. جيڪي برهمڻن جي بي رحم رسمن، سندن هٺ ڌرمي ۽ مذهبي ڏاڍ جي خلاف هئا. ليڪن ٻڌمت هڪ بنيادي انقلاب آندو جنهن هيٺ ويدن جي آفاقيت ۽ اختيار کي رد

ڪري، اعليٰ ۽ آزاد اخلاقي قدرن ذريعي مذهب جو اصلاح ڪيو ويو. زير زمين دنيا جي عذاب ۽ هندو ديومالا کي بہ رد ڪيو ويو ۽ اڻکٽ جنم چڪر جي ڪشٽ کان مڪتي ( نجات) حاصل ڪرڻ لاءِ برهمڻ جي معرفت قبول ٿيل قرباني جي عيوض، ڪرمن سڌارڻ يعني نيڪ عمل ۽ روح جي پاڪائي ذريعي " نروان" جي سڌي واٽ ڏيکاري وئي. وحدانيت طرف هند ـ سنڌ جو اهو پهريون عملي قدم هو، ذات پات ۽ رنگ نسل، توڙي جنس جي فرق کي پڻ پهريون دفعو رد ڪيو ويو.

برٽانيڪا ۾ ڇاپايل تحقيق موجب، گوتم ٻڌ شروع ۾ ڪجھ گرن جو چيلو ٿيو، جتان ڪجھ حاصل نہ ٿيس. پوءِ ڇهہ سال بيراڳي جوڳي بنجي تپشائون ( رياضتون) ڪيائين، جن مان پڻ ڪجهہ نہ وريو. موٽي دنيوي زندگي اختيار ڪيائين. اتي سانت ۽ يڪسوئي سان فڪر ۾ ويٺي، هن کي گيان ( علم) مليو، جنهن کي ٻڌي ( عقل ، شعور يا سيائپ) چيائين ۽ انهي ذريعي انساني زندگي جي ڪشٽ ( عذاب) ۽ جنم چڪر جا ڪارڻ معلوم ڪيائين، جيڪي جهالت سبب پيدا ٿين ٿا ۽ صحيح نموني زندگي گذارڻ ۽ ذهني نظم و ضابطي ذريعي دور ڪري سگهجن ٿا. ٢٩ سالن جي عمر ۾ سڌارٿ " نروان" جي تلاش ۾ نڪتو ۽ ٤٠ کان ٤٥ سالن جو عرصو انهي متي جي پرچار ۾ هڪ سيلاني ٿي گذاريائين. اسي (٨٠) سالن جي عمر ۾ سندس روح پرواز ڪيو " جيڪو اجا تائين سندس پوئلڳن کي اپاري ٿو تہ فاني شين کان متي لافاني شين کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهن، تاريخ سندس انهيءَ اونهي ۽ جٽادار اثر جي شاهد آهي جيڪو هن اعليٰ روح ( مهاتما) پنهنجي مقصد لاءِ وقف ٿيل بيغرض دنيوي زندگي دوران دنيا ۾ ڇڏيو آهي. " ڌماپد" ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي هيءَ واٽي، هندستان ۾ هندو ڌرم جي مقابلي ۾ ٻڌمت جي آندل مذهبي انقلاب جي نشاندهي ڪري ٿي:

" جنب ۽ مرگ ( زندگي ۽ موت) جي ڪيترن ئي چڪرن مان گذريس، پر اهو جوڙيندڙ نہ مليو جنهن جي مونکي تلاش هئي. جنب ڇڻ ڪا واهي آهي ! هي جنب، مرگ ۽ ( ٻيو) جنب دکدائڪ آهي. اي گهر اڏيندڙ ! مون توکي ڏسي ورتو آهي. هاڻي وڌيڪ نہ اڏيندين ! تنهنجا سڀ ٽنيا ٽوٽيون پڳل ٽٽل آهن. تنهنجيون ڪامون چيرجي پيون آهن. هاڻي جوڙ

جڙيل نہ آهن. من پنهنجون ڪامنائون ڪهي ڇڏيون ! " (ڌماپد ۴ : ۱۵۳)

مذهب ڪان علاوه، بلڪ مذهب ( ٻڌمت) ذريعي، مهاتما گوتم ٻڌ، هڪ عظيم سماجي انقلاب آندو: " تتر جي پاڪ زندگي" ( تتر برهمڪا ريم) جي عنوان سان ٻڌ ادب ۾ هي تمثيل ملي ٿي: " گوتم چيو، ڀائرو ! اڳئين زماني ۾ گهڻو گهڻو اڳي، هماليہ جبل جي لاهيءَ ۾ هڪ هاٿي، هڪ ٻولڙو ۽ هڪ تتر گڏ رهندا هئا، پر هڪ ٻئي جي عزت آبرو جو خيال نہ رکندا هئا. هڪ ڏينهن صلاح ڪيائون تہ جيڪو عمر ۾ وڏو هجي ان جو احترام ڪجي. سو، هاٿيءَ چيو تہ جڏهن مان ننڍو هئس ۽ هن ٻير ( جي وڻ) وٽان لنگهندو هئس تہ ان جي چوٽيءَ واري ٽاري منهنجي پيٽ سان گسندي هئي، مون کي اڳئين زماني جي بس ايتري يادگيري آهي. ٻولڙي چيو تہ جڏهن مان ننڍو هئس تہ هيٺ زمين تي ويٺي هن ٻير جون مٿيون ٽاريون ڀڃي کائيندو هئس. تنهن تي تتر چيو تہ اڳئين زماني ۾ هتان پري هڪ ٻير جو وڻ هو، مون ان جو ٻيرُ کاڌو، هتي اچي وٺ لاٿم تہ ان مان هي ٻير جو وڻ ڦٽو، سو ڀائرو ! آءٌ اوهان ٻنهي کان عمر ۾ وڏو آهيان ! پوءِ تتر هنن کي هدايتون ڪندو هو. سندن اخلاق سڌاريائين ۽ پاڻ بہ انهن مطابق عمل ڪندو هو. اهڙي طرح هو هڪ ٻئي جي عزت ۽ احترام ڪندا هئا ۽ موت کان پوءِ هي جماعت سرڳ ( بهشت) ۾ وري جنم تي ۽ خوشيءَ (آنند) ۾ رهي". ٦١

انهي تمثيل مان ٻڌمت جو، هي قانون يا متو (Principle) نهيو: "متي جا ماهر اهي آهن، جيڪي عمر جي عزت ڪن ٿا ( پاڻ کان وڏن جي عزت ڪن ٿا) هن دنيا ۾ واکاڻ ۽ آخرت ۾ راحت انهن لاءِ آهي." ٦٠

مهاتما گوتم ٻڌ پنهنجو دين عام تعليم جي ذريعي پکيڙيو. برهمڻ نظام تعليم ۾ داخلا عام نہ هئي ۽ استاد شاگرد جو تعلق گرو ( مرشد) ۽ چيلي ( مريد) وانگر هو. مهاتما گوتم ٻڌ انهيءَ تعلق کي تبديل ڪري پيءُ پٽ جي رشتي کي قائم ڪيو. هن چيو: " ڀائرو ! استاد کي گهرجي تہ پنهنجي شاگرد کي پٽ سمجهي. شاگرد کي گهرجي تہ پنهنجي استاد کي پيءُ سمجهي. اهڙي طرح ٻئي، باهمي عزت ۽ احترام ۾ ٻڌجي، زندگي جي معاشري يا مهاجڻ (Community ) ۾ رهندي. هن متي جي نظام ۾

واڌ، ويجهه ۽ ترقي حاصل ڪندا."

ٻڌ تعليم ۽ تربيت جو عرصو ڏهه سال مقرر ڪيو ويو. مهاتما گوتم ٻڌ فرمايو: " ڀائرو! آءٌ اوهان تي لازم ڪريان ٿو ته اوهان مان هرهڪ ڏهه استاد جي ماتحت رهي، پوءِ جيڪو شاگرديءَ جو ڏهون سال پورو ڪري. اهو پاڻ ( استاديءَ جي) ذميداري سنڀالي." ٣-

درست روش ۽ سلڇڻائي جانيم يا قانون مهاتما گوتم ٻڌ پاڻ مقرر ڪيا. جن تي سيني ٻڌ مندرن (Monasteries) ۾ عمل ڪيو ويندو هو ۽ زنانه مندرن (Nunneries) خواهه تمام ٻڌ راڄ مهاڄڻ ۾ پڻ انهن قانونن تي عمل پيرا ٿيڻ فرض سمجهيو ويندو هو. انهن جو اطلاق عالمي نوعيت جو هوندو هو ۽ ٻين مذهبن وارن ڪي پڻ انهن اخلاقي قانونن ۾ شامل [illegible] ويندو هو. جڏهن ڪو نئون وديارٿي ( شاگرد) ڏهه ساله ٻڌ تعليم [illegible] تربيتي ڪورس ۾ داخل ٿيندو هو ته انهيءَ لاءِ فضيلت جا نيم (Rules of Eti-quette) مقرر هوندا هئا. مهاتما ٻڌ فر[illegible] " ڀائرو آءٌ هي نيم (قانون) [illegible]ن آيل ڀائرن جي رهبريءَ لاءِ مقرر ڪريا[illegible] ڀائرو ! نئون آيل ڀاءُ، انهيءَ [illegible]ل سان ته آءٌ هاڻي گهر ( ٻڌ مندر) ۾ داخل ٿيان ٿو، پنهنجون چاکڙيون لاهي انهن کي اونڌو ڪري هڪ ٻئي مٿان سٽي ۽ وري مٿي ڪٽي هٿ ۾ ڪري، پنهنجي ڇٽي بند ڪري، مٿو اگهاڙو ڪري، پنهنجي شال هڪ طرف ڪلهي تي ڪري ۽ پوءِ گهر ۾ گهڙي، ڌيان سان ۽ بنا اجائي تڙ تڪڙ جي. جيڪڏهن اتي رهندڙ ڀاءُ عمر ۾ وڏو هجي ته ان کي سلام ڪري جيڪڏهن اهو ننڍو هجي ته انهيءَ کي گهرجي ته نئين آيل ڀاءُ کي سلام ڪري." عمر معلوم ڪرڻ لاءِ پڇيو ويندو ته " اوهان گهٽا وسڪارا احترام ۾ گذاريا آهن؟ يعني اوهان، ٻڌ لباس ۾ مينهن جي موسم ( ساوڻ) جا ڪيترا سال گذاريا آهن؟ پوءِ نئين آيل شاگرد ( ٻڌ ڀڪشو) کي گهرجي ته پنهنجي رهائش بابت معلوم ڪري: " مون کي رهڻ لاءِ ڪهڙي جاءِ ڏني وئي آهي؟ انهيءَ ۾ ٻيو به ڪورهي ٿو يا خالي آهي؟ ۽ هن کي گهرجي ته پنهنجي فقر، يا خوراڪ جي ڀيڪ وٺڻ جو علائقو معلوم ڪري ۽ پڇي ته ڪهڙو علائقو ڀڇ کان ٻاهر آهي ۽ ڪهڙا خاندان تعليم يافته سمجهڻ گهرجن. هن کي گهرجي ته پيشاب ڪرڻ جي جاءِ، غسل خانن ۽ پائخانن بابت پڻ معلوم ڪري، پيئڻ جو پاڻي

ڪتي رکيل اهي ۽ هٿي استعمال جو پاٿي ڪتي آهي. لٺن بابت ( جيڪي هلڻ وقت هٿ ۾ ڪٽي هلجن) مذهبي اجلاس جي جائن بابت ۽ وقت بابت ته ڪڏهن اندر وڃجي ۽ ڪهڙي وقت ٻاهر نڪري اچجي. جيڪڏهن جنهن وقت هو ( نئون آيل ڀڪشو) اچي تـو تنهن وقت گهر ۾ ڪوبہ نہ آهي تہ ڀهريان در ڪڙڪائي پوءِ ڪجهہ وقت ترسي، پوءِ ڪڙو ڪولي، در ڪولي ۽ ٻاهر بيٺي اندر ڏسي." ( ص ٧١ ـ ٦٩) [٦٣]

ٻڌ تعليم واعظ ذريعي ڏني ويندي هئي ۽ واعظن جي بنياد تي ٻڌنيم يا قانون جوڙيا ويندا هئا، انهن نيمن ۽ قانون جي سمجهاڻي بہ واعظن ذريعي ڏني ويندي هئي جيڪي پالي زبان ۾ قلمبند ڪيا ويندا هئا. مثال طور " انگوترانڪايا" ۾ ڳالهائڻ جو قانون هنن لفظن ۾ سمجهايو ويو آهي:

" اهي جيڪي ڪروڌ يا وڏائيءَ وچان ڪاوڙ جي ڳالهائن ٿا، جڏهن پاڻ ۾ ملن ٿا تہ ٻين جا عيب اگهاڙن ٿا، الزام تراشي ۽ عيب جوئي ۾ خوشي محسوس ڪن ٿا، ۽ پنهنجي مخالف جي بدبختيءَ تي خوش ٿين ٿا، ليڪن آريا. (Ariyan ـ سڌريل انسان) اهڙين ريتين جي پٺيان نہ لڳندا.

جيڪڏهن ڪو ڏاهو ماڻهو ڳالهائڻ جو شوق رکي ٿو تہ هن کي ڳالهائڻ جو صحيح وقت بہ معلوم هوندو آهي ۽ جا ڳالهائجي ( اهو بہ ڄاڻندو آهي) پنهنجي راستبازي ( صحيح واٽ وٺڻ) ۽ صحيح گفتار جي آزمودي سبب اهڙي طرح ڏاهو ڳالهائي ٿو، نہ ڪاوڙيل آهي، پاڻ تي ضابطو اٿس، ذهن ۾ نماڻائي اٿس، نيم کي نہ ٿو اورانگهي ، گهٽي اڻ تڻ نہ اٿس. بلڪ سياڻپ سان سهڻا ٻول ٻولي ٿو. مهرباني جي لفظ جي آجيان ڪري ٿو، ڪروڌ کي نڪرائي ڇڏي ٿو. ناراضگيءَ مان ڪونہ ڄاڻي، عيب جوئي ڪونہ ڪري، مخالف کي موٽ ڏيڻ يا ڏاهي ڇيپاڻ جو ڪم ڪونہ ڪري نہ موضوع کان ٻاهر ڳالهائي ٿو، واهہ ! سچ اهو آهي تہ آريانن جا لفظ چاڻ بہ ڏين ٿا ۽ خوش بہ ڪن ٿا. اهڙي طرح آريان ( سياڻا ماڻهو) ڳالهائن ٿا. اهڙي آريان جي گفتگو آهي ۽ اهو معلوم ڪري سياڻن کي گهرجي تہ نهنائي ۽ نماڻائيءَ سان ڳالهائن." [٦٤]

هڪ ٻڌ ڀڪشو " نگروڌ" (Nigrodha) سوچيو تہ مهاتما گوتم ٻڌ ٻين مذهبن جي عقيدن ۽ نظرين جو خاتمو آڻڻ گهري ٿو، انهيءَ کي

مخاطب ٿيندي مهاتما فرمايو: " نگروڌ ! هاڻي آءٌ جيڪي توهان کي چوان ٿو سو هي آهي...... نہ انهي لاءِ تہ چيلا ( شاگرد، مريد يا وديارٿي) هٿ ڪريان، نہ انهيءَ لاءِ تہ ڀيا پنهنجي مذهبي خيالن کان هيٺ ڪري ڀون، نہ انهيءَ لاءِ تہ ڀيا پنهنجي زندگي گذارڻ جا طور طريقا ڇڏي ڏين، نہ انهيءَ ارادي سان تہ اوهان کي غلط رستي سان لڳايان يا انهيءَ ارادي سان تہ اوهان کان اهي رستا ڇڏرا يان جيڪي نيڪ آهن. ايئن نہ آهي، نگروڌ ! بلڪ ڪي اهڙيون خراب ڳالهيون آهن، جيڪي ڇڏيون نہ ويون آهن. اهي ڳالهيون جن جو تعلق خرابي ۽ بگاڙ سان آهي. اهي ڳالهيون جيڪي انسان کي ڪيرائي ٿي جنم ۽ ٻي جوڻ ڏانهن ڇڪي وڃن ٿيون، اهي ڳالهيون جيڪي دکا (دک) پيدا ڪن ٿيون ( مصيبت آڻن ٿيون) جن جو ميوو ٻڇڙو آهي ( نتيجو خراب نڪري ٿو) اهي ڳالهيون جن جو تعلق ايندڙ وقت ۾ ٻي جوڻ، زوال ۽ موت سان آهي. انهن ڳالهين کي ترڪ ڪرڻ لاءِ آءٌ هي قانون سيکاريان ٿو، جنهن تي هلندي، هي ڳالهيون جن جو تعلق خرابي ۽ بگاڙ سان آهن، سي اوهان ڇڏي ڏيندا ۽ سٺيون صحتمند ڳالهيون وڌنديون ويجهنديون رهنديون، جن جي ذريعي هن ئي موجوده حياتي اندر، هڪ انسان پنهنجي غير معمولي طاقتن وسيلي مڪمل دانائي ( پوري سياڻپ، Perfect Wisdom ) حاصل ڪندو ۽ انهيءَ جي مڪمل ڄاڻ ۽ حاصلات اندر رهندو.٦٥

" مهاتما گوتم ٻڌ جي واعظن جو هڪ وڏو رڪارڊ موجود آهي. بشمر پنهنجي ڪتاب" دونبر د ٿٽ واز انديا" ۾ انهن جو اختصار ڏنو آهي. حيرت ٿئي ٿي جڏهن انهي اختصار کي هڪ هزار سال پوءِ پيغمبر اسلام، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي جي ڏنل آخري خطبي جي متن سان ڀيٽجي ٿو تہ "ان الدين عندالله السلام" جي حقيقت سامهون اچي وڃي ٿي. سگال کي خطاب" ۾ مهاتما گوتم ٻڌ فرمائي ٿو تہ:

" مڙسن کي گهرجي تہ پنهنجي زالن جي عزت ڪن ۽ ممڪن حد تائين انهن جا انگل آرا پوراڪن. انهن ( مڙسن) کي زنا کان پاسو ڪرڻ گهرجي. انهن کي گهرجي پنهنجي گهر کي مڪمل طور تي، پنهنجي زالن جي حوالي ڪن ۽ جيتري قدر ڪيسو اجازت ڏئين، انهن کي عمدا ڪپڙا ۽ زيورات خريد ڪري ڏين. زالن کي گهرو ڪاروبار ۾ پڙ هجڻ گهرجي گهر ڀاتين

سان نرمي ۽ مهربانيءَ جو برتاءُ ڪرڻ گهرجي. گهر هلائڻ ۾ سچائي ۽ خبرداري کان ڪم وٺن ۽ پنهنجو ڪم مهارت ۽ اتساهه سان ڪنديون رهن. انسان کي گهرجي تہ پنهنجي دوستن اڳيان سخاوت سان پيش اچي. انهن جي باري ۾ سٺو ڳالهائي، هر ممڪن طريقي سان هنن جي مفاد ۾ ڪم ڪري. انهن کي پنهنجي برابر سمجهي ۽ انهن سان ڪيل وعدا پورا ڪري. موت ۾ دوستن کي پڻ سندس ملڪيت ۽ مفاد جو خيال رکڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن هوش کان ٻاهر ( نشي، عشق يا ڪنهن ٻيءَ ڪيفيت ۾) تڪڙو قدم کڻي تہ هن کي سنڀالي وٺن. مصيبت جي وقت ۾ هن جي مدد ڪن، سندس پاسو کڻن ۽ سندس ڪٽنب جي ٻين ڀاتين جو احترام ڪن. مالڪن ( آجرن) کي گهرجي تہ پنهنجي نوڪرن ۽ ڪمين ڪارين (مزدورن) سان سهٽو برتاءُ ڪن. انهن کي وت کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ لاءِ نہ چون. انهن کي مناسب کاڌو ۽ مزدوريءَ ( جي رقم) ملڻ گهرجي.بيماريءَ ۽ معذوريءَ جي حالت ۾ انهن جي سار سنڀال لهڻ گهرجي. انهن کي باقاعدي موڪلون ڏنيون وڃن ۽ نفعي جي صورت ۾ هنن کي اضافي معاوضو (Bonus ) ڏنو وڃي. انهن (مزدورن ۽ نوڪرن) کي گهرجي تہ صبح جو سوير اٿن ۽ رات جو دير سان سمهڻ تائين مالڪن ( آجرن) جي خدمت چاڪريءَ ۾ رهن. پنهنجي مناسب مزدوري تي راضي رهن. چچڙ ني ڪم کي وٺن ۽ پنهنجي مالڪ جي ناموس کي برقرار رکن."[٦٦] خطبه حجة الوداع ۾ اهي سڀ هدايتون شامل آهن.

عملن جي جزا ۽ سزا، ڪرم ۽ ڪرتوت، قديم هندو ڌرم مطابق موت کانپوءِ زندگيءَ جا محرڪ هئا ۽ ٻي جوڻ يا مڪشا جو انهن تي دارومدار هو. جين ڌرم ۾ پڻ انهن تي زور ڏنو ويو، ليڪن مهاتما گوتم ٻڌ، قدرت جي انهيءَ قانون جي هڪ نئين تشريح ڪئي: هن انسان جي انهيءَ مستقل وجود ( انا) کي رد ڪيو، جيڪو جوٽيون مٽائيندو ۽ مختلف حياتيون ڪاٽيندو رهي ٿو. بجاءِ اهڙي ڪنهن جٽادار دائمي وجود جي، گوتم ٻڌ انسان جي جوڙ جڪ کي پنجن سرشتن ۾ پيش ڪيو، جيڪي تبديل ٿيندا رهن ٿا. (١) جسم جو سرشتو، (٢) جذبات ۽ احساس جو سرشتو، ( ٣) نظريات ۽ عقيدن جو سرشتو، (۴) دماغ جي جوڙ جڪ جو سرشتو ۽ (۵) شعور ۽ جاڳرتا جو سرشتو. اهي پنج سرشتا عمر مطابق تبديل ٿيندا رهن ٿا، تنهن

ڪري اهي ڪوبہ مستقل وجود نہ ٿا رکن. ڪائنات جي نظارن وانگر، انسان بہ مسلسل تبديلي جي حالت ۾ رهي ٿو. هر شيءِ انڪا ( ڪانہ ڪا) عارضي ۽ اڻ جٽادار آهي. هن سدا وهندڙ نفسياتي ۽ جسماني ڌاري ۾ ، هر شيءِ، ڪرمن جي قانون مطابق، عالمي اسبابن هيٺ، عمل پذير ٿيندي رهي ٿي ۽ هر هڪ ڪرم " عمل" پنهنجي جزا يا سزا پاڻ سان آڻي ٿو.

" شاڪيا" ۽ " ڪوليا" قبيلن جي وچ ۾ جنگ لڳي. مهاتما گوتم ٻڌ، انهي موقعي تي، جنگ ۾ جيت ۽ هار جو فلسفو هنن لفظن ۾ بيان ڪيو:

"سوڀ نفرت پيدا ڪري ٿي،
سوپاري جي ننڊ حرام آهي
هار ۽ جيت کان بي نياز ،
ماڻيٽو ماٺهو امن ۾ رهي ٿو"

( ڌماپد ۲۰۱)

مهاتما گوتم ٻڌ ۽ جين ڌرم جو پايو وجهندڙ، وردمان جنتا پورا عرف " مهاوير" ٻئي ڪتري ذات جا هئا. ٻنهي برهمڻن جي مقرر ڪيل ٻلدانن (قربانين) کي بيسود ڄاڻايون، ويدن کانپوءِ هندو ڌرم جو آڌار " اپنشدن" تي رهيو، جن ۾ ٻلدان جي نفي ٿيل نہ آهي، تاهم ان جي جائز هجڻ لاءِ شرط وڌل آهن. " ميترايائي اپنشد" ۾ هڪ راجا کي هيٺين چوندي پيش ڪيو ويو آهي:

" وڏن جو ڏن ٻلوان راجائن کي
پنهنجي آن ٻان ڇڏڻي پئي،
اسان راڪاس ۽ ديوتائون مرندي ڏٺا،
مهاساگر سڪي ويا، جبل ڍهي پيا،
قطب تارو لڏي ويو، ڌرتي ٻڏجي پئي
ديوتائون ناس ٿي رهيا آهن، ۽
آءٌ هڪ سڪل کوهہ ۾ ڏيڏر ٿيو پيو آهيان."٢٠

مهاتما گوتم ٻڌ کي، پنهنجي زماني ۾ بہ وڏي پذيرائي حاصل ٿي، ڪيترائي هندستاني راجا ڪيس نذرانہ پيش ڪندا هئا ۽ شهري پنهنجون جائدادون ٻڌ مندرن لاءِ وقف ڪندا هئا. سندس پوئلڳن ۾ " ديودتا" سندس سوٽ هو جنهن آخر عمر ۾ هڪ الڳ فرقو قائم ڪيو ، جيڪو گپتا دور تائين اتوڏ ۽ مغربي بنگال جي ڪجهہ حصن ۾ قائم هو. -

مهاتما گوتم ٻڌ اسي ورهين جي ڄمار ۾ " ڪاشي نگر" جي مقام وٽ وفات ڪئي. ( پرنروان ٿيو) سندس آخري الفاظ هن طرح محفوظ ڪيا ويا آهن::

" جزن مان جڙيل سيني شين جو فنا ٿيڻ لازمي آهي، اپرماد (سرجوشي) سان پنهنجي ڇوٽڪاري جو حساب لڳايو."[١]

## "جين ڌرم"

"مهاوير" وردمن جنتا پورا / جنتري پتر (٥٢٧ ـ ٦٠٠ ق م ) جين ڌرم جو پايو وجهندڙ آهي. هو مهاتما گوتم ٻڌ جو ڏري گهڻ همعصر آهي. چيو وڃي ٿو تہ هن اڳين ٢٣ پين ساڌن جي عقيدن کي ملائي هڪ ڪيو آهي. انهن ساڌن ۾ مک ساڌو پرشوناٿ هو، جيڪو اٽڪل روءِ سن ٧٧٦ ق ـ م ۾ ديهانت ڪري (گذاري) ويو.( پرشو / پارشوناٿ ٧٧٦ ـ ٨١٧ ق م) "ڇهن انڌن ۽ هاٿيءَ" جي آکاڻي " جين ڌرم" جي روايت آهي. " نيس" جو نظريو، يعني شين کي هڪ مخصوص انداز سان ڏسڻ جو متو، انهي تمثيلي آکاڻي مان نهيو جيڪو خيال جي اضافيت کي ثابت ڪري ٿو. انهيءَ متي جي عملي صورت " سيدود" يا " سپت ڀنگي" جي نظريہ ۾ ڏنل آهي. اسان ڪنهن بہ ڳالهہ کي نہ صريحا مڃي سگهون ٿا ۽ نہ ان جو بلڪل انڪار ڪري سگهون ٿا. اسانجو " وجود" هڪ مستقل اٽمت قسم جو نہ آهي. هر شيءِ جو علم لازمي طور تي يڪطرفہ ۽ نامڪمل آهي. جيڪڏهن اسان ان کي صحيح ۽ مڪمل سمجهو تہ اها اسانجي غلطي ٿيندي.[٢]

جين ڌرم مطابق ڪنهن شيءِ بابت ڄاڻ ڏيڻ جا ست مختلف طريقا آهن:




خلا ( آڪاش، اڪس) (٢) ڌرم (٣) اڌرم (٤) مادو ( پدگل)

خلا، ڌرم ۽ اڌرم، باقي سڀني شين جي پدارٿ لاءِ ضروري آهن جيڪي ٻن قسمن جون آهن: روح ۽ مادو. " خلا" انهن کي رهڻ لاءِ جاءِ ڏئي ٿي. " ڌرم" انهن جي اڳتي وڌڻ ۽ اڳتي وڌجي وڃڻ کي ممڪن بڻائي ٿو ۽ اڌرم انهن کي آرام ۾ رهڻ جو موقعو ڏئي ٿو. انهن چئن اجيو وٿن کان علاوه ڪن جين عالمن " وقت کي ظاهري پدارٿ يا ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙو ڪري مڃيو آهي. مادو ابدي ۽ لافاني آهي، توڙي جو روپ مٽائي مٽي، هوا وغيره ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو.مادو ( پدگل) ، ائٽمن ( انو) ۽ ائگريگيٽس (سڪند) جي ٻن قسمن ۾ آهي.٢٠

ائٽمن ( جزن يا ذرات ) جي جوڙ توڙ سبب طبعياتي ڪائنات ۾ تبديليون رونما ٿين ٿيون ۽ ائٽم پنهنجي طبعي بناوت ۾ سدائين ساڳيا نہ ٿا رهن. اهي تبديلي يا ترقي ( ارتقا) جي عمل هيٺ آهن جنهن کي پرينم (Parinama ) چئجي ٿو ۽ انهيءَ ذريعي اهي نيون خاصيتون حاصل ڪن ٿا. جزن يا جوهرن جا قسم مختلف نہ آهن جيڪي مختلف تتن يا عنصرن، ڌرتي، پاڻي، باهہ ۽ هوا جو سڌ پرين ٿا.بلڪ هڪ جهڙا ائٽم ( جزا) هم جنس (Homogeneous) جزا مختلف ميلاپن (Combinations) ذريعي مختلف عنصر پيدا ڪن ٿا. اسان جيڪي شيون ڏسون ٿا اهي (Gross matter) جملي ڳوري ۽ گهڙيل مادي مان ٺهيل آهن جڏهن تہ

اهو مادو بہ اسانجي حواسن جي پهچ کان ٻاهر آهي. اهو هلڪي، لطيف ۽ بيمثال صورت ۾ آهي ۽ ڪرم جي مختلف درجن ۾ منتقل ٿي وڃي ٿو. اهڙي قسم جي مادي سان خلا ( آڪاش) ڀريل آهي. روح ۾، ٻاهرين دنيا سان لهوچڙ م اچڻ سبب، انهيءَ مادي جي ذرڙن (Particles) جو دخول ٿئي ٿو. ڪرم اهڙي ريت ڪم ڪريٿو ( عمل پذير ٿئي ٿو) جو هر تبديلي پنهنجو نشان ڇڏي ٿي جيڪو قائم رهي ٿو ۽ ڪرم وڏي اها صورتحال ناهي تو جيڪا آئنده راهہ عمل جو بنياد بڻجي ٿي. (برٽانيڪا، ج ١٢ ، ص ص ١١٧ ـ ١١٦). روح جو مخصوص ستُ، شعور (Citana) (سيتنا، يا جاڳرتا)، ڪڏهن بہ نشت يا ناسُ نہ ٿو ٿئي توڙي ڪٽي ٻاهرين سببن ڪري ڪيترو بہ گهٽو اکين کان اوجهل هجي. روحن جو قد بت ٿئي ٿو جيڪو انهن بت بدن جي قسمن مطابق مختلف ٿئي ٿو جن سان انهن کي رلايو ( ملايو) وڃي ٿو. لطيف مادو روح سان تعلق ۾ اچڻ بعد ان جو بدن بڻائي ٿو، جيڪو ڪرم جي ائن قسمن ۾ منتقل ٿي وڃي ٿو ۽ لطيف بدن ناهي ٿو جيڪو روح سان سندس تمام تبديلين يا هجرتن۾ چمٽيو رهي ٿو. انفرادي جيو ( روح) ٻن شين جو مرڪب آهي: شعور ۽ مادو يا جسم، جين ڌرم مطابق بي رڳ ريشي نوس مادي يا غير جسماني (Inorganic) شين ۾ بہ روح ٿئي ٿو، جيتوڻيڪ اهو انهن اندر شل يا غير متحرڪ(Dormant) رهي ٿو. جين ڌرم وارن جو خدا ۾ اعتقاد نہ آهي ليڪن سندن عقيدي مطابق ( انفرادي) روح خدا جي حيثيت حاصل ڪري سگهن ٿا. " روح" ۽ " دنيا" پنهنجي ليکي قائم دائم آهن. ( نہ انهن جو ڪو خلقيندڙ آهي، نہ سنياليندڙ آهي ۽ نہ ڪنهن ڏانهن انهن کي موٽي وڃڻو آهي)۔ ٣٠۔

## جين ڌرم مطابق زندگيءَ جو نظريو:

مهاوير پنهنجي هڪ چيلي گوتم ( گوتم ٻڌ نہ، هڪ ٻئي گوتم) کي هن طرح هدايت ڪئي:

" جيئن خشڪ پن ٿي پوي، وڻ کان ڇڄي ڪري پوي،
هيءَ زندگي بہ تيئن ٿئي، گوتم سدا سجاڳ رہ !

جيئن ماڪ جو ڦڙو هجي، ڦر گاھ جي مٿان چڙهي،
ڪو پل جٽاءِ تو ڪري، گوتم سدا سجاڳ رھ!

هر آتما سزا ڪٿي، آڪاس ۾ پيو ڦري،
ڪنهن نيڪ بد ڪرم ڪري، گوتم سدا سجاڳ رھ!

پوڙهو بدن تيو پوي، هڏ بہ نہ جڏهن ڇيو ڪري
هر مرض تو تيو پوي، گوتم سدا سجاڳ رھ

سڀ چاهتون ڦٽي ڪري، ڪنول جيان پوتر ٿئي
پاڻي سرءُ جو جيئن هجي، گوتم سدا سجاڳ رھ".
(اتر آڌر ييتن شوتر - ١٠، بشم ص ٩٤ - ٢٩٣)

## روح جو نظريو

" جسم گهر ڌن ۽ وني - متر پٽ ۽ دشمني،
روح ڪان آهن جدا - مورکن پنهنجا ڪيا.

هر طرف کان تا اچن - سڀ پکي گڏجي رهن،
صبح پنهنجي منهن تيا - هر طرف اڏري ويا.

بارُ نر پوڙهو نہ مان - مرض ۾ آءُ چو مران،
پد، اهي سڀُ تن سندا - مونکي پلاسي ڇا ڪندا ؟
جسم ۾ ور ڪري - سڀ رهيا تي گهرُ ڪري،
پوءِ ڪري تن کي جدا - سڀ سيانا تي ويا.

کو بيوڇايي ڇوي - سڀ اتان ڇاپي پوي،
سچ اهوئي آسدا - تن جدا تڙکو جدا"
(ايضا)

مهاتما گوتم ٻڌ (۴۸۳ ـ ٥٦٣ ق م) ۽ سوامي مهاوير (٥٢٧ ـ ٦٠٠ ق م) جي زماني، ڇهين صدي قبل مسيح، کان هندستان جي تاريخ، روايتن ۽ ڏند ڪٿائن مان نڪري، مهاراجائن، رشين ۽ جنگي جوڌن جي تاريخي قصن ۽ يادگارن ۾ داخل ٿئي ٿي، جيڪي قابل تصديق آهن. انهي دور ۾ مذهب ۽ فلسفي کان علاوه تجارت ۽ سياست متعلق ڪجهه مصدق معلومات ميسر آهي: ڪوسلا، مگڌ، وتسا ۽ اوانتي بادشاهتون ۽ سندن همعصر مالوا، هڪ سياسي نظام هيٺ هلندڙ هيون. ڀهريون ٻه بادشاهتون، ڪوسلا ۽ مگڌ، وڌيڪ اهم هيون. روايتي رام ليلا جي مرڪزي علائقي، "ڪوسلا،" ۾ هاڻي راجا پرسنجيت جي حڪومت هئي. سياسي نااهلي ۽ فضول خرچي سبب حڪومت جو ڪاروبار، قبائلي سردارن ۽ نائب حڪمرانن جي حوالي ٿيو ۽ بادشاهي ۾ ڏاڙيلن زور ورتو. (دونبردئث واز انديا، ص ص ۴٦ ـ ۴٥) انهي جي برعڪس "مگڌ" ۾ راجا "بمبسارا" هڪ برجستو ۽ قابل حڪمران هو: موجوده بنگال جي سرحد تي قائم قديم "انگا" بادشاهي تي انهي ڪري قبضو ڪيائين جو انهي جي راڄڌاني "ڪمپا" تجارتي مقصدن خاطر حاصل ڪرڻ ضروري هئي. "ڪمپا" هڪ درياهي بندر هو، گنگا ندي مان تجارتي ٻيڙا مال ڪٽي ڏکڻ هندستان جي ساحل تي رسائيندا هئا، جتان هيرا جواهرات ۽ مصالحا ڪٽي اتر هندستان پهچائيندا هئا، جتي انهن جي گهڻي طلب هئي. "ڪاشي" (بنارس) جي علائقي جو ڪجهه حصو "بمبسارا" جي قبضي هيٺ آيو، جيڪو "ڪوسلا" جي راجا پرسنجيت پنهنجي ڀيڻ کي بمبسارا سان پرڻائڻ وقت، ڏاج ۾ ڏنو هو. راجا پرسنجيت خود "راجگڙهه" ۾ راڄ ڪندو هو، جيڪو شهر جديد "پٽنا" کان سٺ ميل ڏکڻ ـ اوير طرف هو.

مگڌجو راجا "بمبسارا"، ايران جي ڪياني شهنشاهيت جي باني "سائرس اعظم" (٥٣٠ ـ ٥٥٨ ق م) کان سٺ سال پوءِ ۴۹۸ ق ـ م ۾ تخت نشين ٿيو هو. اهو تاريخ جو هڪ دلچسپ مثال آهي ته ايراني ۽ هندي آرين هڪ ئي دور ۾ هڪ ٻئي پنيان پنهنجن علائقن ۾ آريا ـ شهنشاهيت قائم

ڪئي. ايران ۾ زرتشتي ۽ هندستان ۾ ٻڌ ۽ جين ڌرمن قديم آريا برهمڻن جو زور گهٽائي ڇڏيو. راجا "بمبسارا"، مهاتما گوتم ٻڌ جو پيروڪار هو. هن "انگا" جي فتح کان علاوه ٻي ڪابه جنگ نه ڪئي تاهم پنهنجي ايراني همعصر آريا حڪمرانن جي فتوحات ۽ انتظامي پاليسيءَ جي مدنظر "بمبسارا"، گنگا ـ ندي جي ٻنهي ڪنارن سان مڪمل انتظامي قبضو قائم رکڻ جي پاليسي اختيار ڪئي، جيڪا "مگڌ" شهنشاهيت جي قيام لاءِ ڪارگر ٿي. "بمبسارا،" اتر ـ اولهه هندستان ۾ "گنڌارا" جي راجا "پشڪر سارن" سان سفارتي تعلقات قائم ڪيا ۽ ٽئڪسيلا جي عظيم ٻڌ يونيورسٽيءَ ۾ "مگڌ" جي نوجوانن کي تعليم ۽ تربيت ڏيارڻ جا انتظامات ڪيا. ( ايضا ـ ص ٤٧) ٽئڪسيلا جو ٻڌ درسگاهه دنيا جي ٻهرين يونيورسٽي سمجهي وڃي ٿي. دارا اول، ٽئين ڪياني شهنشاهه، جي هڪ نقشي تحرير مطابق سن ٥١٩ ق ـ م ڌاري "گنڌارا" ڪياني شهنشاهيت ۾ شامل ڪئي وئي، ۽ "سنڌ" ويهين سترابي (صوبو) قرار ڏني وئي، "مگڌ" جي شهنشاهيت انهيءَ واقعي کان بيخبريا لاتعلق نه رهي هوندي. خود مگڌجون سرحدون بنارس بينگال جي سرحد تائين گنگا ندي جي ٻنهي طرفن کان آباد علائقن اندر قائم هيون. ايندڙ ڏيڍ صدي ۾ اهي " پاٽليپترا" (جديد پٽنا) کان اڳتي وڌي اتر هندستان تائين پهتيون، ۽ "پاٽليپترا" کي مگڌ حڪومت جي راڄڌاني مقرر ڪيو ويو.

"مگڌ" جي شاهي خاندان جو باني "بمبسارا" خود پنهنجي پٽ "اجا تشترو" جي هٿان معزول ٿي قيد ٿيو ۽ انهيءَ ڏک وچان جلد گذاري ويو. سندس سالي راجا "پر سنجيت" جو به ساڳو حال ٿيو. سندس پٽ "ويرود هڪا" ڪيس تخت تان لاهي پاڻ راجا ٿيو. اهو سال ٤٩٠ ق ـ م هو، مهاتما گوتم ٻڌ کي گذري چند سال ٿيا هئا، يا اجان پاڻ حال حيات هو. سريلنڪا جي روايت موجب گوتم ٻڌ سال ٥٤٤ ق ـ م ۾ نروان ٿيو، ليڪن چيني (ڪئنٽن) روايت مطابق اهو سال ٤٨٦ ق ـ م هو. عام روايت پٽاندر مهاتما گوتم ٻڌ جو عرصه حيات ٥٦٣ ق ـ م کان ٤٨٣ ق ـ م ڄاڻايو وڃي ٿو. انهي مطابق اجا ست سال مس گذريا هئا، جڏهن پرسنجيت جي پٽ ويرو دهڪا، "ڪوسلا" جي ٽئين راجا "شاڪيه" جي ننڍڙي آزاد حڪومت تي

حملو ڪري، انهيءَ آريا قبيلي کي برباد ڪري ڇڏيو، جنهن ۾ مهاتما گوتم
ٻڌ جهڙو عظيم انسان پيدا ٿيو هو. انهي بعد "شاڪيہ" قبيلي جو تاريخ ۾
ڪٿي بہ احوال نہ ٿو ملي. ( بشم، ص ٤٦) هڪ ڪمزور روايت مطابق
"شاڪيہ" قبيلي کي ناس ڪندڙ، راجا ويرو دهڪا، سنت پوءِ پاڻ ڪرامتي
طور تي برباد ٿي ويو (ايضا)، ۽ پوءِ "ڪوسلا" جي بادشاهي، مگڌ جي
شهنشاهي ۾ گڏجي وئي. پوءِ "وڄجي" قبائل جي سميلن
(Confederation) کي ختم ڪري سندن راڄڌاني ويشالي ۽ گنگاندي
جو اتريون علائقو "مگڌ" ۾ ملايو ويو. اهو سال ٤٨٣ ق . م هو ۽ ايراني
ڪياني شهنشاهيت جي تخت تي دارا اول جو فرزند زرڪس (جرجيس) اول
(٤٦٤ . ٤٨٥ ق م) براجمان هو، جيڪو يونانين سان نبرد آزمائيءَ ۾
مشغول هو. ان وقت "سنڌ" ستراپي جي سرحدن جو تعين نہ ٿو ڪري
سگهجي، ليڪن اندازي مطابق پنجاب جو اڪثر علائقي انهيءَ ۾ شامل هو،
(بشم، ص ٤٧) انهن علائقن ڪانسواءِ "مگڌ" جي علائقن ۾ راجستان،
سنڌ، پنجاب ۽ اتر . اولهہ علائقي جو ذڪر نہ ٿو اچي ۽ "بينگال" اجا آرين
جي اثر کان آزاد هو. (ايضا . ص ٤٨)

چوٿين صدي قبل مسيح جي وچ ڌاري، اٽڪل ٣٥٠ ق . م ۾،
"مگڌ" جو شهنشاهہ (مهاراجا) مهاپد ما نندا هو، جنهن "ڪلنگا" (جديد
اوڙيسا، ۽ آندرا جو اتريون ساحلي علائقو) فتح ڪري "مگڌ" ۾ شامل
ڪيو. رعيت ۾ نامقبول هو، ليڪن پر عزم ۽ همت وارو هو، سندس موت
تخت جي وارثيءَ تان ٿيو، ۽ يوناني فاتح سڪندراعظم جي اتر اولهہ
هندستان تي ڪاهہ جو وقت اچي ويو. سن ٣٣٠ ق . م ۾، ايراني آرين جي
ڪياني شهنشاهيت تي قبضي ڪرڻ بعد، سنڌ جي ستراپيءَ جي سرحدن
تائين قبضي ڪرڻ لاءِ سڪندر اعظم اڳتي وڌيو، آخري ڪياني شهنشاهہ
دارا ٽئين کي "گاگا ميلا" جي فيصلہ ڪن لڙائي ۾ شڪست ڏيڻ وقت،
يوناني لشڪر جو سنڌين جي امدادي جٿن سان مقابلو ٿي چڪو هو، جنهن
۾ يارهن هاٿي سوارن جو هڪ ننڍو جٿو بہ شامل هو. هيروڊوٽس جي بيان
مطابق پليٽيا (Plataea) جي لڙائيءَ ۾ بہ هندستاني (سنڌي) جوڌن
ايراني فوج سان گڏجي حصو ورتو هو، (بشم، ص ٤٨) ايراني فوج

ٽئڪسيلا ۽ جهلم جي راجائن آمپي ۽ پورس کي شڪست ڏني (آمپي بنا مقابلي پيش پيو هو) جڏهن "بياس" جي ڪناري تي پهتي تہ سپاهين اڳتي وڌڻ کان انڪار ڪيو، ۽ سڪندر اعظم سنڌوندي جو ڪنارو ڏئي "سيوهڻ" ۽ آخر پٽالا پهچي واپس روانو ٿيو. اهو سال ٣٢٥ ق. م هو.

سڪندر اعظم جو ارادو سنڌ سترابي کي پنهنجي شهنشاهيءَ ۾ شامل ڪرڻ جو هئو، تنهنڪري مفتوح علائقي ۾ فوجي ڇانو ٺيون قلعا ۽ عملدار مقرر ڪيا هئائين، ليڪن مقامي قبيلن جي بغاوت ۽ سندس ناگهاني موت انهي تجويز کي ڪامياب ٿيڻ نہ ڏنو. بشم لکي ٿو تہ يوناني، هندستاني جوڌن جي جو انمردي، اگهاڙن ساڌن جي تپسيا جيڪا ٽئڪسيلا ۾ ڏٺائون ۽ سنڌ ۽ پنجاب جي قبيلن جي ايمانداري ۽ سادگيءَ کان بيحد متاثر ٿيا. (ص ٤٩) آخري يوناني جنرل، يوڊيمس (Eudamus) سن ٣١٧ ق. م ۾ هندستان جي اتر. اولهہ علائقي مان نڪري ويو.

انهيءَ موڙ تي تاريخ هڪ ٻي شهنشاهي شخصيت کي جنم ڏنو: چندر گپت موريا، سڪندراعظم جي روانگي بعد، ٻئي سال ٣٢٤ ق. م ۾، موريا شاهي خاندان جو بنياد رکيو. جين ڌرمي پستڪن مطابق هن ٣١٣ ق. م ڌاري "اوانتي" تي قبضو ڪيو هو (ائڊوانسڊ، ص ١٠٤٩) هڪ يوناني تاريخي ذريعي ( پلوٽارچ) مطابق هن سڪندراعظم جو ساٿ ڏنو ۽ کيس مگڌ جي مهاراجا "نندا" تي حملي ڪرڻ جي صلاح ڏني، جيڪو رعيت ۾ نامقبول هو ۽ آساني سان زير ٿي سگهيو ٿي. (بشم ايضا ص ٥٠) پوءِ هن پاڻ اهو ڪم ڪيو ۽ مگڌ نندا شهنشاهيت ختم ڪري، موريا شهنشاهيت قائم ڪئي. تاريخي ذريعا اهو واقعو ڏهن سالن جي تفاوت سان ڏيکارن ٿا. سن ٣٢٤ ق. م کان سن ٣١٣ ق. م جي وچ ۾، هندو آرين جي پهرين شهنشاهيت ختم ٿي ۽ ٻي شروع ٿي، جيڪا عظيم تر هئي.

سن ٣٠٥ ق م ڌاري، جڏهن يوناني جنرل سيليوڪس (Seleucus) ايشيا ۾ سڪندراعظم جو وارث بنجي ويو هو، تڏهن چندرگپت موريا سندس مقابلو ڪيو ۽ کيس زبردست شڪست ڏنائين نتيجي ۾ افغانستان جا ڪجهہ علائقا ۽ ڌيءُ جو سڱ ڏئي سيليوڪس جان ڇڏائي، عزازت ۽ دوستيءَ جو هٿ وڌايو، بشم لکي ٿو تہ "چندرگپت جي

اولاد ۾ يوناني خون جو هجڻ ناممڪن نہ آهي." (ص ٥١) موريا راڄڌاني "پاٽليپترا" ۾ سيليوڪس جو سفير "ميگستنيز" (Megesthenes) رهندو هو. سندس تحريرون باقي نہ رهيون آهن، تاهم يوناني ۽ لاطيني تصنيفن ۾ سندس حوالن مان هندستان جي تاريخ بابت اوائلي بيروني شواهد ملن ٿا. انهيءَ جي مقابل هڪ اندروني ماخذ "ارٿ شاستر" موجود آهي، جيڪو چندر گپت جي برهمڻ صلاحڪار "ڪانڪيا" جو لکيل آهي. ٻنهي ذريعن کي ملائي پڙهڻ سان موريا شهنشاهيت جي حالات تي ڪافي روشني پئي ٿي. انهيءَ کان علاوه هندو روايتن مان معلوم ٿو ٿئي تہ "ڪوٽليا،" "وشنوگپتا،" يا "ڪانڪيا" نالي هڪ نهايت قابل ۽ آزاد خيال (غير وهمي) برهمڻ چندرگپت جي فتوحات جو اصل ڪارڻ هو. ڇهين صدي عيسوي ۾ لکيل هڪ چندر گپت ناٽڪ، "مدرا راڪشسا" (Ministeri signet Ring) ۾ "ننڊا" کي شڪست ڏيڻ وقت، چندر گپت کي هڪ ڪمزور ۽ معمولي نوجوان جي صورت ۾ ڏيکاريو ويو آهي. ڪمزور روايتن جي آڌار تي تاريخ پنهنجي عظيم شخصيتن سان انصاف ڪري نہ سگهندي، يوناني مورخن ۽ "جسٽن" (Justin)، اطالوي واقع نگار، جي تحريرن مطابق چندر گپت موريا هڪ معمولي گهراڻي جو بهادر ۽ باصلاحيت فرد هو، پنجاب ۾ سندس ملاقات سڪندراعظم سان ٿي جنهن سان کهرو ڳالهائڻ سبب سندس قتل جو حڪم ڏنو ويو، ليڪن هو ڀڄي وڃي ونڌيا جي ٻيلي ۾ لڪو، اتي سندس ملاقات ٽڪسيلا مان فرار ٿي آيل هڪ ساڌو، "ڪانڪيا" يا "ڪوٽليا" نالي، سان ٿي ٻنهي گڏجي ٻيلي جي قبائلين ڌارن ڌنوهارن کي ڀرتي ڪري هڪ فوج ٺاهي ۽ سڪندراعظم جي روانگي بعد سندس فتح ڪيل علائقن تي قبضو ڪيو، يوناني ۽ اطالوي مورخ "ڪانڪيا" جو ذڪر نہ ٿا ڪن ليڪن ونڌيا جي ٻيلي ۾ چندر گپت جي رهائش گاهہ جي نزديڪ هڪ شينهن ۽ هڪ هاٿيءَ سان سندس مقابلو ڏيکارن ٿا. (ائڊواسنڊ، ص ٩٢) "ميگستنيز" چندرگپت موريا جي انصاف جي بيحد تعريف لکي آهي. هو دربار (سڀا) ۾ ويهي پاڻ فيصلا ڪندو هو. هو جنهن محلات ۾ رهندو هو، اها سڄي ڪاٺ جي ٺهيل (ڪاٺ گهر) هئي: سندس ذاتي زندگي ۾، تمام آسائشن ۽ اقتدار جي باوجود خوشي نصيب نہ

هئي، چاڪاڻ تہ هن ڪي هر وقت قتل ٿيڻ جو خدشو رهندو هو، جيئن ان وقت جي سياسي نظام جو دستور هو، هڪ سنڌي محاوره موجب: "يا تخت يا تختو." آخر بادشاهي ڇڏي جين راهب (منڌاري) بڻو بنيو ۽ "مرڻ ورت" (موت تائين روزو) رکيو، جيئن "جين" سادن جي ريت هئي. جديد ميسور جي جين مندر، "شرونا بيلگولا" ۾ اهو واقعو ٿي گذريو، (بشم، ص ۵۳) چندر گپت موريا ڪل ۲۴ سال (۳۰۰ - ۳۲۴ ق.م) شهنشاھ هو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ "بندو سارا" اٽڪل ايڪٽيھہ ۳۱ سال راڄ ڪيو. سندس دور جو هڪ دلچسپ واقعو، يوناني مورخ اٿينيس (Athenaeus) بيان ڪيو آهي: شام (Syria) جي سيليوڪي بادشاھ انٽيوڪس اول (Antiochus ` I) سان "بندو سارا" جا مراسم هئا. هڪ دفعي "بندو سارا" يوناني بادشاھ کي فرمائش ڪئي تہ مون کي انجير، شراب ۽ هڪ ڏاهو (Sophist) ڏياري موڪل. انٽيوڪس انجير ۽ شراب موڪلي ڏنو ۽ ڏاهي بابت لکيائين تہ "يوناني ڏاها بر آمد نہ ڪيا ويندا آهن." ۴۰

## مهاراجا آسوڪا (۲۳۲ - ۲۷۴ ق م)

"بندو سارا" جي وفات بعد، ڪجهہ وقت تخت نشيني تي تڪرار ٿيو، آخر سندس پٽ "آسوڪا" موريا شهنشاهيت جو مالڪ بنيو. بشم جي راءِ مطابق، "آسوڪا هندستان جو عظيم ترين ۽ بيحد لائق شهنشاہ ٿي گذريو آهي." (ص ۵۳) ڪياني شهنشاهن جي دستور موجب، آسوڪا تحريري نقش ڇڏيا آهن، جيڪي هندستان - پاڪستان جي وسيع علائقن ۾ موجود آهن، ۽ هندستان جي تاريخ تي اولين مستند معلومات فراهم ڪن ٿا: دارا اول جي احوالن ۾ سندس فتوحات ۽ رعيتي قبيلن جو ذڪر ملي ٿو، ليڪن آسوڪا جي ٿنڀن تي اڪريل عبارتن ۾ سندس احڪامات درج ٿيل آهن، جيڪي ماتحت حڪمرانن ۽ عملدارن لاءِ هدايتن جي شڪل ۾ آهن، ۽ ڪٿي ڪٿي انهن ۾ ذاتي احوال بہ آيل آهي. انهن جو مضمون خود آسوڪا جو لکيل آهي. (ايضا)

آسوڪا جي هڪ نقشي تحرير ۾ هي مضمون ڏنل آهي: "جڏهن ديوتائن جي محبوب، مبارڪ صورت، راجا (آسوڪا) کي تخت ڏٺي ٺٺي اٺ سال گذريا (٢٦١ - ٢٦٩ ق - م)، تڏهن "ڪلنگا" فتح ٿي، ڏيڍ لک ماڻهو قيدي ٿيا، هڪ لک ماريا ويا، پوءِ ٻيا ڪيترا هئا. "ڪلنگا" تي قبضي ڪرڻ کان ترت پوءِ، ديوتائن جي محبوب (آسوڪا) نيڪي جي راهہ اختيار ڪئي، نيڪيءَ سان محبت رکي ۽ نيڪي جا احڪامات جاري ڪيا. جڏهن هڪ غير مفتوح ملڪ فتح ڪجي ٿو، تڏهن ماڻهو ماريا وڃن ٿا، اهي مري وڃن ٿا، يا قيدي بنايا وڃن ٿا. اهو ڪم ديوتائن جي محبوب (آسوڪا) جي لاءِ بيحد ڏکدائڪ ٿيندو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سندس ڪو ڏوهہ ڪندو تہ جيستائين معاف ٿي سگهندو، انهيءَ ماڻهو کي معاف ڪيو ويندو. ديوتائن جي محبوب (آسوڪا) کي پنهنجي شهنشاهيت اندر ٻيلن ۾ رهندڙ قبيلن سان بہ مناسب رويو رکڻ جو ارادو آهي ۽ انهن جي سڌاري لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهري ٿو. ليڪن ديوتائن جو محبوب (آسوڪا) نہ فقط رحمدل آهي، بلڪ طاقتور بہ آهي، ۽ انهن کي هدايت ڪري ٿو تہ توبهہ ڪن منان قتل ڪيا وڃن، ڇاڪاڻ تہ ديوتائن جو محبوب (آسوڪا) سلامتي، خود روڪ، انصاف ۽ سيني جي لاءِ خوشيءَ جو خواهشمند آهي. ديوتائن جي محبوب (آسوڪا) جي ويچار موجب سڀني سوين ۾ عظيم فتح، نيڪي جي جيت آهي ۽ اها ديوتائن جي محبوب (آسوڪا) اڳئي ڪئي ورتي آهي، هتي ۽ پنهنجي تمام سرحدن تي، هتان ڇهہ سو منزلون (١٨سو ميل) پري، يوناني بادشاهہ انٽي يوڪا (انٽيوڪس) جي بادشاهي ۽ انٽي يوڪا کان پوءِ چئن بادشاهن توزميہ (Turamaya)، انٽي ڪيني (Antikini)، ماگا (Maga) ۽ اليڪسودرا (Alikasudara) (جي ملڪن) منجهہ، ۽ دکن (ڏکڻ) ۾ ڪولن (Colas) ۽ پانڊين (Pondyas) ۾ ۽ ايترو پر انهون جيتري سريلنڪا ۾." (آر - اي بلوخ، ليس انسڪريڪشنس ڊي آسوڪا، ص ١٢٥، بشم، ص ٥٤)

مهاراجا "آسوڪا" "ٻڌ ڌرم" اختيار ڪيو. سندس "نيڪي" لاءِ ڪم آندل لفظ "ڌرم" آهي. هُن انهيءَ جي فروغ لاءِ "ڌرم مها ماتر" نالي عملدار مقرر ڪيا، جن جو فرض هو تہ انسانن جي وچ ۾ بهتر تعلقات پيدا

ڪن. تاهم آسوڪا مذهبي مزاج جو ماڻهو نہ هو، سندس خيال مطابق ٻڌ ڌرم اخلاقي قدرن جو هڪ نظام هو، جنهن جي ذريعي هن دنيا ۽ آخرت ۾ امن ۽ ڀائيچارو قائم ٿيندو. هن ٻڌ ڌرم کي زور وٺرايو ليڪن ٻين ڌرمن کي گهٽتائي نہ ڪئي (ايضا ـ ص ٥٥) هڪ دفعي هن اعلان ڪيو تہ سڀ مذهبي فرقا قابل احترام آهن. "آجيوڪا" فرقو، جيڪو "ٻڌ مت" جو خاص مخالف هو، انهيءَ لاءِ مصنوعي (ناهيل) نمازون وقف ڪيائين. ٻڌ ڀڪشو بہ سندس چوڪسي ۽ ضابطي کان ٻاهر نہ هئا. عملدارن کي چيل هو تہ جيڪي ٻڌ ڀڪشو غلط روش اختيار ڪن انهن کان ٻڌ لباس لهرائي ڇڏين. مهاراجا آسوڪا ٻڌ ڌرم کي هندستان کان ٻاهر ڦهلائي انهيءَ کي هڪ بين الاقوامي مذهب بنائي ڇڏيو. سندس ڀاءُ مهيندرا سريلنڪا ۾ ٻڌمت جو پرچار ڪيو ۽ اتان جو راجا "ديوا نمپيا تيسا" پهريائين ٻڌمت قبول ڪئي (بشم ص ٥٦) آسوڪا "ٻڌ" بين الاقوامي سميلن منعقد ڪرايا جن ۾ پري پري کان ٻڌ مت جا پيروڪار اچي شامل ٿيا. سن ٢٧٨ ق ـ م ۾ آسوڪا کان اڳي بہ ٻڌ سميلن منعقد ٿي هئي، جنهن ۾ سنڌ مان ڪجهہ ڀڪشو شريڪ ٿيا هئا، آسوڪا پنهنجي دور ۾ ٽين سميلن ڪوٺائي، جيڪا سن ٢٥٣ ق ـ م ۾ ڪٺي ٿي ۽ انهي ۾ ڪجهہ وڌيڪ سنڌي ٻڌ شريڪ ٿيا، جنهن بعد آسوڪا پنهنجي هڪ معتمد "ارهت اپر گپتا" کي سنڌ ۾ ٻڌ پرچارڪ مقرر ڪيو، (ايچ ٽي لئمبرڪ ، سنڌ بفور مسلم ڪانڪئيسٽ، ص ١٢٣)

آسوڪا جي منظم ٻڌ پرچار، "موريا شهنشاهيت" کان گهڻو پوءِ تائين انهي ڌرم جي ڦهلاءَ ۽ تقويت جو باعث بني. بخطر جا يوناني بادشاهہ، جن هڪ سؤ پنجويهہ سال سنڌ ۽ اتر الهندي هندستان تي (٧٠ ـ ١٩٥ ق م) حڪومت ڪئي، يوناني بت پرستي ڇڏي ٻڌ ڌرم ۾ داخل ٿيا. شاهہ استرابو اول (Strabo) خود ٻڌ ڀڪشو بنيو. سندس دور جا سڪا ڀنڀور جي آثار قديمہ (١٣٠٠ع ـ ١٠٠ ق م) جي اوائلي تهن مان لڌا ويا آهن. بخطري يونانين کانپوءِ ايراني "سٿين" جن سن ٧٠ ق ـ م کان سن ٤٦ع تائين راڄ ڪيو، انهن بہ عوامي ڌرم (ٻڌمت) اختيار ڪيو ۽ کانئن پوءِ ٻيا ايراني پارٿي آيا، جيڪي زرتشتي مذهب جا پيروڪار هئا (٨٠ ـ ٤٦ع)، ليڪن ٻڌ ڌرم جي طاقتور پيروڪارن اڳيان بيهي نہ سگهيا. مهاراجا ڪنشڪ اول ٻڌڌرم

جو زبردست عقيدتمند هو. هن مهاراجا آسوڪا جي نقس قدم تي هلندي سن ٩٠ع ۾ "ٻڌ مها سڀا" ڪوٺائي. اهو عظيم گنڌارا تهذيب (٦٠٠ع - ٦٠٠ ق - م) جو دور هو، ٽئڪسيلا جو عجائب گهر اڄ بہ يوناني، ايراني ۽ ڪشن تهذيب ۽ ثقافت جو هڪ عجب امتزاج ڏيکاريو ٿو، ۽ انهيءَ جو بنياد ٻڌ ڌرم جو اهو مسلسل اثر هو، جيڪو مهاراجا آسوڪا کان مهاراجا ڪنشڪ تائين (٩٠ع - ٣٢٢ ق - م) سياسي ۽ قومي انقلابن ۽ افراتفري جي باوجود جاري رهيو هو.

مهاراجا آسوڪا سن ٢٣٢ ق - م ڌاري پرلوڪ پڌاريو، ۽ سندس پٽن ۾ تخت تان تڪرار ڪيو. تنهنڪري موريا شهنشاهيت ۾ ڏار پيا. صوبن جا حڪمران، جيڪي شاهي خاندان مان هئا، پنهنجون خود مختيار بادشاهيتون قائم ڪرڻ لڳا. سن ١٨٣ ق - م تائين موريا شاهي خاندان پنهنجي عظيم باني چندر گپت موريا ۽ آخري عظيم تر مهاراجا آسوڪا جي نيڪ نامي سبب قائم رهيو:

## سنگها شهنشاهي (٣٠ - ١٨٣ ق م)

آخري موريا شهنشاه، "برهدرٿا" جو برهمڻ سيناپتي "پسي مترا" هڪ محلاتي سازش ذريعي اقتدار جو مالڪ بنيو. هن ويدن جي بنيادي ڌرم کي پيهر جياريو، تاهم پسي مترا سنگها اهڙي مرڪزي ۽ منظم شهنشاهيت قائم ڪري نہ سگهيو جهڙي موريا شاهي خاندان جي هٿ هيٺ هئي. جاگيرداري ۽ آزاد راجائي جو دور شروع ٿيو. "مگڌ" جي جاءِ تي "مالوا" (وديشيا - اوڀر مالوا) سياست جو مرڪز بني، ليڪن "موريا راڄ" کانپوءِ هندستان جي سياست اقتدار جي ڪشمڪش ۽ خونريزيءَ جو شڪار ٿي وئي ۽ تقريبا بہ هزار سال اها صورتحال رهي. دراندازين جو سلسلو شروع ٿيو جنهن ۾ موجوده پاڪستان، مالوا ۽ ڪاٺيا واڙ، اتر پرديش ۽ راجستان جا ڪافي علائقا، ڌارين جي غلامي هيٺ اچي ويا. اوائلي دارنداز بخطر جا يوناني (Bactrian Greeks) هئا، جيڪي اصل ڪان چندرگپت موريا جا حريف هئا. ٻي صدي قبل مسيح جي اوائل ۾ دميتريوس (Demetrius)

هندستان ۾ دراندازي شروع ڪئي هن ۽ سندس جا نشين سنڌو ماٿري جو گهڻو حصو ۽ پنجاب پنهنجي قبضي هيٺ آندا. شاهه مينئندر (Menander) "پاٽلي پتر" تائين ڪاهي آيو. هندستان ۾ يوناني نو آباديون ڪيترين خود مختيار بادشاهيتن ۾ ورهايل هيون. انهي دور جا شاهي سڪا ڪجهه معلومات جو واحد ذريعو آهن. جن مان ڏارين بادشاهن جا نالا ملي سگهن ٿا ليڪن ملڪي حالات نامعلوم آهن.

جڏهن سياست ۽ عسڪري طاقت ڪنهن قوم جو ساٿ ڇڏي ڏيندي آهي ته سندن مذهبي قوت ڪم ايندي آهي. شاهه مينئندر ٻڌ ڌرم کان متاثر ٿي انهيءَ ۾ پاڻ شامل ٿيو. استرابو اول ٻڌ ڀڪشو بنيو.

## راجا هرش جو دور (۶۴۷-۶۰۶ع)

ستين صدي عيسوي هندو آرين جي تاريخ جو روشن دور آهي. راجا هرش پاڻ فڪر ۽ ادب جو ذوق رکندو هو: سندس نالي لکيل ٽي بهترين ناٽڪ مشهور آهن: انهن جا عنوان، "رتناولي،" "پريادرشڪا" ۽ "ناگن آنندا" آهن. سندس همعصر پلوا (Pallava) راجا، "مهندر وڪرم ورمن "پڻ هڪ اديب هو، سندس ڇڏيل ناٽڪ، "مت تو لاس" (شرابين جو کيل) بيحد دلچسپ آهي: هڪ شو مت جو سنياسي شراب ٿو پيئي ۽ سندس کوپري جسم کان جدا ٿي وڃي ٿي، پوءِ هو انهيءَ کي پنڻ جو پيالو بنائي ٿو ۽ هڪ ٻڌ ڀڪشو تي انهيءَ جي چوري جو الزام هڻي ٿو. گهڻي دلچسپ بحث مباحثه بعد چيو وڃي ٿو ته شو سنياسيءَ جي کوپري ڪتو کڻي ويو آهي! (بشم ص ۴۴۱) چيني سياح "هسيان تسانگ" (Hsuan Tsang) چاٿائي ٿو ته جيتوڻيڪ راجا هرش آخري عمر ۾ ٻڌ ڌرم ڏانهن راغب ٿيو هو، تاهم سندس دور ۾ ٻڌ ڌرم هندستان ۾ زوال پذير هو. تنتري فرقن ۽ ستيءَ جي رسم هن دور ۾ زور ورتو، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته ثقافتي زوال شروع ٿي چڪو هو. امن امان جي صورتحال گپتا دور جهڙي نه هئي: "هسيان تسانگ" خود ٻه دفعا ڦرجي چڪو هو ۽ هڪ دفعي درگاديوي تي درياهي ڦورن هٿان پينت چڙهڻ کان ذري گهٽ بچي ويو هو،

راجا هرشا جي شهنشاهيت تمام وسيع هئي. ٻيا آريا راجا سندس ڏن ڀريندا ۽ سندس دربار ۾ حاضري ڏيندا هئا: آسام جو راجا "ڀاسڪر ورمن" ٻه انهن ۾ شامل هو (بشم ص ٦٩) فقط نرمدا ندي جي سرحد پار دکن هندستان جي ڪاليوڪيه راجا پولاڪشن ٻئي هڪ دفعو کيس زبردست شڪست ڏئي هميشه لاءِ سندس ڏند کٽا ڪري ڇڏيا ۽ راجا هرش ٻيهر نرمدا ندي جي پار نه نهاريو. جڏهن سن ٦۴٧ع ۾ فوت ٿيو تڏهن پويان ڪو وارث نه ڇڏيائين. تنهنڪري سندس شهنشاهيت ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. پوءِ ڇٺن صدين تائين ننڍيون ننڍيون بادشاهيتون جدا جدا علائقن ۾ هڪ ٻئي خلاف وڙهنديون ڍهنديون ۽ ٺهنديون رهيون.

## هندي آريا اقتدار جو پوين دور (٦۴٧ - ٩٨٦ع)

هند - چين دوستي راجا هرش جي دور ۾ اوج تي رسيل هئي. چين جي شهنشاه، " تي آئي - تسنگ" (Tai ` Tsung) جي طرفان هڪ مختصر فوجي وفد، "وانگ هسيان تس ٿي" (Wang Hsuan ` tse) جي سربراهيءَ ۾، ان وقت راجا هرش جي دربار ۾ آيل هو، جڏهن سندس پويان پساهه هئا. راجا هرش جي موت بعد هڪ غاصب "ارون آشوا" راجڌاني قنوج تي قبضو ڪيو ۽ چيني فوجي وفد تي اوچتو حملو ڪيو. وانگ، وفد جي ڪجهه اراڪين سميت جان بچائي ڀڳو. پوءِ، تبيت آسام ۽ نيپال مان فوج ڪٺي ڪري، قنوج تي حملو ڪيائين، ۽ غاصب راجا "ارون آشوا" کي پڪڙي چين وٺي ويو جتي باقي حياتي چيني دربار ۾ غلام ٿي گذاريائين. (بشم، ص ٧٠) پوءِ آسام جي راجا، "ڀاسڪر ورمن" مگڌ جي ڪجهه حصي تي قبضو ڪيو. انهيءَ دوران هڪ نئون گپتا شاهي خاندان اقتدار ۾ آيو: راجا " آديتيه سينا" آخري آريا راجا هو، جنهن گهوڙي جي قربانيءَ (اسپ بليدان) جي رسم ادا ڪئي، جيڪا ويدن جي زماني کان فاتح آريا ادا ڪندا آيا هئا. هو ستين صدي عيسوي جي آخري اڌ ۾ هندستان جو اهم ترين راجا ٿي گذريو آهي.

اٺين صدي عيسويءَ جي منڍ ۾ هڪ نئون راجا ساماٿو جيڪو قنوج

تي قبضو ڪري راڄ ڪرڻ لڳو ۽ اتر هندستان جي ڪافي علائقي تي قبضي ڪرڻ بعد پنهنجي مهاراجائي (شهنشاهت) جو اعلان ڪيائين پوءِ سمنڊ تائين لڳي پاسي ڪان متس حملو ٿيو ۽ مهاراجا "يشو ورمن" ڪشمير جي راجا "الت آديتيه" کان شڪست کاڌي ۽ سندس راڄ ختم ٿيو، پوءِ ڏهين صدي عيسوي ۽ تائين اتر هندستان تي ٽن شاهي خاندانن جو مڪمل قبضو رهيو: بهار ۽ بينگال ۾ پال گهراڻو ۽ قنوج ۾ گرجر - پرتهار قبيلي راڄ ڪيو. اهو عرصو هند. سنڌ ۾ اسلامي حڪومت جي ابتدا سبب هڪ اهم تاريخي دور شمار ڪرڻ گهرجي.

سن ٧١٢ع ۾ اموي خلافت جي طرفان غازي محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪري اتان برهمڻ راجا ڏاهر جو راڄ ختم ڪيو ۽ اسلامي فوجون قنوج طرف پيشقدميون ڪنديون رهيون. گرجر پرتهارن انهن حملن کي ڪاميابي سان سهن ڏنو. انهيءَ دور ۾ ٻه مشهور پرتهار راجا ٿي گذريا. راجا مهر ڀوجا (٨٤٠ - ٨٨٥ع) ۽ راجا مهيندر پال (٨٨٥ - ٩١٠ع) انهن پال گهراڻي جي علائقن تي قبضو ڪري بينگال جي سرحد تائين پوري اتر هندستان تي پنهنجي راڄ هيٺ آندو. اوڀر هندستان جي پال گهراڻي ڏهين صدي عيسوي جي سنڌ ۾ ڪجهه عرصو "قنوج" تي راڄ ڪيو هو. انهي گهراڻي جي مک راجا "درم پال" جو دور (٧٧٠ - ٨١٠ع) پال اقتدار جي عروج جو زمانو هو. سندس موت ڌاري "قنوج" گرجر پرتهارن جي قبضي هيٺ اچي ويو ۽ پوءِ به سندس جا نشين راجا ديو پال (٨١٠ - ٨٥٠ع) هڪ اهم راجا هو جنهن جا "سماترا" (انڊونيشيا جي هڪ ٻيٽ) جي راجا سليمان سان سفارتي تعلقات هئا. (بشم ص ٧٠) پال گهراڻي ٻڌ ڌرم کي روز وسايو ۽ انهي دور ۾ ٻڌ ڌرم تبت ۾ رائج ٿيو. "جتي ڪجهه مقامي عقيدن جي امتزاج سان اڄ سوڌو قائم آهي." (ايضا)

ڏهين ۽ ڏهين عيسوي دوران راجستاني گرجر پرتهار قنوج ۾ راڄ ڪندا هئا ۽ اتر هندستان جا طاقتور راجا هئا. سندن زوال دکن هندستان جي راشٽر ڪوٽا قبيلي آندو. سن ٩١٦ع ۾ هنن قنوج تي قبضو ڪيو ۽ ڪجهه وقت قابض رهڻ بعد، مسلسل گرجر پرتهارن تي ڏکڻ کان حملا ڪندا رهيا جنهن سبب سندن ڏيان اتر - اولهه طرف اٿندڙ نئين خطري ڏانهن وڃي نه

سگھيو. قنوج تي پيهر قبضي ڪرڻ بعد پرتهارن جو اقتدار ننڍن راجائن ۾ ورهائجي ۽ ڪمزور ٿي ويو.

ايراني آرين جي ملڪ جو هڪ حصو (جديد افغانستان)، انهي زماني ۾، هڪ ترڪ قبيلي جي قبضي هيٺ آيو هو، جن "غزني" شهر ۾ پنهنجو تختگاهه قائم ڪري، ايراني ۽ هندي آرين جي علائقن ۾ پنهنجو اقتدار وسيع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سن ٩٨٦ع ۾ امير سبڪتگين، اتر اولهه هندستان جي طاقتور راجا جئپال تي ٻه دفعا حملو ڪيو. پوئين حملي ۾ "پشاور" تي غزنوي حڪومت جو قبضو ٿي ويو. ٻئي سال امير سبڪتگين جي وفات بعد سندس فرزند سلطان محمود غزنوي تخت نشين ٿيو: سياسي ۽ عسڪري مقصدن کان علاوه سلطان محمود غزنوي بت پرستي جي پاڙ پٽڻ چاهي ٿي ۽ سندس ڪاروائين جي مد نظر ڪيس "بت شڪن" جو خطاب ڏنو ويو آهي. سن ١٠٠١ع ۾ راجا جئپال سلطان محمود غزنوي کان شڪست کائي قيد ٿيو ۽ آپگهات ڪيائين. پوءِ سلطان محمود غزنوي جي هندستان تي مشهور سترهن حملن جو سلسلو شروع ٿيو. راجا جئپال جي پٽ راجا آنند پال هندستان جي متعدد راجائن کي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تاهم اتحاد جي اها آخري ڪوشش بيڪار ثابت ٿي. ڇو؟

هندي آريا فقط هاٿين جي جنگ جو تجربو رکندا هئا، جيڪا سست رفتاري ۽ ڍري حرڪت سبب ترڪ افغان گهوڙ سوارن جي مختصر ۽ تيز حرڪت سبب رفتار مختصر جٿن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ غير موزون هئي. هندي جوڌا، صدين کان عيش عشرت ۽ غير اخلاقي عادتن ۽ ڪڌن ڪرتوتن سبب بنيادي عسڪري صلاحيتن کان وانجهيل هئا. سندن آڌار دولت ۽ نفري قوت تي هو. تاريخ اڳٿي، اسلام جي آغاز کان، انهيءَ آڌار کي بيڪار ثابت ڪري چڪي هئي. راجا ڏاهر جي فوج اسلامي لشڪر کان سنئوٽي هئي ۽ پنهنجي ملڪ ۾ وڙهي رهي هئي جتي مال دولت جا سڀ وسيلا موجود هئا، تاهم پڄي نه سگهي. پوءِ ٽي صديون هندي آرين ۽ راجپوت راجائن فقط انهي ڪري مهلت ۾ گذاريا جو اسلامي خلافت پنهنجي اندروني سياسي مسئلن کي مُنهن ڏيڻ ۾ مشغول هئي. هاڻي عباسي خليفي کان جو خطاب حاصل ڪري، هڪ نئون غازي محمد بن قاسم بنجي،

جڏهن سلطان محمود غزنوي ورائي ورائي هندي آرين تي حملا ڪيا، تڏهن هو هڪ دفعو بہ سائس پڄي نہ سگهيا. جيتوڻيڪ مائٽن ۽ مال دولت جي وٽن ڪا بہ ڪمي نہ هئي؛ مثال طور فقط هڪ حملي ۾ "نگر ڪوٽ" مان حاصل ڪيل مال غنيمت جو تفصيل هي هو: "ست لک سونا دينار، بہ سو مڻ نيش پيش سون سرن جي صورت ۾، بہ هزار مڻ اڻ گهڙيل چاندي ۽ ويهہ مڻ جواهرات جنهن ۾ موتي، مرجان، هيرا ۽ لعل (ياقوت) شامل هئا. (ائڊوانسڊ، ص ١٧٤) اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪل ملائي هندي آرين جي ڌن دولت جو ڇا مقدار هوندو، ۽ نفري تعداد ۾ پڻ هر دفعي سرس هئا، ليڪن پنهنجي طاقت جي صحيح استعمال کان ناواقف هئا ۽ منجهن اندروني نفاق هو.

پشاور ۽ اتر اولهہ هندستان جي هٿان نڪري وڃڻ بعد، سلطان محمود غزنوي جي سترهن حملن (١٠٢٧ - ١٠٠١ع) دوران لاهور جي هندو شاهيہ بادشاهيت غزنوي حڪومت هيٺ آئي. سلطان محمود غزنوي پوري پنجاب ۽ گنگا - جمنا دو آبي کي پنهنجي حڪومت هيٺ آڻي سگهيو ٿي، ليڪن هن فقط پنجاب ۽ سنڌ کي اهم سمجهيو ۽ باقي هندستاني علائقن ۾ سندن راجائن ۽ هندو پرجا کي ڪمزور ڪرڻ جي پاليسيءَ تي ڪاربند رهيو. سندس وفات بعد، هندي آرين کي (١١٩٢ - ١٠٣٠ع) ١٦٢ سالن جو وقفو مليو، جنهن ۾ مٿن ڪو بيروني حملو نہ ٿيو، جيتوڻيڪ وقفي وقفي سان هندو طاقت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ مختصر حملا ٿيندا رهيا، جن ۾ هڪ دفعي غزنوي حملہ آور بنارس جي پوتر هندو استان تي قابض ٿي ويا ۽ شهر کي تاراج ڪيائون. ( ايضا - ص ١٧٤) انهي خوف وهراس پيدا ڪرڻ جي پاليسي جا ديرپا نتيجا نڪتا: گپتا شهنشاهيت وانگر پرتهار ۽ پال مهاراجائون ختم ٿي ويون. يارهين ۽ ٻارهين صدي عيسوي ۾ ننديون رياستون ۽ راجائون ڪمزور هندستان جون نشانبرهيون ۽ هڪ نئين پر عزم حملي آور جو انتظار ڪري رهيون هيون. اهو سلطان شهاب الدين محمد غوري هو، جنهن سن ١١٧٥ع ۾ سنڌ جي علائقي ملتان تي قبضو ڪيو. ان وقت راجپوت قوم هند - سنڌ جي سورهيہ قوم هئي. گجرات ۾ راجپوتن غوري لشڪر کي شڪست ڏئي پڇائي ڪڍيو، اهو سال ١١٧٨ع هو، ٻئي

سال راجپوت راجا ڀيم ديو ٻيو (۱۲۴۲ . ۱۱۷۹ع) گجرات جو راجا بڻيو. سال ۱۱۹۱ع ۾ غوري لشڪر ٿانيسر تي حملو ڪيو. ترائن جي ميدان تي جنگ لڳي. پرٿوي راج جي ڪمان هيٺ راجپوتن پيهر غوري لشڪر کي شڪست ڏئي پنهنجي عڪسري قوت جو مظاهرو ڪيو. ليڪن ٻئي سال ساڳئي ميدان تي راجپوتن جو سورمو راجا پرٿوي راج مارجي ويو ۽ سندس راڄڌانيون اجمير ۽ دهلي مسلمان فاتحن جي قبضي هيٺ اچي ويون، جتان دهلي سلطنت جو دور شروع ٿيو. ايراني سٿين حڪمرانن ڪانپوءِ چيني "يوچي" قبائل هندستان ۾ آبادڪاري شروع ڪئي، جڏهن مقامي آبادي هندو، ٻڌ، جين ۽ زرتشتي مذهبن جو پيروڪار هئي.

## هندي سياست ۽ سماج جو تاريخي دور:

چين جي عظيم شهنشاهه، "چي ان شيهه هيانگ (۲۱۰ . ۲۴۷ ق م) جي دور ۾ چين متحد ٿيو هو، مرڪزي ضابطن ۽ چراگاهن جي ڪميءَ سبب، هڪ خانه بدوش مالوندو قبيلي "يوچي" (Yueh ` chih) چين جي سرحدن مان نڪري ڪئسپين سمنڊ جي مشرقي ساحل طرف وڏي تعداد ۾ پيش قدمي ڪئي ۽ بخطر جي سرحدن تي اچي پهتا. آخر سٿين سڪا صقه قبائلين کي اتان بي دخل ڪيائون ۽ پوءِ سٿين ايراني قبيلن جي "پارٿي" حڪمرانن ۽ هندستان جي يوناني بادشاهن کي زير ڪيو ۽ هندستان ۾ "مترا" تائين پهچي ويا. سٿين، سڪن جاري ڪرڻ جي قديم انتظام کي جاري رکيو، جيڪي يوناني بادشاهن جي زماني کان يوناني ۽ پراڪرت ٻولين ۾ اڪريل هوندا هئا. پهرين صدي قبل مسيح جي پڇاڙي وقت ايراني نالن سان "پهلوا" بادشاهن اتر اولهه هندستان تي مختصر راڄ ڪيو، جن کي چيني "يوچي" قبائل بي دخل ڪيو. "سٿين" وانگر "پهلوا" به ايراني ـ ترڪ اصل نسل مان هئا. پوءِ "ڪشان" قبيلي جو راڄ شروع ٿيو، جنهن جو عظيم ترين حڪمران ڪنشڪ پهري صدي عيسوي ۾ ٻڌ ڌرم جي اشاعت کان علاوه سياسي اقتدار جي توسيع ۽ استحڪام سبب تاريخ ۾ مشهور آهي، سندس دور ۾ ٻڌ ڌرم جي اهميت ۽ مقبوليت جا نشان اڄا

موجود آهن ۽ انهي دور ۾ وچ . ايشيا ۽ مشرق بعيد ۾ "ٻڌ ڌرم" داخل ٿيو هو. سن ٦۴ع ۾ چيني شهنشاهه "منگ تي" (Ming ` Ti) جي فرمائش تي "ٻڌ ڌرم" جو مذهبي مواد "پالي" زبان مان ترجمو ٿي چيني زبان ۾ آيو. سن ٧٨ع ۾ "ڪشان" قبيلي سنڌو ماتري مان پارٿي اقتدار جو مڪمل خاتمو ڪيو ليڪن چيني شهنشاهيت جي هندستان طرف توسيع جو ڪوششون تيز لڳيون. سورنهن سال (٨٩ . ١٠٥ع) مسلسل حملا جاري رهيا آخر "ڪشان" راجا چيني جنرل "پان چائو" (Pan chao) کي آخري شڪست ڏني، اهو خطرو ختم ڪيو. سن ١٠٠ ع ۾ هندستاني سفارت روم جي شهنشاه "تراجن" (Trajan) جي دربار ۾ پهتي. هندستان ۾ گوتم پترا ساتڪرني سن ١٢۴ع ۾ اقتدار ۾ آيا ۽ "نهپانا" (١١٩ . ١٢۴ع) جي راجائي پوري ٿي. "ردرا دامن اول" (١٣٠ . ١٥٠ع) واشيشتي پترا ساتڪرني جو همعصر هو. يوچي بادشاهه واسديو (پوتيائو) سن ٢٣٠ع ۾ هڪ سفارت چين جي شهنشاهه جي خدمت ۾ موڪلي. انهي کان تقريبا هڪ صدي پوءِ هندستان ۾ ڪنهن مضبوط شاهي گهرائي جو راج قائم ٿيو. تاريخ ٢٦ فيبروري ٣٢٠ع کان گپتا سنبت شروع ٿئي ٿو. انهيءَ کي هندستان جي سياسي نشاط ثانيه جو آغاز سمجهڻ گهرجي. جنهن ۾ هڪ نئون مهاراجا چندر گپت پيدا ٿيو: چندر گپت ثاني، گپتا گهرائي جو پايو وڌو.

## گپتا شهنشاهيت (٣٢٠ـ ٥٥٠ع)

چندر گپت ثاني جو عروج هڪ طاقتور آريہ قبيلي "لڪشوي" (Lacchavis) جي بدولت ٿيو، جن کي اٺ صديون اڳ مگڌ جي مهاراجا "اجاتشترو" پٽ "بمبسارا" برباد ڪيو هو. هاڻي "مگڌ" ۾ هنن جي پنهنجي بادشاهي هئي، جنهن جي راجڪماري، "ڪمار ديوي" سان چندر گپت جو وهانءُ ٿيو. انهيءَ شاديءَ جي ياد ۾ خاص سڪا جاري ٿيا. (بشم ص ٦٣، پليٽ " xxiva " ص ٣٨١) چندرگپت ثانيءَ کي هندستاني تاريخي ذريعن ۾ چندرگپت اول چاتايو ويو آهي. سندس دور

(٣٣٥ ـ ٣٢٠ع) ١٥ سال هليو. بعد ۾ سمودر گپتا (Samudra Gupta) ٤١ سال (٣٧٦ ـ ٣٣٥ع) تائين "پاٽليپترا" ۾ "راڄ ڪيو، جني عظيم گپتا شهنشاهيت جو مرڪز قائم ٿيو. هي شهنشاهيت "آسام" کان "پنجاب" جي سرحدن تائين وسيع هئي. "آباد" ۾ سندس اڪرايل هڪ نقش موجود آهي جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته هن اتر هندستان جي نون (٩) راجائن کي برباد ڪيو ۽ سندن علائقا گپتا شهنشاهيت ۾ ملائي ڇڏيا. تاهم راجستان جا جنگجو قبيلا محض تعبيداري لاءِ راضي ٿيا. ڊل وغيره ڏيڻ ڪانسواءِ بيا به ڪيترا سرحدي قبائل ڪيس پنهنجو مهاراجا مڃڻ لڳا. اوير دکن هندستان ۾ ڪجهه راجائن کي شڪست ڏيڻ بعد ٻيهر بحال ڪيو ويو ۽ اهي تعبيداري ۽ ڊل ڀنهي شرطن تي اندروني خود مختياري جا مالڪ رهيا. "سمودر گپتا" جو خاص توجه اولهه طرف "ستين" ڏانهن رهيو، جيڪي ٻن صدين کان اتي راڄ ڪري رهيا هئا ۽ مغربي تجارت کين بيحد مالدار بنايو هو. "اجيني" (جديد اجين) جي راڄڌاني مان ستين راجا اجا به مالوا ۽ ڪاٺياواڙ تي حڪومت هلائي رهيو هو ۽ هڪ طاقت شمار ڪيو ٿي ويو. جيتوڻيڪ سمودر جي هڪ نقش ۾ "ستين" جي تعبيداري طرف مبهم اشارو ملي ٿو، ليڪن تاريخدانن جي راءِ مطابق هن ڪڏهن به سندن مقابلو نه ڪيو هو (بشم ص ٦٣) بلڪ "سمودر گپتا" جي موت بعد سندس ڪمروز جا نشين "رام گپتا" ستين راجا سان هڪ هتڪ آميز معاهدو ڪيو. ستين سڪا اقتدار کي ضرب رسائيندڙ "چندر گپت دويم" هو، جيڪو "سمودر گپتا" جو ننڍو پٽ هو. هن سن ٣٧٦ع جي آخري مهين ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ "رام گپتا" کي هٽائي، حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿن ۾ ورتيون هيون، سندس راڄ ٣٩ سال هليو (٤١٥ ـ ٣٧٦ع) انهيءَ وچ ۾ سن ٣٨٨ع ڌاري "ستين" اقتدار جو خاتمو ٿيو، ۽ "گپتا راڄ " اتر هندستان ۾ قائم ٿي ويو.

"چندر گپت دويم" ۽ "وڪرما جيت" هڪ ئي تاريخي شخصيت جا ٻه نالا آهن، جيڪي ڪجهه ذريعن ۾ الڳ ڏيکاريل آهن. بڪرمي سن غلطي سبب ٥٨ ق ـ م کان شروع ڪيو ويو آهي، جيڪو وڪرما جيت کي ۽ ستين جي "اجني" مان بي دخلي کي تقريبا چار صديون اڳي ڏيکاري ٿو.

اهي مغالطي کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوي ڪاليداس جو زمانو ۽ ادبي باقيات بيان ڪرڻ ڪافي ٿيندا؛ وڪرماجيت هڪ لقب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي بهادريءَ جو پٽ. اهو لقب ٻين آريا راجائن کان علاوه "چندر گپت دويم" جو شاهي خطاب هو. (چئمبرسس، ج ٨، ص ١٧٣) سندس دور ٽين صدي قبل مسيح ۾، ٣٧٦ ق. م کان ٤١٥ ق. م ، مقرر ڪيو ويو آهي. ڪوي ڪاليداس سندس دربار جي ٩ رتنن مان هڪ هو. (ايضا) سندس ادبي تخليقات مان ٽي ناٽڪ، ٻه جنگناما ۽ ٻه عشقيه مجموعا، زماني جي خرد برد کان بچي ويا آهن، جن جو انگريزي زبان ۾ مختصر ترجمو ڪيو ويو آهي:جيڪو ١٩١٢ع ۾ شايع ٿيو ۽ ١٩٢٣ع ۾ ٻيهر ڇپيو هو. ٽي ناٽڪ (١) شڪنتلا (٢) مالوي ڪاگني مترا، ۽ (٣) وڪرمور ويشيه جي عنوان سان پنهنجي دور جي ادبي ترقي جا شاهد آهن. ٻه جنگناما، هر هڪ ڪمار سمڀو (جنگ جي ديوتا جو جنم) ۽ رگهو ومشا (رگهو گهراڻو) هندستان جي قديم مذهبي روايتن، شو مهاديو جي اما ديويءَ سان شادي جنهن مان جنگ جو ديوتا پيدا ٿيو جنهن راڪشش تارڪ کي قتل ڪيو ۽ رامائڻ جي پس منظر بابت آهن، ٻن عشقيه مجموعن مان هڪ "رت سمهار" جو مرڪزي خيال موسمن جي ردوبدل ۽ انهن جو انساني عشق تي پوندڙ اثر آهي ۽ ٻئي مجموعي، "ميگها دتا" (ڪڪر پيامي) ۾، هڪ روحانيت جو صاحب پنهنجي محبوب زال ڏانهن هڪ ڪڪر جي معرفت پيغام موڪلي ٿو، ۽ اهو ڪڪر مختلف شهرن، ملڪن، جبلن ۽ ندين مٿان هلندو انهن جو احوال به بيان ڪندو وڃي ٿو. (انگريزي ترجمو، ص ص ١٧٣ - ١٧٢) ڪاليداس سنسڪرت زبان جو عظيم ترين شاعر مڃيو ويو آهي: "ڪڪر پيامي" مان چند اقتسابات تاريخي دلچسپي جو باعث آهن، تنهنڪري انهن جو سنڌي ترجمو ملاحظه ڪجي:

"جهنگ مــــتـــان ڪجهــــ دير ترس
جتي جابلو ڪنوارين جو واســـــو آهي
پوءِ پنهنجي جل جو بار جهـــڪـــو ڪري
تـڪـــــڙو اتان نـڪـــــري وڃجان.

پريان تو کي نرمدا ندي نظر ايندي
جيڪا ونڌيا جبل جي پيرن ۾
پهاڙي ٽڪرين وچان
شاخن ۾ ورهائي پئي آهي.
ائين لڳي ٿي جيئن هاٿي جي پٺي
۽ پاسن تي چٽ ڪڍيل آهن.

پوءِ پڇم (اولهه) جي سهڻي شهر اجيني
ڏانهن وڃ، جتي "شيرا" ندي کان
لنگهندڙ هوائون ڪونجن جي درد پرين
ڏانهن کي اينگهائي ڇڏن ٿيون
پرهه ڦٽي جي پٽيل ڪنول جون سرهاڻيون
منتائو پريمي جي وينتي وانگر
نارين جي سنجهائي سستيءَ کي ٽاري
سندن انگن کي اجاري ڇڏينديون،
پوءِ ڪليل درين وٽ بيهي ناريون
پنهنجا وار سنواريندريون
تنهنجو سرير آهي سرهانيون
موٽو ڪري ڇڏينديون،
محلاتي مور ناچ نچي
تو مٽر جي پليڪار ڪندا
سفر ڪندي جي ٿڪجي پيون آن
گلن جي سرهاڻ واري محلات متان
رات گذاري ڇڏجان
فرش محل جو ڳاڙهو هوندو
سهڻين نارين پير گهمايا هوندا.

(ميگها دتا: ۳۲، ۳۱، ۲۱، ۱۹، ترجمو بشم ص ص ۴۲۰ ۴۱۹).

ڪوي ڪاليداس جي مواد کان علاوه گپتا دور جي خوشحالي متعلق هڪ چيني ٻڌ پر چارڪ، "فاهسين" (Fahsien) جو سفر نامو ڪارگر ذريعو آهي: هو ٻڌ ڌرم جي مستند مواد ڪٺي ڪرڻ لاءِ آيو هو، جنهن سال هندستان ۾ رهيو ۽ لکيائين تہ: هندستان پر امن ملڪ آهي. سنگين ڏوهہ تمام گهٽ ٿين ٿا ۽ سرڪار نرميءَ کان ڪم وٺي ٿي. ملڪ جي هڪ ڪند کان ٻيءَ ڪنڊ تائين بنا ڇيتڙ ڇاڙ جي سفر ڪرڻ ممڪن آهي ۽ ڪنهن راهداريءَ جي ضرورت نہ ٿي پوي. ٻڌمت وڌي رهي هئي، ليڪن هندو ڌرم عام آهي ( بشم ص ص ٦٦ ـ ٦٥). ست صديون اڳ ميگستنيز جي ڏنل احوال جي مقابلي ۾ گپتادور جو ڇاڻايل احوال ڏيکاري ٿو تہ "ٻڌ" ۽ "جين" ڌرمن جي انسان دوستي ۽ اعليٰ گڻن جي پرچار هندو سماج ۾ گهڻي بهتري آندي هئي، ۽ گپتا دور موريا دور کان وڌيڪ سڌريل هو. بشم لکي ٿو تہ "گپتا شهنشاهيت جي بهترين دور ۾ هندستاني ثقافت جيڪو عروج حاصل ڪيو، اهو وري ڪڏهن حاصل ٿي نہ سگهيو. (ص ٦٦)

سن ۴۱۵ع ڌاري عظيم گپتا شهنشاهہ چندر گپت ثاني هيءَ دنيا ڇڏي ويو ۽ سندس پٽ ڪمار گپتا اول (۴۵۴ ـ ۴۱۵ع) جو دور شروع ٿيو، جنهن ۾ وچ ايشيا کان ترڪ منگول، يا ايراني نسل جا دراندار "هن" نالي سان اڀريا. هنن بخطر (Bactria) تي قبضي ڪرڻ بعد ڪوهستان اڪري هندستان جي ميداني علائقي ۾ پيش قدمي ڪئي: يونانين، سٿين ۽ ڪشان قبيلن جي تاريخ پاڻ ورجائڻ لڳي. ڪمار گپتا بعد سڪندا گپتا جو دور (۴٦٧ ـ ۴۵۵ع) آيو. "ڪمار گپتا" سن ۴۵۴ع ۾ ڌارين "هنن" جي هٿان لڙائي ۾ مارجي ويو هو. "سڪندا گپتا" سندس مهارائيءَ مان نہ هو، تنهنڪري گپتا شاهي گهراڻي جي دستور موجب مهاراجا ٿي نہ ٿي سگهيو، ليڪن همت پريو حڪمران هو، جنهن "هنن" کي پڃائي ڪڍيو ۽ ۱۲ سال امن امان ۾ گذريا. سندس موت بعد گپتا شهنشاهيت گهٽبي وڃي "مگڌ" ۽ "بينگال" تائين محدود ٿي، باقي علائقا ننڍين خانداني بادشاهتن ۾ ورهائجي

ويا، ۽ مرڪز جو زور ٽٽي ويو.[١٠]

انسان جي تاريخ ۾ خوشحالي، سدائين امن ۽ سلامتي جي دشمن ثابت ٿي آهي. ترقي مان خوشحالي، پوءِ تن آساني ۽ آخر ۾ ڪمزوري پيدا ٿئي ٿي، پوءِ بکيو بگهڙ شينهن سان وڙهي سگهي ٿو. ۽ ائين ٿي ٿيندو آيو آهي، پنن اگهاڙا ڏکيا بکيا انسان ڪٽڪن جي صورت ۾ دنيا جي عظيم شهنشاهيتن جا بنياد اکيڙڻ لاءِ اڳتي وڌيا آهن ۽ ڪامياب ٿيا آهن. پوءِ جڏهن اقتدار جي گهوڙي تي سوار ٿي اڳتي وڌندا آهن تڏهن انهن سان به ساڳي ڪار ٿيندي آهي جهڙي ڪانئن اڳين سان ٿي هئي. گپتا دور جي خوشحالي پڻ هندستاني قبيلن جي دشمن ثابت ٿي. هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت بجاءِ گهڻيون ڪمزور علائقائي بادشاهيتون بنجي ويون. "هن" وري حملو ڪيو ۽ چڙوچڙ هندستانين کي برابر ٽيهه سالن (٥٣٠ ـ ٥٠٠ع) تائين قربندا لتيندا ۽ مٿن راڄ ڪندا رهيا. پر "هن" بادشاهن جي ظالمانه فطرت جا داستان تاريخ جو هڪ پيانڪ حصو آهن. طورمانيه ۽ سندس پٽ مهرڪولا جي وحشي ڪاروائين جون روايتون ستين صدي عيسوي جي چيني سياح "هسيلن تسانگ" (Hsuan Tsang) ڪنيون ڪري لکيون آهن: مهر ڪولا بابت لکي ٿو ته هو بڇڙت جو وڏو وسري هو ۽ هيبت ناڪ نموني ٻڌن کي چيچلائي مارائيندو هو. ١٢ هين صدي عيسوي جي واقع نگار، ڪلهڻ (Kalhana) مهر ڪولا جا ڪشمير ۾ ڪيل ڪلور رڪارڊ ڪيا آهن. (بشم ص ٦٧) پوءِ معلوم ٿو ٿئي ته گپتا راجا "نرسها گپتا،" مهرڪولا کي گنگا وادي مان پڃائي ڪڍيو ۽ سن ٥٣٠ع ڌاري اولهه هندستان ۾ راجا "يشودرمن" مهرڪولا کي شڪست ڏئي سندس پير پٺي چڙيا، پوءِ به ڪشمير سنڌ ۽ سنڌو ماٿري جا ڪجهه باقي علائقا "هن" حڪمراني هيٺ پيڙيا رهيا، جيڪا اتان جي راجن جي ڪمزوريءَ جي سزا هئي. "هن" جو هي دور به انهي بعد جلد ختم ٿيو ۽ وري تاريخ ۾ سندن نالو نه ٻڌو ويو آهي.

## راجپوت دور:

سال ٥٥٠ع ڌاري، ”گپتا شهنشاهيت“ پوري ٿي ليڪن پوءِ بہ هڪ نئين گپتا گهراڻي انين صدي عيسويءَ تائين ”مگڌ“ ۾ راڄ ڪيو ٿي. گنگا نديءَ جي اترين علائقي ۾ هڪ ٻئي مقامي آريا گهراڻي ڪر ڪنيو ۽ سياسي طاقت جو هڪ نئون مرڪز وجود ۾ آيو، اهي هئا ”موڪري“ (Maukharis) شاهي گهراڻو ۽ ”ڪانيڪبجہ“ (قنوج) جو شهر، جيڪو مسلمانن جي هندستان ۾ اچڻ تائين اتر هندستان جو مکيہ ثقافتي مرڪز بنيو رهيو. پهريان چانونجاه سال (٦٠٦ ـ ٥٥٠ع) سياسي افراتفري ۾ گذريا. انهيءَ دوران ”گجر“ قوم پهريون دفع تاريخ ۾ داخل ٿي ۽ راجپوت قبيلا وجود ۾ آيا.[٩٥] ”هن“ راجستان جي جنگجو قبيلن کي برباد ڪري ڇڏيو هو، جيڪي مارجي يا ٽڙي پکڙي ويا ۽ جن نون آبادڪار قبيلن انهن جي جاءِ والاري انهن کي ”راجپوت“ نالو ڏنو ويو.[٩٦] ستلج ۽ جمنا ندين جي الڳ وهڪرن وارو علائقو هندستان جي تاريخ ۾ هميشه اهم رهيو آهي. جنهن زماني جو ذڪر هلي رهيو آهي، انهيءَ ۾ اتي هڪ راجا راڄ ڪندو هو، جنهن ”هن“ سان وڙهندي ۽ مغربي هندستان ۾ پيشقدمي ڪندي ڪافي طاقت حاصل ڪري ورتي هئي، اهو راجا ”پرياڪر وردنا“ هو، جيڪو ”پشيا ڀهوتي“ قبيلي مان هو. سندس ماتا ٻئي گپتا گهراڻي مان هئي، ۽ سندس ڌيءُ ”راجيشري“ موڪري راجا ”گرهورمن“ جي پتني هئي، تاهم ”گپتا“ ۽ ”موڪري“ ڪيترين پيڙهين کان هڪ ٻئي جا ويري هئا. هن سنبنڌ ۾ جيڪڏهن پاڻ ۾ نهي وڃن ها تہ هندستان جي هڪ مضبوط سياسي طاقت بنجن ها، ليڪن ائين ٿي نہ سگهيو: ”پرياڪر وردن“ جي راڄڌاني ستان وشورا (ٿانيسر) ۾ جڏهن سندس موت جو ماتم ٿي رهيو، تڏهن خبر آئي تہ ”ڪانيڪبجہ“ (قنوج) تي مگڌ جي گپتا راجا حملو ڪيو آهي. ”پرياڪر“ جي جانشين پٽ، راجا ”راجيہ وردنا“ متي ماٺي سبب قنوج جي موڪري راجا جي مدد ۾ روانو ٿيو، ٻئي طرف مگڌ جي گپتا راجا کي بينگال جي راجا ”شنڪ“ جي سهائتا ملي، لڙائي ۾ قنوج جو موڪري راجا ”گرهورمن“ ۽ ”ٿانيسر“ جو پشيا ڀهوتي راجا راجيہ وردنا“ ٻئي مارجي ويا،

قنوج جو راجا بي اولادي هو، تنهنڪري "ٿانيسر" جي نئين راڄ ڏٺي " هر شوورڌن" کي پنهي علائقن جو راجا بنايو ويو. "هر شوورڌن" کي تاريخ ۾ "راجا هرش" جي نالي سان لکيو ويو آهي. هو پنهنجي عظيم پتا پرياڪرورڌن جو ننڍو پٽ هو، جيڪو ١٦ سالن جي عمر ۾ تخت تي ويٺو.[٩٦] اهو سال ٦٠٦ع هو، ۽ "هرش" ٤١ سال راڄ ڪيو (٦٤٧ - ٦٠٦ع) اهو تاريخ جو روشن دور آهي جنهن ۾ هندي آرين جي تاريخ تفصيل سان بيان ڪيل ملي ٿي. خوش قسمتي سان "هرش" جي دور ۾ سندس درٻاري شاعر "بان" (Bana) ۽ چيني سياح مجلسي "هسيان ٿسانگ" (Hsuan Tsang) جون تحريرون موجود آهن جن مان تاريخي واقعات معلوم ٿين ٿا: راجا هرش اتر هندستان جو اڪثر علائقو قبضي هيٺ آندو. ڪانيا واڙ کان بينگال تائين، جاگيرداري نظام هيٺ حڪومت هلائي، تاهم قنوج ۽ ٿانيسر جي قرب وجوار کان ٻاهر ڪيترا خود مختيار راجا راڄ ڪري رهيا هئا ۽ "هرش" کي پنهنجو مهاراجا مڃڻ لاءِ هرگز تيار نہ ٿيا. بينگال جي راجا ششنڪ، هرش جي ڀاءُ راجيہ ورڌن ۽ قنوج جي راجا "گرهو رمن" جي مارجي وڃڻ بعد نئين گپتا بادشاهي مگڌ جي سهائتا جي بدران خود انهيءَ تي قبضو ڪيو هو. راجا ششنڪ، ٻڌ ڌرم جو خوفناڪ دشمن هو، راجا هرش ڪيس ۽ سندس راجائي کي ختم ڪري مگڌ ۽ بينگال پنهنجي حڪومت هيٺ آندا.

ستين صدي عيسويءَ جي پهرين اڌ ۾ راجا هرش جي دور (٦٤٧ - ٦٠٦ع) ۾ هندي آرين جي ڌرم ۽ سياست متعلق ڪوي "بان" جا حوالا ڪافي معتبر آهن: راجائن جي "خدائي حق" جو اڃا دنيا ۾ رواج هو، ليڪن هندستان ۾ خود خدائي حيثيت برهمڻ، ساڌو، سنت ۽ راجا سيني کي مليل هئي. "جين" ۽ "ٻڌ" ڌرمن راجا جي خدائي حيثيت کي يڪسرڊ ڪيو هو. هائي هرش راجا جي درٻاري ڪوي "بان" انهيءَ جي سخت نندا ڪئي. هن چيو، "اهو چاپلوسن جو ڪم آهي، جيڪي ڪمزور ۽ بيوقوف بادشاهن جو دماغ خراب ڪن ٿا. ليڪن ٻلوان ۽ گياني بيوقوف نہ ٿا بنجن." (بشم ص ص ٨٧ - ٨٦، بحوالہ بان، "ڪادمبري" مترجم سي - ايم رڊنگ (CM Ridding) لندن ١٨٩٦، ص ٨٢ ) ڪوي "بان" راجا هرش جي

فوج ۽ حملي جي تياري جو ذڪر ڪندي ڪاني دلچسپ تفصيل بيان ڪيا آهن: "ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو. نغارا وڳا. دهلن خوشيءَ جا واڄٽ ڪيا. ٻوناڙن رانيات ڪيا ۽ سنک سرسان وڄڻ لڳا. فوجي ڪئمپ ۾ هل متو ۽ آڪاش وڄڻ لڳو. ڪامورا راجا جي درٻارين کي سجاڳ ڪرڻ لڳا. سينا ٻيءِ پنهنجي نائب سالارن کي ڪٺو ڪيو. هزارين هٽ بتيون ٻريون ۽ رات جي اونداهي ختم ٿي وئي. عاشق چوڪيدار نارين جي چاڪڙين جو آواز ٻڌي اکيون مهٽي اٿي ڪڙا ٿيا. هاٿين جي تيز چيخن فيلبانن جي سجاڳيءَ کي وڌايو. گهوڙن جون هٽڪارون، گڏهن جون هينگون، انن تي اڻ ميا سامان سٽيا ويا ته اهي ناراضگي وچان رڙڻ لڳا. اعليٰ خاندان شريفن جي گهوڙا گاڏين ۾ راجڪمارن جا پزوا سنڌن زالن ڏانهن ابندا ويندا رهيا. پولڙا گهوڙن جي فوج سان گڏ هئا. جيئن هاٿي گهوڙا هلڻ شروع ٿيا تيئن آسپاس جا غريب ماٺهو چڏيل اناج جا ڍير ڍوئڻ (۽ گهر کڻي وڃڻ) لڳا. ٻنن لڳل گاڏين جا ڦيٿا چيڪات ڪندا رهيا. ڍڳن تي اينرو سامان رکيل هو، جو هلندي رستي تي ڪرندو رهيو ۽ تکي ۾ تکو ڍڳو ٻوڻتان پئي آيو، چاڪاڻ ته رستي سان ڦتل گاهه چرندو آيو ٿي. گهوڙيسوار پويان اينڊڙ کتن کي سڏيندا پئي ويا. غريب ماٺهو پنهنجون جهريل جهوپڙيون ڇڏي ڀڄي ويا. دنيا ڏوڙ ۾ لٽيل هئي ۽ ڌرتي جون سڀ ڪناريون سردارن ۽ جوڌن جوانن سان ڀريل هيون. آڪاش جون ڪناريون ڪمبوج جي سوين گهوڙن جي سونن سنجن جي جهنڪار سان وڄي رهيو هيون (ايضا - ص ص ۴۴۹ - ۴۴۸، بحوالہ هرش ڪريتا، ۷) "بان" جو لکيل "هرش ڪريتا (راجا هرش جا ڪارناما) هڪ سينگاريل نثري نظم آهي، جيڪو انهيءَ دور جي ترقي يافته ادب جي نمائيندگي ڪري ٿو. (ايضا - ص ۴۳۰) "بان" جو همعصر "سينڌو" به انهي دور ۾ سنسڪرت جي نثري ادب جو مشهور ليکڪ هو. (ايضا - ص ۳۹۰) "ستي" رسم جي خلاف "بان" جي تنقيد هن دور جي ادب کي ترقي پسند ثابت ڪري ٿي. "ستي" هڪ قديم رسم هئي جنهن ۾ جئري زال پنهنجي مئل مڙس سان گڏ چِکيا تي چڙهي سڙي مرندي هئي. تاريخ ۾ رڪارڊ ڪيل اولين واقعو سڪندراعظم جي ڪاهه متعلق يوناني مورخن بيان ڪيو آهي. اوائلي سمرتي ادب ۾ انهيءَ جي اجازت ڏنل آهي. پهريون ستي

يادگار مذب پردبش جي شهر سوگور سي قريب "ايرن" وٽ قائم آهي جيڪو سن ١٠ ٥ع ۾ هڪ ٿنڀي تي اڪريل مضمون مطابق هڪ سورمي ۽ سندس زال جي ڪڌائڪ موت بابت، غير هندي طرز تي ناهيل مختصر مصراعن جي صورت ۾. لکيل آهي، جيڪو يوناني صنف ڏيکاري ٿو:

"هتي آيو هٿو پان گپتا
مها سورهه منل هو ارجنا
بنيان هو گوپ راجا مترا
وڙهيو هڪ ويڙهه پرڪاش مها
ويو تي ديوتا سرگ چڙهي
سندس پتني سپٽ سونهن پري
پياري پاڻهي چاهه چري
چتا تي گڏ چڙهي نار سڙي،

(ڪارپس انسڪريشنم انڊيڪارم (لنڊن ١٩٢٩-١٨٨٨) ج ٣، ص ٩٣. بسم ص ١٨٨ تان ترجمو ٿيل)

بسم جي راءِ مطابق وچ ايشيا جي خانه بدوش قبيلن ۾ اها رسم هوندي هئي، هندستان ۾ سندن دراندازي ۽ آبادڪاري بعد هندو - آرين انهي رسم تي پاڻ اختيار ڪيو. (بسم ص ١٨٨) بهرحال راجا هرش جي زماني ۾ اها رسم عام هئي ۽ سجي هندستان ۾ انهي وقت کان ستي . يادگار ٺهندا رهيا آهن، سنين صدي عيسوي جي انسان دوست برهمڻ بان (Bana) جي ٺندا ڪان علاوه ننري فرض ۾ هي عقيدو عام هو تہ جيڪا عورت ستي ني سڙي مري تي سا سدي نرگ (دوزخ) ۾ ويندي، تاهم ڪجهه وچين دور جا ليکڪ لکن ٿا تہ هڪ ستي پاڻ سڙي پنهنجا ۽ پنهنجي پيءُ جا ڪرم ڌوئي ٿي ۽ ٻئي سادا تي ڪروڙ سال سرگ (بهشت) ۾ مزا ماڻيندا. (ايضا) ذڪڻ هندستان ۾ راجا سان گڏ سندس زالون، وزير ۽ شاهي محل جا خدمتگار بہ چکيا تي چڙهندا هئا. اهڙا بہ واقعا تي گذريا آهن جن ۾ شاهي عملدار ڪنهن ديوتا جي اڳيان پنهنجي جان پنيت (نذر) ڪندا هئا. انهيءَ لاءِ تہ راجا ۽ سندس راج خوشحال رهن. (ايضا) ١٥ . هين صدي عيسوي جو سياح "نڪولو ديئي ڪونٽي" (Nicolo dei conti)

هندستان جي سفر نامي ۾ لکي ٿو ته وڃئـ نگر جي راجائن ٻون ٽي هزار زالون ۽ سريتيون چکيا تي چڙهي چڪيون هيون، وچين دور جي هندو سماج ۾ پڻ ستي جي رسم عام هئي ۽ خاص طور تي وڏي ذات وارن هندن ۾ هڪ لازمي رسم هئي.

# باب ائون

١: " احوال الانبياء" ....، - ايضا - ج٢، ص ص ١٦، ٢٤.

٢: " اثن ائدوانسد هستري آف انديا" - ايضا - ص ٥٤.

٣: - ايضا-

٤: - ايضا - ، ص ٢٧.

٥: " احوال الانبياء" ، - ايضا - ج٢ ، ص ص ٢٤ - ٢٣.

٦: " د وندر دئٿ واز انديا"، بشمر - ايضا - ص ٣٠٢.

٧: - ايضا - ، ص ٤١٣.

٨: - ايضا - ، ص ٣٠٢

٩: " احوال الانبياء" ، ايضا - ج٢ ، ص ٦١.

١٠: " د وندر ...." بشمر - ايضا - ص ٤١٢.

١١: - ايضا -

١٢: - ايضا -

١٣: - ايضا - ص ٤١٣.

١٣: " د ايوڌيہ ڪنتو آف رامائڻ، انگريزي ترجمو، سي - راج گوپال آچاريہ، ساهتيہ اڪيڊمي، نيو دهلي، ١٩٦١ع / نئون ڇاپو ١٩٨١ع، ص ٩ - ٧.

١٤: - ايضا - ص، ٧.

١٥: - ايضا - ص ١١ - ١٠

١٦: - ايضا - ص ١٢٧.

١٧: " دونڊر ...." بشمر - ايضا - ص ص ٣٢ - ٣٢٢.

١٨: " احوال الانبياء"......، بشمر - ايضا - ص ص ٢٦ - ٣٢٥.

٢١: - ايضا - ، ص ٣٢٨.

٢٢: " احوال الانبياء.....". - ايضا - ج٢، ص ٦٣.

٢٣: " د وندر ...." - ايضا - ص ٢٣٨.

٢٤: " احوال الانبياء...." - ايضا - ص ٦٣.

٢٥: " د ونڊر ....." - ايضا - ص ٤٠٢.
٢٦: - ايضا - ، ص ٢٣٧.
٢٧: - ايضا - ، ص ٢٣٤.
٢٨: - ايضا - ، ص ص ٢١٤ - ٢١٣.

پيرومل جي " قديم سنڌ" ( ص ص ٥٨ - ٢٥٥) ۾ " سوم" بابت بنيادي تحقيق پيش ڪيل آهه. انهيءَ جو خلاصو هن طرح آهي ته آريا به نشيدار شيون استعمال ڪندا هئا: " سوم" ۽ " سريا"، معنيٰ ڀنگ ۽ شراب. " رگ ويد" جو نائون منڊل سڄو ۽ ڏهين منڊل جا ڇهه سوڪت، " سوم" بابت آهن، اها هڪ ٻوٽي هئي جيڪا " سرسوتي" ۽ " سنڌو" جي ڪنارن تي ۽ " امبالغي" ضلع ۾ " ڪرڪيتر" جي " شري ناوت" نند جي ڪناري تي پيدا ٿيندي هئي. ( رگ ويد، منڊل ٩، سوڪت ١١٣، ٦١، ٧، ١) اعليٰ قسم جي " سوم" هماليه جبل جي " مجوت" چوٽيءَ تي پيدا ٿيندي هئي ( منڊل ١٠، سوڪت ٣٤، ١) " مجوت" شايد " ڪيلاش پربت" جو نالو هو. " سوم" جي استعمال جو طريقو هن ريت هو: " سوم" ٻوٽيءَ جا پن " ادري" ( اڏيءَ) تي رکي ، سٽي سنها ڪندا هئا. پوءِ انهن کي ڏنڊي ڪونڊي ۾ گهوٽيندا هئا. " سوم" گهوٽجي ويندي هئي ته ان جي رس ( سوم رس) ڪپڙي ( صافي) ۾ نپوڙي ڪڍندا هئا، ۽ اهو سڀ ڪم عورتون ڪنديون هيون. ( منڊل ٩، سوڪت ٩٧، ١٢ - ٩ ) رس نپوڙڻ وقت زالون " سوم" جي ساراهه جا گيت ڳائينديون هيون ( منڊل ٩، سوڪت، ٦٦، ٨) رس گهاٽي هوندي هئي تنهن ڪري انهي ۾ پاڻي گڏي پوءِ ڇاڻيو ويندو هو. " ڪلسٽي" ( لوڏي مٿان رکي رس ڇاڻي ويندي هئي. رس ڇاڻڻ مهل عورتون انهيءَ ۾ آڱريون گهمائينديون هيون ( منڊل ٩، سوڪت ١٢،٦٧ - ٩) رسُ ڇڻي ويندي هئي ته اُن ۾ کير يا ڏي، ڪڏهن ماکي، ملائينديون هيون ( منڊل ٩، سوڪت ١٠٣، ٣) انهي رس جو ڀوڳ ديوتائن کي لڳائي، پوءِ رس پيئندا هئا. ( منڊل ١، سوڪت ١٣٧، ١ منڊل ٣ سوڪت ٢،٣٢ منڊل ٨ ، سوڪت ١٠، ٩، ٢)

آرين جي عقيدي مطابق " سومر رس" پيئڻ سان عمر وڌي ٿي ( منڊل ٨، سوڪت ٤٨، ١١) جوڌا اُنهَ جو ڍُڪو پي لڙائي ۾ گهڙندا هئا تہ ڌرتيءَ سان وڙهندا هئا ( منڊل ٩، سوڪت ١٠٦، ٢) " سومر رس" کي امرت" ۽ " ان ديوتا" مڃيو ويندو هو. پورو پنو انداز پيئڻ سان آريا ڦڙت رهندا هئا. جيڪي هر هر ۽ گهڻو مقدار پيندا هئا اُنهن کي ننڊ جي گهر ٿيندي هئي ( منڊل ٩، سوڪت ٦،٦٩) انهيءَ صورت ۾ "سومر" ، " سريا" ( مدِ، شراب) برابر هئي ( منڊل ٩، سوڪ ٣٦٨، ۽ ٣،٦٩ نشي ٿيڻ سبب ڪام ( شهوت) جو خيال بہ ٿيندو هونِ ( منڊل ٩، سوڪت ٢٧، ١٠ - ١٢)

سومر ٻوٽيءَ جا پن ڳاڙهسرا پورا هوندا هئا. ( منڊول ٩، سوڪت ٣٢، ٣،٦٣٠،٤) تتهنڪري " سومر" ک ٻيرو" ۽ " اروڻ" يعني پوري ۽ ڳاڙهي سڏيو ويو آهي ( منڊل ٩، سوڪت ٤٠، ٢ ، ٣،٤٥) " سومر رس" رات جو چنڊ وانگر چمڪند هئي. ( منڊل ٩، سوڪت ١٢،٨٥) .

" رگ ويد" ۾ سُر" جي ساراهہ ڪيل نہ آهي. " ڌُرتي" معنيٰ" چمر جي ساناداري جنهن ۾ " سرا" ( شراب) رکيو ويندو هو ( منڊل ١، سوڪت ١٩١، ١٠) ۽ " سرا" جنهن ج پيئڻ بعد ماٺهو بڪ بڪ ڪندا هئا ۽ ڪڏهن گناهہ جا ڪم ڪندا هئا ( منڊل ٧ ، سوڪت ٦،٨٦ سنڌ جي لاکيٽي لعل، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح، انهيءَ نديلِ شيءِ کي بہ روحاني معنيٰ ڏني فرمايو آهي تہ: سسي سي گهرن، جي واتيندڙ وچ ۾،

روڪي ٻيو پچن، " سرو" جن سباهو" ( سريمن ڪلياڻ)

٢٩: - ايضا - ، ص ٣٠٩.

٣٠: " مهاڀارت" ، انگريزي ترجمو پي - سي - راءِ، ج ٢ ، ص ص ٦٢ - ٥٦٠.

٣١: بشمر ، "د ونڊر ...." - ايضا - ص ص ٤٠٨، ٣٩.

٣٢: ايچ ٽي لئمبرڪ، " سنڌ بفور د مسلم ڪانڪئيسٽ،" س ا پ ١٩٧٣ع، ص ٦٩.

٣٣: بشمر، "د ونڊر...." - ايضا - ص ٢٤٠.

٣٤: - ايضا - ، ص ص ٤٠٨، ١٩٦.

٣٥: مولوي نور محمد نظامائي، "سنڌ جي تاريخ " ياڱو ڀهريون، سنڌالاجي ڇاپو ٣، ١٩٨٨ع، ص ٢١.

٣٦: ٻشم ، " د ونڊر....." - ايضا - ص ٣٠٤.

٣٧: - ايضا - .

٣٨: - ايضا - .

٣٩: - ايضا - ص ٤٢٨، انگريزي ترجمو ٻشم ، سنڌي حبيب الله صديقي.

٤٠: - ايضا - ص ٣١٠، " ائڊوانسڊ ...." ، ايضا - ص ٩.

٤١: ٻشم ، - ايضا - ص ٣١٠.

٤٢: وشنوپنت مطابق " وشنو" جو آستان هڪ اتاهين جاءِ " عرش عظيم" آهي، جتي هو " اننت ناگ" جي مٿان " يوگ" جي گهري ننڊ ۾ ستل آهي. ( " رامائڻ" مترجم سي گوپال آچاريہ - ايضا - ص ١٢٤).

٤٣: " ڀگود گيتا" انگريزي ترجمو سوامي پرڀا ونندا ۽ ڪرسٽوفراشروڊ، مينٽررليجس ڪلاسڪس، پنجون ڇاپو ١٩٥٨ع، ص ١٣١.

٤٤: - ايضا - ، ص ٧٠.

٤٥: - ايضا - ، ص ٤٧، سنڌي ترجمو حبيب الله صديقي.

٤٦: - ايضا-، ص ١٣٢.

٤٧:- " ٻشم" " د ونڊر....." ، ايضا - ص ٨٣ ( چڪروتن / Universal Emperor) مهاتما گوتم ٻڌ جي عرصہ حيات بابت مختلف انداز لڳاياويا آهن: ٻشم جي راءِ مطابق ٤٨٦ ۽ ٤٧٣ ق - م جي درميان ٨٠ سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين ( ص ٢٥٧). " آئن ائڊوانسڊ هسٽري...." جي مصنفين مطابق وفات جو درست سال ٤٨٣ ق - م آهي. چيني سياحن ٤٨٦ ق - م ٻہ ڄاڻايو آهي ( ص ٥٦) چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا جي مديرن مطابق گوتم، موجوده هندستان - نيپال سرحد جي قريب ڪپل وستو جي نزديڪ ، سال ٥٦٣ ق - م ۾ پيدا ٿيو. ( ج٢ ، ص ٦٢٦) " احوال الانبياء ....." جي ذريعي مطابق ٦٢٣ ق - م ( ڪلجڳ جو سال ٢٤٧٨)

مٿي مهيني ۾ اڳاري جي ڏينهن " عظيم گوتم ٻڌ" جي پيدائش ڪپل وستو جي بادشاهہ سڌوڌن جي گهر ٿي. ( ج٢ ص ٣٧٤)

٤٨: ٿماهي مهراڻ س ا ب ٤ / ١٩٦٨ ص ص ١٠١ - ١٠٠. ڌرمانند، ٻڌيڳوان مترجم نارائڻ داسي ملڪاڻي، نئين دهلي ١٩٥٦ ص ص ٢٩ - ١٢٧.

٤٩: " د ونڊر ...." ، بشم ، ايضا - ص ص ٥٩ - ٢٥٨.

٥٠: " آئن ائڊوانسڊ" ايضا - ص ص ٨٣، ٨٢. " سم سيئنگس آف ٻڌا" مترجم ايفايل وڊورڊ، آڪسفورڊ ١٩٢٥ / ١٩٣٩ع ( ورلڊ ڪلاسڪس)، ١١ - ٧.

٥١: " د ونڊر ...." ، بشم - ايضا - ص ٢٥٦.

٥٢: " ائن ائڊوانسڊ...." ص ٢٦٨ ، بشم، " دونڊر" ايضا - ايضا - ايضا -.

٥٣: - ايضا -

٥٤: - ايضا -

٥٥: - ايضا - بشم، ايضا - ص ٧٠ - ٢٦٩ ، سم سيئنگس ص ١١ - ٧.

٥٦: بشم - ايضا - ص ٢٧١.

٥٧: بشم - ايضا - ص ص ٢٦١ ، ٢٧٢.

٥٨ : " ٻڌيڳوان" ڌرمانند، ايضا - ص ١٨٢.

٥٩: لئمبرڪ، سنڌ بغور د مسلم ڪانڪئيست، س ا ب ١٩٧٣ع، ص ١٣٣.

٦٠: بشم ، - ايضا - ، ص ٢٦٣. " برٽانيڪا..." ايضا - ج ٤ ، ص ٢٥٤.

٦١: " برمهمڪاريم..." " سم سيئنگس" ايضا - ص ٥٩ - ١٥٨.

٦٢: " سم سيئنگس" ايضا - ص ٦٨.

٦٣: ايضا - ص ص ٧١ - ٦٩.

٦٤: - ايضا - ص ٩١، ترجمو انگوترانڪايا، (i) ، ١٩٩.

٦٥: - ايضا - ٨٩.

٦٦: بشم - ايضا - ص ٢٨٦: ( پروفيسر بشم مغالطي جو اظهار ڪندي لکيو آهي تہ اهڙيون نصيحتون ٻين مذهبن ۾ اهڙي واضح نموني بيان

كيل نہ آهن " بالخصوص مڙسن تي زالن جا حق ۽ مالڪن تي غلامن جا حق ....." شايد اسلام جي تاريخ جو سندس مطالعو محدود آهي.)

٦٧: - ايضا - ، ص ٢٧٠.

٦٨: - ايضا - ، ص ١٢٣.

٦٩: - ايضا ، ص ٢٤٦.

٧٠: - ايضا - ص ٢٥٩

٧١: - ايضا - ص ٢٦١.

٧٢: برٽانيڪا، - ايضا - ج ١٢، ص ١١٧.

٧٣: - ايضا -

٧٤: بشر ، - ايضا - ، ص ٥٣.

٧٥: پنهور ايم ايچ، سورس مٽيريل آن سنڌ، - ايضا - ص ٤٢٦.

# فهرست مضامين

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| | **باب نائون** | |
| | **ايراني" آريا" قوم** | |
| ١ | قديم فارس ( ايران) جي مذهبي ۽ سياسي تاريخ | ٥٧٢ |
| ٢ | ماگي، مجوسي، زرتستي مذهبي ارتقاء | ٥٨٠ |
| ٣ | ماني ( ٢٧٦ - ٢١٦ع) | ٥٨٦ |
| ۴ | آريا - ڪياني شهنشاهيت | ٥٨٩ |
| ٥ | سائرس " ذوالقرنين" | ٥٨٩ |
| ٦ | سياسي تاريخ | ٦٠٥ |
| ٧ | ايران ۾ ڪياني شهنشاهيت جو زمانو (٣٣٠ - ٦۴٠ ق - م) | ٦٠٦ |
| ٨ | دارا اول ( ۴٨٦ - ٥٢٢ ق - م) | ٦٠٧ |
| ٩ | زرڪس / جرجيس اول (۴٦۴ - ۴٨٥ ق - م) | ٦١٢ |
| ١٠ | ارتازرڪس اول (۴٢۴ - ۴٦۴ ق - م) | ٦١٣ |
| ١١ | يوناني دور (٢٥٠ - ٣٣٠ ق - م) | ٦١٥ |
| ١٢ | پارٿي دور ( ٢٢۴ع - ٢٥٠ ق - م) | ٦١٧ |
| ١٣ | ساساني شهنشاهيت ( ٦٥١ - ٢٢۴ع) | ٦٢٠ |
| ١۴ | اسلامي خلافت جو دور (١٥٠١ - ٦٥١ع) | ٦٢٣ |
| ١٥ | منگول دور | ٦٤١ |
| ١٦ | صفوي دور | ٦٤٢ |
| ١٧ | طائف الملوڪي ۽ افشاري دور ( ١٧۴٩ - ١٧٣٦ع) | ٦٤٣ |
| ١٨ | پهلوي دور ( ١٩٧٩ - ١٩٢٥ع) | ٦٤٩ |
| ١٩ | اسلامي تحريڪ | ٦٥٣ |
| ٢٠ | ايران ۾ اسلامي انقلاب ۽ جمهوري نظام | ٦٥٧ |
| ٢١ | توهين رسالت جي سزا ۽ امام خميني رح جي فتويٰ | ٦٥٨ |
| ٢٢ | ڪرد قبائل | ٦٦٠ |
| ٢٣ | ستين | ٦٦١ |
| ٢۴ | يافثي نسل | ٦٦٥ |
| ٢٥ | قديم زبانون | ٦٦٦ |

# باب نائون

## ايراني " آريا " قوم

ذڪڻ اولهہ ايشيا ۾ " ايران" هڪ قديم مهذب ملڪ آهي. آثار قديمہ جي تحقيقات مان معلوم ٿو ٿئي تہ هزارين سالن کان هتي ثقافتي ميل ميلاپ ٿيندو رهيو آهي . هتان جا قديم ترين آبادڪار ترڪستان ۽ ماوراءُ النهر جا " ميد" قبيلا هئا. اهي ٨ صدي ق -- م ۾ " ري" ۽ " همدان" جي وچ واري علائقي ۾ آباد ٿيا.[1] تاهم ٻئي قرن قبل مسيح ( ١٠٠٠ ------ ٢٠٠٠ ق -- م) ۾ هتي " آريا" قوم جي موجودگي جا تاريخي حوالا موجود آهن. جيئن تہ قديم آباديءَ جا جسماني ڍانچا ملي نہ سگهيا آهن، تنهن ڪري آرڪيالاجي، ميدن کان اڳ هتان جي قديم " آريا" آبادي بابت، شواهد پيش ڪري نہ ٿي سگهي.[2] " ايران" جي تاريخ پهرين " ڪياني" (Achaemenian) شهنشاهيت جي قائم ٿيڻ کان شروع ٿئي ٿي. ڪياني " آريا" هئا.[3] قديم پارسي آبادي قديم " ميڊيا" جي قومن تي مشتمل هئي، جيڪي يونچ سمنڊ جي ساحلي نسل ۽ آرمينيائي نسل جي آميزش ڏيکارين ٿيون.[4] بنيادي طور تي موجوده ايراني آبادي اڪثر يونچ سمنڊ جي ساحلي آبادڪارن جي نسل مان آهي.[5] نسلي ۽ قومي آثارن جي ڪمي آهي، ليڪن تهذيبي آثار موجود آهن جيڪي پٿر جي زماني کان هن ملڪ جي تهذيبي ۽ ثقافتي ترقي جي تاريخ بيان ڪن ٿا.[6] " ايران" تاريخ جو تازو ڏنل نالو آهي. اصل نالو " فارس" يا پرشيا (Persia) آهي. اصل زبان فارسي يا پارسي (Persian) رهندي آئي آهي. سال ١٩٣٥ع ۾ انهيءَ وقت جي حڪومت بہ اهم تاريخي فيصلا ڪيا: (١) ملڪ کي " پرشيا" بجاءِ " ايران" لکيو ۽ چيو وڃي، ۽ ( ٢) ملڪ جي شهنشاهہ کي " آريا مهر" " سڏيو وڃيٰ اهڙي طرح قديم آريا ايراني قوم جي تاريخي حيثيت تسليم ڪئي وئي. ايران معنيٰ آرين جو ملڪ ۽ آريا مهر معنيٰ آرين جو سج

يا بادشاهہ. انهيءَ تاريخي فيصلي کان اڳ سن ١٧٨٦ ع ۾ سروليم جونز، " اندو --- آرين" ٻولين جو نظريو پيش ڪيو هو، جنهن موجب ايراني ۽ يورپي ٻولين کي " سنسڪرت" زبان سان ملايو ويو ۽ انهن جو عبراني، عربي يوناني يا ڪنهن قديم سامي زبان سان تعلق وارو اڳيون نظريو رد ڪيو ويو هو.[٩]

فارس ۾، فارسي ۽ اويستائي زبانون ڳالهيون وينديون هيون -

زرتشتي مذهب جي پاڪ ڪتاب " زندوستا" ۾ اويستائي زبان استعمال ڪيل هئي، جيڪا سنسڪرت سان ملندڙ ٻولي هئي.[١] قديم فارسي، اويستائي، سنسڪرت ۽ جديد فارسي زبانن جي چند مشابهت رکندڙ لفظن جو مثال ونجي:

| قديم فارسي | اويستائي | سنسڪرت | جديد فارسي |
|---|---|---|---|
| (١) هِند | هند | سنڌ | هند |
| (٢) اهور مزدا | اهور مزدا | اسور مدهاس | هرمزد |
| (٣) ٻُومي | ٻُومي | ڀومي | بوم |
| (۴) دستہ | رُستہ | هستا | دست |
| (۵) اسا | اسپہ | اڪوا | اسپ |

اهڙا اڪيچار لفظ آهن جيڪي هڪ عام بنياد ڏيکارن ٿا. تاهم انهيءَ عام ٻولي جي بنياد کان اڳ قديم فارس ۾ ٻيون قومون آباد هيون جيڪي جدا ٻوليون ڳالهائينديون هيون. عالمن جي تحقيق مطابق ٽئين ۽ چوٿين قرن ( هزار سالن) قبل مسيح ۾ هتي، زاگروس پهاڙي سلسلي (Zagros Range) جي دامن ۾، " گت" (Guti) قبيلا آباد هئا سندن علائقو " سليمانيہ" جي اتر طرف هو. " شهرزور" جي علائقي ۾ للوبي (Lullubi)، " سوسانيہ" جي ميداني علائقي ۽ پهاڙن ۾ " ايلامي" (Elamites) ۽ سندن ملڪ " ايلام" جي اتر اوير ۾ قصي

(Kassites) قبيلا آباد هئا. " قصي" زبان ۾ ڪوهقافي (Caucasian) زبان کان علاوه هڪ ٻيو لغوي عنصر شامل هو، جيڪو ١٨ صدي ق ---- م ۾ " بابل" فتح ڪرڻ بعد قصي بادشاهن جي شاهي نالن سان هندي --- يورپي ديوتائن جي نالن ڳنڍڻ ۾ نظر اچي ٿو، مثال طور، " ماروتاش" ۽ " شورياش" جيڪي سنسڪرت ٻوليءَ ۾ " ماروت" ديوتا ۽ " سريا" ديوتا جي نالن کي اڳيان ڳنڍي ٺاهيا ويا.[١٢]

جاڻايل تحقيق مطابق ١٨ صدي ق ------- م کان اڳ، هندي ----- يوربي (يافثي) نسل جا قبيلا ( آريا) ايران ۾ داخل ٿيا ۽ مقامي " قصي" قبيلن تي غالب ٿيا، تنهنڪري انهن " بابل" جو رخ ڪيو. تاهم آريا مذهب جيڪو آرين جي بالادستي هيٺ پرايو هون اهو ساڻ کڻي ويا. هندي --- يوربي ( يافثي -- آريا) قبيلن جي ايشيا ڪنڊ ۾ هيڪاندي هجرت ۽ آبادڪاري جو پهريون ثبوت ايران ۾ ملي ٿو. اناطوليہ ( ايشيامائيز ---- جديد ترڪي) ۾ هٽي (Hitti) ۽ ٻيا لاڳاپيل قبيلا، ٻئي قرن ق --- م ۾ آباد ٿيا. ١٦ صدي ق -- م تائين هڪ ٻيو آريا آباد ڪارن جو ريلو آيو، جن آرين جي ديوتائن: " مترا" "ورُنا" " اندر" ۽ " نستيہ" جي پرستش ٽي ڪئي. انهن اتر ميسوپوٽيميا ( جديد عراق) جي مقامي " حرين" (Hurrian) قبيلن کي زير ڪيو. بعد ۾ تقريبا ١٥ صدي ق -- م ۾ " آريا" سنڌو ماتري ۽ هندوڪش جي پهاڙي علائقي ۾ داخل ٿيا. ايراني ميدن ۽ پارسين متعلق چند محققن جي راءِ آهي تہ انهيءَ ساڳي ١٥ صدي ق --- م واري آبادڪاري جي دور ۾ اهي بہ ويدن وارن آرين سان گڏ هئا. تاهم قوي امڪان آهي تہ اهي قبيلا ٩ صدي ق -- م ۾ ٻين هندي ايراني (Indo ___ Iranian) قبيلن سان گڏجي ڏکڻ روس مان ايران ۾ داخل ٿيا.[١٣] بهر صورت آريا قبائل جي فتوحات ۽ آبادڪاري هڪ وسيع شهنشاهيت جي قيام لاءِ تاريخي اسباب پيدا ڪيا.

جڏهن هندي آريا راجائون ۽ ڌرم سڌارڪ هري رام، هري ڪرشن، مهاتما گوتم ٻڌ ۽ سوامي مهاوير هندستان ۾ برهمڻ جي هڪ هٽي ڊاهي چڪا هئا، تڏهن " ايران" ۾ بہ مذهبي انقلاب اچي ويو هو: " زرتشي" مذهب جي ڪک مان ايران جي پهرين شهنشاهيت جنم ورتو. تاريخ پاسو

ورايو. اٽڪل سن ٦۴٠ ق --- م ۾ سائرس اول ايران ۾ " ڪياني شهنشاهيت" (Achaemenian Empire) جو بنياد وڌو، ڪياني دور (٣٣٠ ---- ٦۴٠ ق --- م) ۾ ايراني رعيت مختلف قبيلن ۾ ورهايل هئي: اهي قبيلا ميد (Medes)، پارٿي (Parthian)، ايراني (Arian) درنگياني (Drangian) ارڪوسياني (Arachosian) بختري (Bactrian) سوگدي (Sogdian) ۽ خراسميناني (Chorasmian) وغيره نالن سان مشهور آهن. انهن ۾ شهري ۽ خانه بدوش ٻنهي قسمن جا ذيلي قبيلا هئا، جيڪي قديم فارسي زبان جا مختلف لهجا ڳالهائيندا هئا. اتر ۽ اتر اولهه ايران ۾ " سٿين" ( سڪا، سقه) قبائل آباد هئا. هن شهنشاهيت جي مشهور بادشاهه دارا اول ( ۴٨٦ --- ٥٢٢ ق م) جي تحريري نقشن ۾ هن پاڻ کي " آريا" قوم مان ڄاڻايو آهي[١۴] ۽ انهيءَ قوم جي نالي پٺيان " ايران" نالو پيو آهي.

## قديم فارس ( ايران) جي مذهبي ۽ سياسي تاريخ

تاريخ شاهان ايران ( جلد اول، ص ١٥٦) مطابق پهريون انسان جنهن دنيا ۾ پهرين حڪومت قائم ڪئي، انهيءَ جو نالو مهه عبد هو. " مهه عبد" پهريون انسانُ نه هو، بلڪ دنيا جي هڪ دور بعد عظيم آفت جي نتيجي ۾ جڏهن دنيا جي آبادي تقريبا نابود ٿي وئي، تڏهن فقط ٻه انسان بچيا: مهه عبد ۽ سندس زال، انهن مان آدم جو نسل پيهر وڌيو. ( احوال الانبياءَ ج ٢ ص ۴٨) اهو حوالو حضرت نوح عليه السلام سان تعلق ٿو رکي. هن ذريعي مطابق " مهه عبد" جي وفات بعد ١٣ پيغمبر مشتري جي سؤ سالن تائين بادشاهي ڪندا رهيا. پوءِ جياني نسل جو پهريون آدم " جيوفر" پيدا ٿيو، جنهن کان انسانن جو هڪ نئون نسل شروع ٿيو ( ص ۴٩)، " جيوفر" تي وحي نازل ٿيو: " اي عبد آزاد جا فرزند، جيوفر ! بادشاهت اختيار ڪر، ۽ انهيءَ کي منهنجي فرزند " مهه عبد" جي مذهب مطابق پنهنجي عبادت ۽ نيڪ عمل ذريعي سينگار ! مون توکي پيغمبريءَ لاءِ پسند ڪيو آهي: " مهه عبد" جي طريقن تي عمل ڪر. اهو " هرمز" جو مذهب آهي جيڪو خدا

ترس انسانن جي دلين مان ڪڏهن محو نہ ٿيندو. اي منهنجا پيغمبر ! بادشاهيت ۽ مذهب تنهنجي هر پيڙهيءَ ۾ قائم رهندا. جڏهن مذهب جو آئين مڪمل ٿيندو، تڏهن انهيءَ جي اجراء لاءِ منهنجو پيغمبر " شائڪلو" پيدا ٿيندو." ( ايضا) جياني نسل جي آخري پيغمبر --- بادشاهہ " جيالاد" بعد " شائڪلو" جو دور شروع ٿيو. " شائڪلو" جبل ۾ الله جي عبادت ڪندو هو. اتي مٿس وحي نازل ٿيو: " اي جيالاد جا فرزند شائڪلو ! جياني سرڪار ڏهہ ارب سال قائم رهي. انسان گنهگار ٿي ويا، تنهن ڪري " جيالاد" سبڪدوش ٿيڻ تي مجبور ٿيو ۽ مون توکي پيغمبري عطا ڪئي آهي. اي شائڪلو جڏهن تنهنجو مذهب زوال پذير ٿيندو تڏهن هڪ پيو پيغمبر " ياسان" انهي ڪي نئين زندگي ڏيڻ لاءِ پيدا ٿيندو." شائڪلو جو نسل " سياني" نالي سان مشهور ٿيو ۽ هڪ " سومار" يعني هڪ ڪروڙ سالن تائين بادشاهي ڪندو رهيو ( ايضا) انهيءَ نسل جو آخرين بادشاهہ "شاهہ مهابل" هو. سندس جا نشين فرزند جو نالو " ياسان" هو جنهن کان " ساني" نسل شروع ٿيو. مٿس وحي نازل ٿيو: " اي شاهہ مهابل جا فرزند !.... اي ياسان! مان توکي ٻڌايان ٿو تہ تنهنجي مذهب جي زوال بعد " گيل شاهہ" انهيءَ جي اصلاح ڪندو ۽ پنهنجي اعمال جي بدولت اهڙو پيغمبر هوندو جو هن ڪي " ابوالبشر" جي نالي سان سڃاتو ويندو". ( ايضا - ص ۵۰)

"دبستان المذاهب" مطابق گيل شاهي، گيومرد کان يزد جرد تائين، ڇهہ هزار ۽ سادا چوويهہ سال قائم رهي، جنهن ۾ سيامڪ، هوشنگ، تهمورث، جمشيد، فريدون، منوچهر، ڪيخسرو ۽ زرتشت ( ولد لهراسپ) پيدا ٿيا ۽ پوءِ پنج "ساسان" تي گذريا. هڪ مسوده " مزدام" ۾ ڄاڻايل آهي تہ پهرين "ساسان" تائين نازل ٿيل صحيفن مان نائين صحيفي ۾ پيشگوئي ڪيل هئي تہ " ماني" ۽ " مزدڪ" جا مذهب جاري ٿيندا. آخري صحيفي تيرهن ۾ هي پيشگوئي پنجين ساسان تي نازل ٿي جنهن مطابق خسرو جو موت ۽ نئين مذهب جو آغاز ٿيڻو هو. ساسان پنجون ساساني شهنشاهہ خسرو پرويز جي دور ۾ ٿي گذريو، جڏهن عربستان جي صحرا مان اسلام طلوع ٿي رهيو هو. پيشگوئي مطابق " ساساني سرڪار ختم ٿيندي،

خسرو پرويز قتل ٿيندو...... آخرڪار هڪ مذهب پيدا ٿيندو جيڪو مدائن، طوس، ۽ بلخ جي هر قسم جي بتپرستيءَ جا اڏا ۽ آتشڪده تباهہ ڪري ڇڏيندو. ( تاريخ شاهان ايران ج اول ، ص ١٦٧).

جاثايل پيشگوئي ڪان اڳي ايراني آريا قوم ۾ ڪيئي پيغمبر پيدا ٿيندا رهيا. " ساسان پنجين" تي نازل ٿيل آخري صحيفي ۾ اهو بہ جاثايل آهي تہ " مذڪور نئين مذهب ( اسلام) ڪان هڪ هزار سال بعد وري هر قسم جو فسق ۽ فجور عروج تي هوندو جنهن جي نتيجي ۾ هن مذهب جي هئيت انهي حد تائين بدلجي ويندي جو انهيءَ جو باني بہ انهيءَ کي سڃاڻي نہ سگهندو". (احوال الانبياءُ ج ٢، ص ٥٢) ايران جي مذهبي تاريخ بہ ڪا مختلف نہ رهي آهي. پيغمبرن جو سلسلو حضرت آدم عليه السلام ڪان شروع ٿو ٿئي جنهن کي مختلف نالن سان جاثايو ويو آهي (١) " ماشيا" (آدم) ۽ ماشيائي ( حوا) ۽ هرمز ( الله) (٢) گيومرد ( مجوسي دينيات موجب دنيا جي اصلاح نو لاءِ پيدا ٿيل ( ايضا ص ٥٣). (٣) گيومرد ڪان اڳ " هوم" ( سوم) نالي پيغمبر ٿي گذريو هو. ( ايضا) زرتشتي عقيدي موجب "هوم" ۽ " سوم" جو عقيدو ايترو قديم آهي جيترو هندو ڪش جي قريب آريا اتحاد جو دور هو. انهي کي هندي -- ايراني مذهب چيو وڃي ٿو. (۴) گيومرد، يا گيومرط ( پهلوي زبان ۾) گاث ( اوستا)، گيومرث ( عربي ۽ مارطاني زبانن ۾) معنيٰ زندگي ۽ موت ( گيو + مرد)، بيحد رحم ۽ انصاف سان بيلوث حڪومت هلائي: تخريبڪارن کي تباهہ ڪري ايران ۾ امن ۽ سڪون آندو، اگهاڙن وحشي انسانن کي جانورن جي کلن سان ڍڪرايو......... پو ڪجهہ عرصي بعد ماڻهن جي عيش ۽ آرام جي زندگي ڪان بيزار ٿي واپس غارن ۾ وڃي رهيو ۽ عبادت ۾ حياتي جا باقي ڏينهن پورا ڪيائين ( تاريخ ميرخوند، - ايضا) اوني ڪپڙن اُڻڻ جو هنر سندس دور ۾ شروع ٿيو ۽ حضرت ادريس عليه السلام کيس ڪپڙي سبڻ جي وات ڏني. گيومرد ٽيهہ سال دشمنن جي طرفان ڏنل عذابن ۾ گذاريا. (٥) گيومرد کي گيل شاهہ جي نالي سان بہ جاثايو ويو آهي: " گيل" قديم ڪالدي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي زمين، يا هموار زمين، گويا روءِ زمين جي بادشاهيءَ جو تصور قائم ڪيو ويو. (٦) " دبستان المذاهب"

۾ گيومرد / گيل شاهہ تي نازل ٿيل وحي جو متن هن ريت هو:

" اي ياسان، عجم جا فرزند " فرجنار" ! جڏهن ياساني بادشاهن ۹۹ سالن تائين حڪومت جو مزو ورتو ۽ ماڻهو، درجي بہ درجي، بدڪار ٿي ويا، تڏهن فقط ياسانِ عجم بذات خود پنهنجي قوم کان الڳ ٿي ويو، پوءِ قوم، قائد بغير، بلڪل ائين ٿي وئي جيئن شاهہ مهابل جيالاد ۽ عبد آراد جي حڪومت ختم ٿيڻ وقت هئي....... مون توکي بادشاهي ۽ پيغمبري لاءِ منتخب ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ تہ تون پيغمبرن جي پيغمبر، بزرگ عبد ( مهہ عبد --- حضرت نوح عليه السلام !) جي مذهب کي نئين زندگي ڏين".
(احوال الانبياءَ ج ۲ ص ۵۲)

انهيءَ متن جي لحاظ کان، ياسان عجم جو فرزند فرجنار ( گيومرد / گيل شاهہ) حضرت ابراهيم عليه السلام جو متبادل ٿي سگهي ٿو. گيومرد کان هوشنگ تائين ۱۴۳ سال گذريا. فردوسي جي تاريخ مطابق هوشنگ گيومرد جو ڏوهٽو هو. گيومرد کانپوءِ ماشيا، سيامڪ ۽ فودڪ پيغمبر بادشاهہ ٿي گذريا. هوشنگ پيشدادي شاهي خاندان جو پهريون عظيم بادشاهہ هو ( زندويستا). بيحد عادل هجڻ سبب هن کي " پيشداد" سڏيو ويندو هو. " بعض ( مورخين) کيس ٻين نالن سان ياد ڪن ٿا: فارس (ايران) ۾ " زرتشت" سڏيو ويندو هو. " اويستا" ۾ " اهوشيانده" ۽ پهلوي زبان ۾ " هوشنگ" لکيو ويو آهي. ايراني کيس حضرت ادريس عليه السلام سمجهن ٿا. فردوسي جي بيان موجب هن ماڻهن کي باهہ جو استعمال سيکاريو، لوهارڪو ۽ رڌ پچاءَ جو فن ڏنو..... زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ نهرون کوٽرايون..... گهر ٺاهڻ ۽ ڊڪاٺڪو هنر سيکاريو، اوني ڪپڙو ٺاهڻ ۽ شهري زندگي جا طور طريقا سمجهايا ( ايضا --- ص ۵۴ ) سندس لکيل ڪتاب " فلسفہ جا وڏان خرد" جي گرنٽ ( تشريح) جو عربي ترجمو، عباسي خليفي مامون رشيد جي زماني ( ۸۳۳ ---- ۸۱۳ ع) ۾ حسن بن صالح نالي، هڪ وزير ڪيو. ( تاريخ ميرخوند -- ايضا -- ص ۵۵) هوشنگ پيغمبر بادشاهہ جو دور حڪومت چاليهہ سال رهيو. وحشي انسانن ۽ راڪاسن تي غالب پوڻ سبب کيس " ديوبند" بہ چيو ويو آهي. پيرسني ۾ تهمورث کي بادشاهي سونپي سياست کان ڪناره ڪش ٿي ويو.

تهمورث ولد وِ ونڌن ولد آريا گهتنا. شايد پهريون ايراني آريا بادشاهه هو. سندس تاريخي اهميت سبب سندس بيان مختلف زبانن ۾ لکيل ڪتابن ۾ آيو آهي: " اويستا" ۾ " تخما اردپ" پهلوي ۾ " تخموراف" فارسي ۾ " تهمورث" ۽ عربي ۾ " تهمورج" لکيو ويجي ٿو. هن ماڻهن کي مذهبي آزادي ڏني. ايران ۽ عراق ۾ ڪيترا شهر ۽ ڳوٺ آباد ڪرايا....... تحرير ۽ تقرير جو فن حاصل ڪيو. جانورن ۽ پکين جي حفاظت تي زور ڏنو. ٽيهه سال حڪومت ڪيائين، جنهن ۾ ٻه دفعا ڏڪار پيو. ( ايضا -- ص ٥٦) تهمورث جي هندي -- آريا قوم سان تعلق جي نشاندهي انهيءَ احوال مان ٿئي ٿي جنهن موجب هوشنگ جي حڪومت کان دستبرداري بعد " بغاوتون ڪڙيون ٿيون. انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ تهمورث هڪ [illegible] تيار ڪئي. باغين جي سرڪوبي بعد امن ۽ سڪون بحال ٿيو. هن مختلف [illegible] جي سياحت به ڪئي". [illegible] ـ ص ٥٥)

پيشدادي آريا خاندان جو چوٿون پيغمبر بادشاهه جمشيد هو. عظيم ديوتا " هرمز" کيس الهام ڪيو: " اي ديوتهن جا حسين فرزند جمشيد ! هن وقت بعد دنيا جي آبهوا اهڙي سخت سردي ٿيندي جهڙي اڳي ڪڏهن نه ٿي هوندي......... پاڻ کي ۽ پنهنجي قوم کي محفوظ رکڻ لاءِ هڪ وسيع مڪان ناهه...... هڪ فرسنگ ڊگهو تلاءُ ٺهراءِ. بازار قائم ڪر. وڏا گهر وغيره تعمير ڪراءِ ( ايضا ـ ص ٥٧ بحواله " ونديداد" باب ٢) " هرمز هن کي حڪم ڏنو ته دنيا وارن کي واعظ ۽ نصيحت ڪر، اهو پنهنجي قسم جو پهريون فرمان هو. ( ايضا ـ ص ٥٦ ـ ايضا) فردوسيءَ جمشيد جي انتظامي سڌارن، صنعتي ترقي ۽ ٻين سماجي معاشي ۽ اقتصادي اقدامات جو ذڪر ڪيو آهي: فوجي ڇانوڻيون قلعا ۽ عسڪري قاعدا قانون ناهيا ويا. جنگ جا هٿيار، ترارون ۽ ڍالون ايجاد ڪيا ويا. ايراني قوم کي چئن طبقن ۾ ورهايو ويو: مذهبي پيشوا، شهري ۽ فوجي عملدار، آبادگار ۽ فنڪار ۽ واپاري. هي هندو ورنن جو نعم البدل نظام هو. " نوروز" جي ڏڻ ملهائڻ جي ابتدا ٿي. سال جا ٻارنهن مهينا ۽ مهيني جا ٽيهه ڏينهن مقرر ڪيا ويا. سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جي صنعت ايجاد ٿي. زمين جي پيمائش جو ايڪو هڪ " فرسنگ" مقرر ڪيو ويو، جيڪو ساڍن ٽن ميلن جي برابر هو.

واهن ۽ درياهن تي ١٨ پليون تعمير ڪيون ويون. مال و دولت ۽ مضبوط اقتدار جي نشي ۾ جمشيد مغرور ٿي ويو، ۽ " هرمز" جي عتاب هيٺ آيو، عوام ۾ بغاوت آئي ۽ " ضحاڪ" نالي هڪ بادشاهه کيس شڪست ڏني. هن پڄي وڃي " يابلستان" جي بادشاهه " ڪرنگ شاهه" وٽ پناهه ورتي، ليڪن ضحاڪ سندس پيڇو نه ڇڏيو ۽ نيٺ قتل ڪيو ويو. شراب سندس ايجاد سمجهي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري " جامِ جم" يا "جام جمشيد" ۽ "دختر جمشيد" جا اصطلاح فارسي شاعري ۾ مروج ٿيا. شاعرن شراب کي دختر جمشيد چيو آهي ۽ قديم لوڪ ادب ۾ " جا جم" جمشيد جي هڪ پيالي جو نالو آهي، جنهن ۾ هن کي سارو جهان نظر ايندو هو. ڪجهه ڪهاڻيڪارن جمشيد کي حضرت سليمان عليه السلام جي شخصيت مطابق پيش ڪيو آهي. جنهن بادشاهه ضحاڪ کيس معزول ڪيو، انهيءَ جو نالو " اژي دهاڪه" پڻ ڄاڻايل آهي، جيڪو ديون ( ڪنهن طاقتور وحشي قبيلي يا قبيلن) جو سردار هو. ( احوال الانبياءُ ج ٢ ص ٥٩، اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ص ص ٤٤٦ _ ٦٤٣) علوي هن کي " ڪالديه" ( بابل) جو هڪ باشندو ڄاڻايو آهي.

ڪياني شهنشاهيت (Achaemenian _ Empire) جي قيام کان اڳ ايران جي سياسي تاريخ جو تعلق فقط مغربي ايران جي علائقي سان آهي. سن ٣٠٠٠ ق - م ڌاري، " ايلام" جي شهري تهذيب ۽ تمدن جا آثار نظر اچن ٿا. " سوسه" ۽ " ڪاشان" جي قريب " سيالڪ" جا آثار قديمه موجود آهن. اتان جون مٽيءَ جون تختيون انهي زير زمين سطح تان لڌيون ويون آهن جنهن تي جمدت نصر (Jamdet Nasr) جو " سميري" دور تي گذريو، جيڪو تقريبا ٢٩٠٠ ق - م جو زمانو هو. قديم ايلامي لپي سميري رسم الخط جي طرز تي هئي. سمير جون اوائلي تختيون اٽڪل ٣١٠٠ ق - م جو زمانو ڏيکارن ٿيون. سن ٢٥٠٠ ق - م تائين ايلامي لپي، قطاري رسم الخط (Linear Script) اختيار ڪري وئي، جنهن کي هاڻي پڙهيو ويو آهي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته ايلامين زبردستي " سيالڪ" تي قبضو ڪيو هو، جيڪو هڪ تجارتي مرڪز هو. سن ٢٣٠٠ ق - م جي پڄاڻي ڌاري " ايلامي" رسم الخط متروڪ ٿي وئي ۽ انهيءَ جي جاءِ تي "

ڪوفي" ( چيري) رسم الخط (Cuneiform script) مروج ٿي، جيڪا " اغاض" (Akkad) جي تهــذيب جي پيــداوار هئي. بابل ۽ آشــور (Babylonia and Assyria) جا قديم شواهد " ايران" جي سياسي تاريخ متعلق مزيد معلومات فراهم ڪن ٿا. سياسي ۽ تجارتي مقصدن خاطر پنهي حڪومتن مغربي ايران تي قبضو ڪرڻ چاهيو ٿي. آخرڪار اغاض (Akkad ___ Agade) جي بادشاهه سارغون ( ٢٣١٥ ـ ٢٣٧٠ يا ٢٣٠٠ ـ ٢٣٥٠ ق ـ م) ۽ سندس جانشين رفته رفته " ايلام" کي پنهنجي بادشــاهيءَ ۾ ضم ڪري ڇڏيو. " للوبيم" (Lullobium) ۽ گــيتن (Gutiun) جي جابلو قبيلن تي ڪاهون ڪيون ويون. انهن قبيلن جي نقشي تحريرن ۾ ايلامي بادشاهن ۽ سندن عملدارن جا نالا لکيل آهن. انهن ۾ "اوان" (Awan) جي ائين بادشــاهه " لهي اشــان" __ Luhhi) (ishan جو نالو شامل آهي، جيڪو سارغون جو مکيه مد مقابل هو. (برٽانيڪا ج ١٧ ص ٦٥٤)

" ايران" جي سياسي تاريخ ڪياني (Achaemeenid) دور کان شروع ٿئي ٿي، جڏهن هن ملڪ کي فارس / پرشيا سڏيو ويندو هو. اهو ڇهين صدي قبل مسيح جو دور هو. " آريا" قوم انهي کان نو صديون اڳ ١٥٠٠ ق ـ م ۾ هتي آباد ٿي چڪي هئي. سندن سياسي نظام " نک" برادري يا نطفي جي نسبت تي ٻڌل هو. هرنک يا خاندان جو سربراهه يا سردار سيني کان عمر ۾ وڏو، ذميدار شخصيت جو مالڪ، مذهبي عالم ۽ مبلغ هوندو هو، جيڪو " خدائ قادر" جي عقيدي مطابق پنهنجي خاندان جي تعليم ۽ تربيت ڪندو هو. " گــرو" ۽ " چيلي" جي نسبت هيٺ "گرو" جو حڪم هر فرد يا چيلي لاءِ مڃڻ ضروري هو. جڏهن " آريا" قوم پنهنجي اصل وطن مان نڪري ايشيا ڪنڊ جي مختلف علائقن ۾ پکڙجي وئي، تڏهن منجهن قبائلي نظام قائم ٿيو: هر قبيلي پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقي تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. هر قبيلي جو هڪ " راجا" چونڊيو ويندو هو. قبائلي نظام انتهائي جمهوري اصولن تي ٻڌل هو. "راجا" جا اختيارات، قبيلي جي " سڀا" جي راءِ موجب استعمال ٿيندا هئا ۽ "آريا درم" حڪومت جو " آئين" هو، جنهن جي وضاحت پنڊت برهمڻ جي

اختيار ۾ هئي. بعد ۾ جڏهن آريا ڪتري راجائن مڪمل اقتدار حاصل ڪيو، تڏهن مذهب ۽ سياست ٻنهي طاقتور شعبن کي حڪومت جي ڪاروبار ۾ استعمال ڪيو ويو. اهڙي طرح هندستان ۾ رام ۽ ڪرشن ۽ ايران ۾ لاڳيتن پيغمبر بادشاهن جو سلسلو شروع ٿيو، جن ۾ مهه عبد، جيوفر، جيالاد، شائڪلو، گيومرد ڪان يزدجرد، زرتشت ۽ ساسان ٿي گذريا. انهن ۾ سيامڪ، هو شنگ، تهمورث، جمشيد، فريدون، منوچهر، ڪيخسرو، زرتشت پسر لهراسپ ۽ پنجن ساسانن جا نالا تاريخ ۾ شامل ٿيا آهن ليڪن سندن دورِ حڪومت ۽ تعليمات جو بيان اڪثر ڏند ڪٿائن ۽ روايتن جي صورت ۾ ملي ٿو.[١٥]

معتبر تاريخ جي صورت ۾ " آريا نيم دائجو" ( آرين جي گهر) يا قديم ايران جو احوال زرتشتي مذهبي ادب ذريعي معلوم ٿي سگهي ٿو. فارسي زبان ۾ ايرانين جي ملڪ کي " ايران ويج" لکيو ويو آهي ۽ انهيءَ جون سرحدون ايران کان ٻاهر آرين جي سيني مفتوح علائقن تائين وڌائي ڏيکاريل آهن: مثلا، " گائو" ( سمرقند)، " نيسا" ( نيشاپور)، هرديہ (هرات) "اروا" ( ڪابل) ، " خانينت" ( قندهار)، " رڌ " ( ري)، " بخدي" ( بلخ)، هامي طومت ( هيلمد درياھ) هپت هندو / سپت سندو (سنڌوندي) وغيره. علاوه ازين، ڪالديہ ( بابل) تي ميد قبيلي جي حڪمراني ( ٢٢٣٤ ـ ٢٤٥٨ ق ـ م) جو ذڪر ملي ٿو، جنهن جا ٨ بادشاھ ٿي گذريا. انهن مان پهريون بادشاھ زرتشتي هو، يا خود زرتشت هو. ( احوال الانبياءُ ج ٢ ص ٥٩).

زرتشت گهڻائي ٿي گذريا، ليڪن تاريخي ثابتين سان جنهن زرتشت کان پارسين جو موجوده مذهب شروع ٿيو، اهو ڪياني دور جي ابتدا ۾ بابل ۽ مغربي فارس جي مهذب علائقن کان ٻاهر، اتر ـ اوڀر ايران جي نيم خانہ بدوش قبيلن ۾، تبليغ ڪري رهيو هو. ممڪن آهي تہ سندس تبليغ جي ڪاميابي هڪ منظم شهنشاهيت جي قيام ۾ مددگار ٿي هجي.

ايران ۾ باقاعده سياسي نظام جي ابتدا ڪياني شهنشاهيت ( ٣٣٠ ـ ٦٤٠ ق م) کان ٿي. سن ٣٣٠ ق ـ م ۾ سڪندر اعظم جي فتح بعد يوناني حڪومت جو دور ( ٢٠٠ ـ ٣٣٠ ق ـ م) هليو. پوءِ اٽڪل پنج

صديون، ٻي صدي ق ـ م کان ٽين صدي عيسوي تائين ، پارٿي شهنشاهيت جو دور هو. غالبا ٢٢٤ ع ڌاري ساساني خاندان جي شهنشاهي شروع ٿي. فارس ( ايران) جي شهنشاهه جو شاهي لقب " ڪسريٰ" هو، جنهن جو دنيا ۾ فقط هڪ طاقتور مد مقابل بظنطيني روم جو شهنشاهه " قيصر" شمار ڪيو ويندو هو. ساساني شهنشاهيت ( ٦٥١ ـ ٢٢٤ ع) جو زوال عرب قوم جي اسلامي لشڪر هٿان ٿيو، سايديون اڻ صديون ( ١٥٠١ ـ ٦٥١ع) اسلامي خلافت جو دور هليو، جنهن بعد صفوي شاهي خاندان جي حڪومت قائم ٿي ( ١٧٣٦ ـ ١٥٠١ع) . سن ١٧٣٦ع ۾ تاريخ جي بدنام سفاڪ نادرشاهه، افشار خاندان جي حڪومت قائم ڪئي، جيڪا فقط ١٣ سال هلي، جنهن بعد انتشار جو دور رهيو. سن ١٧٥٧ع ۾ زبند شاهي خاندان وجود ۾ آيو، جنهن ٣٧ سال حڪومت ڪئي. انهن کانپوءِ ٻيو هڪ شاهي خاندان " قاجار" جي نالي سان سن ١٧٩٤ع ۾ اقتدار ۾ آيو. سن ١٩٢٥ ع ۾ هڪ عام بغاوت جي نتيجي ۾ پهلويءِ خاندان جي حڪومت قائم ٿي، جيڪا ١٩٧٩ ع ۾ اسلامي جمهوري انقلاب ذريعي ختم ٿي. هاڻي ايران ۾ اسلامي جمهوري حڪومت هلي رهي آهي.

## ماگي، مجوسي، زرتستي مذهبي ارتقاء

"ماگ" يا "ماج" نالي هڪ مذهبي پيشواڪان قديم ايران جي مذهبي تاريخ شروع ٿئي ٿي. يوناني مورخين سندس نالو مئگس (Magus) لکيو آهي، جنهن مان انگريزي لفظ مئجڪ (Magic) معنيٰ جادو، نهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس مذهب جو بنياد غيبي عمل جي فلسفي تي رکيل هو. انهيءَ مذهب کي "ماگي" چيو ويو، بعد ۾ انهي مذهب ۾ جادو سان علم نجوم (Astrology) کي شامل ڪيو ويو ۽ انهي کي " مجوس" ۽ معتقدن کي "مجوسي" چيو ويو، جن کي " گبر" بہ چيو ٿو وڃي. انهيءَ مذهب ۾ ستاره پرستيءَ تي زور ڏنو ويو، جيڪو " آريا قوم" جو عقيدو هو. " آريا" هندستاني ۽ ايراني گروهن ۾ تقسيم ٿيڻ وقت هڪ واحد خدا کي مڃيندا هئا، جيڪو قادر مطلق هرمز، مزدا، يزد، يزدان، جي نالن سان

پڪاريو ويو آهي. زرتشت انهيءَ واحد عظيم خدا کي " آهور مزدا" جو نالو ڏنو، ليڪن سندس مد مقابل " اهرمن" بديءَ جي خدا جو تصور بہ پيدا ڪيو. هن چيو تہ " آهور مزدا" يزدان (Ormazd) نيڪي جو خدا آهي ۽ " اهرمن" (Ahariman) بديءَ جو خدا آهي. اهڙي طرح زرتشت هڪ حتمي لازوال خدا " زروان"، جي قديم روايت کي اجاگر ڪيو. انهيءَ روايتي عقيدي مطابق "زروان" لامحدود زماني جي انساني صورت ( آريا اوتار نظريو)، اولاد حاصل ڪرڻ خاطر هڪ هزار سالن تائين قربانيون ڪندو رهيو ليڪن آخرڪار ڪيس پنهنجي قربانيءَ جي عمل ۾ شڪ ٿيو، تنهنڪري سندس پٽ مان " اهرمن" ( يوناني " انگرا مينيو" جو نعم البدل) پيدا ٿيو. ساڳي وقت سندس ( " زروان" جي) پٽ مان "ارمزد" (يا " اهورمزدا") قربانيءَ جي بدلي، " قرباني جو طاقت سان" پيدا ٿيو، جيڪو جسماني روپ بغير، هڪ خوشبودار روشني جي ڪيفيت ۾ پيدا ٿيو ۽ سندس ڪو بت، شبيهہ يا تمثيل ٺاهڻ يا بيان ڪرڻ ناممڪن هو. دنيا جي تخليق هڪ روحاني حمل ذريعي ٿي. روشني جا هلڪا ڪرڻا درجي بہ درجي پاڻ ڳتجي " پاڻي" بنيا جيڪو لتجي مٽي ٿيو ۽ پوءِ ٻيا ڳتيل مادا پيدا ٿيا. پوءِ ارمزد ( اهور مزدا) جي ٻن جاڙن پٽن " نيڪي" ۽ " بدي" جو انتخاب ڪيو: " سپنت مينيون" (Spenta Mainyun) نيڪي پسند ڪئي ۽ ٻئي پٽ انگر مينيون (Angra Mainyun) " بديءَ" جو انتخاب ڪيو. " سپنت" سچو ۽ " انگر" ڪوڙي انسان جي علامت بنجي اڀريا. "انگر" (اهرمن) پنهنجي برائي، بربادي، ناانصافي ۽ موت جي طاقت سان دنيا کي فساد ۽ غم جو تاڪ بنائيندو رهندو ۽ "سپنت" ( اهورمزدا / ارمزد) انهيءَ کي حق انصاف، نيڪي ۽ زندگي جي طاقت سان فرحت ۽ خوشي جو گهر بنايو . عقيدي مطابق بديءَ جي طاقت تڪڙو غلبو حاصل ڪندي ۽ تخليق هڪ وڏي باهہ (اوڙاهہ) ۾ سڙي خاڪ ٿيندي، ليڪن ارمزد يا " اهورمزدا" جا عقيدتمند انهيءَ باهہ کان بچي ويندا. " اهور مزدا" ( حڪمت وارو خدا) تا ابد باقي رهندو. " اهور مزدا" جا ٻيا ڇهہ لافاني فرزند، تخليق جي ڇهن دورن جي علامت بنيا.

" زرتشت" جي مذهب مطابق، جيستائين " اهورمزدا" جي آخري

سوپ ٿئي ۽ انسان جي تخليق مڪمل ٿئي، تيستائين جيڪي انسان مرندا، اهي پنهنجي نيڪي يا بدي جي عملن مطابق " بهشت" يا " دوزخ" ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ هڪ نئين تخليق جو انتظار ڪندا ( ٻئي جنم جو نظريو). بعد ۾ دوزخ ۾ داخل ڪيل بدروح به دوزخ جي باھ ۾ سڙي پاڪ صاف ٿيندا، انهيءَ لاءِ ته اهي به نئين تخليق ۾ شامل ٿين. ( برٽانيڪا، ج ٢٣، ص ص ١٠١٢، ١٠١١)

قدرت جو " ٻٽو نظام" اصل ۾ " ماگي" مذهبي پيشوائن قائم ڪيو هو. سندن دعويٰ مطابق، خود " زرتشت" " ماگي" مذهب جو باني هو، جنهن جا عقيدا هن پنهنجي ابن ڏاڏن ( " رگ ويد" ۾ ڄاڻايل) کان حاصل ڪيا هئا. يوناني مورخ هيرودوٽس، ٥ صدي قبل مسيح ۾ " ماگي - زرتشتين" جون رسمون بيان ڪندي ڄاڻائي ٿو ته " هو پنهنجي لاشن کي نه پورن ٿا ۽ ساڙن ٿا، بلڪ انهن کي پکين جي کاڄ بڻجڻ لاءِ اگهاڙو ڇڏي ڏين ٿا. ستارن جي گردش ۽ جادو جي اثر ۾ يقين رکن ٿا. ڪجھ جانورن (ڪُتن وغيره) کي ڪوس کان پاڪ ۽ ڪجھ جانورن جي قرباني لازمي سمجهن ٿا. خوابن جي تعبير تي زور ڏين ٿا ۽ خوني رشتن اندر ( هم خون) شاديون ڪن ٿا. " گٿائن" (Gathas) جي آريا وحداني نظرئي بجاءِ زرتشت جي مذهب ۾، بنياد پرستن جي عقيدي مطابق، ٻٽو قدرتي نظام، هڪ جيتري طاقت سان قائم آهي. ( ايضا ص ١٠١٢)." اهورمزدا" قادر مطلق بجاءِ پنهنجي جاڙن ڀٽن جي نيڪي ۽ بدي جي مڪمل طاقت سبب هڪ محدود قدرت جو مالڪ سمجهو وڃي ٿو، جيڪو بنيادي ماگي مذهب جو عقيدو هو.

محققن جي راءِ مطابق اندازا ١٥٠٠ ق - م کان ايران ۾ هندو آريا ڌرم رائج هو، جيڪو " سوم رس" جي استعمال ۽ ٻين مذهبي رسمن تان تڪرار سبب ٻن گروهن ۾ تقسيم ٿيڻ بعد، ايران ۾ هڪ نئين ارتقائي ۽ فڪري مذهبي ڪاوش جي اثر هيٺ آيو. " اگني ديوتا" زرتشتي ٻٽي مذهبي نظام هيٺ " اهورمزدا" يا " يزدان" جي مظهر طور باھ جي پوڄا ( آتش پرستي) جو عقيدو بڻجي ويو، " جن " يزدان" جي پرستش ڪئي، جنهن جو مظهر آتش ( باھ) آهي، سي ( نيڪي ۽ بديءَ جي جنگ ۾) سوڀارا ٿيندا."

احوال الانبياءُ جي ذريعي مطابق " جڏهن آريا باختر ۾ پنهن حصن ۾ ورهائجي ويا...... تڏهن زرتشت جو عهد نبوت هو. ( ج ٢ ، ص ٥٩) ڪيترن زرتشتي عالمن جو عقيدو آهي تہ......... ( اصل) باني هزارين سال اڳي پيدا ٿيو ، پوءِ انسانن جي اصلاح لاءِ هر ايندڙ( پيغمبر) " زرتشت" سڏيو ويو. آخري زرتشت" اسپتما"، " گشتاسپ" جي دور ۾ آيو" ( ايضا).

" اسپتما" - زرتشت، ميدن جي ملڪ " ميديا" ۾ سن ٦٣٠ ق - م ڌاري پيدا ٿيو، ان وقت اتي رائج مذهب " مزديہ" جي اصلاح ڪيائين ۽ آتش پرستي کي عبادت ۾ شامل ڪيائين. آمون درياهہ (Oxus) جي علائقي ۾ تبليغ ڪيائين. مغربي ايران ۽ بابل جي تهذيبي علائقي کي ڇڏي اتر اوپر ايران جي نيم مهذب آريا قبيلن ۾ پنهنجي نئين مذهب کي عام ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. اتي عام ماڻهن پنهنجي ابن - ڏاڏن جي مذهب ۾ ڦيرڦار برداشت نہ ڪئي ۽ کيس قتل ڪري هڪ پهاڙيءَ تي اڇلائي ڇڏيو. بعد ۾ سندس پوئلڳن اتي سندس قبر ناهي، جتي سائرس ذوالقرنين ( ٥٣٠ - ٥٥٩ ق - م) حاضر ٿي هن درگاهہ جي زيارت ڪئي هئي. زرتشت جو عرصيءَ حيات مختلف ذريعن مطابق ٥٤١ - ٦١٨ ،. ٥٥١ - ٦٢٨ ۽ ٥٥٣ - ٦٣٠ ق - م ڏيکاريل آهي.

زرتشي مذهب تمام ڪياني شهنشاهيت ۾ عام ٿيو، يوناني فڪر تي اثر انداز ٿيو ۽ بعد ۾ يهودي عيسائي ۽ اسلامي عقيدن کي متاثر ڪيائين. سنڌ ۾ زرتشتي آتشڪده ١١ - هين صدي عيسويءَ تائين قائم هئا (گرشمئن ص ١٦١). ايران جي ڪياني شهنشاهيت ۾ اهو سرڪاري مذهب هو. بعد ۾ يوناني ۽ پارٿي دورن جي مذهبي تاريخ غير واضح آهي. سمجهجي ٿو تہ انهن دورن ( ٢٢٤ ع - ٣٣٠ ق م) دوران زرتشتي مذهب سرڪاري طور تي نظر انداز ٿيندو رهيو. سن ٢٢٤ ع ڌاري ساساني قومي حڪومت قائم ٿيڻ بعد زرتشتي مذهب کي دوباره سرڪاري مذهب جو درجو ڏنو ويو ۽ ٻين رائج مذهبن مسيحيت، بڌمت ۽ ماني مذهب (Manichaenism) خلاف تعصيبي ڪاروايون ڪيون ويون. سن٦٥١ع ۾ اسلامي خلافت هيٺ اچڻ بعد ايران ۽ ٻين علائقن ۾ زرتشتي مذهب ڏانهن رواداريءَ جي پاليسي اختيار ڪئي وئي.

"مجوس" يا زرتشتي مذهب کي مڃيندڙن، سان اسلامي خلافت جي رواداري سندن اهل الڪتاب هجڻ جي اشاري سبب هئي، سورة الحج جي آيت ١٧ ۾ ارشاد الاهي هن طرح آهي: ان الذين هادو والصبئين والنصرىٰ والمجوس والذين اشرڪو ان الله يفصل بينهم يوم القيمة. ان الله علىٰ ڪل شيءِ شهيد". يعني تحقيق جن انسانن هدايت حاصل ڪئي ۽ اهي صابي، مسيحي ۽ مجوس آهن ۽ اهي انسان جن شرڪ ڪيو، تحقيق الله انهن جي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪندو. تحقيق الله هر شيءِ کي ڏسي رهيو آهي.

"زندوستا"، يا زندستا ( زندستان)، زرتشت پيغمبر جي ڪتاب جو عنوان آهي، جيڪو پهرين سورة جو نالو به آهي. انهيءَ لفظ يا محاوره جو مطلب ۽ مفهوم هن طرح سمجهي سگهجي ٿو: " زند" معنىٰ باهه ٻارڻ جو ذريعو. " زند آور" معنىٰ جائي ڄم آزاد شهري يا قانوني حق رکندڙ. " زندبار" معنىٰ بي ضرر جانور جيئن رڍ. " زندباف" معنىٰ ماگي مذهب جو پادري، گرو يا ٻائو. زندباف يا زندران " بلبل" ۽ ڳيري کي به چئجي ٿو. زنديل معنىٰ وڏو هاٿي. بخارا شهر جي قريب هڪ بستي جو نالو به " زند" آهي جتان جي ڪاڏي يا کهرو ڪپڙو مشهور آهي. " زند رزم" معنىٰ مهاڀاري لڙائي " زندرود" انهيءَ نهر جو نالو آهي جيڪا اصفهان شهر ۾ اولهه کان اوپر طرف وهي ٿي. اهڙي طرح زند رزن به هڪ ايراني بستيءَ جو نالو آهي جيڪا نيشاپور جي قريب واقع آهي. " زندسوز" معنىٰ اهو جادوگر جيڪو ڪافرن کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏي. زنديق معنىٰ باهه جو پوڄاري ۽ " زندقه" روشني ۽ تاريڪي جي ٻن بنيادي حقيقتن تي اعتقاد کي چئجي ٿو. زند وَنديد ( ونديدد) زرتشت جي ڪتاب جي اٺين سورة، يا باب جو عنوان آهي. زنده معنىٰ چٿگ يا ماچيس جي تيلي جيڪا باهه لڳائي. ساڳو لفظ جٺري انسان، مسڪين ضرورتمند محتاج وغيره جي معنىٰ ۾ استعمال ٿو ٿئي. انهيءَ جو مطلب پيهر جٺرو ٿيڻ به آهي. اهي تمام علامتون زرتشتي مذهب ۾ موجود آهن. زرتشتي دعا ڪرڻ وقت چوندا آهن ته شال هڪ هزار سال جيئرو هجين! انهي خواهش متعلق قرآن شريف جي سورة البقره ۾ هي اشارو نظر اچي ٿو: " توهان ڏسندا ته هنن کي وڏي حياتي جو حرص سيني

انسانن کان وڌيڪ آهي، مشرڪن کان بہ وڌيڪ حرص اٿن، هنن مان هر هڪ چاهي ٿو تہ شال هڪ هزار سال جيئرو هجان مگر ڊگهي حياتي هنن کي آخرت جي عذاب کان ڪونہ ڇڏائيندي جيڪي هو ڪن ٿا تنهن کان الله خوب واقف آهي." ( سورة البقره، آيت ٩٦، ترجمو علامہ علي خان ابڙو ص ٦٦).

زرتشتي - پارسي مذهب اڄ بہ دنيا جي مکيہ مذهبن ۾ شمار ٿئي ٿو. زرتشت جي وفات بعد سندس مذهب رفتہ رفتہ ايران کان ٻاهر نکري ڏکڻ طرف وڌڻ لڳو، جيڪو جديد افغانستان جو علائقو هو. ساڳي وقت اولهہ طرف ميد ۽ پارسي قبيلن جي علائقن ۾ داخل ٿيو، جتي قديم مذهبي ديوتائن ۽ انهن جي رسومات جي اثر هيٺ آيو ۽ اصل مذهب ۾ مقامي عقيدن جي آميزش ٿي. روحاني گرڀ ( حمل) جو تخليق بابت نظريو پانئجي ٿو تہ " زندوستا" جي پهلوي زبان ۾ ترجمي ۽ تشريح بعد هندستاني ۽ يوناني مواد جي شامل ٿيڻ سبب قائم ٿيو. ( برٽانيڪا ج ٢٣، ص ١٠١٢).

اسلامي خلافت جي مذهبي رواداري ٨ کان ١٠ صدي عيسوي جي درميان اسلام جي اشاعت ۽ تبليغ جي پرجوش ڪاروانن سبب معطل ٿي وئي، تنهن ڪري ڪجهہ زرتشتي خاندان ايران مان هجرت ڪري اچي هندستان ۾ آباد ٿيا. انهن مان اڪثر خاندان ممبئي ( بمبئي) مهاراشٽر ۾ سڪونت پذير ٿيا. يورپي واپارين ۽ آبادڪارن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ وارا اهي هندستاني پارسي ( زرتشتي) خاندان هئا. اڻويهين صدي عيسوي کان اهي خاندان دولت، تعليم ۽ سماجي ڀلائي جي ڪمن ۾ سخاوت کان مشهور آهن. سنڌ تي انگريزن جي حڪومت قائم ٿيڻ بعد انهن مان ڪجهہ خاندان ڪراچي ۾ اچي آباد ٿيا، جتي نئين بحري بندرگاهہ ۽ جديد شهر اڏجڻ سبب نوان تجارتي معاشي ۽ سياسي فائدا پيدا ٿيا هئا. ايران ۾ رهجي ويل زرتشتي " گبر" جي نالي سان سڏجن ٿا، ۽ انهن کي ڪافر سمجهو وڃي ٿو. ( ايضا - ص ١٠١٣) رائيٽر (Reuters) خبر رسان ايجنسي جي رپورٽ مطابق هن وقت دنيا ۾ زرتشين جو تعداد ٽي لک آهي، جنهن مان ٽيهہ هزار ايران ۾ رهن ٿا.

# ماني (٢٧٦-٢١٦ع)

مانيچيزم (Manichaeism) يا "ماني مذهب" ٽين صدي عيسوي ۾ وچ مشرق کان شروع ٿيو. هن مذهب ۾ زرتشتي، ٻڌ ۽ عيسائي مذهبن جو مجموعو هو. زرتشت، گوتم ٻڌ ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام ٽنهي کي سچو نبي تسليم ڪيو ويو. ليڪن "مانيءَ " کي انهن جي پيٺ ۾ وڌيڪ مڪمل ۽ واضح الهام ٿيل نبي ڄاڻايو ويو.

ماني (Mani) سن ٢١٦ع ۾، ميسوپوٽيميا ( عراق) جي ملڪ ۾ پيدا ٿيو. هن جو پارسي نسل سان تعلق هو ۽ ان وقت ميسو پوٽيميا جو علائقو ايراني شهنشاهيت هيٺ هو. هن هڪ عيسائي فرقي ۾ ابتدائي مذهبي تعليم حاصل ڪئي. ١٢ سالن جي عمر ۾ هن کي روحاني اسرار نظر اچڻ لڳا ۽ هن ٢٣ سالن جي عمر کان پنهنجي مذهب مانيچيزم يا ماني - مذهب جو پرچار ڪرڻ شروع ڪيو. ميسوپوٽيميا ۾ ڪاميابي حاصل نہ ٿيڻ سبب هن اتر اولهہ هندستان ۽ سنڌو ماٿريءَ جو رخ ڪيو. جتي هن کي ڪافي ڪاميابي حاصل ٿي ۽ هڪ مقامي راجا هن جي مذهب ۾ داخل ٿيو. سن ٢٤٢ع ۾ هو ايران پهتو، جتي شاپور اول جي سرپرستي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

تاريخي واقعات مانيءَ جي دور جو نقشو هن طرح ڏيکارن ٿا:

تاريخ ١٣ اپريل سن ٢٤٠ع : بابل شهر ۾ مانيءَ نبوت جي دعويٰ ڪئي. ٻئي سال ايران جو شهنشاه ارد شير فوت ٿيو ۽ سندس فرزند شاپور اول جي لقب سان تخت نشين ٿيو، سندس مذهب زرتشتي هو ليڪن مانيءَ جي فڪر کان متاثر ٿي هن ڪيس ماني مذهب جي تبليغ ڪرڻ جي اجازت ڏني.

شاپور اول (٢٧٣ . ٢٤١ع ) جي دور ۾ عوام زرتشتي مذهب جي عالمن جي اثر هيٺ ماني مذهب جي عام تبليغ خلاف بغاوت تي آماده ٿيو، تنهن ڪري "مانيءَ" جي قتل جو فرمان جاري ڪيو ويو، تاهم شاپور اول جي ٻن پائرن مانيءَ کي ڪافي ڏن ڏئي ملڪ مان باهر روانو ڪري ڇڏيو. جنهن بعد، مانيءَ ڏکڻ ۽ ڏور ايشيا جي ملڪن هند - سنڌ ، ڪشمير، تبت

۽ چين طرف تبليغ ڪئي ۽ ڪافي پوئلڳ پيدا ڪيا. اتي ”ماني“ پاڻ کي آخري نبي ظاهر ڪيو. انهيءَ دوران شاپور اول پرشيا ( ايران) تي ۳۲ سال راڄ ڪرڻ بعد فوت ٿيو ۽ سندس فرزند بهرام اول ، سن ۲۷۳ ع ۾ تخت نشين ٿيو.

۷۴ . ۲۷۳ع ۾ ماني ٻيهر پرشيا ( ايران) ۾ داخل ٿيو ۽ ازسر نو تبليغي سرگرمي شروع ڪيائين. بهرام اول نئين زرتشتي بغاوت جي مدنظر ”ماني“ کي گرفتار ڪرايو: ۱۲ ڏينهن سخت عذابن ڏيڻ بعد سندس جئري جسم تان کل لهرائي ان ۾ ٻهه ڀرائي ” ابدي شاپور“ شهر جي صدر دروازي تي، ان کي لٽڪائي ڇڏيو ويو ۽ حڪم جاري ٿيو تہ ماني مذهب جا پوئلڳ زرتشتي مذهب اختيار ڪن. انڪار ڪرڻ سبب اتڪل هڪ لک ماڻهو مارايا ويا ۽ اهڙي طرح پرشيا ( ايران) ۾ ماني مذهب جو گهڻي ڀاڱي خاتمو آندو ويو.[16]

تاهم ماني مذهب، پرشيا جي شهنشاهيت کان ٻاهر هند. سنڌ کان يورپ ڪنڊ تائين پکڙجي ويو هو. ماني جي ظالمانہ موت بعد سندس مذهب وڏيڪ تيزيءَ سان پکڙيو.چين کان اسپين تائين لکين انسان انهيءَ مذهب جا پوئلڳ ٿيا. ۴صدي عيسوي ۾ هي مذهب يورپ ۾ مسيحيت جو اهم مدمقابل هو. سينٽ آگسٽائين (متوفي ۲٦ مئي ٦۰۴ع) خودنون سالن تائين انهيءَ مذهب جو پيروڪار ٿي رهيو هو. جڏهن عيسائي مذهب رومن شهنشاهيت جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو ويو، تڏهن ماني مذهب خلاف اتي بہ ڪات ڪهاڙا ڪڙا ٿيا ۽ آخر ڪار اتان بہ ان جو تڏو پٽجي ويو ( سن ٦۰۰ ع). پوءِ بہ ميسوپوٽيميا (عراق) ۽ ايران ۾ ان جو اثر باقي رهيو هو. اتان ماني مذهب وچ ايشيا، ترڪستان ۽ مغربي چين ۾ پکڙيو. اٺين صدي عيسوي جي اختتام ڌاري، يوئغور بادشاهيت (Uighurs) مغربي چين ۽ منگوليا ۾ ماني مذهب کي سرڪاري حيثيت ڏني. اتان سموري چين ۽ تائيوان ٻيٽ ۾ ان جي اشاعت ٿي.[17]

اٺين صدي عيسوي ۾ اسلام جي عالمگير اشاعت سبب ماني مذهب نهنجي آخري پساهن کي پهچي ويو، ليڪن بعد ۾ ان جا مختلف فرقا جدا جدا نالن سان جاري رهيا. اٺين صدي عيسوي ۾ عباسي خلافت ان جو اثر

عراق ۽ ايران ۾ زائل ڪيو، نائين صدي کان وچ ايشيا ۾ ماني مذهب زوال پذير ٿيڻ لڳو ۽ آخر ڪار تيرهين صدي عيسوي ۾ منگولن اتان ان کي ختم ڪري ڇڏيو. تاهم ١٣٠٠ع ڌاري ايرندي چين ۾ مارڪو پولو کي ڪجهه ماني معاشره نظر آيا. انهيءَ دوران ماني مذهب جا مختلف فرقا يورپ ۾ اسريا. بظنطيني رومي شهنشاهيت ۾ ٧ صدي عيسويءَ کان پاليشن فرقو (Paulicians) پيدا ٿيو. اتڪل ڏهين صدي عيسوي ڌاري بلقان (Balkans) ۾ بوغومل فرقو (Bogomils) جاري هو. ٻارهين صدي عيسوي ۾ ڪئٿري فرقو (Cathari __ Albigensians) يورپ ۾ عام هو، خاص طور تي ڏکڻ فرانس ۾ ان جو زور هو، سندن نظريه ۽ عقيدا ماني مذهب سان مطابقت ۾ هئا. ليڪن هو پاڻ کي عيسائيت جو هڪ فرقو سمجهندا هئا ۽ عيسائي انهن کي ڪافر قرار ڏيندا هئا. آخرڪار پوپ انوسنٽ ٽئين سندن خلاف جهاد جي فتويٰ جاري ڪئي: ١٢٤٤ . ١٢٠٩ع دوران انهي جهاد ۾ ڪافي جاني نقصان ٿيو ۽ ڏکڻ فرانس جو وڏو علائقو تباهه ۽ برباد ٿيو. اهڙي طرح ڪئٿري البيجينيشن فرقي کي پاڙ کان پٽيو ويو، تاهم ١٥ صدي عيسوي تائين " اٽلي" ۾ " ڪئٿرزم" ماني مذهب جي آخري آثار طور موجود هو، اڄ انهيءَ مذهب جا آثار دنيا ۾ ڪٿي به نظر نه ٿا اچن. هڪ هزار سالن کان مٿي عرصو لاءِ هي به دنيا جو هڪ اهم مذهب هو جيڪو مشرق ۾ پئسفڪ سمنڊ کان مغرب ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ جي علائقي تائين ڦهليل هو.[١٩]

هن مذهب مطابق خير ۽ شر به برابر طاقتون آهن جيڪي انسان ۾ روح ۽ مادي جي صورت ۾ موجود رهن ٿيون. خير يا روح جي طاقت سان، انسان موت بعد سڌو بهشت ۾ وڃي ٿو. ٻي صورت ۾ اتي پهچڻ جي وات ڏکهي ۽ مشڪل ٿئي ٿي. هن مذهب ۾ به طبقا ٽين ٿا: منتخب ۽ سامع، منتخب طبقي وارا جنسي فعل کان پرهيز ڪن ٿا ۽ اولاد پيدا نه ٿا ڪن، سامعين لاءِ اهڙي پابندي نه آهي. ساڳي طرح گوشت خوري ۽ شراب نوشي منتخب علماءِ لاءِ حرام ۽ سامعين پيروڪارن لاءِ مباح آهي. سامعين مان صوفي طريقي وارن جو اسرار هو ته هو به سڌو بهشت ۾ وڃي سگهن ٿا ۽ ڪن حالتن ۾ منتخبين کان به تڪڙا خيرالوجود سان ملي هڪ ٿي سگهن

تا. (مائيڪل ايچ هارٽ، " دهنڊ ريڊ"، A&W ويوئل لئبرري نيويارڪ ١٩٧٨ع ص ص ٤٣٤ ـ ٤٢٩.)

## آريا ـ ڪياني شهنشاهيت

سن ٦٦٠ ق ـ م کان ٥٨٥ ق ـ م تائين ميڊيا ۽ آمون درياهہ (Oxus) جي علائقي ۾ " زرتشت" آريا پيغمبر پنهنجي مذهب جي تبليغ ڪئي. سن ٦١٢ ق ـ م ۾ سائرس اول " نينوا" تي قبضو ڪري ان کي ڪياني شهنشاهيت ۾ شامل ڪيو ۽ " ڪالديہ" ( بابل) ۽ ميڊيا جي بادشاهتن کي حليف بنايو. " آشوريا شهنشاهيت" تقريبا ستن صدين ( ٦١٢ ـ ١٢٩٤ ق ـ م) جي قيام بعد زوال پذير ٿي.[١٩]

سائرس اول ولد تيسفين (Cyrus I S/o Teispes) ٧ صدي ق ـ م جي آخري اڌ ۾ انشان (Anshan) ملڪ جو آريا مهر ( بادشاهہ) هو. اٽڪل ٦٣٩ ق ـ م ۾ جڏهن بابل جي بادشاهہ اشور بني پال (Ashur banipal) " ايلام" فتح ڪيو، تڏهن سائرس اول سندس اطاعت قبول ڪري پنهنجي بادشاهي بچائي هئي، ۽ " نينوا" ۾ پنهنجو وڏو پُٽُ " ارڪوُ" خراج سميت ڏياري موڪليو هو. ٢٧ سالن بعد پلاند ڪيائين ۽ " بابل" جي آشوري شهنشاهيت کي ختم ڪيائين.[٣٠]

## سائرس " ذوالقرنين"

ڪياني شهنشاهيت جو حقيقي باني سائرس اعظم عرف حضرت ذوالقرنين، سائرس اول جو پوٽو هو، سندس دور (٥٣٠ ـ ٥٥٩ ق م ) ايراني آرين جي عظمت جو دور هو. سيئي تاريخي مذهبي ۽ ثقافتي اهڃاڻ ڏيکارن ٿا تہ " زرتشت" کان پوءِ " ذوالقرنين" ايراني آرين جو پيغمبر شهنشاهہ هو. سندس دور ۾ ڪياني شهنشاهيت جون سرحدو سنڌو نديءَ کان نيل ندي تائين وسيع ٿيون. ٥٥٩ ق ـ م ڌاري ڪياني تخت تي ويهڻ بعد سرڪرده آريا ايراني قبيلا ۽ بابل جو بادشاهہ " نبونيدس" سندس

قيادت ۾ متفق ٿيا. سن ۵۵۳ ق ـ م ڌاري " الجبال" ( ميڊيا) جي شاهه "اسطياغيس" (Astyages) جي خلاف مهم شروع ڪيائين ۽ ۵۵۰ ق ـ م ۾ ڪيس شڪست ڏئي " ايڪباتانه" (Ecbatana) تي قبضو ڪيائين. ايندڙ ٻه سال ( ۵۴۸ ـ ۵۵۰ ق ـ م ) " دجله" ندي جي ايرندي ڪناري سان آباد قبيلن کي مطيع ڪرڻ ۾ صرف ڪيائين . سن ۵۴۷ ق ـ م جي موسم بهار ۾ اتر ميسوپوٽيميا جي حدن اندر داخل ٿيو، جتان هڪ ملڪ تي ڪاهه ڪيائين. " نبونيدس جي ڪرانيڪل" ۾ انهي ملڪ جو نالو ڊنل آهي. ليڪن انهي سال ۵۴۷ ق ـ م جي موسم خزان ۾ ليديا (Lydia) جي بادشاهه " ڪروسس" (Croesus) جو قتل ۽ " ڪرانيڪل" جي ڊنل جاءِ ڪان اڳتي اهو احوال ته " ان ( ملڪ) جي بادشاهه کي قتل ڪيائين" ، ڏيکاري ٿو ته ڊنل جاءِ تي ملڪ جو نالو " ليديا" لکيل هو، جنهن کي ايشيائي ڪوچڪ چئجي ٿو. سن ۵۴۰ ق ـ م تائين پوري اولهه ايشيا سائرس اعظم ( ذوالقرنين) جي مطيع ٿي چڪي هئي. ۵۳۹ ق ـ م ۾ هن " بابل" فتح ڪيو ۽ سندس جنرلن اولهه ايشيا مائينر ( اناطوليه ـ ترڪي) فتح ڪري سندس شهنشاهيت ۾ شامل ڪئي ۽ ليديا (Lydia) ۾ بغاوت بند ڪرائي. " سليشيا" جي بادشاهه خوشيءَ سان اطاعت ڪئي ۽ بابل جي ماتحت دجله ندي جي اوپر ۾ گيوتيم (Gutaum) شاهي ۽ خود بابل جي رعايا، سائرس اعظم ( ذوالقرنين) کي پنهنجو شهنشاهه تسليم ڪيو.[21]

"بابل" ۾ " نبونيدس" خلاف مذهبي بغاوت ٿي هئي. سائرس اعظم چيو ته مان بابل جي قومي ديوتا " مردوڪ" جو مقرر ڪيل حاڪم آهيان. تاهم ۵۳۸ ق ـ م جي ساليانه ميلي ۾ بابل جي بادشاهه طرفان مردوڪ جي عبادتگاهه ۾ جيڪي رسمون ادا ٿيڻيون هيون انهن ۾ پاڻ شريڪ نه ٿيو. پنهنجي طرفان وليعهد ڪئمبيسس کي نمائندو ڪري موڪليائين. سائرس اعظم دانشمنديءَ سان بابل جي عوامي مذهب جو احترام ڪيو. ايراني حاڪم مقرر ڪيائين، ليڪن تمام اهم مقامي عهدا مقامي منتظمين جي حوالي ڪيائين. عبادتگاهن جي مرامت ڪرايائين ۽ " نبونيدس" جيڪي بت ٻين شهرن ۽ قبيلن مان زوريءَ ڪٺي آيو هو، اهي سڀ اصل مالڪن کي

موٽائي ڏنائين. سندس اهم ترين قدم يهودين کي بابل وارن جي غلامي مان آزاد ڪري واپس اسرائيل ۾ آباد ڪرڻ هو. جنهن ڪري هن کي يهودين جو " نجات دهنده" چيو ويو ٿو. هن هيڪل سليمانيءَ جي پيهر تعمير ڪرائي ۽ يهودين جي مذهبي آزادي جو اعلان ڪيائين.[٢٢]

سائرس اعظم عرف حضرت ذوالقرنين بابت معلومات جا اهم ذريعا قرآن شريف، بائيبل مقدس، يوناني مورخين ۽ ڪوفي رسم الخط ۾ لکيل قديم تحريرون آهن. قرآن شريف جي سورة الڪهف، بائيبل مقدس (پراڻي عهدنامي) ۾ " عذرا" ۽ " يسعياه" __ (Ezra and Issiaah) ، يوناني مورخين ۾ هيروڊوٽس (Herodotus) زينوفون (Xenophon) تيسياس (Ctesias) ۽ بيروسس (Berossus) اسانجي تحقيق جو بنياد آهن. يوناني مورخين جي ڏنل مواد ۾ گهڻي قدر مشڪوڪ روايتي احوال پيش ڪيل آهي. ايراني آرين سان سندن قومي اٿڻت ۽ محاذ آرائي پڻ مثبت تاريخنويسيءَ تي اثر انداز ٿي هوندي.

" بائيبل" مقدس جي ڪتاب ( باب) " عذرا" ۾ سائرس اعظم عرف "خورس" ( ذوالقرنين) جو احوال يهود دوستيءَ جي حوالي سان مفصل انداز ۾، ڏنو ويو آهي:

"............ انهيءَ لاءِ ته خداوند جو ڪلام يرمياه ( پيغمبر) جي واتان ڪيل پورو ٿئي خداوند خورس جي دل ۾ وڌو، ۽ هن پنهنجي سڄي بادشاهت ۾ منادي ڪرائي ......... ته خداوند، آسمان جي خدا، دنيا جون سڀ بادشاهتون مون کي عطاڪيون آهن ۽ هن مون کي حڪم ڪيو آهي ته يرو شليم، جو يهوداه ۾ آهي، تنهن ۾ سندس لاءِ هڪ گهر جوڙيان. انهيءَ جي ساري قوم ( يهودين) مان جيڪو به ماڻهو توهان ۾ هجي، تنهن سان خدا شال همراه ٿئي ۽ اهو يلي ته چڙهي يروشليم ۾ وڃي....... ۽ خدا، اسرائيل جي خدا. جو گهرُ جوڙي........... ۽ جيڪو باقي ڪٿي به رهندو هجي، تنهن کي اتان جا ماڻهو چاندي ۽ سون ۽ مال متاع ۽ جانورن سان مدد ڪن ۽ انهي ڪان علاوه يروشليم ۾ جيڪو خداوند جو گهرُ آهي، تنهن لاءِ دل جي خوشيءَ سان نذرانو ڏين......... خورس بادشاه به خداوند جي گهر جا اهي وسلا جيڪي " نبوڪدنصر" ( بابل جي بادشاه ) يروشليم

مان ڪٽي آيو هو ۽ پنهنجي ديوتائن جي گهر ۾ رکيا هئائين، سي ڪڍي آندا، اهي فارس جي بادشاهہ خورس " متردات" ( نالي) خزانچي جي هٿان...... يهوداهہ جي سردار " شيس بضر" کي ڳڻي ڏياريا، ۽ انهن جو شمار هي آهي: ٽيهہ سونا ٿالهہ هڪ هزار چانديءَ جا ٿانو ۽ اٺيهہ ڪاتيون، ٽيهہ سونا پيالا، چار سؤ ڏهہ ٻئي قسم جا چانديءَ جا پيالا، ۽ هڪ هزار ٻيا باسڻ (ٿانو). سون ۽ چانديءَ جا سڀ وسلا پنج هزار ۽ چار سؤ ( ٥۴٠٠) هئا. اهي سڀ " شيس بضر" انهيءَ وقت آندا، جڏهن بابل مان قيدي ( يهودي) موٽائي يروشليم آندا ويا. ( ١١ ـ ١:١) واپسي بعد، جڏهن يهوداهہ ۽ بنيمين زربابل جا يهودي قيدي آزاد ٿي اچي يروشليم ۾ " خداوند جو گهر" جوڙڻ لڳا، تڏهن هو انهن اسرائيلي يهودين جي ضد ۾ اچي ويا جن چيو تہ "............اسان کي بہ پاڻ سان جوڙڻ ۾ همراهہ ٿيڻ ڏيو: ڇالاءِ جو اسين بہ توهان جو خدا ڳوليون ٿا، جيئن توهين ٿا ڳوليو، ۽ اسور (اشوريا) جو بادشاهہ " اسر حدون" جنهن اسان کي هتي آندو، تنهن جي ڏينهن کان وٺي اسين بہ قربانيون ڪندا آيا آهيون. پر زربابل ۽ يشوع ۽ اسرائيل جي ابائي گهرن جي باقي ٻين رئيسن انهن کي چيو اسانجي خدا جي گهر جوڙڻ ۾ توهان جو ڪوبہ واسطو نہ آهي...... اسين پاڻ خداوند، اسرائيل جي خدا، لاءِ گهرُ جوڙينداسين جيئن فارس جي بادشاهہ خورس اسان کي حڪم ڏنو آهي........." (١ ----٣:۴) " تڏهن انهي ملڪ (اسرائيل) جي ماڻهن، " يهوداهہ" جي ماڻهن جا هٿ ڪمزور ڪيا ۽ انهن کي گهر جوڙڻ ۾ تڪليف ڏيڻ لڳا ۽ انهن جي خلاف مشير ( سفير) ڀاڙي ڪيائون انهي لاءِ تہ فارس جي بادشاهہ خورس جي سيني ڏينهن (دور حڪومت) ۾، بلڪ فارس جي بادشاهہ " دارا" ( اول) جي بادشاهي (۴٨٦ ـ ٥٢٢ ق ـ م) تائين، انهن جو ارادو باطل ڪري ڇڏين. ( ايضا ـ ٥ ـ ۴ :. ۴)

"يسعياهہ" جي ڪتاب ۾ چاٿايل خورس عرف سائرس اعظم ذوالقرنين جي رسول ( پيغمبر) هجڻ بابت واضح دليل موجود آهن. " مون هڪڙي کي اتر کان اٿاريو آهي، ۽ اهو اچي پهتو آهي، اهو جيڪو سج جي ايرڻ واري هنڌ ( مشرق) کان تو اچي ۽ منهنجو نالو وٺي تو پڪاري: ۽ اهو بادشاهن مٿان ايئن تو اچي جيئن ڪو ڳچ تي اچي ۽ جيئن ڪو ڪنير مٽيءَ

کي لتاڙي. ڪنهن منڍ ۾ ٻڌايو تہ اسان کي انهيءَ جي خبر آهي.........
مون ئي پهريائين "صيون" کي چيو تہ ڏس، هن کي ڏس! مان ئي "
يروشليم" کي هڪ خوشخبري ڏيندڙ موڪليندس (يسعياه جو ڪتاب ۲۷
ـ ۲۵ : ۴۱) " ڏسو منهنجو بندو، جنهن کي مان سنڀاليو اچان، منهنجو
چونڊيل، جنهن مان منهنجي دل راضي آهي. مون پنهنجو روح انهيءَ تي نازل
ڪيو آهي، هو قومن ۾ عدالت جاري ڪندو. هو رڙ نہ ڪندو نہ ڪي هل
ڪندو...... قتل ڪاني کي ڪونہ ڀڃندو ۽ سٽيءَ جي دکيل ڌاڳي کي
ڪين وِسائيندو، هو سچائيءَ سان عدالت ڪندو، جيستائين زمين تي عدالت
قائم نہ ڪندو تيستائين نکي ٿڪبو ۽ نہ بي همت ٿيندو ۽ ٻيٽ هن جي
شريعت جو انتظار ڪندا. خداوند خدا........فرمائي ٿو تہ مون خداوند
توکي سچائيءَ سان سڏيو آهي، آءٌ تنهنجو هٿ جهليندس ۽ تنهنجي سنڀال ۽
توکي امت جي لاءِ عهد، ۽ قومن لاءِ سوجهرو ڪري ڇڏيندس تہ تون انڌن
جون اکيون کولين، قيدين کي قيد مان ڪڍين ۽ جيڪي اونداهيءَ ۾ ويٺا
آهن تن کي قيد خاني مان ڪڍين......" (ايضا ـ ۷ -۱ : ۴۲)

قرآن شريف جي سورة ڪهف ۾ آيل حضرت ذوالقرنين جو ذڪر بائيبل
مقدس جي متن جو تسلسل ۽ مجمل احوال آهي. جيئن تہ عربستان جا يهودي
فارس جي بادشاهہ خورس کان بخوبي واقف هئا. تنهن ڪري هنن پيغمبر
اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کان سندس احوال پڇيو. وحي
ذريعي نازل ٿيل معلومات هن طرح آهي.

" توکان " ذوالقرنين" جو احوال پڇن ٿا. چئہ تہ مان سندس ڪجهہ
احوال توهان کي پڙهي ٻڌايان ٿو: اسان هن کي زمين تي حڪمراني ڏني هئي
۽ سندس لاءِ هر طرح جو مال اسباب مهيا ڪيو هو. سو هن ( اهي) مال
اسباب تيار ڪيا، تان جو سج جي لهڻ واري جاءِ تي پهتو. اتي هن ڏٺو تہ
سج، هڪ نيري ميرانجهڙي پاڻيءَ واري ڍنڍ ( ڪئسپين سمنڊ) ۾ لهي رهيو
آهي ۽ ويجهو هڪ قوم جا ماڻهو اتي رهندڙ ڏٺائين. اسان کيس چيو تہ اي
ذوالقرنين ! وٺي تہ کين سزا ڏي ۽ وٺي تہ ساڻن سهڻو سلوڪ ڪري کين
پنهنجو ڪري ڇڏ. ذوالقرنين چيو تہ جيڪو سرڪشي ڪندو تنهن کي
ضرور سزا ڏيندس...... بعد ۾ هن وري تياري ڪئي ( ۽) نڪري پيو تان

جو سج ايرڻ جي آخرين حد ( مشرق بعيد ـ چين، جپان، ڪوريا وغيره) تائين پهچي ويو. هن ڏٺو ته سج هڪ قوم تي ايري ٿو، جنهن کي اسان سج جي اس کان بچڻ لاءِ ڪا اوٽ نه ڏني هئي. هنن جي جهڙي حالت هئي ۽ جيڪي ذوالقرنين وٽ هو، تنهن جي اسانکي مڪمل خبر آهي. هن وري سازوسامان تيار ڪيو تان جو ٻن ( جبلن جي) ديوارن ( قطارن) جي وچ تائين پهچي ويو، اتي هن ڏٺو ته جبلن جي ٻئي پاسي هڪ قوم رهندڙ آهي جن سان ڳالهائجي ٿو ته هڪ لفظ به نه ٿا سمجهن. انهي قوم جي ماڻهن (ترجمان ذريعي) چيو ته اي ذوالقرنين ! (ٻن سڱن وارا) ياجوج ۽ ماجوج هن ملڪ ۾ اچي ڦرمار ڪن ٿا، ڇا ( ائين ٿي سگهي ٿو ته) توهان اسان جي ۽ هنن جي وچ ۾ هڪ پٽ ( ديوار) بنائي ڏيو ۽ اسين ان جي عيوض ڪجهه خراج توهان کي ڏيندا رهون؟، ذوالقرنين چيو ته منهنجي رب مون کي جيڪي پنهنجي قبضي ۾ ڏنو آهي، سوئي منهنجي لاءِ بهتر آهي. مگر توهان پنهنجي زوربازو سان منهنجي مدد ڪيو. مان توهان جي ۽ ياجوج ماجوج جي وچ ۾ هڪ مضبوط ديوار ناهي ڇڏيندس. لوهه جون سرون ڪٽي اچو. پوءِ جڏهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ وڏي ديوار ڪڙي ڪري ان کي جبلن جي برابر ڪيو ويو، تڏهن حڪم ڪيائين ته ڌوٽيون لڳايو پوءِ جڏهن باهه مچي وئي، تڏهن چيائين ته پگهريل ٽامون ڪٽي اچو ته انهي تي هاري ڇڏيون. هڪ شاهي ديوار بنجي وئي جنهن تي نه ڪي چڙهي ٿي سگهيا، نه ڪي ان ۾ سوراخ ڪري سگهيا ٿي، ذوالقرنين چيو منهنجي رب جي طرفان رحمت آهي. جڏهن منهنجي رب جي وعده واري ڳالهه ظاهر ٿيندي ( قيامت) تڏهن هُو انهي ( ديوار) کي ريزه ڪري ڇڏيندو ۽ منهنج رب جو وعدو سچو آهي....." ( سورة الڪهف، آيات ۹۸ ـ ۸۳)

"تفسير المنير" ۾ مذڪور قرآني متن جو واضح پس منظر ڏنو ويو آهي. " قرن معنيٰ سڱ ، ذوالقرنين معنيٰ ٻن سڱن وارو ..... وڌيڪ ممڪن ڳالهه هيءَ آهي ته ايران جي هڪ قديم شهنشاهه ڏانهن اشارو ( ڪيل ) آهي. هو حضرت عيسيٰ کان ۵۵۰ سال اڳي ٿي گذريو. ايرانين جو وڏي ۾ وڏو مصلح ( شايد پيغمبر) زرتشت به انهن ڏينهن ۾ ٿي گذريو، ممڪن آهي ته اهو شهنشاهه سندس معتقد ٿيو هو، ۽ انهيءَ ڪري صالح عمل

ڪيائين، هن کي فارسيءَ ۾ " گورش" عبرانيءَ ۾ " خورش" يونانيءَ ۾ " سائرس" ۽ عربيءَ ۾ ڪيخسرو سڏيندا هئا. سندس پٽلو تازو " سطخر" جي قديم آثارن مان لڌو آهي. هن جو ڇٽ ٻن سگن تي بيٺل آهي، هن بني اسرائيلن کي بابل جي قيد مان ڇڏائي وري فلسطين ۾ آندو ۽ حضرت سليمان واري ديول وري ٺهرائي. هن جو احوال نہ رڳو توراة ۾ آيل آهي پر تاريخ نويسين بہ سندس تاريخ لکي آهي. عجيب هي آهي تہ اگرچہ يوناني مخالف قوم هئا تہ بہ سندن تاريخ نويس هيروڊوٽس " سائرس" جي عدل ۽ فيض جي وڏي ساراهہ لکي آهي. ان زماني ۾ ايشيا مائينر ( اناطوليہ، جديدترڪي) جي وڏي حصي تي يونانين جي حڪومت هئي. هنن بي سبب سائرس جي هڪ شهر تي قبضو ڪيو. سائرس خدائي تائيد سان تڪڙو حملو ڪري.......... يونانين جي لشڪر کي شڪست ڏئي پڇاياڻين ۽ رعيت جو ڪجهہ بہ نقصان ڪونہ ٿيو، ڪنهن کي بہ سزا ڪانہ ڏنائين، نہ ڪا ڦرلٽ ڪرايائين. اٽلندو بي انتها رعايتون ۽ مهربانيون ڪري سندن دليون فتح ڪري ورتائين" . نيري ميرانجهڙي پاڻيءَ واري ڍنڍ بابت مفسر لکي ٿو تہ " سمرنا جي شهر وٽ هاڻي بہ ڏسي سگهجي ٿو تہ ( ڪئسپين) سمنڊ جا ڪجهہ حصا ٻيٽن ۾ اچڻ سبب ڍنڍن وانگر پيا ڏسجن ۽ ائين ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ سج ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ گم ٿي ويو".[٢٣]

مشرق طرف پيشقدمي ڪرڻ ڪان اڳ " ڪرمان" ۽ "بلخ" جي ماڻهن بغاوت ڪئي هئي جنهن جو ذڪر ٻي چڙهائي وقت ڪيل آهي ۽ ٽين چڙهائي بابت مفسر جو خيال آهي تہ ڪئسپين ۽ " ترڪي سمنڊ" بحر اسود (Black Sea) جي وچ ۾ ڪوهہ قاف جبلن جون قطارون اهو هنڌ آهي جتي اتر طرف وحشي قومون (ياجوج ماجوج) رهنديون هيون.[٢٤] " انهن وحشي قومن جو اصلوڪو وطن "منگوليا" جو مٿاهون پٽُ هو. اهي خانہ بدوش مالچارينڌڙ وحشي هئا، انهن جي ڦر مار کان بچڻ لاءِ "چين" جي ماڻهن وڏي ديوار بنائي جا اڄ تائين موجود آهي. ( چين جي ديوار) اهي اولهہ طرف پکڙندا ويا........." ڪوهہ قاف جبلن ۾ هڪ لڪ هو جيڪو هڪ شاهي ديوار سان بند ڪيو ويو ۽ " ياجوج ماجوج" ڪوهہ قاف جي ٻئي طرف حملا ڪري نہ سگهيا.

" ذوالقرنين" ، "ياجوج ماجوج"، ڪوهقافي وحشي قبيلا ۽ " شاهي ديوار جو بند" اهي سيئي قديم تاريخي ڪردار آهن. ڪجھ مفسرين قرآن شريف ۾ جاثايل " ذوالقرنين" کي " دارااول" جاڻائن ٿا. اهو مغالطو بائيبل جي ڪتــاب داني ايل (Daniel) جي باب ٨ جي ٽين آيت ۽ باب ٩ جي پهرين آيت ۾ بني اسرائيل جي نبي داني ايل جي خواب جي سلسلي ۾ آيل متن مان پيدا ٿيو آهي: " ۽ مون خواب ڏٺو ......... هڪ گهٽو بيٺو آهي جنهن کي ٻه سڱ آهن......... هڪ ٻڪر الهندي ڪـان ....... اکين جي وچ ۾ هڪ حـيـرتناڪ سڱ....... ۽ هن ڪـيس زمين تي ڪيــرائي وڌو......... جڏهن هو زور آور ٿيو تڏهن اهو وڏو سڱ ڀڄي پيس ۽..... ٻيا چار حيرت جهڙا سڱ..... نڪري آيا......... مون معنيٰ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي.......... هڪ انساني آواز ٻڌم جنهن سڏ ڪري چيو ته اي جبرائيل هن ماڻهوءَ کي اهو خواب سمجهاءِ......" اي آدم زاد........ اهو خواب پوئين زماني جو آهي..... اهو گهٽو جو تو ٻن سڱن سان ڏٺو، اهي "ميـديا" ۽ " فـارس" جا بادشـاهه آهن ۽ ٻجن وارو ٻڪر يونان جو بادشـاهه آهي ۽ وڏو سڱ جو هن جي اکين جي وچ ۾ آهي، سـو پهـريون بادشـاهه آهي ( يعني ميـديا جو بادشـاهه) ....... پر تون اهو خواب ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ ته اهو گهڻن ڏينهن کانپوءِ اچڻ واري وقت بابت آهي......" (داني ايل، ٢٧ ـ ٣ :٨) ساڳي تسلسل ۾ لکيل آهي ته" دارابن اخسويرس، جو ميدن (Medeans) جي نسل مان هو ۽ جو ڪسدين جي بادشاهت تي بادشاهه ڪيو ويو هو، تنهن جي ( حڪومت جي) پهرين سال ۾ مون داني ايل ڪتابن مان انهن سالن جو شمار معلوم ڪيو، جن بابت خداوند جو ڪلام " يرمياه" نبيءَ وٽ آيو ته يروشليم جي ويراني پوري ٿيندي ۽ اهي ستر سال هئا". ( ايضا ٢ ـ ١ : ٩) .

جاثايل تفـصـيل ڏيکارن ٿا ته ذوالقـرنين (١) ميـديا ۽ فارس جي ٻن بادشاهتن کي ملائي پهرين ايراني شهنشاهت جو بنياد وڌو، ۽ اهو سائرس ثاني عـرف سـائرس اعظم ( ٥٣٠ ـ ٥٥٩ ق ـ م) هو. (٢) يروشليم جي ويراني سـائرس اعظم ختم ڪئي، جنهن سن ٥٣٩ ق ـ م ۾ بابل فـتح ڪري يهودي قيدين ۽ غلامن کي آزاد ڪري يروشليم روانو ڪيو ته وڃي

"خدا وند جو گهر جوڙيو". (٣) دارا بن اخسويس جو زمانو هڪ صدي گذرڻ کان پوءِ آيو؛ اهو دارا پيو بن ارتازرڪس اول (۴۰۴ ـ ۴۲۴ ق ـ م) هو.[٢٥] سنڌ ۽ ٻين اسلامي ملڪن ۾ " ذوالقرنين" جي اڳيان " سڪندر" جو نالو ڳنڍيو وڃي ٿو. سڪندر اعظم (٣٢٣ ـ ٣٥٦ ق ـ م) سائرس ذوالقرنين (۵٣٠ ـ ۵۵۹ ق ـ م) کان ٻه صديون پوءِ ٿي گذريو آهي، ليڪن هن جوان فاتح تاريخ تي بهادري ۽ مهم جوئي ۾ اهڙو ڏاڪو ڄمايو آهي جو اڪثر مسلمان تاريخ نويسن سائرس ذوالقرنين، کي سڪندر ذاولقرنين ڪري لکيو آهي. قرآن شريف ۽ بائيبل مقدس ۾ جنهن ٻن سڱن واري ميڊيا ۽ فارس جي بادشاهه جو ذڪر آيل آهي اهو سائرس ثاني عرف سائرس اعظم (خورس يا گورش بن ڪئمبيسس بن سائرسُ اول) سمجهڻ گهرجي.

" ياجوج ۽ ماجوج" جو ذڪر ٻن ساڳين مذهبي پاڪ ڪتابن ۾ آيل آهي ۽ تاريخ ۾ سندن پتو لڳايو ويو آهي. قرآن شريف جي سورة الڪهف ۾ ڄاڻايل " ياجوج و ماجوج" بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب ۾ ڄاڻايل ماجوج بن يافث بن حضرت نوح عليه السلام (2: 10) جي نسبت سان سڃاڻي سگهجن ٿا. انهي نسبت سان " ماجوج" يورپ جي يافثي نسل مان هئا. مزيد " تاريخ جي پهرين ڪتاب" ۾ يافث جا پٽ، جمر، ماجوج، مادي (ميڊقوم جو جدامجد) ياوان، توبل، مسڪ ۽ تيراس" ڄاڻايل آهن. (۵ :١) توبل ۽ مسڪ جي اولاد پنيان، ڪوهه قاف جبل جي اتر ۾ وهندڙ ٻن قديم ندين تي توبل ندي جي ڪناري سان جديد شهر " تو بلسڪ (Tobalsk) آباد آهي ۽ قديم " ماسڪو" (Moscow) مشيڪ (Meshech) ندي جي ڪناري تي آباد هو. " حزقي ايل نبيءَ جي ڪتاب" ۾ لکيل آهي ته "......... خداوند جو ڪلام مون تي نازل ٿيو ته اي آدم زاد تون پنهنجو رخُ " جوج" ڏانهن ڪر، جيڪو "ماجوج" جي علائقي ۾ آهي ۽ روش (روس) مسڪ (ماسڪو) ۽ توبل (ندي) جو بادشاهه آهي.... ۽ چئُ......... ته ...... آءُ تنهنجي برخلاف آهيان.........." (٣ ـ ١ : ٣٨) يورپ جي تاريخ ۾ " ياجوج و ماجوج" کي گاگ اينڊ مگاگ (Gog and Magog) لکيو وڃي ٿو، انهن جا پتلا، يا بوتا (effigies) لندن جي گلڊ هال (Guild hall, Lon-

(don پر رکيل آهن. معلوم ڪيو ويو آهي تہ اهڙي قسم جا بوتا انگلنڊ جي بادشاهہ هينري پنجين جي ڏينهن ( ۱۴۲۲ - ۱۳۸۷ع ) پر "لنڊن" پر موجود هئا. گلڊهال پر رکيل بوتا انهي وحشي قوم گاگ ۽ مگاگ ( ياجوج ۽ ماجوج) جي نسل مان آخرين ٻن ديوقامت شخصن جا آهن، جن کي انگريز پهلوان ڪورينيئس (Corineus) قتل ڪيو.( چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا ج ٦، ص ۴۰۹)

ڪوهہ قاف جا وحشي قبيلا جن جي حملن کي روڪڻ لاءِ عظيم ديوار بنائي وئي، اهي ياجوج ۽ ماجوج هئا، جن کي گاگ ۽ مگاگ چئجي ٿو: " گاگ"، "مگاگ" ملڪ جو ظالم بادشاهہ هو، جنهن ايرانين، آرمينيائين ۽ سمرين سان الحاق ڪري " اسرائيل" خلاف محاذ قائم ڪيو. بائيبل جي انهيءَ تشريح موجب اهي " خداوند جي بادشاهي" خلاف ايندڙ وقت پر دشـــمنيءَ جون ڪاروايون ڪندا. تاريخي طور تي " مگاگ" لفظ جو استعمال انهن سڀني نامعلوم قومن لاءِ ڪيو ويو آهي، جيڪي ڪوهہ قاف جبل جي قطارن جي اتر طرف آباد هيون. تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي تہ بحر اسود (Black Sea) جي اتر ۽ اتر - اوير پر واقع پوري علائقي کي سٿيا (Scythia) سڏيو ويندو هو ۽ جيڪي وحشي قومون (Barbarians) انهيءَ علائقي پر رهندا هئا، انهن کي " سٿين" (Scythians) چيو ويندو هو." گاگ" يا "ماجوج" بہ انهيءَ علائقي سان وابستہ نالو آهي. تنهنڪري تاريخنويسن ( جوزيفس ۽ جيرومي (Josephus & Jerome) جي هيءَ راءِ وزني آهي تہ اهي قديم وحشي قوم جا ماڻهو " سٿين" هئا. فتح بابل سن ۵۳۹ ق - م کان ڏهہ سال اڳ سٿين جي تعاقب پر سائرس ذوالقرنين گنڌارا، سيستان ۽ غزني فتح ڪري سنڌ پر داخل ٿيو هو.[۲۶]

"سٿين" ۽ " آريا" بہ الڳ نسل آهن، انهن کي هندي آرين جي تاريخ پر " اڻ آريا" ۽ " آريا" لکيو وڃي ٿو. ايٽڪن جي گزيٽيئر مطابق " سنڌ جي اڪثر آبادي "سٿين" نسل سان تعلق رکي ٿي ۽ اهي " آريا" نسل مان نہ آهن ...... سنڌکي " انڊوسٿيا" سڏيو ويندو هو." " ائن انڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا" جا مؤلفين چاڻائن ٿا تہ " سٿين پنهنجي آبادڪاري سنڌو ماٿري ۽ الهندي هندستان پر بتدريج وڌائيندا رهيا؛ انهي علائقي کي يونانين

ملاحن ۽ جاگرافيدانن، پهرين ۽ ٻي صدي عيسويءَ ۾ " ستيا" (Scythia) نالو ڏنو ۽ انهن قديم آبادڪارن کي " ستين" (Scythian) سڏيو. ( ص ١١٨) پنجين صدي قبل مسيح ۾ سائرس اعظم ذوالقرنين جي شهنشاهيت يونچ سمنڊ ( بحر روم) جي ايشيائي ساحل کان سنڌو ندي جي ماٿري تائين وسيع هئي. يورپ ۽ افريقا جو پرڏيهي واپار سندس اجازت بغير هلي نہ ٿي سگهيو. " ستين" آبادڪارن، يا وحشي ڌاڙيلن خلاف ذوالقرنين جون ڪاروايون عين تاريخي عمل مطابق آهن، تاهم ڪنهن بہ قوم جي نسل ڪشي ممڪن نہ آهي. پنج صديون پوءِ بہ " ستين" سنڌ ۽ اتر اولهہ علائقن ۾ سرگرم هئا، جن کي سن ٥٧ ق ـ م ۾ راجا ڪرم جيت شڪست ڏني ۽ اُنهي خوشي ۾ انهي سال ٥٧ ق ـ م کان " وڪرمي سنبت" شمار ڪيو ويو. (سن تي اختلاف آهي، ليڪن واقعو تسليم شده آهي.) پهرين صدي عيسويءَ ۾ ستين جي ڪجهہ علائقن تي "پارٿين" قبضو ڪيو. انهيءَ علائقي مان لڌل سڪن ۽ اڪريل عبارتن ۾ ڪيترن ستين ـ پارٿين راجائن ۽ سنڌن نائبن جا نالا ملن ٿا. ( ائڊوانسڊ ص ١١٨) "ستين" قوم جي تاريخ تي ڪجهہ تحقيق ڪيل آهي ۽ ڪافي ڪجهہ اجا ڪرڻ جي ضرورت آهي. ذوالقرنين جي حوالي سان ياجوج ماجوج جو قصو دراصل آريا ڪياني شهنشاهيت ۾ ستين وحشي ڌاڙيلن جي حملن کان دفاع جي انتظامات جو احوال آهي.

تاريخ ڏيکاري ٿي تہ " آزربائيجان " ۽ "آرمينيا" جي جبلن جي وچ ۾ آباد قبيلا پنهنجي اتراڌي " ستين" قبيلن جي حملن کان هميشه هيسيل رهندا هئا، انهن ٢٨ سال" ميڊيا" تي حڪمراني ڪئي. هيروڊوٽس جي تاريخ موجب ڪياني شهنشاهہ دارا اول ( ٤٨٦ ـ ٥٢٢ ق ـ م) سن ٥١٢ ق ـ م ۾ " ستين" قبيلن تي ڪاهہ ڪئي جيڪي وقت بہ وقت ايشيا جو امن برباد ڪري رهيا هئا. دارا اول کان ٢٨ سال اڳ جڏهن ستين "ميڊيا" تي قابض هئا، اهو زمانو سائرس اعظم ذوالقرنين ( ٥٣٠ ـ ٥٥٩ ق ـ م) جو هو، ۽ اهڙي طرح ياجوج ۽ ماجوج خلاف دفاعي انتظامات ڪرڻ جو سال ٥٥٠ ق ـ م شمار ڪرڻ گهرجي.

انهن دفاعي انتظامن ۾ اها يت ( ديوار) شامل آهي جنهن جو ذڪر

سورة الڪهف ۾ آيل آهي: اها " سدا" ( روڪ) جيڪا " ياجوج و ماجوج" جي حملن کان بچاءَ خاطر بنائي وئي، جيڪا اڄ بہ " دربند" (Derbent) جي نالي سان " داغستان" جي ايراني ڪوهہ قافي علائقي ۾ ڪئسپين سمنڊ جي مغربي ساحل تي ڏسي سگهجي ٿي: سمنڊ جي پر ۾ خشڪي جي هڪ سوڙهي پٽي جتان زمين تي چڙهڻ لاءِ ايڪپري چاڙهي آهي ۽ ڏکڻ طرف ڪوهہ قاف جي عِلائقي (Caucasia) جي ساموندي چيڙي سان ڪوهہ قافي ديوار، پنجاهہ ميل ڊگهي، جنهن کي سڪندر اعظم جي ديوار (Alexanders Wall) جو غلط نالو ڏنو ويو آهي، جيئن ذوالقرنين کي سڪندر ذوالقرنين چيو ويو آهي. انهيءَ ديوارڪئسپين در -Portus Cas) (pae يا "لوهي در" (Portus Albanae) جي سوڙهي لڪ کي بند ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ جي بلندي ٢٩ فٽ ۽ ويڪر ڏهہ فٽ آهي. انهيءَ "دربند" جي آثار قديمہ کي لوها دروازا ۽ متعدد چونڪيون (Watch towers) حفاظتي برج هئا، جن سان ڪياني شهنشاهيت جي سرحدن جو موثر دفاع ٿي سگهيو ٿي. اهو سرحد جو اهم حصو هو، جيڪو " ميد" قوم جي علائقي " ميديا" جي انت اتر اولهہ ۾ " بحر اسود" (Black Sea) ۽ " ڪئسپين سمنڊ" (Caspian Sea) جي ڪوهہ قافي علائقي (Caucasia) جي درميان " ستين" ڌاڙيلن جي حملن کان قدرتي طور تي محفوظ ڪيو ويو.[٢٩]

ميديا ـ آشوريا جي ڪتبن ۾ ڏنل نالا ڏيکارن ٿا تہ " زگروس" جي پهاڙن ۽ " اتر ميديا" جي علائقن ۾ آباد قبائل نہ ايراني (Persian) هئا ۽ نہ هندي يوربي آريا نسلن سان سندن تعلق هو، بلڪ اهي آرمينيا جا اصل باشندا هئا، جيڪي ڪوهہ قاف جي متعدد قبيلن ۾ ورهايل هئا. ڪٿي ڪٿي ، ڪتبن ۾ انهن جي بادشاهن جانالا " ايراني" آهن ليڪن " اتر ميديا" ۽ ڪئسپين سمنڊ جون ساحلي قومون، گيلي (Galae) ، " تپوري" (Tapuri) ، ڪدوسائي (Cadusii) ، امردي (Amardi) ، " اتائي" (Utii) وغيره يقينا ايراني نسل مان نہ هيون. آرمينيا ۽ آذربائيجان جي پهاڙي سلسلن جي دامن ۾ آباد قبيلا" فارسي" زبان نہ ڄاڻندا هئا.[٣٠] " سورة الڪهف" جي متن ۾ " تغربُ في عين حمئة ووجد عندها قوما" ( آيت ٨٦)

يعني ذوالقرنين سج جي لهڻ واري جاءِ تي پهتو ۽ڏٺائين تہ هو " عين حمئة" ۾ غروب ٿي رهيو هو. " عين حمئة" جي معنيٰ هڪ " نيري ميري پاڻيءَ جي ڍنڍ" يا " بحر اسود" آهي. " مغرب الشمس" يعني جتي سج غروب ٿئي ٿو، " ذوالقرنين" جي شهنشاهيت جي انتهائي مغربي سرحد هئي ۽ اها عين حمئة يا بحر اسود جو ساحل هو. " عين" معنيٰ وڏو پاڻي، " حمية" معنيٰ گارو گپ، بحر اسود ڏانهن اشارو ڪن ٿا، ۽ جيئن تہ ذوالقرنين اڳيئي " ميديا" فتح ڪري چڪو هو، تنهن ڪري " بحر اسود" سندس شهنشاهيت جي اتر اولهہ سرحد تي واقع هو. اتي هن " هڪ قوم ڏٺي" جنهن لاءِ کيس ارشاد خداوندي ٿيو تہ وٺي تہ انهن کي سزا ڏي ۽ وٺي تہ ساڻن سٺو سلوڪ ڪري، ڪين پنهنجو ڪري ڇڏ." ( سورة الڪهف، آية ٨٦) هن چيو تہ جيڪو سرڪشي ( ڪفر) ڪندو، تنهن کي ضرور سزا ڏيندس، پوءِ هن کي پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽڻو پوندو، جيڪو هن کي سخت عذاب ڏيندو ( آية ٨٧) ليڪن جيڪو ايمان آڻيندو ۽ نيڪ عمل ڪندو، تنهن کي انهيءَ جي عيوض سٺو انعام ملندو ۽ اسين کيس انهن ڪمن جو حڪم ڏينداسون جن جي ڪرڻ ۾ هن جي لاءِ آساني ۽ راحت هوندي". ( ايضا آيت ٨٨)

مٿي ڄاڻايل قرآني متن مان صاف ظاهر آهي تہ بحر اسود ( عين حمئة) جي قوم ۾ حضرت ذوالقرنين پنهنجي زرتشتي مذهب جي تبليغ ڪئي جنهن ۾ نيڪيءَ تي زور ڏنل هو. اتان هن مشرق جو رخ ڪيو ۽ طلوع شمس (سج اڀرڻ) واري هنڌ پهتو جتي هڪ قوم ڏٺائين جن وٽ سج جي تپش کان بچڻ لاءِ ڪو وسيلو نہ هو. اهي ڪئسپين سمنڊ جي ساحلي علائقي تي آباد وحشي قبائل هئا جن جي ٻولي آرين جي ٻولي کان الڳ هئي. انهن جي من ۾ مدِي هئي، " هنن جي اها حالت هئي ۽ جيڪي ذوالقرنين وٽ هو (نيڪي جو اصول) تنهن جي اسان ( الله تعاليٰ) کي مڪمل خبر هئي ( ايضا ـ آية ٩١) انهن ۾ پڻ پنهنجي دين جي تبليغ ڪئي هوندائين. بعد ۾ ٽيون ڪُوچ ٻن جبلن جي قطارن ( آرمينيا ۽ آزربائيجان جي پهاڙي سلسلن جي وچ علائقي طرف ڪيو ويو جتي ياجوج ۽ ماجوج ( سٿين قبائل) جي دراندازي خلاف " سد ذوالقرنين" تعمير ڪئي وئي، جيڪا موجوده زماني ۾ داغستان

جي " دربند" ۽ " داريال" شهرن جي درميان پنجاھہ ميلن جي ڊيگھہ، ٢٩ فٽن جي بلندي ۽ ڏهن فٽن جي ويڪر ۾ قائم آهي. ذوالقرنين جي دور ۾ لوهہ ۽ ٽامي جي صنعت جنگي اسلحہ سازي ۾ استعمال ٿيندي هئي. انهي صنعت ذريعي سد ذوالقرنين تعمير ٿي. حضرت عمر رضہ جي دور خلافت ۾ آزربائيجان جي فتح ( سن ٢٢ھہ/ ٦٤٣ع ) بعد عرب جنرل سراقہ بن عمرو کي " دربند" ( باب الابواب) جي مـــهم تي روانو ڪيـــو ويو، جنهن عبدالرحمان بن ربيع کي " مقدمة الجيش" يا لشڪر جو سالار مقرر ڪري " آرمينيا" جي علائقي ۾ پيشقدمي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اتان جي حاڪم " شهربراز" اطاعت قبول ڪئي، پوءِ جڏهن عبدالرحمان " باب الابواب" (دربند) طرف وڌڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن " شهر براز" کيس چيو تہ " مون اڳواٽ هڪ سونهون سد ذوالقرنين طرف روانو ڪيو آهي جيڪو توهان کي اتان جي حالات ۽ تفصيلات کان آگاھہ ڪندو". ( اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، ص ٨٨٨) سائرس اعظم عرف حضرت ذوالقرنين عليه السلام انهيءَ علائقي جي صلح پسند قبيلن کي " ستين" شرپسند قبيلن جي حملن کان محفوظ ڪري، هڪ طرف پنهنجي شهنشاهيت جي سرحدن کي مضبوط ڪيو ۽ ٻئي طرف اتان جي عوام ۾ نيڪيءَ جي تبليغ ڪئي هئي.

سائرس اعظم ( حضرت ذوالقرنين عليه السلام) جي فتوحات ۽ تبليغ جو سلسلو سن ٥٣٩ ق - م کان شروع ٿيو. انهيءَ سال بابل" فتح ڪري يهودين کي غلامي مان نجات ڏياري ٻيهر يروشليم ۾ آباد ڪري بيت المقدس جي تعمير نو جو حڪم ڏنو ويو، بعد ۾ فتح ۽ نيڪيءَ جو اهو سلسلو هر طرف " سنڌ ۽ صغت ( ترڪستان) کان مصر ۽ لبيا تائين ۽ ٻئي طرف يونان ۾ " تريس" ۽ "مقدونيا" تائين وسيع ٿي ويو. اتر ۾ ڪياني شهنشاهيت ۾ ڪوھہ قاف ( ڪاڪيشيا) ۽ خوارزم جا علائقا اڳئي شامل ٿي چڪا هئا. (اسلامي ص ٨٨٧) هيرودوٽس جي تاريخ مطابق سائرس ذوالقرنين " ليڊيا (Lydia) جي فـتح کـان هڪـدم پوءِ " بخطرين" (Bactranian) ۽ سـڪائي (Sacae) قبيلن کي زير ڪيـو". ٻين يوناني ذريعن مطابق آمون درياھہ جي ڪناري تي آباد آريا سپائي (Ariaspae) قبيلي سندس حڪم موجب هڪ ننڍو قلعو تعمير ڪيو، ليڪن " گيڊ روسيا" (Gedrosia)

يعني ڏکڻ ايران ۽ بلوچستان) جي مهم ۾ سندس لشڪر جو وڏو حصو تباهه ٿي ويو. سائرس ذوالقرنين سن ٥٣٠ ق - م ۾ پنهنجي وليعهد ڪئمبيسس کي " بابل" ۾ پنهنجو خليفو مقرر ڪري مشرق طرف هڪ نئين مهم (؟) تي روانو ٿيو، جنهن ۾ شهيد ٿي ويو. " پسرغدائي" (Pasargadae) جيڪو سندس ٻڌرايل شهر هو، سندس آخري آرامگاهه آهي. " هن پنهنجي پويان انصاف ۽ رحمدلي جي شهرت ڇڏي جيڪو سندس خاص حق آهي، تاهم گهڻي ڀاڱي انهي ۾ سندس ماهرانه تبليغ جو اثر شامل آهي. ( برٽانيڪا، ج ٦ ص ص ٩٦٠، ٩٥٩) سندس وصيت مطابق سندس مقبره جي مهاڙي تي، ايلامي زبان ۽ انهي رسم الخط ۾ جيڪا هاڻي پڙهي وئي آهي، هي عبارت نقش ڪيل آهي:

" اي انسان ! آءٌ سائرس آهيان، جنهن پارسين جي شهنشاهيت جو بنياد وڌو ۽ جيڪو ايشيا جو بادشاهه هو، تنهنڪري منهنجي هن يادگار تي حسد نه ڪر !" ٣١

هيرودوٽس جي بيان مطابق جڏهن سڪندر اعظم سن ٣٣٠ ق - م ۾ ايران فتح ڪيو، تڏهن سائرس جي مقبري ۾ سندس خوشبودار سانديل لاش سوني پلنگ تي رکيل ڏٺائين. تازو ٢٧ آڪٽوبر ٢٠٠٠ع تي ڪوئيٽا (بلوچستان) ۾ هڪ " ممي" هٿ آئي، جنهن تاريخدانن ۽ آثار قديمه جي ماهرن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته لاشن کي " ممي" جي شڪل ۾ هميشه لاءِ محفوظ ڪرڻ جو فن ۽ رواج فقط مصر جي قديم تاريخ سان وابسته رهيو آهي. ممي جي تابوت ۽ سيني تي رکيل سوني تختي تي ايلامي لپي ۾ ڪجهه عبارتون نقش ڪيل آهن.ماهرين جي تحقيق بعد اهي عبارتون هيٺن پڙهيون وڃن ٿيون: پٿر جي تابوت (Sarcophagus) ۾ مميءَ جي سيني واري تختيءَ تي اڪريل آهي. " آءٌ عظيم بادشاهه زرڪس (Xerxes) جي دختر ( ڌيءُ) آءٌ " رُدُوغُنا" رددُومنا /Ruduuna) (Rudumna : سندس دعويٰ آهي ته ڪيس " اهور مزدا" جي دعا ۽ پناهه حاصل آهي" تابوت جي مٿن ڪان رکيل ڍڪ تي ساڳي عبارت چند لفظن جي مختلف سان اڪريل آهي جنهن ۾ ڪياني شهزادي جو ساڳو نالو اڪريل آهي اهي ڪان علاوه پٿر جي ڍڪ تي مٿي ڪان هيٺ ٻن سٽن ۾ هيءَ دعا

اُڪريل آهي: " اهُورِمزدا" جي ٽيڪ ۽ امداد تي، ۽ برجستہ حفاظت هيٺ، هيءَ بادشاهي قائم ٿي آهي،" ٻي مثال لکيل عبارت هن طرح آهي: " مون " رڏومنا" جي حفاظت ڪئي وڃي ۽ ( منهنجي حق ۾) دعائون ڪيون وڃن، "[٣٢] انهن عبارتن سان گڏ هڪ تصوير بہ اڪريل آهي، جيڪا " اهورِمزدا" جي ٿي نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ مجوسيت مطابق قادر مطلق اهورمزدا جي ڪابہ شڪل صورت ( شبيهہ) نہ آهي. اها تصوير " اشوفروهر" پاڪ روح يا روح القدس، جي ٿي سگهي ٿي. مميءَ واري شهزادي " ردومنا" جو والد زرڪس، ستون ڪياني بادشاهہ هو ( ٤٦٥ ـ ٤٨٦ ق ـ م) سندس دور کان تاريخ جو زمانو شروع ٿو ٿئي.

ڪياني خاندان جو جد امجد سائرس اول (٦٠٠ ـ ٦٤٠ ق ـ م) ۽ سندس جانشين فرزند ڪئمبيسس اول ( ٥٥٩ ـ ٦٠٠ ق ـ م) ايران جي تاريخ ۾ پهرين شهنشاهيت يا موروثي بادشاهيت جو آغاز ڪري ويا. سائرس ذوالقرنين ( ٥٣٠ ـ ٥٥٩ ق ـ م) هڪ مضبوط ۽ مربوط شهنشاهيت قائم ڪئي، جنهن کي سندس جانشنين فرزند ڪئمبيسس ثاني ( ٥٢٢ ـ ٥٣٠ ق ـ م) اڃا بہ وڌيڪ وسيع ڪيو. " بارديہ" جي مختصر وقفي (٥٢٢ ق ـ م) بعد دارا اول ( ٤٨٦ ـ ٥٢٢ ق م) دنيا ۾ هڪ فاتح ۽ عظيم منتظم ٿي اُڀريو. " زرڪس" (٤٦٥ ـ ٤٨٦ ق ـ م) سندس جانشين فرزند يورپ ۾ ايراني قوم جو ڌاڪو ڄمايو ۽ سندس ڪارنامن کي يوناني مورخ هيرودوٽس قلمبند ڪري تاريخ جي دور جو آغاز ڪيو.

سائرس ذوالقرنين جي وفات سن ٥٣٠ ق ـ م بعد سندس وليعهد فرزند ڪئمبيسس ثاني جي لقب سان تخت نشين ٿيو. پيغمبري،رحمدلي ۽ عدل جو دور ختم ٿيو. ڪئمبيسس ثاني (Cambyses 11/ Kambu-siys) پنهنجي ڀاءُ سميردس (Samerdis) جي رت سان هٿ ڳاڙهاڪري تخت جو وارث بڻيو. ڪياني شهنشاهيت کي وسيع ڪندي فونيقيہ (Phoenicia) ايشيائي ڪوچڪ ۽ شام لبنان جا علائقا فتح ڪرڻ بعد قبرص (Cyprus) ۽ مصر (Egypt) تي قبضو ڪيائين. مصر ۾ فرعون بنجندي پنهنجي اصلي دين کان ڪجهہ وقت ڦري ويو، ليڪن جلدي توبہ

تائب ٿيو. مسلسل فتوحات سندس دل ۾ افريقہ (Africa) فتح ڪرڻ جو خواب جاڳايو. نيوبيا (Nubia) تي حملو جزوي طور تي ڪامياب ٿيو، ليڪن مغربي افريقا ۾ پيشقدمي ڪندڙ فوج صحرا ۾ برباد ٿي وئي، هيروڊوٽس جي بيان مطابق هو چريو ٿي پيو ۽ هڪ سنگدل ظالم بڻجي ويو. پنهنجي سڄڻن کي بہ مارائڻ کان نہ مڙيو. مصري عوام جي مذهبي جذبات کي مجروح ڪيائين. ( چئمبرسس ج ٢ ، ص ص ٧٩٥ ـ ٧٩٤)

وسيع تر "ڪياني شهنشاهيت" جي بگڙجندڙ غير يقيني حالتن هڪ ماگي سردار جي من ۾ وڌو تہ هو پاڻ کي ڪئمبيسس جي مقتول ڀاءُ "سميردس" جي روپ ۾ ظاهر ڪري ۽ هن ايئن ڪري بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. انهيءَ بغاوت کي پنجو ڏيڻ لاءِ ڪئمبيسس تڪڙو مصر کان ايران روانو ٿيو، ليڪن واٽ تي موت جي فرشتي ڪيس جهٽي ورتو، ڪن ذريعن مطابق هن خود ڪشي ڪئي.

باغي ماگي " گوماتا" (Gaumata) " برديہ" جي نالي سان پنهنجي تخت نشينيءَ جو اعلان ڪيو. " برديہ" " سميردس" جو اصلي نالو هو، جيڪو هن استعمال ڪيو، اهو سن ٥٢٢ ق - م هو. ان وقت ڪياني شاهي خاندان مان هڪ ڪم درجي قبيلي تيئسپس (Teispes) جي خاندان مان " هستاسپس" (Hystaspes) جو فرزند دارا (Darius) پارٿيا (Parthia) جو سترپ ( نائب حاڪم) هو. دارا هڪدم تخت تي قبضي ڪرڻ لاءِ اقدامات ڪيا ۽ ڪامياب ٿيو. دارا، سائرس ذوالقرنين جو صحيح جانشين ثابت ٿيو ۽ ڪياني شهنشاهيت جي تنظمت کي مڪمل ڪيائين. ( ايضا. ج ٤، ص ص ٣٨٣ ـ ٣٨٢).

## سياسي تاريخ:

" پرشيا" دراصل قديم فارس جي علائقي جو نالو هو، مغربي عالمن اهو نالو پوري ايراني مٿاهين پٽ تي رکيو ۽ بعد ۾ اها شهنشاهيت جيڪا ذڪر ڪيل اولهہ ايشيا جي انهيءَ علائقي جي گهٽي حصي تي قائم ٿي، " پرشن ايمپائر" جي نالي سان سڏي وئي. هن ملڪ ۾ ان جي شهنشاهيت جا هن

وقت تائين پارهن مختلف دور، تاريخ جي زينت بنيا آهن:

(١) ڪياني دور کان اڳ جو زمانو.

(٢) ڪياني شهنشاهيت (Achaemenid Empire) ٦٤٠ ق - م کان ٣٣٠ ق - م

(٣) يوناني دور ٣٣٠ ق - م کان ٢٥٠ ق - م.

(٤) پارٿي شهنشاهيت (Parthian Empire) (٢٥٠ ق - م کان ٢٢٤ع)

(٥) ساساني شهنشاهيت (Sassanid Empire) ( غالبا ٢٢٤ع کان ٦٥١ع)

(٦) اسلامي خلافت جو دور (Islamic Caliphate Period) (١٥٠١ ـ ٦٥١ع) تاتاري اقتدار جو دور

(٧) صفوي دور حڪومت (Safavids sway) ( ١٧٣٦ ـ ١٥٠١ع)

(٨) افشاري ( نادرشاهي) دور حڪومت (Afsharids) ( ١٧٤٩ ـ ١٧٣٦ع)

(٩) زيند شاهي خاندان (Zend Dynasty) ( ١٧٩٤ ـ ١٧٥٧ع)

(١٠) قاجار شاهي خاندان (Qajar Dynasty) ١٩٢٥ ـ ١٧٩٤ع)

(١١) پهلوي شاهي خاندان (Pahlavi Dynasty) ١٩٧٩ ـ ١٩٢٥

(١٢) اسلامي جمهوريه (اسلامي انقلابي مملڪت ايران) ١٩٧٩ع.

## ايران ۾ ڪياني شهنشاهيت جو زمانو: (٣٣٠ ــ ٦٤٠ ق - م)

٦٠٠ ـ ٦٤٠ ق - م سائرس اول

٥٥٩ ــ ٦٠٠ ق - م ڪئمبيسس اول

٥٣٠ ـ ٥٥٩ ق ـ م سائرس پيو، سائرس اعظم ( ذوالقرنين/ خورس)

٥٢٢ ـ ٥٣٠ق ـ م ڪئمبيسس پيو

٥٢٢ ق ـ م بارديتہ

٤٨٦ ـ ٥٢٢ ق ـ م ارتازرڪس اول

٤٠٤ - ٤٢٤ ق - م دارا ثاني

٤٦٤ ـ ٤٨٦ ق ـ م زرڪس/جرجيس

٤٢٤ ـ ٤٦٤ق ـ م دارا پيو

٣٥٨ ـ ٤٠٤ ق ـ م ارتا زرڪس پيو

٣٣٨ ـ ٣٥٨ ق ـ م ارتا زرڪس ٽيون

٣٣٦ ـ ٣٣٨ ق ـ م ارسيز ٽيون

٣٣٠ ـ ٣٣٦ق ـ م دارا ٽيون

٣٣٠ ـ سڪندر اعظم ايران فتح ڪيو

## دارا اول ( ٤٨٦ ـــ ٥٢٢ ق ـ م)

ڪئمبيسس ثاني ( ٥٢٢ ـ ٥٣٠ ق ـ م) کانپوءِ ايراني ڪياني شهنشاهيت عدم استحڪام طرف گامزن هئي. دارا اول بزور بازو تخت حاصل ڪيو، تاهم سيني صوبن سندس تخت نشينيءَ کي تسليم نہ ڪيو، تنهنڪري باغي صوبن ۽ انان جي سردارن کي مطيع ڪرڻ لاءِ، دارا کي وڏي جدوجهد ڪرڻي پئي. " بابل" ۾ گهڻي بغاوت ڦهليل هئي. ٻہ دفعا معرڪہ آرائي ٿي ( ٥٢١ ـ ٥٢٢ ق ـ م) ۽ آخرڪار حڪمراني بحال ٿي. " ميديا" ۽ " آرمينيا" ۾ ساڳي ريت بغاوت پڙڪي ۽ اها بہ بند ڪٽي وئي. ازانسواءِ پارٿيا ۽ هرسينيا، (Hyrcania)، ايلام (Elam) ۽ خود فارس ( ايران) اندر بغاوت جا شعلا پڙڪي رهيا هئا، اهي پڻ وسايا ويا. ڪل ١٩ معرڪن ۾ نو ( ٩) باغي سردار زير ڪيا ويا؛ بهشتُن (Behistun) جي سہ لغوي خاڪي ۾ انهن کي دارا جا قيدي ڏيکاريو ويو آهي. تن ٻولين ۾ اڪريل هي آثار قديمہ انهن تاريخ ساز ڏينهن جو احوال ڄاڻائي ٿو، ( چئمبرسس ج ٤،

ص ٣٨٢).

دارا اول پنهنجي دور جو عظيم ترين منتظم هو. تخت جي ڪوڙي دعويدار ۽ نون باغي قبيلن جي سردارن ۽ صوبائي حڪمرانن جي بغاوت کي فقط ٻن سالن جي قليل عرصي اندر ختم ڪرڻ بعد مطمئن ٿي تخت تي نہ ويٺو، بلڪ عزم ۽ حوصلي سان شهنشاهيت کي مستحڪم ۽ وسيع ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو. مصر جي " سترپ" ( صوبائي حڪمران) پنهنجي اختيارات کان تجاوز ڪيو تہ دارا انهيءَ کي هٿائي خود " فرعون" جو امتيازي نشان پاڻ وٽ رکيو، عبادتگاهہ تعمير ڪرايا. ڪئمبيسس جي دور حڪومت جي زيادتين جو ازالو ڪيو ۽ نيل - بحر احمر نهر ٻيهر جاري ڪرائي. جنهن بعد شهنشاهيت جي مشرقي سرحدن طرف متوجہ ٿيو. ( ايضا - ص ٣٨٣) سن ٥١٩ ق - م ۾ سنڌونديءَ جو مغربي ڪنارو نئين سرحدمقرر ٿي ۽ برصغير جو اميرترين علائقو " سنڌ" ڪياني شهنشاهيت جي ويهين" سترابي" بني. دارا جي سياسي تنظيم ۾ شهنشاهيت جي هر ملڪ کي هڪ الڳ صوبي جي حيثيت ڏني وئي جنهن کي " سترابي" نالو ڏنو ويو. هر سترابي تي هڪ شهري حڪومت جو سربراهہ ۽ هڪ فوجي جنرل مقرر ڪيا ويا، جيڪي سڌي طرح شهنشاهہ جي ماتحت هئا.

دارا اول، پنهنجي شهنشاهيت جو هڪ شاندار تختگاهہ تعمير ڪرايو، جنهن تي " تخت جمشيد" نالو رکيائين. " ڪوهہ رحمت" تي سندس اهو تاريخي يادگار اڃا تائين قائم آهي. سنگلاخ زمين کي گهڙي هڪ سهڻو شهر ٺاهيو ويو. " يونان" ۾ " اٿينس" جي " ائڪروپولس (Acropolis) جو مد مقابل " ايران" جو تخت جمشيد (Persepolis) پارسي ( ايراني) طرز تعمير جو هڪ روبدار نمونو آهي، جيتوڻيڪ ٻہ صديون پوءِ اٿينس جي آتشزدگي جي انتقام وٺڻ لاءِ، يوناني فاتح سڪندر اعظم " تخت جمشيد" کي نذر آتش ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو، تاهم ان وقت هو سخت نشي جي حالت ۾ هو، ۽ هوش سنڀاليندي وڏيڪ تباهڪاري روڪي ڇڏيائين. اهو سن ٣٣٠ ق - م هو. دارا اعظم جي انتظامات جو مطالعو ڪندي حيرت کان بچي نہ ٿو سگهجي. هن هڪ يوناني ملاح اسڪائيليڪس (Skylax) کي امير البحر مقرر ڪيو، جنهن سن ٥١٤ ق - م ڏاري پشاور وٽ هڪ

آڙماڙ تيار ڪئي، جنهن ڪابل ندي ذريعي سنڌو نديءَ ۾ سفر جاري رکيو ۽ اچي عربي سمنڊ ۾ داخل ٿي، اهو جهازن جو ٻيڙو، اڍائي سال سمنڊ جهاڳيندو " سئيز جي نار" ۾ داخل ٿيو ۽ " آرسينو" (Arsinoe) جي بندرگاهه تي لنگر انداز ٿيو. بعد ۾ هڪ مصري ملاح نيڪوٿاني (Nicho11) جي رٿا موجب بحر احمر ( ڳاڙهي سمنڊ) سان نيل نديءَ کي ڳنڍيو ويو، اهو سڀ ڪجهه هڪ عالمي بحري تجارت لاءِ بنيادي انتظامات ڪرڻ خاطر هو. ساڳي طرح، انهيءَ سال ٥١٢ ق - م ۾ سنڌ سترابي جي " ڪڇ" ۾ جيڪو ان وقت هڪ ڇڇي سمنڊ هو، هڪ بندرگاهه تعمير ڪرايو ويو. انهي بندرگاهه جو نالو " پارينگر" تاريخ ۾ مشهور آهي. بنيادي ڍانچي جي فراهمي بعد سن ٥٠٠ ق - م ۾ ، سنڌ جي ذريعي، عراق ۽ هندستان طرف قديم بحري تجارتي رستا ٻيهر بحال ڪيا ويا. جيڪي ڪيترن صدين کان وٺي منقطع هئا.

سڪائيلئڪس جي ڪٺي ڪيل معلومات کي هڪ يوناني جاگرافيدان هيڪاٽيوس (Hecateus) قلم بند ڪيو ۽ اها " هيرودوٽس" جي تاريخ جو هڪ ذريعو بني. انهيءَ ذريعي مطابق سنڌوندي جي ڪاٻي ڪناري سان اوڀر طرف هڪ قبيلو آباد هو. جنهن کي " اوپيائي" نالو ڏنو ويو آهي. اوپيائي قبيلي وٽ هڪ مضبوط قلعو هو. جنهن ۾ ايراني لشڪر کي رهايو ويو. انهيءَ قلعي جي اوڀر طرف " هندستان جو وڏو بيابان" ڏيکاريل آهي، جيڪو سنڌ جو ٿر، يا راجستان جو ريگستان هو، جنهن ۾ ايراني لشڪر پيشقدمي نہ ڪئي. ڪوفي رسم الخط ۾ مليل هڪ عبارت ۾ ڄاڻايل آهي تہ " گنڌارا، پنجاب ۽ سنڌ دارا جي حڪومت هيٺ هئا." شاهي طبيب ستيسئس (Ctesias) جي ٢٣ جلدن ۾ لکيل تاريخ فارس ۾ هڪ جلد " هند - سنڌ" جي حالات متعلق آهي. ساڳي دور ۾ " ياسڪا" نالي هڪ پنڊت، قديم سنسڪرت ۾ " نينوڪتا" جي عنوان سان " ويدن" متعلق مسئلن بابت هڪ ڪتاب لکيو.

تجارتي لحاظ کان سنڌو ماٿري جي ڏيساوري واپار، دارا اول جي دور ( ٤٨٦ ـــ ٥٢٢ ق - م) ۾ گهڻي ترقي ڪئي، سنڌوندي جي سرسبز الهندي ڪناري کان نيل نديءَ جي سوغات مصر تائين هر طرف خشڪي

تجارتي رستن جو ڄارُ وڇايو ويو، جنهن ذريعي سنڌو ماٿريءَ کي افغانستان ايران، وچ مشرق ۽ مصر سان ملايو ويو. " فنيقين" (Phoenicians) يمن کان مصر ۽ فلسطين تائين خشڪي شاهراهون تعمير ڪيون. خشڪي تجارتي مواصلات کان علاوه بحري تجارت جون راهون کوليون ويون؛ دارا اول جي امير البحر " سڪائي لئڪس" (Skylax) پشاور کان سنڌونديءَ جي چوڙ تائين جهاز راني جا انتظامات ڪري،سڄي سنڌوماٿريءَ کي عربي سمنڊ ذريعي بحر روم( يونچ سمنڊ) سان ڳنڍي ڇڏيو. سنڌ مان عاج (هاٿي ڏند) ۽ گنڌارا مان ساڳ جو عمارتي ڪاٺ خاص برآمدي اسم هئا، جنهن مان ٻيلن جي ڪثرت جو اندازو ٿئي ٿو.

زر جو استعمال "سميرين" شروع ڪيو ليڪن ميسوپوٽيميا ۾ مسلسل افراتفري ۽ لڙائين سبب اتي عام ٿي نہ سگهيو. باقي دنيا ۾ جنس جي سڌي مٽا ـــ سٽا جو رواج هو. جنسون سروبدر يا اتر ڏيڻ سان ڏنيون ورتيون ويندڙيون هيون. ڪياني شهنشاهيت ۾ پهريون دفعو شاهي سڪي جو رواج پيو.

سن ٥١٢ ق ـ م ۾ دارا اول ، " سٿين" باغي قبيلن جو تعاقب ڪندي يورپ ۾ داخل ٿيو. باسفورس (Bosporus) جو ڳچي سمنڊ، ترڪي ۾، ايشيا ۽ يورپ جي وچ – سرحد آهي، جيڪو بحر اسود کي بحيره مارمارا سان ملائي ٿو ۽ اتان دردانيال ذريعي ايجن سمنڊ (Aegean Sea) ۽ بحر روم/ يونچ سمنڊ (Mediterranean) ۾ داخل ٿيڻ آسان آهي. تاهم باسفورس ۾ سمنڊ جو وهڪرو تيز آهي ۽ ڪٽي تہ تباهہ ڪن آهي: " ارناوتڪـئا" (Arnavutkay) وٽ انهي کي " شيطان جو وهڪرو" (Devils Current __ Seytan akinti) چئجي ٿو. (چئمبرسس، ج ٢ ، ص ٤٥٤) دارا اول انهيءَ تي، ٻيڙن جي پل (Boot bridge) ٻڌرائي هڪ وڏو لشڪر وٺي پار ٽپيو ۽ يونان جي رياستن ٿريس (Thrace) ۽ مئسيڊونيا/ مقدونيہ (Macedonia) کي فتح ڪري، "سٿين" قبيلن کي " ڊئنيوب ندي" جي علائقي مان پڄائي ڪڍيائين. هيءَ مهم مڪمل طور تي ڪامياب نہ ٿي،جاڪاڻ تہ دارا اول جو اصل مقصد سڄي يونان جي فتح هئي. سن ٤٩٩ ق ـ م ۾ " آيونيا" (Ionia) ۾

بغاوت تي، جنهن سندس ارادي کي پختو ڪيو. " اٿينس" تي سن ۴۹۲ ق ـ م ۾ ڪيل بحري حملو ناڪامياب ٿيو، ڇاڪاڻ تہ ايراني آرماڙ، جبل اٿوس (Mt: Athos) وٽ هڪ وڏي حادثي جو شڪار ٿي وئي، سن ۴۹۰ ق ـ م ۾ ٻيو حملو ڪيو ويو، جيڪو " مئراٿان" (Marathon) وٽ پسپا ٿيو، ٽئين حملي جي تياري تي رهي هئي تہ مصر مان بغاوت جي خبر آئي، جنهن سبب ارادو ملتوي ٿيو. سن ۴۸٦ ق ـ م ۾ دارا اول هي جهان ڇڏي ويو ۽ پنهنجو نامڪمل ڪم پنهنجي جانشين فرزند جرجيس / زرڪس (Xerxes) کي ورثي ۾ ڏئي ويو. ( ايضا ـ ج ۴، ص ص ۳۸۳ ـ ۳۸۲) دارا، " اهور مزدا" جو سچو عبادت گذار هو. سندس دور ۾ زرتشتي مذهب باقاعدهٖ سرڪاري مذهب جي حيثيت حاصل ڪئي. اهو سال ۵۲۲ ق ـ م هو، جڏهن اڃا سندس سياسي حيثيت مڪمل طور تي تسليم نہ ٿي هئي. تنهن ڪري " ايلام"، " بابل" ، " آرمينيا" ۽ " ميڊيا" ۾ مقامي مذهبي پيشوائن سخت بغاوت جي باهہ ڀڙڪائي جنهن کي سفاڪي سان چٿيو ويو: " ايلام" شهر هميشه لاءِ برباد ٿي ويو. سيئي بتخانہ ڊاٺا ويا. تاهم جڏهن مصر جي مذهبي پيشوائن " دارا" کي پنهنجي عظيم ديوتا " رع" جو اوتار تسليم ڪيو تڏهن زرتشتي مذهب سان گڏ مصر جي ديوتائي مذهب کي بہ جائز قرار ڏنو ويو. زگرس جبل تي هڪ نقش دارا اول جي مذهبي ڪاروائيءَ جو يادگار آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ ماڻهو دارا اول جي اڳيان ڦٽڪي ساهہ ڏئي رهيا آهن ۽ مختلف قومن جا بادشاهہ ڪانئس معافي گهري رهيا آهن ۽ نقش جي هيٺان لکيل آهي تہ "ڪوڙن خدائن کي مڃيندڙ ڪوڙن جو انجام ـ جيڪي ڪوڙن خدائن جي عبادت ڪندا، انهن جو حشر بہ هن جهڙو ٿيندو". (ايضا – )

دارااول کان اڳ، ڪمبائس / ڪئمبيسس جڏهن مصر جي فرعون "پسميٽڪ" کي قتل ڪري مصر کي ڪياني شهنشاهيت ۾ ضم ڪيو ۽ اهو سن ۵۲۵ ق ـ م هو، تڏهن بہ مصر جي مذهبي پيشوائن هن کي حورث / هورث ديوتا جو درجو ڏئي پنهنجو زميني خدا تسليم ڪيو هو ۽ ڪئمبيسس مصري مذهب ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو هو، ليڪن جڏهن ڪيس پنهنجي تختگاهہ سوسہ ۾ بغاوت جي خبر ملي ۽ سندس فوجن جي پسپائي

جون خبرون لاڳيتون ايندون رهيون، تڏهن انهي بدبختي کي " اهورمزدا" جو قهر سمجهي، حورث / هورث ديوتا جو بت پڃائي ٽڪرا ٽڪرا ڪرائي ڇڏيائين ۽ مندر جي سيني داسن ۽ داسين تي وڏا ظلم ڪيائين. سيني مصرين کي " اهور مزدا" جي عبادت جو حڪم ڏنائين. جنهن زرتشتي مذهب قبول نہ ڪيو، سو قتل ڪيو ويو. انسان جي مذهبي تشدد جي تاريخ طويل ۽ المناڪ آهي ۽ تاريخ نويسن انهن پر تشدد فاتحن کي " اعظم" جو خطاب ڏنو آهي، جيڪي ذاتي صلاحيتن سبب پنهنجي دور جي ماڻهن کان مٿاهان هئا، ليڪن انهن جي هٿان جيڪي انسانن جي لاشن جا ڍير لڳا ۽ ڌرتي تي انسان جي زندگي جنهن دک ۽ پيڙا ۾ پئجي وئي، انهيءَ کي ايئن سمجهي نظر انداز ڪيو ٿو وڃي تہ ماڻهن تي راڄ ڪرڻ لاءِ بيرحمي لازمي آهي.

دارا اول عرف " دارياواش" ٣٦ سال فتوحات، تعميرات ۽ اعليٰ حڪومتي انتظامات ۾ صرف ڪيا ۽ سندس دور ۾ ڪياني شهنشاهيت پنهنجي نقطہ عروج کي پهتي. سندس ڇڏيل نقشي تحريرن مان هڪ ۾ هيئن لکيل آهي: هي بادشاهي جيڪا مون وٽ آهي، " سٿيا" جيڪا "سوگديانہ" جي پريان آهي، اتان کان ڪش ( معنيٰ حبشيہ / اتوبيا) تائين (۽) هندستان ( سنڌو ندي جي الهندي ڪناري) کان ساردس ( تائين)، "اهورمزدا" مونکي ڏني، جيڪو عظيم ترين خدا آهي." (چئمبرسس ج ١٠ ، ص ٥٩٨)

## زرڪس/جرجيس اول ( ٤٦٤ - ٤٨٥ ق - م)

زرڪس اول جي تخت نشيني وقت " مصر" ۽ " بابل" بغاوت جي حالت ۾ هئا، ۽ يونان تي هڪ گڏيل بري ۽ بحري حملي ڪرڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون. هن پهريائين باغين کي زير ڪيو ۽ پوءِ فونيقين جي فراهم ڪيل آرماڙ ۽ شهنشاهيت جي هر صوبي مان پرتي ڪيل بري فوج جو وڏو تعداد وٺي يونان تي حملو ڪيو. اهو سن ٤٨١ ق - م هو، جڏهن " اتوس" جبل کي ٽاڪي، وچان واهہ کوٽيو ويو ۽ انهي تي ٻيڙن جي هڪ

مضبوط پُل ناهي وئي، جنهن تان ست ڏينهن ۽ ست راتيون ايراني لشڪر لنگهندو رهيو. ( چئمبرسس ج ١۴ ص ٧۴٣، بحوالہ هيروڊوٽس) ٿريس (Thrace) کان ٿرموپلائي (Thermopylae) تائين هن لشڪر جو رستو ڪنهن نہ روڪيو. ليڪن اتي " اسپارٽا" (Sparta) جي ٽي سو جوانن مهاڏو اٽڪايو ۽ اجل جو شڪار ٿيا، يا پڄي جان ڇڏايائون. اٽيڪا (Attica) تي اونهاري ۾ حملو ٿيو ۽ تهس نهس ڪئي وئي. سن ۴٨٠ ق - م ۾ ٽروجن جي ميدان تي جيڪو مقابلو ٿيو انهيءَ جو احوال ۽ ايراني پيشقدمي جي ڪاميابيءَ جو تاريخي اصول، هن تحقيق جي " مهاڳ" ۾ ڇاڻايو ويو آهي.

جارحيت ۽ توسيع پسنديءَ جو جنون آخر عبرتناڪ انجام کي پهچندو آهي: جڏهن يوناني ۽ ايراني بحري جهاز" سلامز" جي سوڙهي ڳچي سمنڊ ۾ هڪ ٻئي تي حملي آور ٿيا، تڏهن اتاهين تخت تان نظارو ڪندڙ " زرڪس" ڏٺو تہ " سندس جهاز تباهہ ٿي رهيا هئا ، ۽ سندس اميدن تي پاڻي ڦري ويو هو." ( ايضا) سن ۴٧٩ ق - م ۾ خرابي بسيار بعد، "زرڪس" پنهنجي ناڪامي تسليم ڪئي ۽ يونان خلاف جارحيت بند ڪئي. پوءِ ١۵ سال آرام سان پنهنجي موروثي حڪمراني هلائي ۽ پنهنجي والد دارا اول جا تعميراتي منصوبا مڪمل ڪرايا. هيروڊوٽس جي لفظن ۾، "انسان جي خوشحالي هڪ نازڪ شيءِ آهي" آخر هڪ سازشي سردار ارتابينس (Artabanus)، " زرڪس" کي قتل ڪيو ۽ ڪياني اميرن سندس فرزند " ارتازرڪس (Artaxerxes) کي تخت تي ويهاريو.

## ارتازرڪس اول ( ۴٢۴ – ۴٦۴ ق - م)

ارتازرڪس، " ارتاجرجيس" يا " ارتا خشتره" جي لقب سان ٽي ڪياني ۽ هڪ ساساني ( اردشير) ايران جا بادشاهہ ٿي گذريا آهن، ارتازرڪس اول ( ۴٢۴ ـ ۴٦۴ ق ـ م) کي پنهنجي والد " زرڪس" وانگر جنگيون، شورشون ۽ بغاوتون ورثي ۾ مليون هيون. بخطر (Bactria) ۽ مصر (Egypt) ۾ بغاوتن کي منهن ڏيڻ لاءِ يونانين سان ڪالياس

(Callias) جو صلحنامو صحيح ڪرڻو پيس جنهن موجب " اٿينس" وارن ايرانين کان پنهنجا آئيونيا جا شهر، ٿريس جي شهري رياست ۽ اناطوليه جا ڪجهه حصا خالي ڪرايا. هن سائرس اعظم ذوالقرنين ۽ داراول جي يهودين سان رواداري واري پاليسي جاري رکي. سندس ويهين سالن جو دور حڪومت خير امن ۾ گذريو. ڪيس ڏگهي مٽي وارو ارتازرڪس چيو ويندو هو.

امن ۽ آسائش بادشاهن کي پنهنجي ڪثير راڻين ۽ وسيع حرم سراء طرف راغب ڪندي آهي. فتوحات ۽ بغاوتن جي سلسلي بند ٿيڻ بعد شاهي خاندان ۽ حرم جي زنانين سازشن جو سلسلو شروع ٿيو: " زرڪس" جي وفات بعد سندس ٻن پٽن جو تخت تان تڪرار ٿيو. " ارتازرڪس" صلحه پسندي جي پاليسي اختيار ڪئي هئي. ڪانئس پوءِ سندس فرزند جانشين، داراثاني جو ويهه سالہ دور ( ۴۰۴ ـ ۴۲۴ ق ـ م) به ساڳي طرز عمل ۾ گذريو، سندس فرزند جانشين ارتازرڪس ثاني ۴٦ سال ( ۳۵۸ ـ ۴۰۴ ق ـ م) حڪومت هلائي، جنهن دوران يونانين سان سفارتي تعلقات وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته خود حڪومت اندر سترپن ( صوبائي حڪمرانن) شورش پيدا ڪئي. تاهم بادشاهه سمجهدار هو. ڪيس " منيمن" جي خطاب سان ياد ڪيو ويندو آهي. " اسپارٽا" سان لڙائي ۾ قبرص ۽ يونان جا ايشيائي شهر، صلحنامي موجب ايراني حڪومت کي موٽي مليا. ارتازرڪس ثاني جو گهڻو وقت بغاوتن کي بند ڪرائڻ ۾ گذريو. سن ۳۵۸ ق ـ م ۾ سندس فرزند، ارتازرڪس ثالث جي لقب سان تخت تي ويٺو. سندس ظلم ۽ دغابازي ڪيس دنيا ۾ بدنام ڪري ڇڏيو، ليڪن انهيءَ طريقي سان هن ڪياني شهنشاهيت خلاف عام بغاوتن کي منهن ڏنو: اناطوليه ، فونيقه ۽ مصر ۾ يونانين ۽ رهوديشيا وارن جي مدد سان باغين کي پامال ڪيائين . (چئمبرسس ج ۱ ص ٦٦١) آخر پنهنجي حرم جي هڪ خواجه سراءِ هٿان زهر وگهي فوت ٿيو. اهو ڪدڙو ڪيس ڏاڍو پيارو هوندو هو. انهيءَ ويهه ٻاويهه ساله دور ( ۳۳٦ / ۳۳۸ ـ ۳۵۸ ق ـ م) ۾ يوناني جي انتقام جو عزم ڪياني شهنشاهيت لاءِ خطرو پيدا ڪندو رهيو ۽ دارا ثالث ( ۳۳۰ ـ ۳۳٦ ق ـ م) جي مختصر دور حڪومت ۾ ايران جي هيءَ ٻهرين شهنشاهيت

سڪندر مقدوني عرف سڪندر اعظم جي حملي اڳيان زمين دوز ٿي وئي. اهو سن ٣٣٠ ق - م هو، جڏهن آخري ڪياني شهنشاهه بخطر طرف ڀاڄ ڪائيندي قتل ٿي ويو.

## يوناني دور (٢٥٠-٣٣٠ ق-م)

مقدونيه (Macedonia) جي ننڍڙي يوناني رياست جي بادشاهه سڪندر کي ايران جي عظيم شهنشاهيت ملي وئي، تنهن ڪري سڪندر اعظم سڏيو ويو ۽ هر اهو شخص جنهن کي اهڙي طرح دنيوي ڪاميابي حاصل ٿئي انهيءَ جو بخت " سڪندري" چيو وڃي ٿو. جون ٿا تہ سڪندر اعظم دنيا فتح ڪئي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ ڪياني شهنشاهيت جي حدن اندر تقريبا سڄي آباد دنيا اچي وئي ٿي. افريقا جي بيابانن کان آرمينيا جي برف پوش پهاڙن تائين ۽ هند - سنڌ ۽ مغربي ايشيا جي ميداني علائقن متان، ڪل ٽيهن قومن ۽ اٽڪل پنج ڪروڙ آبادي تي مشتمل ويهه علائقن (ستراپين) واري وسيع ۽ مختلف انواع شهنشاهيت جو نظم و نسق ڪياني شهنشاهيت جو ڪمال هو. هيروڊوٽس خاص فارس ( ايران) کان ٻاهر جن ويهه سترپين جا نالا ڏنا آهن، سي تاريخ جي رڪارڊ ( دفتر) لاءِ اهم آهن: (١) آئونيا (Ionia) (٢) ليديا (Lydia) (٣) ڪپادوسيا (Coppadocia) (٤) سليشيا (Cilicia) ۽ قبرص (Cyprus) (٥) عربستان ۽ آشوريا (Arabia & Assyria) (٦) مصر (Egypt) (٧) آرمينيا (Armenia) (٨) سوسيانہ (Susiana) (٩) بابل (Babylonia) (١٠) ميديا (Media)(١١) پارٿيا (Parthia) (١٢) بخطر (Bactria) (١٣) گنڌارا (Gandhara) (١٤) ارڪوسيا (Arachosia) (١٥) سٿيا (Scythia) (١٦) سوگديانہ (Soghdiana) (١٧) ڪورسميا (Chorasmia) (١٨) مڪران (Makran) (١٩) ستاگيدائي (Sattagydai) ۽ (٢٠) سنڌ (Indiaus) ( چئمبرسس ج ١٠ ، ص ٥٩٨).

سڪندر اعظم جي وفات ، سن ٣٢٣ ق - م ۾ ڪياني شهنشاهيت

جي ٽن تختگاهن؛ سوسہ، اڪباتانہ ۽ بابل مان پوئين شهر " بابل" ۾ ۾ سڪندر اعظم جي اوچتي موت بعد، يوناني جنرل سندس جانشينيءَ تان پاڻ ۾ وڙهي پيا. ٻارهن سالن جي طواف الملوڪي بعد سڪندر اعظم جو بيحد عزيز ۽ قابل جنرل سيليوڪس نڪيٽر سن ٣١٢ ق - م ۾ بابل تي قابض ٿي ويو ۽ آخرڪار " ايشيا" ۾ سڪندر اعظم جي فتح ڪيل ملڪن جو بادشاهہ بڻجي ويو. هن فارس جي انهيءَ امير جي ڌيءُ سان شادي ڪئي، جيڪو ڪياني شهنشاهيت جي ڇهن اعليٰ ترين شاهي خاندان جي اميرن مان هو، ۽ سڪندر اعظم جي هٿان قتل ٿيو هو. اهڙي طرح سيليوڪس جو شاهي خاندان مقدوني ( يوناني) ۽ آريا ڪياني ( ايراني) خون جي آميزش سان پيدا ٿيو.( چئمبرسس ج ١٠، ج ١٢، ص ٤٠٩) انهيءَ شاهي خاندان جي شام ۾ مستقل حڪومت ٢٤٨ سالن (٦٤ - ٣١٢ ق - م) تائين قائم رهي. سن ٦٤ ق - م ۾ رومن شهنشاهيت مغربي ايشيا تائين وسيع ٿي وئي، تاهم پوءِ بہ اسلامي دور جي آغاز تائين يوناني تهذيب ايشيا کي پنهنجي رنگ ۾ رڱيندي رهي.

سيليوڪس شاهي خاندان جي مختصر تاريخ هن ريت آهي: ايجن سمنڊ کان وٺي سنڌوماٿري جي پنجاب علائقي تائين يوناني نوآباديون، شهر ۽ بستيون، قائم ڪيون ويون ۽ يوناني تهذيب کي مقامي تهذيبن ۾ شامل ڪيو ويو. تقريبا اڍائي صدين جو هي دور تاريخ جي دفترن ۾ داخل ٿي نہ سگهيو آهي، تاهم حڪمرانن جو سلسلو ملي سگهي ٿو. سن ٢٨٠ ق - م ۾ سيليو ڪس اول قتل ڪيو ويو ۽ سندس فرزند انٽيوڪس تخت نشين ٿو. هن ويهہ سال ( ٢٦١ - ٢٨٠ ق - م) بادشاهي هلائي. هن اناطوليہ جي گال داراندازن کي شڪست ڏئي ڀڄايو . ٽنهنڪري کيس سوٽر معنيٰ بچاءُ ڪندڙ، جي خطاب سان ياد رکيو ويو. ڪانئس پوءِ سندس فرزند انٽيوڪس ثاني، ٿيوس جي لقب سان تخت نشين ٿيو. سندس دور ( ٢٤٦ - ٢٦١ ق - م) ۾ ايراني علائقن تي " پارٿيا" وارن جو قبضو ٿي ويو ۽ پارٿي شهنشاهيت جو پايو پيو. اهو سن ٢٥٠ ق - م هو ۽ انهي سال بخطر بہ الڳ ٿي ويو. پوءِ هن شاهي خاندان جو ايران ۽ مغربي ايشيا ۾ ڪو واسطو نہ رهيو. باقي سيليوڪسي بادشاهن ۾ ڪجهہ اهم نالا هن طرح ملن ٿا: (١)

انٽيوڪس ثالث " اعظم" ( ١٨٧ ـ ٢٢٣ ق - م) جيڪو مصر جي ٽوليمي فرعونيت سان فلسطين ۽ شام جي علائقن تان هميشه برسر پيڪار رهيو. سن ١٩٦ ق - م ۾ رومين سان تباهہ ڪن مهاڏو اٽڪايائين. سن ١٩٥ ق - م ۾ حني بال سندس دربار ۾ اچي پناهہ ورتي، پوءِ ٻہ دفعا رومين هٿان شڪست ڪائڻ بعد سائن هڪ زير بار ڪندڙ صلحنامي تي صحيح ڪيائين. ( ٢) ٻيو مشهور بادشاهہ انٽيڪس رابع " ايپي فينس" (١٦٤ ـ ١٧٥ ق - م) جنهن مصر جي ٽوليمي خاندان کان شام ۽ فلسطين جا مقبوضہ علائقا واپس ورتا. هن يهوديت کي ختم ڪري يوناني ديومالا کي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ عام ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. سن ١٦٧ ق - م ۾ بيت المقدس کي زيوس ديوتا جي مندر ۾ تبديل ڪري پاڻ کي اهو ظاهر ڪيائين ۽ يهودي قربان گاهہ تي يوناني قربان گاهہ ڪڙو ڪيائين، جنهن تان يهودي مزاحمت شروع ٿي، ۽ " مڪبين" جنگين جو آغاز ٿيو، جيڪي سندس موت ڪانپوءِ بہ جاري رهيون. سن ١٦٤ ق - م ۾ ماليخوليا جي دوري پوڻ سبب دنيا ڇڏي ويو. سيليوڪس جي شاهي خاندان جي باقي تاريخ، خانہ جنگي، خونريزي ۽ مسلسل زوال جو داستان آهي، آخري مصيبت زده بادشاهہ انٽيوڪس تيرهون، سن ٦٤ ق - م ۾ روم جي جنرل پامپي کان شڪست کائي، کسجي ويو ۽ سندس بادشاهيت رومن شهنشاهيت هيٺ اچي وئي. ( چئمبرسس ج ١٢، ص ٤٠٩) انهيءَ تاريخي واقعي جو ايران جي آرين تي خاص اثر نہ پيو، ڇاڪاڻ تہ اهي اڳئي پارٿي شهنشاهيت هيٺ زندگي گذاري رهيا هئا ۽ پارٿين جو " فرات" ندي جي ڪناري تي، سن ٥٩ ق ــ م ذاري، جيڪو رومين سان مقابلو ٿيو هو، انهي بعد اها ٻنهي شهنشاهيتن جي وچ ۾ سرحد مقرر ٿي هئي.

## پارٿي دور ( ٢٢٤ع ـ ٢٥٠ ق ـ م)

" پارٿيا" (Parthia) تلهي ليکي موجود"ہ خراسان" جو قديم نالو آهي، جيڪو دشت ايران جي اتر ۾، ميديا ۽ بخطر جي وچ ۾ واقع هو ۽ ڪئسپين سمنڊ کان، " هرسينيا" جي وچ ۾ هجڻ سبب، پري هو. دارا اول

جي نقش ڪرايل مواد ۾ انهي ڪي ڪياني شهنشاهيت جي هڪ ستراپي، "پارٿوا" جي نالي ڄاڻايو ويو آهي. ڪياني شهنشاهيت جي زوال بعد هي علائقو سڪندر اعظم ۽ پوءِ سيليوڪس شاهي خاندان جي حڪمراني هيٺ آيو. هن علائقي جي نالي تان اتي آباد نيم وحشي قبيلن تي " پارٿي" نالو پيو، جيڪي اصل ۾ ڪئسپين سمنڊ جي مشرقي ساحلي علائقي مان لڏي اچي اتي آباد ٿيا هئا. انهن " پارٿيا" کي هڪ عظيم شهنشاهيت جو مرڪز بنائي ڇڏيو، جنهن وچ مشرق تي تقريبا چار صديون حڪمراني ڪئي. سندن اوائلي تاريخ نامعلوم آهي. سن ٢٥٠ ق - م بعد، هنن " پارٿيا" ۽ "هرسينيا" جي يوناني سترپ جي خلاف بغاوت ڪري ٻئي علائقا فتح ڪيا ۽ اتي " پارٿي بادشاهي" قائم ڪيائون. سن ٢٢٧ ق - م تائين هنن پنهنجي طاقت کي مستحڪم ڪيو، پارٿين ۾ هڪ عظيم بادشاهه اڀريو جنهن فتوحات ذريعي " پارٿي شهنشاهيت" جو بنياد وڌو. اهو، مٿريڊيٽس اول (Mithridates 1) جي نالي سان مشهور آهي. سندس ٣٣ سالہ ايامڪاري (١٣٨ ـ ١٧١ ق - م) ۾ " پارٿيا" جون سرحدون ڪئسپين سمنڊ کان ايراني نار (Persian Gulf) ۽ افغانستان کان عراق ۾ دجلہ نديءَ جي ڪناري تائين وسيع ٿي ويون. مٿريڊيٽس اول ايران جو شاهہ اعظم هو. هن بخطر جي سابق يوناني بادشاهيت جي هڪ حصي ۽ " ميڊيا" ، "بابل" ۽ "آشوريہ" جي پوري علائقي تي پنهنجي حڪمراني قائم ڪئي. سن ١٣٩ ـ ١٤٠ ق - م ۾ سيليوڪسي يوناني جنرل ڊيميٽريوس ثاني " بابل" کي ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ جنگ ڪئي جنهن ۾ شڪست کائي قيد ٿيو، بادشاهہ انٽيوڪس سن ١٢٩ ق - م ۾ پارٿين کان شڪست کاڌي ۽ قتل ٿي ويو، جنهن کانپوءِ پارٿي شهنشاهيت خلاف سابق حڪومت طرفان ڪابہ ڪاروائي نہ ڪئي وئي.

پارٿي شهنشاهيت ۾ ايران جو مخصوص جاگيرداري نظام رائج رهيو ۽ زرتشتي مذهب کي سرڪاري سرپرستي حاصل هئي. پارٿي فوج ۾ گهوڙيسوار تير انداز دستا ان وقت جي عسڪري ماحول ۾ هڪ طاقتور عنصر هو، جيڪي نهايت چابڪدستي ۽ ڦڙتي سان پاسا مٽائي تيرن جي برسات وسائي ڇڏيندا هئا. سرڪاري زبان پهلوي هئي، ليڪن سڪن تي

يوناني ڇاپ ڪافي عرصو قائم رهي . پهلوي زبان فارسي زبان جو پارٿي نمونو هئي جنهن کي ميسوپوٽيميا جي آرميائي رسم الخط ۾ لکيو ويندو هو. پارٿي شهنشاهيت ۾ ايراني، يوناني ۽ قديم خانہ بدوش قبيلن جي تهذيبن جو اشتراڪ ٿيو ۽ هڪ نئين مشترڪ، مليل جليل تهذيب جنم ورتو. انهي تهذيبي ۽ ثقافتي ميلاپ ۾ قديم روايتي قافلن جي آمد رفت ڪارآمد ٿي، جنهن چين کان چيني ترڪستان ۽ پامير جي مٿانهين پٽ ۽ سنڌوماٿري کان بحرروم تائين تهذيبن ۽ ثقافتن کي ملايو ۽ وسيع ڪيو.

ڪياني شهنشاهيت وانگر پارٿي اقتدار کي بہ سٿين خانہ بدوش قبائلين کان خطرو لاحق هو. چين جي دوردراز سرحدن کان " هن" قبيلن ۽ خانہ بدوش "يوچي" قبائلين تي دٻاءُ پيو تہ انهن سٿين تي ڪاهہ ڪئي ۽ "بخطر" تي قبضو ڪيائون، جتان سٿين مغرب طرف پيچي اچي " پارٿيا" ۾ داخل ٿيا، سن ١٢٨ ق - م ۾ پارٿي شهنشاهہ ڦراٽس ثاني انهن جو مقابلو ڪندي خود مارجي ويو ۽ سندس جانشين پڻ مشرقي محاذ تي قتل ٿي ويو. پنج سال پوءِ پارٿين جي شهنشاهہ اعظم مٿريڊيٽس ثاني (Mithridates II) جي دور حڪومت ۾ سن ١٢٣ ق - م ڌاري مشرقي سرحد تي وڃايل علائقا ٻيهر پارٿي اقتدار هيٺ آيا ۽ داخلي بغاوتن کي پنجو ڏنو ويو. انهيءَ وچ ۾ مکيہ سٿين يلغار جو رخ ڏکڻ طرف سنڌو ماٿري ۽ اتر اولهہ ٻر صغير ڏانهن منتقل ٿي ويو. مٿريڊيٽس انهيءَ جو فائدو وٺي پارٿي شهنشاهيت جون سرحدون مرو ۽ قندهار تائين وڌائي ڇڏيون. سن ١٠٠ ق - م کان اڳي چين جي " هان" (Han) حڪمرانن سان سفارتي تعلقات قائم ڪيا ويا ۽ شاهراهہ ريشم (Silk Route) سان ترڪستان ذريعي تجارتي قافلن جي آمدرفت شروع ٿي. سن ٩٥ ق - م ڌاري رومين سان جيڪو سرحدي معاهدو ٿيو هو، انهيءَ مطابق فرات نديءَ جي مٿاهين طرف اوپر ۾ " آرمينيا" کي غير جانبدار علائقو قرار ڏنو ويو هو. جيڪو ارساڪي بادشاهن جي جاگير هجڻ سبب " ايران" جي حصي ۾ آيو ٿي، تاهم " رومن شهنشاهيت جي خاص دلچسپي " آرمينيا" کي " ايران" کان الڳ رکڻ ۾ هئي." دنياجون هي بہ وڏيون طاقتون، اندروني خلفشار ۽ خانہ بدوش قبيلن جي دراندازين سبب هڪ ٻئي سان صلح جي حالت ۾ رهڻ لاءِ مجبور هيون.

پارٿين جي اقتدار جو اهم علائقو ڏکڻ ـ اوڀر ايران ۽ اتر اولهہ هندستان رفتہ رفتہ مقامي پارٿي بادشاهيتن ۾ ورهائجي ويو ۽ ستين رياستون، جيڪي اڳي ارساڪي بادشاهن کي خراج ڏيندڙيون هيون هاڻي خود مختيار ٿي ويون. سن ١٠٠ ع ۾خانہ بدوشن جي نئين يلغار وقت سنڌونديءَ جي ڊيلٽا ۾ ڪجهہ معمولي پارٿي حڪمرانن جون ثابتيون ملن ٿيون. مغرب ۾ رومن حملن، سن ١١٧ ـ ١١٤ع ۽ سن ١٦٥ ـ ١٦٤ع بعد پارٿي اقتدار تڪڙو زوال پذير ٿيو. ايران جو آخري پارٿي بادشاهہ (ارساڪي) ارتابينس پنجون سن ٢٢٤ ع ۾ باغي ايرانين هٿان شڪست کائي مارجي ويو ۽ ايراني آريا حڪومت قائم ٿي، جنهن کي "ساساني شهنشاهيت" چئجي ٿو.

## ساساني شهنشاهيت ( ٦٥١ — ٢٢٤ع)

سن ٢٠٠ع ڌاري ايراني آريا قبيلن " اردشير" جي قيادت ۾ پارٿي حڪومت خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. ٢٤ سالن جي ماراماري بعد ساساني قبيلي ڪياني شهنشاهن جو وڃايل تخت واپس حاصل ڪري ورتو ۽ سن ٢٢٦ ع ۾ متفق طور تي "اردشير ساساني" کي ايران جو شهنشاهہ " آريامهر" تسليم ڪيو ويو. ( چئمبرسس، ج، ١٠، ص ص ٤٨٢ ـ ٤٨١) اردشير کي ارتازرڪس جو شاهي لقب ڏئي، ڪياني شهنشاهيت جو جاهہ و جلال اجاگر ڪرڻ جو سعيو ڪيو ويو. ساساني شهنشاهيت ( ٦٥١ ـ ٢٢٤ع) ايران جي تاريخ ۾ هڪ طويل ترين حڪومت هئي، جنهن ۾ ايرانين جي قومي وقار ۽ عظمت جي بحالي کان علاوه علوم و فنون ۽ تهذيب وثقافت ۾ بيمثال ترقي ٿي. زرتشتي مذهب حيات ثانيہ حاصل ڪئي ۽ پهلوي ادب ۾ ڪافي اضافو ٿيو. ايراني عمارت سازي، انهيءَ فن ۾ دنيا جو گذريل سمورو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو. ( ايضا ـ ج ١٠ ص ٥٩٩)

آريا مهر اردشير، رومن شهنشاهہ اليگزينڊر سيورس جي فوجن کي شڪست ڏئي، پسپائيءَ تي مجبور ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ " آرمينيا" فتح ٿي ۽ ايراني حڪومت هيٺ آئي. سندس جانشين " شاپور اول" پڻ رومين جو ڀرپور مقابلو ڪيو. سن ٢٦٠ع ۾ خود رومن شهنشاهہ ويلرئين قيدي

بنايو ويو ۽ سائس غلامن جهڙو سلوڪ ڪيو ويو. عسڪري مشهوري سان گڏ شاپوراول جي شهرت شهر اڏائڻ ۽ آبپاشيءَ لاءِ بند ٻڌائڻ بابت آهي؛ شتربند سندس يادگار آهي. انهن ٻن اوائلي ساساني شهنشاهن جي شهرت ، اقتدار ۽ ثروت حڪمران طبقن ۾ عيش عشرت ۽ تن آساني جي عام انساني ڪمزوري پيدا ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ حريف رومن طاقت مٿن اپڙڻ لڳي: سن ٢٩٧ع ۾ " دجله ندي" جي ڀريان پنج ستراپيون ۽ " آرمينيا" ايراني اقتدار مان آزاد ٿي خود مختيار ٿي ويون.

ساساني خاندان جو ٻيو عظيم حڪمران شاپور ثاني ( ٣٧٩ - ٣١٠ع) ٿي گذريو. سندس دور ۾ وڃايل علائقا (پنج ستراپيون) ٻيهر حاصل ڪيا ويا ۽ رومين خلاف سندس معرڪا ڪاميابي سان همڪنار ٿيا ۽ باغي ڪافر جولين جو سر ڪنيو ويو. سن ٤٢٠ع تائين معمولي حيثيت جا حڪمران ٿيندا آيا، انهن جي دور ۾ " آرمينيا" جو ورهاڱو ٿيو، " روم" ۽ " ايران" اهو ملڪ ورهائي ڪنيو، اهو سال ٣٨٤ع هو.

بهرام گور ( ٤٤٠ - ٤٢٠ع) ايران جو ٽيون عظيم ساساني شهنشاهه ٿي گذريو آهي. هن " سفيدهن" (White Huns) جنگجو قبيلن جي دراندازيءَ کي بند ڪيو، جيڪي آمون درياهه (River Oxus) کان ڪاهي آيا ۽ ڪافي عرصي تائين ايران جي مهذب معاشري لاءِ ڪک جو ڪانُ بنيا رهيا. ايراني انهن کي هيتال چوندا هئا ۽ ڪلاسيڪل ادب ۾ انهن کي افيٿلتيس جي نالي سان لکيو ويو آهي. انهن جو پوري طرح خاتمو تقريبا هڪ صدي پوءِ قباد شهنشاهه جي دور (٥٣١ - ٤٨٨ ع) ۾ ٿيو. مغربي رومن شهنشاهيت جي تقسيم بعد مشرقي بظنطيني رومن شهنشاهيت خلاف لاڳيتين جنگن ۾ ايران جي آريا مهر " ڪوبد" (قباد) کي مسلسل ڪاميابي حاصل ٿيندي رهي. سندس جانشين نوشيروان عادل جو دور ( ٥٧٩ - ٥٣١) شايد ايراني زرتشتي آرين جي اقتدار جي چوٽي هئي، سندس جانشين خسرو پرويز انتهائي متڪبر انسان هو.

ساساني شهنشاهن جو تفصيل هن ريت آهي:

ٽيهاروڪن بادشاهه ٿي گذريا جن سواچارصديون ( ٦٥١ - ٢٢٦ع) حڪمراني ڪئي. (١) اردشير بابڪ ( ٢٤١ - ٢٢٦ع) (٢) شاپوراول

(٢٧٢ ـ ٢٤١ع) ، (٣) هرمز اول (٢٧٣ ـ ٢٧٢ع) ، (٤) بهرام اول (٢٧٦ ـ ٢٧٣ع)، (٥) بهرام ثاني ( ٢٩٣ ـ ٢٧٦ع) (٦) بهرام ثالث (٢٩٣ ـ ٢٩٣ع)، (٧) فرسي ( ٣٠٣ ـ ٢٩٣ع) ، (٨) هرمز ثاني ( ٣١٠ ـ ٣٠٣ع ) (٩) آذرنرسي ( ٣١٠ ـ ٣١٠ع) (١٠) شاپور ثاني ( ٣٧٩ ـ ٣١٠ع) (١١) اردشير ثاني ( ٣٨٣ ـ ٣٧٩ع) (١٢) شاپورثالث ( ٣٨٨ ـ ٣٨٣ع) (١٣) يزد گرد اول ( ٤٢٠ ـ ٣٩٩ع) ، (١٤) بهرام گور ( ٤٤٠ ـ ٤٣٨ـ ٤٢٠ع) (١٥) يزدگردثاني ( ٤٥٧ ـ ٤٠/ ٤٣٨ع) (١٦) هرمز ثالث / ٤٥٩ ـ ٤٥٧ع) ( ١٧) فيروز ( ٤٨٤ ـ ٤٥٩ ع) (١٨) بلاش (٤٨٨ ـ ٤٨٤ع) (١٩) قباد اول ( ٥٣١ ـ ٤٨٨ع) (٢٠) خسرو اول (٥٧٩ ـ ٥٣١ع) (٢١) هرمز رابع ( ٥٩٠ ـ ٥٧٩ع) (٢٢) خسرو ثاني عرف خسرو پرويز ( ٦٢٨ ـ ٥٩٠ع) (٢٣) قباد ثاني ( ٦٢٨ ـ ٦٢٨ع) (٢٤) اردشير ثالث (٦٣٠ ـ ٦٢٨ع) (٢٥) متعد [illegible] عارضي بادشاه (٦٣٢ ـ [illegible] (٢٦) يزدگرد ثالث ( ٦٥١ ـ ٦٣٢ع).

[illegible]هنشاهيت اشڪاني سلطنت مان ترقي ڪري قائم ٿي هئي، جنهن ايرانين کي ڌارين جي غلاميءَ مان آزاد ڪري قومي حڪومت ناهي. ساساني ايراني هئا ۽ پاڻ کي دارا اول ( هخامنشي) جي نسل مان ڄاڻائيندا هئا. اصلاح يافته زرتشتي مسلڪ ۽ مخصوص ايراني تهذيب جا علمبردار هئا. بين مذهبن ڏانهن رواداريءَ جو رويو رکندا هئا. اهوئي سندن طويل مدت حڪمراني جو راز هو. خسرو ثاني عرف خسروپرويز جي دور ( ٦٢٨ ـ ٥٩٠ع) ۾ " اسلام" جي تبليغ شروع ٿي. دنيا جي بادشاهن ڏانهن "اسلام" قبول ڪرڻ جي دعوت موڪلي وئي. حضرت عبدالله ابن حذافه رضہ، پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو خط ڪٽي" ڪسريٰ" ايران خسروپرويز جي دربار ۾ پهتو: متڪبر ساساني اهو پرزا پرزا ڪري، اسلامي تبليغي وفد جي ارڪان کي مٽي تي " مٽيءَ" جا ٽوڪرا رکرائي واپس ڪيو. پيغمبر اسلام صلي الله عليه وسلم اهومعلوم ڪري فرمايو ته هن بيوقوف پنهنجي سرزمين پاڻ مسلمانن جي حوالي ڪري ڇڏي.

انهي ڏينهن کان خسرو پرويز جي بدبختي شروع ٿي. ١٢ سال اڳ جيروسلم ۽ دمشق تي قبضو ڪري رومن شهنشاهيت تي سبقت حاصل

ڪئي هئائين، اها سندس تازي بدتميزي بعد هڪ سال جي اندر خاڪ تي وئي. بظنطيني رومن قيصر هرقل اعظم، تاريخ ١۴ سيپٽمبر ٦٢٩ع تي سندس جانشين کي زبردست شڪست ڏني شام ۽ فلسطين ايرانين جي قبضي مان ڇڏائي ورتا ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو اصلي صليب جيڪو خسرو پرويز ڪٽي اچي پاڻ وٽ يرغمال ڪيو هو، اهو ڪانئن ڦري واپس ساڳي جاءِ تي بيت المقدس ( جيروسلم) ۾ نصب ڪرايو. ( هتي ص ص ١۴٧ ۽ ٨٠) هڪ ٻي غلطي، جيڪا خسروپرويز ٦٠٢ع عربستان جي سرحدي رياست " حيره" جي لخمي بادشاهه نعمان ثالث کي قتل ڪرائي، اتي ايراني حڪمران مقرر ڪرڻ جي صورت ۾ ڪئي هئي، اها آخرڪار ساساني شهنشاهيت جي زوال جو نقطه آغاز ثابت ٿي. ٿيهه سال پوءِ ٦٣٣ع ۾ " حيره" اسلامي رياست ۾ ضم ٿي، ۽ " ڪسريٰ" جي شهنشاهيت ۾ ڀهربون ڏاريو.

## اسلامي خلافت جو دور ( ١٥٠١ـــ ٦٥١ع)

---

پهرين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضه جي دور( ٦٣۴ ـ ٦٣٢ع) ۾ اسلامي رياست جو ساساني شهنشاهيت سان ٽڪراءُ ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ ٻه اهم ايراني علائقا مسلمانن جي قبضي هيٺ اچي ويا. انهي ٽڪراءَ جي سبب کي تاريخ ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي. " ڪالديه" ۽ " حيره" اهي ٻه ايراني قبضي هيٺ آيل علائقا هئا، جيڪي فتح ڪري اسلامي حڪومت هيٺ آندا ويا. نقشي تي نظر ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته عربستان جي اتر ـ اوڀر ڪنڌ تي " حجر" جو عرب علائقو واقع هو، جيڪو " ڪالديه" جي ايراني علائقي سان متصل هو. جڏهن عربستان مڪمل طور تي اسلامي نظام حڪومت هيٺ اچي ويو، تڏهن عربستان جي " نفود" ريگستان کان فرات ندي جي ڊيلٽا تائين مغرب ۾ رلندڙ نيم عرب خانه بدوش قبيلا اسلامي رياست جي حدن اندر ڦرلٽ لاءِ حملا ڪندا رهيا، جن جي روڪ ٿام ۽ سرزنش ڪرڻ اسلامي خلافت جي ذميداري هئي. انهن جي اڪثريت مسيحي مذهب سان متعلق هئي. شام جي طرف رهندڙ قبائلي بظنطيني رومن

شهنشاهيت جي رعيت هئا، جن ۾ " بنوغسان" شامل هئا ۽ مشرق ۾ رهندڙ قبائلي جن ۾ " بنو تغلب" خاص مشهور هئا، ايراني شهنشاهيت جي سايہ هيٺ هئا. ٻنهي طرف رهندڙ قبائلي، عربستان ۾ رهندڙ عرب قبيلن سان مٿي ماٿي ۾ ڳنڍيل هئا ۽ فرات جي ڊيلٽا ۾ عرب آبادڪار مقيم هئا. انهن ۾ ٽڪراءُ ٿيڻ هڪ لازمي امر هو، ۽ اهو هڪ تاريخي تسلسل هو، جيڪو قديم زماني کان جاري هو: شهنشاهيت جي دعويدارن لاءِ دجلہ - فرات دوآبي جو علائقو هميشه کان جنگ جو سبب رهندو آيو هو. هڪ طرف آرمينيا جي جبلن مان نڪرندڙ " دجلہ" ندي ۽ ٻئي طرف تاروس جي بلندين تان ڪرندڙ " فرات" ندي " ايراني نار" طرف وهنديون رهيون آهن ۽ ٻنهي جي سنگم کان شط العرب جو اهم علائقو شروع ٿي سمنڊ تي پهچڻ جو ذريعو بنجي ٿو. ٻنهي درياهن جي وچ وارو علائقو ، مٿئين طرف قديم ميسوپوٽيميا ۽ هيٺين طرف " بابل" ۽ " ڪاليديہ" جي نالن سان تاريخ جي شناخت آهن. " ميسوپوٽيميا" ۾ مختلف دورن ۾ " آشوريا" جو ملڪ بہ شامل رهيو آهي، جيڪو " دجلہ" ندي کان " زاگروس" جبلن تائين وسيع هو. هاڻي " ميسوپوٽيميا" ۽ " بابل" ۽ "ڪالديہ" ( عراق - عرب) موجوده " عراق" ۾ اچي وڃن ٿا. انهن مشهور ندين جي ڪنارن سان تاريخ جون ڪيتريون مشهور شهري آباديون، تهذيبون ۽ بادشاهيون قائم ٿيون. انهن مان ڪي مٽجي ويون ، ڪي اڃا قائم آهن: قديم " نينوا" جديد "موصل" جي قريب آباد شهر هو جيڪو طاقتور آشوري شهنشاهن جو تخت گاهہ هو. اهو دجلہ جي ڪناري تي واقع هو. ساساني شهنشاهيت جو تختگاهہ بہ انهي درياهي ڪناري تي اڏيل هو، جنهن کي " مدائن" سڏيو ويو ٿي. دور حاضر ۾ "بغداد" پڻ ساڳي " دجلہ" جي ڪناري آباد آهي، جيڪو خلافت عباسيہ جي دور کان تاريخي اهميت جو حامل رهيو آهي." فرات " نديءَ جي ڪناري قديم " بابل" ، " حيره" ۽ " ڪوفہ" جو عرب آباديون ۽ ڪرڪيشيا ( قديم ڪرڪيشيم (Circesium) ۽ " رقہ" واقع هيون." دجلہ" ندي جي پريان زاگروس جبلن جي مشق ۾ وچ - ايران واقع هو، جاگرافي جي زميني حقيقتن سبب عرب مسلمانن جو زرتشتي ايرانين سان بهرحال مقابلو ٿيڻو هو، جيڪو " حيره" ۽ " ڪالديہ" جي معرڪن سان

شروع ٿيو.

”ڪالديہ“ جي ايراني سترپ مقابلو ڪيو ۽ سخت شڪست کاڌائين. ”حيره“ مختصر مقابلي بعد آڻ مڃي ، ۽ ” حيره“ وارن جو مثال وٺي ” ڪالديہ“ جي جاگيردارن ” دهقانن“ اسلامي حڪومت سان سينو نہ ساهيو ۽ پنهنجي جاگيرداريون بچائي ورتيون. اسلامي حڪومت جي مناسب روش هارين ۽ زميندارن کي پنهنجي طرف ڪري ڇڏيو ۽ عرب سپهہ سالارن، حضرت مثنيٰ ۽ حضرت خالد بن وليد جي عسڪري مهارت، ايراني پهلوان جنرلن جي لاءِ هڪ چئلينج بنجي وئي. مثنيٰ بن حارث شيباني هڪ نرم دل مگرماهر جنگجو هو.سندس ڏني خالد بن وليد فوجي مهارت ۽ حڪمت عملي کان علاوه هڪ غضبناڪ ۽ اٿر فاتح هو. ٻنهي جي رفاقت اسلامي سرحدن جي مضبوطي ۽ توسيع جو باعث بني.

”حيره“ جي هٿان نڪري وڃڻ بعد ساساني ” ڪسريٰ“ يزدگرد ثالث جون اکيون پٽيون. سندس سامهون ايران جي روايتي حريف ” روم“ جي طاقت بجاءِ، هڪ ناقابل توجہ عرب قوم جا نيم مسلح قبائلي هئا. هن طيش ۾ اچي هڪدم جوابي ڪاروائي جو حڪم صادر ڪيو. ساڳي وقت بظنطيني رومن شهنشاهيت جو قيصر روم هرقل اعظم حرڪت ۾ آيو. جنهن ڪري اسلامي لشڪر کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو. خالد بن وليد جي ڪمان هيٺ هڪ حصو رومين جي مقابلي لاءِ روانو ٿيو ۽ مثنيٰ جي ڪمان هيٺ بچيل فوج ايرانين جي مقابلي ڪرڻ لاءِ رواني ٿي، جيڪا ڪافي نہ سمجهي، مثنيٰ مديني شريف جو رخ ڪيو، جيئن مزيد فوج وٺي ميدان جنگ تي اچي. سندس مديني شريف ۾ آمد وقت ”خليفة المسلمين “ حضرت ابوبڪر صديق رض بستره مرگ تي هو ۽ هن کي انتظار ڪرڻو پيو. تاريخ ٢٢ جمادي الثاني سن ١٣ هہ تي حضرت ابوبڪر صديق رضہ رحلت فرمائي ۽ سندس وصيت مطابق حضرت عمر بن الخطاب رضہ خليفو مقرر ٿيو. اهو تاريخ جو فيصلو هو، جنهن مطابق هر ڏکئي وقت کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ پرعزم ، بيخوف ۽ با صلاحيت حڪمران واڳ وٺندو آهي.

حضرت عمر فاروق رضہ جي خلافت (٦٤٤ ـ ٦٣٤ ع) جو پهريون قدم، ايراني انتقامي يلغار کي روڪڻ لاءِ مثنيٰ بن حارث جي ڪمان هيٺ

مقرر فوج ۾ اضافو ڪرڻ هو ۽ وڌايل فوج جي ڪمان وڏيڪ سخت گير ۽ تجربيڪار سپهہ سالار حضرت ابوعبيده جي حوالي ڪئي وئي. ” مثنيٰ“ جي دورانديشي کي ردڪري هن ايرانين سان انهيءَ جاءِ تي جنگ جوتي جتي فوج جي ٽڪڙي چرپر ۽ متبادل حڪمت عملي جي گنجائش نہ هئي، تنهنڪري اسلامي لشڪر سخت شڪست کاڌي ۽ سپہ سالار حضرت ابوعبيده خود بہ شهيد ٿي ويو. ايراني فتح جي خوشي ۾ اڳتي نہ وڌيا ۽ ”بويب“ جي مقام وٽ فتح جي جشن ملهائڻ ۾ لڳي ويا. فرات جي مغربي شاخ تي واقع ” بويب“ جي هن مقام تي ” مثنيٰ“ حملہ آور ٿيو ۽ رنگ رليون ملهائيندڙ ايراني فوج کي شڪست فاش جو منهن ڏسڻو پيو. ” مثنيٰ“ وڃايل علائقي تي ٻيهر قبضو ڪيو ۽ ” حيره“ ۾ وري داخل ٿيو.

”ڪسريٰ ايران“، يزدگرد ثالث، وحشت ناڪ ٿي حڪم ڏنو تہ نہ فقط ” حيره“ عربن جي قبضي مان واپس وٺڻي آهي، بلڪ تمام اسلامي رياست کي فتح ڪري ساساني شهنشاهيت ۾ شامل ڪرڻو آهي. انهيءَ شهنشاهي حڪم هيٺ هڪ لک ايراني فوج ” ڪالديہ“ ڏانهن پيشقدمي ڪئي. اسلامي لشڪر مقابلي جو ست نہ سارينڊي ريگستاني سرحدن ڏانهن خود پسپائي اختيار ڪئي ۽ امدادي لشڪر جي مديني شريف کان آمد جو انتظار ڪيو ويو، جنهن دوران سپهہ سالار مثنيٰ ڪالديہ جي بخار ۾ راهہ رباني وٺي ويو. ” سعد بن ابي وقاص“ جي ڪمان ۾ پهتل امدادي لشڪر، هن منتظر ۽ مغموم اسلامي لشڪر سان گڏجي ايرانين جي هڪ لک فوج جو ” قادسيہ“ جي مقام وٽ وڏي مقابلو ڪيو، اسلامي لشڪر ٽيهہ هزار عرب قبائلين تي مشتمل هو. ٽي ڏينهن ڇتي جنگ لڳي ۽ آخر ايراني فوج ڀاڄ کاڌي. ” قادسيہ“ جي فتح ” ڪالديہ“ ۽ ”ميسوپوٽيميا“ جو هميشہ لاءِ فيصلو عربن جي حق ۾ ڪري ڇڏيو. عرب ” ڪالديہ“ ۾ ٻيهر بنامقابلي داخل ٿيا ۽ ” حيره“ جي سرڪرده سردارن کي عربن سان ڪيل معاهدي جي خلاف ورزي جي سخت سزا ڏني وئي ۽ سندن خراج جي رقم ٻيڻي ڪئي وئي. ايراني فوج جا بچيل جٿا ”بابل“ ۾ وڃي گڏ ٿيا هئا. سعد بن ابي وقاص وڏي وڃن انهن تي حملو ڪيو. ايران جا مڃيل پهلوان سپهہ سالار، فيروزان، هرمزان ۽ مهران هن حملي جي سٽ نہ سهي سگهيا ۽

هارائي اتي پڳا. مختلف طرفن ڏانهن ڀاڄ ڪاٿيندي، " مهران" ڪسريٰ جي تخت گاهه " مدائن" پهتو، هرمزان پنهنجي سترپي " اهواز" ۾ وڃي دم پٽيو ۽ " فيروزان" شاهي خزاني جي شهر " نهاوند"پهچي ويو. انهن ٽن پهلوان ايراني سپهه سالارن کان وڌيڪ حرفتي ۽ طاقتور رستم پهلوان اڳئي "قادسيه" جي لڙائي ۾ تاريخ ٣١ مئي ٦٣٧ع تي، مارجي ويو هو، تاهم "مهران" جي ڪمان هيٺ " مدائن" ۾ ڪنو تيل ايراني لشڪر، اسلامي لشڪر کان انتقام وٺڻ لاءِ مڪمل حالت جنگ ۾ هو، ۽ سعد بن ابي وقاص ضروري سمجهيو ته انهن سان منهن مقابل ٿجي. جڏهن اسلامي لشڪر، پنهنجي سپهه سالار جي مثالي ڌڙتي ۽ بي جگري سان ايراني تختگاهه تي حملہ آور ٿيو ته ڪسريٰ يزدگرد ۽ پهلوان سپهه سالار مهران راهه فرار ڪي راهه نجات سمجهو. چند ڏينهن اندر مدائن جي عوام اسلامي لشڪر لاءِ شهر جا دروازا کوليا ۽ بغير قتل غارتگيري " عرب" مدائن ۾ داخل ٿيا. ( جون ٦٣٧ع) اٽڪل ٩٠٠ ڪرب درهمن جي برابر خزانو ۽ سون ملڪيت مال غنيمت طور هٿ آيو. ( هٽي ص ١٥٦) عرب تاريخنويسن جو اهو اندازو هڪ وڏاءُ به ٿي سگهي ٿو.

عرب تاريخنويسن "مدائن" جي فتح بابت مزيدار واقعا بيان ڪيا آهن جيڪي ساڳئي وقت ايراني - ساساني دور جي تهذيبي عظمت ۽ عرب تهذيب جي ابتدائي دور جي نشاندهي ڪن ٿا: عرب فاتح سورمن پهريون دفعو ڪافور ڏٺو، جيڪو شمعدانن ۾ ٻارڻ لاءِ استعمال ٿيندو هو. هنن انهيءَ کي لوڻ سمجهي ڪاڌي رڌڻ ۾ استعمال ڪيو ( هٽي ص ١٥٦ بحوالہ ابن طقطقه جو ڪتاب "الفخري" مدير ڊيرنبرگ، پئرس ١٨٩٥ع ، ص ١١٤) هنن کي سون ۽ چانديءَ جي تميز نه هئي. ( ايضا - الفخري، ص ١١٥) انهيءَ کان اڳ " حيره" ۾ هڪ اميرزادي ڪنيز هڪ هزار درهمن ۾ فروخت ڪئي وئي ۽ جڏهن مال غنيمت ۾ انهيءَ ڪنيزکي حاصل ڪندڙ عرب سپاهي کان پڇيو ويو ته تو اهڙو سستو سودو ڪيئن ڪيو تڏهن چيائين ته "مون ڪڏهن نه سوچيو هو ته هڪ هزار کان مٿي ڪا رقم ٿيندي آهي. ( ايضا - بلاذري ص ٢٤٤، هٽي ص ٣٩٢، الفخري ص ص ١١٥، ١١٤) ايشيا جي ان وقت عظيم ترين بادشاهي شهر " مدائن"جي قبضي

هيٺ اچڻ بعد صحرائي عرب جي فرزندن ان وقت جي جديد تهذيب، عيش عشرت ۽ آرام ده زندگيءَ جو پهريون دفعو مزو چکيو، " ايوان ڪسريٰ" شاهي محل، ڪشاده دربارهال، سهڻين ڪمانن، عاليشان سازوسامان ۽ آرائش عربن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا. سعد بن ابي وقاص انهن عجائبات ۾ اسلامي روايت مطابق هڪدم هڪ مسجد تعمير ڪرائي. ليڪن دوراندیش منتظم اميرالمؤمنين حضرت عمر فاروق رضہ مسلمانيءَ کي دربيش خطري جي مدنظر مفتوح ايراني علائقن جو صدر مقام "مدائن" مان منتقل ڪري "ڪوفيٰ" ۾ قائم ڪيل فوجي ڇانوڻي ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو. ( هتي ص ١٥٧) " ڪوفه"، قديم "حره" جي قريب مرڪزي دارالخلافه کي وڌيڪ ويجهو هند هو، جتي سخت فوجي قاعدن قانونن هيٺ رهڻ روز مره جي زندگي جو معمول هو. انهي اقدام کان علاوه مفتوح علائقن ۾ ڪنهن به فاتح عرب شخص کي ذاتي ملڪيت رکڻ کان سخت منع ڪئي وئي. " بصره" شهر ۾ خاص فوجي ڇانوڻي قائم ڪري، اتان ساساني شهنشاهيت جي باقي علائقن جي بازيابي لاءِ اقدامات ڪيا ويا.

"يزدگرد" ايراني ڪوهستان جي مغربي علائقي اندر واقع " حلوان" جي شهر ۾ منزل انداز هو، جتان تازه فوج ڪٺي ڪري، " مدائن" کي عربن کان خالي ڏسي، حملي جو حڪم ڏنائين. " جلولا" جي مقام وٽ عربن وڏندڙ ايراني فوج کي سخت شڪست ڏني، جڏهن مدائن کان اجان پنجاهہ ميل اتر اوپر طرف هٺا. عرب مفرور ايراني فوج جو پيڇو ڪندا وڃي خود " حلوان" شهر تي قابض ٿيا ۽ اتي هڪ مضبوط فوجي ڇانوڻي قائم ڪيائون. يزدگرد وٽ باقي بچيل خزانو حاصل ڪرڻ بعد سائس هڪ امن معاهدو ڪيو ويو، جنهن مطابق ايرائي ڪوهستان کي اسلامي رياست ۽ ساساني بادشاهيت جي وچ ۾ سرحد مقرر ڪيو ويو ۽ آئينده جنگ نہ ڪرڻ جو عهدنامو صحيح ڪيو ويو. جڏهن " جلولا" ۽ "مدائن" مان حاصل ڪيل مال غنيمت جو سرڪاري پنجون حصو، " خمس" دارالخلافت جي بيت المال ۾ جمع ٿيو تہ اهو ڏسي امير المؤمنين حضرت عمر فاروق رضہ روئي ڏنو. جڏهن ڪانئس خوش ٿيڻ بدران روئڻ جو سبب پڇيو ويو تڏهن چيائين تہ "مونکي هن مال غنيمت ۾ مسلمان قوم جي آئينده تباهي جو

سامان نظر اچي ٿو." ( سيد امير علي، ا شارٽ هسٽري آف سار اسينس، ص ص ٣٠ ـ ٢٩)

" يزدگرد" ۽ سندس باقي بچيل پهلوان سپہ سالار " هرمزان" ڪيل معاهدي تي ڪڏهن قائم نہ رهيا ۽ بار بار اسلامي لشڪر تي حملا ڪندا، شڪست کائيندا ۽ نوان معاهدا ڪندا رهيا، جنهن مان حضرت عمر فاروق رضہ کي انديشو ٿيو تہ عرب عملدار ايراني عوام سان غير واجبي سلوڪ ڪن ٿا، تنهنڪري " يزدگرد" خلاف ڀرپور حملي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏنائين ۽ سرحدن تي شورش ۽ جنگ جون حالتون وڌنديون رهيون. آخر هڪ ڏينهن " هرمزان" گرفتار ٿي پيو ۽ ڪن کي خليفي جي خدمت ۾ قيدي بنائي موڪليو ويو، تہ جيئن امير المؤمنين خود هن کان معلوم ڪري تہ بار بار عهد شڪني ڪرڻ ۽ اسلامي لشڪر تي حملن ڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي.

هاڻي مهذب ايراني سردار جي حيرت زده ٿيڻ جو وارو آيو: مديني شريف جي حدن ۾ داخل ٿيڻ وقت هو چو طرف شاهي محل کي ڏسڻ لاءِ ڪنڌ ورائيندو رهيو، ليڪن عرب سپاهي هن کي وٺي اچي هڪ ڪتي ڏنل دروازي وٽ بيهاريو ۽ آواز ڏنو "اسين ايران جي محاذ تان امير المؤمنين جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ آيا آهيون!" ڪچين سرن ۽ ڪکائين ڇت جي ٺهيل گهر مان اندران هڪ نسواني آواز ۾ جواب مليو تہ "امير المؤمنين مسجد نبوي طرف ويل آهن. سپاهي هر مزان کي وٺي اتي پهتا تہ مسجد جي صحن ۾ هڪ شخص کجي جي ڦرهن مان ٺهيل نک تي قدري ليٽيل هو ۽ ڪجهہ بيا اشخاص سندس ڀنهي پاسن کان ويٺل پاڻ ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا. سپاهين اندر داخل ٿيندي، "السلام عليڪم" چيو ۽ "وعليڪم السلام" جي جواب ملڻ بعد قدري ليٽيل شخص طرف رجوع ٿيندي چيو، "يا امير المؤمنين، اسان ايراني سردار "هرمزان" کي گرفتار ڪري توهان جي خدمت ۾ آندو آهي." هر مزان کي خبر هئي تہ مسلمان پنهنجي بادشاهہ کي "امير المؤمنين" چوندا آهن سو حيرت وچان انهي فقيرتن شخص ڏانهن ڏسڻ لڳو، جيڪو هاڻي اٿي ويٺو هو ۽ کيس ٻہ سائس گڏ پٽ تي ويهڻ لاءِ چئي رهيو هو. نظر پوڻ سان پهلوان ايراني سردار جي جسم ۾ لرزش پيدا ٿي ۽ هو هڪدم حڪم جي تعميل ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيو. امير المؤمنين

نهايت نرم ۽ دوستاني انداز ۾ کانئس معلوم ڪرڻ لاءِ ته مسلمان سپاهي ڪهڙي قسم جون زيادتيون ڪن ٿا، جن ڪان تنگ اچي توهان جا ماڻهو بار بار بغاوت ڪن ٿا ۽ توهان عهد شڪني جا بار بار مرتڪب ٿيو ٿا؟"

هرمزان پوري ايمانداري سان مسلمانن جي حسن سلوڪ، رواداري ۽ عهد وفائي جو اقرار ڪيو، ۽ پنهنجي بادشاهه يزدگرد جي فرمان، اشتعال انگيزي، ۽ ايراني قومي غيرت کي عهدشڪني ۽ فساد جو سبب ٻڌايو. ان بعد امير المؤمنين سنجيدگي سان کيس چيو ته "توهان کي خبر آهي ته اسان جي قانون موجب بي واجبي عهد شڪني جي ڪهڙي سزا آهي؟" هر مزان کي معلوم هو ته انهيءَ جي سزا موت آهي. ليڪن جواب ڏيڻ بجاءِ سخت پياس جي شڪايت ڪندي پاڻي گهريائين جيڪو هڪدم کيس آڻي ڏنو ويو، پاڻي پريل مٽيءَ جو ڪپو هٿ ۾ جهلي هو وائڙن وانگر هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳو. جڏهن اميرالمؤمنين کانئس انهي حرڪت جو سبب پڇيو تڏهن چيائين ته "مون کي ڊپ آهي ته هن پاڻي پيڻ کان اڳي مان قتل ٿي ويندس!" تنهن تي امير المؤمنين فرمايو ته، " اطمينان سان پاڻي پيءُ. تو کي انهيءَ پاڻي پيڻ کان اڳي قتل نه ڪيو ويندو." اهو ٻڌندي هرمزان ڪپو اڇلائي ڇڏيو ۽ پاڻي هارجي ويو. امير المؤمنين ناراض ٿيندي پڇيو: "۽ هي وري ڪهڙي بدتميزي آهي؟" هرمزان چيو ته "مون ٻڌو آهي ته اسلام ۾ عهد شڪني وڏو ڏوهه آهي. پوءِ جنهن پاڻي پيڻ کان اڳي مون کي قتل نه ڪرڻ جو وعده امير المؤمنين پاڻ ڪرڻ فرمايو آهي اهو ته هارجي ويو. هاڻي نه مان اهو پاڻي پي سگهندس ۽ نه توهين مون کي قتل ڪري سگهندا."

امير المؤمنين چيو ته اهو فريب آهي ليڪن ساڻس گڏ ويٺل مجلس شوريٰ جي اراڪين خود کيس انهيءَ جو ذميدار قرار ڏنو ۽ هرمزان جي جان بخشي جو مشورو ڏنو. پوءِ هر مزان هڪدم ڪلمه طيب "لااله الا الله، محمد رسول الله" پڙهي ورتو، جيڪو پڻ کيس معلوم هو ته مسلمان ٿيڻ لاءِ ڪافي آهي. جڏهن کانئس پڇيو ويو ته ڇا کيس اها خبر نه هئي ته مسلمان ٿيڻ جي حالت ۾ سندس جان بخشي لازمي هئي، تڏهن چيائين ته اها به خبر هئم ليڪن مون اهين پسند ڪيو ته پنهنجي جان حرفت سان بچايان ۽ مذهب عقيدت سان مٽايان، مون کي توهان جو نظام قبول آهي، ۽ مان به توهان

جهڙو مسلمان ٿيڻ چاهيان ٿو." هرمز ان پوءِ ڪيترا سال جيئرو هو ۽ اسلامي جهاد ۾ شريڪ ٿيندو رهيو.

"هر مزان" جي مسلمان ٿيڻ بعد يزدگرد هڪ وڏي فوج تيار ڪئي جنهن جو اسلامي لشڪر سان آخري مقابلو "نهاوند" جي ميدان تي ٿيو. ايراني فوج اسلامي لشڪر کان ڇهوڻي هئي (امير علي، ايضا ـ ص ٣٣) ليڪن فتح مسلمانن کي نصيب ٿي. اهو سال ٦٤٢ عيسوي هو، جڏهن ساساني شهنشاهيت مڪمل طور تي اسلامي رياست ۾ ضم ٿي وئي. تاهم ايران هڪ وڏو ملڪ هو، ۽ يزدگرد جي بادشاهي انهيءَ جي فقط ڏاکڻي حصي تي قائم هئي. باقي غير سامي قومن جا علائقا سخت مزاحمت ڪري رهيا هئا، جن ۾ خراسان ٦٤٣ع ۾ اسلامي حڪومت هيٺ آيو، ۽ ٥٠ ـ ٦٤٩ع ۾ اسطخر (تخت جمشيد) (Persepolis) جي فتح بعد قديم فارس (ايران) خلافت راشده جو هڪ حصو بنجي ويو. آخري ساساني تاجدار يزدگرد ثالث (٦٥١ ـ ٦٣٢ع) روپوشي جي حالت ۾ "مرو" شهر جي نزديڪ خود پنهنجي هڪ ملازم جو هٿان قتل ٿيو. اهڙي طرح آريا ايران جي ١٢ صدين کان قائم آزاد مملڪت "اسلام" جي اثر هيٺ آئي. بعد ۾ ٣ صديون عرب اقتدار هيٺ رهندي ايران جا آريا وڏي تعداد ۾ مسلمان ٿيا ۽ عربن جا پوءِ بہ مد مقابل رهيا: اسلام ۾ شيعا مسلڪ سندن اسلامي جوش وخروش جي باعث وڌيو ويجهيو، قرمطي تحريڪ ۾ سندن اهم ڪردار رهيو. مصر ۾ "خلافت فاطميه" جي قيام ۾ مددگار ٿيا. سندن زبان، (فارسي) فن، ادب، طب ۽ فلسفي، فاتحن کي فتح ڪري ڇڏيو، ۽ اڄ سندن تهذيب ۽ ثقافت اسلامي تهذيب ۽ فڪر جو فعال حصو آهي. (هٽي، ص ص ١٥٩ـ١٥٨)

قديم پالميري تهذيب (Palmyrene civilization) بہ يوناني، شامي ۽ ايراني تهذيبن جو هڪ دلچسپ گلدستو هو، (هٽي، ص ٧٦) اسلام جي اشاعت ۽ مفتوحات جي دوران وچ مشرق ۾ ساساني علائقن جي عوام ايراني زرتشتي آرين جي مقابلي ۾ سامي نسل جي عرب مسلمانن کي پسند ڪيو. اسلامي حڪومت جي قيام بعد اموي خلافت دوران خليفي عمر ثاني جي دور (٧٢٠ ـ ٧١٧ع) ۾ سندس طرفان مسلمان ٿيندڙ قبيلن تان

جزيہ ۽ خراج، معنيٰ ڪل سرڪاري ڍل معاف ٿيڻ جي اعلان بعد اڪثر ايراني آريا زرتشتي مذهب ڇڏي اسلام ۾ داخل ٿيا. ليڪن خارجي فرقي جي ڪاروائين ۾ بہ عراقين ڪان وڌيڪ ايراني آريا قبيلن جو هٿ هو. "قطاري ابن الفجاه" ڪرمان ۽ فارس ۾ خارجي تسلط قائم ڪيو ۽ ٻين ايراني علائقن ۾ خارجي تحريڪ گهڻو زور ورتو. اموي خلافت طرفان سن ٧٠٤ع ۾ هڪ قابل سپهسالار "قتيبہ" کي "خراسان" جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. "مرو" سندس صدر مقام ۽ فوجي ڇانوڻي هئي، جنهن ۾ چاليهہ هزار عرب سپاهي بصره مان ست هزار "ڪوفہ" مان ۽ ست هزار موالي معنيٰ اهي قبيلا جيڪي ڪنهن عرب قبيلي سان ملحق هئا، ڀرتي ڪيا ويا. قتيبہ، ايران ۽ آسپاس جي علائقن ۾ فوج ڪشي جاري رکي ۽ هن خطي جي تاريخ جو هڪ نئون باب رقم ڪيو: روايتي طور تي آمون درياہ (Oxus) ايران ۽ توران جي وچ ۾ سرحد هئي. ايراني فارسي ۽ توراني ترڪي زبان ۽ ثقافت سان تعلق رکندا هئا. قتيبہ اها سرحد پار ڪري بلخ (بخطر . Bactria ) ۽ بخارا (قديم سوگديانہ . تخارستان جو هيٺيون علائقو)، سمرقند ۽ انهيءَ جي مغرب ۾ خوارزم (جديد خيوا) فتح ڪيا، ۽ "خانيات" جو خاتمو آندو، جنهن ۾ جيحون (Jaxartes) جا علائقا، بالخصوص "فرغانہ" شامل هئا. ان بعد ترڪن ۽ ايرانين جي وچ ۾ آمون درياهہ بدران جيهون درياهہ(Jaxartes) سرحد بنجي وئي. انهي سرحد کي عبور ڪرڻ منگولي قبيلن ۽ ٻڌ ڌرم جي مڃيندڙن لاءِ وڏي خطري جو باعث بنيو.

سمرقند، بلخ ۽ بخارا ۾ وڏا ٻڌ مندر هئا. (هٽي ص ٢٠٩ بحوالہ بلاذري ص ٤٢١) قتيبہ ٻڌبتن کي ڊائو ۽ مندرن کي نذر آتش ڪيو. بلا ذري جي بيان مطابق ٻڌمت وارن انهيءَ ڪري اسلام قبول ڪيو، جو هنن جو اهو عقيدو تہ جيڪو هنن پاڪ بتن ۽ مندرن کي هٿ لائيندو سو خود سڙي خاڪ ٿي ويندو، سو برعڪس ثابت ٿيو. (ايضا) "قتيبہ" اڳتي وڏي بخارا جو عظيم آتشڪده ۽ آستان جيڪو زرتشتي مذهب جو ڪعبو سمجهو ويندو هو، خاڪ جو ڍير بنائي ڇڏيو. قتيبہ جي انهن ڪاروائين بعد بخارا، سمرقند ۽ خوارزم جو علائقو اسلامي ثقافت جو گهر بنجي ويو، ۽ انهيءَ جي بالمقابل خراسان ۾ نيشاپور ۽ مرو ۾ اسلامي مدرسا ۽ مسجدون قائم ٿيون

جن اسلام جي تاريخ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي، قتيبه لاءِ لکيو ويو آهي ته هن سن ٧١٥ع ۾ چيني ترڪستان ۾ ڪا شغر فتح ڪيو، ۽ چين تائين پهتو (طبري، ج ٢، ص ١٢٧٥)، تاهم بئي ذريعي مطابق اهو ڪارنامو اموي خليفي هشام جي دور (٧٤٣ . ° ) ۾ نصر بن سيار ڪيو، جنهن کي "ماوراءَ النهر" (T xiania) معنيٰ آمون درياهه جي پرين پر واري علائقي جو حاڪم مقر ويو هو. هن اهي علائقا ٻيهر فتح ڪيا، جيڪي "قتيبه" پهريائين قبضي هيٺ آندا هئا، ليڪن جلدي آزاد ٿي ويا هئا. (هتي ص ٢١٠) عباسي خلافت جي آغاز ۾، سمرقند جي اتر - اوير ۾ تاشقند (الشاش) فتح ٿيو (سن ٧٥١ع) جنهن بعد چيني وچ ايشيا جي علائقن تي پنهنجي دعويٰ تان هميشه لاءِ دستبردار ٿي ويا. آمون درياهه جي پريان اسلامي خلافت جي توسيع، مسلمانن کي هڪ جنگجو قوم منگولن سان ويڙهائي ڇڏيو، جنهن جا اڳتي هلي اگرا نتيجا نڪتا، جيئن ته آخرڪار منگول به مسلمان ٿي ويا.

اموي خلافت (٧٤٩ ـــ ٦٦١ ع) دوران عربي نسل کي ايرانين سميت باقي تمام نسلن تي فوقيت ڏني وئي، انهي پاليسيءَ ايرانين کي اياربو ۽ خراسانين کي بغاوت تي آماده ڪيو. هنن کي پنهنجي قديم تهذيب ۽ ثقافت تي ناز هو، ۽ ذاتي صلاحيتن ۾ پاڻ کي ڪنهن کان گهٽ نه سمجهندا هئا. جڏهن شيعا تحريڪ عراق مان اسري ايران ۽ خراسان ۾ جاري ٿي، تڏهن زرتشتي علائقن ۾ انهيءَ جي آجيان ڪئي وئي. دعوت اهل بيت لاءِ هتي وڌيڪ سازگار ماحول ميسر هو. پروفيسر هٽيءَ جي راءِ موجب، "شيعا اسلام جي ويس ۾، ايراني قوم پرستي ورائي ڪر ڪنيو." (ص ٢٨٣) ايراني، خراساني ۽ عباسي عسڪري جٿن جي الحاق بعد اموي شاهي خاندان جي اقتدار جو سج تڪڙو غروب ٿيڻ لڳو.

الفخري جي متن مطابق دعوت اهل بيت جو خاص داعي، ابو مسلم خراساني هڪ ايراني غلام هو جيڪو آزاد ٿيو، ۽ "خراسان" ۾ عباسين جو خاص گماشتو هو. تاريخ ٥جون ٧٤٧ع تي سياهه رنگ جو جهنڊو، جيڪو اصل ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم اسلامي لشڪر لاءِ مقرر فرمايو هو، خلافت عباسيه جي پرچم طور ڦڙڪايو ويو. يمن جي "ازد" عرب قبيلي

ڪي حليف بنائي، ابو مسلم خراساني، "مرو" ۾ داخل ٿيو، جيڪو خراسان صوبي جو دارالحڪومت هو. سندس لشڪر ۾ اڪثريت ايراني دهقانن ۽ موالين جي هئي (الفخري ص ١٩٤، نڪلسن، لٽرري هسٽري آف پرشيا، ص ٢٥١ ۽ هٽي، ص ٢٨٤) خراسان جي حاڪم نصر بن سيار، خليفي مروان ثاني کان بيڪار مدد طلب ڪئي. "مرو" جي قبضي بعد، "ڪوفي" جي جامع مسجد ۾ پهرين عباسي خليفي "ابو العباس" جي هٿ تي عام بيعت ورتي وئي. اهو خميس جو ڏينهن تاريخ ٣٠ آڪٽوبر ٧٤٩ع هو (هٽي، ص ٢٨٥، بحوالہ يعقوبي، طبري ۽ مسعودي). "ڪوفي" کي "دارالخلافه" بنايو ويو. خراسانين کي خليفي جي ذاتي محافظ دستي ۾ ڀرتي ڪيو ويو ۽ ايرانين کي حڪومت جي اهم اعليٰ عهدن تي مقرر ڪيو ويو. هٽي لکي ٿو تہ "عرب قوم پرستي جو زور ٽٽي ويو، ليڪن اسلام بين الاقوامي لباس ۾ جاري رهيو، جنهن ۾ ايراني قوميت فاتحانہ انداز ۾ ترقي ڪندي رهي. (ص ٢٨٧) زرتشتي روايتون ۽ نظريہ منظر عام تي اچڻ لڳا. "اسلامي انسائڪلوپيڊيا" جو مدير لکي ٿو تہ "دين اسلام ۾ انهن عجمي اثرات جي بدولت اسلامي فڪر (فلسفي) جو رخ هڪ علحده طرف مُڙي ويو. ابو مسلم جي بغاوت بعد جيتوڻيڪ اعليٰ طبقي جي ايرانين دين اسلام قبول ڪرڻ شروع ڪيو هو مگر انهي سان گڏ ايران ۾ گهٽيون فڪري تحريڪون ۽ نبوت جي ڪوڙن دعويدارن جو سلسلو شروع ٿي ويو هو، سنباذ مجوسي (١٣٧هہ / ٧٥٥ع)، استاد سيس (١٤٩هہ / ٧٦٦ع) المقنع (١٦١هہ/ ٧٧٧ع)، بابڪ خرمي (٢٠١ هہ / ٨١٦ع) وغيره انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون هيون." (ص ٢٦٩)

ايران ۾ خراسان جي ڇاڻايل اندروني حالات عباسي خلافت کي سخت اقدامات کڻڻ تي مجبور ڪيو. خليفي هارون الرشيد ٧٨٦ع کان بذات خود ايراني تحريڪن کي ختم ڪرڻ لاءِ انتظامات جي نگراني ڪئي. خليفي مامون الرشيد ٨١٣ع کان خود "خراسان" ۾ ٨١٧ع تائين مقيم رهيو. سندس سپهسالار طاهر بن الحسين ٨٢٠ع ۾ خراسان جو والي مقرر ڪيو ويو، اعليٰ اختيارات، مسلسل سنگين حالات ۽ مرڪزي حڪومت جي مصلحتن طاهر بن الحسين جي خاندان کي "خراسان کان ري تائين علائقي

جو نيمر خود مختيار شاهي خاندان بنائي ڇڏيو، جنهن ۵۲ سال (۸۷۲ ـ ۸۲۰ع) حڪمراني ڪئي. "طاهريہ" (آل طاهر) جا جانشين "صفاويہ" دارالخلافت "بغداد" تي قابض ٿيڻ لاءِ وڌيا، ليڪن ڪامياب نہ ٿيا. اهو سال ۸۷۸ع هو، جنهن ڪانپوءِ خلافت جو ايران تي ضابطو نہ رهيو ۽ اتي مڪمل خود مختيار حڪومتون وجود ۾ اينديون رهيون: دلفيہ، روديني، زياريہ ۽ آل بويہ. "زياريہ" جنهن "ري" "اصفهان" ۽ "اهواز" جي علائقن تي ۱۱۴ سال (۱۰۴۲ ـ ۹۲۸ع) حڪومت ڪئي آخر گهٽبي وڃي "طبرستان" ۽ "جرجان" جي علائقن اندر محدود ٿي. پوءِ "آل بويہ" اقتدار ۾ آيا جن صفاريہ وارن جو خواب سچو ڪري ڏيکاريو: سن ۹۳۲ع ۾ "بغداد" کي خراج ڏيڻ بند ڪيو ويو ۽ ۹۴۵ع ۾ دارالخلافت تي قبضو ڪيائون. "آل بويہ" سن ۹۴۵ع کان ۱۰۱۲ع تائين عراق، "فارس" ۽ "ڪرمان" جا هر لحاظ کان بادشاهہ هئا. "آل بويہ" جو جملي دور اقتدار ۹۳۴ع کان ۱۰۵۵ع تائين ڪنهن نہ ڪنهن ايراني علائقي ۾ قائم رهيو.

"بويہ" (Buwayhid) شاهي خاندان پاڻ کي ساساني بادشاهن جي نسل مان ڄاڻائيو. سن ۹۴۵ع جي ڊسمبر مهيني ۾ "بويہ" جو سردار "احمد ابن بويہ" عباسي خليفي المستڪفي (۹۴۶ ـ ۹۴۳ع) جي روبرو فاتح جي حيثيت ۾ آيو، ۽ ڪمزور خليفي اعلان ڪيو تہ "احمد ابن بويہ" اميرالامراءَ مقرر ڪجي ٿو ۽ سندس لقب "معز الدولہ"، (معنيٰ خلافت کي طاقت بخشيندڙ) آهي. (هتي ص ۴۷۰) تاريخ جو مطالعو ڪندڙ، ذهن جو ڪنڌ ورائي ڏسي تہ ٿي صديون اڳ ساساني شهنشاهيت عرب مسلمانن اڳيان ڪنڌ جهڪائي ختم ٿي. هاڻي انهي عظمت جا وارث ۽ اسلامي خلافت (شهنشاهيت) جا والي ڪهڙي حقير (پر تقصير) انداز ۾ هڪ باغي ساساني سردار کي حڪومت جون واڳون سونپي رهيا هئا! تاريخ هڪ عبرتناڪ داستان آهي انهن انسانن جو، جن عظيم ٿيڻ لاءِ ٻين انسانن جي زمين تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ خود پنهنجي غلط انداز طرز حيات سبب سموري مال اسباب هوندي، ايڏا ڪمزور ٿي ويا، جو فقط پنهنجي خود فريب عظمت جي ڀرم رکڻ خاطر پنهنجي حريف دشمن جي خوشامند ڪرڻ لڳا، ۽ پوءِ بہ جرم ضعيفيءَ جي سزا کان بچي نہ سگهيا!

ايراني تسلط بعد عباسي سني خلافت ۾ شيعا رسومات ۽ پاڪ ڏينهن سرڪاري طور تي رائج ڪيا ويا. سن ٩٥٢ع (٣٤١هـ) ۾ "عاشوره محرم شريف" ۽ "يوم غدير الخم" باقاعدگيءَ سان ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو، جيڪو سلطان معزدولہ جي طرف کان هو. "يوم غدير الخم"، شيعا روايت مطابق انهيءَ ڏينهن جي ياد ۾ ملهايو ويو جڏهن مڪه ۽ مدينہ شريفين جي درميان هڪ پاڻي جي چشمي "غدير الخم" وٽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم اعلان ڪرڻ فرمايو هو تہ "مان جنهن جو بہ آقا آهيان، انهيءَ جو آقا علي آهي." (ابن سعد ج ٥، ص ٢٣٥، مسعودي "تنبيهہ ص ص ٢٥٦ - ٢٥٥) انهي واقعي جي عيد ملهائڻ لاءِ ١٨ ذوالحج جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو (هٽي ص ٤٧١). "سلطان احمد معزدولہ" جو نالو جمع جي خطبي ۾ "خليفہ مستڪفي بالله" سان گڏ پڙهايو ويو، ۽ پوءِ جنوري ٩٤٦ع ۾ انهيءَ خليفي کي انڌو ڪري معزول ڪيو ويو ۽ سندس برائي نام مسند تي المطيع بالله جي لقب سان هڪ ٻيو خليفو مقرر ڪيو ويو، جنهن ٩٧٤ع تائين جٽاءُ ڪيو:

عباسي خلافت تي ڀهريائين ترڪ پهريدارن قبضو ڪيو ۽ پوءِ جڏهن بويہ ايراني بغداد تي قابض ٿيا، تڏهن اهي پنهنجي تاڦيل خليفي کي بي يارو مددگار ڇڏي ڀڄي ويا. عباسي عرب خاندان ايرانين جي مدد سان اقتدار ۾ آيو هو ۽ زوال پذير بہ انهن جي آخري ضربن کان ٿيو. شاهي زوال جو هي افسوسناڪ داستان ڏهين عباسي خليفي ابو الفضل جعفر المتوڪل علي الله (٨٤٧ع) کان شروع ٿئي ٿو، جڏهن اٺين خليفي المعتصم بالله (٨٤٢ - ٨٣٣ع) جا مقرر ڪيل ترڪ ذاتي محافظ خود خليفي کي پنهنجو اسير بنائڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا. اهي ترڪ "ماوراءَ النهر" مان آيا هئا، جتان جي ترڪ ڪنيز مان پنجين خليفي هارون الرشيد کي محمد ابو اسحاق پٽ ڄائو جيڪو المعتصم بالله جي لقب سان اٺون خليفو ٿيو. اهي چار هزار ترڪ (منگولي) ، خراساني محافظ دستن جي جاءِ تي مقرر ڪيا ويا، جيڪي عباسي خلافت جا اصل وفادار هئا. پوءِ سال بسال ترڪ محافظ فوج ۾ اضافو ٿيندو رهيو، ۽ اهي خليفي جي ضابطي مان نڪرندا ويا. ٻئي عباسي خليفي ۽ خلافت عباسيہ جي اصل معمار خليفي المنصور جو تعمير ڪرايل امن جو

شهر، بغداد، بدامني جو گهُر بنجي ويو. عوامي بغاوت جي خوف کان خليفي المعتصم سن ٨٣٦ع ۾ دارالخلافت کي "بغداد" کان پنهنجي نئين تهرايل شهر "سره مارعا" (جنهن ڏٺو سو خوش ٿيو) ڏانهن منتقل ڪيو. اهو شهر "ساماره" جي نالي سان مشهور ٿيو. "دجلہ" ندي جي مٿاهين پاسي "بغداد" کان سٺ ميل پري، "ساماره" ۾ خليفو پوري طرح پنهنجي ترڪ محافظن جي چنبي ۾ هو. خليفي المعتصم ۽ سندس فرزند خليفي المتوڪل علي الله جي دور (٨٦١ - ٨٤٧ع) ۾، هتي عاليشان محلات ۽ مسجدون تعمير ٿيون، ۽ ٥٦ سالن (٨٩٢ - ٨٣٦ع) تائين، اٺن عباسي خليفن اتان حڪمراني ڪئي. اتي عباسي سڪا ناهيا ويندا هئا ۽ انهن تي ساماره جو نالو اڪريل هوندو هو. اڄ انهي شهر جا کنڊرات هڪ دردناڪ داستان جي علامت بنيل آهي، جن کي ڏسي ڪوبہ خوش ٿي نہ ٿو سگهي.

ترڪ محافظن خليفي المتوڪل کي ڊسمبر ٨٦١ع ۾ قتل ڪري ڇڏيو، ۽ انهيءَ جو محرڪ خود سندس فرزند ارجمند هو. (طبري ج ٣، ص ص ١٤٦٥ - ١٤٥٢، ابن الاثير ج ٧، ص ص ٦٤ - ٦٠، هٽي ص ٤٦٧) پوءِ خليفي جي معزولي ۽ مقرري ترڪ غلامن جي هٿ ۾ اچي وئي. انهن تي فقط خليفي جي حرم جون حسين دو شيزائون حڪم هلائي سگهنديون هيون، ۽ انهن جي سياسي مداخلت خلافت عباسيہ جي نظام جي درهم برهم ٿيڻ جو سبب بني. هڪ خليفي مستعن بالله (٨٦٦ - ٨٦٢ع) بغداد ڏانهن ڀڄي جان ڇڏائڻ چاهي تہ واٽ تان پڪڙي ڪيس واپس "ساماره" آندو ويو، پوءِ سندس ماءُ جيڪا هڪ ترڪ غلام هئي پڻ ترڪ جنرلن سان گڏجي حڪومت جو ڪاروبار پنهنجي هٿ هيٺ رکيو. مستعن بالله جي فرزند جا نشين خليفي معتز بالله (٨٦٩ - ٨٦٦ع) جي ماءُ بہ هڪ ترڪ ڪنيز هئي، جنهن جي دولت ۽ بيرحمي جو بيان طبري (ج٣، ص ص ١٧١٩ - ١٧١٨) هن طرح رقم ڪيو آهي تہ هن وٽ ڪثير زيورات کان علاوه ڏهہ لک سونا دينار نقد موجود هئا، ليڪن پنهنجي فرزند خليفي جي جان ترڪ محافظن کان فقط پنجاه هزار دينار ڏئي نہ ڇڏايائين.

مسلسل ٻن صدين تائين "خلافت" برائے نام هلندي رهي ۽ حڪومت طرفان امن امان فقط انهن علائقن ۾ قائم رهيو جتي مقامي حڪمران پنهنجي

طاقت ۽ انتظامات سان حڪومتي ڪاروبار هلايو ٿي. اهڙي طرح خلافت هيٺ مقامي بادشاهتون قائم ٿينديون رهيون. خليفي المعتزد بالله جي دور (٩٠٢ - ٨٩٢ع) ۾ دارالخلافت پيهر بغداد منتقل ڪيو ويو تاهم سياسي افراتفري، قتل ۽ ناموزون تقريبون جاري رهيون. تاريخ ١٧ ڊسمبر ٩٠٨ع تي خلافت جي تاريخ ۾ اهو ڏينهن آيو جڏهن خليفي المرتضيٰ کي هڪ ڏينهن حڪومت هلائڻ بعد رات جو قتل ڪيو ويو (هٽي ص ٤٦٨) پوءِ خليفي المقتدر ٢٤ سال (٩٣٢ - ٩٠٨ع) خلافت جي کوکلي مسند والاري، جنهن دوران ١٣ وزير تبديل ٿيا، جن مان ڪجهه قتل ڪيا ويا. (الفخري، ص ٣٦٠) خليفي جي ترڪ والده بار بار خلافت جي معاملن ۾ مداخلات ڪندي رهي. سندس وقت ۾ مصر ۽ اسپين ۾ الڳ اسلامي خلافتون قائم ٿيون. لائق ۽ ايماندار وزير بهترين ڪارڪردگي جي باوجود پنهنجي عهدن تي قائم رهي نه سگهيا. نااهلي بي ايماني ۽ تشدد جي دور ۾ اهليت ايمانداري ۽ انسان دوستي هڪ عظيم ڏوهه سمجهو ويندو آهي. "علي بن عيسيٰ" جي سوانح تي هيرولڊبووين (Harold Bowen) جي لکيل ڪتاب ۾ ڪيس سٺي وزير جي نالي سان ڄاڻايو ويو آهي جنهن خلافت جي اقتصادي حالت بهتر ڪئي ۽ بي مثال ڪارڪردگي ڏيکاري. ٻيو اهڙو لائق وزير "ابن معقله" عربي خوشخطي جو باني مڃيو وڃي ٿو. اهڙا ٻيا به هئا جيڪي نا اهلن جي بي قدري سبب برباد ٿي ويا. خليفو نالي جو "المقتدر" هو، اصل ۾ بيوس ۽ ڪمزور هو، ڇاڪاڻ ته المقتدر بالله، جيئن سندس لقب هو، تيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جي امداد ڪيس حاصل نه هئي جنهن سان پنهنجو اقتدار قائم ڪري سگهي. سندس ترڪ حفاظتي دستي جو ڪماني "مؤنس المظفر" اصلي اقتدار جو مالڪ هو. هن "المقتدر" کي معزول ڪري سندس ويڳي ڀاءُ کي "القاهر بالله" جي لقب سان خليفة المسلمين بنايو جنهن ٩٣٢ع کان ٩٣٤ع تائين ٻه سال سندس تعبيداري ۾ گذاريا تاهم معزول ڪري سندس اکيون ڪڍيون ويون ۽ آخري دفعو ڪيس بغداد جي رستن تي پنندي ڏٺو ويو، (ابن الاثير، ج ٨، ص ص ٢١١ ۽ ٢٠٩، الفخري ص ٣٧٥، مسعودي ج ٨، ص ٢٨٧، ۽ هٽي ص٤٦٩) اهڙا عبرتناڪ مثال گهٽائي ٿي گذرا، جيڪي مسلمان قوم جي باب ۾ زماني جي لحاظ سان

بيان ڪيل آهن. هتي ترڪ محافظن جي بالادستي جو بيان هلي رهيو آهي:
"القاهر" ڪانپوءِ سندس ٻه جا نشين "المتقي" (٩٤٤ . ٩٤٠ع) ۽ المستڪفي (٩٤٦ . ٩٤٤ع)، نئين قائم ڪيل منصب "امير الامراءِ" جي بالادستي هيٺ ساڳئي انجام کي رسيا. خليفہ الرازي جي دور (٩٤٠ . ٩٣٤) ڪانوئي امير الامراءَ جو نالو جمع جي خطبي ۾ خليفي سان گڏ ورتو ويندو هو. ابن الاثير جي بيان موجب اسلام جي تاريخ ۾ اهو انوکو مثال هو.

خليفو الرازي (٩٤٠ . ٩٣٤ع) آخري خليفو هو، جنهن جمع جو خطبو ڏنو ۽ خليفہ جا اختيارات استعمال ڪيا. "البويہ" امير الامراءَ جي اقتدار ۾ اچڻ بعد ايراني ساساني مزاج ڪنهن جي بالادستي نالي ماتر بہ برداشت نہ ڪئي. سندن هڪ صدي ڪان مٿي اقتدار (١٠٥٥ . ٩٤٥ع) دوران هنن پنهنجي مرضي سان خليفہ مقرر ۽ معزول ڪيا. "عراق" تي "ايران" جي شهر "شيراز" مان حڪومت هلائي ويندي هئي. "بغداد" ۾ هنن پنهنجي لاءِ "دارالمملڪت" الڳ تعمير ڪرايو (هتي ص ٤٧١). اصل دارالحڪومت "شيراز" ۾ قائم هئو، جتي "آل بويہ" جي عظيم ترين بادشاهہ عزالدولہ شهنشاهہ جو خطاب اختيار ڪيو ۽ اسلامي خلافت کي پنهنجي ساساني نسل ۾ جاري ڪرڻ جي رٿ رٿي: عباسي خليفي "الطائي" جي ڌيءَ سان پاڻ شادي ڪيائين ۽ پنهنجي ڌيءَ ڪيس پرڻائي ڏنائين. اهو سال ٩٨٠ع هو جڏهن خلافت جي سيني علائقن تي مرڪزي اختيار بحال ٿي چڪو هو. ٩٧٧ع ۾ ايران ۽ عراق اندر قائم ٿيل متعدد بادشاهتن کي "شيراز" جي "بويہ شهنشاهيت" جي زير اقتدار آندو ويو هو. عزالدولہ جي دور (٩٨٣ . ٩٤٩ع) ۾ بغداد کي بہ خوب سينگاريو ويو، ۽ علم وادب کي ترقي وٺرائي، عظيم عباسي خليفن هارون ۽ مامون جي همسري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. عزدولہ بعد سندس جا نشين فرزند شرف الدولہ(٩٨٩ . ٩٨٣ع) خليفي مامون الرشيد جو نقل ڪندي ستاره بيني جي هڪ عمده رسدگاهہ تعمير ڪرائي. سندس جا نشين ڀاءُ "بهاءُ الدولہ" (١٠١٢ . ٩٨٩ع) پنهنجي ايراني وزير صبور ابن اردشير جي معرفت سن ٩٩٣ع ۾ بغداد ۾ "دارالحڪمت" جي طرز تي هڪ درسگاهہ قائم ڪرايو جنهن جي ڪتبخاني ۾ ڏهہ هزار ڪتاب جمع ڪيا ويا. (ابن الاثيرج ٩، ص ٧١، ابن خلڪان

ج١، ص ٣٥٦، هتي ص ٤٧٢) انهي کان اڳ سن ٩٩١ع ۾ نام نهاد خليفي "الطائي" کي معزول ڪري سندس بي تحاشا ڌن ۽ دولت تي قبضو ڪيو ويو.

مال دولت، اقتدار ۽ عسڪري قوت نيٺ جاني جدا ڪيا: عزو دولہ جا ٽي پٽ پاڻ ۾ وڙهي پيا ۽ پوءِ اها اقتدار جي جنگ سندس اولاد جاري رکي، جنهن جو فائدو وٺي ترڪ نسل ڀيهر خلافت تي قبضو ڪيو: ترڪ سلجوق قبيلي جي سردار تغرل بيگ بغداد تي ڪاهيو ۽ سن ١٠٥٥ع ۾ ان تي قابض ٿي ويو. عراق جا سني مسلمان شايد شيعا ايراني البويہ جي خلاف هئا ۽ انهن سلجوقين جي تائيد ڪئي. سلجوق دور (١١٩٤ ـ ١٠٥٥ع) جو احوال "منگول قومر" ۽ "مسلمان قومر" جي بابن ۾ سلسليوار [illegible] ايراني آريا قومر خود پنهنجي [illegible] علائقن ۾ سياسي تنزل جو شڪار [illegible]. "آل بويہ" جي زوال [illegible] لي ۽ مغربي ايران ۾ ڪيئي شاهي خاندان وجود ۾ آيا: ساجديہ، مسافريہ، شداديہ، رداديہ وغيره سڀ ڪمزور حڪومتون هيون. عباسي خليفو نذرانو وٺي اقتدار جو پروانو لکي ڏيندو هو. "غزني" جي علائقي مان غزنوي سلطانن الپتگين، سبڪتگين ۽ محمود غزنوي (١٠٣٠ ـ ٩٩٨ع) ايران ۽ هندستان تي حملہ آور ٿيا. سلطان محمود غزنوي کي خراسان ۾ خود مختيار بادشاهي قائم ڪرڻ جو موقعو مليو، جتان وڌي هن ايران جي اڌ علائقي تي قبضو ڪيو ۽ بغداد جي خليفي کيس اقتدار جو پروانو ڏئي، "يمين الدولہ" جي لقب سان نوازيو. سندس دور ۾ ايران جا عظيم عالم ابن سينا، البيروني ۽ فردوسي سندس درٻار ۾ گذريا. پوءِ سلجوقين ايران سميت سموري خلافتي ملڪن کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو.

سن ٤٢٠ هجري مطابق ١٠٢٩ع ترڪن جي ايران ۾ آبادڪاري جو سال آهي. ٨ سال پوءِ سن ١٠٣٧ع ۾ سلجوقي سردار طغرل خان ايران تي حملو ڪيو پوءِ هڪ سؤ ويهن سالن (١١٥٧ـ١٠٣٧ع) تائين سلجوقي ترڪ ايران تي حڪمراني ڪندا رهيا. نظام الملڪ طوسي، حڪيم عمر خيام، حسن بن صباح ۽ امام غزالي جهڙيون تاريخي شخصيتون انهي دور ۾ ٿي گذريون. بعد ۾ ايران جي مختلف علائقن ۾ خوارزم شاهہ ۽ غوري سلطان حڪمراني ڪندا رهيا. سن ١٢١٨ع بعد منگول سردار چنگيز خان

ماوراءُ النهر (آمون درياهہ جي پار علائقن) تي قبضو ڪيو. سن ١٢٥٨ع ۾ هلاڪو خان جي وحشي لشڪر بغداد جي تباهي سان گڏ خلافت عباسيہ جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو.

## منگول دور:

عباسي خلافت جي خاتمي بعد سڄو ايران تاتارين جي قبضي هيٺ اچي ويو. ابو سعيد جي وفات ۽ ايلخاني شاهي خاندان جي خاتمي (١٣٣٥ع) بعد، فارس ۽ ڪرمان جي علائقن تي سندس هڪ ملازم مظفر خان جي مظفري شاهي خاندان جي حڪومت (١٣٨٧-١٣١٣ع) ٧٤ سال قائم رهي. بعد ۾ امير تيمور جو دور (١٣٨٧ - ١٣٧٢ع) آيو. امير تيمور جو تعلق چنگيزي نسل سان هو، هن هڪ ٻئي پٺيان بلخ، خراسان، سيستان، مازندران، آذر بائيجان، عراق عجم ۽ فارس تي قبضو ڪيو. تيموري بادشاهت ديرپا ثابت نہ ٿي، جيتوڻيڪ امير تيمور پنهنجي حياتي ۾ بادشاهي جي ورهاست ڪري ويو: خراسان ۽ سيستان جي بادشاهي شهزاده "شاه رخ" ۽ آذر بائيجان جي بادشاهي ٻئي فرزند "ميران شاهہ" جي نالي ڪئي هئائين. ليڪن سندس وفات بعد ٻائر تيمور جي تخت تاج تان پاڻ ۾ وڙهي پيا، جنهن مان تاريخ جي اصول مطابق هڪ نئين اسرندڙ خاندان فائدو ورتو.

انهي نئين شاهي خاندان جو نالو "قره قويونلو" هو، جنهن ١٣٨٧ع کان ١٤٦٩ع تائين ايران جي اڪثر علائقن تي راڄ ڪيو. قره يوسف سن ١٤٠٦ع ۾ "تبريز" فتح ڪري اتي پنهنجو تختگاهہ قائم ڪيو. هن خاندان جو آخري بادشاهہ "جهان شاه" هو. تيموري خاندان جو تختگاهہ "هرات" ۾ هو، جتان خراسان، سيستان ۽ جرجان تي حڪومت هلائي ويندي هئي. سن ١٤٦٩ع ۾ "آل قويونلو" قبيلي جي سردار "اوزون حسن" پنهي بادشاهتن کي ختم ڪري پوري ايران تي پنهنجو قبضو ڄمايو. آخري تيموري بادشاه جو نالو سلطان ابو سعيد هو. "آل قويونلو" ڪانپوءِ هڪ ٻئي ترڪمان قبيلي "قراقونلو" سن ٧٨٩ هہ/ ١٣٨٧ع ۾ اناطوليہ (ايشيائي

ڪوچڪ جي مغربي حصي) ۾ زور ورتو ۽ دولت عثمانيہ جي سلطان مراد خان جي خلاف بغاوت ڪئي. قونيہ جي لڙائي ۾ شهزادي بايزيد خان يلدم انهن جي طاقت جو خاتمو ڪيو. (١٧٣٦ . ١٥٠١ع)

## صفوي دور

مقامي ايراني مسلمانن مان هڪ قبيلو سن ١٥٠١ع ۾ "تبريز" تي قابض ٿيو. سندن سردار شاهہ اسماعيل صفوي بادشاهيت جو بنياد وڌو. شيخ صفي الدين هڪ بزرگ شيعا عالم ٿي گذريو هو، انهيءَ جي ڇهين پيڙهيءَ ۾ شاهہ اسماعيل پيدا ٿيو. جنهن پنهنجي شاهي خاندان جو نالو صفوي رکيو ۽ پنهنجو حسب نسب ستين حسيني امام موسيٰ ڪاظم سان ڄاڻايو. سندس انهيءَ دعويٰ ۾ عوامي حمايت جي ڪنجي پوشيده هئي: اها ايراني حمايت جنهن سان عباسي خلافت سن ٧٥٠ع ۾ قائم ٿي هئي، دعوت اهل بيت جي بنياد تي قائم هئي. شاه اسماعيل (١٥٢٤ . ١٥٠٢ع) تشيعت کي ايران جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو (هٽي ص ٧٠٣)، جيڪا حيثيت ايرانين گذريل پنجن صدين کان قائم رکي آهي. ايراني تشيعت، اثنا عشري يعني ١٢ امامن کي مڃيندڙ آهي. انهن مان چار زهر ڏئي شهيد ڪيا ويا:

حضرت امام جعفر الصادق (المتوفيٰ سن ٧٦٥ع) سياست کان الڳ رهي علم جي فروغ ۽ نيڪيءَ جي تلقين ۾ عمر گذاري. سندس وفات بعد اهل تشيعت ۾ ٻہ فرقا قائم ٿيا: اسماعيلي ۽ اثنا عشري. فقهي لحاظ کان اثنا عشري جعفريہ سڏجڻ ۾ آيا، ۽ "فقه جعفري" تي اڄ تائين قائم آهن. انهيءَ فقه کي رياست جو دستور بنائي، صفوي شاهي خاندان ١١٤٨هہ / ١٧٣٦ع تائين ايران تي حڪومت ڪئي. عباس اول جي دور (١٦٢٩ . ١٥٨٧ع) ۾ ايران مغربي ملڪن، برطانيہ، نيدرلئنڊ، فرانس وغيره سان سفارتي تعلقات قائم ڪيا، ۽ هڪ مستقل شاهي فوج تشڪيل ڪئي وئي. سندس دور ۾ افغانن جو قومي تشخص نمودار ٿيو. هڪ صدي پوءِ ١١٣٥هہ / ١٧٢٢ع ۾ مير محمود افغان اصفهان فتح ڪيو، ليڪن "ايران" تي قابض نہ ٿي سگهيو.

فقه جعفريہ سان گڏ صفوي ايراني بادشاهيت ۾ امامت ۽ حڪومت جو هڪ اصول مقرر ڪيو ويو، جيڪو جديد ايران جي جمهوري اسلامي مملڪت ۾ مستحڪم ڪيو ويو آهي: اثنا عشري تشيعت جو ١٢ هون امام، محمد، جيڪو سن ٨٧٨ع ۾ "سماره" جي جامع مسجد وٽ هڪ غار ۾ غائب ٿي ويو هو، "امام قائم الزمان" مڃيو وڃي ٿو، جيڪو مقرر وقت تي "امام مهدي" بنجي ظاهر ٿيندو. ايران جو شاهہ في الوقت سندس خليفو آهي ۽ مجتهدين سندس ترجمان ۽ عوام سان رابطہ ڪار آهن. (هٽي، ص ٤٤١) اهڙي طرح شيعا نظام حڪومت جو بنياد رکيو ويو، جنهن کي وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻ لاءِ امام انقلاب ايران امام خميني رح (١٩٨٩. ١٩٠٢ع) "ولايت فقيهہ" جو نظريو قائم ڪيو، جنهن مطابق اسلامي حڪومت جو سربراهہ صرف "رهبر فقيهہ" ٿي سگهي ٿو.

## طائف الملوڪي ۽ افشاري دور (١٧٤٩- ١٧٣٦ع)

ايران جي سياسي تاريخ ٩ صدي عيسوي کان ١٨ صدي عيسوي تائين اڪثر طائف الملوڪي ۽ تقسيم مملڪيت جي صورتحال ڏيکاري ٿي. سن ٨٠١ع کان ٩٢٨ع تائين "علويہ زيديہ" شاهي خاندان طبرستان تي حڪومت ڪئي، پوءِ سامانيہ شاهي خاندان ايريو، جنهن "علويہ زيديہ" جي اقتدار کي ختم ڪيو. انهي علائقي ۾ مختلف رقيب باهم دست وگريبان رهيا. انهن مان "آل بويہ" غالب ٿيا. انهن جو احوال مٿي اچي چڪو آهي. (٤٤٧هہ . ٣٢٢هہ / ١٠٥٥ . ٩٣٤ع)

"آل بويہ" کان اڳ ايران منقسم رهيو هو: صفاري (تاتارا) خاندان کانپوءِ ساماني دور، (٩٩٩ . ٨٧٤ع) هليو. انهيءَ حڪومت ۾ هڪ ترڪ مملوڪ الپتگين افغانستان ۾ غزنوي شاهي خاندان جو بنياد وڌو، جيڪو ٩٩٩ع کان ١٠٦٣ع تائين قائم رهيو ۽ ايران جي سياست تي اثر انداز ٿيو. بعد ۾ سلجوقي دور (١١٥٧ . ١٠٦٣ع) هليو. خلافت عباسيہ ۽ مسيحي مغربي طاقتن جي مسلمانن خلاف صليبي جنگين کان بي نياز ايراني پنهنجي علائقن ۾ باهمي اقتدار جون جنگيون وڙهي رهيا هئا، ۽ شيخ الجبل حسن بن

صباح پنهنجي فداين (حشيشين) کي استعمال ڪري سياسي قتل وافرانفري ڦهلائي رهيو هو. جڏهن منگول فاتح چنگيز خان ١٢١٩ع ۾ چين ۽ تاتار فتح ڪيو ان وقت مسلم دنيا ۾ مختلف شاهي خاندان راڄ ڪري رهيا هئا. ايرانين جو سلجوقي خاندان ختم ٿي چڪو هو. سلطان سنجر تقريبا اڌ صدي راڄ ڪرڻ بعد باغين کان شڪست کائي قيد ٿي ويو، اهي باغي "اوغز" ترڪ قبائل هئا، جن پنهنجي سلطان تي ناگهاني فتح حاصل ڪئي ۽ سندس مهارائي ترخان خاتون کي بہ قيد ڪيو. بعد ۾ خراسان جي متمدن شهرن مرو ۽ نيشاپور کي ليٽو ڦريو ۽ ناس ڪيو، تاهم مڪمل بربادي تاتاري وحشين آندي. چئن سالن جي قيد ۽ انهيءَ دوران پنهنجي پياري زال جي وفات بعد سلطان سنجر اوغزين جي قيد مان فرار ٿي نيشاپور پهتو ۽ پنهنجي تختگاه ۽ سلطنت کي تباه وبرباد ڏسي دل ٽٽڻ سبب فوت ٿيو. شاهي خاندان وارن سندس ڀائٽي طغرل کي تخت تي ويهاريو تہ باغي اميرن انهيءَ کي قتل ڪري بادشاهي تي قبضو ڪري ورتو. اهو سال ١١٥٧ع هو. ست سال اڳي سن ١١٥٠ع ڌاري مشرقي افغانستان ۾ هڪ شاهي خاندان اسريو هو جنهن آخرڪار غزنوي سلطنت جي جاءِ والاري. اهو "غوري" جي نالي سان تاريخ ۾ مشهور ٿيو ڇاڪاڻ تہ اصل اهي علائقي "غور" ۾ آباد هئا. علاؤ الدين حسين جهان سوز سن ٥٥٠هہ/ ١١٥٥ع ۾ "غزنيءَ" تي قبضو ڪيو ۽ اتان جي شاهي خاندان کي لاهور ڀڄي وڃڻ تي مجبور ڪيو. بعد ۾ غوري خاندان هندستان ۾ ۽ خوارزم شاهن ايران ۾ حڪومت ڪئي ۽ غورين جي جانشين غلام گهرائي جي سلطانن تي منگولن ۽ خوارزم شاهن جا حملا ٿيندا رهيا. اها تمام تاريخ اسلامي مرڪزي حڪومت (خلافت) جي زوال ۽ ايران ۾ سياسي طالع آزمائي جو داستان ٻڌائي ٿي ۽ مسلمان قوم جي باب ۾ قدري تفصيل سان بيان ڪري سگهجي ٿي.

ايران ۾ پيدا ٿيل سياسي ۽ عسڪري حالتن جو نتيجو ترڪ قبائل جي حق ۾ رهيو. ترڪمانن مان هڪ غير معروف سپاهي نادر خان سن ١٧٣٦ع ۾ صفوي خاندان جي تخت تاج جو مالڪ ٿي ويو. سندس قبيلو "افشار" سڏيو ويندو هو. فارسي زبان ۾ افشار جي معنيٰ اجائي بڪ ڪندڙ لاٽڙيو يا مضبوط قدم ڪٽندڙ (افشاري) آهي. بادشاهي ملڻ بعد نادر خان، نادر شاه

جي لقب سان ايران جي تاريخ ۾ قدم رکيو، ۽ پنهنجي خاندان کي شاهي نسل جي آميزش سان عظمت ڏيڻ لاءِ هن پنهنجي هڪ فرزند نصر الله سان هڪ تيموري نسل جي شهزادي جي شادي ڪرائي. جڏهن شاهي شادين جي دستور مطابق گهوٽ کان سندس نسب جو سلسلو پڇيو ويو تہ سندس پاران گهوٽ ٻيءَ برجستہ جواب ڏنو: ”نصر الله پسر نادر پس ازين نادر پسر شميشر، پسر شمشير، پسر شمشير تابه هفتاد پشت (تاريخ سنڌ ج ٦، ص ۴٣٠، مرتبہ غلام رسول مهر، س اب ١٩٥٨ع) غزنوين، غورين ۽ ترڪ بخت آزما جنگجو سردارن وانگر نادر شاهہ بہ هندستان ۽ سنڌ تي ڪاهي بي تحاشہ دولت هٿ ڪئي. ايراني تاريخ جي حوالي سان نادر شاه افشار، سن ١١٥١هہ / ١٧٣٨ع ۾ تيموري سلطنت جو خاتمو آندو، ۽ ”هرات“ تي حڪمران افغان ابدالي خاندان کي زير ڪيو.

نادر شاهہ افشار کان اڳ ميرويس ابدالي قندهار ۾ آزاد افغان مملڪت قائم ڪئي هئي، جنهن بعد ايران جي صفوي بادشاهہ شاهہ حسين سان سنڌن مقابلو ٿيو. ميرويس جي وليعهد محمود ابدالي اصفهان فتح ڪري شاهہ حسين صفوي کي قتل ڪيو. صفوي وليعهد طهماسپ مرزا جان بچائي اصفهان مان ڀڄي نڪتو ۽ ايراني قومي فوج تيار ڪرڻ لڳو، انهي زماني ۾ ”نادر“ جيڪو هڪ رواجي رهزن هو، شهزادي طهماسپ جي فوج ۾ ڀرتي ٿي، ترقي ڪندو ويو، ۽ ٿوري عرصي ۾ صفوي فوج جي هڪ خاص حصي جو سپہ سالار بنجي ويو. سندس عسڪري صلاحيتن جي بدولت ايرانين افغانن جو زور ڀڳو. اتر ۽ اولہہ سرحدن تي ترڪن جي يورش بند ڪرائي وئي، ۽ پوءِ پنهنجي ترڪمان سردارن جي فرمائش تي صفوي وليعهد طهماسپ جي عيوض نادر خان خود شاهي تاج مٿي تي رکي نادر شاهہ ٿي ويو. پوءِ قندهار ۽ ڪابل فتح ڪري، هندستان ۾ ڪاهي پيو. اتي سندس قتل غارتگري ۽ لٽ مار جو داستان هڪ الڳ باب آهي. سنڌ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي مال متاع جي فهرست تيار ڪرائي رهيو هو تہ انهيءَ ۾ صفوي بادشاهن جون قيمتي شيون ڏسي پڇيائين تہ هي هتي ڪيئن آيون؟ ڪيس ٻڌايو ويو تہ ”جڏهن افغانن ايران کي لٽيو هو، تڏهن اڪثر قيمتي شيون وڪري لاءِ مختلف مقامن تي موڪليون هيون.“ (تاريخ سنڌ - ايضا -

ص ۴۴٦ بحوالہ ٽوپڻ مل جي تاريخ سنڌ قلمي نسخو، محفوظ پنجاب يونيورسٽي لئبرري، ص ٢٣) دهلي ۾ قتل عام ۾ مغل شهنشاهيت کان سنڌو ندي جو الهندو ڪنارو پنهنجي بادشاهي ۾ وٺڻ بعد نادر شاهہ جڏهن واپس ڪابل پهتو هو (پهرين رمضان شريف ١١٥٢هہ ٢١ نومبر ١٧٣٩ع)، تڏهن افغانستان جي اميرن سردارن چاليهہ هزار افغان سندس فوج ۾ ڀرتي ڪرايا، جن کي بخارا ۽ خوارزم تي حملہ آور ٿيڻ لاءِ "هرات" موڪليو ويو. (تاريخ سنڌ ـ ايضا ـ ص ۴٣٣) سنڌ جي مهم انهيءَ ارادي کي ملتوي ڪرايو هو. اپريل ١٧۴٠ع ۾ (١١ محرم ١١٥٣هہ) ۾ سنڌ مان نڪري وڃڻ کان اڳ لاڙڪاڻہ ۾ ايراني جشن نوروز ملهايائين ۽ عاشوره محرم شريف جو عرصو اتي گذاريائين ( ايضا ـ ۴٥٢) انهيءَ مان سندس ايراني قوميت ۽ شيعا عقيدتمندي جو اشارو ملي ٿو.

سن ١٧۴٢ع جي موسم خزان ۾ نادر شاهہ تي هڪ خوني حملو ٿيو، جڏهن حملہ آور پڪڙيو ويو، تڏهن معلوم ٿيو تہ حملو ڪرائيندڙ خود نادر شاهہ جو فرزند وليعهد "رضا قلي مرزا" هو. "نادر، جوش غيظ ۾ پنهنجي لائق فرزند جون اکيون ڪڍرائي ڇڏيون. ڀريل دربار ۾ رضا قلي مرزا پنهنجي سنگدل پيءُ جي طرفان انهيءَ سزا ملڻ بعد چيو: "توهان منهنجون اکيون نہ ڪڍرايون آهن، بلڪ سلطنت ايران کي انڌو ڪيو آهي." (ايضا ـ ص ص ٥٠٢ ـ ٥٠١) انهي واقعي بعد، خونريزي نادرشاهہ جو عام مشغلو بنجي وئي. معمولي ڳالهين تي وڏن اميرن سردارن کي مارائڻ لڳو. هڪ ڏينهن سندس خيمي ۾ هڪ تير اچي ڪريو، تير ۾ ڪاغذ ويڙهيل هو، جنهن ۾ لکيل هو تہ "اگر تون بادشاهہ آهين تہ رعيت جي پرورش ڪر. جيڪڏهن پيغمبر آهين تہ نجات جو رستو ٻڌاءِ. (۽) اگر تون خدا آهين تہ خدا جي خلق تي رحم ڪر." (تاريخ فارس، سرجان ميلڪم ج٢، ص ٥٦، مهر ، ص ٥٠٣) تير اڇلائڻ وارو جو پتو نہ پيو، پوءِ نادر شاهہ دربار ۾ انهيءَ جو ذڪر ڪيو ۽ جواب ڏنو: "مان بادشاهہ نہ آهيان جو رعيت جي پرورش ڪريان. پيغمبر نہ آهيان جو نجات جو رستو ٻڌايان. خدا نہ آهيان جو بندن تي رحم ڪريان. مان تہ گنهگارن کي سزا ڏيڻ لاءِ خدائي قهار جي هٿ ۾ هڪ هٿيار آهيان." (ايضا) پوءِ جڏهن سندس، بغير حالت جنگ، خونريزي حد کان

وڏي وٺي، تڏهن رات جي وقت چند ايراني سردارن سندس بعض عزيزن سميت مٿس خيمي اندر حملو ڪيو ۽ کيس قتل ڪري ڇڏيو. اها رات ١١ جمادي الاخر ١١٦٠هه، مطابق تاريخ ١٠ جون ١٧۴٧ ع هئي. ٻئي ڏينهن جيڪو هنگامو شروع ٿيو انهي ۾ نادر شاهه جي سڄي آکهه ڪسجي وئي فقط هڪ ياٿيو ۽ هڪ پوٽو سر بچائي ڀڄي ويا. چو طرف شادمانه ٿيا. سنڌ جي فارسي گوشاعرن ۽ خود نادر شاهه جي هڪ درٻاري شاعر قطعات تاريخ چيا:

نادر جو درٻاري شاعر "فردوسي ثاني" شاهنامه جي بحر ۾ نادر شاهي دور جا حالات قلمبند ڪندو هو. نادر شاهه جي قتل بعد پنهنجي ڪتاب جو اختتام ڪندي لکيائين:

"دل شب سر قتل وتاراج داشت،
سحر گه نه تن سرنه سرتاج داشت،
بيک گردش چرخ نيلو فري،
نه نادر بجا ماند، نه نادري."

( "مقالات الشعرا" قلمي، س اب، ص ٢٢۵)

سنڌ ۾، قاضي عبدالقادر ٺٽوي هيءَ تاريخ رقم ڪئي:

"شه نادر چون برون شد ميان،
راحت آمد بهمه عالميان،
خوش خبر هاتف فرمود زعيب
محو شد آفت نادر ز جهان؛
١١٦٠. (ايضا - ص ١٩١)

سنڌي سگهڙن به انهيءَ واقعي جو ٻڌي پنهنجا گفتا ڪديا جيڪي عام چوٽيون بنجي ويون: مثال طور: "نادر به نادر آ، پر قادر به قادر آ" وغيره.

نادر شاه جڏهن صفوي تخت جو مالڪ بنيو تڏهن سنڌ جي عالمن ۾ سرهائي ٿي هئي، ڇاڪاڻ ته ايران سان قديم تاريخي رشتي سبب، هنن ايران ۾ هڪ مضبوط ۽ مستحڪم حڪومت جي تمنا ڪئي ٿي: مخدوح روح الله سنڌي سندس تخت نشينيءَ تي هي قطعه تاريخ لکيو هو: "الخير في ما

وقع" ١١۴٨هہ ليڪن جڏهن مير علي شير قانع، سنڌ جي تاريخ نويس، اها تاريخ ٻڌي، تڏهن چيائين؛ "لاخير في ما وقع" ١١۴٨هہ. پوءِ جڏهن نادر جي قتل ٿيڻ جي خبر سنڌ پهتي، تڏهن مخدوم روح الله سنڌي، نادر شاهہ جي تمام ترڙهزني ۽ خوني ڪاروائين جي مد نظر هي تاريخ لکي "الخير في ما هو واقع" ١١٦٠ (تاريخ سنده مهر، ص ۵٠۴، بحوالہ" تحفة الڪرام" ج ٣ ص ص ١٣٠ . ١٢٩)

نادر شاهہ جي قتل بعد احمد خان ابدالي، احمد شاه دراني جي لقب سان قندهار ۾ ايران کان آزاد هڪ خود مختيار افغان حڪومت جو پايو وڌو. نادر شاهہ جو پاٽيو علي قلي مرزا، جيڪو فتح آباد مان نادر شاه جي قتل بعد پڄي نڪتو هو، ايران ۾ افشار تخت تاج جو دعويدار ٿيو. ليڪن "شيراز" جي "زند" سردار ڪريم خان جلد ايران ۾ اقتدار حاصل ڪري ورتو، جنهن هڪ متحد ايراني بادشاهت زند خاندان جي نالي قائم ڪئي. اهو سن ١٧۵٧ع هو. "ڪريم خان زند" جي وفات بعد سندس فرزندن جي نااهلي سبب سن ١٧٩۴ع يا ١٧٩٦ع ۾ استر آباد جي قاجار قبيلي متحد ايران جي حڪومت تي قبضو ڪري ورتو. سلطان آغا محمد خان قاجار سن ١٢١٠هہ/ ١٧٩٦ع ۾ تخت نشين ٿيو ۽ ٻئي سال قتل ٿيو. ليڪن قاجار شاهي خاندان (Kajar dynasty) سال ١٩٢۵ع تائين ايران تي حڪومت ڪندو رهيو.

قاجار دور (١٩٢۵ . ١٧٩٦ع) ايراني قوم جي نشاة ثانيہ جو سبب بنيو: آغا محمد خان قاجار سڄو سال ايران جي سرحدن تي ترڪ ۽ روسي حملي آورن جو مقابلو ڪندو رهيو ۽ اهو سلسلو سندس جا نشين طرفان جاري رهيو. يورپ جي حڪمرانن جي ايران ۾ دلچسپي وڌندي وئي؛ هڪ ئي وقت فرانس جو شهنشاه نيپولين بونا پارٽ ۽ برطانيہ جي شاهي حڪومت "ايران" سان الحاق جا خواهشمند هئا. "برطانيہ" ڪامياب ٿي، ۽ سن ١٨١۴ع ۾ دوستي جو معاهدو طي ٿيو. ٻئي طرف ايران . روس لڙائي شروع ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ سن ١٨٢٨ع ۾ ايران جو ڪجهہ علائقو "روس" جي قبضي ۾ هليو ويو. نقصان پوري ڪرڻ لاءِ قاجار حڪومت ١٨۵٦ع ۾ افغانستان جي هرات صوبي تي قبضو ڪيو،جنهن سبب حليف

برطانيہ نہ صرف دوستي جو معاهدو رد ڪيو بلڪ ايران جي خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. ١٨٥٧ع ۾ پيهر صلح ٿيو. ۽ "ايران" "هرات" خالي ڪيو. بعد ۾ ڪيترا ايراني علائقا رفتہ رفتہ "روس" جي قبضي هيٺ ايندا ويا. ناصر الدين قاجار جو دور (١٨٩٦ - ١٨٤٨ع) جيئن تيئن ڪري ڪمزوري جي سڪون ۾ گذريو، جنهن جي نتيجي ۾ سندس جا نشين مظفر الدين قاجار جي دور (١٨٩٦ع) ۾ ايران جي سياست ۾ روس ۽ برطانيہ جي بالادستي، شمالي ۽ جنوبي ايران جي حدبندي جي صورت ۾ ظاهر ٿي. اهو سال ١٩٠٧ع هو، جنهن ايراني شيعا حميت کي بيدار ڪيو، ۽ انهيءَ سان گڏ عوامي سياست بہ بيدار ٿي. اڳئين سال، يعني ١٩٠٦ع ۾ شاهہ ايران خود دستوري حڪومت جو افتتاح ڪيو هو. مذهبي ۽ سياسي تحريڪن شاہ ايران کي غير ملڪي امداد جو وڏيڪ ڳيجهو بنايو، تاهم پهرين عالمگير جنگ (١٩١٨ - ١٩١٤ع) دوران "ايران" جي حڪومت غير جانبدار رهي. جنگ جي خاتمي بعد قائم ٿيل "ليگ آف نئشنس" ۾ ايران شموليت اختيار ڪئي، ۽ ١٩١٩ع جي ايران - برطانيہ معاهدي بعد ايران تي برطانوي بالادستي قائم ٿي. خليج فارس ۾ برطانوي فوج اڳئي قابض ٿي چڪي هئي. تاريخ جي انهيءَ موڙ تي ايران جي مذهبي ۽ سياسي قائدين اهم ڪردار ادا ڪيو: ايراني مجلس جي اراڪين سيد ضياءُ الدين کي قائد ايوان ۽ وزير اعظم منتخب ڪيو، ۽ "رضا خان" پهلوي وزير جنگ مقرر ڪيو ويو، جنهن کي ١٩٢٣ع ۾ وزير اعظم بنايو ويو. بہ سال پوءِ سن ١٩٢٥ع ۾ مجلس آخري اقدام طور قاجار شاهہ ايران احمد شاهہ کي معزول ڪيو، ۽ تاريخ ١٣دسمبر ١٩٢٥ع تي رضا خان پهلوي، رضا شاهہ جي لقب سان ايران جو شاهہ بنيو، ۽ پهلوي دور شروع ٿيو.

## پهلوي دور (١٩٧٩ - ١٩٢٥ع)

رضا خان مارندري (١٩٤٤ - ١٨٧٨ع)، پهلوي شاهي خاندان جو باني، ايران جي قومي سياست جي پيداوار هو. سال ١٩٢١ع ۾ جڏهن قاجار خاندان جي آخري حڪمران احمد شاهہ ۽ سندس وزيرن جي نااهلي ۽

ناعاقبت انديشيءَ سبب وطن پرست رهنما سيد ضياءُ الدين جي قيادت ۾ شاهہ خلاف بغاوت جو آغاز ٿيو. تڏهن رضا خان مازندري، ڪوسڪ جتي جو ڪماني هو. هن پنهنجي سپاهين ڪي سياسي انقلاب جو فوجي بازو بنائي ڇڏيو، ۽ "تهران" ۾ فوجي بغاوت جي ذريعي شاهہ ۽ سندس وزيرن کي معزول ڪري مذهبي ۽ سياسي قائد. سيد ضياءُ الدين کي وزير اعظم ۽ پاڻ کي وزير جنگ بنايائين .احمد شاهہ قاجار يورپ ۾ سياسي پناهہ حاصل ڪئي. (برٽانيڪاج ١٩، ص ص ٢٥٣ ـ ٢٥٢) ١٦ ڊسمبر ١٩٢٥ع تي، ١٩٢٣ع کان وزير اعظم "رضا خان" پنهنجي بادشاهي جو اعلان ڪيو ۽ رضا شاهہ جي لقب سان پهريون پهلوي شاهہ ايران بنيو. ذاتي صلاحيتن ۽ قومي جذبي کان ڪم وٺندي "رضا شاهہ" ايران جي قومي زندگيءَ ۾ انقلابي اقدامات ڪيا: سال ١٩٣٥ع ۾ "پرشيا" جو نالو مٽائي "ايران" رکيو ويو، جنهن جي معنيٰ "آرين جو ملڪ" آهي. "روس" جيڪو ايران جو روايتي حريف رهيو هو، هاڻي ڪميونسٽ انقلاب (آڪٽوبر ١٩١٧ع) بعد هڪ وڏي طاقت بنجي ويو هو، ۽ برطانيہ "قاجار" دور ۾ ايران تي پنهنجي بالادستي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪو هو. ليڪن رضا شاهہ پهلوي، بنهي طاقتن سان سهڪار ڪرڻ بجاءِ "جرمني" سان فني ۽ تجارتي تعلقات قائم ڪيا. انهن جي فني سهڪار سان ايران ۾ رستا، پليون ۽ پيا آمد رفت جا ذريعا بهتر بنايا. سال ١٩٣٨ع ۾ بغير بيروني امداد، "ٽرانس ايرانين ريلوي" جو منصوبو مڪمل ڪيائين. انهي جي اڳئين سال، سن ١٩٣٧ع ۾ هڪ علاقائي سياسي اتحاد قائم ڪيائين جيڪو سندس مدبرانہ صلاحيتن ۽ سياسي بصيرت جو ثبوت هو: سعد آباد جي معاهدي ٨ جولاءِ ١٩٣٧ع مطابق ايران، ترڪي ۽ افغانستان، ٽن پاڙيسري اسلامي ملڪن هڪ اتحاد قائم ڪيو. رضا شاهہ پهلوي اڳيان سيئي معاهدا جيڪي يوروپي ملڪن سان ڪيا ويا هئا، منسوخ ڪري ڇڏيا. (اسلامي ص ٢٧١) هڪ قومي بئنڪ قائم ڪري، صنعتي ترقيءَ کي زور وٺرايو، ۽ آمدني جي ذريعن کي قومي ملڪيت ۾ ورتائين. ايران جي فوجي طاقت کي وڌائڻ لاءِ جرمن استاد گهرايائين. سال ١٩٣٩ع ۾ جڏهن ٻي عالمگير جنگ (١٩٤٥ ـ ١٩٣٩ع) شروع ٿي تڏهن "ايران" ۾ ٢ هزار جرمن فوجي ماهرن جي موجودگي

برطانيہ ۽ ٻين اتحادي طاقتن لاءِ تشويش پيدا ڪئي. برطانيہ جي ”اينگلو - ايرانين آئل ڪمپني“ کي فوري خطرو لاحق ٿيو. سال ١٩٤١ع ۾ جڏهن جرمني، روس تي حملو ڪيو ۽ روس کي تڪڙي فوجي امداد پهچائڻ جي ضرورت پيش آئي، تڏهن رضا شاهہ پهلوي ايران جي رستي اها امداد روس پهچائڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. روس ۽ برطانيہ پيهر اجازت طلب ڪئي ۽ جرمن فوجي ماهرين کي ايران مان ٻي دخل ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. پيهر انڪار بعد ٢٦ آگسٽ ١٩٤١ع تي ٻنهي ملڪن جون فوجون ايران ۾ ڪاهي پيون، آخرڪار، شاه ايران، رضا شاهہ پهلوي کي مجبور ڪيو ويو تہ هو پنهنجي فرزند ”محمد رضا“ جي حق ۾ تخت تان دستبردار ٿئي ۽ ١٦ سيپٽمبر ١٩٤١ع تي ائين ٿيو، رضا شاهہ پهلوي کي ملڪ بدر ڪري پهريائين ماريطانيہ ۽ پوءِ ڏکڻ افريقا جي برطانوي نو آبادي ۾ قيد رکيو ويو. تاريخ ٢٦ جولاءِ سن ١٩٤٤ع تي ايران جو آريہ مهر قوم پرست حڪمران جهانسبرگ ۾ هي فاني جهان ڇڏي ويو.

محمد رضا شاهہ پهلوي (١٩٨٠ ـ ١٩٢٠ ع ) ايران جي ملڪي سالميت ۽ آزادي جي تحفظ جي يقين دهاني جي عيوض عالمي جنگ جي اتحادي طاقتن کي ايران جي سيني سهوليتن ۽ مواصلات جي ذريعن کي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني. جنگ جي خاتمي بعد برطانوي فوجون مارچ ١٩٤٦ع ۾ ايران مان نڪري ويون ليڪن روسي فوجون تڏهن نڪتيون جڏهن اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل ائين ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪيو، (مئي ١٩٤٦ع). شاه ايران جو وزيراعظم ڊاڪٽر محمد مصدق سابق شاهہ ” رضا شاهہ پهلوي“ وانگر هڪ قوم پرست سوشلسٽ هو. اپريل ١٩٥١ع ۾ محمد رضا شاهہ پهلوي هڪ شاهي فرمان ذريعي ايران جي تيل جي صنعت کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو فيصلو ڪيو، ليڪن بعد ۾ شاه ايران ۽ سندس وزيراعظم جي وچ ۾ سخت اختلافات پيدا ٿيا. ڊاڪٽر مصدق ايران جي مجلس برخواست ڪري شاهہ کان مطالبو ڪيو تہ هو ملڪ ڇڏي وڃي. تاهم اهو انقلابي قدم بار آور نہ ٿيو. ڊاڪٽر مصدق خود گرفتار ٿي ويو ۽ اپريل ١٩٥٥ع ۾ مستعفي ٿيو. پوءِ مغربي امداد، بالخصوص امريڪا ۽ برطانيہ جي سهڪار سان قومي معيشت ۽ سماجي فلاح وبهبود جا منصوبا

جاري ٿيا؛ ١٩٦٢ع جي شاهي فرمان هيٺ "سفيز انقلاب" جي نالي سان هڪ معاشرتي فلاح جو منصوبو شروع ڪيو ويو، ۽ سرڪاري زرعي زمين، بي زمين هارين ۾ تقسيم ڪري، سيني زميندارن لاءِ ملڪيت جي حد مقرر ڪئي وئي. جنگلات کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو ۽ صنعت ۾ سرڪاري حصا عوام کي فروخت ڪيا ويا. ڪارخانن جي نفعي ۾ مزدورن جو حصو مقرر ڪيو ويو. انتخابي قانونن ۾ ترميم ڪئي وئي. تعليم جي فروغ لاءِ "سپاه دانش" قائم ڪيو ويو، جنهن جو مقصد تعليم بالغان هو. صحت ۽ زراعت جا سپاهه پڻ مقرر ڪيا ويا. ١٩٤٣ع کان لازمي پرائمري تعليم شروع ڪئي وئي. علاوه ازين سياسي ۽ اقتصادي اصلاحات عمل پزير ٿيا، تاهم عوامي سطح تي شاه ايران جي حڪومت غير مستحڪم ٿيندي رهي، جنهن جا ڪجهه بنيادي عوامل هئا:

(١) رضا شاه پهلوي جي سن ١٩٤١ع زبردستي سبڪدوش ٿيڻ بعد، "ايران" ٻي عالمگير جنگ ۾ شامل ٿيو هو، ۽ اتحادي طاقتن ملڪ اندر پنهنجي تسلط جو ڄار وڇايو هو. ١٩٤٥ع ۾ جنگ جي خاتمي بعد هڪ ست ساله ترقياتي منصوبو تيار ڪيو ويو جنهن جو انحصار يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا (USA) ۽ عالمي بئنڪ جي مالي امداد تي هو. اهو منصوبو ڏهن سالن تائين وعده وفائي جي انتظار ۾ مهمل رهيو. چار سال منصوبي جي بحاليءَ ۾ لڳا (١٩٤٩ - ١٩٤٥ع) پوءِ تيل تي تڪرار ٿيو، ۽ سن ١٩٥٦ع ۾ هڪ نئون ست ساله منصوبو شروع ٿيو، جنهن ۾ بيروني مالي امداد ملندي رهي، ۽ بيروني ادارا بہ قائم ٿيندا رهيا: ڪيترا سال اڪثر ايراني اسپتالون بيروني ادارن: اينگلو - ايرانين آئل ڪمپني، دچرچ مشنري سوسائٽي ۽ امريڪي سفارتخاني طرفان هلايون ويون (چئمبر سس ج ٧، ص ٧٠١) فوجي خدمات ٻن سالن لاءِ لازمي قرار ڏنيون ويون ۽ فوج جي تربيت امريڪي فوجي ماهرين جي حوالي ڪئي وئي. (ايضا ص ٧٠٢) اندروني ملڪ مذهبي ۽ سياسي مخالفت کي دٻائڻ لاءِ هڪ خاص هشيار بند خفيہ پوليس قائم ڪئي وئي.

## اسلامي تحريڪ:

قومي روايتون هزارين سال زنده رهن ٿيون. ايراني آرين سوم رس جي بدعت خلاف هندي آرين کان علحدگي اختيار ڪئي، تنهن کي ادائي هزار سال ٿي چڪا. قاجار دور (١٩٢٥ ـ ١٧٩٦ع) دوران ايراني قوم تماڪ جي استعمال خلاف تحريڪ شروع ڪئي، جيڪا حڪومت جي خلاف بغاوت جي برابر هئي، ڇاڪاڻ تہ ٢٠ مارچ ١٨٩٠ع تي قاجار حڪومت "برطانيہ" سان انهيءَ معاهدي تي دستخط ڪيا هئا جنهن مطابق برطانوي تماڪ ڪمپنين کي ايران ۾ تماڪ جي پوک ۽ صنعت تي هڪ هٽي ڏني وئي هئي، ۽ انهن تماڪ نوشي جي وبا ڦهلائڻ کان علاوه عيش پرستي ۽ جاسوسي جا ڄار وڇائڻ شروع ڪيا. "شيراز" ۽ "تبريز" کان عوامي احتجاج جو سلسلو جاري ٿيو. ان وقت آيت الله محمد حسن شيرازي عوامي تحريڪ جي قيادت ڪري رهيو هو. سال ١٩٢٨ع ۾ اتحاد عالم اسلامي جي داعي سيد جمال الدين افغاني (١٨٩٧ - ١٨٣٨ع ) هڪ خط ذريعي آيت الله محمد حسن شيرازيءَ کي آگاه ڪيو تہ " هن وقت ايران مصيبت ۾ مبتلا آهي. ڪفر جون طاقتون عالم اسلام تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيون آهن، سيني کان وڏي ديني رهنما جي حيثيت ۾، ماڻهن کي توهان جي رهنمائيءَ جي ضرورت آهي. ايران جو شاهہ هڪ عياش انسان آهي." (تحريڪ تحريم تمباڪو"، موسيٰ خان جلالزئي، ص ١٤) شاه ايران ناصر الدين قاجار آخر ڪار لاچار ٿي انگريزن کي ڏنل رعايتون واپس ورتيون، ليڪن عوامي اسلامي اصلاحي تحريڪ هلندي رهي. ايران ۾ ناڪامي جي باوجود انگريزن عراق ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. آيت الله محمد حسن شيرازيءَ جي هڪ ممتاز شاگرد، مرزا محمد تقي شيرازي انگريزن خلاف جدوجهد شروع ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ عراق تي برطانوي نمائيندي کي سربراه مملڪت مقرر ڪرڻ جو ارادو ترڪ ڪرڻو پيو ۽ هاشمي عرب خاندان جو هڪ شهزادو امير فيصل عراق جو بادشاه بنيو. مرزا محمد تقي بعد سيد محمد طباطبائي ۽ سيد عبدالله بهبهاني تحريڪ اسلامي جا قائد بنيا. ايران ۾ مرزا محمد حسن شيرازي بعد 'تحريڪ تحريم تمباڪو" جي سرڪردگي علماءِ

دين ڪندا رهيا. انهيءَ ۾ سني ۽ شيعا عالم هم شريڪ هئا: ايران اصل کان عالمن، محققن، اديبن، شاعرن، سياسي، سماجي ۽ عسڪري قائدين جو مرڪز رهندو آيو آهي، تاهم سيد جمال الدين واعظ، اصفهان مان جاري ٿيندڙ رسالہ "روياي صادقانہ" ۾، خود ساختہ مولوين ۽ نام نهاد عالمن تي تنقيد ڪندو رهيو. مظفر الدين شاه جي وفات بعد جڏهن محمد علي مرزا تخت نشين ٿيو، تڏهن هن حق گو عالم دين کي قيد ڪيو ويو. شيخ محمد خياباني تحريڪ احياءَ اسلام جو هڪ بيو مجاهد هو جنهن روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب اچڻ بعد ايران ۾ انهيءَ جي اثرات کي زائل ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. انهيءَ جدوجهد ۾ مرزا حسن، امام جمعہ، مرزا محسن ۽ مرزا صادق آقا شريڪ هئا. جڏهن تحريڪ مشروطيت شروع ٿي تہ عالمن بندوق کنئين. ڪيترائي عالم شهيد ٿيا، ليڪن تحريڪ اسلامي وڌيڪ زور وٺندي رهي. اڻويهين صدي عيسوي ۾ ايران کان علاوه مصر، شام، شمالي افريقا، وسط ايشيا، افغانستان، هندستان پاڪستان، ترڪي ۽ يورپ ۾ اسلامي تحريڪون شروع ٿيون: علامہ اقبال انهيءَ تاريخي منظر جي نگارش ڪندي فرمايو آهي:

"رنگ لايا هے جمال الدين افغاني کا درس،
اٿهہ رها هے نيل کي موجون سي شور انقلاب."

سيد جمال الدين افغاني (١٨٩٧ ـ ١٨٣٨ع) جي ابتدائي تعليم قزوين، تهران ۽ نجف ۾ ٿي هئي. بعد ۾ هن تمام عقلي ۽ نقلي علوم تي دسترس حاصل ڪئي، ۽ اسلامي اتحاد جو داعي بنجي اڀريو. ايران، افغانستان ۽ روس مان ملڪ نيڪالي ملڻ بعد يورپ ۾ قيام ڪيائين ۽ تصنيف ۽ تاليف ذريعي اسلامي انقلاب جي راهہ هموار ڪيائين. سن ١٨٨٩ع ۾ جڏهن ايران جو شاهہ، ناصر الدين ۽ وزيراعظم اصغر اتابڪ يورپ جي دوري تي آيا، تڏهن هن جمال الدين افغاني کان گذشتہ سلوڪ جي معافي ورتي ۽ کيس ايران اچڻ جي دعوت ڏني. ايران جي دوري ۾ جمال الدين افغاني لاءِ مشڪلات پيدا ڪيا ويا ۽ آخرڪار سندس قتل جو حڪم جاري ٿيو، ليڪن اڳواٽ اطلاع ملڻ سبب اتان روپوش ٿي نڪري ويو. ٻن سالن بعد دولت عثمانيہ جي خليفي سلطان عبدالحميد کيس ترڪي اچڻ جي

دعوت ڏني ۽ اتي ڪيس شهيد ڪيو ويو. ( ايضا ص ص ٣١ . ٢٩)

سيد جمال الدين افغاني جي نصب العين کي مصر جي عالم دين شيخ محمد عبده (١٩٠٥ ـ ١٨٤٩ع ) جاري رکيو. تاهم ٻنهي جي طريقہ ڪار ۾ فرق هو: سيد جمال الدين افغاني "انقلاب" جو حامي هو، ليڪن شيخ محمد عبده اسلامي معاشري جي بتدريج اصلاح جو قائل هو، ۽ ديني تعليم ذريعي گهربل مقصد حاصل ڪرڻ تي چاهيائين. عالم اسلام جو اصل مسئلو مغربي تهذيب ۽ سياسي بالادستي کي روڪڻ هو، جيڪو يورپي سامراجي طاقتن جي ٻن صدين کان اسلامي ملڪن تي وڌندڙ اثر رسوخ سبب پيدا ٿيو هو. ايران ۾ جديد اسلامي انقلاب ۽ شهنشاهيت جي خاتمي جا اسباب ٻن قومي جدوجهد ڪرڻ وارن پيدا ڪيا: ڊاڪٽر محمد مصدق ۽ آيت الله ڪاشاني (متوفيٰ ١٩٦٥ع) سياسي ۽ ديني انقلاب جا علمبردار هئا. سندن دور ۾ ايران اندر آمريڪا جو مڪمل اثر رسوخ قائم ٿي چڪو هو. آيت الله ڪاشاني جي وفات بعد آيت الله برو جردي امريڪي تسلط خلاف جهاد ڪندو رهيو، تاهم جڏهن ڊاڪٽر محمد مصدق جي معزولي ۽ قيد بعد ڊاڪٽر اميني وزير اعظم بڻيو، تڏهن امريڪي مفادات ۽ منصوبا وڏيڪ زور سان اڳتي وڌيا، ۽ ايراني عوام انقلاب جون ڇهنڊڙيون محسوس ڪرڻ لڳو.

محمد رضا شاه پهلوي، ترڪي ۾ اتا ترڪ ڪمال پاشا جي آندل لاديني (Secular) انقلاب جي طرز تي، ايران ۾ آزاد خيال ۽ مغربي طرز جي حڪومت ۽ معاشرو قائم ڪرڻ چاهيو ٿي، ليڪن ايران جا آيت الله ۽ محبان آل رسول سندس منصوبي جي ڪاميابيءَ ۾ وڏي رڪاوٽ بڻيل هئا. وزير اعظم ڊاڪٽر اميني مذهبي قائدين سان مذاڪرات شروع ڪيا، انهن ۾ آيت الله بخفي مرعشي، آيت الله شريعت مداري ۽ آيت الله خميني اهم شخصيتون هيون، جن اسلامي حڪومت جي قيام کان گهٽ ڪنهن ڳالهہ تي اتفاق نہ ڪيو.

ايران ۾ آيت الله حڪيم جي وفات بعد امام خميني ۽ ٻين چند مجتهدين کي اعليٰ قيادت سونپي وئي. عراق ۾ "بعث پارٽي" جي حڪومت ۽ ايران ۾ پهلوي بادشاهيت، ٻنهي ملڪن جي شيعہ قيادت ۽ عوام خلاف تشدد جي پاليسي اختيار ڪئي. مذهبي قائدين، اسلامي مدرسن جي ذريعي

نوجوان نسل کي انقلاب لاءِ تيار ڪيو: "حوزه علميہ"، علم جي حوزن (ڍيرن يا حاصلات جي هنڌن) کي منظم ڪيو ويو. مشهد شهر جو قديمي "حوزه" ادب، فقہ، فلسفي ۽ ٻين اسلامي علوم جو گهر هو. اُتان استاد آيت الله مرتضيٰ مطهري (١٩٧٩۔ ١٩١٩ع) اڀريو. "قم" شهر جي "حوزه علميہ" ايران جي سياسي تاريخ ۾ هميشه اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ علاوه ٻيا "حوزه"، بهبهاني، شيخ انصاري، مرزا شيرازي، آخوند ملا محمد ڪاظم خراساني ۽ آقا ضياءُ الدين عراقي جي نالن سان مشهور هئا. انهن مدرسن جو دائرڪار ايران اندر محدود نہ هو، بلڪ فارغ التحصيل طالبان جي ذريعي ٻين ملڪن ۾ انهيءَ قسم جا ديني مدرسا کولي، ايراني اسلامي تحريڪ کي وسيع ڪيو ويو.

ايران ۾ شاه ايران جي حڪومت خلاف اسلامي جمهوري تحريڪ جو آغاز سن ١٩٦١ع ۾ "قم" جي حوزه علميہ (مدرسي) کان امام آيت الله روح الله الموسوي الخميني رح (١٩٨٩۔ ١٩٠٢ع) جي قيادت ۾ ٿيو. جون ١٩٦٣ع ۾ کيس گرفتار ڪيو ويو. لکين ايرانين احتجاج ڪيو، ۽ شاه ايران کيس آزاد ڪرڻ تي مجبور ٿيو. (١٢ محرم ١٣٨٣ھ کان ١٢ ربيع الاول ١٣٨٣ھ)

"قم" واپس پهچڻ بعد حضرت امام خميني وڏيڪ زوردار تقريرون ڪيون ۽ ايراني عوام ڪثرت سان سندس تحريڪ طرف راغب ٿيو. تنهنڪري کيس ٻيهر گرفتار ڪري، "ترڪي" جلاوطن ڪيو ويو، جتان کيس "عراق" روانو ڪيو ويو، جتي سن ١٩٧٨ع ۾ سندس رهائش گاهہ تي ڇاپو لڳو ۽ "ڪويت" طرف جلاوطن ٿيو. جتان "پئرس" پهچي، انقلاب ايران لاءِ يڪسوئي سان ڪم ڪرڻ لڳو. سندس رابطو ايران اندر هر طبقي جي نوجوان نسل سان رهيو سال ١٩٧٨ع ايران ۾ شاه جي خلاف عام بغاوت جو سال هو، جنهن جي ڪاميابي اختتام تي، ١٤ سالن جي جلاوطني (١٩٧٩ ۔ ١٩٦٥ع) بعد ٧٧ سالن جو ٻيرسن امام انقلاب حضرت آيت الله روح الله امام خميني تاريخ پهرين فيبروري ١٩٧٩ع تي ايران جي سر زمين تي قدم رکيو، جڏهن شاه ايران محمد رضا شاهہ پهلوي (١٩٨٠ ۔ ١٩٢٠ع) اڳئي تخت تاج ڇڏي راهہ فرار اختيار ڪري چڪو هو.

"ولايت فقيه" جي اصول مطابق امام خميني رح اسلامي جمهوري مملڪت ايران جو بذات خود سربراه ٿيو. "ولايت فقيه" جي وضع ڪيل اصول مطابق اسلامي حڪومت جو سربراه صرف "رهبر فقيه" ٿي سگهي ٿو. هن فقيه رهبر ساڍن ڏهن سالن (١٩٨٩ - ١٩٧٩ع) جي عرصي ۾ مملڪت جمهوريه اسلاميه ايران کي اها استقامت ۽ قوت ڏني جنهن دنيا جي عظيم طاقتن سان تنها مقابلو ڪري پنهنجي نظام کي برقرار رکيو آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ته ايراني هڪ عظيم قوم آهي.

## ايران ۾ اسلامي انقلاب ۽ جمهوري نظام

سال ١٩٦٣ع ۾ آيت الله امام خميني رح "قم" شهر ۾ قائم پنهنجي اسلامي مدرسي مان، شهنشاه ايران محمد رضا شاه پهلوي جي اقتدار خلاف تحريڪ شروع ڪئي. ١٩ محرم (جون ١٩٦٣ع) تي امام خميني رح، ايران جي شاه محمد رضا شاه پهلوي جي نالي تنبيه جاري ڪئي ۽ کيس خبردار ڪيو ته "اهڙي روش اختيار نه ڪر، جو آخرڪار جڏهن توکي زبردستي اقتدار کان هٽايو وڃي ته عوام خوشيون ملهائن." انهيءَ رات امام خميني رح کي گرفتار ڪيو ويو، ۽ ايران ۾ هر طرف بغاوت جي باه ڀڙڪي وئي: تهران، شيراز، مشهد، اصفهان، ڪاشان، قم ۽ هر ننڍي وڏي شهر ۽ ٻهراڙي جي علائقن ۾ صدائے انقلاب بلند ٿي وئي. هٿين خالي مظاهرين تي، جديد هٿيارن سان ليس شاه جي فوجين ۽ خفيه پوليس جي اهلڪارن گوليون وسائڻ شروع ڪيون. امام عليه رحمت جي گرفتاريءَ کان چند ڏينهن اندر ١٥٠٠٠ ايراني شهري شهيد ڪيا ويا. مظلومن جي رت رنگ لاتو. امام خميني رح ايراني عوام جو قومي قائد بنجي ويو. ١٩٧٨ ۾ "فرانس" ۾ جلاوطني دوران، عاشوره محرم شريف جي ڏينهن (نومبر ١٩٧٨ع) امام خميني رح هڪ پڌر نامو جاري ڪيو، جنهن جو عنوان هو: "محرم، خون جي تلوار تي فتح". هڪ اقتباس هن طرح آهي: "امام حسين (عليه السلام رضه) اسان کي هي درس ڏنو آهي ته ڪنهن به دور ۾ ، جيڪڏهن مسلمانن تي ڪو ظالم آمرانه حڪومت مسلط ڪري ته اسان کي

ان جي خلاف اٿي ڪڙو ٿيڻ گھرجي ۽ سندس مذمت ڪئي وڃي، پوءِ ڪٿي اسان جي فوجي طاقت ڪيترو به گھٽ ڇو نه هجي، ۽ جيڪڏهن اسان کي محسوس ٿئي ته اسلام خطري ۾ آهي ته اسان کي پنهنجو سر گھورڻ گھرجي ۽ پنهنجي رت وهائڻ لاءِ تيار رهڻ گھرجي." ايران ۾ سندس هي نعره عام ٿي ويو: "هر روز عاشوره، هر روز ڪربلا". عاشورن ۾ ايراني شهيدن جي خون جو ماتم ڪيو ويو. چهلم جي موقعي تي امام خميني رح، فرانس مان، بيو پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن ۾ فرمايو ويو ته "عظيم امام جي شهادت جو چاليهو اچي ويو آهي. "پهلوين" جي غاصبانه راڄ جي گذريل پنجاهه سالن مان هن سال اسان ڪيترين نه تباهه ڪارين ۽ غير انساني ڏوهه ڏٺا (سٺا) آهن. ايران ۾ جو ڪجهه گذري چڪو آهي، انهيءَ کي ڏسندي، لڳي ٿو ته ڄڻ اسان جي تازن شهيدن جو خون، ڪربلا جي شهيدن جي خون جو تسلسل آهي ۽ اسان جي پيائرن جو ماتم ڄڻ ته انهن بهادرن جي ماتم جو پڙاڏو آهي جيڪي ڪربلا ۾ شهيد ٿيا هئا. جهڙي طرح سندن وهايل خون يزيد جي ظالمانه راڄ جو خاتمو آندو، اسان جي شهيدن جو خون ظالمانه بادشاهيت کي پاش پاش ڪري ڇڏيندو."

امام خميني رح جي آخري وصيت مطابق ڪربلا جو ماتم دراصل دنيا جي سيني مظلوم انسانن جي انهيءَ آه وزاري جي علامت آهي، جيڪا هو جابر حڪمران خلاف ڪري رهيا آهن. اها حق جي حمايت ۾ هڪ قوت آهي. باطل جي خلاف جهاد آهي ۽ ظلم خلاف هڪ سماجي جدوجهد آهي."

## توهين رسالت جي سزا ۽ امام خميني رح جي فتوي:

---

### بسم الله الرحمان الرحيم

### انا لله وانا اليه راجعون

تمام دنيا جي مسلمانن کي اطلاع ڏجي ٿو ته "آيات شيطاني" نالي ڪتاب جيڪو اسلام، نبي اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم ۽ قرآن ڪريم جي خلاف لکيو ۽ شايع ڪيو ويو آهي، انهي جو لکندڙ ۽ انهيءَ ۾ لکيل مواد

ڪاٺباخبر ناشر واجب القتل آهن، آءٌ غيرتمند مسلمانن کان تقاضا ٿو ڪريان ته اهي جاڻايل ماڻهن کي جتي به ڏسن اتي هڪدم قتل ڪري ڇڏين، جيئن آئينده ڪوبه شخص مسلمانن جي ديني بزرگن ۽ عقيدن جي توهين ڪرڻ جي همت نه ڪري سگهي. پوءِ جيڪو شخص هن راهه ۾ پنهنجي جان ڏيندو، اهو انشاءَ الله شهيد ٿيندو ۽ ڪنهن شخص کي مصنف تائين پهچ آهي ليڪن هن کي قتل ڪري نه ٿو سگهي ته اهو ٻين کي اطلاع ڏئي ته جيئن اهي هن کي ماري سگهن.

(نقل، امام خميني ڪے حالات زندگي، مصنف موسيٰ خان جلالزئي، غره مارچ ١٩٩٠ع: ناشر سنٽر فار سنٽرل ايشيا اينڊ مڊل ايسٽ سٽڊيز. لاهور)

موجوده ملڪ ايران، جيڪو ٢٥ آڪٽوبر ١٩٣٥ع کان انهيءَ نالي سان سڏجي ٿو، ١٩٧٢ع جي مرد شماري موجب ٽي ڪروڙ هڪ لک ايڪونجاه هزار انسانن سان آباد آهي. انهيءَ جي ڪل پکيڙ ڇهه لک ڇٽيهه هزار ۽ سو ٽيانوي چورس ميل آهي. مشرقي سرحد کان علاوه باقي ٽن طرفن کان بلند پهاڙ آهن: اتر ۾ روس ۽ ڪئسپين سمنڊ، اولهه ۾ عراق ۽ ترڪي، ڏکڻ ۾ ايراني نار (خليج فارس) ۽ مشرق ۾ افغانستان ۽ پاڪستان واقع آهن. قديم قافلن جا رستا اجا باقي آهن. پهراڙي جي علائقن ۾ زياده تر قديم ايراني نسل آباد آهن، ليڪن شهرن ۾ ايراني، عرب ۽ ترڪ نسلن جا ماڻهو رهن ٿا. قديم زرتشتي مذهب جا معتقد هاڻي يزد، ڪرمان، تهران، شيراز ۽ ڪاشان ۾ قليل اقليت ۾ آهن. تقريبا ٨٠ فيصد ايراني شيعه اماميه فرقي سان تعلق رکن ٿا. پنج فيصد اسماعيلي آهن. پنج فيصد "شيخيه" ۽ "نقطويه" فرقن مان آهن. ڪجهه شهرن ۾ "بابي" ۽ "بهائي" ۽ "يزيدي" مذهبن جا مجيندڙ آباد آهن. سني مسلمان فقط ڪرد ۽ عرب قبيلن ۾ آهن. انهن مان ڪرد ۽ عرب نسل وارا شافعي ۽ ترڪمان ۽ افغان نسل وارا حنفي مسلڪ سان واسطو رکن ٿا. (اسلامي انسائڪلو پيڊيا، ص ٢٦٨)

## ڪرد قبائل:

قديم هٽي، بابلي، آشوري ۽ پارسي زبانن ڪيونيفارم (Cuneiform) رسم الخط ۽ پٿرن تي اڪريل صورتخطي ۾ ڪدراها (Kudraha) قوم جو ذڪر ملي ٿو، جيڪي "ڪردستان" جي علائقي ۾ رهندا هئا. ڪردستان جو جابلو علائقو آرمينيا (Armenia) جي پهاڙي سلسلي جي ڏکڻ - اوير ۾ هو. سندن قومي زبان "ڪرمنجي" (Kermanji) قديم پارسي زبان جي هڪ لهجي مان نڪتل آهي. عالمن جي راءِ مطابق بحرو روم (يونچ سمنڊ) جي ساحلي علائقي ۾ رهندڙ قوم ۽ آرميني قوم جي باهمي سڱا بندي سبب پيدا ٿيل مخلوط نسل "ڪرد" سمجهو وڃي. هو مسلمان آهن ليڪن سندن سماجي نظام ۾ عورتن کي نسبتا زياده آزادي حاصل آهي.[٣٣] ڪرد فطرتا علحدگي پسند آهن. ڏهين صدي عيسوي ۾، خلافت عباسيہ جي اطاعت نہ ڪيائون، انهيءَ دور ۾ "سهروردیہ" نالي هڪ ڳوٺ، ايران، عراق سرحد تي، ڪردن جي علائقي ۾ واقع هو. اصطخري جي بيان مطابق، "هي قصبو انهيءَ پهاڙي رستي تي آباد هو، جيڪو آذربائيجان وڃڻ لاءِ مختصر رستو هو..... ڪردن جي قبضي هيٺ هو، جن جو مذهب ۽ اخلاق سان پري جو بہ واسطو نہ هو، تنهن ڪري الله تعاليٰ هنن ماڻهن جي هدايت لاءِ هي خاندان (سهروردي صديقي) موڪليو."[٣٤] انهن مان شيخ عمر بن محمدشهاب الدين سهروردي (١٢٣٤ - ١١٤٤ع) سهروردي صوفي سلسلي جو اهم شيخ ٿي گذريو آهي. "سهروردیہ" جو قصبو اڄ بہ پنهنجي جاءِ تي قائم آهي، تاهم ڪرد قوم ۽ سندن صوفي مذهب بابت ڪا بہ خاطري نہ آهي. هي قوم هن وقت ٽن اسلامي ملڪن ۾ ورهايل آهي: عراق، ايران ۽ ترڪي جون حڪومتون هنن سان برسرپيڪار آهن، ليڪن ڪرد قومپرستي، علحدگي پسندي ۽ آزادي هنن جي خمير ۾ شامل آهي ۽ هو بدستور سرڪش باغي ۽ جنگجو قوم جي حيثيت ۾ سڃاتا وڃن ٿا. شايد هنن جو اصل نسل اتر، اولهہ يورپ جي جرمن قوم سان ملي ٿو جن کي ناربڪ (Nordic) جي نالي سان نازي تحريڪ ۾ عظيم قوم جي حيثيت سان استعمال ڪيو ويو: ناربڪ - جرمن

نسل جا ماڻهو قدجا ڊگها، سونهري وارن وارا، ڊگهي منهن ۽ لمبي مٿي سان بيان ڪيا ويندا هئا. ڪرد انهن جي به قديم تر نسل پروٽوناردڪ (Proto Nordic) نسل مان معلوم ٿين ٿا. عام طور تي هنن جو منهن سوڙهو، ڪاڏي مضبوط ۽ قد ڊگهو آهي. مغربي ڪردن جا وار وڌيڪ سونهري آهن ۽ مٿو ڊگهو اٿن، ليڪن مشرق ۾ رهندڙ ڪرد وڌيڪ سانورا ۽ گول مٿي وارا آهن جن مان آرمينائي نسل جي آميزش جو پتو پوي ٿو.[٣٥]

## سٿين

٧٠٠ ق - م ۾، يورپ ۽ ايشيا جي مشترڪ خانه بدوش قوم "سٿين" (Scythians) تاريخ جي زينت بني. شايد هو دنيا جا اوائلي گهوڙيسوار مالوندا ماڻهو هئا. ايراني انهن ۽ انهن جهڙن سيني قبيلن کي سڪا سڪه (Saka) سڏيندا هئا. عبراني زبان ۾ اشڪناز (Ashkenaz)، آشوري ۾ اشغزائي (Ashgazai)، لاطيني زبان ۾ سٿائي (Scythae) ۽ يوناني ٻوليءَ ۾ هنن خانه بدوش مالوند قبيلن کي اڪوڪائي (EkuQai) جو نالو ڏنو ويو آهي. هيروڊوٽس پنهنجي تاريخ جي جلد چوٿين ۾ لکي ٿو ته " اٽڪل ٧٠٠ ق . م ۾ اڪوڪائي ( سٿين) خانه بدوش مالوندو قومون مٿين ايشيا کان "وولگا" ندي پار ڪري، ڏکڻ روس ۾ " سميرئن" قبيلي (Cimmerians) تي اچي ڪڙڪيا"[٣٦] دراصل اهو واقعو ٨ صدي قبل مسيح جي پوئين اڌ ( ٨٠٠ _ ٨٥٠ ق . م) ۾ رونما ٿيو. جڏهن آشوري (Assyrian) شهنشاهيت جي زوال ۽ بابل جي ٻيهر اسرڻ وقت، اولهه ايشيا ۾، افراتفريءَ جو دور هو. سٿين ۽ سميرئن، ٻنهي قومن انهيءَ گڙٻڙ جو فائدو وٺڻ ٿي چاهيو، تنهن ڪري ٻنهي مان ڪنهن هڪ کي ٻئي تي سرسي حاصل ڪرڻ جي ضرورت هئي. " سٿين" آشوريا وارن جا حليف هئا، ليڪن سميرئن جي ساڻن دشمني هئي. آشوريا جي تاريخ ۾ " سٿين" قوم جو ذڪر سارغون اول جي دور (٧٠٥ _ ٧٢٢ ق . م) ۾ اچي ٿو، جڏهن " سٿين" ارميا ڍنڍ (Lake Urmia) جي اوير ۾ اچي ديرو دمايو ۽ پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. بعد ۾ سٿين جي بادشاهه "پروٽوٿائيس"

(Protothyes) آشوريا جي بادشاهہ ايسر هيڊن (Esarhaddon) جي ڌيءُ جو سڱ گهريو. ايسرهيڊن ۽ سٿين جون چڪريون لڳيون. پروٽوٿائيس جي پٽ ميڊيس (Madyes) جي بادشاهيءَ هيٺ، سٿين قوم وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون. چون ٿا تہ ٢٨ سالن تائين، " سٿين" ايشيا تي حڪمراني ڪئي. هو مصر جي سرحدن تائين پهچي چڪا هئا ۽ ٦١٢ ق.م ۾، " نينوا" جي محاصره ۾ شامل هئا. تاهم بابل ۽ ميڊيا (Media) جي تاريخ تقويم ۾ اچا تائين ڪنهن محقق اهي ٢٨ سال نہ سمايا آهن. هيروڊوٽس جي ڏنل احوال مطابق انهن ٢٨ سالن جي ايشيا تي اقتدار بعد، سٿين پيهر ڏکڻ روس ڏانهن رخ ڪيو ۽ يورپ ۾ اندر وڌڻ لڳا. يورپ ڪنڊ ۾ سندن آثار روس، جرمني، پولنڊ، هنگري، بلغاريہ، رومانيا ۽ ٽرانس سلوانيا (Transylvania) ڪان وينڊي ڪيلٽ گال (Celt ) تائين ملن ٿا. سندن اصل وطن بابت هيروڊوٽس تي مفروضا پيش ڪري ٿو: سندس پهرين پڻ مفروضن مطابق هو ڏکڻ روس ۽ اتر ايران جي چراگاهن مان ايريا ۽ ايراني نسل مان هئا. انهن کي قديم سٿين قوم چئي سگهجي ٿو. اصل سٿين قوم، جنهن تاريخ ۾ نالو پيدا ڪيو، سا، قومن جي عظيم لڏ پلاڻ جي دور ۾ ايشيا جي مٿاهن علائقن مان اسري، يورپ ۽ ايشيا تي ڇانئجي وئي. ڏکڻ روس ۾ سٿين جو اقتدار ٧٠٠ ق.م ڪان سن عيسوي تائين برقرار رهيو. شاهي قبيلي جا ست سردار بادشاهہ تي گذريا جن جي هٿ هيٺ بہ يا ٽي نائب بادشاهہ هئا. انهن مان ڪي نالا ايراني آهن[٣٦].

سن ٥١٢ ق.م ۾ دارا اول، سٿين قبائل کي ايران ڪان اتر طرف ڌڪي ڇڏيو، ليڪن جڏهن يوربي سٿين قبائل کي سيڪت ڏيڻ لاءِ سندن طرف وڌيو تہ ڪاميابي حاصل نہ ٿيس. ان وقت سٿين قبائل جو لٺ سردار ۽ بادشاهہ " آئڊن ٿيرسس" (Idanthyrsus) هو. جيڪو هيروڊوٽس جي ڄاڻايل بادشاهہ آڪٽومساڊاس (Octomasadas) جو همعصر هو. ان ڪان پوءِ سٿين اقتدار اولهہ طرف منتقل ٿيو ۽ زوال پذير ٿيڻ لڳو: مئسيڊون (Macedon) جي بادشاهہ فلپ " سٿين" کي سندن بادشاهہ اٿياس (Atheas) جي ڏينهن ۾ شڪست ڏني. ٻي صدي قبل مسيح ۾ " سٿين" ڪجهہ پاڻ سنڀاليو. ڪريميا (Crimea) جي شهر نيپولس

(Neapoli ۾ سندن تخت گاهه هو ۽ مغربي يونان جي ڪجهه شهرن تي سندن قبضو هو.[٣٨]

سنڌو ۽ گنگا - جمنا وادين ۾ ٻه " سٿين" قبائل جي تاريخ موجود آهي: اتر ولهه هندستان، موجوده پاڪستان ۽ ڏکڻ افغانستان، مان يونانين جو تڏو پٽيندڙ ٽي ڏاريون قومون هيون، جن کي ڏار ڏار سڪا سڪ، پهلوا يا پارٿين (Parthian) ۽ يو - چي يا ڪشان (Kushan) جي نالن سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سڪا يا " سٿين" کي وچ ايشيا مان يو - چي يا ڪشان قبائل تڙي ڪڍيو، " سٿين" قبائل مجبوري جي حالت ۾ ڏکڻ طرف هجرت ڪئي. چيني تاريخنويسن جي حوالي سان معلوم ٿو ٿئي ته ڪابل نديءَ جي ڪجهه مددي درياهن تي سيراب ٿيندڙ هڪ علائقي " ڪي پن" ( Ki pin) ___ تي سٿين پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. عيسوي سن جي شروعات ۾ سٿين قوم ڏکڻ افغانستان جي علائقي " سيستان" ۾ آباد ٿئي ۽ ان کي " سڪستان" نالو ڏنو، جيڪو بعد ۾ " سيستان" ۾ بدلجي ويو، اتان سٿين سنڌو ماٿري ۽ مغربي هندستان جو رخ ڪيو ۽ درجي بدرجي فتوحات جي ذريعي هڪ وسيع بادشاهي قائم ڪئي، جنهن کي پهرين ۽ ٻي صدي عيسويءَ جا يوناني ملاح ۽ جاگرافيدان " سٿيا" (Scythia) نالو ڏنو آهي. پهرين صدي عيسويءَ ۾ " سٿيا" جا ڪجهه علائقا پارٿي قبيلن جي هٿ هيٺ اچي ويا هئا. اتان لڌل سڪا ۽ پٿر تي نقش ٿيل تحريرون گڏيل سٿين - پارٿين بادشاهن ۽ صوبائي حاڪمن بابت ڄاڻ ڏين ٿيون: انهن مان هڪ اوائلي بادشاهه موگا (Moga) جو سترپ يا صوبائي حاڪم ٽئڪسيلا جي قريب " چڪشا" (Chuksha) جي علائقي تي مقرر هو. موگا کان پوءِ سٿين جا ٽي بادشاهه ٿي گذريا جنهن بعد حڪومت هڪ پارٿي سردار جي هٿ هيٺ آئي.[٣٩]

سن ٥٨ ق - م ۾ هندستان جي " راجا وڪرماجيت"، سٿين کي سخت شڪست ڏني ۽ ڪيس سٿين کي تباهه ڪندڙ جو خطاب ڏنو ويو. انهيءَ سال کان هندو سنبت بڪرمي شروع ٿيو، جيڪو اجان تائين استعمال ڪيو وڃي ٿو. سنڌ ۽ ان ملڪ سان ملحق علائقن ۾ پوءِ به " سٿين" قوم حڪمران رهي. سنڌ ۾ " سٿين" بخطري يونانين Bactarian)

(Greeks)کان حڪومت هٿ ڪئي هئي. اهو سن ٧٠ ق ـ م هو. سن ۴٦ع ۾ ترڪ پارٿين سنڌ تي قبضو ڪري " سٿين" کي اتان پڇائي ڪڍيو. سنڌ ۾ راڄ ڪرڻ دوران " سٿين" ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو، جيئن ڪانئن اڳ بخطري يونانين ڪيو هو. سن ٧٨ ع ۾ سڪا سنبت شروع ٿيو، جيڪو هندستان جي وسيع علائقن ۾ استعمال ٿيندو رهيو. دراصل انهيءَ سنبت جو ايجاد ڪندڙ ڪشان مهاراجا ڪنشڪ هو ۽ هو سٿين يا سڪا قوم مان نہ هو، ليڪن انهيءَ زماني ۾ سڪا / سقہ جو استعمال تمام اتراڌي قومن جي معنيٰ ۾ ٿيڻ لڳو هو ۽ سٿين هڪ [illegible] قوم [illegible] حيثيت ۾ پنهنجي شناخت وڃائي ويٺا هئا.[۴٠]

هڪ ٻيو قبيلو مغربي صوبيدارن / ستربن جي نالي سان ٣٨٨ع تائين سنڌ ۽ راجستان جي اڪثر علائقن مٿان حڪومت ڪندو رهيو، انهيءَ قبيلي ٻاڻ کي سقہ شاهي خاندان مان ظاهر ڪيو ٿي. سندن حڪومت جو آغاز سن ١٣٠ ع ڌاري ٿيو هو. سندن مشهور بادشاهہ " رڌردمن " (Rudra daman) ڪاٺياواڙ ۾ هڪ قديم هٿرادو ڍنڍ " گرنار" وٽ ٻيهر تعمير ڪرائي جيڪا اصل ۾ چندرگپت ٺهرائي هئي ۽ آسوڪا انهيءَ کي سڌاريو ۽ وڌايو هو. رڌردمن جو خاص يادگار هڪ طويل مداحيه نظم آهي جو پٿر تي اڪريل آهي ۽ ان ۾ سندس فتوحات جي ساراهہ ڪيل آهي، اهو نظم خالص سنسڪرت زبان ۾ چيل آهي. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ ان وقت تائين سٿين مذهب سان گڏ سٿين زبان بہ دنيا مان غائب ٿي چڪي هئي. سندن تهذيب جا ڪجهہ مخلوط آثار ٽئڪسيلا جي آثار قديمہ ۾ نظر اچن ٿا. " مانوءَ" جي ڌرمي پستڪ ۾ يوناني ( يوانا) ۽ پارٿين ( پهلوا) سان گڏ سڪا جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪي آرياورش جي سرحدن تي آباد هئا.اهو ذڪر قديم سٿين قوم جي باري ۾ آهي. هند ـ سنڌ ۾ سٿڻ / سلوار پائڻ جو رواج وچ ايشيا کان آيل سٿين ۽ ڪشان قومن جي آمد کان پوءِ پيو. ان کان اڳ عام خاص سڀ ماڻهو ڌوتي پائيندا هئا، ليڪن بعد ۾ سڪن ۽ مهرن تي راجا ۽ مهاراجا سٿڻ پاتل نظر اچن ٿا. شايد سنڌي زبان جو لفظ " سٿڻ" سٿين قوم جي حوالي سان مروج ٿيو. " اجين" جي " سٿين" ستربن سنسڪرت کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ۽ سنسڪرت ادب جو اولين تحريري نمونو

"گرنار" ۾ پٿر تي اڪريل " رد‌ردمن" جي ساراهه ۾ لکيل طويل نظم آهي.[٤١]

## يافٿي نسل

حضرت نوح عليه السلام جي ٽئين فرزند " يافث" جو اولاد وچ مشرق مان سامي قبيلن جي غلبي سبب اولهه طرف ايشيا مائينر، ايران ۽ ايرندي يورپ جي علائقن ۾ آباد ٿيندو ويو. انهن مان ڪجهه قبيلن اولهه ايشيا ۽ بر صغير هند - سنڌ ۾ درانداز‌ي ڪئي ۽ دنيا جي مذهبي، عسڪري سياسي ۽ تهذيبي تاريخ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو، جيڪو گهڻي ڀاڱي اڃا تحقيق طلب آهي.[٤٢]

حضرت يافث بن نوح عليه السلام کي ست فرزند هئا: جن جا نالا هن طرح معلوم ٿيا آهن: (١) گومر (٢) ماجوج (٣) مدائي (٤) ياوان (٥) طوبل (٦) مشيخ (٧) طيراش.[٤٣] طوفان نوح کان پوءِ سيني ياٿرن جو اولاد وچ مشرق ۾ آباد هو. مغرب طرف انا طوليه جي اپيٽ ( ايشيا مائينر - جديد ترڪي) ۾ پهرين آبادي حامي نسل جي معلوم ٿئي ٿي. سن ٢٥٠٠ ق - ڌاري هتي پتل ۽ ٽامي جو استعمال ثابت ٿئي ٿو ۽ انهيءَ دور جي مقامي ماڻهن جي ڍانچن مان معلوم ٿو ٿئي ته هو ننڍي قد، ڊگهي يا وچولي مٿي ۽ سنهن پرن وارا هئا، جيڪي بحر روم يا يونچ سمنڊ جي ساحل سان آباد قديم قومن جا عام اهڃاڻ هئا ۽ اُهي موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي مقامن مان لڌل لاشن جي اهڃاڻن سان پڻ ملن ٿا. ليڪن ٢٠٠٠ ق - م ڪانپوءِ هتي مهاجر آباد ڪاري جا آثار موجود آهن: هتي شهنشاهيت ( ١٢٠٠ - ١٨٥٠ ق - م) دوران هتي هڪ پائيدار تهذيب، مذهب ۽ حڪومت جون ثابتيون مليون آهن: " هتي" قوم اوير طرف کان هتي ڪاهي آئي، اهو به ممڪن آهي ته اهي اوير پرشيا ( ايران) يا پامير جي مٿاهين پٽ کان آيا هجن، ڇاڪاڻ ته وڏي مٿي جو اهڃاڻ هڪ خاص نسل ڏيکاري ٿو، جيئن تاجڪ وڏي مٿي وارا آهن تيئن اناطوليه جا مهاجر آبادڪار " الپائين" وڏي مٿي وارو نسل ڏيکارن ٿا. آرمينيائي نسل جا پڻ مٿا وڏا هئا ليڪن ڪياڙيءَ کان ويٺل نه هئا. انهيءَ نسل مان تهتڪي، قزلباش، يزدي ۽ دروز قبائل تاريخ ۾

مشهور آهن، اهي شام ۽ اناطوليہ جي جابلو علائقن ۾ آباد هئا. ماهرين جي راءِ مطابق ارمينيائي نسل " الپائين" ۽ يونچ سمنڊ جي ساحلي آبادڪار نسل (حامي نسل) جي آميزش سان پيدا ٿيو. يونچ نسل جا مهاندا: ڊگهو منهن، ڇچيون ( ننڍيون) اکيون ۽ پوئتي وريل ڪن، ۽ " الپائين" نسل جون نشانيون: هيڊو منهن، وڏو اپريل نڪ، ٻئي قسم " ارمينيائي" نسل ۾ ڏٺا ويا. ساڳي قسم جي نسلي آميزش سنڌو ماتري جي موئن جي دڙي ۽ هڙپا جي آثار قديمہ مان مليل انساني ڍانچن ۾ نظر اچي ٿي، ڪجهہ ثابت لاشا هڙپا جي قبرستان مان ۽ ڪجهہ کوپڙيون موئن جي دڙي مان لڌل، انهي حقيقت جي نشاندهي ٿا ڪن.

اناطوليہ جا هتي حڪمران الپائين نسل مان هئا سن ١٨٥٠ ق - م کانپوءِ مقامي يونچ ( حامي) نسل وارن سان رشتيدار ڪرڻ سبب منجهائن آرمينيائي نسل پيدا ٿيو. آرمينيائي نسل وجود ۾ اچڻ بعد پنهنجي نسل کي هر دور ۾ خالص رکڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ جو مثال ڪئپيڊوشيا (Cappadocia) جا قزلباش، لائشيا (Lycia) جا تهتڪي (Tahtaci) ۽ وان ڍنڍ (Lake Van) جا آرمينيائي آهن، جيڪي ڌارين ۾ شاديون نہ ڪندا آهن ( برٽانيڪا ج ٢ ، ص ص ٦٠٩ - ٦٠٨) .ڪرد قبائل، خالص حامي نسل جا اهڃاڻ قائم رکيو اچن ٿا: ڊگهو قد، انب جي ڦار جهڙو منهن، مٿو ڊگهو ۽ اڪثر حسين صورت. ( ايضا).

## قديم زبانون:

ارسامي (Ursemitisch) هڪ عام قديم زبان هئي. انهيءَ مان عبراني (Hebrew)، آشوري (Assyrian) بابلي (Babylonian) آرميني (Aramaic) فونيقي (Phoenician) عربي (Arabic) حبشي (Abbysinian) ۽ يمني (Yemenese) زبانن پنهنجون ارتقائي منزلون طي ڪيون[٣٤]. انهن مان ڪيتريون متروڪ ٿي ويون ۽ باقي اڃا مروج آهن. يمني زبان کي رومن جاگرافيدانن سبائي (Sabaean) سڏيو آهي ۽ عرب مسلمانن انهيءَ کي حمياري (Himyarite) لکيو آهي. اسلام جي تبليغ جي وسيع دائري اندر قديم سامي زبانون آهستي آهستي متروڪ ٿينديون ويون ۽ عربي زبان، انهن سان گڏ مصر جي قبطي (Coptic) زبان جو بہ خاتمو ڪري ڇڏيو.

عبراني (Hebrew) زبان، جديد صورت ۾ ١٩ صدي عيسوي کان اسرائيل جا يهودي استعمال ڪري رهيا آهن. قديم هيبرو (Habiru) زبان جو ذڪر " امارنا" جي خطوط ۾ ملي ٿو. انهن جو زمانو ١٤٠٠ ق. م آهي ۽ اهو ڦورو ٽولن جو نالو هو. پراڻي عهدنامي (Old Testamant) جي زبان طور هيبريو (Hebrew) جو نالو پهريون دفعو بن سراج (Ben Sirach) جي تحريرن جي يوناني ترجمي ۾ ( ١٣٠ ق. م) استعمال ڪيو ويو. اهو نالو ڌارين عالمن طرفان اسرائيلن جي لاءِ لکيو ويو. لفظ جو اصل اشتقاق " عبر" معنيٰ عبور ڪرڻ مان آهي. عبراني معنيٰ عبور ڪندڙ يا درياهه جي ٻي پر عيبر جو رهواسي " عبري". عبراني زبان مجموعي طور ٽن دورن مان گذري آهي: پهريون بائيبل جو، يا ڪلاسيڪي دور جنهن ۾ پراڻي عهدنامي جو اڪثر حصو لکيو ويو، ٻيو بائيبل کانپوءِ جو دور (Post Biblical) يا يهودي قانوندانن رئباءِ ربين (Rabbi) جو دور (Rabbinic period) ۽ ٽيون جديد هيبريو ( عبراني) ٻوليءَ جو دور.[45]
عبراني تي هندي يورپي (Indo European) ٻولين جو اثر نمايان آهي.
انهن کان علاوه سرياني خاص سامي زبان آهي جيڪا شام ملڪ جي ماڻهن جي قديم آرميني (Aramaic) زبان جوهڪ لهجو هئي. سرياني (Syriac) ۽ آرميائي / آرميني (Aramanian) زبان اڄا به دمشق شهر جي اتر ۾ ڪجهه ڳوٺن جا ماڻهو ڳالهائڻ ٿا. انهيءَ زبان جا اصل ڳالهائيندڙ آرميني (Aramaeans) هئا، جن متعلق آشوري (Assyrian) ذريعن سان ١٢٠٠ ق. م جو زمانو متعين ڪيو ويو آهي. شايد اها پهرين بين الاقوامي زبان هئي، جيڪا بائيبل مقدس جي ٽين زبان شمار ڪئي وڃي ٿي. اها خاص ماڻهن جي زبان هئي. سرياني (Syriac) قديم عربي زبان جو بنياد هئي، ليڪن ٨ صدي عيسويءَ ۾ اسلامي فتوحات سبب هيءَ زبان خود شام ملڪ ۾ به پنهنجو وجود وڃائي ويٺي. تاهم موصل شهر جي اتر - اوڀر ۽ اتر اولهه جي ديهاتي علائقن ۾ انهيءَ زبان جو هڪ قسم اڄا ڳالهايو وڃي ٿو.[46]

قديم آريا قوم ناخوانده هئي. رگ ويد جا اشعار برزبان ياد ڪيا ويندا هئا. سن ١٠٠٠ ق. م کانپوءِ اهي تحريري صورت ۾ آندا ويا. انهي وقت تائين قديم آريائي زبان ۾ مقامي غير آريا زبانن جي آميزش ٿي چڪي هئي.

رگ ويد جا ڪيترا لفظ ڪنهن بہ انڊويوريين زبان جي مخرج سان نہ ٿا ملن؟ ناهم تلهي ليکي هڪ قديم آريائي زبان تسليم ڪري سگهجي ٿي، جيڪا هندوڪش جي دامن ۾ رهندڙ آريا قوم جا ماڻهو ڳالهائيندا هئا. مذهبي اختلافن سبب بہ قبيلا بنيا، جن مان هڪ قبيلي ڏکڻ طرف گنگا ـ جمنا واديءَ ڏانهن هجرت ڪئي ۽ ٻئي گروهہ اولهہ طرف افغانستان، ايران، ترڪي ۽ يورپ طرف واڌ شروع ڪئي. آبهوا جي اثر ۽ مقامي ٻولين جي آميزش سبب اصل آريائي ٻوليءَ مان مختلف ٻوليون وجود ۾ آيون جن کي انڊو ـ يوروپين ٻوليون چيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح هڪڙيون مشرقي آريائي ٻوليون وجود ۾ آيون، ٻيون مغربي آريائي ٻوليون بڻيون. انهن جو ڌار ڌار تفصيل هن ريت آهي:

مشرقي آريائي زبانون: (١) بالٽوسلاوڪ زبان، جنهن ۾ سڀ سلاوُ (Slav) زبانون شامل آهن. (٢) انڊو ـ ايرانين زبانون، جنهن ۾ سنسڪرت ۽ فارسي زبان جون سڀ قديم ۽ جديد شاخون شمار ڪيون وڃن ٿيون. (٣) آرميني ۽ (۴) البانوي زبانون. انهن سيني زبانن جا بنيادي لفظ ۽ صوتي صورتون مشترڪ آهن. اهڙي طرح مغربي آريائي زبانون بہ سڃاتي سگهجن ٿيون. جن ۾ خاص طور تي (١) قديم ۽ جديد يوناني ( هيلينڪ) زبانون ۽ انهن جا تمام لهجا (Dialects) (٢) لاطيني / اطالوي (Latin) ۽ ان سان ملحق سڀ زبانون (٣) سيلٽڪ (Celtic) موجوده گالي (Gauli) ۽ ويلش (Welish) زبانون ۽ (۴) جرمن (German) زبان ۽ ملحق انگريزي ۽ هالنڊ، ناروي، سويڊن ۽ آئسلئنڊ جون زبانون ۽ هالنڊ ۾ اسڪئنڊيوئن زبان ۽ لهجو شامل آهن.

سامي زبانن، عبراني، عربي، سرياني، فونيقي، مالٽي، اٿيوپيائي وغيره کان علاوه، قديم زبانن ۾ توراني زبانن جو بہ هڪ الڳ سلسلو ملي ٿو، انهن مان خاص ست زبانون هي آهن: (١) سٿين، ترڪي، هنگاري، فنش، لئپش، منگولي وغيره زبانن جو گروهہ، (٢) دراوڙي گروهہ، جنهن ۾ تامل، تيليگو، ڪننڊا، ڪنڙ ۽ ٻيون اتر اوڀر ايشيائي ٻوليون شامل آهن ، (٣) مالي زبانن جو گروهہ، جنهن ۾ ملائيشيا ۽ انڊونيشيا جا ڪجهہ ٻيٽ جاوا، سوماترا وغيره جا ماڻهو جيڪي مقامي ٻوليون ڳالهائين ٿا، سي اچي وڃن ٿيون. (۴) ڪجهہ اهي زبانون جيڪي ڏکڻ افريقا جي ڪجهہ علائقائي لهجن

۾ شامل آهن، (٥) چيني، سيامي، برمي ۽ تبتي ٻولين جو گروهه (٦) لاطيني آمريڪا جي ڪجهه زبانن ۽ لهجن ۾ شامل بنيادي ٻوليون، ۽ (٧) باسڪ ٻولي جا لهجا، جيڪي فرانس ۽ اسپين جي ڪجهه علائقن ۾ ڳالهايا وڃن ٿا.[٤٨]

نسلن ۽ هم زبان قومن ۾ تفاوت ڪرڻ مشڪل آهي. آريا نسل جا ڪٽڪ رنگا يورپي جيڪي آريائي زبانون ڳالهائن ٿا، انهن ۾ اهي به آهن، جيڪي آرين جي آمد کان اڳ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندا هئا. انهن قديم يورپي قومن ۾ قديم آسٽريائي نسل سان تعلق رکندڙ ڀيل، بيگا ۽ گوند شامل هئا. ذڪڻ هندستان جي پوري آبادي، نسلي تفاوت جي باوجود، دراوڙي ٻوليون ڳالهائي ٿي. اهڙي صورتحال ۾ " دراوڙ" لفظ جو نسل جي معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ اجايو آهي. اهڙي طرح مشرق قريب ۾ " سميري" اڪثر دورن جي عام زبان رهي، جيتوڻيڪ " سميري" نسل ختم ٿي چڪو هو. ساڳي طرح مصر جي تاريخ ۾ سامي - حامي مخلوط زبان وجود ۾ آئي، ليڪن مصرين کي سامي نسل ۾ شمار نه ٿو ڪيو وڃي، تنهن ڪري " سامي" لفظ نسل کان وڌيڪ زبان جي اشتراڪ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو. سنڌو ماٿريءَ ۾ سنڌي هڪ قديم بنيادي زبان رهي آهي، جنهن مان ٻيون مقامي زبانون وجود ۾ آيون ۽ خود سنڌي زبان ۾ ٻين زبانن سنسڪرت، فارسي، عربي ۽ انگريزي زبانن جي لفظن ۽ محاورن جو ڀرپور اضافو ٿيو آهي جنهن سان اصل لفظ متروڪ ٿي ويا آهن. سنڌ جي آبادي ۾ پڻ تاريخ جي هجرتن ۽ آباد ڪارين جي تاريخ جي شايد وسيع ترين واقعي سبب انقلاب اچي ويو آهي. هاڻي " سنڌي" جو لفظ زبان ۽ تهذيب جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو ۽ اهو نالو سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر نڪري بين الاقوامي تشخص حاصل ڪري چڪو آهي. انهيءَ ۾ نسلي حقيقتن کي تلاش ڪرڻ نه گهرجي. اهڙي طرح " آريا" ڪنهن هڪ نسلي بنياد جو نالو نه آهي. " آريا" معنيٰ آبادگار ۽ مهذب. حضرت نوح عليه السلام جي اولاد مان جيڪي قبيلا، ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سڌريل هئا ۽ سندن قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ جنهن مخصوص مذهب ۽ تهذيب جا آثار باقي آهن، انهن جي بنياد تي هڪ قومي، لساني ۽ تهذيبي تشخص قائم ڪيو ويو آهي، جنهن کي "آريا" چئجي ٿو.

# باب نائون

١: چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا، ج٧، ص ٧٠٢.

٢: - ايضا - ، ص ٧٠٣.

٣: - ايضا - ، ص ٧٠٢، برٽانيڪا - ايضا - ج ١٧ ص ص ٥٤ - ٦٥٣: دارا جا تحريري نقش، " آريا" مان ايران نالو نهيو

٤: - ايضا -

٥: - ايضا -

٦: - ايضا - ، ص ٧٠٣.

٧: انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا، ج ١٢، ص ٥٠٩.

٨: عرب قوم جو تعلق سامي نسل سان آهي، ۽ ايراني آريا نسل سان تعلق رکن ٿا. ( هٽي، هسٽري آف د عربس، - ايضا -، ص ١٥٨)

(نوٽ: ايران ( معنيٰ آرين جو ملڪ) اصل نالو آهي، " پارس" انهيءَ جي جنوبي حصي کي چيو ويندو هو. بعد ۾ يوناني جاگرافيدانن سڄي ملڪ کي " پارسس" (Parsis) لکڻ شروع ڪيو، جيڪو عربن " فارس" ڪري لکيو، اصل نالي ۽ يوناني اختراع بابت ڏسجي " هٽي" - ايضا ص ١٥٧ حاشيه).

٩: برٽانيڪا - ايضا - ج ١٢، ص ٥٢٥.

١٠: - ايضا -

١١: - ايضا -

١٢: - ايضا -

١٣: - ايضا -

١٤: برٽانيڪا - ايضا - ج ١٧، ص ص ٥٤ - ٦٥٣.

١٥: " احوال الانبياء...." ، - ايضا - ج٢ ، ص٥١.

١٦: - ايضا - ، ص ٥٩، چئمبرسس - ايضا - ج، ص ٨٢٦.

١٧: مائيڪل هارٽ، " دهنڊريڊ" A & W وزيوئل لائبريري نيويارڪ ١٩٧٨ع ص ص ٣٤ - ٤٢٩.

١٨: - ايضا -

١٩:- معاهدي مطابق اشوريا جو شمالي علائقو " ميديا" ۽ جنوبي حصو "بابل" سان ملايو ويو ( احوال الانبياء ....، ج٢ ص ٣٣ - بابل ۾ نبو بالاصر نئين حڪومت ناهي ص ١٨٨.)

٢٠:- - ايضا - ، ص ٢٤٩.

٢١: چئمبرسس، - ايضا - ج٤، ص ٣٢٧.

٢٢:- - ايضا - .

٢٣: تفسير المنير، مترجم علامہ علي خان ابڙو، سنڌيڪا ١٩٩٦ع ص ص ١٨ - ٥١٦.

٢٤: چئمبرسس - ايضا - ج ٦ ص ٤٠٩. " تفسير المنير" - ايضا - ، ص ٥١٧.

٢٥:- دارا اول ( ٤٨٦ - ٥٢٢ ق - م.

٢٦:- حوالو گمشده

٢٧: " گزيٽيئر آف د پراوئس آف سنڌ" مرتب ايٽڪان، مرڪفنٽائيل پريس ڪراچي ١٩٠٧ع ص ٨٧.

٢٨: " د هولي قرآن" انگريزي مترجم مولوي محمد علي، ٢ - ڇاپو، لاهور ١٩٢٠ع، ص ٦٠٤.

٢٩: - ايضا - ص ٦٠٦.

٣٠: - ايضا - ص ٦٠٥.

٣١: برٽانيڪا، - ايضا - ج ٦، ص ٩٦٠.

٣٢:- حوالو گمشده

٣٣: چئبرسس - ايضا - ج٨، ص ٢٧٩.

٣٤: " عوارف المعارف" شيخ الشيوخ عمربن محمد شهاب الدين سهروردي، اردو مترجم حافظ سيد رشيد احمد ارشد، شيخ غلام علي اينڊ سنز لاهور، ٽيون ڇاپو ١٩٨٢ع ص ١١.

٣٥: چئمبرسس - ايضا - ج ٨، ص ص ٨٠ - ٢٧٩.

٣٦: - ايضا - ج ١٢، ص ٣٧٧.

٣٧: - ايضا -

٣٨: - ايضا -

٣٩: بشمر ، " د وندبر ..." - ايضا - ص ص ٦٠ - ٥٩.

٤٠: - ايضا - ص ٦١.

٤١: ايضا - ص ص ٣٨٩، ١٤٢، ٦٢.

٤٢: "احوال الانبياء ......" ج١ ص ٢٠ تي ڄاڻايل تحقيق مطابق "..... زمين حضرت نوح عليه السلام جي پٽن ۾ ورهائي وئي.... وچون حصو، يعني فلسطين، شام، اسٽريا ( آشوريہ بابل) فارس ( ايران) ۽ حجاز (عربستان) " سام" جي اولاد کي ڏنو ويو. اسپين، فرانس يونان، بلغاريہ، ترڪي ۽ آرمينيا جا علائقا " يافث" جي اولاد ۾ ورهايا ويا، جڏهن تہ افريقا، نائجيريا، نوبيا، حبشہ، " حام" جي پٽن ۾ تقسيم ڪيا ويا." ( بحوالہ وليم هيلز)

٤٣: " احوال الانبياء" - ايضا - ج١ ، ص ٢١.

٤٤: هٽي، " دهسٽري...." - ايضا - ص ١٢.

٤٥: چئمبرسس، - ايضا - ج ٦، ص ص ٢٣ - ٨٢٠.

٤٦: - ايضا - ج ١ ، ص ص ٢٩ - ٥٢٨.

٤٧: بشمر ، " د وندبر...." ، ايضا - ص ص ٣٣ - ٣٢.

٤٨- چئمبرسس، ايضا - ج ٧، ص ص ٥٠٣ - ٤٩٦. هن ذريعي مان، قديم ڪان جديد زبانن جي ارتقا ۽ باهمي آميزش بابت، مستند معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي.




# قوم بني اسرائيل ( يهودي قوم)

# فهرست مضامين

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|

## باب ڏهون

## قوم بني اسرائيل ( يهودي قوم)

# باب ڏهون

## قوم بني اسرائيل (يهودي)

اي بني اسرائيل! منهنجون نعمتون ياد ڪيو، جن سان مون اوهان کي سرفراز ڪيو ۽ دنيا جي قومن تي اوهان کي فضيلت عطا فرمائي". ( القرآن سوره البقره ٢:٤٧) بني اسرائيل حضرت يعقوب عليه السلام جي اولاد کي چئجي ٿو:

## حضرت يعقوب عليه السلام (١٧ صدي قبل مسيح)

حضرت ابراهيم عليه السلام جو پوٽو، حضرت يعقوب بن حضرت اسحاق عليهم السلام، آرمينائي بيبي ربيقه (Rebekah) جي بطن مان هو. سندس جاڙو ڀاءُ ادوم (Edom) وارن جو جد امجد عيسو (Esau) هڪ روايتي بدوي شڪاري ۽ ڏاڙيل هو. حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجي جاڙي ڄاول ڀاءُ جي برخلاف هڪ خانه بدوش مالوندو ماڻهو هو. پيءُ ماءُ جي حڪم مطابق پنهنجي مامي "لابان" (Labon) جي خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيو. واٽ تي بيت ايل (Beth El) جي مقام وٽ کيس الهام ٿيو. هن پنهنجي ٻن ماروٽين، لياه (Leah) ۽ راخيل (Rachel) سان شادي ڪئي ۽ هر هڪ جي عيوض ست سال، جملي چوڏهن سال پنهنجي مامي لابان جو مال چاريندو رهيو. وڌيڪ ڇهه سال "آرمينا" ۾ رهي گهڻو ڌن ۽ مال گڏ ڪيائين ۽ موٽي "ڪنعان" (فلسطين) ۾ آيو. اتي کيس ٻيو الهام ٿيو، جنهن مطابق پنهنجي ڀاءُ عيسو (Esau) سان پرچاءُ ڪيائين!

حضرت يعقوب عليه السلام کي ڪل ٻارهن پٽ ڄاوا: ڇهه "لياه" جي بطان مان، ٻه "راخيل" جي پيٽان، ۽ باقي ٻن ڪنيزن مان ٻه ٻه پٽ ٿيس. انهن ۾ بيبي راخيل جي بطن مان پيدا ٿيل ٻه سڳا ڀائر، حضرت يوسف

عليہ السلام ۽ حضرت بن يامين عليہ السلام، نبي ٿيا. حضرت يوسف عليہ السلام سان ڀائرن جي حسد ۽ رقابت جو احوال بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ وضاحت سان بيان ڪيل آهي. حضرت يوسف عليہ السلام غلام ٿي مصر ۾ وڪاڻو ۽ آخر ملڪ جو وزير اعظم ٿيو. آخر عمر ۾ حضرت يعقوب عليہ السلام ڪنعام (فلسطين) مان هجرت ڪري، اچي اتر اوڀر مصر جي سرحدي علائقي "غوشين" ۾ آباد ٿيو ۽ اتي وفات ڪيائين. سندس جنازو ڪڍائي آڻي فلسطين (ڪنعان) ۾ دفنايو ويو.[٢]

حضرت يعقوب عليہ السلام جو لقب "اسرائيل" هو ۽ سندس پٽ مان بني اسرائيل قبيلا پيدا ٿيا. "اسرائيل" جي معنيٰ تي محققين ڪافي روشني وڌي آهي. بائيبل مقدس جي پيدائش واري باب ۾ انهي لفظ جي معنيٰ هن طرح ملي ٿي ته جڏن ملهہ وڙهندڙ حضرت يعقوب عليہ السلام تي غالب پئجي نہ سگهيو، "تڏهن چيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ۽ هن چيو تہ يعقوب ۽ هن چيو تہ اڳتي تنهنجو نالو يعقوب نہ، پر "اسرائيل" سڏبو، ڇالاءِ جو تو خدا ۽ ماڻهن سان زور آزمائي ڪئي آهي، ۽ غالب پيو آهين. (بائيبل، پراڻو عهد نامو، پيدائش ٢٩. ٢٧. ٣٢:) "ايل"( El ) قديم مذهب ۾ "خدا" کي چيو ويو ٿي. عام طور تي لغوي معنيٰ مطابق "اسرائيل" معنيٰ هو "ايل" (خدا) سان مقابلو ڪري ٿو. ليڪن نالي جي ترڪيب "يسرا۔ ايل" جو مطلب ٿيو: پلي تہ ايل (خدا) مقابلو ڪري. جديد ماهر لسانيات جو موقف آهي تہ اسرائيل معنيٰ پلي تہ ايل حڪومت ڪري، پلي تہ ايل چمڪي تاهم ان جو مطلب اهو بہ آهي تہ "اهو جنهن ايل (خدا) کي ڏٺو."[٣]

بائيبل مقدس ۾ ڇاٽيل حريف ملهہ ڪان جڏهن حضرت يعقوب عليه السلام پڇيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي، تڏهن "هن چيو تہ تون منهنجو نالو ڇو ٿو پڇين"؟ پوءِ هن اتي کيس برڪت ڏني، ۽ يعقوب انهيءَ هنڌ جو نالو "فني ايل" رکيو، جو چيائين تہ مون خدا کي روبرو ڏٺو، تڏهن بہ منهنجي جان بچي ويئي. (پيدائش۔ ايضا۔ آيات ٣٠ .٢٩)

نسلي اعتبار کان، اسرائيل جو نالو، پراڻي عهدنامي پٽاندڙ، بني اسرائيلن جي تمام قبائل جي ڪانفريڊيشن لاءِ استعمال ڪيل آهي. ان بعد جڏهن حضرت دائود ۽ حضرت سليمان عليهم السلام جي يروشليم ۽ يهوداه

۾ اسرائيلي حڪومت قائم هئي تہ سيني شهرين کي اهو نالو ڏنو ويو ۽ آخر
ڪل ٩٢٠ ق.م ڌاري جڏهن حضرت دائود عليہ السلام جي گهرائي کان
اتريان علائقا علحده ٿيا تہ انهن کي "اسرائيل" سڏيو ويو. سن ٧٢١ ق.م
ڌاري جڏهن "اسرائيل" رياست جو زوال ٿيو تہ "يهوداه" جي رياست کي
اسرائيل جو نالو ڏنو ويو ڇاڪاڻ تہ اسرائيل جي فقهي ورثي جا اهي ئي
وارث هئا. ڏسبو تہ پراڻي عهدنامي جي مختلف دورن ۾ "اسرائيل" هڪ
فقهي معاشره جي نالي طور استعمال ٿيندو هو ۽ ڪڏهن بہ ان جو مطلب
خالص دنيوي، قبائلي يا سياسي معاشره طور نہ ٿي ورتو ويو. جڏهن
"يهوداه" کي "اسرائيل" جو نالو ڏنو ويو، تڏهن بہ سياسي طور تي ملڪ
جو نالو "يهوداه" قائم رهيو. ازنسواءِ حضرت يعقوب عليہ السلام جا
آرمينائين سان قريبي تعلقات ڏيکارن ٿا تہ "اسرائيل" جا ڪجھ قبيلا آرمينائي
نسل مان هئا. ٻئي طرف "فلسطين" ۾ سندس آمد، اردن جي پرئين پاسي
کان سفر، ڏکڻ کان هڪ وڏيڪ لڏ پلاڻ جي نشاندهي ڪري ٿو. اهڙي
طرح بائيبل مقدس ۾ جيڪب. اسرائيل (حضرت يعقوب عليه السلام) جو
ذڪر هجرت جي ٻن واضح روايتن کي نروار ڪري ٿو جيڪي اسرائيلين جي
تاريخ ۾ مدغم ٿي ويون آهن.٤٠

حضرت يعقوب عليہ السلام جي سوانح حيات، بائيبل مقدس جي
پراڻي عهد نامي جي باب ٢٥ جي آيت ٢٦ کان شروع ٿي باب ٢٩ جي آيت
٢٣ تي ختم ٿئي ٿي. خاص اقتباسات هن طرح آهن:

"اضحاق (حضرت اسحاق بن ابراهيم عليهم السلام) پنهنجي زال جي
لاءِ خداوند کان دعا گهري، ڇالاءِ جو هو سنڍ هئي. خداوند هن جي دعا
قبول ڪئي ۽ هن جي زال "ربيقہ" حامل ٿي (٢٢ . ٢١: ٢٥)

"خداوند چيس تنهنجي پيٽ ۾ ٻہ قومون آهن ۽ امتون تنهنجي پيٽ
مان ئي هڪ ٻئي کان ڌار ٿينديون. (٢٣: ٢٥) ڏنائون تہ سندس پيٽ ۾ ٻہ
جاڙا ٻار هئا. پهريون ڳاڙهو نڪتو، تنهن ڪري انهيءَ جو نالو "عيسو"
رکيائون. تنهن کان پوءِ سندس ڀاءُ پنهنجي هٿ ۾ "عيسو" جي کڙي جهلي
نڪتو ۽ انهيءَ جو نالو يعقوب رکيائون ۽ جڏهن اضحاق (اسحاق) کي هي ٻار
ڄاوا، تڏهن هو سٺ ورهين جو هو. پوءِ ڇوڪرا وڏا ٿيا ۽ عيسو هوشيار

شڪاري ۽ جهنگ ۾ گذاريندڙ هو، ۽ يعقوب سادو ماڻهو ۽ تنبن ۾ رهندڙ هو. اضحاق عيسو کي پيار ڪندو هو پر "ربيقہ" جو پيار يعقوب تي هو. (٢٥:٢٣.٢٨) عيسو يعقوب کي عرض ڪري چيو تہ انهيءَ ڳاڙهي ڀوڙ مان مون کي کاراءِ انهيءَ ڪري هن جو نالو "ادوم" (ڳاڙهو) پئجي ويو. (٢٥: ٣٠.٣١) يعقوب (عيسو کي) چيو تہ اڄ تون پنهنجي ڀهريتي هئڻ جو حق مون کي وڪڻي ڏي ۽ (عيسو) پنهنجي ڀهريتي هئڻ جو حق يعقوب کي وڪڻي ڇڏيو پوءِ يعقوب، عيسو کي ماني ۽ مسور جي دال ڏني. اهڙي طرح "عيسو" پنهنجي ڀهريتي هئڻ جي حق کي حقير سمجهو."(٣٤ . ٣٠:٢٥)

جڏهن اضحاق (حضرت اسحاق عليہ السلام) ٻڍو ٿيو ۽ اکين ۾ اهڙو ڌُنڌ ٿيس جو ڏسي نہ ٿي سگهيو، تڏهن هن پنهنجي وڏي پٽ عيسو کي سڏي چيو تہ منهنجي واسطي لذيذ طعام جهڙو مون کي وڻندو آهي، تهڙو تيار ڪري مون وٽ کڻي اچ تہ مان کاوان ۽ مرڻ کان اڳي توکي برڪت ڏيان. تڏهن ربيقہ پنهنجي پٽ يعقوب کي سڏي چيو تہ مون کي ٻہ سٺا ڇيلا آڻي ڏي تہ انهن مان آءٌ تنهنجي پيءُ لاءِ اهڙو لذيذ طعام تيار ڪريان جهڙو ڪيس وڻندو آهي، پوءِ اهو تون پنهنجي پيءُ وٽ کڻي وڃ تہ هو کائي ۽ مرڻ کان اڳ ۾ توکي برڪت ڏئي. تڏهن هن پنهنجي ماءُ ربيقہ کي چيو تہ ڏس، منهنجي ڀاءُ عيسو جي بدن تي وار آهن ۽ منهنجو بدن لسو آهي شايد منهنجو پيءُ مون کي هٿ لائي ۽ آءٌ هن جي اڳيان دغاباز ثابت ٿيان ۽ برڪت جي بدران پاڻ تي لعنت آڻيان."(١٢ .١:٢٧) تاهم ماءُ جي اسرار تي سندس فرمانبرداري ڪندي حيلي سان پنهنجي پيءُ کان برڪت ورتائين: حضرت اسحاق عليہ السلام فرمايو تہ "ڏس منهنجي پٽ جي خوشبو انهيءَ ٻنيءَ جي خوشبوءِ جهڙي آهي جنهن کي خدا برڪت ڏني آهي. شل خدا توکي آسمان جي ماڪ، زمين جو سٺپ ۽ جهجو ان ۽ مئي ڏئي. شل امتون تنهنجي خدمت ڪن ۽ قومون تنهنجي اڳيان ڪنڌ جهڪائين. شل تون پنهنجي ڀائرن جو سردار ٿين ۽ تنهنجي ماءُ جا پٽ تنهنجي اڳيان ڪنڌ جهڪائين، جيڪو توتي لعنت ڪري سو لعنتي ٿئي ۽ جيڪو توکي برڪت ڏئي سو مبارڪ ٿئي. (٢٩ ـ ٢٧: ٢٧) جڏهن وڏو ڀاءُ عيسو، شڪار ڪري پيءُ لاءِ گهربل طعام تيار ڪري آيو تہ اصل ڳالهہ کلي پئي، ليڪن حضرت

اسحاق عليہ السلام فرمايو: هائو، اهوئي مبارڪ ٿيندو. تنهنجو ڀاءُ ٺڳي ڪري آيو ۽ تنهنجي برڪت وٺي ويو. ڏس مون هن کي تنهنجو مالڪ ٺهرايو آهي ۽ سندس سيني ڀائر هن کي نوڪر ڪري ڏنا اٿم. تڏهن عيسو پنهنجي پيءُ کي چيو تہ بابا، تو وٽ فقط هڪڙي برڪت آهي ڇا؟ مون کي، هائو مون کي بہ برڪت ڏي ۽ عيسو زار زار روئڻ لڳو، تڏهن اضحاق (حضرت اسحاق عليہ السلام) ورندي ڏيئي چيس تہ ڏس تنهنجي رهڻ جو هنڌ زمين جي سٿڻ ۽ مٿان آسمان جي ماڪ مان نہ ٿيندو. تون پنهنجي ترار جي زور تي حياتي گذاريندين، ۽ پنهنجي ماءُ جي خدمت ڪندين.... عيسو پنهنجي دل ۾ چيو تہ منهنجي پيءُ جي لاءِ ماتم ڪرڻ (موت) جو وقت ويجهو آهي، پوءِ آءٌ پنهنجي ڀاءُ يعقوب کي قتل ڪندس... ربيقہ پنهنجي ننڍي پٽ يعقوب کي گهرايو ۽ چيائينس تہ "حاران" ۾ منهنجي ڀاءُ "لابن" وٽ ڀڄي وڃ... پوءِ آءٌ توکي اتان گهرائينديس: آءٌ اوهان ٻنهي کي هڪڙي ڏينهن ۾ ڇو وڃايان." (٤٥ ـ ٢٧:٣٠) سو اضحاق يعقوب کي سڏي کيس برڪت ڏني ۽ تاڪيد ڪري چيائينس تہ ڪنعان جي ڇوڪرين مان ڪنهن سان شادي نہ ڪج... فدان ارام (آرمينا) ۾ پنهنجي ناني "بيتو ايل" جي گهر وڃ ۽ اتي پنهنجي مامي "لابن" جي ڌيئرن مان ڪنهن سان شادي ڪج.. ۽ يعقوب پنهنجي پيءُ ماءُ جو چيو مڃي "فدان ارام" ڏانهن ويو ۽ عيسو اسمائيل (حضرت اسماعيل عليہ السلام) وٽ ويو ۽ ابراهيم جي پٽ اسمائيل (حضرت اسماعيل بن ابراهيم عليهم السلام) جي ڌيءَ "نبايو" سان شادي ڪيائين. (٩ـ ٢٨:١)

سو يعقوب "بير سبع" مان نڪري حاران ڏانهن روانو ٿيو ۽ هو هڪڙي هنڌ اچي پهتو ۽ سڄي رات اتي رهي پيو ۽ اتي پٿن مان هڪڙو کڻي پنهنجي مٿي هيٺ رکيائين." (١١ـ١٠ـ ٢٨)

## نبوت ۽ مذهب

حضرت يعقوب عليہ السلام مٿي هيٺان پٿر رکيو ننڊ پيو هو تہ "اتي هن هڪڙو خواب لڌو ۽ ڇاتو ڏسي تہ هڪڙي ڏاڪڻ زمين تي ايي ٿي رکي

آهي، ۽ انهيءَ جي چوٽي آسمان سان وڃي لڳي آهي؛ ۽ ڏسي تہ خدا جا فرشتا انهي تي پيا لهن چڙهن ۽ ڏسي تہ خداوند انهيءَ جي مٿان بيٺو آهي، ۽ چويس تہ آءٌ خداوند تنهنجي پيءُ ابراهيم جو خدا، ۽ اضحاق جو خدا آهيان.

خواب ذريعي هن الهام ۾ وڌيڪ فرمايو ويو تہ: جنهن زمين تي تون ستو پيو آهين، سا آءٌ توکي ۽ تنهنجي اولاد کي ڏيندس، ۽ تنهنجو اولاد زمين جي واريءَ جيترو ٿيندو، ۽ تون الهندي ڏانهن ۽ اڀرندي ڏانهن ۽ اتر ڏانهن ۽ ڏکڻ ڏانهن پکڙجي ويندين، ۽ تنهنجي ۽ تنهنجي نسل جي ڪري زمين جي سڀني قبيلن کي برڪت ملندي. ڏس، آءٌ توسان آهيان ۽ جتي تون ويندين اتي تنهنجي سنڀال ڪندس، ۽ توکي وري موٽائي هن ملڪ ۾ آڻيندس... (٢٨١٣.١٥) "پوءِ يعقوب صبح جو سوير اٿيو ۽ جيڪو پهڻ مٿي هيٺان رکيو هئائين سو کڻي اتي ٿنڀ وانگي کوڙي ڇڏيائين ۽ انهي جي مٿان تيل اوتيائين، ۽ انهي هنڌ جو نالو "بيت ايل" (خدا جو گهر) رکيائين.. اڳ ۾ انهيءَ هنڌ جو نالو "لوز" هو.

"حاران" ۾ ويهہ سال ڌنار ٿي رهڻ بعد "ڪنعان" ۾ واپس پهچي حضرت يعقوب عليہ السلام پنهنجي وڏي ڀاءُ عيسو سان نهراءِ ڪيو، ليڪن ڪنعان قوم هن قبيلي کي ڌار سمجهيو ٿي ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام جي قبيلي بني اسرائيل جون ريتون رسمون واقعي مختلف هيون. "سڪم" شهر (ڪنعان) ۾ سو سڪن جي عيوض شهر جي والي "حمور" جي پٽن کان زمين جو اهو ٽڪرو خريد ڪيائين جنهن ۾ هن هڪ "قربان گاهہ" تعمير ڪرايو ۽ انهيءَ جو نالو "ايل ايلوه اسرائيل" رکيائين.

## ڪنعان (فلسطين) ۾ ملت ابراهيم (وحدانيت) جو آغاز

ڪنعان ۾ قيام دوران، حضرت يعقوب عليہ السلام جي ڌيءُ "ديناه" جيڪا سندس پيو نمبر زال لياهہ مان هئي، ملڪ جي حاڪم حمور حوي جي پٽ سڪم جي هوس جو نشانو بني ۽ پوءِ هن جو سڱ گهريو ويو... "تڏهن يعقوب جي پٽن، سڪم ۽ سندس پيءُ حمور کي جواب ڏنو... اسان

کان اهو ڪم تي ڪين سگهندو، جو پنهنجي ڀيڻ هڪڙي اڻ طهريل ماڻهوءَ کي ڏيون.... اوهين بہ اسان جهڙا ٿيو، يعني اوهان مان سڀ ڪو مرد ختنو ڪرائي پوءِ اسين اوهان کي پنهنجون ڌيون ڏينداسين ۽ اوهانجون ڌيون وٺنداسين ۽ اوهان جي ملڪ (ڪنعان) ۾ رهنداسين ۽ پاڻ ۾ گڏجي هڪڙي قوم ٿي پونداسين. (١٧ .١٣: ٣۴ پيدائش جو باب)

”هنن جي اها ڳالهہ حمور ۽ سندس پٽ سڪم کي وڻي... جيڪي ماڻهو سندن شهر جي منڊي مان گذريا ٿي، تن قبول ڪئي ۽ هر ڪنهن مرد پنهنجو ختنو ڪرايو. ۽ ٽئين ڏينهن هيئن ٿيو تہ جڏهن هنن کي سور ٿيو، تڏهن يعقوب جي پٽن مان بہ ڄڻا، شمعون ۽ لاوي، ديناه جا ڀائر، پنهنجون ترارون کڻي اوچتو شهر جي مٿان ڪاهي آيا ۽ سڀني مردن کي ماري وڌائون ۽ حمور ۽ سندس پٽ سڪم کي بہ ترار جي ڌار سان قتل ڪيائون ۽ سڪم جي گهر مان ديناه کي وٺي هليا ويا. يعقوب جي پٽن انهن کي قتل ڪرڻ کان پوءِ سندن شهر بہ ڦريو ڇالاءِ جو انهن سندن ڀيڻ جي آبرو ورتي هئي... تڏهن يعقوب، شمعون ۽ لاويءَ کي چيو تہ اوهان مون کي تڪليف ۾ وڌو آهي، ۽ هن ملڪ جي رهاڪن يعني ڪنعانين ۽ فرزين ۾، مون کي ڪراهت جهڙو ڪيو اٿوَ اسين تعداد ۾ ٿورا آهيون، تنهن ڪري هو سڀ پاڻ ۾ گڏ ٿي، مون تي ڪاهي ايندا... آءٌ ۽ منهنجو خاندان تباه ٿي وينداسين.... پوءِ خدا يعقوب کي چيو تہ اٿ،” بيت ايل“ ۾ وڃي رهہ.... ۽ اتي قربان گاهہ جوڙ. تڏهن يعقوب پنهنجي خاندان ۽ ٻيا جيڪي ساڻس هئا، تن سڀني کي چيو تہ اوهان وٽ جيڪي ڌاريا معبود آهن، تن کي ڇڏي ڏيو، ۽ پاڻ کي پاڪ صاف ڪري، پنهنجا ڪپڙا بدلايو.. سو هنن وٽ جيڪي معبود هئا، ۽ سندن ڪنن ۾ جيڪيّ مندرا هئا، سي سڀ لاهي يعقوب کي ڏنائون. (۴- ٣۵: ٢١- ١٨: ٣۴)

پوءِ ڇا توهان انهيءَ وقت حاضر هئو جڏهن موت اچي حضرت يعقوب جي مٿان بيٺو؟ انهيءَ مهل حضرت يعقوب پنهنجي پٽن کان پڇيو تہ مون کان پوءِ اوهان ڪنهن جي عبادت ڪندو؟ هنن جواب ڏنو تہ اسان انهيءَ هڪ خدا جي عبادت ڪنداسين جنهن جي تو ڪئي آهي ۽ تنهنجي وڏن حضرت ابراهيم، حضرت اسماعيل ۽ حضرت اسحاق ڪئي آهي ۽ اسان بہ انهيءَ خدا

جا فرمانبردار ٻانها آهيون.“ (قرآن شريف ١٣٣:٢، سورة البقره)

## اولاد حضرت يعقوب عرف اسرائيل عليہ السلام

حضرت يعقوب عليہ السلام کي ڪُل ٻارنهن فرزند هئا: روبن (وڏو)، شمعون، لاوي، يهوداهہ، اشڪار، زبولون، يوسف، بن يامين، دان، نضالي، جد ۽ آشر.

## حضرت يوسف عليہ السلام (غالبا ١٦٨٩– ١٧٩٩ ق- م)

حضرت يعقوب عليہ السلام جي ٻارهن پٽن مان حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجي حسن، دانائي ۽ اخلاق سبب انسان جي تاريخ جو هڪ درخشان ستارو آهي. سندس سوانح حيات، بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ قدري وضاحت ۽ تفصيل سان بيان ڪيل آهي. پيدائش جي باب ٣٧، مطابق: ”جڏهن يوسف (Joseph) سترهن ورهين جو ٿيو، تڏهن پنهنجي ڀائرن سان گڏ مال چاريندو هو... اسرائيل (حضرت يعقوب عليہ السلام) پنهنجي سڀني پٽن کان وڌيڪ يوسف کي پيار ڪندو هو ڇالاءِ جو اهو سندس پيريءَ ۾ پيدا ٿيو هو، ۽ هن کي هڪ رنگا رنگي ڪرتو جوڙائي ڏنو هئائين. پر جڏهن هن جي ڀائرن ڏٺو تہ سندن پيءُ هن کي سڀني ڀائرن کان وڌيڪ پيار ٿو ڪري تڏهن هو سائس حقارت ڪرڻ لڳا.... پوءِ يوسف هڪڙو خواب لڌو جو هن پنهنجي ڀائرن کي ٻڌايو... اسان ٻنيءَ ۾ ڪانن جا گڏا ٻڌي ٻڌا، ڇا تہ ڏسان تہ منهنجو گڏو اٿي اڀو ٿي بيٺو ۽ اوهان جا گڏا هن جي چوڌاري اچي بيٺا ۽ منهنجي گڏي کي سجدو ڪيائون. تڏهن سندس ڀائرن چيس تہ تون سچ پچ اسان تي بادشاهي ڪندين ڇا... پوءِ هن وري ٻيو خواب لڌو، ۽ اهو بہ هن پنهنجي ڀائرن کي ٻڌايو... سج چنڊ ۽ يارهن تارن مون کي سجدو ڪيو. هن اهو پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجن ڀائرن کي ٻڌايو، تڏهن پٽس ڇنڀي چيس تہ هي تو ڪهڙو خواب لڌو آهي؟ آءٌ ۽ تنهنجي ماءُ ۽ تنهنجا ڀائر سچ پچ تنهنجي اڳيان زمين تان جهڪي سجدو ڪنداسين ڇا؟

انهي ڪري سندس ياڻ سائس حسد ڪرڻ لڳا. پر سندس پيءُ اها ڳالهه دل ۾ رکي." (باب ٣٧، آيات ١.١١)

## قرآن شريف ۾ فقط پوئين خواب جو ذڪر ڪيل آهي

"جا تيو جو يوسف پنهنجي پيءُ کي اچي چيو تہ اي منهنجا بابا! مون (خواب ۾) ڏٺو تہ يارهن تارا آهن ۽ سج ۽ چنڊ بہ آهن ۽ ڏٺم تہ اهي مون کي سجدو ڪري رهيا آهن. (پيءُ) چيو تہ اي منهنجا پٽ! پنهنجي هن خواب جو حال ڀائرن کي نہ ٻڌائجان، متان هو تنهنجي خلاف ڪنهن منصوبي جون تجويزون ڻاهڻ لڳن. ياد رک تہ شيطان انسان جو کليو ۽ چٽو دشمن آهي." (قرآن:٥-٤:١٢) قرآن شريف مطابق حضرت يوسف عليہ السلام جي خواب جو تعبير ڪندي سندن والد محترم حضرت يعقوب عليہ السلام فرمايو: "۽ (جهڙي طرح تو ڏٺو آهي تہ يارهن تارا ۽ سج ۽ چنڊ تنهنجي اڳيان جهڪيا آهن) تهڙي طرح تنهنجي پروردگار توکي بزرگيءَ لاءِ چونڊيو آهي ۽ هيءَ ڳالهه سيکارڻ وارو آهي تہ ڳالهين (واقعن) جو نتيجو ۽ مطلب ڪهڙي طرح قائم ڪجي ۽ معلوم ڪجي. پڻ جهڙي طرح هو (الله تعاليٰ) هن کان اڳي تنهنجي وڏن ابراهيم ۽ اسحاق تي پنهنجي نعمت پوري ڪري چڪو آهي تهڙي طرح توتي ۽ يعقوب جي گهراڻي تي بہ نعمت پوري ڪندو بيشڪ تنهنجو پروردگار ڄاڻندڙ ۽ ڏاهپ وارو آهي. (ايضا - آيت٦)

## سازشون ۽ آزمائشون:

هي انهيءَ وقت جو ذڪر آهي جڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام فدان ارام (آرمينيا) مان پنهنجو آل اولاد وٺي واپس ڪنعان (فلسطين) جي سڪم شهر ۾ اچي آباد ٿيو هو، ۽ اتي "ايل ايلوه اسرائيل" نالي قربان گاه تعمير ڪرايو هئائين. سڪم جي شهرين جو ختنو ڪرائي انهن کي پنهنجي مذهب ۾ داخل ڪيو هئائين ۽ پنهنجي ڪٽنب قبيلي ۽ ساٿين کي چيائين تہ "اوهان وٽ جيڪي ڌاريا معبود آهن، تن کي ڇڏي ڏيو ۽ انهن کي وٺي "بيت ايل"

(نواز شهر) ۾ قربان گاه ٺهرايائين جتي کيس ڀهريون الهام ٿيو هو ۽ خدا کيس ڏيکاري ڏني هئي ۽ سندس لقب "اسرائيل" (معنيٰ جنهن خدا کي ڏٺو)پيو هو. اهو ١٧ صدي قبل مسيح جو زمانو هو، جنهن ۾ "بني اسرائيل" قوم جا بنياد پئجي رهيا هئا. شروع ۾ ئي حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي حاسد ڀائرن جي سازش جو شڪار ٿيو. انهيءَ سازش ۽ سازش جي نتيجي جو احوال ٻنهي الهامي ڪتابن بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ تفصيل سان بيان ڪيل آهي:

"پوءِ سندس ڀائر سڪم ۾ پنهنجي پيءُ جو ڌڻ چارڻ لڳا. ۽ اسرائيل (حضرت يعقوب عليه السلام) يوسف کي چيو ته وڃي ڏسي اچ ته تنهنجا ڀائر خوش چڱا ڀلا آهن، ۽ ڌڻ ته صحيح سلامت آهي ۽ موٽي اچي مون کي خبر ڏي. سو کيس "حبوون" جي ماٿري مان روانو ڪيائين ۽ هو "سڪم" ۾ آيو... پوءِ يوسف پنهنجي ڀائرن جي پٺيان ويو ۽ "دوتين" ۾ وڃي کين ڳڌيو. هنن کيس پري کان ايندي ڏٺو ۽ پاڻ ۾ منصوبو ڪيائون ته هن کي قتل ڪري ڇڏيون. پر "روبن" (وڏي ڀاءُ) اها ڳالهه ٻڌي هن کي سندن هٿن مان بچايو ۽ چيائين... رت نه وهايون، پر هتي رڻ پٽ ۾ جا کڏ هئي، تنهن ۾ ڪٽي اڇلايونس ۽ هيئن ٿيو ته جڏهن يوسف پنهنجي ڀائرن وٽ آيو، تڏهن جيڪو رنگا رنگي ڪرتو ڀهريل هوس، سو لاهي ورتائونس ۽ پوءِ انهي کڏ ۾ ڪٽي اڇلايونس پوءِ هي ويهي ماني کائڻ لڳا. ۽ هنن اکيون مٿي ڪٽي نهاريو ته ڇا ٿا ڏسن ته "اسماعيلن" (اولاد حضرت اسماعيل بن ابراهيم عليه السلام) جو هڪڙو قافلو "جلعاد" کان تو اچي ۽ سائن گڏ انن تي مصالحه سرهاڻيون ۽ مر آهي جي مصر ڏانهن کڻي ٿا وڃن. تڏهن يهوداه (چوٿين نمبر ڀاءُ) پنهنجي ڀائرن کي چيو ته جي اسين پنهنجي ڀاءُ کي ماري سندس خون لڪائي ڇڏينداسين ته ڪهڙو فائدو ٿيندو. اچو ته هن کي اسماعيلين جي هٿ وڪڻي ڇڏيون ۽ وڌيڪ هٿ نه لايونس، ڇالاءِ جو هو اسان جو ڀاءُ ۽ اسان جو رت آهي، ۽ سندس ڀائرن اها ڳالهه قبول ڪئي. پوءِ اتان مدياني سوداگر اچي لنگهيا، ۽ هنن يوسف کي کڏ مان ڪڍي ٻاهر ڪيو ۽ کيس اسماعيلي جي هٿ چاندي جي ويهن سڪن تي وڪڻي ڇڏيائون، ۽ اهي يوسف کي

مصر ۾ وٺي ويا." (پيدائش باب ٣٧، آيتون ١٢-٢٨)

قرآن شريف جي سوره يوسف ۾ ساڳيو احوال هن طرح بيان ڪيل آهي: "تحقيق ڪندڙن لاءِ حضرت يوسف ۽ سندس ڀائرن جي معاملي ۾ (نصيحت ۽ عبرت جون) وڏيون نشانيون آهن: هيئن ٿيو جو (يوسف جا ويڳا ڀائر پاڻ ۾) چوڻ لڳا ته اسان جي پيءُ کي يوسف ۽ سندس (سڳو) ڀاءُ (بن يامين) اسان سڀني کان گهڻو وڌيڪ پيارا آهن. جيتوڻيڪ اسان هڪ پوري جماعت آهيون.. پوءِ يوسف کي ماري ڇڏيون يا ڪنهن جاءِ ۾ اڇلائي ڇڏيون ته پوءِ اسان جي پيءُ جو ڌيان (۽ پيار) رڳو اسان جي طرف رهي. هنن مان هڪڙي چيو ته يوسف کي قتل نه ڪيو. ڪنهن اونهي کوهه جي تري ۾ ڪيس ڦٽو ڪيو. ڪوئي قافلو ڪيس ڪڍي ويندو. ۽ پوءِ پيءُ کي اچي چيائون ته اي اسان جا بابا! ڇو توهان يوسف جي باري ۾ اسان تي اعتبار نه ٿا ڪيو.. سڀاڻي ڪيس اسان سان گڏ وڃڻ ڏيو ته کائي پي مزا ماڻي ۽ راند روند ڪري. اسان سندس حفاظت جو ذمو ٿا کڻون. (پيءُ، حضرت يعقوب عليه السلام) چيو ته هيءُ ڳالهه مون کي غمگين ڪري ٿي ته توهان کيس پاڻ سان وٺي وڃو، ۽ مان ڊڄان ٿو ته متان هيئن ٿئي جو ڪيس بگهڙ ماري کائي وڃي ۽ اوهان هن کان غافل رهو. هنن چيو ته ته پلا اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي. پوءِ جڏهن اهي ماڻهو (حضرت يوسف جا ويڳا ڀائر) يوسف کي پاڻ سان وٺي ويا ۽ سڀني هن ڳالهه تي اتفاق ڪيو ته کيس کوهه جي تري ۾ وڌو وڃي، تڏهن اسان (الله تعاليٰ) يوسف کي وحي موڪليو ته هڪڙو ڏينهن ضرور اچڻو آهي جڏهن تون سندن هي معاملو کين ٻڌائين، ۽ هو نه ٿا ڄاڻن ۽ شام جي وقت هو پنهنجي پيءُ وٽ روئندا پٽيندا آيا. چيائون ته اي اسان جا بابا! اسان هڪ ٻئي سان ڊوڙ پڄائڻ ۾ لڳي وياسين ۽ يوسف کي پنهنجي سامان وٽ ڇڏيوسين، پوءِ هيئن ٿيو جو هڪڙو بگهڙ اچي نڪتو ۽ يوسف کي کائي ويو ۽ يوسف جي قميص تي ڪوڙو رت لڳائي کڻي آيا (هئا). پيءُ چيو ته نه هيءَ ته هڪڙي ڳالهه آهي جا اوهان جي نفس اوهان کي سهڻي صورت ۾ ڏيکاري آهي. خير مون کي ته هاڻي صبر ئي ڪرڻو آهي، اهڙو صبر جو وڻندڙ هجي، ۽ توهان جو ڪجهه بيان ڪيو ٿا تنهن بابت الله کان ئي مدد گهرڻي آهي. پوءِ ڇا ٿيو جو هڪڙو قافلو (انهي کوهه وٽان) لنگهيو ۽

قافلي وارن پاڻيءَ لاءِ پنهنجو پخالي موڪليو. پوءِ جيئن ئي هن پنهنجو دلو (ڏول، بوڪو) لٽڪايو (کوهہ ۾ لاتو) تيئن ئي پڪاري چيو تہ ڪهڙي نہ خوشي جي ڳالهہ آهي! هيءَ تہ هڪ جوان ڇوڪرو آهي! ۽ قافلي وارن هن کي تجارتي سرمايو سمجهي لڪائي ڇڏيو. ۽ هنن يوسف کي تمام ٿورن پئسن تي وڪڻي ڇڏيو، جيڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا درهم هئا ۽ انهيءَ معاملي ۾ هنن کي وڌيڪ (وصول ڪرڻ) جي خواهش بہ ڪانہ هئي."
(سوره يوسف ١٢، آيات ٢٠-٧)

## غلامي، قيد ۽ آزادي

حضرت اسماعيل بن حضرت ابراهيم جي اولاد مان بائيبل مقدس ۾ ڄاڻايل قصي مطابق: "اهي اسماعيلي (قافلي وارا سوداگر) يوسف کي مصر ۾ وٺي آيا، ۽ فوطيفار (Fotiphar) (فرعون مصر جي باڊي گارڊ جي مصري ڪپتان) ڪيس انهن کان خريد ڪيو ۽ سندس مالڪ ڏٺو تہ خداوند يوسف سان آهي ۽ جيڪي هو ڪري ٿو تنهن سڀ ۾ خداوند برڪت وجهي ٿو تنهن ڪري جيڪي وٽس هو، سو سڀ هن جي حوالي ڪيائين ۽ يوسف هن جي خدمت ڪندو رهيو. يوسف سهڻو ۽ من مهڻو هو ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ هيئن ٿيو جو هن جي مالڪ جي زال يوسف ۾ اکيون وڌيون ۽ چيائينس تہ مون سان گڏ سمهہ، پر هن نہ مڃيو. هڪڙي ڏينهن هيئن ٿيو جو هن سندس ڪپڙي کان ڪٺي جهليس. پر هو پنهنجو ڪپڙو هن جي هٿن ۾ ڇڏي اٿي ڀڳو. ۽ پوءِ اها ساري ڳالهہ هن کي (مالڪ فوطيفار پنهنجي مڙس کي هيئن) ڪري ٻڌايائين تہ جيڪو عبراني غلام تو اسان جي لاءِ خريد ڪيو آهي سو بي عزتي ڪرڻ لاءِ مون وٽ اندر آيو هو. سو يوسف جي مالڪ هن کي جهلي ڪٺي انهيءَ قيد خاني ۾ وڌو، جتي بادشاهہ جا پيا قيدي بند رهندا هئا ۽ هو انهيءَ قيد خاني ۾ رهڻ لڳو. پر خداوند يوسف سان هو، ۽ مٿس رحم ڪري قيد خاني جي داروغي کي مٿس مهربان ڪيائين ۽ قيد خاني جي داروغي، اهي سيئي قيدي يوسف جي حوالي ڪيا ۽ جيڪو ڪم هن جي هٿ هيٺ هو تنهن تي قيد خاني جو داروغو نظرداري ڪانہ

ڪندوهو. پوءِ هيئن ٿيو جو مصر جي بادشاهہ جي ساقي ۽ بورچيءَ کو ڏوهہ ڪيو، تنهن ڪري فرعون پنهنجي ٻنهي عملدارن (کي) ساڳي قيد خاني ۾ ڪٽي وڌو جتي يوسف بند ٿيل هو. ۽ انهن ڪيترا ڏينهن قيد خاني ۾ گذاريا. تن ٻنهي ساڳيءَ رات پنهنجي پنهنجي منهن خواب لڌو. ۽ صبح جو جڏهن يوسف وٽن آيو، انهن چيس تہ اسان هڪڙو خواب لڌو آهي. سردار ساقيءَ پنهنجو خواب يوسف کي ٻڌايو تہ هڪڙي ڊاک جي وَلِ منهنجي سامهون آهي ۽ انهيءَ ڊاک جي ول ۾ ٽي ٽاريون هيون ۽ ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو تہ چڻ انهيءَ ٻور ڪيو ۽ منجهس گل بہ نڪتا، ۽ انهيءَ جي ڇڳن ۾ پڪل ڊاک بہ نڪتي ۽ فرعون جو پيالو منهنجي هٿ ۾ هو: پوءِ مون ڊاک ڪٽي فرعون جي پيالي ۾ نچوڙي وڌي ۽ اهو پيالو فرعون جي هٿ ۾ ڏنم، تڏهن يوسف هن کي چيو تہ انهيءَ جي تعبير هن ريت آهي: اهي ٽي ٽاريون ٽي ڏينهن آهن، ٽن ڏينهن جي اندر فرعون توکي سرفراز ڪندو، ۽ تنهنجو عهدو توکي موٽائي ڏيندو...... پر جڏهن تنهنجي مراد پوري ٿئي، تڏهن ڀلائي ڪري منهنجي يادگيري ڪج فرعون وٽ منهنجو ذڪر ڪج........ مون کي عبرانين جي ملڪ مان چورائي ڪٽي آيا آهن ۽ هتي بہ هن قيد خاني ۾ پوڻ جهڙو ڪوبہ ڪم مون ڪونہ ڪيو آهي" .(پيدائش باب ۴۰، آيات ١٥ - ١)

جڏهن سردار بورچيءَ ڏٺو تہ اها تعبير چڱي آهي تڏهن يوسف کي چيائين تہ مون بہ خواب لڌو آهي...... مانين جون ٽي ٽوڪريون منهنجي مٿي تي آهن ۽ سيني ڪان مٿينءَ ٽوڪريءَ ۾ فرعون جي لاءِ هر قسم جا پڪل طعام هئا ۽ پکين منهنجي مٿي تان انهي ٽوڪريءَ مان پٽي کادو، تڏهن يوسف ورندي ڏنس تہ انهيءَ جو تعبير هن ريت آهي: اهي ٽي ٽوڪريون ٽي ڏينهن آهن، ٽن ڏينهن جي اندر فرعون تنهنجي سسي لهرائي توکي وڻ تي لٽڪائي ڇڏيندو، ۽ پکي تنهنجو ماس..... چني کائيندا ۽ هيئن ٿيو جو ٽئين ڏينهن ........ ( تيئن ٿيو) جيئن يوسف هنن کي تعبير ڪري ٻڌايو هو، انهيءَ هوندي بہ سردار ساقيءَ يوسف جي يادگيري ڪانہ ڪئي، پر وساري ڇڏيائينس". ( ايضا - آيات ٢٣ - ١٦)

" پوءِ هيئن ٿيو جو ٻن سالن کانپوءِ فرعون خواب لڌو ۽ ڏٺائين تہ

درياهہ جي ڪپ تي بيٺو آهيان..... اتي ست ٿاهوڪيون ۽ ٿلهيون ڳئون درياهہ مان نڪتيون ۽ ڪانهن ۾ چرڻ لڳيون، ۽..... انهن جي پٺيان ست ٻيون بدشڪل ۽ ڏٻريون ڳئون درياهہ مان نڪري هنن ٻين ڳئن جي پرسان درياهہ جي ڪپ تي اچي بيٺيون ۽ اهي بدشڪل ۽ ڏٻريون ڳئون، انهن ٿاهوڪين ۽ ٿلهين ستن ڳئن کي کائي ويون، ۽ فرعون جاڳي پيو، پوءِ هو وري سمهي پيو ۽ ٻيو پيرو خواب لڌائين ۽ ڏسي ٿو تہ ست ان سان ڀريل ٿلها ۽ تازا سنگ هڪڙي ڪاني مان نڪتا آهن..... هنن ڪانپوءِ ٻيا ست سنگ سنهڙا ۽ لڪ جا ساڙيل نڪتا ۽ اهي سنهڙا سنگ هنن ٿلهن ۽ ڀريل سنگن کي ڳڙڪائي ويا. تڏهن فرعون جاڳي پيو........ ڪوبہ فرعون جي خواب جو تعبير نہ ڪري سگهيو، تڏهن سردار ساقيءَ فرعون کي چيو تہ اڄ مونکي پنهنجا ڏوهہ ياد ٿا پون. .... هڪڙو عبراني جوان......... جيئن هن تعبير ڪئي هئي تيئن ئي ٿيو........ تڏهن فرعون يوسف کي گهرايو........ يوسف فرعون کي چيو تہ.....خواب هڪڙوئي آهي: جيڪي خداکي ڪرڻو آهي، سو فرعون کي ٻڌايو اٿس: ست چڱيون ڳئون ست ورهيہ آهن ۽ ست چڱا سنگ بہ ورهيہ آهن..... هو ست ڏٻريون ۽ بدشڪل ڳئون......سي بہ ست ورهيہ آهن ۽ ست خالي ۽ لڪ جا ساڙيل سنگ ، سي ڏڪار جا ست ورهيہ ٿيندا،،، مصر جي ملڪ ۾ ستن سالن تائين ڏاڍو سڪار ٿيندو ۽ انهيءَ ڪانپوءِ ستن ورهين تائين ڏڪار پوندو....... تنهنڪري هاڻي فرعون کي گهرجي تہ ڪو سمجهو ۽ ڏاهو ماڻهو ڳولي هٿ ڪري ۽ انهيءَ کي مصر جي ملڪ تي مقرر ڪري ۽ فرعون هن کي حڪم ڏئي تہ ملڪ جي مٿان داروغا مقرر ڪري ۽ سڪار وارن ستن سالن ۾ مصر جي زمين تان پنجون حصو (پيداوار جو پنجون حصہ ” خمس“) اگاڙي ۽ جيڪي چڱا ست ورهيہ اچن تن ۾ هو سڀ کاڌي جون شيون گڏ ڪري ، فرعون جي قبضي ۾ آڻين (اناج جا گودام) ۽ هر ڪنهن شهر ۾ ان جا انبار ڪري سنڀالي رکن..... اها ڳالهہ فرعون ۽ سندس عملدارن کي چڱي نظر آئي ۽ فرعون........ چيو تہ هي ماڻهو، جنهن ۾ خدا جو روح آهي تنهن جهڙو ڪو ٻيوماڻهواسانکي هٿ ايندوچا؟“ ( پيدائش باب ٤١. آيات ٣٨ ـ ١)

ساڳيو احوال تفصيلات سميت، قرآن شريف جي سوره يوسف ۾ ٿئين

ڪان ستين رڪوع ۾ ڄاڻايل آهي ان جو خلاصو هن ريت آهي: جنهن امير حضرت يوسف کي خريد ڪيو تنهن سندس بلند اخلاق ڏسي ڪيس پٽ وانگر ڪري رکيو...... ان امير جي زال حضرت يوسف تي عاشق ٿي پئي، هڪ ڏينهن دروازا بند ڪري ڪيس بري فعل ڪرڻ لاءِ چيائين مگر هوپجي نڪتو، سندس مڙس ان وقت اچي ويو ۽ پاڻ بچائڻ لاءِ حضرت يوسف تي بهتان ٻڌائين مگر سندس ڪوڙ ثابت ٿيو، چاڪاڻ تہ " جڏهن ان عورت جي مڙس ڏٺو تہ يوسف جي قميص پٺئين پاسي کان ڦاٽل آهي، تڏهن عورت کي چيائين تہ ڪجھہ بہ شڪ نہ آهي تہ هيءُ توهان عورتن جي مڪرن مان هڪ مڪر آهي، ۽ توهان عورتن جا مڪر وڏا مڪر آهن" ( آيت ٢٨ . ) (رڪوع . ٣) شهر جي عورتن عزيز ( انهيءَ امير) جي زال ۽ يوسف جومعاملو ٻڌو ۽ عزيز جي زال (زليخان) جي گلا ڪرڻ لڳيون تنهن تي عزيز جي زال اميرن جي عورتن جي دعوت ڪئي ۽ يوسف کي سندن اڳيان آنڊائين. "..... جڏهن انهن عورتن کيس ڏٺو تہ سبحان الله! هيءُ انسان تہ نہ آهي، هي تہ ضرور ڪو فرشتو آهي ۽ وڏي مرتبي وارو فرشتو آهي." ( آيت ٣١) عزيز جي زال حضرت يوسف کي ڌمڪي ڏني تہ جيڪڏهن منهنجو چيو نہ مڃيندين تہ توکي قيد ۾ رکبو، حضرت يوسف ورندي ڏني تہ مونکي گنهگاريءَ کان قيد وڌيڪ پسند آهي پوءِ هن کي قيد ۾ رکيو ويو ( رڪوع ٤) قيدخاني ۾ ٻن قيدين خواب لڌو..... حضرت يوسف تعبير ٻڌايو جنهن مطابق هڪڙو ڦاسيءَ تي چڙهيو ۽ ٻيو آزاد ڪيو ويو (رڪوع٥) بادشاهہ جو خواب.... ساقيءَ کي حضرت يوسف عليه السلام جي يادگيري اچي وئي ۽ وڃي هن کان خواب جو تعبيرپڇيائين ( رڪوع ٦) بادشاهہ خواب جو سهڻو تعبير ٻڌي حڪم ڪيو تہ يوسف کي قيد مان ڪڍي مون ڏي آڻيو. حضرت يوسف چيو تہ پهريائين هٿ ڪپيندڙ عورتن کان منهنجي معاملي بابت پڇيو وڃي. هتي ۽ عزيز جي زال بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ يوسف سچو ۽ پاڪدامن آهي.... بادشاهہ هن کي وڏي عزت ڏني ۽ کيس حڪومت جو مختار ڪيو. ( رڪوع ٧)

اهڙي طرح بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف ۾ سواءِ چند تفصيلن جي، حضرت يوسف عليه السلام جو هڪ جهڙو احوال ڏنل آهي.

## سرفرازي ۽ بني اسرائيل جي مصر ۾ آباد ڪاري:

"........فرعون، يوسف کي چيو ته جڏهن خدا توکي هي سڀ سمجهايو آهي تڏهن تو جهڙو بيو ڪوبہ سمجهو ۽ ڏاهو ڪونهي، تون منهنجي گهر ( ملڪ) جو مختيار ٿي ۽ ساري رعيت تي پنهنجي مرضيءَ موجب حڪم هلاءِ: فقط تخت جي مالڪ هئڻ ڪري، منهنجو درجو توکان مٿي هوندو ۽ فرعون پنهنجي مهر واري منڊي پنهنجي هٿ مان لاهي، يوسف جي هٿ ۾ پاتي......... ۽ اعلان ڪرايائين تہ جهڪي سجدو ڪريو.... ۽ فرعون يوسف جو نالو "صفنات..... فعنيحہ" رکيو ۽ اون شهر جي ڪاهن " فوطيفرع " جي ڌيءُ " آسنات" سان سندس شادي ڪرايائين..... تڏهن سندس عمر ٽيهہ ورهيہ هئي.... سڪار جي ستن ورهين ۾ ۽ ڏڪار کان اڳ ۾ يوسف کي اون شهر جي ڪاهن فوطيفرع جي ڌيءُ آسنات" مان بہ پٽ ڄاوا ۽ يوسف وڏي جو نالو " منسي" رکيو، چالاءِ جو هن چيو تہ خدا منهنجي سڀ تڪليف ۽ منهنجي پيءُ جو گهر، مون کان وسارائي ڇڏيو ۽ ٻئي جو نالو " افرائيم" رکيائين. جو چيائين تہ خدا مون کي منهنجي مصيبت واري ملڪ ( مصر) ۾ ڦلدار ڪيو آهي". ( بائيبل مقدس، پيدائش جو باب ٣١ آيات ٥٢ - ٣٩)

"پوءِ اهي سڪار وارا ست ورهيہ جي مصر جي ملڪ ۾ آيا سي، اچي پورا ٿيا ۽ ڏڪار جا ست ورهيہ شروع ٿيا... ۽ ٻين سڀني ملڪن ۾ بہ اچي ڏڪار پيو، پر مصر جي ملڪ ۾ کاڌوموجود هو" ( ايضا - آيات ٥۴ - ٥٣)

" جڏهن يعقوب کي اها خبر پئي تہ مصر ۾ اَنُ آهي، تڏهن هن پنهنجي پٽن کي چيو تہ ..... اوهين اوڏانهن وڃو........ سو يوسف جا ڏهہ ڀائر مصر مان انُ خريد ڪرڻ لاءِ آيا: ڇالاءِ جو " ڪنعان" (فلسطين) جي ملڪ ۾ بہ ڏڪار هو ۽ يوسف ملڪ ( مصر) جو حاڪم هو...... سو يوسف جي ڀائرن اچي سندس اڳيان جهڪي سجدو ڪيو..... يوسف تہ پنهنجي ڀارن کي سڃاتو، پر هنن نہ سڃاتس.... پوءِ هنن کي چيائين تہ اوهين جاسوس آهيو..... هنن چيس تہ نہ منهنجا سائين تنهنجا ٻانها کاڌو خريد ڪرڻ آيا آهن، اسين سڀ ٺي هڪڙي ٺي ماڻهو جا پٽ آهيون..... سڀني

ڪان ننڍو اڄ اسانجي پيءُ وٽ آهي ۽ هڪڙو جو پتو ڪونهي.... يوسف چيو...... جيسين اوهان جو ننڍو ڀاءُ هتي نہ ايندو، تيسين اوهين هتان وڃي ڪين سگهندا...... سو هن ٽن ڏينهن تائين ڪين بند ۾ گڏ رکيو، پوءِ ٽئين ڏينهن يوسف انهن کي چيو تہ آءٌ خدا کان ڊڄان ٿو، سو اوهين هيئن ڪريو..... تہ اوهان ڀائرن مان هڪڙو هن قيد خاني ۾ بند رهي ۽ اوهين ٻيا ڏڪار جي لاءِ اَنُ کڻي پنهنجي گهرن ۾ وڃو ۽ پنهنجي سڀ کان ننڍي ڀاءُ کي مون وٽ وٺي اچو........ سو هنن ائين ڪيو.... پنهنجي گڏهن تي اَنُ لڏي اتان روانا ٿيا..... پوءِ هو ڪنعان جي ملڪ ۾ پنهنجي پيءُ يعقوب وٽ آيا.... پوءِ سندن پيءُ يعقوب.... چيو تہ منهنجو پٽ اوهان سان نہ ويندو، هن جو ڀاءُ مري ويو آهي ۽ هو اڪيلو رهجي ويو آهي؛ ۽ رستي ۾ هن جي مٿان ڪا آفت اچي پيئي تہ پوءِ اوهين منهنجن اڇن وارن کي ڏک سهندي قبر ۾ موڪليندا". ( بائيبل مقدس پيدائش ۴۲، آيات ۳۸ ـ ۱)

.....ڏڪار تمام سخت ٿيندو ويو ۽ هيئن ٿيو تہ جڏهن هنن اهو اَنُ جيڪو مصر مان آندو هئائون، سو کائي کپائي ڇڏيائون تڏهن سندن پيءُچين تہ وري وڃي اسان جي لاءِ ڪجهہ کاڌو خريد ڪري اچو، تڏهن يهوداه چيس تہ هن ماڻهوءَ اسان کي تاڪيد ڪري چيو هو تہ جيسين اوهانجو ڀاءُ اوهان سان نہ هوندو، تيسين اوهين منهنجو منهن نہ ڏسندو..... تڏهن سندن پيءُ اسرائيل ( حضرت يعقوب عليه السلام) کين چيو تہ جي ائين ئي آهي تہ هيئن ڪريو، هن ملڪ جي عمدن شين مان ڪي پنهنجي ٻورن ۾ وجهو ۽ ٿورو سرهو تيل، ٿوري ماکي، مصالحہ ،مر، پستا ۽ باداميون، اهي سڀ سوکڙيءَ طور انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ کڻي وڃو ۽ ٻيڻا پئسا پنهنجي هٿن ۾ کڻو ۽ جيڪي پئسا اوهانجن ٻورن ۾ وجهي موٽايا هئائين سي بہ پاڻ سان کڻي وڃو، تہ متان اها ڀل ٿي هجي ۽ پنهنجي ڀاءُ کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي وڃو، ......تڏهن انهن ماڻهن اها سوکڙي ۽ ٻيڻا پئسا هٿ ۾ کنيا ۽ بنيمين ( بن يامين)کي ساڻ ڪري اٿي روانا ٿيا ۽ مصر ۾ پهچي، يوسف جي اڳيان وڃي حاضر ٿيا.... زمين تان جهڪي ڀاءُ بنيمين کي ڏٺو ۽ پوءِ يوسف جهٽ پنهنجي ڪوٺيءَ (خلوت گاهہ)۾ گهڙي ويو ۽ اتي وڃي رنائين..... پوءِ پنهنجو منهن ڌوئي ٻاهر آيو ۽ پاڻ کي روڪي چيائين تہ ماني کڻي اچو، تڏهن

هنن سندس لاءِ ڌار، هنن لاءِ ڌار ۽ جيڪي مصري ساڻس گڏ ماني کائيندا هئا، تن لاءِ ڌار ماني رکي، ڇالاءِ جو مصري عبرانين سان گڏ ماني ڪين کائيندا هئا، جو مصرين لاءِ اها نفرت جهڙي ڳالهہ هئي. پوءِ هو سندس (يوسف جي) اڳيان ويهي ويا، وڏو ( ڀاءُ) پنهنجي وڏي عمر موجب ۽ ننڍو پنهنجي ننڍي عمر موجب تڏهن هو ( مصري) عجب ۾ پئجي هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا ۽ هنن پاڻ وٽان رڪابيون (پليٽون) ڪٽي، هنن ڏانهن موڪليون: پر بنيمين جي رڪابيءَ ۾ هرهڪ جي رڪابيءَ کان پنجوڻو حصو هو ۽ هنن ( مصرين) ساڻس گڏ پيتو ۽ خوش ٿيا. ( ايضا . باب ٤٣، آيات ٣٤ـ١)

”پوءِ هن ( حضرت يوسف عليه السلام داروغي کي )..... چيو تہ هنن ماڻهن جي ٻورن ۾ ايترو اَن ڀريو جيترو کڻي سگهن ۽ هرهڪ ماڻهوءَ جا پئسا سندس ٻوريءَ جي منهن ۾ وجهو ۽ منهنجو چانديءَ جو پيالو ۽ ان جو ملهہ هنن مان سڀني کان ننڍي جي ٻوري جي منهن ۾ وجهي ڇڏيو، سو يوسف جيئن هن کي چيو تيئن ئي ڪيائين، پوءِ جڏهن صبح جو سوجهرو ٿيو، تڏهن انهن ماڻهن ( پنهنجي ڍائرن) کي سندن گڏهن سوڌو روانو ڪيائين ۽ جڏهن هو شهر مان نڪري اڃا تورو پري ويا تہ يوسف پنهنجي داروغي کي چيو تہ اٿي انهن ماڻهن جي پٺيان وڃ ۽ جڏهن کين پهچين، تڏهن چئجان تہ اوهان نيڪي جي عيوض بدي ڇو ڪئي؟ هي اهو پيالو ڪونهي جنهن ۾ منهنجو مالڪ پيئندو آهي؟ بلڪ هو فال بہ انهي سان ئي ڏسندو آهي؟....... پوءِ هو وڃي انهن کي رسيو ۽ کين ايئن ئي چيائين..... تڏهن هنن چيس تہ..... جنهن وٽان اهو لڀي، سو پلي تہ ماريو وڃي.......... پيالو بن يامين جي ٻوري مان لڀي پيو. تنهن تي هو.... موٽي شهر ۾ ( آيا) تڏهن يهوداہ چيو.... تہ اسين ۽ اهو بہ، جنهن وٽان پيالو نڪتو آهي سي سڀ پنهنجي مالڪ جا غلام آهيون، تڏهن يوسف چيو خدا نہ ڪري جو آءُ ائين ڪريان، جنهن ماڻهوءَ وٽان منهنجو پيالو نڪتو آهي، سوئي منهنجو غلام ٿيندو، باقي اوهين ڀلا صحيح سلامت پنهنجي پيءُ وٽ موٽي وڃو تڏهن يهوداہ ويجهو اچي چيو تہ اي منهنجا سائين!..... جڏهن آءُ تنهنجي ٻانهي پنهنجي پيءُ وٽ ويندس ۽ ڇوڪر اسان سان نہ هوندو ۽ جيئن تہ هن

چوکر ۾ سندس ساھ آھي، سو ھيئن ٿيندو تہ.... ھو مري ويندو.... تهنکري..... تنهنجو ( ھي) ٻانهو ھن چوکر جي عيوض پنهنجي مالک جو غلام ٿي رھي ۽ چوکرپنهنجي ڀائرن سان وڃي" ( ايضا ـ باب ۴۴، آيات ۳۴ـ ۱)

" تڏھن يوسف.... پاڻ کي جهلي نہ سگھيو ۽ واکو کري چيائين تہ سيني ماڻهن کي مون وٽان ٻاھر موکليو. جڏھن يوسف پاڻ کي پنهنجي ڀائرن ۾ ظاهر کيو، تڏھن اتي ٻيو کوبہ ماڻهو حاضر کونہ ھو، پوءِ ھو زور زور سان روئڻ لڳو: جو مصرين ۽ فرعون جي گھر وارن ٻڌو.... يوسف پنهنجي ڀائرن کي چيو تہ آءٌ يوسف آھيان..... جنهن کي اوھان مصر ۾ وکيو ھو، ھاڻي فکر نہ کريو.... ٻن ورھين کان ملک ۾ ڏکار آھي پر اڃا پنج ورھيہ ٻيا پيا آھن... ھاڻي اوھان جلد منهنجي پيءُ ڏانهن وڃو ۽چئوس تنهنجو پٽ يوسف ھيئن ٿو چوي، خدا مونکي سڄي مصر جو مالک کيو آھي، مون وٽ ھليو اچ، دير نہ کر، تون " جشن" جي علائقي ۾ اچي رھندين، تہ تون ۽ تنهنجا پٽ پوٽا ۽ تنهنجا ڍور ۽ ڏڻ ۽ ٻيو جيکي بہ تو وٽ آھي سو مونکي ويجهو ٿئي. ۽ اتي آءٌ تنهنجي پرورش کندس....... فرعون يوسف کي چيو تہ تون پنهنجي ڀائرن کي چئو تہ جلدي وڃي کنعان جي ملک ۾ پهچو ۽ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجن گھر وارن کي وٺي مون وٽ اچو ۽ آءٌ اوھان کي مصر جي ملک جون نعمتون ڏيندس..... مصر جي ملک جون سڀ نعمتون اوھان جون آھن. سو اسرائيل جي پٽن ( بني اسرائيل) ائين ٿي کيو.....

پوءِ " اسرائيل" ( حضرت يعقوب عليه السلام) پنهنجو سڀ کجھہ کڻي اتي روانو ٿيو، ( کنعان کان مصر طرف هجرت کيائين) ۽ " بيرسبع" ۾ اچي پنهنجي پيءُ اضحاق ( حضرت اسحاق عليه السلام) جي خدا لاءِ قربانيون چاڙھيون ۽ خدا اسرائيل سان رات جي وقت خواب ۾ ڳالهايو ۽ چيائينس تہ اي يعقوب! ۽ ھن چيو تہ اجهو آءٌ حاضر آھيان تڏھن ھن (مخاطب) چيو تہ آءٌ خدا آھيان، تنهنجي پيءُ جو خدا: تون مصر ۾ وڃڻ کان نہ ڊڄ، آءٌ اتي تو منجهان ھک وڏي قوم پيداکندس، آءٌ تو سان مصر ۾ ھلندس ۽ توکي ضرور موٽائي آڻيندس ۽ يوسف تنهنجي اکين تي پنهنجو

هٽ رڪندو" ( تہ تنهنجي بينائي موٽي ايندي) ( ايضا ـ باب ۴۵ آيات ٢٠ ـ ١ باب ۴٦ آيات ۴ ـ ١)

" يعقوب جي خاندان جا سيئي ماڻهو، جي مصر ۾ آيا سي ستر ڄڻا هئا،..... پوءِ اهي" جشن" جي ملڪ ۾ آيا" ( ٢٩، ٢٧: ۴٦) ان وقت حضرت يعقوب عليه السلام جي عمر هڪ سو ٽيهہ سال هئي ( ٩: ۴٧) " يوسف پنهنجي پيءُ ۽ ڀائرن کي، فرعون جي حڪم موجب،مصر جي ملڪ ۾ تمام چڱي زمين، يعني رعمسيس جي زمين سندن قبضي ۾ ڏني، ڪين اتي رهايو..... يعقوب مصر جي ملڪ ۾ سترهن ورهيہ جيئرو رهيو: سو يعقوب جي سڄي عمر هڪ سو ستيتاليهہ ورهيہ ٿي ( ٢٨: ۴٧) يوسف هڪ سو ڏهہ ورهيہ جيئرو رهيو ۽ يوسف افرائيم جي ٽين پيڙهيءَ وارا ٻار بہ ڏٺا" (٢٣ـ ٢٢: ۵٠)

تاريخ جي لحاظ کان، جنهن فرعون مصر حضرت يوسف عليه السلام کي مصر جو حاڪم اعليٰ مقرر ڪيو ۽ بني اسرائيل کي مصر ۾ آباد ٿيڻ جي اجازت ڏني، اهو هائڪسوس شاهي خاندان جو فرعون " اپيي پائي" هو ۽ حضرت يوسف عليه السلام جي مصر ۾ اقتدار جو عرصو ڪل ارڙهن سال رهيو: ١٧٠٧ ق ـ م کان ١٦٨٩ ق ـ م تائين. وفات وقت سندس عمر ١١٠ سال هئي، تنهن ڪري حضرت يوسف عليه السلام جو عرصي حيات اندازا سن ١٧٩٩ ق ـ م کان شروع ٿئي ٿو، ليڪن بائيبل مقدس ۾ تاريخي تقويم مطابق:" جڏهن يوسف مصر جي بادشاه فرعون جي حضور ۾ آيو، تڏهن حضرت يعقوب عليه السلام خاندان سميت اچي مصر ۾ آباد ٿيو تہ پوءِ بہ " يعقوب مصر جي ملڪ ۾ سترهن ورهيہ جيئرو رهيو ( ٢٨: ۴٧) تنهن ڪري سندس وفات وقت، جڏهن سندس عمر ١۴٧ سال هئي ، تہ حضرت يوسف عليه السلام جي ان وقت عمر ٦٦ سال هئي. اهڙي طرح حضرت يعقوب عليه السلام کي حضرت يوسف عليه السلام ٨١ ورهين جي ڄمار ۾ ڄائو.

# قوم مدين: (اصحاب ايڪہ) ۽ حضرت شَعيب عليه السلام

قرآن شريف ۾"مدين" قوم ۽ سندن پيغمبر حضرت شعيب عليه السلام جو ذڪر متعدد بار ڪيو ويو آهي: "۽ اسان مدين ڏانهن سندن ڀاءُ شعيب کي پيغمبر ڪري موڪليو" ( سورة هود، ٨۴: ١١)

حضرت يوسف عليه السلام کانپوءِ قوم بني اسرائيل ۾ حضرت شعيب عليه السلام پيدا ٿيو جنهن دين ابراهيم ۽ وحدانيت جي تبليغ ڪئي، ان وقت بني اسرائيل دولتمند ۽ طاقتور هئا. هنن حضرت يوسف عليه السلام ۽ سندس والد حضرت يعقوب ( اسرائيل) عليه السلام جو دين ڇڏي بت پرستي اختيار ڪئي جيڪو مصر جو عام مذهب هو ۽ وچ مشرق جون بہ تمام قومون قبيلا ۽ بادشاهتون انهيءَ گمراهي ۾ غلطان هيون، مدين وارن بني اسرائيلين ۾ وڏيڪ هڪ برائي بي ايمانيءَ سان دولت ڪمائڻ جي هئي: هو تور ماپ ۾ بي ايماني ڪندا هئا ۽ زراعت ۽ تجارت ۾ هنن پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪئي هئي.

وحدانيت ۽ اخلاقيات جي تبليغ ڪرڻ سبب ، "مدين" جا امير سردار حضرت شعيب عليه السلام جي برخلاف ٿيا ۽ ڪيس شهر نيڪالي جي ڌمڪي ڏنائون، سندس غريب معتقدن کي هر طريقي سان تنگ ڪرڻ لڳا. هنن حضرت شعيب عليه السلام کي پيغمبر تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائونس تہ " اي شعيب تنهنجون ڳالهيون اسانجي سمجهہ ۾ نہ ٿيون اچن، جيڪڏهن تون واقعي سچو آهين تہ هٿڻ ايئن ڪپندو هو تہ تنهنجي حالت اسان کان بهتر هجي ها،ليڪن اسين ڏسي رهيا آهيون تہ تون ڏاڍو ڪمزور ۽ مسڪين آهين. اسان فقط انهيءَ ڪري توکان ٽري ٿا وڃون جو تون اسانجي قوم منجهان آهين، نہ تہ توکي سنگسار ڪري ڇڏيون ها."

مدين جي قوم کي قرآن شريف ۾ "اصحاب الايكة" يا ايڪہ وارا بہ ڪري سڏيو ويو آهي ( سورة الشعراءُ ١٧٦: ٢۵) بني اسرائيل جو هي قبيلو زماني جي لحاظ کان " سدوم" ۽ " عاد" ۽ لوط جي قوم کي قريب هو، جيئن حضرت شعيب عليه السلام پنهنجي قوم ايڪہ يا مدين وارن کي چيو تہ " اي منهنجي قوم وارا! ايئن نہ ٿئي جو مون سان ضد ۾ اچي اهڙي

ڳالھہ ڪري ويھو جو توھان تي اھڙو عذاب اچي ڪڙڪي جھڙو نوح جي قوم يا ھود جي قوم، يا صالح جي قوم تي اچي نازل ٿيو ۽ لوط جي قوم تہ توھان کان گھٽو پري ناھي". ( سورة ھود ٨٩: ١١)

پوءِ جڏھن "مدين" جي نام نھاد ڏاھن، حضرت شعيب عليہ السلام کي مشورو ڏنو تہ ھو پنھنجي تبليغي سرگرمين کان باز اچي، چاڪاڻ تہ مدين جو سڄو معاشرو انھن برائين ۾ مبتلا آھي جن جي ھو اصلاح ڪرڻ چاھي ٿو، سو ڪنھن کي روڪي سگھندو جڏھن تہ خود ھڪ ڪمزور ۽ غريب ماڻھو آھي، تڏھن حضرت شعيب عليہ السلام ورائيو تہ...... " آءُ انھيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجھہ نہ ٿو چاھيان تہ جيتري قدر منھنجي وس ۾ آھي اوتري قدر حالتن سڌارڻ جي ڪوشش ڪريان ۽ منھنجو ڪھڙو وس آھي سواءِ الله تعاليٰ ( جي امداد) جي! "........ (سورة ھود ٨٨: ١١)

مسلسل ڪفر، پيغمبر جي نافرماني ۽ بداخلاقي آخر عذاب الاھي کي آندو: ارشاد الاھي آھي تہ" پوءِ جڏھن اسانجي ڳالھہ جو وقت اچي ويو، اسان شعيب کي ۽ انھن کي جن ساڻس گڏ ايمان آندو ھو، پنھنجي رحمت سان بچائي ورتو ۽ جي ماڻھو ظالم ھئا، تن کي ھڪ سخت آواز اچي پڪڙيو، پوءِ جڏھن صبح ٿيو، تڏھن ھو پنھنجي گھرن ۾ اونڌا ٿيا پيا ھئا. (يعني زلزلي ۽ گجگوڙ واري طوفان ذريعي تباھہ ۽ نابود ٿي ويا) گويا ھو ڪڏھن بہ انھن گھرن ۾ رھيائي ڪونہ ھئا. سو ٻڌي ڇڏيو تہ مدين جي قبيلي جي لاءِ بہ اھڙي ئي محرومي ۽ ناڪاميابي رھي جھڙي ثمود جي قوم لاءِ ٿي ھئي. ( سورة ھود ٩٥ ـ ٩٤: ١١)

مدين جي تباھي بعد، حضرت شعيب عليہ السلام پنھنجي معتقدن سميت عربستان جي حضر موت واري علائقي ۾،اچي آباد ٿيو ۽ اتي وفات ڪيائين.

## اصحاب الرس ۽ ٻيون قومون

بني اسرائيل جي قبيلي ايڪہ يا مدين،کان علاوه ھڪ ٻئي قبيلي "اصحاب الرس" يعني الرس جي قبيلي جو ذڪر پڻ تباھ ڪيل قومن ۾

شامل آهي: ” ۽ اسان عاد جي قوم کي ثمود جي قوم کي ۽ الرس جي ماڻهن کي ۽ بين گهڻين قومن کي جيڪي انهن جي وچ ۾ ٿي گذريون...... اسان سڀني جي سمجهاڻ لاءِ مثال بيان ڪيا ۽ اسان کين بلڪل تباهه ۽ نابود ڪري ڇڏيو“. ( سورة الفرقان، ٣٩ . ٣٨. ٢٥)

قدرت جو قانون اٽل آهي. سنة الله اها آهي جيڪا ڪڏهن به تبديل نه ٿي ٿئي. قومن جو ڪمال ۽ زوال انهيءَ الاهي قانون جي تابع آهي، تاهم الله تعاليٰ بيحد مهربان ۽ بخشيندڙ آهي، قرآن شريف ۾ ارشاد الاهي آهي ته ”ڪڏهن به ڪنهن بستيءَ کي برباد نه ڪيوسين، جيستائين پهريائين هنن ڏي خبردار ڪرڻ لاءِ پيغمبر موڪلياسين . يادگيري ۽ نصيحت . اسان ڪڏهن به بي انصافي نه ٿا ڪيون. (سورة الشعراءَ ٢٩. ٢٠٨: ٢٦)

## حضرت موسيٰ ۽ هارون عليه السلام ( ١٥٧١-١٦٩١ ق.م)
## ۽ قوم يهودي (The Jews)

حضرت يوسف عليه السلام جي وفات بعد، بني اسرائيل جا ١٢ قبيلا مصر ۾ وڌندا ۽ ويجهندا رهيا، توريت مقدس مطابق ” پوءِ مصر ۾ هڪڙو نئون بادشاهه حڪومت ڪرڻ لڳو، جو يوسف کي ڪو نه سڃاڻندو هو، انهيءَ پنهنجي ماڻهن ( عملدارن) کي چيو ته ڏسو بني اسرائيل جي قوم اسان ( مصرين) کان شمار ۽ زور ۾ گهڻي وڌي ويئي آهي..... سو هنن کين پيڙڻ لاءِ مٿن مقدم مقرر ڪيا ته انهن کي بيگر ۾ وهائين ۽ انهن فرعون جي لاءِ انبار جا شهر، پتوم ۽ رعمسيس، اڏايا...... پوءِ فرعون پنهنجي سڀني ماڻهن کي تاڪيد ڪري چيو ته عبرانين ( بني اسرائيلن) ۾ جيڪو پٽ ڄمي تنهن کي درياهه ۾ اڇلايو ۽ جيڪا ڌيءَ ڄمي تنهن کي جيئرو ڇڏيو“. بائيبل مقدس، پراڻو عهدنامو باب خروج: ٢ ( ٢٢. ٨: ١)

قرآن شريف ۾ اها تاريخي حقيقت هنن لفظن ۾ بيان ٿيل آهي ” ۽ اهو وقت ياد ڪريو جڏهن اوهان کي فرعون جي خاندان کان جن اوهان کي نهايت سخت عذابن ۽ ظلمن ۾ پيڙي ڇڏيو هو، ڇوٽڪارو ڏنو. اهي اوهان جي پٽن کي بيرحميءَ سان قتل ڪندا هئا ۽ اوهان جي ڌين کي جيئرو ڇڏي

ڏيندا هئا ۽ اها اوهانجي لاءِ اوهانجي پروردگار طرفان وڏي آزمائش هئي"
(قرآن شريف سورة البقره ٢:٤٩)

اهڙي سخت آزمائش هيٺ آيل بني اسرائيلي قبيلن منجهان هڪ قبيلو، حضرت يعقوب عرف حضرت اسرائيل عليه السلام جي فرزند لاوي ( لوي) بن يعقوب جو بہ هو، جنهن جي هڪ فرد نالي عمران پنهنجي ئي قبيلي جي هڪ عورت نالي يوڪيد سان شادي ڪئي. ڪين هڪ سهڻو پٽ ڄائو.توريت مقدس ۾ ان جو بيان هن طرح ڪيل آهي تہ ماءُ ( بيبي يوڪيد) " ٻارڪي سهڻو ڏسي ٽن مهينن تائين لڪائي رکيو، پر جڏهن ڪيس وڌيڪ لڪائي نہ سگهي، تڏهن انهيءَ جي لاءِ ڪانن جو هڪڙو ڪاروڪٽي، انهيءَ کي چيڪي مٽي ۽ ڏامرلڳاياءئين پوءِ اهو ٻار انهيءَ ۾ رکي ڪارو درياهہ جي ڪپ تي ٻوڙڻ ۾ رکي ڇڏيائين ۽ انهي ٻار جي ڀيڻ ( مريم) پري ڪان بيهي ڏسڻ لڳي تہ هن سان ڇا ٿو ٿئي. انهيءَ وقت فرعون جي ڌيءُ درياهہ تي وهنجڻ آئي ۽ سندس ٻانهيون درياهہ جي ڪناري تي گهمڻ لڳيون. ۽ هن ٻوڙن ۾ اهوڪارو ڏٺو ۽ ( فرعون جي ڌيءُ) پنهنجي ٻانهيءَ کي موڪليو تہ اهو کڻي اچي ۽ جڏهن اهوکوليو تڏهن ٻار ڏٺائين ۽ ڏسو ٻار روئڻ لڳو. تنهن تي هن کي مٿس ڪهل آئي ۽ چوڻ لڳي تہ هي ڪنهن عبرانيءَ جو ٻار آهي. تڏهن هن جي ڀيڻ (مريم) فرعون جي ڌيءُ کي چيو تہ جي تون چئين تہ آءٌ وڃي عبراني زالن مان ڪا دائي سڏي اچان تہ اها تنهنجي لاءِ هن ٻار کي کير پياري ۽ فرعون جي ڌيءُ چيس تہ ڀلي وڃ. تڏهن اها ڇوڪري وڃي انهيءَ ٻار جي ماءُ ( جيڪا سندس بہ ماءُ هئي، يعني بيبي يوڪيد)کي وٺي آئي. فرعون جي ڌيءُ چيس تہ هن ٻار کي کڻي وڃي منهنجي طرفان نپاءِ آءٌ توکي ان جو اجورو ڏيندس. سو اها زال انهي ٻار کي کڻي ويئي ۽ وڃي نپاياءئينس. پوءِ جڏهن ٻار وڏو ٿيو تڏهن هوءَ کيس فرعون جي ڌيءُ وٽ وٺي آئي اهو سندس پٽ ٿيو، ۽ هن انهيءَ جو نالو موسيٰ رکيو جو چيائين تہ مون هن کي پاڻيءَ مان ڪڍايو آهي".( بائيبل مقدس پراڻو عهدنامو خروج ١ .+ ٢:٢)

جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جوان ٿيو تہ اسرائيلين تي فرعون رعميسس جي مقرر ڪيل مصري مقدمن ۽ داروغن جا ٿيندڙ ظلم ڏسي نہ سگهيو.آخرڪار هڪ ڏينهن هڪ اسرائيلي کي بچائيندي هڪ مصريءَ کي

ماري وڌائين ۽ فرعون جي گرفت کان بچڻ لاءِ ڏکڻ فلسطين جي علائقي مديان ۾ روپوش ٿي ويو. اتي سندس گهر ٻار بابت ثابتيون ملن ٿيون. هن مدياني مذهب ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ اتان جي مذهبي پيشوا ( ڪاهن) يترو ( رعوايل Jethro/ Raeel) جي ڌيءَ بيبي صفوره ( زيوزه - Zip-pozah) سان شادي ڪيائين جنهن مان کيس ٻه پٽ ڄاوا جن مان پهرين جو نالو جيرشوم (Gershom) رکيائين (برٽانيڪا ج ٥ ص ٨٨١). "ڇالاءِ جو هن چيو ته آءٌ پرديس ۾ هڪ مسافر آهيان ( بائيبل مقدس، خروج ٢٢: ٢) ٻئي پٽ جو نالو ايل ييعزر (Eliezer) رکيائين. "ڇاڪاڻ ته چيائين ته منهنجي پيءُ جو خدا منهنجو مددگار آهي..." ( خروج ٥ : ١٨).

## نبوت:

مديان ۾ رڍون چاريندي، حضرت موسيٰ عليه السلام مقدس جبل سينا وٽ پهتو، جتي قديم زماني کان زيارتي ايندڙ هئا. اتي هن ڏٺو ته هڪ ڪاري ڇانگوري ٻير کي باهه وڪوڙي وئي آهي پر اها هن کي ساڙي نه پئي سگهي، هن کي ملت ابراهيميءَ جي مخصوص روايت مطابق ياهويهه (Yahweh) جي وجود جو احساس ٿيڻ لڳو. سندس مذهب عبراني تهذيب ۽ مذهب کان مختلف نه هو، ليڪن هن اهو نالو اڳ نه ٻڌو هو. (برٽانيڪا ج ١٥، ص ٨٨١)

توريت مقدس ۾ اهو واقعو هن طرح بيان ڪيل آهي " ....... هو پنهنجي سهري " يترو" جا ڌڻ چاريندو هو، جو مديان جو ڪاهن هو ۽ هو ڌڻ کي بيابان جي پرئين پاسي وٺي ويو ۽ خدا جي جبل " حورب" ( طور سينا) وٽ آيو. اتي هن کي هڪڙي ٻوڙي جي وچ ۾ خدا جو فرشتو ڏسڻ ۾ آيو ۽ هن نهاريو ۽ ڏٺائين ته ٻوڙي ۾ باهه پئي ٻري، تڏهن به ٻوڙو سڙي رک نه ٿو ٿئي..... تڏهن خدا ٻوڙي منجهان کيس سڏي چيو موسيٰ، موسيٰ ۽ هن چيو ته اجهو آءٌ حاضر آهيان، تڏهن هن چيو ته هتي ويجهو نه اچ، پنهنجي پيرن مان جتي لاهه،ڇالاءِ جو اهو هنڌ جتي تون بيٺو آهين، سا پاڪ زمين آهي، وري هيئن به چيائينس ته آءٌ تنهنجي پيءُ جو خدا، ابرهام جو خدا،

اضحاق جو خدا ۽ يعقوب جو خدا آهيان، تڏهن موسيٰ پنهنجو منهن ڪٽي لڪايو، ڇو جو هو خدا ڏانهن نهارڻ کان ڊنو ٿي، ۽ خدا چيس تہ منهنجي امت جا مصر ۾ آهي، تنهن جي مصيبت مون ڏٺي آهي..... تنهنجي هيءَ نشاني ٿيندي تہ جڏهن تون انهن ماڻهن کي مصر مان ڪڍي ايندي، تڏهن جبل تي خدا جي عبادت ڪندين......." ( خروج ١٢. ١:٣)

## مهمر:

اها " توريت مقدس" جي نزول جي شروعات هئي. الاهي حڪم مطابق حضرت موسيٰ عليہ السلام پنهنجي ويڄي ڀاءُ حضرت هارون سان گڏجي مصر ۾ فرعون جي دربار ۾ ويو ۽ بني اسرائيل جي آزادي ۽ ملڪ ڇڏڻ جي اجازت طلب ڪيائين جيڪا في الفور رد ڪئي وئي.

جادوگريءَ جو زمانو هو، مصر جا جادوگر دنيا ۾ مشهور هئا. توريت مقدس مطابق: "..... خداوند، موسيٰ ۽ هارون کي فرمايو...... تہ جڏهن فرعون اوهان کي چوي تہ اوهين ڪا نشاني ڏيکاريو، تڏهن ( اي موسيٰ) تون هارون کي چئج تہ پنهنجي لٺ کڻي فرعون جي اڳيان اڇلائي تہ اها نانگ ٿي پوندي...... تڏهن فرعون بہ ڏاها ماڻهو ۽ جادوگر گهرايا ۽ مصر جي جادوگرن بہ پنهنجي جادوءَ سان ائين ئي ڪيو...... پر هارون جي لٺ انهن جي لٺين کي ڳڙڪائي وئي. پر فرعون جي دل سخت ٿي وئي ۽ هن (موسيٰ ۽ هارون )جي ڳالهہ نہ مڃيائين....... پوءِ خداوند موسيٰ کي چيو تہ....... هاڻي تون صبح جو سوير فرعون وٽ وڃج..... ۽ جيڪا لٺ بدلجي نانگ ٿي پئي هئي، سا پنهنجي هٿ ۾ کڻي وڃج ۽ تون هن کي چئج تہ خدا وند عبرانين جي خدا مون کي تو ڏانهن موڪليو آهي ۽ چيو اٿس تہ...... هن مان توکي خبر پوندي تہ آءٌ (واقعي) خداوند آهيان، ڏس هيءَ لٺ، جا منهنجي هٿ ۾ آهي، سا آءٌ پاڻي ( نيل درياهہ) تي هڻندس تہ درياهہ جو سمورو پاڻي بدلجي رت ٿي پوندو. ۽ درياهہ ۾ جيڪي بہ مڇيون آهن، سي سڀ مري وينديون ۽ درياهہ ۾ بدبو ٿي پوندي ۽ مصرين کي درياهہ جي پاڻي پيئڻ کان ڪراهت ايندي..... تڏهن مصر جي جادوگرن بہ پنهنجي جادوءَ

سان ايئن ڪيو، ۽ فرعون جي دل سخت ٿي وئي ۽ هن جي ڳالهہ نہ مڃيائين...... سيني مصرين درياھ جي آسپاس پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ کڏون کوٽيون، ڇالاءِ جو هو درياھ جو پاڻي پي نہ ٿي سگهيا.ھاڻي خداوند درياھ ۾ آفت آندي، تنهن کي ست ڏينهن گذري ويا.... پوءِ ڏيڏر ڪاهي آيا ۽ مصر جو سارو ملڪ پري ڇڏيائون ۽ جادوگرن بہ........ ايئين ڪيو ۽ مصر جي ملڪ تي ڏيڏر آندائون...... تڏهن فرعون،موسيٰ ۽ هارون کي گهرائي چيو تہ اوهين خداوند کي عرض ڪيو تہ هي ڏيڏر.... دفع ڪري ۽ آءٌ انهن ماڻهن ( بني اسرائيلين) کي ڇڏيندس تہ وڃي خداوند جي لاءِ قرباني چاڙهين...... پر جڏهن فرعون ڏٺو تہ هاڻي آرام ٿيو تڏهن پنهنجي دل سخت ڪيائين ۽ هن جي ڳالهہ نہ مڃيائين.... پوءِ هارون لٺ سميت پنهنجو هٿ ڊگهيڙيو ۽ اها زمين جي مٽيءَ تي هنيائين تہ ماڻهن ۾ ۽ جانورن ۾ جون پئجي ويون..... جادوگرن بہ پنهنجي جادو سان جون آڻڻ لاءِ ايئين ڪيو، پر آڻي نہ سگهيا تڏهن جادوگرن فرعون کي چيو تہ هن ۾ خدا جو هٿ آهي. پر فرعون جي دل سخت ٿي وئي ۽ انهن جي ڳالهہ نہ مڃيائين....پوءِ..... فرعون جي گهر ۾ ۽ سندس نوڪرن جي گهرن ۾ ۽ ساري مصر جي ملڪ ۾ (سواءِ جشن جي علائقي جي، جتي بني اسرائيل جا ١٢ قبيلا رهندا هئا) مکين جاميڙ اچي گڏ ٿيا..... تڏهن فرعون، موسيٰ ۽ هارون کي گهرائي چيو تہ اوهين وڃي هن ئي ملڪ ۾ پنهنجي خدا جي لاءِ قرباني چاڙهيو، پر موسيٰ چيو تہ ايئين ڪرڻ مناسب نہ آهي..... جيڪڏهن اسين مصرين جي اکين اڳيان اها قرباني چاڙهينداسين، جنهن کان هن کي ڪراهت ٿي اچي (يعني ڳئون جي گوشت جي قرباني ڪنداسين) تہ پوءِ هو اسان کي سنگسار نہ ڪندا ڇا؟ اسين ٽن ڏينهن جي پنڌ تي بيابان (سينا جي رڻپٽ) ۾ ويندا سين ۽ اتي ..... قرباني چاڙهينداسين........ تڏهن فرعون چيو تہ....

تمام پري نہ وڃجو ۽ منهنجي لاءِ بہ دعا گهرجو. تڏهن...... هڪڙي بہ مک ڪانہ بچي، پر هن ڀيري بہ فرعون پنهنجي دل سخت ڪئي، ۽ انهن ماڻهن (بني اسرائيلين) کي وڃڻ جي موڪل نہ ڏنائين..... پوءِ ٻئي ڏينهن صبح جو.... مصر جو سڀ چوپايو مال مري ويو، پر بني اسرائيل جي مال مان هڪڙو بہ ڪونہ مئو هو..... پر تڏهن بہ فرعون جي دل سخت ٿي ۽ وڃڻ

جي موڪل نہ ڏنائين. پوءِ خداوند، موسيٰ ۽ هارون کي، فرمايو تہ ڪوري جي رک مان منيون پري ڪٿو...... ۽ موسيٰ اها آسمان ڏانهن اڇلائي تہ اها ماڻهن توڙي جانورن تي ڦوڦيندڙ ( ڦلڪڙن) واريون ڦرڙيون تي پئي ۽ جادوگر انهن ڦرڙين جي ڪري موسيٰ جي اڳيان بيهي نہ سگهيا،ڇالاءِ جو ڦرڙيون انهن جادوگرن تي ۽ سڀني مصرين ( جي بدن) تي نڪتيون هيون. پر خداوند فرعون جي دل سخت ڪئي ۽ هن انهن جي ڳالهہ نہ مڃي.... پوءِ...... موسيٰ پنهنجي لٺ آسمان ڏانهن ڊگهيڙي ۽ خداوند گجگوڙ ۽ ڳڙا موڪليا ۽ زمين تي باهہ وسڻ لڳي.... رڳو جشن جي زمين ۾ جتي بني اسرائيل هئا، اتي ڳڙو ڪونہ پيو، تڏهن فرعون ماڻهو موڪلي موسيٰ ۽ هارون کي گهرايو ۽ چيائين تہ هن ڀيري مون برابر گناهہ ڪيو آهي..... پر جڏهن فرعون ڏٺو تہ مينهن ۽ ڳڙا ۽ گجگوڙ بند ٿي ويا آهن، تڏهن اڳي کان بہ وڌيڪ گناهہ ڪرڻ لڳو ۽ پاڻ توڙي سندس نوڪرن پنهنجي دل سخت ڪئي ...... پوءِ ..... موسيٰ پنهنجي لٺ مصر جي ملڪ جي مٿان ڊگهيڙي ۽ اهو سارو ڏينهن ۽ ساري رات اڀرندي جو واءُ لڳو ۽...... مڪڙ آيا ۽ مصر جي ملڪ ۾ ڪوبہ سائو وڻ يا ٻوٽو ڪونہ رهيو، تڏهن فرعون جلدي موسيٰ ۽ هارون کي گهرايو..... خداوند الهندي جو واءُ آندو جنهن مڪڙن کي ڌڪي ڪڍي ڳاڙهي سمنڊ ۾ وڌو... پر خداوند فرعون جي دل کي سخت ڪيو ۽ هن بني اسرائيل کي وڃڻ جي موڪل نہ ڏني..... پوءِ....... موسيٰ پنهنجو هٿ آسمان ڏانهن ڪنيو ۽ مصر جي ملڪ ۾ برابر ٽي ڏينهن گهاٽي اونداهي ٿي وئي...... پر سڀني اسرائيلين جي گهرن ۾ سوجهرو هو...... پر خداوند فرعون جي دل سخت ڪئي، ۽ هن هنن کي وڃڻ نہ ڏنو، پوءِ...... موسيٰ ۽ هارون..... عجيب ڪم فرعون کي ڏيکاريا پر....... هن بني اسرائيل کي پنهنجي ملڪ مان وڃڻ نہ ڏنو.... پوءِ هيئن ٿيو جو آڌي رات جومصر جي ملڪ ۾ فرعون، جو تخت تي ويٺو هو، تنهن جي پهريتي ٻار کان وٺي قيدي جو قيدخاني ۾ هو، تنهن جي پهريتي ٻار تائين، جيڪي بہ پهريتا ٻار هئا.... سي سڀ خداوند ماري وڌا....... تڏهن رات جوئي هن موسيٰ ۽ هارون کي گهرائي چيو تہ اٿو، اٿو اوهين ۽ بني اسرائيل، منهنجي ماڻهن منجهان نڪري وڃو...... ۽ مصرين انهن ماڻهن تي زور لاتو تہ

جلد ملڪ مـان نڪـري وڃن، ڇالاءِ جو هنن ڇيـو تہ اسين سڀ مـري ويندا‏سين ۽ خدا وند انهن ماڻهن ( بني اسرائيل) کي مصرين جي نظر ۾ اهڙي عزت بخشي جو هنن جيڪي بہ گهريو سو کين ڏنائون........ پوءِ بني اسرائيل " رعمسيس" کان مسافري ڪندا"سڪات" تائين آيا، ۽ اهي ٻارن ( ۽ زالن) کي ڇڏي فقط مرد ماڻهو ڇهہ لک هئا. " ۽ ٻين ذاتين جو هڪڙو وڏو گڏيل انبوهہ بہ ساڻن گڏ روانو ٿيو........ بني اسرائيل مصر ۾ چار سو ٽيهہ ورهيہ رهيا هئا. " ( بائيبل مقدس، توريت: خروج باب ۲۴ ـ ۸ : ۷، ۱۱ ـ ۸ ۽ ۴۱. ۱:۹)

بني اسرائيل جي مصر مان خروج ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي هن ڀهرين مهم جو احوال قرآن شريف ۾ مجمل ۽ مختصر انداز ۾ بيان ڪيل آهي: سورة طٰـہ ۾ پيغمبر اسلام، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي وحي جي معرفت حضرت موسيٰ عليه السلام جي سوانح حيات مجمل نموني ٻڌائي وئي آهي: " ۽ موسي جي ڳالهہ تو ٻڌي آهي؟ جڏهن هن باهہ ڏٺي تڏهن پنهنجي گهر ڀاتين کي چيائين تہ بيهو باهہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، مان وڃان ٿو، ممڪن آهي تہ توهان جي لاءِ ٽاندو ڪٽي اچان، يا ڪم ازڪم باهہ وٽ ڪو وات ڏيکارڻ وارو ملي وڃي، پوءِ جڏهن هو اتي پهتو، تڏهن آواز آيو تہ اي موسيٰ مان تنهنجو پروردگار آهيان، سو پنهنجي جتي لاهي ڇڏ. تون "طويٰ" جي پاڪ ماٿري ۾ اچي بيٺو آهين ۽ ڏس مون توکي منتخب ڪيو آهي ( نبوت عطا فرمائي آهي) سو جيڪي وحي موڪلجي ٿو، سو ڪن لائي ٻڌ..... ۽ اي موسيٰ تنهنجي ساڄي هٿ ۾ ڇا آهي؟ موسيٰ عرض ڪيو تہ هيءَ منهنجي لٺ آهي، گهمڻ وقت ان تي ٽيڪ ڏيندو آهيان، انهيءَ سان ئي پنهنجي ٻڪرين جي لاءِ وڻن جا پن ڇاڻيندو آهيان ۽ منهنجي لاءِ انهيءَ جا ٻيا بہ انيڪ فائدا آهن، حڪم ٿيس تہ اي موسيٰ ان کي رک،موسيٰ ان کي ڦٽوڪيو تہ ڇا ڏسي تہ هڪ نانگ آهي جو ڊوڙي ٿو پيو. حڪم ٿيو تہ هاڻي ان کي پڪـڙي جهل خوف نہ ڪر اسـان ان کي وري اصلوڪي حـالت ۾ آڻيون ٿا ۽ پنهنجو هٿ پنهنجي پاسي ( ڪڇ) ۾ رک ۽ وري ڪڍي وٺ. بنا ڪنهن عيب جي چمڪندو نڪري ايندو، اها ٻي نشاني آهي. ( هڪڙي نشاني عصا،معنيٰ لٺ ۽ ٻي نشاني يدبيضيٰ،معنيٰ چمڪندڙ هٿ) هن لاءِ تہ

آئينده توکي پنهنجي قدرت جون وڏيون نشانيون ڏيکاريون. تون فرعون ڏي وڃ، هو وڏو سرڪش ٿي پيو آهي. موسيٰ عرض ڪيو ته اي پروردگار! منهنجو سينو ڪشادو ڪر، ۽ منهنجو ڪم، منهنجي لاءِ آسان ڪر، ۽ منهنجي زبان جي ڳنڍ کولي ڇڏ (حضرت موسيٰ عليه السلام منډ ۾ هڪڙ هو) منهنجي ڳالهه ماڻهن جي دماغ ۾ ويهي ۽ دل نشين ٿئي ۽ پڻ منهنجي گهر ڀاتين مان منهنجي ڀاءُ هارون کي منهنجو وزير بناءِ.... منهنجي طاقت وڌاءِ ۽ هن کي منهنجي ڪم ۾ شريڪ ڪر..... ارشاد ٿيو ته اي موسيٰ تنهنجي دعا قبول پئي ۽ اسان توتي اڳي به هڪ ٻيرو هڪڙو احسانُ ڪري چڪا آهيون..... جڏهن اسان تنهنجي ماءُ جي دل ۾ هيءَ ڳالهه وڌي ته ٻار کي هڪ صندوق ۾ وجهي ۽ صندوق کي درياهه ۾ ڦٽو ڪري. درياهه ان کي ڪناري تي ڏکي ڇڏيندو پوءِ ان کي اهو کڻي ويندو جو منهنجو دشمن آهي ۽ پڻ هن ٻار جو به دشمن آهي، اسان پنهنجي خاص فضل سان توتي محبت جي ڇانو ڪئي هئي...... تنهنجي ڀيڻ (مريم) جڏهن اتان لنگهي، تڏهن (فرعون جي ذيءَ کي) چيو ته آءُ اوهان کي اهڙي عورت ڏسيان ۽ ڏيکاريان جا هن ٻار کي پالي ۽ نپائي ۽ اهڙي طرح اسان توکي وري تنهنجي ماءُ جي هنج ۾ موٽائي آندو ته سندس اکيون ٺرن ۽ غمگين نه رهي. پوءِ تو هڪ ماڻهو ماري وڌو. اسان توکي انهي معاملي جي غم کان ڇڏايو ۽ توکي هر طرح جي حالتن ۾ وجهي آزمايو پوءِ تون ڪيترائي سال مدين جي ماڻهن ۾ رهئين. آخر اي موسيٰ تون اندازي تي پورو آئين ۽ مون توکي پنهنجي لاءِ بنايو ۽ تيار ڪيو آهي. تون ۽ تنهنجو ڀاءُ منهنجون پئي نشانيون کڻي وڃو ۽ منهنجي يادگيريءَ ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪجو، توهان ٻئي فرعون ڏي وڃو، هو سرڪشيءَ ۾ تمام گهڻو وڌي ويو آهي. پوءِ جڏهن وٽس وڃو، تڏهن نرميءَ سان ڳالهائجو، ممڪن آهي ته نصيحت وٺي يا ڊڄي...... توهان وٽس وڃو ۽ چئو ته اسان تنهنجي پروردگار جا موڪليل آهيون، تنهن ڪري بني اسرائيلن کي اسان سان گڏ (مصر مان نڪري وڃڻ جي) موڪل ڏي ۽ هنن تي سختيون نه ڪر. اسان تنهنجي پروردگار جي نشاني کڻي تو وٽ آيا آهيون سلامتي هجي انهيءَ تي جو سڌي واٽ وٺي.... فرعون پڇيو ته جيڪڏهن ائين آهي ته ٻڌايو ته سهي ته اي موسيٰ اوهان جو پروردگار ڪير

آهي؟ موسيٰ چيو تہ اسان جوپروردگار اهو آهي جنهن هر شيءِکي خلقيو آهي ۽ پوءِ ان لاءِ راهہ کولي ڇڏي اٿس. فرعون پڇيو تہ پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿيڻو آهي جي اڳين زمانن ۾ ٿي گذريا آهن؟ موسيٰ چيس تہ انهيءَ ڳالهہ جو علم منهنجي پروردگار وٽ ڪتاب ۾ لکيل آهي.. منهنجو پروردگار نہ ڪي پل چڪ ٿو ڪري نہ ڪي ويسر ٿئيس ٿي...... ۽ هي واقعي آهي تہ اسان فرعون کي پنهنجون سڀ نشانيون ڏيکاريون مگر تنهن هوندي بہ هن انهن کي ڪوڙو سمجهو ۽ انڪار ڪيو. هن چيو تہ اي موسيٰ تون اسان ڏي انهيءَ لاءِ آيو آهين ڇا تہ پنهنجي جادو جي زور سان اسان کي اسانجي ملڪ مان تڙي ڪڍي ڇڏين؟ چڱو اسان بہ اهڙي ئي جادو جا ڪرشما توکي آڻي ڏيکاريندا سين، اسانجي ۽ پنهنجي وچ ۾ هڪ ڏينهن مقرر ڪر، نہ اسان انهيءَ کان ڦرنداسين ۽ نہ تو ڦري وڃجانءِ. ٻنهي لاءِ هڪ جهڙو ميدان هجي. موسيٰ چيو تہ جشن جو ڏينهن مقرر ٿئي ۽ ٻهرين سج ( چڙهڻ) ڏاري ماڻهو ڪٺا ٿين، پوءِ فرعون منهن ڦيرائي هليو ويو. پنهنجا سڀ وسيلا ڪٺا ڪيائين، ۽ پوءِ اچي ويو...... جادوگرن چيو تہ اي موسيٰ يا تون ٻهربائين ميدان ۾ اچ يا وري اسان جي طرف کان شروعات ٿئي. موسيٰ چيو تہ توهان ئي اول پنهنجا ڪرتب ڏيکاريو. موسيٰ کي سندن جادو سبب ايئين ڏسڻ ۾ آيو تہ سندن اچلايل لٺيون ۽ رسيون ڊوڙي رهيون آهن. موسيٰ پنهنجي دل ۾ ڊپ محسوس ڪيو. سو اسان کيس چيو تہ ڊپ نہ ڪر، تون ئي غالب پوندين تنهنجي ساڄي هٿ ۾ جيڪا لٺ آهي سا هڪدم ميدان ۾ اڇلاءِ اها جادوگرن جي سڀني بناوٽن کي ڳهي ويندي.... (ايئين ٿيو تہ) سڀ جادوگر بي اختيار ٿي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ چيائون تہ بس اسان هارون ۽ موسيٰ جي خدا تي ايمان آندو. فرعون چيو تہ هي ڇا؟ توهان منهنجي حڪم کانسواءِ موسيٰ تي ايمان آندو. ضرور توهان جو سردار آهي، جنهن اوهان کي جادو سيکاريو آهي...... آءٌ اوهان جا هٿ پير ابتا سبتا وڍائيندس ۽ کجين جي ٿڙن مٿان سوريءَ تي چڙهائيندس..... هنن ( جادوگرن) چيو تہ اسان هرگز ايئين نہ ڪنداسين جو جيڪي روشن دليل اسان جي اڳيان اچي چڪا آهن ۽ جنهن خدا اسان کي پيدا ڪيو آهي تنهن کان منهن موڙي تنهنجو حڪم مڃيون...... اسان تہ پنهنجي پروردگار تي ايمان آڻي چڪا

آهيون.......... ( قرآن شريف سورة طــه آيات . ٧٣ . ٩)

انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا جي مدبرن مطابق ڏهن تاڪيدنامن بعد، فرعون بني اسرائيل کي حضرت موسيٰ عليه السلام جي قيادت ۾ مصر مان نڪري وڃڻ جي اجازت ڏني. ليڪن ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري تي، اسرائيلي مهاجرين جي قافلي تي، پويان حملو ڪيائين، قافلي وارا ٽيي سڪي زمين تي پهتا ۽ فرعون پنهنجي فوج سميت ٻڏي مئو. جڏهن بني اسرائيل "سينا" جي رڻپٽ ۾ پهتا تہ توريت مقدس نازل ٿيڻ شروع ٿيو. ( برٽانيڪا ج ١٥ ، ٨٢ . ٨٨١)

قرآني ۽ بائيبلي متن منجهان تمام واقعات جي تصديق ٿئي ٿي. " ۽ اسان موسيٰ ڏي وحي موڪليو تہ منهنجي ٻندن کي راتو واهہ ڪڍي وڃ. پوءِ سمنڊ ۾ انهن جي لنگهڻ لاءِ خشڪيءَ جي واٽ ڳولي ڪڍُ ( سورة طه آيت ٧٧) " پوءِ اهو وقت ياد ڪيو جڏهن اسان سمنڊ جو پاڻي هيڏي هوڏي ڪري ڇڏيو ۽ توهان وچان لنگهي ويا، مگر فرعون کي لشڪر سميت غرق ڪري ڇڏيوسين...... پوءِ اهو واقعو بہ ياد ڪريو جو جڏهن موسيٰ سان اسان چاليهہ راتين جو وعدو ڪيو. هو هليو ويو تہ توهان هن جي وڃڻ بعد هن جي پر پٺ ( مصرين وانگر) ڳابي جي پوڄا شروع ڪري ڏني ۽ اهو وڏو ظلم ڪيو جو حق جي راهہ کان هٽي ويئو ( ايضا سورة البقره آيات ٥١ . ٥٠)

بائيبل مقدس جي پهرئين حصي، توريت مقدس ۾ ، اهو احوال هن طرح بيان ڪيل آهي "پوءِ هيئن ٿيو تہ جڏهن فرعون انهن ماڻهن ( بني اسرائيل) کي وڃڻ ڏنو، تڏهن جيتوڻيڪ فلسطين جو ملڪ ويجهو هو، پر تڏهن بہ خداڪين انهيءَ رستي کان وٺي نہ ويو.......... پر خدا انهن ماڻهن کي ڀئي پاسي بيابان مان ڳاڙهي سمنڊ واري رستي کان وٺي آيو ۽ بني اسرائيل مصر جي ملڪ مان هٿيار ٻڌي نڪتا. ۽ موسيٰ يوسف جاهڏا، پاڻ سان کنيا،ڇالاءِ جو، هن بني اسرائيل کي قسم ڏئي چيو هو تہ خداوند ضرورواوهانجي سار لهندو ۽ اوهان منهنجا هڏا هتان پاڻ سان کڻي وڃجو...... پوءِ خداوند،موسيٰ کي، فرمايو تہ.......... آءٌ فرعون جي دل سخت ڪندس ۽ هو اوهان جي پٺيان پوندو ۽ آءٌ فرعون ۽ سندس ساري

لشـــكــر تي غالب پوندس ۽ مـصـــرين کي خبـــرپوندي تہ آءٌ خداوند آهيان........ مصرين انهن ( بني اسرائيلين) جي پٺ ورتي........... کين اتي وڃي پهتا،جتي سمنڊ جي ڪناري تي " في ........... " وٽ " بعل صفون" جي سامهون هنن منزل ڪئي هئي........... بني اسرائيل خداوند جي حضور ۾ پڪاريو ۽ موسيٰ کي چيائون تہ مصر ۾ قبرون ڪونہ هيون ڇا جو تون اسـانکي هن رڻپٽ ۾ مـرڻ جي لاءِ وٺي آيو آهين؟............... اسان توکي مـصـر ۾ ايئن ڪين چيـو هو تہ اسان کي ڇڏي ڏي تہ پلي پيا مصرين جي غلامي ڪيون، ڇالاءِ جو اسـان جي لاءِ هن رڻپٽ ۾ مرڻ کـان مـصرين جي غلامي ڪرڻ بهتر ٿئي ها. تڏهن موسيٰ کين چيـو تہ ڊڄو نہ، صـبــر ڪريو، خدا جو ڇوٽڪـــارو ڏسـو جيـــڪـو هو اڄ ظاهر ڪندو........... پوءِ خداوند موسيٰ کي چيو تہ تون منهنجي حضور ۾ ڇو ٿو پڪارين؟ بني اسرائيل کي چئو تہ اڳتي هلن ۽ تون پنهنجي لٺ کڻ ۽ پنهنجو هٿ سمنڊ تي ڊگهيڙ ۽ انهيءَ کي چيري ٻہ حصا ڪر ۽ بني اسرائيل سـمنڊ جي وچ مـان سـڪي زمين تان لنگهي ويندا........... اهڙي طرح خداوند انهيءَ ڏينهن اسـرائيلين کي مـصـرين جي هٿـان بچايو ۽ اسـرائيلين، مـصـرين کي سـمنڊ جي ڪناري تي مئل ڏٺو........... ۽ هنن خداوند تي، ۽ سندس ٻانهي موسيٰ تي ايمان آندو....... پوءِ موسيٰ اسـرائيلين کي ڳاڙهي سـمنڊ کـان پريان وٺي هليـو ۽ هو " شـور" جي بيابان ۾ آيا. هو ٽن ڏينهن تائين بيـابان ۾ پنڌ ڪندا رهيـا پر پاڻي ڪونہ ڏٺـائون ۽ جڏهن هو "مـاره" ۾ آيا، تڏهن "مـاره" جو پاڻي پي نہ سگهـيـا، ڇوتہ اهو ڪوڙو هو............. تڏهن ماڻهو موسيٰ جي خلاف ڪرڪڻ لڳا ۽ چيائون تہ اسين ڇا پيئنداسين، تنهن تي هن خداوند کي پڪاريو ۽ خداوند کيس هڪڙو وڻ ڏيکاريو، سو جڏهن هن پاڻيءَ ۾ وڌو، تڏهن پاڻي مٺو ٿي پيو....... پوءِ هو " ايليم" ۾ آيا، جتي پاڻيءَ جا ٻارنهن چشـمـا ۽ کـجين جاسـتــر وڻ هئـا........... پوءِ هو "ايليم" مـان روانا ٿـيـا ۽ بني اسـرائيل جي سـاري جماعت "سين" جي بيابان۾ آئي جو" ايليم" ۽ "سينا" جي وچ ۾ آهي.... ۽ بني اسـرائيل جي سـاري جمـاعت، موسيٰ ۽ هارون عليهمـا السلام جي خلاف، بيـابان ۾ ڪـرڪڻ لڳا........... ۽ هنن کي چيـو تہ جڏهن اسين

مصر جي ملڪ ۾ گوشت جي ديڳڙن وٽ وينا هئاسين ۽ پيٽ ڀري ماني ٿي کاڌيسين، تڏهن جيڪڏهن خدا جي هٿان مري وڃون ها ته چڱو ٿئي ها..... خداوند موسيٰ کي چيو ته: مون بني اسرائيل جي شڪايت ٻڌي آهي،هنن کي چئو ته اوهين شام جي وقت گوشت کائيندا ۽ صبح جو اوهان کي ڍو تي ماني ملندي ........۽ هيئن ٿيو جو شام جي وقت ٻٽيرا ( يا ٻٽير يا تتر) اڏامندا آيا...... ۽ صبوح جو منزل گاه جي آسپاس ماڪ پئي ۽ جڏهن ماڪ گم ٿي وئي، تڏهن ڇا ڏسن ته بيابان ۾ هڪڙي گول شيء، برف جي ٽڪر جهڙي اڇي،زمين تي پئي آهي.......... تڏهن موسيٰ کين چيو ته اها ماني آهي ( من و سلويٰ) جيڪا خداوند اوهان کي کائڻ جي لاءِ ڏني آهي. ۽ موسيٰ انهن کي چيو ته ڪوبه ماڻهو انهيءَ مان صبح تائين ڪجهه به بچائي نه رکي، پر انهيءَ هوندي به هنن موسيٰ جي ڳالهه نه مڃي....... تڏهن موسيٰ ڏاڍوناراض ٿيو....... ۽ ڇهين ڏينهن انهن ٻيڻي ماني گڏ ڪئي......... هنن اها موسيٰ جي چوڻ موجب صبح تائين رکي ڇڏي ۽ موسيٰ چيو ته اها اڄ کائو، ڇالاءِ جو اڄ خداوند جو "سبت" آهي........... ستين ڏينهن ڪوبه ماڻهو پنهنجي گهر کان ٻاهر نه نڪري، انهيءَ طرح ستين ڏينهن ماڻهن ( بني اسرائيل) آرام ڪيو ۽ بني اسرائيل انهيءَ مانيءَ جو نالو" من" رکيو. اها ڌاڻن جي ٻج جهڙي اڇي هئي ۽ انهيءَ جو سواد ماکيءَ مان ناهيل ٽڪين (منين لولين) جهڙو هو.......... ۽ بني اسرائيل چاليهن ورهين تائين برابر "من" پئي کاڌي....... جيسين هو ڪنعان ملڪ جي حد ۾ آيا، تيسين "من" پئي کاڌائون........ پوءِ بني اسرائيل جي ساري جماعت ( سين) بيابان مان رواني ٿي ...... ۽ "رفيديم" ۾ اچي منزل ڪيائون ۽ اتي ماڻهن جي پيئڻ لاءِ پاڻي ڪونه هو. تنهن ڪري ماڻهو ( بني اسرائيل) موسيٰ سان وڙهڻ لڳا.........۽ موسيٰ خداوند جي حضور ۾ پڪاريو ۽ چيائين ته آءٌ هنن ماڻهن سان ڇا ڪريان؟ هو مونکي سنگسار ڪرڻ جي لاءِ تيار آهن. تڏهن خداوند موسيٰ کي چيو ته ماڻهن وٽ وڃي اسرائيل جي بزرگن مان ڪن کي پاڻ سان ڪڻُ ۽ پنهنجي لٺ..... به پاڻ سان ڪڻي وڃ. ۽ ڏس آءٌ اتي " حريب" جي ٽڪڙيءَ تي تنهنجي سامهون بيهندس ۽ تون انهيءَ ٽڪريءَ تي اچي ڌڪ هڻ ته انهيءَ مان

پاڻي نڪرندو........ سو موسيٰ بني اسرائيل جي بزرگن جي روبرو ائين ڪيو ۽ هن انهيءَ جاءِ جو نالو " مساه" ۽" مريباه" رکيو، ڇالاءِ جو بني اسرائيل اتي سائس وڙهيا.....پوءِ عماليقي آيا ۽ " رفيديم" ۾ بني اسرائيل سان جنگ ڪيائون، تڏهن موسيٰ يشوع کي چيو تہ اسان مان ڪي ماڻهو چونڊي ڪڍ ۽ وڃي عماليقين سان وڙهہ، سڀاڻي آءٌ خدا جي لٺ..... کڻي انهي جبل جي چوٽيءَ تي بيهندس سو يشوع ائين ئي ڪيو، جيئن موسيٰ چيو هوس...... ۽ موسيٰ ۽ هارون ۽ حور، جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويا ۽ هيئن ٿيو تہ جڏهن موسيٰ پنهنجو هٿ مٿي تي کنيو، تڏهن اسرائيلي غالب ٿي پيا ۽ جڏهن هن پنهنجو هٿ هيٺ تي ڪيو تڏهن عماليقي غالب ٿي پيا، پر موسيٰ جا هٿ ٿڪجڻ لڳا تنهن ڪري انهن هڪڙو پهڻ کڻي سندس هيٺان رکيو، انهيءَ تي هو ويهي رهيو ۽ هارون ۽ حور سندس هٿ جهلي بيٺا........ ۽ يشوع عماليق ۽ سندس ماڻهن کي ترار جي ڌار سان شڪست ڏني پوءِ خداوند موسيٰ کي چيو تہ اها ڳالهہ يادگيري جي لاءِ هڪڙي ڪتاب ۾ لکي ڇڏي. اتي موسيٰ هڪڙي قربان گاهہ جوڙي ۽ انهي جو نالو " يهوواهہ نسي ( يعني خداوند منهنجو جهنڊو آهي) رکيائين" (بائبل پراڻو عهدنامو مقدس خروج ٢٢ - ١٧ : ١٣ ، ١٤، ١٥، ١٦، ١٥، ١: ١٧)

"يهوواه نسي" جي قربان گاه وٽ، حضرت موسيٰ عليه السلام جو سهرو ۽ مدين جو ڪاهن يترو (Jethro) حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪٽنب، سندس زال بيبي صفورا ۽ سندس ٻہ پٽ جيرسوم ۽ ايل يعزر، پاڻ سان وٺي، اچي سائس مليو، " يترو"حضرت موسيٰ عليه السلام کي عدل جي نظام قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي: توريت مقدس ۾ سندس مشاورت هنن لفظن ۾ بيان ڪيل آهي،" تون هنن ( بني اسرائيل) کي قانون ۽ شريعت سيکار......... انهي ڪانسواءِ تون انهن مان ڪي اهڙا لائق ماڻهوچونڊي ڪڍ جن کي خدا جو خوف هجي ۽ جي سچار هجن ۽ڪين ناحق جي نفعي کان نفرت هجي، اهڙن ماڻهن کي هنن جي مٿان ،ڪي هزارن جا حاڪم، ڪي سون جا حاڪم، ڪي پنجاهن جاحاڪم، ۽ ڪي ڏهن جا حاڪم مقرر ڪر. پوءِ اهي ڀلي هر وقت ماڻهن جي عدالت ڪندا رهن ۽ هيئن ٿيڻ گهرجي

تہ سڀ کو وڏو مقدمو هو تہ وٽ آڻن ۽ سڀ کو ننڍو مقدمو هو پاڻ هلائين: انهيءَ طرح تنهنجي لاءِ بہ وڌيڪ سولائي ٿيندي ۽ انهي ( عدالت جي) بارکڻ ۾ هو توسان ڀائيوار بہ ٿيندا...... پوءِ موسيٰ پنهنجي سهري کي موکل ڏني ۽ هو پنهنجي ملڪ( مدين) ڏانهن روانو ٿيو". ( خروج ٢٧ ١٨:١).

مصرمان نڪتي ٽي مهيناپورا ٿيا، انهيءَ ڏينهن بني اسرائيل " سينا" جي رڻپٽ ۾ داخل ٿيا ۽ ڪوه طور سينا جي دامن ۾ منزل انداز ٿيا. توريت مقدس جي بيان مطابق: " پوءِ موسيٰ مٿي چڙهي خدا وٽ ويو ۽ خدا وند کيس...... چيو تہ تون يعقوب جي خاندان کي هيئن چئو تہ...... ٽئين ڏينهن خداوند سيني ماڻهن جي ڏسندي سينا جبل تي لهندو......۽ ٽئين ڏينهن صبح جو بجلي چمڪڻ ۽ گجگوڙ ٿيڻ لڳي ۽ هڪڙو گهاٽو ڪڪر جبل جي مٿان آيو............ ۽ موسيٰ ماڻهن کي خدا سان ملائڻ لاءِ منزل گاهہ کان ٻاهر وٺي آيو ۽ اهي جبل جي هيٺ اچي بيٺا........ پوءِ خداوند (موسيٰ کي) هي سڀ ڳالهيون فرمايون:....... آءٌ خداوند تنهنجو خدا آهيان...... مون کان سواءِ تنهنجي لاءِ ٻيو ڪوبہ خدا نہ هجي. تون پنهنجي لاءِ ڪابہ اڪريل مورت يا ڪنهن بہ شيءِ جي صورت نہ جوڙ....... تون انهن جي اڳيان سجدو نہ ڪر،نہ ڪي انهن جي عبادت ڪر: ڇالاءِ جو آءٌ خداوند، تنهنجو خدا، غيرت وارو خدا آهيان ۽ ابن ڏاڏن جي براين جي سزا............ انهن جي پٽن کي ۽ انهن جي ٽين ۽ چوٿين پيڙهيءَ کي ڏيندو آهيان، پر جيڪي مون کي پيار ڪندا آهن ۽ منهنجاحڪم مڃيندا آهن، انهن هزارن تي رحم ڪندو آهيان. تون.........خدا جو نالواجابو نہ وٺ.......... تون " سبت" جو ڏينهن پاڪ رکڻ لاءِ ياد رک....... ڇالاءِ جوڇهن ڏينهن ۾ خداوند آسمان ۽ زمين ۽ سمنڊ ۽ ٻيو سڀ ڪي، جو انهن ۾آهي، سو جوڙيو ۽ ستين ڏينهن آرام ڪيائين..... تون پنهنجي ماءُ ٻيءُ جي عزت ڪر........... تون خوف نہ ڪر تون زنا نہ ڪر. تون چوري نہ ڪر، تون پنهنجي پاڙيسريءَ تي ڪوڙي شاهدي نہ ڀر. تون پنهنجي پاڙيسريءَ جي گهر جي لالچ نہ ڪر، تون پنهنجي پاڙيسريءَ جي زال يا سندس غلام، يا سندس ٻانهيءَ يا سندس ڍڳي يا سندس گڏهہ جي لالچ نہ

ڪر مطلب تہ پنهنجي پاڙيسريءَ جي ڪنهن بہ شيءِ جي لالچ نہ ڪر.
(توريت مقدس، خروج ١٨. ١: ٢٠)

## غلامي ۽ آزادي متعلق قوانين:

بني اسرائيل جي تاريخ ۾ غلاميءَ جي رواج جا بنيادي مضمرات واضح هئا. اسرائيل عرف حضرت يعقوب عليه السلام جو پيارو پٽ حضرت يوسف عليه السلام بنا قصور مصر جي بازار ۾ وڪاڻو، حضرت يوسف عليه السلام جي زماني ۾ بني اسرائيل جا ١٢ قبيلا جيڪي مصر جي علائقي "جشن" ۾ آباد ٿيا هئا، سي وقت گذرڻ سان مصرين جي نفرت ۽ دشمني جو شڪار ٿيا ۽ انهن سان غلامن جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو، الله تبارڪ وتعاليٰ جي حڪم ۽ امداد سان جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام، بني اسرائيل کي فرعون جي عذاب اليم کان نجات ڏياري، وطن موعود (فلسطين) طرف وٺي اچي رهيو هو تہ سينا جي بيابان ۾ توريت* مقدس جي نزول مطابق غلامن ۽ سندن مالڪن جي حقن جو تعين ٿيو: حضرت موسيٰ عليه السلام کي هن طرح ارشاد ٿيو: " هاڻي جيڪي قانون تون انهن ( بني اسرائيل) کي ٻڌائيندين سي هي آهن: جيڪڏهن تون ڪو عبراني ( بني ابراهيم . بني اسرائيل) غلام خريد ڪندين تہ اهو ڇهہ سال غلامي ڪندو ۽ ستين سال مفت آزاد ڪيو ويندو. جيڪڏهن اهو اڪيلو آيو هوندو تہ وري اڪيلو ئي ويندو، پر جيڪڏهن هو پرڻيل آيو هوندو تہ سندس زال بہ ساڻس گڏ ويندي، جيڪڏهن انهيءَ جو مالڪ کيس شادي ڪرائيندو ۽ انهيءَ مان پٽ ۽ ڌيون ڄاڻون هوندس، تہ زال ۽ سندس ٻار هن جي مالڪ جا آهن ۽ هو پاڻ اڪيلو هليو ويندو، پر جيڪڏهن اهو غلام صاف طرح چوندو تہ آءٌ پنهنجي مالڪ ۽ پنهنجي زال ۽ پنهنجن ٻارن کي پيار ٿو ڪريان ۽ آءٌ آزاد ٿيڻ نہ ٿو گهران تہ...... سندس مالڪ آر سان هن جي ڪن ۾ سوراخ ڪندو پوءِ هو هميشہ جي لاءِ سندس غلام ٿي رهندو ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڌيءَ کي ٻانهي ڪري وڪڻندو تہ هو غلامن وانگي آزاد نہ ٿيندي جيڪڏهن هن جي مالڪ ساڻس مڱڻو ڪيو هجي ۽ اها کيس نہ وڻي تہ پوءِ

هو انهيءَ کي وڪڻي ڇڏي، پر هن کي اهو اختيار ڪونهي تہ ڪيس ڌارين ماڻهن ۾ وڪڻي ڇالاءِ جو هن انهيءَ سان بي وفائي ڪئي آهي، پر جيڪڏهن هن انهيءَ جو مڱڻو پنهنجي پٽ سان ڪيو هجي، تہ پوءِ هو ساڻس ڌيئرن وانگر هلت ڪري ۽ جيڪڏهن هو ٻي زال آڻي تہ هو انهيءَ جي خوراڪ پوشاڪ ۽ ازدواج ( شاديءَ) جي حق ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ ڪري پر جيڪڏهن هو اهي ٽيئي حق پورا نہ ڪري تہ پوءِ هوءَ ٻلي مفت آزاد ٿئي..... جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي غلام يا ٻانهيءَ کي لٺ سان ماري ۽ هو سندس هٿان مري پوي تہ انهيءَ کي ضرور سزا ملڻ گهرجي پر جي انهيءَ ڪانپوءِ بہ هو ڏينهن ٻہ جيئرو هجي تہ هن ( مالڪ) کي سزا نہ ملڻ گهرجي، ڇالاءِ جو اهو ( غلام يا ٻانهي) سندس ملڪيت آهي............ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي غلام يا ٻانهيءَ کي ڌڪ هڻي انهيءَ جي اک ڪڍي وجهي تہ هو پنهنجي اک بچائڻ لاءِ انهيءَ کي آزاد ڪري ڇڏي ( ڇاڪاڻ تہ توريت جي شريعت مطابق غلام توڙي آزاد شهرين لاءِ " ساهہ جي عيوض ساهہ، اک جي عيوض اک، ڏند جي عيوض ڏند، هٿ جي عيوض هٿ، پير جي عيوض پير، ساڙڻ جي عيوض ساڙڻ، زخم جي عيوض زخم ۽ ڌڪ جي عيوض ڌڪ، جو قانون لاڳو هو. ( خروج ٢٥ - ٢۴: ٢١)

اهڙي طرح هر بني اسرائيلي شهري بابت حقن ۽ ذميدارين جو مفصل بيان بائيبل مقدس جي توريت وارن بابن بالخصوص خروج ۾ درج ٿيل آهي. خروج جي متن موجب " پوءِ موسيٰ، خداوند جون سيئي ڳالهيون لکيون...... پوءِ خداوند، موسيٰ کي چيو تہ....... آءٌ توکي پٿر جون تختيون ڏيندس، ۽ اها شريعت ۽ اهي حڪم ڏيندو ساڻ جي مون ( لوح قلم ۾) لکيا آهن، تہ تون هنن ( بني اسرائيلين) کي سيکارين..... ۽ موسيٰ جبل ( طور سينا) تي چاليهہ ڏينهن ۽ چاليهہ راتيون هو. ( ايضا - ١٨ - ۵ - ٢۴)

اهي چاليهہ ڏينهن - راتيون حضرت موسيٰ عليه السلام جي سوانح حيات ۽ سندس پيغمبري جي عهد جو اهم ترين حصو آهن. قرآن شريف جي سورة " الاعراف" ۾ انهيءَ جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي: " ۽ اسان موسيٰ جي لاءِ ٽيهہ راتيون مقرر ڪيون ۽ پوءِ ڏهہ راتيون وڌائي مدو پورو

ڪيوسين........ موسيٰ پنهنجي ڀاءُ هارون کي چيو تہ منهنجي قوم ۾ منهنجو خليفو ٿي رهجان ۽ هنن جو سڌارو ڪندو رهجان ۽ بگاڙ ۽ شرارت ڪندڙن جو رستو نہ وٺجانءِ ۽ جڏهن موسيٰ اسانجي مقرر ڪيل جاءِ تي آيو ۽ سندس پروردگار سائس ڳالهايو تڏهن موسيٰ عرض ڪيو تہ اي منهنجا رب! تون مونکي پنهنجو پاڻ ڏيکار تہ مان توکي هيڪر ڏسان " قال لن تراني" ( الله تعاليٰ فرمايو تہ تون مونکي هرگز ڏسي نہ سگهندين) ليڪن هن جبل ( طور سينا) ڏي نظر ڪر، جيڪڏهن اهو جبل پنهنجي جاءِ تي قائم رهيو تہ پوءِ تون بہ مونکي ڏسي وٺندين، پوءِ جڏهن سندس رب ان جبل تي پنهنجي تجلي ڪئي تہ ان کي خاڪ ڪري ڇڏيائين ۽ موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو ، پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن چيائين تہ اي خدا تون پاڪ آهين، آءٌ تو ڏانهن وران ٿو ۽ ايمان آڻڻ وارن ۾ اڳرو آهيان" ( قرآن شريف ۴۳- ۱۴۲ : ۷)

قرآن شريف ۽ بائيبل جي توريت مقدس جي متن ۾ هڪ اهم اختلاف الله تبارڪ وتعاليٰ جي پاڪائي بابت آهي، اسلامي عقيدي مطابق الله تعاليٰ ڏسجڻ کان پاڪ آهي، ليڪن يهودي اعتقاد موجب سندن پيغمبرن ۽ ڪاهنن الله تعاليٰ کي پنهنجي اکين سان ڏٺو هو، مثال طور مٿي ڄاڻايل قرآني متن جي مقابلي ۾ توريت مقدس جو هي بيان توجہ طلب آهي: "پوءِ موسيٰ، هارون، ابيهو ۽ اسرائيلين جا ستر بزرگ جن (حضرت يعقوب عليه السلام جي ) خداکي ڏٺو ۽ انهيءَ ( الله تبارڪ وتعاليٰ) جي پيرن هيٺان ڄڻ تہ نيلم جي پٿر جهڙو فرش لڳل هو ۽ اهڙو صاف هو جهڙو آسمان ۽ بني اسرائيل جي بزرگن تي هن پنهنجو هٿ نہ ڊگهيڙيو ( هنن تي هٿ سڌو نہ ڪيو ۽ هنن کي ماري نہ ڇڏيائين، جيئن ٿيڻ کپندو هو) ۽ هنن خدا کي ڏٺو ۽ کاڌائون پيتائون" ( خروج ۱۱ -۹: ۲۴)

مذڪوره ڇاليهہ راتيون مزيد هڪ واقعي سبب قابل ذڪر آهن قرآن شريف ۾ ان جو احوال هن طرح بيان ڪيل آهي:

" ۽ موسيٰ جي ماٺهن ( بني اسرائيل) سندس وڃڻ بعد پنهنجي (سونن) زيورن مان هڪڙي ڳابي جو ڌڙ ناهيو، جنهن مان ڳئونءَ جي رنڀ جهڙو آواز ٿي نڪتو ۽ انهيءَ کي ( عبادت لاءِ ديوتا ڪري) ورتائون........

۽ جڏهن موسيٰ ڪاوڙ ۽ افسوس ڪندي پنهنجي ماڻهن وٽ موٽي آيو، تڏهن ڪين چيائين تہ افسوس آهي اوهان تي توهان مون ڪان پوءِ ڪهڙي نہ خراب طريقي سان منهنجي جانشيني ڪئي!...... هن تختيون ڪٽي ڦٽي ڪيون، ۽ هارون کي مٿي جي وارن کان جهلي پاڻ ڏي ڇڪڻ لڳو، هارون چيو تہ اي منهنجا ماڻيتا ياءُ! ماڻهن مون کي ڪمزور سمجهو ۽ مون کي قتل ڪرڻ تي هئا، پوءِ مون سان اهڙي هلت نہ ڪر جو دشمن مون تي کلن، ۽ مونکي ظالمن ۾ شمار نہ ڪر! موسيٰ دعا گهري تہ اي منهنجا پروردگار! منهنجو قصورُ بخش ڪر ۽ منهنجي ياءُ جو بہ گناهہ معاف ڪر ۽ اسان کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪر ۽ تون سڀني رحمہ ڪندڙن کان وڌيڪ رحمہ وارو آهين". ( سورة الاعراف . ۱۵۱ . ۱۴۸: ۷)

هن حوالي ۾ انهن ستر اسرائيلي بزرگن ( ڪاهنن) جو پڻ ذڪر ڪيل آهي،ليڪن اهو خدا جي ديدار ڪرڻ متعلق نہ آهي بلڪ گمراهي جي سزا جو مرتڪب ٿيڻ بابت آهي:

" ۽ جڏهن موسيٰ جو غصو لهي ويو تڏهن هن ( اچلايل) فرحيون (پٿر جون تختيون جن تي تورات مقدس جو متن اڪريل هو) ڪٽي ورتيون....... موسيٰ پوءِ پنهنجي قوم مان ستر ماڻهو چونڊي ڪنيا، پوءِ جڏهن ڏڪائيندڙ مصيبت اچي انهن کي جهليو، تڏهن موسيٰ عرض ڪيو تہ اي پروردگار! جيڪڏهن تون چاهين ها تہ هنن سڀني کي اڳيئي تباهہ ڪري ڇڏين ها ۽ خود منهنجي زندگي بہ ختم ڪري ڇڏين ها. پوءِ هڪ اهڙي ڳالهہ لاءِ جيڪا اسان مان ڪي بيوقوف ڪري ويٺا آهن ، تون اسان سڀني کي تباهہ ڪندين ڇا؟......... اي خدا! تون ئي اسان جو والي آهين، اسان کي بخشي ڇڏ ۽ اسان تي رحمت ڪر، توکان بهتر بخشڻ وارو ٻيو ڪوبہ ڪونهي ( ايضا ۵۵ . ۱۵۴. ۷:)

حضرت موسيٰ عليه السلام جو قصو، پاڪ مذهبي ڪتابن کان علاوه، قديم تاريخ ۽ لوڪ روايتن ۾ قدري طوالت ۽ تفصيلات سان بيان ڪيو ويو آهي، جيڪڏهن جديد تاريخ نويسيءَ جي اصولن مطابق انهي منتشر مواد جي هڪ ڊيٺا بيس يا بنيادي معلومات مرتب ڪجي تہ ۱۶ . ۱۷. صدي قبل مسيح جي تاريخ جاگرافي ڪافي حد تائين قابل اعتبار صورت ۾ واضح ٿي

سگهندي. هن تحقيق ۾ اختصار جي مجبوري آهي. تنهن ڪري قصو مختصر ڪندي،باقي اهم معلومات شامل ڪري هن عظيم انسان ۽ جليل القدر نبي سڳوري جو احوال مڪمل ڪجي ٿو.

حضرت موسيٰ عليه السلام کي" طور سينا" جي قديمي پاڪ جبل ۾ مال چاريندي نبوت ملي. ياهوويهہ جيڪو ملت ابراهيم يا ابراهيمي دين مطابق واحد خدا تسليم ڪيو ويو هو، انهيءَ سان همڪلام ٿيو. اسلامي ادب ۾ کيس " ڪليم الله" جي لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو، سندس دور جو ڪلمو : " لااله الا الله موسيٰ ڪليم الله" چيو وڃي ٿو. " ياهوويهہ" واحد خدا جو نالو حضرت ابراهيم عليه السلام کان شروع ٿي مختلف زبانن ۾ تبديل ٿيندو، آخر عربي زبان ۾ " الله" چيو ويو: ياهوويہ ، يهوواه، ايهيہ، آخر عبراني زبان ۾ " ايلوها" چيو ويو، ۽ عربي زبان ۾ الله ( هن ڪانسواءِ بيو ڪو بہ نہ آهي) ۽ ان جو مخفف " الله" اسم اعظم طور آندو ويو، جنهن سان قرآن شريف ۾ سندس ذڪر ڪيل آهي.

حضرت موسيٰ عليه السلام، قوم بني اسرائيل جو نجات ڏياريندڙ ۽ صحيح راهہ ڏيکاريندڙ ٿي آيو. يهودي مذهب (Judaism) جي هڪ عام عقيدي موجب هو ٻيهر پيدا ٿيندو ۽ يهودين کي نجات ڏياريندو، تاهم زندگي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام کي پنهنجي قوم بني اسرائيل کان ڪاچگي موٽ نہ ملي. بني اسرائيلي سردار ۽ ڪاهن هميشه هر ڳالهہ تي اعتراض ڪندا رهيا ۽ مشروط اطاعت ڪندا هئا: قارون ۽ ٻين ٻن سردارن ڊاٿان ۽ ابي رام زندگي جي ضرورتن پوري ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي مدد سان سڀ مطالبات پورا ڪندو رهيو ۽ هر بغاوت کي رفع ڪيائين، بني اسرائيل کي هڪ مڪمل ۽ واضح شريعت ۽ نظام عدل ڏنائين. طور سينا جبل تي چاليهہ راتيون الله تعاليٰ سان همڪلام ٿيڻ ۽ توريت مقدس جي تڪميل ڪرڻ بعد جڏهن پنهنجي قوم بني اسرائيل ۾ موٽي آيو تہ خود پنهنجي جانشين ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام کي گمراهيءَ ۾ مبتلا ڏٺائين. دراصل حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم ۾ فقط بني اسرائيل شامل نہ هئا، بلڪ مصر مان رواني ٿيل مهاجرين جي قافلي ۾ ٻين قومن ۽ نسلن جا ماڻهو بہ شامل هئا. مصرين جو مذهب ڳئون ۽ ڍڳي جي

پوڄا ۽ سورج پرستي تي قائم هو، جڏهن تہ عبراني دين ( ملت ابراهيم) ۾ ياهوويهہ ( الله تعاليٰ) کانسواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت ڪرڻ، بت پرستي ۽ ستاره پرستي گناه عظيم هو، جيڪو شرڪ ۽ ناقابل معافي گناهہ هو. دراصل سامري جادوگر اهو سونو گابو ٺاهيو، جيڪو ڳئون وانگر رنڀيندو هو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي چاليهہ راتين واري غير حاضري دوران سندس قوم ڪي انهي گابي ۾ ديوتا هجڻ جو گمان ٿيو ۽ حضرت هارون عليه السلام انهن کي روڪي نہ سگهيو. بهر طور حضرت موسيٰ عليه السلام واپسي تي اهو فتنو بہ دفع ڪيو ۽ بني اسرائيل ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي وحدانيت جو مذهب ( ملت ابراهيم) ٻيهر رائج ڪيو.

حضرت موسيٰ عليه السلام جنهن وعدي ڪيل وطن طرف بني اسرائيل ۽ انهن سان شامل ٻين مهاجرن کي وٺي وڃي رهيو هو، اتي پهچڻ کان اڳ پاڻ فوت ٿيو ۽ اهو ڪم سندس جانشين حضرت يوشع عليه السلام جي طرفان سرانجام ٿيو.

زندگي جي آخري ڏينهن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي قوم جي قافلي سميت " اردن" درياهہ جي اوپر طرف " نيبو" جبل جي دامن ۾ پهتو هو، هن انهي جبل تي چڙهڻ جو قصد ڪيو ليڪن هن دفعي پنهنجي ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام کي جانشين مقرر ڪرڻ بجاءِ پنهنجي شاگرد حضرت يوشع کي پنهنجو خليفو مقرر ڪيائين، جيڪو ڪائنس پوءِ بني اسرائيل جو پيغمبر ۽ سرواڻ ٿيو. حضرت موسيٰ عليه السلام انهيءَ نيبو جبل تي ئي وفات ڪئي. اهو سن مختلف ذريعن الڳ الڳ ڄاڻايو آهي، ليڪن سندس عمر ان وقت هڪ سو ويهہ سال تسليم ڪئي وڃي ٿي. مسيحي ذريعن مطابق اهو سن ١٥٧١ ق . م هو. برٽانيڪا جا مدير ماڳهين ١٣ صدي ق . م ڄاڻائن ٿا. ( ج ١٥ ص ٨٨٠)

سندس ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام جي وفات جو سال ١٤٥٢ ق . م ڄاڻايل آهي، جڏهن تہ هو، حضرت موسيٰ عليه السلام کان ٻہ سال وڏو هو انهيءَ ڪري مسيحي ذريعن جي تقويم دستوري طور تي مشڪوڪ نظر اچي ٿي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي وفات جو سال ا، `مي ذريعن مطابق ١٦٨٠ ق . م هو ۽ اهو زمانو حضرت دائود عليه السلام ي، نبوت ۽

بادشاهيءَ کان تقريباست صديون اڳ تي گذريو.

بائيبل مقدس جي شريعت جي دور واري باب ٣۴ مطابق موسيٰ موآب جي ميدان مان " نبو" جبل جي " پسگہ" نالي چوٽيءَ تي چڙهي ويو جا يريحو جي سامهون آهي..... هو موآب جي ماٽريءَ ۾ بيت فغور جي سامهون دفن ڪيو ويو: پر اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي انهيءَ جي قبر جي خبر نہ آهي. جڏهن موسيٰ وفات ڪئي تڏهن سندس عمر هڪ سوَ ويهہ ورهيہ هئي، هن جي اکين ۾ اجا ڌُنڌُ بہ ڪونہ تيو هو، نہ ڪا سندس جسم جي طاقت گهٽي هئي ۽ بني اسرائيل موسيٰ جي لاءِ موآب جي ميدان ۾ ٽيهہ ڏينهن ماتم ڪيو.... ۽ " نون" جو پٽ يشوع دانائي جي روح سان پرپور هو ڇالاءِ تہ موسيٰ پنهنجا هٿ مٿس رکيا هئا ۽ خداوند جيڪو حڪم موسيٰ کي ڏنو هو تنهن موجب بني اسرائيل هن جي فرمانبرداري ڪرڻ لڳا. انهي وقت کان وٺي اسرائيل ۾ موسيٰ جهڙو نبي پيدا ڪونہ تيو. ( ايضا ١٠ ١ ٣۴)

## يهوديت (Judaism)

جديد دور جا يهودي عالم عبراني مذهب جي قدرتي ارتقاء جا قائل آهن ۽ انهيءَ کي ڪنهن خاص شخصيت( پيغمبر) سان منسوب نہ ٿا ڪن، تاهم روايتن کي يڪجا ڪندي عبراني مذهب ۽ مذهبي ادارن جا بنياد معلوم ڪري سگهجن ٿا: حضرت موسيٰ عليه السلام قوم بني اسرائيل کي يهوواهہ (Yahweh) يا الله تبارڪ وتعاليٰ جا احڪامات پڙهي ٻڌايا ۽ کين بدترين غلامي مان نجات جي راهہ ڏيکاري، انهن الاهي احڪامات ( يهودي شريعت موزئيڪ لاءِ( Mosaic Law ) ۽ بائيبل مقدس جي پهرين پنجن ڪتابن (توريت مقدس) جو ڪاتب، روايت مطابق، حضرت موسيٰ عليه السلام هو. نئين عهدنامي( انجيل مقدس) ۾ سندس ذڪر ڪيل آهي ۽ ڪيس حضرت عيسيٰ عليه السلام جي بشارت ڏيندڙ ۽ سندس شاهد ڄاڻايو ويو آهي. (برٽانيڪا ج ١۵ ، ص ٨٨٢)

توريت مقدس ۾ ڄاڻايل احڪامات مطابق هڪ معاشرو قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ انسان جي مرضيءَ تي اخلاقي تقاضائون نافذ ڪيون ويون،

ڪاهن " يترو" جي صلاح سان عدل جو نظام قائم ڪيو ويو. اهڙي طرح يهوديت جو تمام مذهبي نظام حضرت موسيٰ عليه السلام جي حوالي سان قائم ڪيل آهي (ايضا) انتظامي معاملات نبيرڻ لاءِ، حضرت موسيٰ عليه السلام ٧٠ اسرائيلي عملدار مقرر ڪيا، ليڪن ١٢ اسرائيلي قبيلن جي تعليم لاءِ " لوي" ۽ " هارون"جي ٻڻ ( اولاد) مان ١٢ مذهبي عالم منتخب ڪيائين. (ايضا) تورات يا توريت جي لفظي معنيٰ آهي: تعليم ڏيڻ (چئمبرسس ج ٨ ص ١٤٧)

## يهودي قوم:

يهوداه،حضرت يعقوب عرف "اسرائيل" عليه السلام جو چوٿون فرزند هو، جيڪو بيبي لياه (Leah) جي پيٽان ڄائو هو. سندس نسل مان حضرت دائود عليه السلام پيدا ٿيو، " يهوداه" لفظ جي معنيٰ آهي ساراهيل ( ايضا ص ١٤٦) ليڪن " يهودي انهي فلسطيني قبيلي جو نالو آهي جنهن پاڻ کي يهوداه جي نسل مان ڄاڻايو ۽ جيڪي يهوداه جي رياست ۾ مقيم ٿيا قبيلا هئا انهن سڀني کي يهوداه جا باشندا يهودي يا جيوز (Jews) جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، تنهن ڪري اهو نالو نسلي ڪان وڌيڪ هڪ قومي نالو آهي. تاهم يهودي مذهب حضرت موسيٰ عليه السلام تي نازل ٿيل توريت مقدس جي سادا تي هزار سال طويل تشريح ۽ عمل تي مشتمل آهي.

## يهودين جي تاريخ:

تاريخي اعتبار کان " يهودي" (Jew) يهوداه، رياست جي رهواسين جو نالو ڇهين صدي قبل مسيح کان استعمال ٿيڻ لڳو. تاهم عمومي طور تي اهو نالو حضرت ابراهيم عليه السلام جي قوم "هيبرو" (Hebrew) يا عبراني نسل وارن لاءِ به استعمال ٿئي ٿو. حضرت ابراهيم عليه السلام سن ٢٠٠٠ ق.م ڪانپوءِ ميسوپوٽيما ۾ ڪالديه جي شهر " ار" مان هجرت ڪري ڪنعان يا شام ۽ فلسطين جي علائقي ۾ سڪونت اختيارڪئي.

بائيبل مقدس جي متن مطابق ڪنعان ۾ ڏڪار پوڻ سبب حضرت ابراهيم عليه السلام جي پوٽي حضرت يعقوب بن اسحاق عليه السلام (عرف اسرائيل) پنهنجي قبيلي جي ستر ماڻهن سميت حضرت يوسف عليه السلام وزير اعظم مصر ۽ پنهنجي فرزند جي مشوره ۽ دعوت تي مصر جي علائقي "جشن" (Goshen) ۾ اچي آباد ٿيا. اتي سندس ١٢ پٽن جا ١٢ بني اسرائيلي قبيلا وڌيا ۽ مالدار ٿيا. ان وقت مصر تي ڌارين " هائڪوس" قبيلي وارن جي حڪومت هئي ۽ بني اسرائيل جي مصر ۾ عزت ڪئي ويندي هئي. غالبا ١٣ صدي ق.م ۾ هڪ ٻئي گهراڻي جي حڪمراني دوران بني اسرائيل سان غلامن وانگر ورتاءُ ٿيڻ لڳو.٥

عام تاريخدانن مطابق سن ١٢٢٦ ق.م هوليڪن بعض مقتدر تاريخ دان سن ١٤٤٦ ق.م کي ترجيح ڏين ٿا تاهم مذهبي ۽ ادبي ذريعن مطابق حضرت موسيٰ عليه السلام سن ١٦٨٠ ق.م يا ١٥٧١ ق.م ۾ فوت ٿيو. سندس عمر هڪ سو ويهه ورهيه هئي ۽ اهڙي طرح سندس عرصي حيات ١٦٨٠ - ١٨٠٠ ق.م يا ١٥٧١ - ١٦٩١ ق.م هو.٦ حضرت موسيٰ عليه السلام قوم بني اسرائيل جو نجات ڏياريندڙ تي ظاهر ٿيو. ڏهه دفعا وبا جو ڦهلجڻ ۽ ڳاڙهي سمنڊ کي پار ڪري سينا جي رڻپٽ (بيابان) ۾ داخل ٿيڻ بابت مذهبي اختلافات جي باوجود ڪافي تاريخي شواهد موجود آهن. اها دشت پيمائي يا رڻپٽ جا رولڙا پوراچاليهه سال جاري رهيا، تاهم لاڳيتن واقعن جو دستاويزي احوال فقط ٻن سالن جوموجود آهي. قانون يا شريعت جو احوال بائيبل مقدس جي باب خروج ١٩ (Exod, x1x) ۾ ڄاڻايل آهي جيڪو سينا جبل تي جبل ڏڏڻ گجگوڙ ۽ باه جي وچ ۾ الله تعاليٰ سڌو حضرت موسيٰ ڪليم الله کي پنهنجي ڪلام ذريعي ڏنو.

جديد مڪتب فڪر جا يهودي عالم ۽ بائيبل مقدس جا شارح ڄاڻائن ٿا تہ واعظ ۽ مذهبي رسومات متعلق فقرا جيڪي حضرت موسيٰ جي شريعت Mosaic Law ۾ شامل آهن، سي حضرت دائود عليه السلام جي زماني ۾ بيت المقدس جي يروشليم وارن ڪاهنن جا تاهيل نظم ۽ مناجاتون آهن. انهيءَ دعويٰ جي ثبوت طور بائيبل مقدس (توريت واري حصي) جي قاضين جي ڪتاب (The Book of Judges) ۾ حضرت

موسيٰ عليه السلام جي قائم ڪيل ادارن (Mosaic institutions) بابت ڪنهن به ذڪر نہ هجڻ ڪي دليل بنايو ويو آهي. هن ڪتاب ۾، ڪنعان جي فتح کان ٻہ صديون پوءِ جي يهودين جي تاريخ بيان ڪيل آهي.نقادن جي نظر ۾ موسوي شريعت (The Mosaic Law) جونزول" دشت سينا" بجاءِ قاديش (Kadesh) جي سرزمين تي ٿيو ۽ انهيءَ سان ملحق تمام واقعات پڻ اتي رونما ٿيا، ليڪن آثار قديمہ جي هن وقت تائين ڪيل کوٽائين ۽ تحقيقي رپورٽن مان بائيبل مقدس جي بيان جي عمومي تصديق ٿئي ٿي.٧

" وطن موعود (The Land of Promise) جي نظرئي حضرت موسيٰ عليه السلام جي جانشين اسرائيلي نبي، حضرت يسع ( يشوع Jo-shua ) عليه السلام جي زماني ۾ عملي صورت اختيار ڪئي. بني اسرائيلين "ڪنعان" فتح ڪيو، قبيلن پنيان قبيلا صفحہ هستي تان مٽايا ويا، يا پنهنجي اباڻي وطن مان بيدخل ٿي لڏي ويا، تاهم ڪنعاني قوم جو وڏو حصو باقي رهجي ويو. فتح ڪيل علائقا خالي ڪرائي بني اسرائيلي قبيلن ۾ ورهايا ويا. ٨

حضرت يسع ( يشوع) عليه السلام جي وفات بعد بني اسرائيلي قبيلن حضرت موسيٰ عليه السلام جي قانون، ادارن ۽ روايتن جي پرواهہ نہ ڪئي، هر قبيلي پنهنجو مفاد پيارو ڪيو، ڌارين بت پرست قبيلن ۾ شادين ڪرڻ سبب بني اسرائيلي قوم جو اتحاد ڪمزور ٿيو ۽ نتيجي ۾ آسپاس جي قبيلن هڪ هڪ ڪري کين مغلوب ڪيو. انهي صورتحال ۾ وقفي وقفي سان بني اسرائيل قوم ۾ ڪجهہ جانباز مرد ۽ عورتون، نبي ۽ نبياڻون ۽ قانون ساز پيدا ٿيا، جن مظلومن کي ظالمن جي چنبن مان آزادڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي: موآبي، فلستي ( فلسطيني)، اموني (Ammonites)، املڪي / عماليق (Amalekites) وغيره قبيلن ۾ اهڙي طرح هدايت ۽ رهنمائي ٿيندي رهي. وچ مشرق ( بالخصوص ڪنعان) جي مختلف علائقن ۾ اهڙا ١٥ رهبر انسان پيدا ٿيا جن مان آخري نبي، حضرت شموئل (Samuel ) عليه السلام، حضرت موسيٰ عليه السلام کانپوءِ عظيم تر عبراني نبي هو. داخلي نفاق ۽ بيروني خطري، خاص طور تي فلستي قبائل جي حملن سبب ٿڪجي ۽ هراسجي بني اسرائيل جي منتشر قبيلن حضرت شموئل عليه

السلام کي سندس عمر جي آخري وقت تي عرض ڪيو تہ اسان جو هڪ بادشاہ مقرر ڪر.٩

اهڙي طرح اسرائيل جوپهريون متفق بادشاہ سائول (Saul) عرف طالوت مقرر ٿيو، جيڪو بنيامين يا بينجامن (Benjamin) جي قبيلي مان هو. هن اندازا سن ١٠٣٣ ق.م کان سن ١٠١٣ ق.م تائين حڪمراني ڪئي. سائول بنيامين عرف طالوت هڪ طاقتور جنگي جوڌو هو ۽ منجهس بادشاهي اطوارهئا. ليڪن مدبريءَ جي صلاحيتن جي ڪمي هئس، رُد خيال هو ۽ ڪيس ڪڏهن ڪڏهن چريائپ جا دورا پوندا هئا. تنهن ڪري ويهن سالن جي آپيشاهي بعد يهودي عوام سندس جاءِ تي سندس نائي حضرت دائود عليہ السلام کي بادشاہ منتخب ڪيو جنهن فلستي سردار جالوت کي دوبدولڙائيءَ ۾ شڪست ڏئي قتل ڪيو هو، ۽ اسرائيل جي مقدس صندوق پيهر هٿ ڪئي هئي، طالوت انهيءَ لڙائي ۾ مارجي ويو.١٠

حضرت دائود عليہ السلام جو دور حڪومت (٩١٠ـ١٠١٢ ق م)/ (٩٧٣ـ١٠١٣ ق.م) يهودي بني اسرائيل جي نشاط ثانيہ جو دور هو، يهودي مذهب،سياست، عسڪري طاقت ۽ تجارت ۾ زبردست ترقي ٿي جيڪا سندس فرزند حضرت سليمان عليہ السلام جي دور (٩٢٢ـ٩٦٢ ق.م / ٩٣٣ـ٩٧٠ ق.م)دوران اوج کي پهتي، تاهم مغربي مورخين حضرت سليمان عليہ السلام ۾ شخصي اوڻايون ڏيکاريون آهن. چئمبرسس انسائڪلوپيڊيا جا مدير لکن ٿا تہ خوشحالي ۽ اجائي گهڻي خرچ ڪرڻ لاءِ عوام تي ڳريون ڍلون مڙهيون ويون. بادشاہ جي بي انتها دولت، رعيت کي ويتر غريب ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ روايتي طور تي فوق الفطرت طاقت ۽ ذهني صلاحيت جو مالڪ هو، تاهم زندگيءَ جي آخري حصي ۾ هن ڪنهن مشرقي مطلق العنان آمر جي ڏک ڏني ٿي. عياش، بت پرست ۽ بعضي وقت ظالم ٿي پيو هو. (ج ٨، ص ٩٣) جيڪڏهن حضرت دائود عليہ السلام جي سونهري دور تي نظر ڪجي تہ معلوم ٿيندو تہ بني اسرائيل جي سموري تاريخ ۾ ان جو مثال نٿو ملي. ڪنعان، سرحدي علائقن ۽ فلسطين جي رياست سميت، مڪمل طور تي بني اسرائيل جي قبضي هيٺ آيو. يروشليم تي قبضو ڪري ان تاريخي شهرکي پهريون دفعواسرائيلي رياست

جو دار الحڪومت بنايوويو.عبراني سلطنت جون سرحدون فرات نديءَ کان ڳاڙهي سمنڊ تائين وسيع ڪيون ويون. مذهبي جوڙ جڪ جي اصلاح ڪئي وئي ۽ ان کي مضبوط بنيادن تي بيهاريو ويو. شاعري، موسيقي ۽ فن تعمير جي بي مثال ترقي ٿي. حضرت شموئل عليه السلام جي شروع ڪيل اڳڪٿي ۽ فال ڪڍڻ جي طريقي کي مستحڪم ڪيرويو. ۽ يروشليم ۾ ( بيت المقدس جي) شاندار عبادتگاهه تعمير ڪئي وئي.بين الاقوامي تجارت جوباقاعده نظام قائم ڪيو ويو، جنهن جي ذريعي فنيقين (Phoenician) عربن، مصرين، سنڌين، سميرين ۽ شايد اسپين ۽ آفريقا جي مصالحن واري ساحل تي آباد قومن ۽ قبيلن سان تجارتي تعلقات قائم ڪياويا. هن دور جي روح روان (حضرت سليمان عليه السلام) تي شخصي تنقيد، تاريخ نويس جي قلم جي ڪمزوري ۽ نامطابقت سمجهڻ گهرجي، مذهبي تاثرات کان بالاتر ٿي بي نيازيءَ يا غيرجانبداري سان لکڻ جي شوق ۾ اڪثر تاريخ نويس پنهنجي ۽ انهي زماني جي حالات ۾ فرق محسوس نہ ڪندا آهن جن جو هوذڪرڪري رهياهوندا آهن. حضرت سليمان عليه السلام تي بت پرستي جو بهتان آهي جنهن کي هن تحقيق ۾ واضح ڪري رد ڪجي ٿو. گهڻيون ڳالهيون پرڻجڻ هن زماني ۾ عياشي جي مترادف آهي،ليڪن انهي زماني ۾ اهوعام دستور هو. حضرت سليمان عليه السلام جي ظلمن جو ڪوبہ داستان ڪٿي موجود نہ آهي. هو خدا جو رسول ۽ پنهنجي فرض جو پابند هو.

تاريخ ڏيکاري ٿي تہ حضرت سليمان عليه السلام جي وفات (سن ٩٢٢ ق . م) بعد فقط ستن سالن اندر ( سن٩١٥ ق . م ۾) عبراني (اسرائيلي) متحده رياست، جيڪا حضرت دائود عليه السلام قائم ڪئي ۽ سندس فرزند جي ايامڪاريءَ ۾ اوج کي پهتي سا " يهوداه" جي قبيلي (يهودين) سان ٻين قبيلن جي رقابت ۽ حسد سبب ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. انهيءَ جي ڊير مان ٻہ بادشاهتون قائم ٿيون. هڪ بادشاهي حضرت سليمان عليه السلام جي فرزند " يهوبوم" يهوداه (Judea) ۾ قائم ڪئي ۽ ٻي بادشاهي افراهيمي قبيلي (Ephraimite ) " اسرائيل" جي رياست ۾ قيام ڪئي جنهن جو بادشاه " يروبوم" (Jeroboam) هو.

" اسرائيل" جي رياست جا ١٩ بادشاه مختلف قبيلن مان ٿي گذريا. انهن مان چار خاص مشهور ٿيا. عمري ( ٨٧٦ . ٨٨٧ ق . م) سندس پٽ احب ( ٨٥٣ . ٨٧٦ ق . م) ييـــهـــو Jehu ( ٨١٦ . ٨٤٣ ق . م) ۽ يروبومر ثاني ( ٧٤٥ . ٨٧٥ ق . م) آخر ڪار بابل جي بادشاهن شالمانيسر پنجين بن نغلث بلسر آشوري ۽ سارغون آشوريءَ (٧٠٥ـ ٧٢٢ ق .م) جي هٿان " اسرائيل" جي بادشاهي تباه ۽ برباد ٿي وئي. آخري حڪمران هوشـيـا (Hoshea) هو، جنهن سن ٧٣٠ ق . م کـان سن ٧٢١ ق . م تائين حڪومت هلائي. سارغون جي حملي ( ٧٢٠ . ٧٢٢ ق . م) ۾ هن شڪست کاڌي ۽ قيد ڪيو ويو. اسرائيلي آبادي جي اڪثريت کي غلام بنائي ايرندي طرف"ميڊيا"جي ملڪ ۾ وڪرو ڪيو ويو ۽ سندن جائداد ۽ زمين تي آشوري آبادڪارن اچي قبضو ڪيو. وقت گذرڻ سان باقي بچيل اسرائيلي قبيلن ۽ آشوري حڪمران گهراڻي جي نسلي ڳانڍاپي مان هڪ نئين قبيلي جنم ورتو جنهن کي سمرتي (Sameritans) چئجي ٿو. انهن اڳتي هلي يهودين جي تاريخ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ انهيءَ نسل مان اڄاتائين هڪ قبيلو باقي آهي.١١٠

" يهوداه " (Judea) جي بادشاهيءَ ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي پٽ مان ڪل ويهہ بادشاهہ ٿي گذريا، جن مان پنج مشهور آهن. يهوشفت (Jeho shaphat) عزئياه (Uzziah) حزقياه (Hezekiah) ۽ يوشياه (Josiah). اهي حضرت دائود ۽ سليمان عليهم السلام وانگر بادشاه نبي هئا، ۽ حڪمراني جي صلاحيتن سان گڏ وحدانيت جي دين ابراهيمي تي سختيءَ سان ڪار بند هئا ۽ ان جي تبليغ ڪندا رهيا، تاهم اهي بہ بت پرستيءَ جي عام رواج کي بند ڪرائي نہ سگهيا. اسرائيلي رياست جا باقي حڪمران خود بہ دين جي معاملي ۾ لادين ۽ مصرين، آشورين ۽ بابلين جي بت پرست مذهبن ۽ ريتن رسمن اڳيان لاچار هئا، ۽ اڪثر انهن کي خراج ادا ڪندا هئا. آخر ڪار زدقياه (Zedekiah) بادشاهہ جي ڏينهن ( ٥٨٦ . ٥٨٧ ق . م) ۾ بابل جي بادشاه نبوڪدنذر (Nebrehadnezzar) يروشليم (Jerasalem) تي حملو ڪيو. شهر تي قبضو ڪرڻ بعد، بادشاهہ جون اکيون ڪڍايون، بيت المقدس کي ڊاهي پٽ ڪيو ۽ عام قر

لت ڪرڻ بعد يروشليم جي مشهور ۽ امير باشندن کي غلام بڻائي پاڻ سان " بابل" وٺي ويو.١٢

يهوداه جا هي چوندا غلام يهودي " بابل" ۾ قدر جي نگاهه سان ڏٺا ويا ۽ اتي هو ايتري قدر سکيا ۽ آسوده هئا، جو بعد ۾ " بابل" جي ايراني فاتحن جڏهن سندن آزاديءَ جو اعلان ڪيو تہ چند خاندانن ڪانسواءِ باقي يهودين بابل مان واپس يهوداه (Judea) وڃڻ پسند نہ ڪيو. ( چيمبرسس ج ٨ ، ص ٩٤) بائيبل مقدس ۾ ايسٽر جو ڪتاب (The Book of Esther) يهودين جي هن غلاميءَ جي دور سان تعلق رکي ٿو ۽ سندن مذهبي ارتقا جو مظهر آهي. "مسيحا" يانجات ڏيارينڌڙ جي ظهور بابت قديم نظريي هتي زور ورتو. "عسياه جي ڪتاب (The Book of Isaiah) جا آخري ١٧ باب جن کي عام طور تي "عسياه ثاني" چئجي ٿو، خاص طور تي هن دور سان سچاتا وڃن ٿا ۽ ان ۾ ملڪ بدر يهودين جي آسن اميدن جي عڪاسي ڪيل آهي، مرڻ ڪانپوءِ جيئرو ٿيڻ، روح جي بقا ۽ دوام، توڙي ملائڪن ۽ بدروحن بابت عقيدن جي اوسر بہ هن غلامي ۽ ملڪ بدري جي دور ۾ ٿي.١٣

جڏهن٥٣٩ ق . م ڌاري ايران جي شهنشاه سائرس (Cyrus) ذوالقرنين بابل فتح ڪيو. تڏهن غلامي ۽ ملڪ بدري جو خاتمو ٿيو. انهي خوشيءَ جي گهڙي جا ذري پرزي تفصيلات" عزراه جي ڪتاب" ۾ قلمبند ڪيل آهن.

اهي چند قبيلا جيڪي بابل کان يهوداه پهتا، انهن بيت المقدس جي پيهر تعمير جو ڪم ٻئي سال شروع ڪيو ليڪن " سمرتين" جي مخالفت سبب بند ڪيو ويو. سن ٥٢١ق . م ۾ اهوڪم پيهر شروع ٿيو ۽ ڇهين سال ( ٥١٥ ق م) ۾ مڪمل ٿيو. دارا اعظم جي طويل دور حڪمرانيءَ ۾ يهودي سکيا ستابا هئا. سندس جانشين زرڪس (Xerxes ) جي دور ۾ شايد اها واقعا رونما ٿيا جيڪي "ايسٽر جي ڪتاب" ۾ ڏيکارياويا آهن. زرڪس، جي جانشين ارتا زرڪس (Arta Xerxes ) جي تاجپوشيءَ جي ستين سال، يهودين جي ٻي هجرت عمل ۾ آئي. ڪاهن عزراه هن قافلي جو مهندار هو، هجرت جا اسباب خاص طور تي مذهب سان متعلق هئا،

جنهن ۾ " سمرتي" يروشليمي رخنو وجهي رهيا هئا، ليڪن تيرهين سال ار خلل جو ازالو ڪيو ويو، ارتازرڪس جو ساقي " نحمياه"جيڪو خود يهودي هو، بادشاه جي حڪم سان يروشليم ۾ آيو ۽ اتي يهودين جي ڪاهن عزرا (Ezra) ۽ ٻين سردارن سان گڏجي بيت المقدس ڪي چوڌاري ديوار ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿيو. سمرتين، " نحمياه" جي وفات کان سنت پوءِ يهودين جي عبادتگاهہ جي مقابلي ۾ جبل غرزيم (Mt Gerizim) تي پنهنجو الڳ عبادتگاهہ تعمير ڪيو ۽ پنهنجا الڳ ڪاهن ۽ مذهبي پيشوا مقرر ڪيا. اهڙي طرح يهودين ۽ سمرتين جي وچ ۾ مڪمل علحدگي پيدا ٿي وئي. ۱۴۰

## يوناني ۽ رومي دور:

سن ۳۳۲ ق . م ۾، جڏهن سڪندر اعظم دنيا فتح ڪرڻ لاءِ مشرق ۾ وڌي رهيو هو، تڏهن هن کي "يروشليم" تي حملي ڪرڻ جي ضرورت پيش نہ آئي، ڇاڪاڻ تہ يهودين بغير مقابلي اطاعت قبول ڪئي ۽ هن فاتح سندن قومي خدا جي حضور ۾ قربانيون پيش ڪيون. يهودين جي ڪجهہ تعداد کي پاڻ سان وٺي مصر ويو ۽ اتي اسڪندريا شهر جي تعمير ۾ انهن ۽ ٻين مصري يهودين حصو ورتو. ( چئمبرسس ج ۸ ص ۹۴) سڪندر اعظم جي مصر ۾ جانشين ٽوليمي سوتر (Ptolemy Soter) سن ۳۲۰ ق . م ۾ جڏهن شام ملڪ ۾ پيش قدمي ڪئي، تڏهن يروشليم تي بہ قبضو ڪيائين ۽ وڏيڪ يهودي لڏرائي آڻي " اسڪندريہ" ۽ " سائرين" ۾ آباد ڪيائين.

سائرين جي يهودي نوآبادي، مصر ۾، يهوديت ۽ بعد ۾ عيسائيت جي پکڙجڻ ۾ تاريخي ڪردار ادا ڪيو، جنهن سبب سڄو اتر اوير افريقا ڪنڌ، لبيا کان اٿوپيا تائين بالاخر عيسائي مذهب ۾ داخل ٿي ويو ۽ اهو اثر وڌي وڃي اٽلانٽڪ سمنڊ جي ساحل سان لڳو.

يوناني حڪمرانيءَ ۾ جيتوڻيڪ بعض دفعا سامي دشمن قوتن ڪجهہ اڳرايون ڪيون، ليڪن حڪومت جي حفاظت ۾ يهودي پنهنجي شريڪ شهرين وانگر هڪ جهڙا سياسي حقوق رکندڙ هئا. انهن مان ڪيترا اعليٰ

سرڪاري عهدن تي فائز هئا. ۽ سندن خوشحالي ڏسي ٻيا ڪيترا يهودي قبائل لڏي اچي مصر، عربستان ۽ افريقا ۾ آباد ٿيا. خوشحالي هنن جي فڪري ارتقا ۾ اضافو آندو. انهي زماني ۾ بائيبل مقدس جي پراڻي عهد نامي جو يوناني زبان ۾ ترجمو ٿيو ۽ يوناني يهودي مشترڪ فلسفي جو بنياد پيو جنهن مان يوناني ۽ مشرق جي فڪر جو مرڪب تيار ٿيو. هيلنزم ۽ اورينٽلزم ۾ نہ فقط فڪري آشنائي پيدائي، بلڪ فڪرڪي وسعت ملي ۽ ڪجھ قدر فڪري هم آهنگي جنم ورتو.١٥

ايندڙ هڪ صديءَ تائين يهوداه (Judea) مصر جي تسلط هيٺ هڪ علائقو هو جنهن ۾ ٻهرين ٽن ٽوليمي فرعونن جي دور ۾ امن امان هو چوٿين فرعون ٽوليمي فلوپيٽ جي وفات بعد، جڏهن شام جي بادشاهہ انٽي ٽيــوڪس ٽئين (Antiochus 111) ، فلسطين کي سلوڪس جي شهنشاهي هيٺ آندو، تڏهن يهودين جا ڀاڳ ڦٽا. غلامي ۽ جنين کان علاوه سندس جانشين انٽيـوڪس ايپي فينس Epifanes جي حڪمراني ۾ جڏهن ثقافتي هم آهنگيءَ لاءِ اقدامات ڪيا ويا، تڏهن يهودين جي مذهبي بيخ ڪني ڪئي وئي. کين زبردستي يوناني مذهب ۾ داخل ڪرڻ لاءِ، يروشليم جي يهودي عبادتگاهہ ( بيت المقدس، هيڪل سليماني وغيره) کي جيوپٽر عالمي ديوتا (Jupiter Olympius) جي مندر ۾ تبديل ڪيو ويو، هر يهودي، ڳوٺ، بستي ۽ شهر ۾ يوناني بتن جا قربان گاهہ تعمير ڪرايا ويا ۽ انهن تي قرباني چاڙهڻ لازمي هئي. ڪن مجبوريءَ کان مڃيو، ڪن ٻچي جند ڇڏائي، ۽ ڪيترن شهادت قبول ڪئي، آخرڪار سن ١٦٦ ق.م ۾ يروشليم يوناني شامي حڪومت کان آزاد ٿيو، ڪاهن يوداس مڪابايوس انهي مهم جو اڳواڻ هو. سندس وفات بعد هن جي ڀائرن جو ناتن ۽ سائمن، سن ١٤٢ ق.م ۾ مڪمل خود مختياري حاصل ڪئي ۽ اتان يهودين جي تاريخ جو هڪ نئون دور شروع ٿيو.

سائمن جي فرزند جان هيراڪنس (John Hyrcanus) ساماريا ( Samaria)، گليل (Galilee) ۽ ادوميہ (Idumaea) فتح ڪيا ۽ اتان جي ڪـر آباديءَ کي يهودي مذهب ۾ داخل ڪيو. سندس جانشين فرزند رسطوبولس (Aristo bulus) ( ١٠٣. ١٠٤ ق.م ) ۽ ان جي ڀـاءُ

الينگزيندر جنايوس (Alexaunder Jaunaeus) ( ٧٦ . ١٠٣ ق . م. وڏيڪ علائقافتح ڪري يهوديت کي فروغ ڏنو. جنايوس جي غير مقبوليت سبب ڇهه سال خانہ جنگيءَ جو دؤر رهيو. آخرڪار،جڏهن رومنس شام فتح ڪري رهيا هئا تڏهن يروشليم جي يهودي رياست جي خستہ حالي سندن ڌيان ڇڪايو.

روم جي جنرل پامپي (Pompey ) سن ٦٣ ق . م ۾ يروشليم فتح ڪيو، ۽ يهوداه (Judea) جو انتظام شام جي رومي حڪومت جي هٿ هيٺ ڏنو ويو. انهي اهم تبديليءَ جي باوجود، يهودي حسب دستور سرڪش رهيا. سن ٥٤ ق . م ۾ يهودي عبادت گاهہ ( بيت المقدس ۾ رکيل هيڪل سليماني وغيره) تي حملوڪيو ويو جنهن کي رومي جنرل پامپيءَ هٿ نہ لاتو هو ۽ ڦر لٽ ڪئي وئي. پامپي جي موت بعد يهودين مان هڪ سردار قيصر روم جي قرابت حاصل ڪئي. جوليس سيزر (Julius Caesar) انهيءَ يهودي سرڪش اڳواڻ، انٽني پيٽر کي يهوداه (Judea) جو منتظم مقرر ڪيو ۽ سندس وڏي پٽ " فسائيل " (Phasael) کي يروشليم جو گورنر ۽ ننڍ[illegible] هيرود (Herod)کي گليل (Galilee) جو گورنر مقرر ڪيو. [illegible] جي قومي جماعت انهن مقررين جي سخت مخالفت ڪئي، فساد ڪرڻو [illegible]يو، انٽني پيٽر کي زهر ڏئي ماريو ويو. جوليس سيزر جي قتل کان پوءِ ٽي چار سال يهودين، پارٿين جي مدد سان خود مختيار حڪومت قائم ڪئي (٣٧ . ٤٠ ق . م) ليڪن رومين جي مدد حاصل ڪري " هيرود" آخر ڪار سن ٣٧ ق . م ۾ يروشليم تي قبضو ڪري ورتو ۽ انهن شهرين تي حڪومت هلائڻ شروع ڪئي، جيڪي روز بروز وڌيڪ سرڪش ٿي رهيا هئا. عام ڦاسين، صليب تي چاڙهڻ ۽ ملڪيت جي ضبطين ۽ ڳرين ڍلن ۽ محصولن ذريعي هيرود سن ٤ ق . م تائين يروشليم جي يهودين تي سختي سان حڪمراني ڪئي. سندس وفات بعد بادشاهي رد ڪئي وئي. ڪجهہ سالن بعد رومن شهنشاه اگسٽس " يهوداه" (Judea) کي شام ۾ ملائي ڇڏيو. ١٦

يهودي قوم جي باقي تاريخ رومن قوم جي تاريخ مذهب ۽ تهذيب جي باب ۾ بيان ڪئي ويندي.

## صيهونيت (Zionism)

زيان (Zion) قديم جيرو سلم جي پهاڙن مان هڪ ٽڪريءَ جو نالو آهي. "زيانزم" ( صيهونيت) هڪ قوم پرست يهودي تحريڪ آهي جنهن جو مقصد فلسطين ۾ يهودين جي قومي رياست قائم ڪرڻ آهي. هن تحريڪ جي دعويٰ مطابق فلسطين يهودين جو قديم ملڪ آهي جنهن کي عبراني زبان ۾ " اريٽز اسرائيل" (Eretz Israel) يعني اسرائيل جو ملڪ چئجي ٿو. جيتوڻيڪ هيءَ تحريڪ ١٩ صدي عيسوي جي آخر ڌاري اوپر ۽ وچ يورپ ۾ اسري تاهم اها تمنا يهودين جي دلين ۾ تمام قرون وسطيٰ دوران رهندي آئي هئي. بائيبل جي پراڻي عهدنامي ۾ حضرت دائود عليه السلام جي فتح ڪيل ٽڪري "زيان" جو قلعو جتي هن پنهنجو تخت گاهه قائم ڪيو هو. يهودي عالمن ۽ اديبن جي توجهه جو مرڪز رهندو آيو ٿي. انهي ٽڪري تي جيروسلم شهر جي اتر طرف حضرت سليمان لاءِ عبادت گاه تعمير ٿيو. پراڻي عهدنامي ۾ جيروسلم جو لقب "زيان" ١٥٢ دفعا استعمال ڪيو ويو آهي. نئين عهد نامي ۾ ست دفعا ان جو سڌو ذڪر ڪيل آهي ۽ پنج حوالا پراڻي عهد نامه مان ڏنل آهن. يهودي ادب ۾ " زيان" مذهبي اصطلاح طور جذباتي انداز ۾ استعمال ٿيندو رهيو آهي. عام رواجي نثر ۾ ان جو استعمال گهٽ ڪيو ويو آهي. اهو شاعرانه ۽ پيغمبرانه استعمال جو لفظ آهي. مسيحي ادب ۾ "زيان" جو ڪثرت سان بيان ملي ٿو ۽ مداحون ڏيکارن ٿيون ته اهو هڪ آسماني شهرجو لقب آهي يامسيحي برادري ۽ ايڪي جو دنيوي شهر آهي.١٤٠

١٤ مئي ١٩٤٨ تي جاري ڪيل پڌر نامه مطابق اسرائيل جي نظرياتي رياست جو قيام " زيانزم"(صيهونيت) جي تحريڪ جو جديد آغاز ثابت ٿيو.

# حضرت موسيٰ عليه السلام ( م١٥٧١/ ١٦٨٠ ق.م) جا جانشين بني اسرائيلي انبياءِ عليهم السلام:

حضرت يوشع عليه السلام ۽ حضرت شموئل عليه السلام (١٤٢٥ . ١٥٣٥ ق . م)

حضرت ادريس عليه السلام ( عرف الياس، اخنوخ، اخناتين، امين هوتپ چوٿون، مصر جو شهنشاه) ١٣٥٨ . ٧٥ / ١٣٨٨ ق . م.

حضرت دائود عليه السلام . حضرت سليمان عليه السلام (هم عصر سري ڪرشن مهراج) ٩٦٠ . ١٠١٢ . ٩٢٢ . ٩٦٢ / ٩٢٣ . ٩٧٠ ق . م

حضرت يونس عليه السلام( اصل نالو جوناه بن امتائي) م ٧٨٥ ق . م.

حضرت يسعياه عليه السلام

حضرت يرمياه عليه السلام

حضرت زڪريا عليه السلام ۽ يحيٰ عليه السلام

حضرت عيسيٰ عليه السلام ٣٠ ع .

١٥٧١ / ١٦٨٠ ق . م : حضرت موسيٰ عليه السلام

١٣٥٨ . ٧٥ / ١٣٨٨ ق . م حضرت ادريس اخناتين عليه السلام (برٽانيڪا) مصر جو بادشاه امين هوتپ چوٿون عرف اختاتون جنهن واحد خدا " آتون" کي اڪيلو عبادت جي لائق (الله)قرار ڏنو. عوامي بغاوت سبب طب مان " طل اماره" ڏانهن پنهنجو تخت گاه منتقل ڪيائين. بغاوت " عمون" ( سورج) ديوتا جي عبادت کان منع ڪرڻ سبب پيدا ٿي.

١٣٥٨ ق . . ۾ سندس ٿيهن ورهين جي دنيوي زندگي جو خاتمو ٿيو ۽ سندس پوٽي " توتنخ آتون" جي تاجپوشي ٿي. هن کي اخناتون ۽ توتنخ امين جي نالي سان سڏيو ويندو هو. بت پرست مذهبي پيشوائن هن جو دين ڦيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ڪامياب نہ ٿيا. سندس وفات بعد سندس ممي ۽ مقبره مسمار ڪيا ويا ۽ سندس فرزند توتن خامن کي فقط ويهن سالن جي عمر ۾ ماريو ويو. بت پرست مذهبي پيشوائن ١٣٥٠ ق . م۾ پنهنجي سربراهہ "آئي" (Aye) جي هٿ هيٺ هڪ بت پرست حڪومت قائم

ڪئي.

## حضرت يسع / يوشع عليه السلام کان حضرت دائود عليه السلام تائين.

حضرت موسيٰ عليه السلام جي وفات (١٥٧١ / ١٦٨٠ ق.م) بعد حضرت يوشع بن نون بن افراهيم بن يوسف ( ولادت جو عيسائي ذريعن مطابق ذڪاريل سن ١٥٣٥ ق.م درست معلوم نہ ٿو ٿئي) سندس جانشين ۽ اسرائيلي قوم جو رهنما ٿيو. هو ننڍپڻ کان حضرت موسيٰ عليه السلام جي زير تعليم رهيو ۽ سندس تربيت يافتہ هو. جڏهن عمالقہ قبيلي اسرائيلي قافلي کي ڪنعان ( فلسطين) طرف وڌڻ کان روڪيو تہ هن انهن سان لڙائي ڪري کين شڪست ڏني. ان وقت سندس عمرچاليهہ سال هئي ۽ حضرت موسيٰ جي جانشين مقرر ٿيڻ وقت سندس عمر ٨۴ سال هئي. تنهن ڪري حضرت يوشع بن نون جي ولادت جو سال ١٦٥٥ / ١٧٦۴ ق.م جي درميان شمار ڪرڻ گهرجي. هن هڪ سو ڏهہ سال عمرمائي يعني سندس عرصہ حيات ١٦٥۴ . ١٧٦۴ ق.م يا ١٥١٥ . ١٦٥٥ ق.م سمجهڻ گهرجي. سندس سرڪردگي ۾ اسرائيلين ڪنعان ( فلسطين) ۾ قدم رکيو ۽ آسپاس جون شهري ۽ ديهي حڪومتون فتح ڪري اتي اسرائيلي رياستون قائم ڪيون (برٽانيڪاج ١٥ ، ص٨٨٢)

حضرت يوشع عليه السلام کانپوءِ بني اسرائيل ۾ ڪيترا نبين سڳورن جا نالا اچن ٿا، جيڪي حضرت الياس ۽ حضرت اليسع ( الياسين) آهن. برابر ٽي صديون بني اسرائيل خانہ جنگي ۽ نفاق جو شڪار رهيا. منجهن نہ ڪو بادشاهہ ٿيو ۽ نہ هنن ڪنهن کي پنهنجو وڏو ڪري مڃيو. آخر ڪار جالوت بادشاهہ بني اسرائيل جي سيني آبادين ۽ رياستن تي قبضو ڪري ورتو. ان وقت منجهن حضرت شموئل عليه السلام، توريت مقدس جو حافظ هو. هن طالوت کي بني اسرائيل جو بادشاهہ مقرر ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هو هڪ ئي وقت جنگي جوڌو ۽ هڪ وڏو يهودي عالم هو. ليڪن جيئن تہ امير طبقي مان نہ هو تنهن ڪري هن جي مخالفت ٿي. آخر ڪارطي ٿيو تہ " تابوت

سڪينہ" جنهن ۾ تورات مقدس ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام جا تبرڪات محفوظ ڪيل هئا. ليڪن اها صندوق بني اسرائيل جي هٿن مان نڪري وئي هئي. سا جيڪڏهن طالوت هٿ ڪري ڏئي ته بادشاهہ ٿئي. طالوت اها صندوق " تابوت سڪينہ" حاصل ڪئي ۽ اسرائيلين جو بادشاهہ تسليم ڪيو ويو.

# باب ڏهون

١: انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا، ج ١٢، ص ٨٣٤.
٢: - ايضا -
٣: - ايضا - ، ص ٦٩٦.
٤: - ايضا - ، ص ٨٣٤.
٥: چئمبرسس انسائيڪلوپيڊيا، ج ٨، ص ص ٩٣ - ٩٢.
٦: - ايضا - ج ٩، ٥٤٢ مطابق حضرت موسيٰ عليه السلام ١٥٠٠ ق - م کان ١٢٠٠ ق - م جي درمياني عرصي ۾ ٿي گذريو. " احوال الانبياء......." ج ١، ص ٧٨ موجب حضرت موسيٰ عليه السلام، فرعون رعميسس جي دور ۾، سن ١٥٧١ قبل مسيح ۾، پيدا ٿيو.
٧: چئمبرسس - ايضا - ج٨، ص ٩٣.
٨: - ايضا -
٩: - ايضا -
١٠: - ايضا -
١١: - ايضا -
١٢: - ايضا - ، ص ص ٩٤ - ٩٣.
١٣: - ايضا - ، ص ٩٤.
١٤: - ايضا -
١٥: - ايضا -.
١٦: - ايضا -، ص ص ٩٥ - ٩٤.
١٧: برٽانيڪا، - ايضا - ج ٢٣، ص ص ٧٥ - ٩٧٤.

# فهرست مضامين

# باب يارهون

## عرب قوم (بني اسماعيل)

نينوا (Nineveh) جي آثار قديمه کان ڏکڻ - اوير طرف، " نوزي" جي مقام وٽ، جيڪي پٿرجون تختيون مليون آهن، انهن مطابق قانون هو ته" هڪ بي اولادي، گود جو پٽ وٺندو، جيڪو پيريءَ ۾ سندس خدمت چاڪري ڪندو، پوءِ جيڪڏهن ڪيس پٽ ڄمندو ته گود ۾ ورتل پٽ سندس وارث نه رهندو". حضرت ابراهيم عليه السلام جي زال ( ۽ سوٽ) بيبي ساره سنديهئي ۽ پاڻ بي اولادي هو. تنهن ڪري هن اليعزر دمشقي کي گودجوپٽ بنايو هو. بائيبل مقدس موجب بيبي هاجره هڪ ٻانهي ( ڪنيز) هئي، جنهن مان حضرت اسماعيل عليه السلام ڄائو.بيبي ساره کي حسد ٿيو ۽ هن ٻانهيءَ ۽ سندس پٽ کي جلا وطن ڪرڻ جي تقاضا ڪئي. " نوزيءَ" جي قانون موجب هڪ زال ورتل ٻانهيءَ کي انهي حالت ۾ گهر - نيڪالي ڏئي نه پئي سگهجي ۽ خود حضرت ابراهيم عليه السلام انهيءَ لاءِ تيار نه هو. (برتانيڪا ج١ص ص ۴۴ - ۴۵).

علامه ابن خلدون جي تحقيق مطابق بيبي هاجره مصرجي شاهي خاندان مان هئي، جنهن کي ڪنهن ڏوهه سبب قيد ڪيو ويو هو ۽ فرعون، بيبي ساره ڏانهن بدنيت رکڻ جي نتيجي ڏسڻ بعد، اهو معجزو ڏسي هاجره جي ابراهيم سان شادي ڪرائي.[1] " هاجره سان شادي ڪرڻ بعد،حضرت ابراهيم عليه السلام مصر مان پيهر ڪنعان هليو ويو...... ڪنعان ۾ هاجره مان حضرت اسماعيل عليه السلام ۽ ساره مان حضرت اسحاق عليه السلام پيدا ٿيا". ( ايضا) حضرت اسحاق عليه السلام جي ولادت وقت بيبي ساره جي عمر نوي سال هئي ۽ ان وقت حضرت اسماعيل ڇئن سالن جو هو. بائيبل مقدس ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي ته " جنهن ڏينهن اضحاق ( حضرت اسحاق عليه السلام) جي ٿڃ ڇڏايائون، تنهن ڏينهن ابرهام ( حضرت ابراهيم عليه السلام) هڪڙي وڏي مجلس ڪئي ۽ ساره ڏٺو ته مصر واري هاجره کي

جيڪو ابرهام مان پٽ ڄائو هو، سو چرچاپيو ڪري، تنهن تي ابرهام کي چيائين تہ هن ٻانهيءَ ۽ سندس پٽ کي ڪڍي ڇڏ، ڇالاءِ جو هن ٻانهيءَ جوپٽ منهنجي پٽ اضحاق سان گڏ ورثي جو مالڪ نہ ٿيندو. پر ابرهام جي نظر ۾ پنهنجي پٽ جي باري ۾ هيءَ ڳالهہ ڏکي لڳي. تڏهن خدا ابرهام کي چيو تہ تون ڏک نہ ڪر......... هن ٻانهيءَ جي پيٽ مان بہ آءٌ هڪڙي قوم پيدا ڪندس. ........ سو ابرهام صبح جو سوير اٿيو ۽ ماني ۽ پاڻيءَ سان ڀريل هڪڙي مشڪ هاجره کي سندس ڪلهي تي رکي ڏنائين ۽ ٻار سميت روانو ڪري ڇڏيائينس. هوءَ اتان نڪري ”بير سبع“جي رڻپٽ ۾ رلندي رهي. جڏهن مشڪ جوپاڻي کپي ويو، تڏهن هن انهيءَ ٻارکي هڪڙي ٻوڙي هيٺ رکي ڇڏيو...........ڇالاءِ جو چيائين تہ ٻارکي مرندو نہ ڏسان............. ۽ خدا انهي ڇوڪر جو آواز ٻڌو ۽ خدا جي فرشتي آسمان مان هاجره کي سڏي چيو تہ اي هاجره !......... ڊڄ نہ،جتي ڇوڪرو پيو آهي، اتان ئي خدا هن جو آواز ٻڌو آهي. اٿ، ڇوڪرکي ڪٺي پنهنجي هٿن ۾ ڪر،ڇالاءِ جو آءٌ هن کي هڪڙي وڏي قوم بنائيندس.........“(پيدائش ٢٢، باب ٢١، آيات ١٨ ـــ ٨)

## حضرت اسماعيل عليه السلام:

بيبي هاجره کي ڇئن سالن جي پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام سان گڏ،بغير ان، پاڻي، جنهن رڻپٽ ۾ڪوهہ( آب زمزم) جي بشارت ملي، سو ڪٿي واقع هو؟ ” احوال الانبياءُ“ جي ذريعن مطابق بيبي هاجره” بيرشيبہ“ جي ڏکڻ ۾ ڪنهن جهنگ ۾ وڃي رهي. هي مقام نهر سوئيز جي اوپر ۾ ” العريش“ جي آباديءَ جي ڏکڻ . اوير ۾ واقع هو. ليڪن هن ذريعي مطابق حضرت اسماعيل عليه السلام اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ هو. (پيدائش باب ١٧ آيت ١١)“ اتي پاڻيءَ جي چشمي جي ويجهو هڪ ملائڪ بيبي هاجره کي ٻڌايو تہ هوءَ پيٽ سان آهي“ . بائيبل مقدس مطابق بيبي هاجره جڏهن ڇئن سال کن جو پٽ کڻ تي کڻي پنهنجي مڙس، حضرت ابراهيم عليه السلام جي گهر مان نڪتي تہ ” هوءَ اتان نڪري بير سبع“ جي رڻپٽ ۾

رلندي رهي. ( پيدائش باب ٢١ آيت ١۴) اها سندس پيهر ملڪ بدري هئي. بير سبع، بائيبل مقدس مطابق، اهو مقام آهي جتي حضرت اسماعيل عليه السلام کي الله تبارڪ وتعاليٰ ڏيکاري ڏني............ " هو بير سبع ڏانهن ويو ۽ انهيءَ ساڳيءَ رات خداوندڪيس ڏيکاري ڏني ۽ چيائينس ته آءٌ تنهنجي پيءُ جو خدا آهيان. تون ڊپ نه ڪر ڇا لاءِ جو آءٌ توسان آهيان، آءٌ توکي برڪت ڏيندس ۽ پنهنجي ٻانهي ابرهام جي ڪري ، تنهنجو اولاد وڌائيندس. پوءِ هن اتي هڪڙي قربان گاهه جوڙي ۽ خدا وند کان دعا گهريائين ۽ اتي پنهنجو تنبو کوڙيائين ( ايضا باب ٢٦، آيات ٢٦ - ٢۴) ۽ اتي اضحاق جي نوڪرن هڪڙو کوهه کوٽيو.......... اضحاق جي نوڪرن اچي کيس چيو ته جيڪو کوهه اسان کوٽيو هو، تنهن مان پاڻي نڪتو آهي، سو انهيءَ جو نالو سبع رکيو، تنهن ڪري اڄ ڏينهن تائين انهيءَ شهر جو نالو بير سبع تو سڏجي". ( ايضا ٣٣ - ٢٦).

اسلامي ذريعن مطابق حضرت ابراهيم عليه السلام، پنهنجي فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام ذبيح الله ۽ سندس والده بيبي هاجره کي جنهن " وادي غير ذي زرع" ۾ ڇڏي واپس پنهنجي وڏي گهر واري بيبي " ساره" ۽ ننڍي فرزند حضرت اسحاق عليه السلام ڏانهن موٽي ويو، اها وادي ٻن پهاڙين" صفا" ۽"مروه" جي وچ ۾ هئي. اتان اهو تجارتي رستو گذرندو هو جنهن سان قافلا ڳاڙهي سمنڊ جي بندرن جو مال،ملڪ شام يا مصر ۽ عراق طرف خشڪي رستي سان کڻي ويندا هئا. تاهم اتي ڪو ڳوٺ يا بستي قائم نه هئي، ليڪن جبلن جي وچان لڪ ٽپڻ کان اڳ قافلا هتي ٿوري دير ترسندا هئا. هاڻي الله جي قدرت سان اتي هڪ قدرتي " چشمو" (زمزم) جاري ٿيو هو، تنهن ڪري "لڪ مڪه" جي اهميت وڌڻ لڳي؛ هڪ عرب قبيلو " بنو جرهم" هتي اچي آباد ٿيو ۽ بيبي هاجره ۽ حضرت اسماعيل جي تنهائي ختم ٿي. انهي قبيلي "بنو جرهم" مان حضرت اسماعيل عليه السلام شادي ڪئي ۽ سندس اولاد سان گڏ، ٻين قبيلن جي آباد ٿيڻ ۽ بنوجرهم قبيلي جي وڌڻ سبب هتي هڪ چڱي خاصي آبادي قائم ٿي وئي، جنهن کي"مڪه" نالوڏنو ويو،جيڪو سبائي زبان۾" مڪربه"چيو ويو ۽ بعد ۾"مڪه" جي نالي سان مشهور ٿيو. " مڪربه" جو مطلب عبادتگاهه "

ڪعبة الله " سان تعلق رکي ٿو. اهومقام جتي مقام ابراهيم جو پٿر نصب ٿيل آهي، بحر احمر، يا ڳاڙهي سمنڊ کان تقريبا ٤٨ ميل اوپر طرف، ڏکڻ حجازجي تهامه ۾ واقع هو،جيڪو هڪ ويران پهاڙي علائقو هو. " ڪعبة الله" جو عبادتگاهه ۽ مڪربه ( مڪي) جي بستي ۽ لڪ. تجارتي قافلن لاءِ " معارب" کان "غزه"جي "شاهراه مصالحه" تي هڪ وچ . منزل بنجي ويا.

ڪعبت الله ۽ مڪي شهر جي اهميت متعلق قرآن شريف ۾ هن طرح ذڪر ڪيل آهي: " تحقيق پهريون گهر ( عبادتگاهه).جيڪو انسانن لاءِ ٺاهيو ويو سو مڪه مبارڪ ۾ ( ببكة مباركا) هو، ( جتي) جهانن جي لاءِ هدايت، انهيءَ ۾ چٽيون نشانيون، مقام ابراهيم ( آهن) ۽ جيڪو ان ۾ داخل ٿيو اهو امن ۾ رهيو" ( سورة آل عمران، آيت ٩٦)......... ۽ الله جي طرفان انسانن لاءِ حڪم آهي تہ جيڪو اتي پهچڻ جو سگهُ ساري، سو انهي گهر جو حج ڪري، پوءِ جيڪو بہ انڪار ڪندو تہ بيشڪ الله (سيني) جهانن کان بي نياز آهي." ( ايضا آيت ٩٧) جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ( پنهنجي فرزند) حضرت اسماعيل عليه السلام سان گڏجي ڪعبة الله جا بنياد پري رهيو هو تہ ٻنهي گڏجي دعا گهري تہ " ربنا تقبل منا انک انت السميع العليم" ( ايضا . آيت ١٢١) اي اسان جا رب اسان جي هي ڪوشش قبول فرماءِ، بيشڪ تون ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهين.

حضرت ابراهيم عليه السلام جي وفات بعد، اها ڪوشش حضرت اسماعيل عليه السلام جي ١٢ فرزندن ۽ سندن قبيلن جي ذمي تي. بائيبل مقدس جي پيدائش وار باب ١٧ ۾ ڄاڻايل آهي تہ " ......... اسماعيل جي باري ۾ مون تنهنجو عرض قبول ڪيو. مون هن کي برڪت ڏني آهي.مان کيس گهڻي اولاد وارو ڪندس ۽ تمام گهڻو وڌائيندس. هن مان ١٢ سردار پيدا ٿيندا ۽ مان هنن کي هڪ وڏي قوم بنائيندس ( آيات . ٢١ . ٢٠) باب ٢٢ ۾ ڄاڻايل آهي تہ " .... خدا انهيءَ ڇوڪر ( حضرت اسماعيل عليه السلام) سان هو ۽ هو وڏي وڏو ٿيو ۽ بيابان ( عربستان) ۾ رهي وڏو تير انداز ٿيو ۽ " فاران" جي رڻپٽ ۾ رهڻ لڳو ۽ سندس ماءُ ( بيبي هاجره) هن جي لاءِ مصر جي ملڪ مان زال آندي...... اسماعيل جي پٽن جا نالا...... هي آهن: اسماعيل جو وڏوپٽ نابوت هو، ۽ ٻيا هئا: قيدار، ادبئيل،مبسام،

شماع، دومه،مسا، حدو، تيما، يطور، نفيس ۽ قدمه ( پيدائش باب ٢٥، ١٣، ١٥) اهي ١٢ فرزند هڪ ٿي گھر واري بيبي بنت مضاض بن عمرو جي بطن مان پيدا ٿيا، جيڪا "بنوجرهم" قبيلي مان سندس ٻي گھر واري هئي. پهرين گھر واري کي حضرت ابراهيم عليه السلام جي حڪم موجب طلاق ڏنائين، ڇاڪاڻ ته حضرت اسماعيل عليه السلام جي غير حاضري ۾ جڏهن سندن والد محترم فلسطين کان ملاقات لاءِ آيو ته هن بيبيءَ کيس چيو " هو شڪار لاءِ ٻاهر ويل آهي، جيڪو اسان جي گذر سفر جو ذريعو آهي." جڏهن طعام جي طلب ڪيائين ته چيائينس " اسان جي گھر ۾ کائڻ پيئڻ جي ڪائي شي ناهي". حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي فرزند لاءِ هي پيغام ڏئي واپس روانو ٿيو ته " پنهنجي دروازي جي چائنٽ مٽائي ڇڏ!" جنهن جو مطلب هو ته هيءَ زال تنهنجي لاءِ موزون نه آهي. ٻي گھر واري پنهنجي صهري جي آمد تي سندس آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ کيس حال احوال ڏنا ۽ چيائينس ته " الحمد الله، اسين ڏاڍي سٺي زندگي گذاري رهيا آهيون". جڏهن خوراڪ متعلق پڇيو ويو ته چيائين " گوشت ۽ پاڻي جهجهو آهي." حضرت ابراهيم عليه السلام اتي دعا گھري: " اللهم بارک لهم في الطعام والماء" ( صحيح بخاري، ڪتاب الانبياء.)[٢]

بني اسماعيل جي رڳن ۾ ٽي اعليٰ انساني خون جمع هئا: ڏاڏي جي طرف کان عبراني، ڏاڏي مصري، ۽ ماءُ جرهمي عرب، انهن کي " عرب مستعربه" سڏيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته سندن ماءُ جي مورث اعليٰ جو نالو يعرب بن قحطان هو. کين " عرب عاربه"پڻ چيو ويندو هو. تاريخ ۾ حضرت اسماعيل عليه السلام جي نسل کي اسماعيلي (Ishmaelites) يا بني اسماعيل چئجي ٿو ۽ اهي عربستان جا آخري آباد ڪارليڪياوجن ٿا. هنن حجاز جو علائقو آباد ڪيو ۽ عربن جي قومي عظمت جا حقيقي معمار ثابت ٿيا. يعرب بن قحطان يمن جي سبائي تهذب جو بنياد رکيو،جنهن جا آثار موجود آهن. معارب تخت گاهه تجارتي مرڪز هو. سبائين قديم بحري رستي جي مشڪلات جوحل ڳولي، معارب کان غزه تائين خشڪي رستو ناهي وڏو تجارتي فائدوحاصل ڪيو. بني اسماعيل قبيلن جا قافلا به انهيءَ رستي سان هلندا هئا. تاريخ جي هڪ جهلڪ بائيبل جي پيدائش واري باب ٣٧ جي

آيت ٢٥ ۾ هن طرح نظر اچي ٿي: "............ ڇا ٿا ڏسن ته "اسماعيلين" جو هڪڙو قافلو "جلعاد" کان ٿو اچي ۽ سائن گڏ ائن تي مصالحو، سرهاڻيون ۽ مُر آهي، جي مصر ڏانهن کڻي ٿا وڃن." انهن کي "مدياني سوداگر" چيو ويو آهي ۽ آيت ٢٨ ۾ ذڪر آهي ته حضرت يوسف عليه السلام کي سندس ڀائرن "اسماعيلين جي هٿ چانديءَ جي ويهن سڪن تي وڪڻي ڇڏيائون ۽ اهي يوسف کي مصر ۾ وٺي ويا". ( پيدائش، ٣٧: ٢٥) بني اسماعيل جا ١٢ قبيلا "مڪي" کان "مديان" تائين پکڙجي ويا. حجاز ( معنيٰ، جهل روڪ يا اڙ) مان نڪري هي قبيلا پوري عربستان ۾ آباد ٿيا، تاهم حجاز سندن مرڪز هو، ڇاڪاڻ ته حجاز جي شهر " مڪي" ۾ سندن مک عبادتگاهه " ڪعبه" واقع هو ۽ ساليانه حج جي دستور سبب اهو سندن ڪثير آمدنيءَ جو ذريعو پڻ هو. حجاز ۾ باقي به مشهور شهر هئا، طائف ۽ يثرب: طائف، جڻ ته ڌرتي تي هڪ بهشت هو: ڇهه هزار فٽن جي بلندي تي، ميويدار وڻن جي ڇانو ۾، ماکي، ڇانهين،ڪيلي، انجير، ڊاک، زيتون، بادام ۽ مربي لاءِ گهڻي ميوه جي پيداوار طائف جي اسماعيلين کي خوشحال بنايو. اونهاري جي سخت گرميءَ ۾ مڪه جا عرب اسماعيلي به اچي هتي رهندا هئا ۽ طائف جي پيداوارکي ٻاهرين ملڪن ۾ برآمد ڪرڻ جو انتظام ڪندا هئا. خاص طور تي هتان جا گلابي گل سندن عطر جي پيداوار ۾ خام مال طور نهايت سستا دستياب هئا. اتي هڪ يهودي قبيلو اچي آباد ٿيو، جن ڊاک کي سڪائي شراب ٺاهڻ جو ڪاروبار شروع ڪيو ۽ انهيءَ ڪاروبار جي ابتدا هڪ نوجوان حسينه جي هٿن سان ٿي، جنهن طائف جي اسماعيلي حڪمران کي پهريون پيالو پياريو. ( الاغاني،ج ۴ ص ٧٥، ج ٢ ، صص ١٠ ـ ٩) عرب شاعريءَ ۾ جنهن غير ملڪي شراب جي تعريف ڪئي ويندي هئي، انهيءَ کان طائف جو شراب زياده سستو هو، تنهن ڪري انهيءَ جي گهڻي کپت هئي.[٣]

تيون حجازي شهر "يثرب"، يمن جي "صنعا" ۽ حجاز جي "طائف"، ٻنهي شهرن جو آبادي ۽ ترقيءَ جي ميدان ۾ مد مقابل هو. هي شهر يمن کان شام ملڪ طرف ويندڙ شاهراه مصالح تي واقع هو ۽ مڪي کان تقريبا ٣٠٠ ميلن جي مفاصلي تي اتر طرف هڪ تاريخي مقام هو:

جڏهن حضرت سام بن نوح جي سامي نسل وارن "عماليقه" مصر جي شهنشاهيت ( ١٦٠٠ ـ ٣٢٠٠ ق م) وڃائي، تڏهن انهن مان هڪ سردار " يثرب" پنهنجي قبيلي کي هتي اچي آباد ڪيو هو. بعد ۾ رومين جي شهنشاهيت مان نڪري به عرب يهودي قبيلا، " بنو قريظہ" ۽ " بنو نضر" شام ملڪ مان هجرت ڪري هتي اچي دائمي آباد ٿيا. هتان جا نخلستان کجور جي پيداوار ۾ مشهور هئا ۽ يهودين جي محنت سان، يثرب هڪ زراعتي مرڪز بنجي ويو.[۴]

" بني اسرائيل" ۽ "بني اسماعيل" ٻئي سامي نسل مان هجڻ سبب هڪ مشترڪ تهذيب، تمدن ۽ مذهب طرف وڌڻ لڳا. معارب بند جي پيڄڻ بابت " ابرها" (حبشي) جي حجري نوشتہ ۾ لکيل آهي تہ " رحمان جي رحم ڪرم ۽ طاقت ۽ سندس مسيح ۽ روح القدس جي نالي........ "يمن جو حڪمران" ابرها" عيسائي مذهب جو پوئلڳ هو، ليڪن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي " خدا" يا "خدا جو پٽ" مڃڻ بجاءِ، ڪيس " مسيحا" ۽ " روح القدس" طور مڃيندو هو. اهڙي طرح يهودي ۽ مسيحي فڪر عرب ذهن کي متاثر ڪيو ۽ هو هڪ صحيح واٽ وٺي رهيا هئا. جيڪا حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين مطابق هئي ۽ " ڪعبة الله" جي تعمير سان منسلڪ هئي. تاهم تاريخ ثابت ڪيو تہ سندن مادي ترقي سندن روحاني تنزل جو سبب بڻي..... " ڪعبة الله" جا متولي پرڏيهي قبيلن کي انهيءَ اجازت ڏيڻ لاءِ مجبور ٿيا تہ هو پنهنجا " پٿر جا بت" ڪعبت الله ۾ نسب ڪن، ۽ حج جي موقعي تي انهن کي سجدو ڪن ۽ سندن مزيد عبادت ڪن. انهي مصلحت ڪعبة الله جي آمدني ۾ بي پناهہ اضافو آندو ۽ ڏورانهن ملڪن کان ڪهي ، بت پرست قبيلا، هتي اچي پنهنجي نسب ڪيل بتن جي پرستش ڪرڻ لڳا ۽ انهيءَ ۾ ڪين فخر محسوس ٿيندوهو. رفتہ رفتہ،مڪي جاواپاري، خوش نصيبي ۽ بخت يا وري جي مدعا سان خود بہ بتن جا پوڄاري بنجي ويا ۽ ڪعبة الله دنيا جو هڪ عظيم بت خانو بنجي ويو. عرب قوم ان وقت ٽائين ٻن سماجي، معاشي ۽ معاشرتي طبقن ۾ ورهائجي چڪي هئي: شهرن ۾ آباد عرب تاجر، ڪارخاني دار يا زميندار ۽ ڪاشتڪار هئاجن آسپاس جي علائقن ۾ پنهنجو تسلط ڄمايو، ويران پهاڙي

علائقن ۽ عرب جي ريگستان ۾ آباد قبيلا، چوپايو مال خصوصا اٺ، ٻڪريون ۽ رڍون پالڻ ۽ ان مان ٿيندڙ آمدني کان علاوه بار برادري ۽ ڦرلٽ جي ذريعي گذر بسر ڪندا هئا ۽ سندن قبائلي نظام بيحد سخت هو، جنهن ۾ استبدادي جمهوريت جا عنصر موجود هئا. بادشاهي جو تصور ۽ نظام پهريون دفعو يمن جي متمدن معاشري ۾ قائم ٿيو، جيڪو ريگستاني بدوي عرب قبائلي نظام جي برعڪس هو، تاهم " بت پرستي" هڪ مشترڪ مذهبي نظام طور عربستان جي بني اسماعيلي قبيلن کي هڪ قوم بنائي رکڻ ۾ آساني پيدا ڪئي.[٦]

يمن جي مينائي (Minaean) بادشاهت ( ٥٦٠ . ١٢٠٠ ق . م)

نجران ۽ حضرموت جي درميان" جوف اليمن" ۾ قائم هئي. "پيٽرا جي قريب ڏکڻ اوڀر طرف سندن بستي معان ( بائيبل مطابق مائون، ميون،يا ميئين)" بنوادوم جي قديم علائقي ۾ قائم هئي، جنهن کي "مديان" (صحرائ سينا جي مشرق) ۾ هڪ اهم تجارتي مرڪز جي حيثيت حاصل هئي، ۽ صنعا" جي اتر اوير ۾ جديد شهر مائن" (Main) جي جاءِ وقوع تي مينائي تخت گاهہ" قرنا" (Qarnaw) قائم هو. " معارب" جي اتر اولهہ ۾ " يثيل" (Yathil) نالي هڪ مذهبي مرڪز بہ قائم هو، جتي هاڻي براقش جو شهر آباد آهي. محققن مورثي بادشاهن جي هڪ فهرست تيار ڪئي آهي جنهن ۾ ٢٦ نالا آهن، ڪيترا پوءِ بہ دريافت ڪيا ويا آهن. انهن جا همعصر سبائي بادشاهہ هئا، جن جو پهريون دور ٩٥٠ ق . م کان شروع ٿي ٦٥٠ ق . م ۾ ختم ٿيو، جڏهن هنن مينائي بادشاهت جو خاتمو آڻي، سڄي ملڪ يمن تي پنهنجي بادشاهت قائم ڪئي، جنهن جو ڪل دور حڪومت ( ١١٥ . ٩٥٠ ق م) اٺ صدين کان مٿي عرصي تائين هليو. "مقرب سبا"بادشاهہ جو خطاب هو ۽ هو مذهبي پيشوا بہ هو. اهڙن ١٧ "مقرب سبا" بادشاهن جي فهرست تيار ڪئي وئي آهي. سندن تخت گاهہ موجوده شهر " خريبه" جي جاءِ وقوع تي " محل سرواه" (Sirwah) جي نالي سان سبائين جي پهرين عمارت سازي جو مثال بنيو. سندن بہ " مقرب سبا" " شمسيہ" ۽" ييثاء امرا" بابل جي سارغون ثاني (٧٠٥ ـ ٧٢٢ ق م) جون ڏنُ ڀريندا هئا: "معارب" جا آثار قديم، صبائين جي فني صلاحيتن

جا شاهد آهن. هو نہ فقط تجارت جي پيشي جا ماهر هئا بلڪ عمارت سازي ۽ انجنيري فن ۾ پنهنجي دور اندر بيحد خصوصي صلاحيتن ۽ علم جا صاحب هئا. ٽن مضبوط حسين قلعن کان علاوه "صد معارب" معارب جو بند، جنهن ۾ زراعت ۽ عام مقصدن لاءِ پاڻي جمع ڪيو ويندو هو، خاص طور تي تاريخي ادب جو هڪ اهم حصو آهي.[٧]

سبائين جي ٻي بادشاهت جي دور ( ١١٥ . ٦٥٠ ق م) ۾ ڏسجي ٿو تہ بادشاهہ جي مذهبي حيثيت ختم ٿي وئي هئي، ۽ بادشاهہ کي "ملڪ سبا" جي خطاب سان سڏيو ويندو هو، جنهن جو تخت گاهہ معارب شهر ۾ قائم هو، جيڪو اڄ بہ "صنعا" کان اٽڪل اٺ ميل اوپر ۾ موجود آهي. "معارب" سطح سمنڊ کان ٣٩٠٠ ( ٽي هزار نو سو) فٽ مٿي آهي. ان وقت اتي تجارتي شاهراهن جومرڪزي هنڌ هو، جتان عربستان جي مر، سرهاڻين، مصالحن ۽ ٻي پيداوار کي بحر روم ( يونچ سمنڊ) جي بندرگاهن، بالخصوص "غزه" تائين پهچايو ويندو هو. هن دور ۾"قطبان" ۽ "حضرموت" جي علائقن ۾ الڳ بادشاهتن جا آثار ملن ٿا، جن جا تخت گاهہ ڏار ڏار "تمناء" ۽ "شبواه" جي نالن سان قائم هئا. عرب جي تاريخ ۾ هي دور بيحد شاندار ٿي گذريو آهي.[٨]

"سبائين" کانپوءِ "حمياري" خاندان جي بادشاهيت قائم ٿي، جيڪا اٽڪل سوا چار صدين ـــــ ١١٥ ق.م کان ٣٠٠ عيسوي سن ـ تائين قائم رهي. پهريون حمياري بادشاهہ هڪ جاگيردار هو، جيڪو هڪ شاهي محل ۾ رهندوهو. هن سون، چاندي ۽ ٽامي جا سڪا جاري ڪيا، جن جي هڪ پاسي سندس تصوير اڪريل هئي، ٻئي پاسي چٻري يا ڍڳي جي مورتي جو نقش هو. انهيءَ ثابتي مان معلوم ٿئي ٿو تہ يونان ۽ مصر جي تهذيب ۽ مذهب جو اثر "يمن" ( ڏکڻ عربستان) ۾ پهچي چڪو هو، ڇاڪاڻ تہ چٻرو، "اٿينس" ( يونان) ۾ عقل جي علامت طور تسليم ڪيو ويندو هو ۽ مصر ۾ "ايپس" ڍڳي يا ڏاند جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. حميارين کان اڳي بہ يمن ۾ سڪن جو استعمال ٿيندو هو، جن تي "اٿينا" (Athena) جومٿو اڪريل هوندوهو. انهيءَ مان سمجهجي ٿو تہ ٤٠٠ ق م کان عرب يوناني مذهب جي اثر هيٺ آيا هئا.[٩]

حميارِي دور ( ٣٠٠ ع - ١١٥ ق م ) ۾ حميارِي - سبائي بحري طاقت " رومين "کان مغلوب ٿي. آخر مصر جي ٽوليمي ثاني ( ٢٤٦ - ٢٨٥ ق م ) جي دور ۾ " نيل - بحراحمر واهه" جي ٻيهر جاري ٿيڻ سبب حميارين - سبائين جي بحري تجارت زوال پذير ٿي. ( نيل نديءَ کي بحر احمر سان ملائيندڙ واهه پهريون دفعو سن ١٩٨٥ ق م ڌاري کوٽيو ويو هو، جنهن سان مصر ۽ عربستان جي آبي حد بندي ٿي هئي. اهو حضرت ابراهيم عليه السلام جو قريبي زمانو هو.)[١٠]

حميارين جي پوئين دور ۾ حبش ( اٿوپيا)جي حميارين جا بحراحمر جي ٻئي پار يمن ۽ ڏکڻ عربستان تي حملا جاري رهيا. ڪجهه عرصو (غالبا٣٧٨- ٣٤٠ع دوران) سندن حڪومت به قائم هئي. تاهم حمياري اقتدار هر حيلي بهاني سان جاري رهندو آيو. حمياري بادشاهه کي " طوبيٰ" جو لقب مليل هو. انهن بادشاهن مان نو بادشاهه معلوم ڪيا ويا آهن، جن مان به مهم جوئي ۽ سورهيائي سبب عرب رزميه شاعري ۾ ساراهيا ويا آهن: " شمر يار عش" لاءِ چيو ويو آهي ته هن وچ ايشيا ۾ سمرقند تائين ملڪ فتح ڪيو ۽ "سمرقند" نالو سندس يادگار آهي. ٻئي سورهيه حمياري بادشاهه" ابوڪرب اسد ڪامل" ( غالبا ٤٢٠ - ٣٨٥ع) لاءِ مشهور آهي ته هن " ايران" فتح ڪيو ۽ بعد ۾ يهودي مذهب اختيار ڪيو، جنهن بعد "مسيحيت" کان علاوه " يهوديت" يمن جي مذهبي دنيا ۾ داخل ٿي. پهريائين مسيحي ( عيسائي) تبليغي جماعت روم جي شهنشاهه ڪانسٽنٽيئس (Constantius) جي طرفان سن ٣٥٦ ع ۾ يمن ۾ آئي هئي، جنهن جو سربراهه هڪ ايرين (Arian) نسل جو عيسائي ٿيوفيلس انڊس (Theophilus Indus) هو. اصل مقصد ڏکڻ عربستان ۾ ايران جي وڌندڙ سياسي اثر رسوخ کي ڏڪ رسائڻ هو. ٿيوفيلس، ٽي ڪليسائون (Churches) تعمير ڪرايون جن مان هڪ عدن ۾ ۽ باقي ٻه حميارين جي ملڪ اندر هيون. اٽڪل ٥٠٠ع ڌاري " نجران" ۾ مسيحيت اڳئي مقبوليت حاصل ڪئي هئي. اتر عربستان ۾ شام ملڪ جي ذريعي ٧٠ ع ڌاري يهوديت پڻ عام طور تي رائج ٿيڻ شروع ٿي، جڏهن " ٽائيٽس" فلسطين فتح ڪيو ۽ جيروسلم کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. آخري

حميار‌ي يمني بادشاهه " ذونواص" هڪ يهودي هو، جيڪو طوبيٰ اسد ڪامل جي اولاد مان هو. " طوبيٰ" جو لقب ٥٢٥ع تائين يمن جي حمياري بادشاهن استعمال ڪيو. آڪٽوبر ٥٢٣ ع ۾ " نجران" جي عيسائين جو اهو قتل عام ٿيو، جنهن جوذڪر قرآن شريف ۾ ڪيل آهي: "برجن واري آسمان جو قسم ۽ وعدي ڪيل ڏينهن جو ۽ حاضر ٿيندڙ ۽ حاضر ٿيل ( شاهد ۽ مشهود) جو قسم ( جن جو هي قصو آهي تہ) کاهي جنهن۾ گهڻي ٻارڻ واري باهہ هئي، انهيءَ جي ڪوٺيندڙن تي ان وقت لعنت پئي جنهن وقت اهي انهيءَ تي ويٺل هئا، ۽ هنن جيڪي ايمان وارن سان ڪيو ٿي تنهن کي اهي (پاڻ) ڏسي رهيا هئا". ( سورة البروج آيات ٧ ــ ١). اونهي کاهي کوٽي انهي ۾ ڊاٺل عمارتن جو ڪاٺ وجهي وڏي باهہ ٻاري وئي. عيسائين جن وحداني عيسائي فرقي سان تعلق رکيو ٿي انهن کي پڪڙي انهيءَ باهہ ۾ اڇلايو ويو ۽ برندڙکاهي جي چوگرد سپاهي مقرر ٿيل هئا، جيڪي ڀڄندڙن کي پڪڙي پيهر باهہ ۾ اڇلائي رهيا هئا. انهيءَ زماني ۾ بظنطيني رومي شهنشاهہ جسٽن اول (Justin 1) کي دنيا ۾ عيسائين جو محافظ سمجهو ويندو هو. تاهم معاملو ٻن عيسائي فرقن جي درميان هو، جنهن ۾ يهودي حمياري حڪومت حبشي عيسائي فرقي کي هشي ڏئي،وحداني عيسائيت جي مڃيندڙن تي هي ظلم ستم ڪيو هو. ڪانسٽنٽيئس، حبش جي شاهہ نجاشيءَ کي خط لکيو، جنهن ۾ حڪم ڪيل هو تہ ستر هزار لشڪر بحر احمر جي هن پار عربستان۾ داخل ڪيو وڃي. انهن حبشي( حامي) حملي آورن ٥٢٣ع ۾ ۽ پيهر ٥٢٥ ع ۾ ڪامياب ڪاروائي ڪري حمياري خاندان جي بادشاهي ختم ڪري ڇڏي!

پوئين ڪاروائي جو سپهہ سالار"ابرها" هو، جيڪو پهرئين ڪاروائي وقت هڪ ماتحت سپہ سالار هو،ليڪن بغاوت ڪري سپهہ سالار بنيو هو. حبشين جو لشڪر حمياري بادشاهہ ذونواص جي مدد ۾ آيو هو، ليڪن"ابرها" جي خود سري ۽ سرڪشيءَ بعد " ذونواص گهوڙي تي ٽپ ڏئي سوار ٿيو ۽ ان کي سمنڊ جي ويرن ۾ لاهي وڌائين ۽ وري نظر نہ آيو"(الطبري ج ١ ، صص ٢٨ ـ ٩٢٧) اهڙي طرح حمياري بادشاهت ختم ٿي ۽ يمن ۾ حبشي راڄ شروع ٿيو، جيڪو ٥٢٥ ع کان ٥٧٥ ع تائين

جاري رهيـــــو، انهي دوران سن ٥٧٠ع ۾ " ابرها" هاٿي تي چڙهي پنهنجولشڪر ڪاهي اچي مڪي جو محاصرو ڪيو ۽" ڪعبة " کي ڊاهي پٽ ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائين.

"ابرها" ، " صنعا" ۾ هڪ شاندار ڪليسا تعمير ڪرائي هئي، جنهن کي عرب مورخ"قليس"لکن ٿا. مسيحي مورخ هٿي لکي ٿو ته مسيحي حبشي ظاهر ظهور عربن کي عيسائي بنائڻ ۽ مڪه جي بتخاني ڪعبه جي ڪمائي هٿ ڪرڻ لاءِ انهيءَ جو مدمقابل مذهبي اجتماع، حج، "ڪعبة" بجاءِ "قليس" ۾ منعقد ڪرائڻ ٿي چاهيو. اهڙي طرح مذهبي اقتصادي ۽ سياسي محرڪات، مڪه تي چڙهائي جو سبب بڻيا. انهي حملي(٥٧٠ع) کان اڳ معارب جو بند ٽٽو هو ( ٤٣ . ٥٤٢ع)، جنهن سان متعلق " ابرها" جي نقشي تحرير گليسر جي تحقيق ( برلن ١٨٩٧ع) ذريعي ظاهر ٿي آهي. انهي کان اڳ سن ٤٥٠ ع ۾ پڻ معارب جو بند(Maorib Dam) ٽٽو هو، ليڪن جلد مرمت ڪيو ويو هو. هن دفعي اهڙو ٽٽو جو پيهر ٺهي نه سگهيو ۽ انهيءَ جو ملبو " ابرها" پنهنجي "قليس" ۾ استعمال ڪري ڇڏيو. آثار اڃا موجود آهن. هن آخري بربادي‌ءَ جو بيان قرآن شريف جي سورة " سبا" ۾ هن طرح بيان ڪيل آهي: " سبا جي ماڻهن لاءِ خود سندن گهرن يا ڳوٺن ۾ وڏي نشاني هئي، ٻه باغ هئا، هڪ ساڄي پاسي ٻيو کاٻي پاسي......... اهو ڏاڍو سهڻو، آباد ۽ آسودو ملڪ هو، ۽ رب بخشيندڙ هو، پر پوءِ هنن منهن موڙيو، تنهن ڪري اسان سندن مٿان وڏي ٻوڏ " عرم" واري آندي ۽ سندن ٻن باغن کي اهڙن ٻن باغن ۾ تبديل ڪيو جن ۾ ڪوڙا ميوا، ليون ۽ ٻيريون هيون. اهو بدلو سندن بي شڪري‌ءَ جي سبب ڏنوسين، ۽ اهڙي سزا فقط انهن کي ڏيندا آهيون جيڪي بي شڪر ٿيندا آهن. هنن ۽ انهن شهرن جن تي اسان برڪتون نازل ڪيون هيون، انهن جي وچ ۾ گهڻائي شهر آباد ڪيل هئا جيڪي نظر ايندا هئا ۽ انهن جي درميان اسان منزلون مقرر ڪيون هيون، جيئن رات توڙي ڏينهن جو امن سان سفر ڪن. هنن چيو ته يارب اسانجي مسافرين جي منزلن جو مفاصلو دراز ڪر. هنن پاڻ تي ظلم ڪيو، تنهن ڪري اسان هنن کي افسانا بنائي ڇڏيو ۽ ڪٽو ڪٽو ڪري ڪنديري ڇڏيو. بيشڪ انهيءَ ۾ صبر ڪندڙ ۽ ثابت قدم رهندڙ ۽

شڪر گذارن لاءِ وڏيون نشانيون آهن". ( سورة سبا آيات ١٩ ـ ١٥ ) عرم واري وڏي ٻوڏ،معارب بند جي ٽٽڻ سبب آيل سيلاب هو، جنهن جي نتيجي ۾ يمن جي متمدن معاشري جو شيرازو وکري ويو. اهو معاشرو، جيڪو زرعي، صنعتي، تجارتي ۽ تهذيبي طور تي خوشحال ۽ ترقي يافته هو، پنهنجي حرص ۽ توسيع پسندي سبب برباد ٿي ويو. اهو سانحو " ابرها" جي دور حڪومت ۾ سندس "مڪي" تي حملي آور ٿيڻ کان اڳ ٥٧٠ ع ۽ ٥٤٢ع جي درمياني حصي ۾ ٿي گذريو،ليڪن هن انهيءَ مان ڪو سبق حاصل نه ڪيو. " يمن" جو ملڪ باصلاحيت ۽ ڪار آمد قبيلن کان محروم ٿيندو ويو: بنو غصان قبيلو، شام ملڪ جي " هوران" علائقي ۾ وڃي مقيم ٿيو ۽ اتي رومن حڪومت جي تقويت جو باعث بنيو. " بنولخم" قبيلو "حيره" جي علائقي ڏانهن هجرت ڪري ويو. سندن جنوبي عربي ۾ نقش ڪيل تحريرون حاصل ٿيون آهن."بنو غصان" ، "عرم واري وڏي ٻوڏ" کي پنهنجي نئين سن ( تقويم) جو آغاز بنايو، ( المسعوديءَ جوڪتاب التنبيهہ" ملاحظہ ڪجي). اتر عربستان ۾ حجاز جون ڪجهہ قومون بنو غصان ۽ عراق شام جي بنو طنوخ قبيلن کان علاوه بنو طائي، ڪنده ۽ ٻيا ڪثير ۽ طاقتور قبيلا، اصل ڏکڻ عربستان ۽ يمن ۾ مقيم هئا. انهن جي هجرت سبب زراعت ۽ تجارت کي وڏو ڪاپاري ڌڪ رسيو. انهيءَ زماني ۾ رومين جا جهاز بحراحمر ۾ داخل ٿيا. متبادل تاريخي ذريعا " عرم واري عظيم سيلاب" جي زماني کي انهيءَ دور ۾ بيان ڪن ٿا، جڏهن "سبا" جي ملڪ ۾ مذيقي (عمرو ابن عامر) جي بادشاهي هئي. المسعودي، " مروج الذهب" ۽ اليعقوتي "بلدان..." ۾ هڪ حيرت انگيز روايت بيان ڪئي آهي، جنهن مطابق هن عبرتناڪ واقعي جو سبب هڪ ڪئو هئو، جنهن اهو بيحد وزني پٿر پنهنجي جاءِ تان سرڪائي ڇڏيو، جنهن تي سڄي بند جو وزن رکيل هو،( مسعودي مروج ج ٣ ، ص ٣٨٣، يعقوت، بلدان ج ٤ ص ٣٨٤) معارب بند ٽٽڻ کان علاوه يمن تي حبشي راڄ هڪ مصيبت بڻجي ويو. قوم پرست عربن مان هڪ حمياري سردار، سيف ابن ذي يزن، قسطنطنيہ جي

بظنطيني شهنشاهہ کان مدد طلب ڪئي، جيڪا لازمي طور تي ملي نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ "ابرها" عيسائي مذهب کي يمن ۾ ڦهلائي رهيو هو ۽ بظنطيني شهنشاهيت‌مسيحي مذهب جي حمايت ۽ حفاظت ڪري رهي هئي. " يمــــن" جي عربن "ايران" جي ساساني شـهنشـاهہ ڪسـريٰ " النوشيروان"کي مدد لاءِ پڪاريو، جنهن ڏانهن عرب يهودي ۽ ڪافر بت پرست هميشه واجهائيندا هئا. زرتشي ايرانين مسيحي حبشين کي تہ ڀڄائي ڪڍيو ليڪن پاڻ ملڪ جا مالڪ بنجي ويٺا ۽ " يمن" جي ملڪ کي ساساني شهنشاهيت جي هڪ سترابي (صوبو) بنائي ڇڏيو. آخري پنجون ساساني سترپ " باذان" سن ٦هـ/٦٢٨ ع ۾ مسلمان ٿيو.١٢

اسلام کان اڳ، ڏکڻ عربستان وانگر، اتر ملڪ ۾ بہ ملوڪيت، يا بادشـاهي،جو سلسلو جاري هو، جنهن جو دارومدار پڻ تجارتي برتريءَ تي هو. انهيءَ سلسلي ۾ نباطين (Nabataeans) جو دور قديم ترين آهي. ڇهين صدي قبل مسيح ۾ هي رولو قبائل "النباط" اردن درياهہ جي پرٿين پر کان اچي " ادومين" (Edomites) جي علائقي ۾ داخل ٿيا ۽ " پيٽرا" جي قديم تهذيبي مرڪز تي قبضو ڪيائون. عرب انهيءَ کي "الرقيم" چوندا هئا، هاڻي انهيءَ جو نالو "وادي الموسيٰ" آهي.هي قديم شهر سطح زمين کان ٽي هزار فٽ اتاهون هو، عمارتي پٿر مان اندلٽ جا سڀ رنگ منعڪس ٿيندا هئا، جيڪي بي سبز پهاڙي ويرانين ۾ رومانوي ماحول پيدا ڪنداهئا. چار صديون، چوٿين صدي قبل مسيح تائين، پيٽرا ( الرقيم) جو شـهر ، "سبا"کان بحر روم تائين ويندڙ تجارتي قافلن جي خشڪي رستي تي هڪ اهم مرڪز بنيو رهيو. سڪندڙ اعظم جي جانشين شام ملڪ جي حاڪم انٽيگونس (Antigonus) سن ٣١٢ ق م ڏاري بہ دفعا "پيٽرا" تي فوج ڪشي ڪئي. ٻئي دفعا "نباطين" حملہ آورن کي ڀڄائي ڪاميابيءَ سان پنهنجي پهاڙي مرڪز تي پهچي ويا. ان وقت سندن تعلق مصر جي ٽوليمي شهنشاهيت سان هو. بعد ۾ هو رومن شهنشاهيت جا حليف بنيا ۽ سن ٢٤ ق م ۾ "گالس" (Gallus) جي ڪمان هيٺ عربستان تي فوج ڪشيءَ ۾ رومين جي لشڪر سان برائي نام شريڪ هئا، ۽ حملو ناڪام ٿيو هو، رومين سان نباطين جو براه راست تعلق سندن بادشاهہ "الحارث" جي دور

حڪومت ( غالبا ٦٢ ـــ ٨٧ ق م) ۾ قائم ٿيو هو ۽ انهيءَ زماني ۾ "نباطين" پهريون دفعا پنهنجا سڪا جاري ڪيا هئا، جن جي دستيابيءَ بعد سندن تاريخ تي ڪافي روشني پئي آهي. سن ٤٧ ق م ۾ رومن شهنشاهه "جوليس سيزر" اسڪندريه تي ڪاهه ڪرڻ وقت "نباطين" جي بادشاهه مالڪ اول (Malchus 1 ) کان گهوڙيسوار فوج جي مدد طلب ڪئي هئي. "مالڪ" جي جانشين " عبُيده" ( غالبا ٩ ـ ٢٨ ق م) جي دور حڪومت ۾ رومين عربستان تي ناڪام حملو ڪيو هو، جنهن ۾ نباطين نالي ماتر شرڪت ڪئي هئي. ان بعد حارث چوٿون ( ٤٠ع - ٩ ق م) بادشاهه هو، جڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ولادت ٿي ۽ بعد ۾ مسيحيت جو آغاز ٿيو. ان وقت" نباطين" جي بادشاهي "دمشق" تائين وسيع ٿي چڪي هئي، اهو علائقو حارث ٽئين غالبا سن ٨٧ ق م ۾ سيليوڪد (Seleucid) کي شڪست ڏئي حاصل ڪيو هو. " شمالي سامي نقوش" جي تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي حواري "پال" (Paul ) کي پڪڙائڻ جي ڪوشش ۾، حارث چوٿين جي طرفان دمشق ۾ مقرر ڪيل نائب حڪمران شامل هو.[١٣]

حضرت صالح عليه السلام جي وادي الحجر، جيڪا اتر حجاز جي علائقي ۾ واقع هئي، پهرين صدي عيسويءَ تائين، اتان لڌل نوشتن ۽ نقشن مطابق، نباطين جي زير حڪومت اچي چڪي هئي. نباطين بادشاهن جا نالا حارث اول کان آخري خودمختيار حاڪم ربيل ثاني ( ١٠٦ ـ ٧١ع) تائين ،معلوم ڪيا ويا آهن. سن ١٠٥ ع۾ رومن شهنشاهه ٽراجن (Trajin) نباطين جي آزادي ۽ خود مختياري ختم ڪري سندن ملڪ کي رومن شهنشاهيت جو هڪ صوبو بنائي ڇڏيو ۽ فرض ڪري ورتو ته عربستان فتح ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته هنن جي نظر ۾ نباطين جو ملڪ پورو عربستان هو. نباطين جي بادشاهه مالڪ، جڏهن سن ٦٧ ع ڌاري، ٽائيٽس (Titus) جي جيروسلم تي حملي وقت هڪ هزار گهوڙيسوار ۽ پنج هزار پيادا فوج جي ڪمڪ فراهم ڪئي هئي، انهيءَ کي ان وقت عربستان جو بادشاهه سڏيو ويو هو. ( هٽي ص ٦٨) بعد ۾ ڪجهه بدوي قبائل جيڪي "نباطين" جي نسل مان هئا عربستان جي ويران پهاڙي علائقن ۾ آباد ٿيا.

ان زمــاني جي ٻن عظيم شــهنشــاهيتن،پارسين ( ايراني) ۽ رومن (بظنطيني) حريف عسڪري طاقتن جي سرحد تي واقع " تدمور" (پالميرا . Palmyra) جي آباديءَ جا آثار قديم تاريخدانن جي خاص توجہ جومرڪز بنيل آهن. ان وقت صحرائ شـام جي وچ ۾ هڪ نخلسـتـان هو. جڏهن پارسين عراق جو ڏاڪڻو سرسبز علائقو ميسوپوٽيميا ( بابل) فتح ڪيو تہ نوان تجارتي ۽ مسافر قافلن جا رستا ٿيا. جن تي تدمور يا پالميرا جي نخلستاني بستي هڪ اهم مرڪز بنجي ويو. پالميرا جي تهذيب، يوناني - شامي ۽ ايراني عناصر جو مرڪب هئي[١٤] نباطين ۽ پالميرا جي تدموري تهذيبن ثابت ڪري ڏيکاريو تہ صحرائي عربن کي جيڪڏهن مناسب موقعا ميسر هجن تہ هو تهذيب ۽ ثقافت جي عروج کي پهچي سگهن ٿا.

" تدمور" جي مختصر بادشاهي بعد، بصره ( بوسترا) ۽ ٻيا غصاني شهر تهذيبي مرڪز بنيا ۽ اتي مسافرن ۽ تجارتي قافلن جي ريل پيل رهي. انهيءَ عام ميلاپ ۽ آمد رفت تهذيب جي اوسر ۽ مختلف تهذيبي قدرن ۽ روايتن جي آميزش کي هٿي ڏني. " يمن" کان هجرت ڪري آيل شامي عرب قبيلن سرسبز هلال (ميسوپوٽيميا) ۽ شام ملڪ ۾ پنهنجون خانداني بادشاهتون قائم ڪيون: غصاني بادشاهت، پنهنجي هم نسل " حيره" جي خانداني بادشاهت جي همعصر ۽ رقيب هئي. ڇهين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن عربستان ۾ اسلام جو ظهور ٿي رهيو هو، شام ملڪ ۾ لخمير شاهي خاندان عروج تي رسيل هو. ان وقت ٻہ عرب بادشاهہ، عربستان جي تاريخ تي ڇانيل هئا: هڪ غصاني، الحارث ثاني ابن جبله (غالبا ٥٦٩ - ٥٢٩ع) ۽ ٻيو "حيره" جو بادشاهہ " المنذير ثالث ابن ماء السماء". الحارث العارج (منڊو) کي بظنطيني رومن شهنشاهہ جستينين (Justinian) ، پنهنجي حريف لخميري المنذير کي شڪست ڏيڻ سبب انعام طور شام جي تمام عرب علائقن مٿان حاڪم مقرر ڪيو. الحارث جي طويل دور حڪومت (ڇاليهہ سالن) جو وڏو حصو بظنطيني شهنشاهيت جي عسڪري خدمات ادا ڪرڻ ۾ گذريو. سن ٥٤٤ ع ڌاري،المنذير جنگ دوران الحارث جي هڪ پٽ کي پڪڙي " العزيٰ" جي بت جي اڳيان آڻي قرباني طور قتل ڪيو. (ابن قتيبة المعارف ــ ٣١٥ ـ ٣١٤ ابو الفدا ج١ ص ٨٤، هٽي ص

٧٩) "العـزيٰ" يوناني ديوي افـروڊائيت (Aphrodite) جي عـربي نعم البدل هئي. ڏهہ سال پوءِ "الحارث" انتقام ورتو ۽ قنسرين جي ميدان جنگ ۾ المنذير لخمـيـريءَ کي قـتل ڪيـو. اهو سـال ٥٥٤ع هو. بدوي سـردار "الحارث" جيڪو المنذير جي قتل بعد واقعي شام جي بظنطيني سرڪار جو " فل آرچ" يعني شهنشاهہ بعد اعليٰ اختيارات جو مالڪ، بنجي چڪو هو. سال ٥٦٣ع ۾ بظنطيني شهنشاهہ جسٽينين اول جي دربار واقع قسطنطنيہ ۾ بذات خود حاضر ٿيو. هن بدوي بادشاهہ جي شخصيت ۽ شان شوڪت بظنطيني اميرن کي بيحد متاثر ڪيو ۽ سندس تجويز تي يعقوب البرداء (Yacob Baradaeus)کي شامي عربن جي مٿان " وحداني مسيحيت" ( Monophysite Christianity ) جو وڏو پادري (Prelate) مقرر ڪيو ويو، جنهن اهڙي جا نفشانيءَ سان تبليغ ڪئي جو شامي عيسائين جو هڪ مخصوص فرقو، يعقوبي يا جئڪوبائيت (Jacobite) وجود ۾ آيو. الحارث جي جانشين فـرزند المنذير بن الحـارث انهيءَ کي زور وٺـايو، جنهن سـبب بظنطيني سرڪار (Byzantium) سان تعلقات خراب ٿيا. دمشق ۽ پالميرا جي وچ مفاصلي تي حوارين جي ڪليسا ۾ هڪ مذهبي تقريب دوران المنذير بن الحارث گـرفتار ٿيو. هن قسطنطنيہ جي دربار ۾ ڪيس هلڻ بعد سسلي جي ٻيٽ تي قـائم قـيـد خاني ۾ باقي عـمـر جا ڏينهن پورا ڪيـا. سندس جانشين فرزند " النعمان" جي مختصر سرڪشي جو خاتمو آڻي کيس ساڳي ريت قيد ڪيو ويو. ان بعد غصانين شامي صحرائي قبيلن ۾ افراتفري مچي وئي. هر قبيلي پنهنجو الڳ " شيخ" ( سردار) منتخب ڪيو. سال ١٤ . ٦١٣ ع ۾ جڏهن حـضـرت مـحـمـد صلي الله عليـه وسلم جي نبـوت جو "مڪي" ۾ ظهور ٿي چڪو هو، ساساني شهنشاهہ خسرو پرويز جيروسلم فتح ڪيو ۽ بظنطيني تعلق سبب " بنو غصان" جو شامي علائقن مان تڏو پٽيـو ويو. تاهم نسل ڪشي انسان جي تاريخ جو هڪ ناممڪن عمل رهيو آهي. " بنو غصـان" پوءِ بہ تاريخي ڪردار ادا ڪندا رهيـا. سن ٦٢٩ ع ۾ "هيراڪليوس" ايراني نائب ڪان جيروسلم کسي ورتو ۽ " غصانين" کي پاڻ سنيالڻ جو موقعو مليو. يرموڪ جي ميدان جنگ ۾ ( ٦٣٦ع ) اسلامي لشڪر جي خلاف سندن آخري تاجدار " جبله ابن العيهم" بظنطيني لشڪر

جي حمايت ڪئي، تاهم بعد ۾ اسلام قبول ڪيائين، جنهن جا جمهوري اصول سندس مزاج جي برعڪس هئا. ڪعبي جي طواف ڪندي پنهنجي پهرين حج جي موقعي تي هڪ بدوي مسلمان کي چماٽ وهائي ڪڍيائين چاڪاڻ تہ غلطي سان هن جو پير سندس جبي جي ڪنڊ تي اچي ويوهو. اميرالحج امير المومنين عمر بن خطاب رضہ فيصلو ڪيو تہ جبله، بنو غصان جو سابق بادشاهہ، بدوي کي ڏنڊ ڀري ڏئي يا پنهنجي منهن تي بدوي جي ساڳي زور دار چماٽ برداشت ڪري. هن پهريون شرط پورو ڪري، مسلمانيءَ تان هٿ ڪنيو ۽ سڌو قسطنطنيہ جو رخ رکيو. ( ابن عبد ربيہ " عقد" ج١ ص ص ١٤١ ـ ١٤٠).[١٥]

"بنو ـخمير" (Lakhmids) ٽين صدي عيسويءَ جي آغاز ۾ فرات ندي جي سرسبز مغربي ڪناري سان آباد هئا. هتي هنن يمني "تنوخ" قبيلن جي آبادي هڪ مخصوص تهذيب اختيار ڪئي. ڪوفي کان ٣ ميل ڏکڻ طرف، قديم بابل کان قريبي فاصلي تي هنن " الحيره" نالي هڪ مستقل آبادي قائم ڪئي. انهيءَ کان اڳ قبائل تنبن جي گهرن ۾ رهندا هئا. " الحيره" معنيٰ منزل گاهہ جتي هنن آخري دفعو تنبو کوڙيا ۽ پوءِ پڪن گهرن ۾ رهڻ لڳا. ساساني شهنشاهيت جي آغاز جو زمانو هو. سن ٢٢٦ ع بعد " حيره" عرب ـ ايران ثقافتي آميزش جو مرڪز بنجي ويو، تاهم مقامي آبادي مسيحي مذهب جي معتقد ڪئي ۽ تنوخ قبائل مان ڪجهہ انهيءَ مذهب ۾ داخل ٿيا ۽ اتر شام ۾ آباد ڪاري ڪيائون. انهن مان جيڪي بعد ۾ ڏکڻ لبنان ۾ اچي آباد ٿيا، انهن مخفي طور تي " دروز" مذهب جي تبليغ ڪئي، جنهن جي ابتدا " حيره" جي لخمير بادشاهن کان ٿي هئي. ( هٽي؛ د اوريجنس آف دروز (Druze) پيپل اينڊ رليجن، نيويارڪ ١٩٢٨ع ص ٢١). لخمير شاهي خاندان ٦٠٢ع ڌاري معزول ٿيو. النعمان ثالث ابو القابوص ( غالبا ٦٠٢ ـ ٥٨٠ع) آخري لخمير بادشاهہ هو، جيڪو مسيحي ٿيو ۽ زرتشتي ساساني سرڪار جي عتاب هيٺ آيو. سندس جاءِ تي بنو طائي قبيلي جو شيخ "الياس ابن قبيس" " حيره" جو حاڪم مقرر ٿيو ليڪن مٿس نظرداري رکڻ لاءِ ايراني سفير پڻ مستقل طور تي مقرر ڪيو ويو. اهو انتظام سن ٦٣٣ع تائين برقرار هو، جڏهن خالد بن وليد، اسلامي

لشکر جي سپهه سالار ” حيره“ تي قبضو ڪيو.

وچ عربستان ۾ يمن جي آخري ” طوبع“ بادشاهن جا ڀاڄگذار ”ڪنده“ قبيلي جا بادشاهه راڄ ڪندا هئا. انهن کي ”ملڪ“ جو خطاب مليل هو، جيتوڻيڪ عرب ملڪ اندر فقط ٻيروني ملڪن جي بادشاهن کي ”ملڪ“ چيو ويندو هو. ”ڪنده“ عرب قبيلو حضرموت جي مغربي علائقي ۾ زبردست طاقت رکندو هو. اصفهاني جي تاريخ ( ص ١٤٠) ۽ ابن قتيبه ( ص ٣٠٨) جي بنياد تي معلوم ٿو ٿئي ته ٤٨٠ع ۾ ڪنده قبيلي جي باني ” حجر العاقل المرار“ کي حمياري بادشاهه ” حسن ابن طوبع“ وچ عربستان ۾ فتح ڪيل ڪجهه قبيلن جو حاڪم مقرر ڪيو. حجر جو فرزند عمرو ۽ انهيءَ جو فرزند الحارث هو جنهن ڪجهه عرصو ”حيره“ تي قبضو ڪيو ۽ ٥٢٩ ع ڌاري اهو ڇڏڻو پيس. لخمير بادشاهه المنذير ثالث، الحارث سميت پنجاهه ڪنده قبيلي جا سردار مارائي ڇڏيا، جنهن بعد الحارث جي وارثن جي خانداني تڪرار سبب هي قبيلو اقتدار کان محروم ٿي ويو ۽ بچيل قبائلي حضرموت ۾ واپس پنهنجي آبائي ڪرت کي وڃي لڳا. ” ڪنده“ قبيلي ۾ اهل قلم جي دلچسپي خاص طور تي مشهور شاعر امروالقيس جي سبب آهي، جيڪو ڪنده شاهي خاندان جو فرد هو ۽ سندس قبل اسلام شاعريءَ جا يورپي زبانن ۾ ترجما ڪيا ويا آهن. امروالقيس ٥٤٠ ع ڌاري گذاري ويو. روايت مطابق هن قسطنطنيه ۾ بظنطيني دربار اندر لخمير قبيلي جي هجو ۾ شعر پڙهيا ۽ سندن خلاف ”ڪنده“ قبيلي جي امداد لاءِ اپيل ڪئي ۽ واپسي ۾ شهر انقره (Ankara) وٽ ڪيس شهنشاهه جي موڪليل قاتل زهر ڏئي ماري ڇڏيو (اليعقوبي انگريزي ترجمو ليدن ١٨٨٣ع ج ١ ص ٢٥١). اسلام جي تاريخ ۾ ” بنوڪنده“ قبيلي جون خدمات قابل قدر رهيون آهن. اندروني ملڪ عربستان ۾ مختلف قبائل کي هڪ مرڪزي اختياري ۽ مشترڪ شيخ جي اطاعت هيٺ آڻڻ جو پهريون مثال ” بنوڪده“ جي سياسي حڪمت عملي سبب قائم ٿيو ۽ اهو مثال حجاز جي اسماعيلي سامي قبيلن کي اهڙي ترغيب ڏيارڻ جو باعث بنيو.[١٦]

”حجاز“ جا بني اسماعيل قبيلا، دستور مطابق ٻن قسمن ۾ ورهايل

هئا: شهري ۽ ديهاتي ( بدوي) . ٻئي اسلام جي آغاز وقت بت پرست يا توهم پرست هئا. يمن ۽ ڏکڻ عربستان جي برعڪس حجاز ۽ نجدجي آبادي ۾ بدوي قبيلن جي اڪثريت هئي ۽ ۽ پورو اتر عربستان انهن جو ما ـُـ هو. خانہ بدوشي هنن جي اصـول جي خلاف هئي: جتي ويئـا، اتي ڇٽـا، انهي ڪري هنن ڪا تهذيبي ترقي ڪانہ ڪئي، البت پنهنجي اصل سامي خون کي ڌاريِ آميزش کان محفوظ رکيو. شهري آبادين ۽ تجارتي قافلن لاءِ حجاز جا بدوي هڪ دهشت هئـا، جيـڪـا يمن تائين ڦـهليل هئي، انهيءَ جو مـثـال حميارين جي دور حڪومت ۾ قلع بند محلاتن جي تعميرآهي جيڪا بدوين جي حملن کان بچاءَ طور ڪئي وئي هئي. غمدان جي مشهور تاريخي محل وانگر ٻين قلعن اندر تعمير ڪيل محلن سبب " يمن" محلاتن جو ملڪ سڏجڻ لڳو هو. (هٽي ص ٥٢ )

حجاز جي بدوي قبيلن جو عام مزاج ٻن فطري اصولن تي ٻڌل هو: هڪ " مروعه" معنيٰ مردانگي ۽ ٻيو " ارد" معنيٰ عزت نفس. " مروعه" يعني مردانگي ۾ شامل ان جا ٽي " فروع" يا شاخون هيون: همت، وفاداري ۽ سخاوت. همت جو اندازو " غزواة" يا ڌاڙن جي تعـداد مـان لڳايو ويندو هو. وفاداري قبيلي ۽ شيخ سان وابستہ هئي. سخاوت جو ثبوت مهمان لاءِ اٺ ڪهي دعوت ڪرڻ مان ملندو هو. حاتم طائي، جنهن غالبا سن ٦٠٥ ع ۾ وفـات ڪئي، بدوي سـخاوت جي عـلامت طور اڄ ڏينهن تائين دنيـا ۾ مـشـهـور آهي. ننڍپڻ ۾ پنهنجي پيءُ جا ٽي اٺ ڪهي واٽهـڙو مـاڻهن کي کارايائين ۽ بچيل گوشت انهن کي ڏئي ڇڏيائين جنهن تان ناراض ٿي سندس پيءُ کيس گهر مان ڪڍي ڇڏيو. ( ابن قتيبه " الشعرا والشعراء" مدير ڊي گـوجي (De Goeje)، ليـڊن ١٩٠۴ ع، ص ١٢۴) قـبل اسـلام عـربي شاعري بدوي ڪردار جي آئينہ دار آهي. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪافر بدوي قـبيلن جو، عـربسـتـان ۾ رائج ڪنهن بہ مـذهب سـان واسطو نـہ هو. روحـاني محرڪات جي معـاملي ۾ بدوي بي حس ۽ لاپرواهہ هو. انهيءَ جو مثال " امرو القيس" جي هڪ واقعي مان ملي ٿو: پيءُ جي خون جو پلاند ڪرڻ لاءِ گـهـران نڪـتـو. مـڪـہ جي ڏکڻ ۾ ستن ڏينهن جي پنڌ تي " ذوالخلصة" جو عبادت گاهہ هو جتي اڇي پٿر جي ٺهيل بت جي پوڄا ڪئي

ويندي هئي. اتي پهچي " ازلام" لاءِ ترسيو. فال وجهڻ جو اهو رواج عربن ۾ عام هو، جنهن مطابق تيراچلائڻ بعد جڏهن هر دفعي" ترڪ" تي تير ڪريا تڏهن اهي ڪٽي بت جي منهن ۾ اڇليائين ۽ چيائين، " لعنتي! جيڪڏهن تنهنجي پيءُ جو قتل ٿئي ها، تہ تون مون کي انتقام وٺڻ کان نہ روڪين ها." (اغاني ج ٨، ص ٧٠، هٽي "عربس" ص ٩٦) ڪٿي بہ عرب بدوي قبيلن جي بتن ڏانهن عقيدتمنديءَ جو ڪو مثال نہ ٿو ملي. سندن مذهبي عقيدا اوائلي ۽ قديم ترين شامي عقيدي موجب هئا. جهڙي طرح سندن خون آميزش کان پاڪ هو، اهڙي طرح سندن مذهب پڻ خالص عقيدن تي ٻڌل هو. رزق ۽ تقويٰ: الله آبادي لائق زمين ڏئي ٿو، اهو پلو معبود آهي، اهو غير آباد زمين بہ ڏئي سگهي ٿو، تنهن ڪري ان کان ڊڄڻ گهرجي ۽ خبرداريءَ کان ڪم وٺجي، جيئن پلي زمين کسجي نہ وڃي. بدوي عقيدي مطابق روح جو طبعي وسيلن ۽ فطري ضرورتن سان تعلق آهي. انهيءَ عقيدي کي "اينيمزم" (Animism) چئجي ٿو. بدوي قبيلا وحدانيت جي نظريہ بلڪ عقيدي رکڻ جي باوجود قدرتي شين،مثلا وڻن، چشمن، ڪوهن، غارن ۽ پٿرن کي پاڪ سمجهندا هئا، ڇاڪاڻ تہ انهن جي ذريعي هو واحد الله جي واڪاڻ ڪري سندس قرب حاصل ڪري سگهيا ٿي. نخلستان ۽ ريگستان جو فرق هنن کي خوب معلوم هو. اهڙي طرح " زمزم" جو چشمو، اسلام کان اڳ، بدوين لاءِ هڪ پاڪ جاءِ هئي، جنهن جو سڌو تعلق قديم اسماعيلي مذهبي روايت سان هو. ( ابن هشام، سيره، ص ٧١) القزويني جي ڪتاب" عجائب المخلوقات" ۾ "عروه" جي ڪوهہ تان قافلي وارن جوپاٽي ڪٽي تحفي طور وڃي عزيزن دوستن ۾ ورهائڻ جو ذڪر ڪيل آهي، جيئن حاجي زمزم جو پاڻي آڻيندا آهن. اهڙي طرح بدوي قبيلا چنڊ جا معتقد هئا، جڏهن تہ شهري عرب سج کي ديوتا سمجهندا هئا. اهو فرق هو غير آباد علائقن جو جن ۾ بدوي چنڊ جي روشني تي اٺ چاريندا يا انهن تي سفر ڪندا هئا ۽ آباد علائقن جو، جن ۾ لائق آباد زمين سج جي گرميءَ تي فصل اپائيندي هئي. غير آباد علائقن جا بدوي، سج کي ماريندڙ ۽ چنڊ کي بچائيندڙ مڃيندا هئا. "ود" "چنڊ - ديوتا" جو بت هو. انهيءَ ڪانسواءِ ٻين ڇئن بتن جو قرآن شريف ۾ حوالو ڏنل آهي:" ۽ چيائون تہ پنهنجي خدائن

کي نہ ڇڏيو ۽ نہ " ود" ۽ نہ " سواع" ۽ نہ " يغوث" ۽ نہ " يعوق" ۽ نہ " نسر" (کي ڇڏي ڏيو)" ( سورة النوح آيت ٢٣).

" ود" مينائي (Minaean) تهذيب جي ديومالا جو وڏو بت هو. "نخلة" جي مقام وٽ، " العزيٰ" جو مقدس وڻ هو، جهڙي طرح " نجران" ۾ کجيءَ جو مقدس وڻ هو ( ابن هشام، سيره ص ٢٢، طبري تاريخ ج١ ص ٩٢٢) اهڙي طرح " ذات عنوات" ( ايضا٨٤٤). يعني اهي معبود جنهن تي نذرانا ٽنگيا وڃن، عام زيارتن ۽ قربانين جا مقامات هئا. جتي مکي وارا ساليانہ سکائون ڏيڻ ۽ دعائون پنڻ ايندا هئا. " نجران ۾ مقدس کجيءَ جي وڻ تي ڪپڙن، ڪٽن ۽ هٿيارن جا نذرانا ٽنگيا ويندا هئا. " طائف" جو بت " اللت" (لات) چوڪنڊي پٿر جي صورت ۾ هو. ( هتي ص ٩٨) "ذوالشريٰ"، " پيترا" جي " نباطين" جو خدا هو: اڻ گهڙيل ڪاري پٿر جو بيدولوچوڪنڊو بت، ٤ فٽ ڊگهو ويڪرو، هڪ " ڪعبة" جي طرز تي ناهيل بت، بت خانہ ۾ نصب ڪيل هو. اهڙن بتن مان اڪثر جي لاءِ چراگاهہ وقف ٿيل هئا، جن جي آمدني مان هي توهماتي ڪاروبار هلندو هو. " اللت (لات) جو ذڪر هيرودوٽس جي تاريخ ( ٥٠٠ ق م) ۾ ڪيل آهي، جنهن کي يوناني ديوي " يورينيا" (Urania) سان تشبيهہ ڏني وئي آهي. پيترا جي بتخاني ۾ " اللت" جو بت پڻ رکيل هو. " ذوالشريٰ"کي بعد ۾ "شراب جو خدا" بنايو ويو، جنهن ۾ يوناني ديوتا ڊائنيسس بڪس (Dionysus _ Bacchus) جا ڪجهہ اطوار رکيا وياهئا. "پيترا" جي بت پرستيءَ ۾ اهو بت يوناني دور سان تعلق رکي ٿو. مکي ۽ حجاز جي پوري علائقي ۾ العزيٰ، اللت ۽ مناة ٽن اهم بتن جي عام پرستش ڪئي ويندي هئي ۽ انهن کي الله جون ڌيئرون شمار ڪيو ويندو هو.¹

" اللت" "الله جي مونث" اللّهه" جو مخفف آهي. " نباطين" جي ديو مالا ۾ هن ديويءَ کي " اليلات" جي نالي سان پڪاريو ويندو هو. " طائف" جي قريب " اللت" جي عبادت لاءِ چراگاهہ( همه) ۽ حجرا ( حرم) وقف ٿيل هئا. جن جي اندر وڻ وڍڻ، شڪار ڪرڻ ۽ انساني خون وهائڻ ممنوع هو. انهيءَ زماني ۾ اسرائيل ۾ پڻ اهڙاپناهہ گاهہ موجود هئا. جنهن مان اسرائيلي، اسماعيلي عقائد جي اشتراڪ جو اندازو ٿو ٿئي.

"مڪي"جي مشرق ۾ " نخله" جي علائقي اندر "العزيٰ" جي عبادت جاري هئي. "العزيٰ" جي معنيٰ آهي: زبردست. زهره (Venus)، صبح جي تاري، سان سندس نسبت هئي. قريشن ۾ هي بت بيحد محترم هو. سندس عبادتگاهه ۾ تي وڻ شامل هئا جتي فقط انساني رت جي قرباني قبول ٿيندي هئي. اسلام جي آغاز وقت " عربن جو اهو هڪ مقبول نالو هو." "منواة"، "منيه" معنيٰ مقدر مان ورتل نالو آهي ۽ انهيءَ کي قسمت جي ديوي قرار ڏنو ويو هو. سندس خاص معبود هڪ ڪارو پٿر هو، جيڪو "مڪي" ۽ " يثرب" ( مديني) جي شاهراهه تي واقع هڪ مقام "قديد" وٽ نصب ڪيل هو. هيءَ مقدر جي ديوي، خاص طور تي " يثرب" جي "اوس" ۽" خزرج" قبيلن ۾ بيحد مڃي ويندي هئي ۽ اهي ئي قبيلا هئا جن پيغمبر اسلام جي حمايت ۾ سڀني کان اڳرو قدم کنيو هو. " نباطين" جي ديومالا ۾ پڻ "منات" ( منواة) جي شموليت معلوم ڪئي وئي آهي. اللت ، العزيٰ ۽ " منواة" جي قدامت ۽ زناني حيثيت مان معلوم ٿو ٿئي ته قديم عرب سماج مائٽي برتري (Matriarchy) جي بنياد تي قائم هو ۽ پيُيتي برتري (Patriarchy) جو دور بعد ۾ آيو،جيئن ديوتائن کان اڳ ديوين جو سراغ ملي ٿو. " حبل" ديوتا، ڪعبي جو مک بت هو، جيڪو بابل (ميسوپوٽيميا)کان آندو ويو هو." عمرو ابن لحي" هڪ قريش تاجر انهيءَ بت جو درآمد ڪندڙ هو، ( ابن هشام، سيره ص ٥٠،هٽي، هسٽري....... ص ١٠٠) اهو بت انساني شڪل ۾ هو. سندس پر ۾ " ازلام" ( فال وجهڻ جا تير) رکيل هئا. ظاهر آهي ته اها آرميائي (Aramanian) مذهب جي آميزش هئي ۽ " حبل" آرميئي زبان ۾ " ارم" معنيٰ ٻاڦ يا روح مان ورتل نالو هو![١٨]

"ڪعبة" جو بت خانو، " ڪعب" معنيٰ ڇهه پاسي ( شش پهلو) شڪل ۾ ٺهيل عمارت، قديم سادگي جي طرز تي، بنا ڇت هڪ عمارت هئي، جنهن جي ڪنهن مرامت نه ٿي ڪرائي ڇاڪاڻ ته عام عقيدي مطابق انهيءَ کي هٿ لائي ناپاڪ ڪرڻ سان الله جو غضب نازل ٿئي ها. انهي ۾ هڪ ڪارو شهاب ثاقب " حجر اسود" جي نالي سان نصب ڪيل هو، جنهن متعلق عام عقيدو هو ته انهيءَ ۾ هڪ روح ويٺل آهي ۽ عبادت ڪرڻ

سان انهيءَ مخفي روح کان امداد حاصل ڪري سگهجي ٿي. روايت مطابق، ڪعبہ جي تعمير وقت حضرت اسماعيل عليه السلام کي اهو پٿر حضرت جبرئيل عليه السلام فراهم ڪيو هو ۽ڪيس حج جا ارڪان سمجهايا هئا. اسلامي روايت مطابق " ڪعبه" جو پهريون معمار حضرت آدم عليه السلام هو. نوح جي طوفان ۾ اهاعمارت ڊهي وئي، ليڪن نشان باقي هئا، جن تي حضرت ابراهيم عليه السلام " ڪعبه" جيِ نئين سر تعمير ڪئي. جنهن نموني حجر اسود جي اسماعيلي قبيلا پوڄا پاٺ ڪري رهيا هئا، اهو نمونو پورچوگيز آباد ڪارن کي مغربي افريقہ ۾ نظر آيو ۽ انهيءَ کي " فيٽزم" (Fetism) جو نالو ڏنو ويو. جنهن ۾ روحاني امداد کان علاوه هڪ ٻي جان بت ڏانهن جنسي ڪشش جو عنصر پڻ شامل هو. ٻيا ديوتائي بت جهڙوڪ " نصر (ڳجهہ) " " عوف" (گرڙ پک) وغيره ڏيکارن ٿا تہ توهم پرست عربن ۾ ڪنهن جاندار يا بي جان شئي کي ڪنهن مقامي قبيلي جي وهمي نسبت سبب پوڄڻ جي رسم هئي. انهي شيءِ (Toten) کي ڪنهن اڻ ڏٺل گهري رشتي جي ظاهري علامت سمجهو ويندو هو ۽ انهيءَ جي حوالي سان فرض ۽ ذميداري جو نظام هلايو ويندو هو.[١٩]

مذڪوره عرب سماج ۾" آخرت" جو تصور ڪنهن معتبر ذريعي مان معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. دنيوي فڪر ۽ مادي نظريات، اسلام کان اڳ، ڪافي نمايان نظر اچن ٿا: قديم زماني جي هڪ عرب پٽ فقير جو هڪ بيت محفوظ آهي ! جنهن جو انگريزي ترجمي تان ڪيل سنڌي ترجمو هن ريت ٿيندو: " اسين ( ڏاس) ڪتيون پيا ۽ ۽ زندگيءَ جي راهہ ۾ گول پيا ڦرون . پوءِ غريب توڙي شاهوڪار کي آرام جي ضرورت آهي. زير زمين پٿرن سان ڍڪيل خالي غارون آهن جتي اسين آرام ڪندا آهيون." ( ابو تمام ص ٥٦٢ انگريزي ترجمو ، ص ٢٧ ,Lyall, Translation هٽي، هسٽري..........ص ١٠٢) xxvl1 بعد ۾ جڏهن بدوي قبائلي پنهنجي پيداوار شهرن ۾ نيڪال ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا تڏهن شهري عربن جي عقيدن ۽ ريتن رسمن کان واقف ٿيا ۽ رفتہ رفتہ هو انهن جو نقل ڪرڻ لڳا، تاهم ذهني ۽ فطري طور تي بت پرستيءَ جي عقيدن جا قائل ٿي نہ سگهيا؛ جيتوڻيڪ عبادتگاهن ۽ قربان گاهن ۾ ڪين داخلا ملي وئي، ۽ انهن جي حفاظت ۽ عظمت لاءِ بدوي قبائل پڻ شهري قبيلن جي فردن وانگر برابر جا

ذميدار هئا.

هن باب ۾ پيش ڪيل مختصر تاريخي تفصيلن مان معلوم ٿيندو تہ بت شڪن اسلام جي پيغمبر ۽ داعي حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي عربستان ۾ ڪيڏي وڏي انقلاب آڻڻ جي ضرورت هئي ۽ سندس ڪم ڪيترو نہ مشڪل ۽ تقريبا ناممڪن هو.

# قديم تاريخ جو خلاصو

ڏکڻ اولهہ ايشيا ۾ عربستان جو ملڪ. پنهنجي ڏکڻ اولهہ ڪنڌ واري علائقي يمن کان علاوه، ڪڏهن ڌاري قوم جي غلاميءَ هيٺ نہ رهيو آهي. "يمن" مان ڌارين حبشي حڪمرانن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ هڪ عرب سردار سيف بن ذواليزين ايران جي "ڪسريٰ" کان امداد طلب ڪئي، جنهن بعد اتي ايراني بالادستي قائم ٿي. اتر ۽ وچ عربستان هميشه وانگر هڪ آزاد ۽ خودمختار ملڪ رهيو. ڪلدانين بعد قحطانين عرب تهذيب جا بنياد وڌا. قحطاني سامي نسل مان هئا، هنن يمن ۽ حضرموت جي ڪجهہ حصن ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي جد امجد قحطان جي نالي پنيان" بنو قحطان" سڏائڻ لڳا. سندن سردار "يعرب" جي نالي پٺيان سموري ملڪ کي " عرب" يا " جزيرة العرب" جو نالو ڏنو ويو ۽ بعد ۾ هتي آباد ٿيندڙ " بنو اسماعيل" جي ١٢ قبيلن سميت پوري قوم کي عرب نسل، قوم ۽ معاشرو سڏيو ويو. بنو قحطان جي هڪ يمني بادشاهہ، عبدالشمس، جو تخلص " سبا" هو، تنهن ڪري يمن جي قحطاني شاهي خاندان کي " سبا" نالو مليو ۽ يمن جي " سبائي تهذيب" دنيا ۾ مشهور ٿي.[٢]

بنو اسماعيل، حجاز ۽ اتر عربستان کي پنهنجو مسڪن بنايو ۽"ڪعبہ" جي عبادتگاهہ جا متولي ۽ دولتمند واپاري ۽ سوداگر بنيا. عرب جي تاريخ جو خاص ماخذ قرآن شريف آهي، جنهن جي متن ۾ عرب قوم جي قديم روايتن ۽ قصن جو ذڪر ڪيل آهي. اٺين صدي عيسوي ۾ باضابطہ تاريخنويسيءَ جي ابتدا ٿي. جديد دور جي سائنسي طريقن سان حاصل ڪيل معلومات مان قرآن شريف جي متن ۾ ذڪر ڪيل واقعات ۽ مقامات جي

تصديق ٿي ٿئي، تاهم تقريبا ٻه هزار سالن جي تاريخ، حضرت ابراهيم عليه السلام جي آمد، ڪعبه جي تعمير ۽ " بني اسماعيل" جي بودوباش ڪان وٺي پنجين صدي عيسوي تائين، غير مسلسل ۽ غير مربوط انداز ۾ ڪٺي ڪيل آهي. حجازي نسل، بنو عمالقه، بنو جرهم ۽ بني اسماعيل جي باهمي رشتيدارين مان تشڪيل ٿيو. حضرت اسماعيل عليه السلام جو فرزند "قيدار" قريش قوم جو جدامجد آهي. " قيدار" ڪان معاد بن عدنان تائين هن قوم جو احوال ناپيد آهي. عدنان جو قبيلو " عدن" جي علائقي ۾ آباد هو جنهن ڪري علائقي تي اهو نالو پيو. انهي زماني ۾ قحطاني نسل، اصل عرب قوم هجڻ جي دعويٰ ڪئي ۽ عدناني نسل کي "متعربه" سڏڻ لڳا،[٢١] انهن ۾ حجازي، نجدي، نباطي ۽ بني اسماعيل قبيلا شامل هئا. قحطان ۽ عدنان جي نسلن کي ذڪڻ ۽ اتر عربستان جي نسلي ۽ تهذيبي تفاوت سمجهڻ لاءِ پڻ ڄاڻايو وڃي ٿو. اتر عربستان جي قبيلن کي نضاري سڏجي ٿو. "نضر" معاد بن عدنان جو فرزند هو. سندس پوٽو حضرت الياس عليه السلام بن مضر بن نضر، حضرت اسماعيل بن حضرت ابراهيم عليهم السلام ڪان پوءِ هن قوم جو ٻهريون پيغمبر ٿيو. بائيبل مقدس ۽ قرآن شريف جي شارحين جنهن پيغمبر حضرت الياه عرف حضرت الياس عليه السلام جو ذڪر ڪيو آهي، اهو سن ٩١٨ ق.م ۾ بني اسرائيل قوم جو پيغمبر هو. بني اسماعيل ۾ حضرت الياس عليه السلام بن مضر جي شناخت تحقيق طلب آهي. قرآن شريف جي سورة صافات ۾ حضرت الياس کي " بعل" (سج) جيٰ عبادت خلاف تبليغ ڪندڙ ڏيکاريل آهي. اها بذعت بني اسرائيل ۽ بني اسماعيل ٻنهي نسلن ۾ آيل هئي. بهرحال مزيد تحقيق جي ضرورت آهي.

حضرت الياس( عليه السلام) بن مضر ڪان ڇهه پيڙهيون پوءِ فهر بن مالڪ، قريش قوم جو جدامجد ٿي اڀريو. هو هڪ مشهور تاجر هو، تنهن ڪري "قريش" معنيٰ تاجر، يا واپاري جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ سندس نسل کي " اهل القريش" يا "قريشي" سڏيو ويو. فهر عرف " قريش" جو زمانو ٽين صدي عيسويءَ ۾ ٿي گذريو. عرب قبائل ۾ قريش هڪ ممتاز شخصيت جو مالڪ هو ۽ سندس اولاد قريش قبائل انهي امتياز کي هميشه برقرار رکيو، ايتري قدر جو جڏهن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي

رحلت بعد اسلامي حڪومت جي سربراهه مقرر ڪرڻ جو سوال پيدا ٿيو ته اهو اصول قبول ڪيو ويو ته " الائمة من القريش" يعني قيادت قريش ڪندا. انهيءَ قريش قبيلي ۾ فهر بن مالڪ ڪانپوءِ سندس پڙپوٽو " ڪعب بن لوي" هڪ تاريخي ڪردار آهي. سندس هڪ شعر محفوظ آهي:

"علي غفلة ياتي النبي محمد

فيخبر اخبارا صدوقا خبير بها"٢٢

توهان غفلت ۾ هوندا جڏهن محمد نبي پيدا ٿيندو ۽ توهان کي اهي خبرون ٻڌائيندو جن جي سچائي جي تصديق ٿيندي.

ڪعب بن لوي جي پيشگوئي زماني جي حالات وساريءَ ڇڏي. مڪي جي حڪمراني، جيڪا بنو عمالقه ڪانپوءِ بنوجرهم جي قبضي هيٺ هئي، سا بنو خزاعه جي هٿ هيٺ آئي. بني اسماعيل، تاريخ ۾ رشتيداريءَ جي بنياد تي، "بنو جرهم" قبيلي جا حليف هئا: شڪست خورده بنو جرهم جو سردار مضاض بن عمرو بن الحارث پنهنجي قبيلي ۽ " بني اسماعيل"کي ساڻ ڪري مڪي کان ٻاهر نڪري ويو. روايت مطابق هن ڪعبه جي نذرانن مان قيمتي سامان ۽ به سونا هرڻ زمزم جي کوهه ۾ لڪائي ڇڏيا هئا، جيئن وري قابض ٿيڻ بعد اهي ڪڍي سگهجن. تاهم اهو نصيب بني اسماعيل جي قريش قبيلي جو هو جنهن مان پنجين صدي عيسويءَ ۾ هڪ لائق فرزند قصي بن ڪلاب پيدا ٿيو، جنهن ڪعبه جي مجاوري هٿ ڪئي، جيڪا بنو خزاعه جي حوالي هئي . " بنو خزاعه" جي سردار " حليل" ڪعبه جي چابي پنهنجي ڌيءَ" حبي" جي حوالي ڪئي، جنهن اها پنهنجي قبيلي جي هڪ شخص ابو غبشان خزاعي جي سپرد ڪئي. اهو شخص سخت شرابي هو. هڪ ڏينهن شراب خريد ڪرڻ لاءِ پئسا ڪونه هئس. قصي موقعو وٺي ڪعبه جي چابي وڪڻڻ جي آڇ ڪيس، جيڪا هن قبول ڪئي. اهڙي طرح ڪعبة الله جي توليت قريش قبيلي جي حوالي ٿي.٢٣

قصي بن ڪلاب مڪي ۾ هڪ مضبوط حڪومت قائم ڪئي. دولت ۽ اولاد جي ڪثرت هن کي هڪ طاقتور حڪمران بنايو. هن پوري حجازکي پنهنجي حڪمرانيءَ هيٺ آڻي، مڪي کي ان جو صدر مقام مقرر ڪيو. سندس زماني کان اڳ ڪعبه جي آسپاس ڪابه آبادي نه هئي، ڇاڪاڻ ته اها

ڪعبه جي بي حرمتي سمجهي ويندي هئي. ڪعبه جي حدن کان ٻاهر تنبن ۽ جهوپڙين ۾ عرب قبيلا رهندا هئا، جيڪي عمومي طور تي " بدوي" تهذيب مطابق زندگي گذاريندا هئا. قصي، ڪعبة الله جي ڀيهر تعمير ڪرائي ۽ پنهنجي لاءِ هڪ شاندار محل تعمير ڪرايو، جنهن جي مرڪزي وڏي ڪمري کي " دار الندوه"نالوڏنو ويو ۽ انهيءَ ۾ مشاورتي مجلس جو انتظام رکيو ويو ۽ حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ، عوام جا مسئلا، انهن جو حل ۽ فيصلا اتي ٿيڻ لڳا. مڪي جي قريشن سندس ترغيب تي تنبو ۽ جهوپڙيون ڇڏي، ڪعبة الله جي چوگرد پٽر جا گهر ناهيا ۽ انهن ۾ رهڻ لڳا. سرڪاري ڍل مقرر ڪئي وئي جنهن مان حڪومت جي ڪاروبار، رفاهه عام جي ڪمن ۽ حج جي انتظامات تي خرچ ڪيو ويندو هو.[٢٤]

قصي سن ٤٨٠ ع ڌاري وفات ڪئي. قريش روايت مطابق سردار جي پٽن ۾ سيني کان وڏيڪ سورهيه ۽ سمجهدار پٽ جا نشين ٿيندو هو ۽ قصي جي ڇئن پٽن مان عبدالمناف اهو عقلمند سورمو هو. ليڪن وفات وقت قصي پنهنجي وڏي فرزند عبدالدارکي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو هو. "عبدالدار"جي وفات بعد، عبدالمناف جي خاندان پنهنجو روايتي حق گهريو ۽ هاشم بن عبدالمناف کي، روايتي قدرن جي حامل هجڻ سبب ،حجاز جي حڪمراني جو حقدار ٺهرايو. قصي جي باقي ٻن فرزندن جي خاندان ۽ باقي قريش قبيلن مان ٻن طاقتور قبيلن، "بنو زهره" ۽ " بنو تيم" ،هاشم بن عبدالمناف جي تعبيداري ۽ باهمي اتحاد کي برقراررکڻ جو عزم ڪيو. جنگ کي ٽارڻ لاءِ مشاورتي مجلس، اقتدار جي ورهاڱي جو فيصلو ڪيو، جنهن مطابق ڍلن جي وصولي ۽ حج جا انتظامات عبدالمناف جي خاندان طرفان منتخب ڪيل سردار هاشم بن عبدالمناف بجاءِ قصي جي روايت مطابق عبدالمناف جي وڏي فرزند عبدالشمس جي حوالي ڪيا ويا، جنهن قديم قريش روايت کي زنده رکڻ لاءِ اهي اختيارات پنهنجي پاڻ ۽ خاندان جي منتخب فرد هاشم جي حوالي ڪيا. باقي حڪومتي اختيارات فوجي پرچم، ڪعبه جي رکوالي ۽ "دارالندوه" جو ڪاروبار، عبدالدار جي خاندان جي حوالي ڪيا ويا. "بنوتيم" قبيلي کي بہ اقتدار ۾ شامل ڪيو ويو ۽"خدمت الاشناق"، يعني ديت ۽ خون بها جا فيصلا "بنو تيم" جي سپرد

تيا.٢٥

حضرت هاشم بن عبدالمناف پنهنجي تجارتي ساک پت ۽ فطري سخاوت سبب مکي ۽ حجاز جي باقي رياست ۾ هڪ مقبول ترين شخصيت جو مالڪ هو. سندس ٽي ڀائر: عبدالشمس، نوفل ۽ مطلب سندس ڀانهن ٻيلي ۽ مدبر انسان هئا، انهن ڌار ڌار ٻاڙيسري ملڪن ۽ علائقن جي حڪمرانن سان باهمي امن و سلامتيءَ جا معاهده ڪيا: هاشم، قيصر روم ۽ بنو غصان قبيلي جي سردار سان معاهدو ڪيو ۽ عبدالشمس حبشيه جي نجاشيءَ سان ۽ اهڙي طرح نوفل ڪسريٰ فارس سان ۽ مطلب يمن جي حميارِي بادشاهه سان ڌار ڌارمعاهدا ڪيا. مکي ۽ حجاز کي هر طرف شهرت حاصل ٿي ۽ تجارتي قافلا امن امان سان گذرڻ لڳا. هاشم بن عبدالمناف سهڻي شڪل صورت ۽ عمدي شخصيت سبب عوام ۾ مقبول هو. سال ۾ ٻه دفعا تفريحي دورن تي نڪرندو هو: گرمي ۾ يمن ۽ سردي جي موسم ۾ شام طرف نڪري ويندو هو. انهن تفريحي دورن ۽ حضرت هاشم جي وجاهت ۽ شخصيت سبب مکي ۽ قريش قوم کي بين الاقوامي شهرت حاصل ٿي. حضرت هاشم آخر عمر ۾ يثرب جي قبيلي بنو خزرج مان بيبي سلميٰ بنت عمرو سان شادي ڪئي، جنهن مان سندس وفات بعد هڪ فرزند ڄائو، جنهن جونالو " شيبه" رکيو ويو. حضرت هاشم آخري تجارتي سفر دوران فلسطين جي شهر " غزه" ۾ اوچتي علالت سبب ٥١٠ ع ڌاري دم ڏنو. سندس ڀائرن مان عبدالشمس کي يمن ۽ شام ۾ واپاري ڪوٺيون هيون ۽ نوفل جو عراق ۾ ڪاروبار هو. تنهن ڪري اهي حضرت هاشم جي ڪعبه متعلق ذميدارن ڪڻڻ لاءِ آماده نه تيا ۽ اها ذميداري غريب ڀاءُ مطلب تي عائد ٿي، جنهن کي سخاوت ۽ فراخدليءَ سبب مکي جو عوام "الفيض" جي لقب سان پڪاريندو هو. هن پنهنجون ذميداريون نهايت خوش اسلوبيءَ سان ادا ڪيون. انهيءَ دوران سندن يثربي ڀائٽي شيبه بن هاشم جي جوانمردي ۽ اخلاق جي ساراهه مکي جي هاشمي خاندان ۾ پهچڻ لڳي ۽ حضرت مُطلب يثرب وڃي پنهنجي ڀاڄائي ۽ ڀائٽي شيبه‌کي مکي وٺي آيو. جڏهن شهر ۾ داخل تيا ته ڀائٽي جي چاچي اڳيان نماڻائيءَ ۽ نهٺائي ڏسي عام ماڻهن سمجهو ته هو مُطلب جو غلام آهي، سوکيس عبدالمطلب سڏڻ

لڳا ۽ " شيبه" بدران عبدالمطلب نالو مشهور ٿي ويو. حضرت مطلب پنهنجي مرحوم ڀاءُ حضرت هاشم جو ورثو، شيبه جي حوالي ڪرڻ گهريو ته سندس ڀاءُ "نوفل" ايئن ڪرڻ نه ڏنو، تنهن تي شيبه عرف عبدالمطلب پنهنجي ناناڻن مان ٨٠ ( اسي) خزرجي نوجوان گهرائي اهڙو رعب وڌو جو نوفل چپ چاپ سندس ورثو ادا ڪيو ۽ اهل قريش ۾ سندس جوانمرديءَ جي ڌاڪ ويهجي وئي.[٢٦]

سن ٥٢٠ ع ڌاري، حضرت مطلب جي وفات بعد سندس ڀائٽيو شيبه عرف عبدالمطلب حاجين جي" سقايت" ۽ " رفادت" جي ذميداري سنڀالي: سقايت معنيٰ ڪعبة الله جي حج لاءِ آيل حاجين کي کجور ۽ شربت پيش ڪرڻ ۽ رفادت معنيٰ غريب حاجين جي کاڌي پيتي ۽ واپسي سفر جي راهه خرچ جو بندوبست ڪرڻ. اهي خدمات حضرت عبدالمطلب پنهنجي هڙون ڪندو رهيو، جنهن ڪري سندس مالي حالت ڪڏهن به مضبوط نه رهي. زمزم جو کوهه لٽيل هو. انهي جي ڀيهر کوٽائي ۽ صفائي لاءِ ڪوبه قريش تيار نه ٿيو. حضرت عبدالمطلب پنهنجي فرزند حارث سان گڏجي اها مشقت شروع ڪئي. جڏهن به سونا هرڻ ۽ ٻيو قيمتي سازوسامان زمزم مان برآمد ٿيا ته سيئي قريش پنهنجي حصي جي تقاضا ڪرڻ لڳا. آخر فيصلو" ازلام" جي رسم مطابق تيرن ذريعي قرعه اندازي سان ٿيو: " هبل" جي بت اڳيان، ٻه ٻه تير "قريش" ، " ڪعبة"۽ عبدالمطلب جي نالي سان اڇلايا ويا ۽ فيصلو ٻن سونن هرڻن ۽ قيمتي تلوارن بابت ٿيڻو هو: سونا هرڻ ڪعبة جي نالي نڪتا، قريشن جا ٻئي تير خالي ويا ۽ تلوارون عبدالمطلب جي نالي نڪتيون. حضرت عبدالمطلب اهي ترارون وڪڻي ڪعبه جو دروازو ٺهرايو ۽ سونا هرڻ انهيءَ ۾ اندر رکي محفوظ ڪيا. قدرت ڪي عبدالمطلب جي فراخدلي جي اڃا وڏيڪ آزمائش ڪرڻي هئي. حضرت عبدالمطلب آس ڪئي ته ڪيس ڏهه پٽ ڄمن ۽ ٻاس ٻاسي ته جيڪڏهن ائين ٿيو ته انهن مان هڪ پٽ کي " هبل" ديوتا جي اڳيان قربان ڪندو. آس پوري ٿي ۽ پٽ جوان ٿيا ته قرعه اندازي ذريعي معلوم ڪيائين ته ڪهڙو پٽ قربان ڪريان، قرعه فال هر دفعي سندس سيني مان ننڍي پٽ حضرت عبدالله ( والد شريف حضرت محمد صلي الله عليه وسلم) جي نالي تي نڪتو. هن پنهنجي محبوب ترين پٽ کي ٻانهن

کان ورتو ۽ زمزم جي قريب. " اساف" ۽ " نائلہ" جي ٻن بتن جي وچ ۾ نهيل قربان گاهہ طرف کيس وٺي ويو. سيئي قريش اچي گڏ ٿيا ۽ پريشان هئا. ڇاڪاڻ تہ عبدالله بن عبدالمطلب سندن بہ پيارو هو. مغيره بن عبدالله مخزومي تجويز پيش ڪئي تہ خون جي قرباني ۽ بدران مال جي قرباني پيش ڪجي. يثرب جي ڪاهن " عرافه" کان هي مذهبي مسئلو پڇيو ويو جنهن تجويزڪيو تہ هڪ طرف عبدالله ۽ ٻئي طرف ڏهہ اٺ بيهاري تير اڇلايو. جيڪڏهن قرباني جي فال عبداللهجي نالي نڪري تہ اٺن جو تعداد وڌائيندا وڃو تان تہ قرعہ فال اٺن جي نالي نڪري. پوءِ جيترا اٺ ان وقت تائين قطاريا ويا هجن اهي کهي عام انسانين، جانورن ۽ پکين پکڻن کي کارايو تہ قرباني قبول پوندي. ايئين هڪ سؤ اٺ قربان ڪري حضرت عبدالله بن عبدالمطلب جي جان، من جهالت جي رسم ادائي ۽ کان،بچائي وئي. سندس پٽ مان اهو نور پيدا ٿيڻ وارو هو، جيڪو جهالت کي دور ڪري، انسانن جي دنيا ۾ حق جو نور ڦهلائيندو.[٢٤]

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ڪعبة الله شريف جي تعمير ڪئي هئي ۽ مڪہ شريف ۾ بني اسماعيل جي آبادڪاري ۽ جو بنياد رکيو هو، تڏهن هن دعا گهري هئي، جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ ڪيل آهي؛

" واذ قال ابراهيم رب اجعل هذا البلدآمنا واجنبني وبني ان نعبد الاصنام رب انهن اضللن ڪثيرا من الناس، فمن تبعني فانه مني، ومن عصاني فانک غفور رحيم ( سورة ابراهيم، آيات ٣٦ ـ ٣٥): جڏهن ابراهيم چيو (تہ) رب ( سائين) هن شهرکي امن ۾ رکجانءِ، مون کي ۽ منهنجي پونيرن کي انهي ۽ کان بچائجانءِ جو بتن جي عبادت ڪريون انهن ( بتن) اڪثر انسانن کي گمراهہ ڪيو آهي. پوءِ جيڪي منهنجي پيروي ڪن اهي مون منجهان هوندا ۽ جيڪي نافرماني ڪندا،( انهن لاءِ) تون بخشيندڙ ۽ ٻاجهارو آهين.

تاريخ جو مطالعو ڪندڙ کي معلوم ٿيندو تہ بہ هزار سالن کان مٿي عرصو گذرڻ جي باوجود حضرت ابراهيم عليه السلام جي دعا جي مدعا ۽ سندس نسل جي روحاني حالت، ساڳي التجا ۽ مستجابي جي منتظر هئي: سن " عام الفيل" ( ٥٧٠ع) ۾ مڪي جي عوام کي " ابرها" جي هاٿين

وارن حملہ آڻڻ کان الله تعاليٰ امن ۾ رکيو، ليڪن حضرت ابراهيم عليه السلام جا پونئر، بني اسماعيل اهل قريش، بت پرستي ۽ گمراهيءَ ۾ ٻين کان گوءِ کڻي بيٺا رهيا. هنن دين ابراهيمي جي واٽ وساري ڇڏي هئي پوءِ الله غفور رحيم سندن نافرمانيءَ جي باوجود سندس رهنمائي لاءِ منجهائن ئي پنهنجو آخري پيغمبر، حضرت محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب هاشمي، پيدا ڪيو جنهن دين اسلام جو اعلان ڪيو، ۽ جن قبول ڪيو انهن تي الله جو احسان ٿيو، قرآن شريف ۾ انهيءَ حقيقت جو اظهار هنن لفظن ۾ مليل تو:

"لقد من الله علي المؤمنين اذ بعث فيهم رسول من انفسهم يتلوا عليهم آيانه ويزكيهم ويعلمهم الكتاب والحكمة. وان كانوا من قبل لفي ضلال مبين"
( سورة آل عمران، آية ١٦٤)

تحقيق الله مؤمنن تي احسان ڪيو، جڏهن هنن منجهان ئي هڪ رسول مقررڪيو،( جيڪو) کين سندس آيتون پڙهائي ٿو، ۽کين ( سندن دلين کي) پاڪ صاف ڪري ٿو ۽ ڪتاب ۽ حڪمت ( علم ۽ دانائي) سيکاري ٿو، جڏهن تہ انهيءَ کان اڳي هو پڌري گمراهي ۾ پيل هئا. اها گمراهي بہ ڇا گمراهي هئي! ڪعبة الله ۾، ٽي سؤ سٺ ( ٣٦٠) قبائلي بتن جي اڳيان شرابخوري ۽ زناڪاري ڪئي ويندي هئي،انهيءَ غرور سان تہ" ڪعبه" "بيت المحرم" آهي ۽ " مڪه" " بلد آمنا" يعني امن وارو شهر آهي. بيپرواهہ ٿي هڪ ٻئي جي روبرو اگهاڙا ٿي، جنهن سان آيو غلمان يا ڪنيزون، ظاهر ظهور زنا ڪندا ۽ ياوه گوئي ڪندا رهندا هئا.[٢٨]

هي تفصيلات ذهن ۾ رکڻ ضروري آهن. انهيءَ لاءِ تہ پوري طرح محسوس ڪري سگهجي تہ هڪ يتيم بي ياروmددگار،امي نبيءَ لاءِ سچو دين ابراهيمي ٻيهر رائج ڪرڻ ۽ هڪ بظاهر ناممڪن سماجي ۽ اخلاقي انقلاب آڻڻ ۽ هڪ جاهل مجهول مرڪب قوم کي انساني تهذيب جي شاهراهہ تي گامزن ڪرڻ، ڪيڏو نہ ڪٺن ۽ سر وڃڻ جو ڪم هو، جنهن جي ڪاميابيءَ جو هڪ سيڪڙو بہ امڪان نہ هو. جديد دور جي سوانح نگار مائيڪل هارٽ پنهنجي تذڪره، " د هنڊ ريڊ" ۾ لکي ٿو تہ " هو (حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ) تاريخ جو واحد انسان آهي، جنهن ديني خواهہ دنيوي سطح تي اعليٰ ترين ڪاميابي حاصل ڪئي."[٢٩]

حضرت محمدصلي الله عليه وسلم جي " ا ي" لقب جي باري ۾ قرآن شريف جي متن ۽ متعدد تفسيرن مان معلوم ٿو ٿئي ته عربي لفظ امي معنيٰ اڻ پڙهيل جو مفهوم، اهل الڪتاب جي ضد ۾ آهي يعني اهو جيڪو عبراني صحيفه پڙهي نه سگهي، بغيرصحيفي، يا اهو جيڪو عربي مضمون نه لکي سگهي جيئن " اوتو الڪتاب والاميين" ( سورة آل عمران آيت ٢٠ تفسير طبري ج ٣ , ص ١٤٣) يا "الذين يتبعون الرسول النبي الامي الذي يجدونه مڪتوبا عندهم في التوراة والانجيل.... " (سورة الاعراف، آيت ١٥٧) يا " هوالذي بعث في الاميين رسولا منهم يتلو عليهم آياته...." (سورة الجمعة، آيت ٢)

حضرت محمدصلي الله عليه وسلم پهريون نبي آهي، جيڪو تاريخ جي روشن زماني،ڇهين . ستين عيسويءَ ۾ ٿي گذريو آهي. پنهنجي قوم ۽ امت ۾ بيپناهه مقبوليت سبب سندس زندگيءَ جا واقعات، حديثون ۽ روايتون سينه بسينه سانديون ويون. تحريري صورت ۾ انهن جو مجموعو،اٺين صدي عيسويءَ ۾ بغداد جي عالم ابن اسحاق (م ١٥٠ هه / ٧٦٧ ع ) جو تحرير ڪيل آهي، جنهن تي نائين صدي عيسوي ۾ ابن هشام مصري ( م ٢١٨ هه / ٨٣٣ ع) نظر ثاني ڪئي ۽ سندس تصنيف بنيادي ماخذ طور قبول ڪئي وڃي ٿي.[٣٠]

غير مسلم سوانح نگارن ۾ هڪ سرياني زبان جي عالم جو هڪ ڪتاب ستين صدي عيسويءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ حضرت محمد صلي الله عيه وسلم جو ذڪر پهرين جلد ۾ ڪيو ويو آهي. زماني جي قريب هجڻ سبب اهو ذريعو به اهم آهي. ازانسواءِ تنقيدي ۽ مخالفانه سوانح نگاري ۾ نائين صدي عيسوي جو بظنيطيني واقع نگار ( سرڪاري ملازم) " ٿيوفينس،" جو ڪتاب قابل ذڪر آهي جو بعد جي مخالف سوانح نگارن جو اهم بنيادي ماخذ آهي.

# باب يارهون

١:- " احوال الانبياء...." - ايضا - ج ١، ص ٣٦.

٢:- - ايضا -، ص ٥٧، اسلامي انسائيڪلوپيڊيا - ايضا - ص ص ٦٧ - ١٦٦، " حياة محمد صلعم"، مرتبہ استاد محمد حسين هيڪل مصري، اردو ترجمہ - ايضا - ص ص ٢٠٧ - ٢٠٦.

٣:- غير ملڪي شراب ( خمر)، حاران ۽ لبنان مان درآمد ڪيو ويندو هو: هٽي شسٽري آف د عربس، - ايضا - ، ص ١٩.

٤:- هٽي - ايضا - ، ص ١٠٣

٥:- - ايضا - ، ص ١٠٥: هڪ ٻئي، جنوبي عربستان جي، نوشتہ ۾ " شرڪ" ۽ " ڪفر" جا الفاظ استعمال ڪيل آهن: - ايضا -

٦:- - ايضا - ، ص ٩٧

٧:- - ايضا - ، ص ص ٥٥ - ٥٢

٨:- - ايضا - ، ص ٥٥

٩:- - ايضا - ، ص ص ٥٧ - ٥٥.

١٠:- - ايضا - ، ص ٥٩

١١:- - ايضا - ، ص ٦٢

١٢:- - ايضا - ص ٦٦

١٣:- - ايضا - ص ص ٦٨ - ٦٧

١٤:- - ايضا - ص ٧٤

١٥:- - ايضا - ص ٨٠

١٦:- - ايضا - ص ٨٥

١٧:- - ايضا - ص ص ٩٩ - ٩٨

١٩:- - ايضا - ، ص ١٠١

٢٠:- بائيبل مقدس جي پراڻي عهدنامہ ۾ " سبائن" کي " شيبا"

(Sheba) لکيو ويو آهي ( پيدائش جو باب ١٠، آيت ٢٨ ، باب ٢٥، آيت ٣، وغيره) اتان " ملکہ سبا" کي " ڪئين آف شيبا" (Queen of Sheba) لکيو ٿو وڃي.

٢١:- " حياة محمد صلعم" - ايضا - ص ٢٠٧، هتي - ايضا - ص ٣٢

اصل عرب قوم جا ہہ قسم عربي شجرن ۾ ملن ٿا: " باعده" ۽ باقيه" "باعده" ۾ عاد، ثمود، تسم ۽ جدي نسل شامل هئا. " ثمود" جو ذڪر سارغون ثاني ( ٧٠٥ - ٧٤٥ ق - م) جي چپري احوال ۾ ڪيل آهي ۽ ڪلاسيڪل ادب ۾ انهي اصل عرب قبيلي کي " تمودائي" (Tamudaei) لکيو ويو آهي. ( - ايضا - ، ص ٣٠) " عاد" قبيلي بابت سمجهيو وڃي ٿو تہ " حضرموت" جي قديم علائقي ۾ آباد هو. ( - ايضا - ، ص ٣٢) " باقيه" ۾ ہہ ٻن نسلن کي ڏيکاريو ويو آهي: " عاربه" ۽ " مستعربه" عاربه اصل عرب ليکيا وڃن ٿا، جيڪي " قحطان" جي نسل مان هئا ۽ " يمن" ۾ آباد هئا. " مستعربه" حضرت اسماعيل بن ابراهيم عليهم السلام جي نسل مان هئا ۽ عربستان جي مختلف علائقن ، حجاز، نجد شمالي عربستان، نباطين جي علائقي ۽ پالميرا ۾ آباد هئا. بعد ۾ انهن کي عدناني ۽ نزاري نالو ڏنو ويو ۽ شمالي عربستان سان وابستہ رهيا. عدناني ۽ يمني يا قحطاني نسل ، تاريخ جي ورقن ۾، هڪ ٻئي جا حريف رهيا آهن.

٢٢:- حوالو هيٺ مٿي، حافظي مان لکيو ويو.

٢٣:- " حياة محمد صلعم" - ايضا - ص ص ٢١ - ٢٢٠.

٢٤:- سيد امير علي، " اشارٽ هسٽري آف ساراسينس" مڪملن اٿنڊڪو نيوارڪ ١٩٦١ع، ص ص ٦ - ٥

٢٥:- - ايضا - ص ٦.

٢٦:- مارٽن لنگس ( ابوبڪر سراج الدين) ، " محمد ، هزلائيف بيسڊ آن ارليئيسٽ سورسز، سهيل اڪيڊمي لاهور ١٩٩٤ع ص ص ٩ - ٧

٢٧:- - ايضا - ، ص ص ١٤ - ١١٣، " حياة محمد صلعم" - ايضا

- ص ص ٢٢١ - ٢٢٨.

٢٨:- " حياة محمد صلعم. - ايضا - ص ٢٣٦.

٢٩:- مائيكل هارث، " دهندريد..." ص ٣

٣٠:- " حياة محمد صلعم" - ايضا - ص ص ١١٥ - ١٠٣ " جمع حديث" استاد محمد حسين هيكل جي تحرير تي مترجم جا حاشيه.

# ڪتابيات

١:- احوال الانبياء عليهم السلام، ٢ جلد، مولف طيب علي ، علي ياڻي ڪريم جي علوي، اردو مترجم سيد عزت علي، حسني اڪيڊمي سوسائٽي ڪراچي ١٩٨٧ ء ١٩٩٠ع.

٢:- اسلامي انسائيڪلوپيڊيا " مدير سيد قاسم محمود، شاهڪار بُڪ فائونڊيشن ڪراچي ١٩٨٤ع.

٣:- " تفسير المنير" ( سنڌي) مترجم علامه علي خان ابڙو، سنڌيڪا، ڪراچي ١٩٩٦ع.

٤:- پيرومل مهر چند آڏواڻي، " قديم سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ٽيون ڇاپو ١٩٩٢ع (١٩٨٠ع).

٥:- حياة محمد صلعم، مرتب استاد محمد حسين هيڪل مصري، اردو مترجم ابو يحيٰ امام خان نوشهروي، اداره ثقافت اسلاميه لاهور، ١٩٥٥ع.

٦:- " عوارف المعارف" شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي، اردو مترجم حافظ سيد رشيد احمد ارشد، شيخ غلام علي اينڊ سنز لاهور، ٽيون ڇاپو ١٩٨٢ع.

٧:- قصص القرآن، حصه اول، مولف مولانا محمد حفظ الرحمان، مڪتبه مدنيه، لاهور، ٽيون ڇاپو ١٣٦٩هه.

٨:- " قديم شهنشاهيان" ، مولف مولانا سيد طفيل احمد منگلوري، اڪيڊمي آف ايجوڪيشنل ريسرچ ڪراچي ١٩٨٩ع.

٩:- " رباعيات حڪيم عمر خيام به ٣٠ زبان بڪوشش محسن رمضاني، انتشارات پديده ايران تهران، نومبر ١٩٨٧ع.

١٠:- سنڌ جي تاريخ، مرتب مولوي نور محمد نظاماڻي، ياگو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڇاپو ٽيون، ١٩٨٨ع.

١١:- سومرو عبدالغفار ( ڊاڪٽر): " علم فلڪيات"، سنڌ سائنس سوسائٽي ڄامشورو، ١٩٨٦ع.

١٢:- " شاهه جو رسالو" مرتبه علامه امداد سي امام علي قاضي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ٽيون ڇاپو ١٩٩٣ع.

١٣:- صديقي محمد ادريس، سنڌو ماتر جي سيپتا، سنڌي ترجمو شمس سرڪي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، ١٩٧٩ع.

١٤:- ڪتاب مقدس ( اردو) ، بائيبل سوسائٽي لاهور ١٩٥٥ع.

١٥:- مقدس بائيبل ( دهولي بائيبل ان سنڌي)، بائيبل هائوس لاهور، ٻهريون ڇاپو ١٩٨ع.

١٦:- مقدمه تاريخ ابن خلدون ، اردو ترجمو مولانا عبدالرحمان دهلوي الفيصل لاهور، ١٩٩٣ع.

١٧:- نعيم احمد، ڊاڪٽر: اقبال کا تصور بقائ دوام، اقبال اڪادمي پاڪستان، لاهور ١٩٨٩ع.

# Billiography:

1: Ameer Ali , Syed: A Short History of the Saracens, Macmillan & Co Ltd. New York, 1961.

2: Agrawala, P.K: The Early Indian Mother Goddess Votive Disks, East & West, Rome ( Italy) 1979.

3: Abbott, T, Sind _ A Re _ interpretation of the Uunhappy Valley , (Published for the University of Bombay), Indus Publications, Karachi. 1977.

4: Basham, A. L : The Wonder That was India ( III Revised Edition) Sidgwick & Jackson, London, 1985.

5: Bergsoe Paul: The Universe and Man, Eng. Translation Katherine John, Methuen & Co. Ltd. London, 1962.

6: Briffault Robert, Dr. The Making of Humanity, Islamic Book Foundation Lahore, 1980.

7: Bhagwad Gita , Eng. Translation by Swami Prabha Vinanda & ChristopherAshrod, Mentor Religious Classics, Vth Edition, 1958.

8: Brockelmann, Carl: History of the Islamic Peoples, Routledge & Kegan paul Limited, London 1949.

9: Broad, C,D, The Mind and its Place in Nature, Roultedge & Kewgan Pall, London.1962.

10: Chambers,s Encyclopaedia ( New Revised Edition) Inter national Learing Systems Corp. Ltd, London, 1969

11: Cottrell Leonard, The Lost Pharaohs, Pan Book,s Ltd. London, II Edition, 1960.

12: Darwin, Charles: The Descent of Man , John Murray London 1890.

13: Darwin, Charles: The Origin of Species ( Illustrated, Abridged and Introduced by Richard E: Leakey, Book Club Associates, London 1979 Edition.

14: Encyclopaedia Britannica, The University of Chicago ( U S A), 1969 _ Edition.

15: Elsa Kazi, Civilization Through the Ages, II Edition, Institute of Sindhology University of Sindh, Jamshoro, 1988 ( First Published by Sindh pak Publishers Hyd. 1956.)

16: Frolov Ivan, Man _ Science _ Humanism: A New Synthesis' Progress Publishers, Moscow, 1996.

17: Gazetteer of the Province of Sind, Compiled by E. H. Aitken, Mercantile Press Karachi, 1907.

18: Hitti P.K: History of the Arabs, Macmillan & Co Ltd, N.Y.

19: Honigmann, John. J: The World of man, Harper & Brothers, Newyork, 1959.

20: Hart, Michael: The 100 _ A Ranking of the Most Influeutial Perssons in History, Simon & Schuster, London 1993. ( The Visual Library Newyork).

21: Holy Bible ( Appointed to be read in churches) Newyork Bible Society ( established 1809).

22: Huuter William Wilson, Sir: A Brief History of the Indian Peoples, Oxford Clarendon Press 23 rd. Edition, 1903.

23: Hitti, Philip K: The Arabs _ A Short History, IVth Edition, Macmillan& Co Ltd, London 1960.

24: Jairazbhoy, The First Goddess of the Indo _ Pakistan Subcontinent, A New Theory, Sindhi Kitab Ghar,( Ma-

zhar Yusif) Karachi. 1990.

25: Jairazbhoy RA: Origin and Spread of Ancient Civilization,s Menander Publications, Sohail Press Karachi, II Edition 1994.

26: Kuhn Herbert, On the Track of Prehistoric Man, Random House, Newyork, 1955 ( Eng. Translation by Alan Houghton Brodrick.)

27: Kazi, I. I.( Allama) & Else Kazi, Mr, & Mrs. Adventures of Brown Girl in Search for God, Arthur Stockwell Ltd. London, 1933.

28: Lambrick H. T : Sind Before the Muslim Conquest, Sindhi Adabi Board Hyderabad. 1973.

29: Lambrick, H. T: Sind _ A General Introduction, Sindhi Adabi Board. Hyderabad. / Jamshoro, III Edition. 1986.

30: Lahore Museum Bulletion, Vol I , 1988.

31: Lings Martin: Muhammad, his life based on the earliest sources, Suhail Academy Lahore VIth Edition, 1994.

32: Majumdar, Raychaudhuri & Datta: An Advanced History of India IIIed. Macmillan, London, St. Martins,press Newyork 1967.

33: Muhammad Iqbal, Allama, The Reconstruction of Religious Thought in Islam, Ed& Annotated by M. Saeed Sheikh, Iqbal Academy Pakistan Institute of Islamic Culture, Lahore, II Edition, 1989.

34: Nehru Jawaharlal, The Discovery of India, Signet Press CalCutta, VI Edition, 1956.

35: Perry Marvin, man,s unfinished journey __ A world history, Houghton Mifflin Company, 1978 Edition.

36: Panhwar M. H: Chronological Dictionary of Sindh, Institute of Sindhology University of Sindh, Jamshoro, 1983.

37: Panhwar M. H: Source Material on Sin, Institute of Sindhologo, University of Sindh, Jamshoro, 1977.

38: Qureshi Ishtiaq Hussain, Maaref Limited, Karachi, II Edition, 1977.

39: Russell Bertrand, ( Lord), Mystisuism and Logic, A Free Man,s Worship, London, 1903.

40: Sastri, KN: New light on the Indus Civilization, Vol. I Atma Ram & Sons, Delhi, 1957.

41: Some Sayings of the Buddha, According to the Pali Canon, Translated by, F, L . Woodword, Oxford Univeristy Press, The world Chassics Edition 1939.

42: Siddiqui, Habibullah: Education in Sind __ Past and Present , Institute of Sinchology, Univeristy of sind, Jamshoro, 1987.

43: The Autobiography of Charles Darwin ( 1809 _ 1882) New Yark ( Harcourt Brace & Co), 1958.

44: The Holy Quran, English Translation & Commentary by Maulvi Muhammad Ali, II Edition, Lahore, 1920.

45: The Daily Dawn Karachi.

46: The Ayodhya Canto of the Ramayana, As Told by Kamban, Trauslated from the Tamil by C. Rajagopala Achari, Sahitya Akademi, New Delhi, Unesco, 1961.

47: Woodcock, Greeks in India, London 1966.

48: Wijeysingha, E., The story of Mankind, Rayirath publication & Chopmen Enterprises, Kuala Lumpur & Singa pore, IX Edition 1971.

# انڊيڪس ( اشارات )

- ص ص ٢٣١ - ٢٢٨.

٢٨:- " حياة محمد صلعم. - ايضا - ص ٢٣٦.

٢٩:- مائيكل هارث، " دهندريد..." ص ٣

٣٠:- " حياة محمد صلعم" - ايضا - ص ص ١١٥ - ١٠٣ " جمع حديث" استاد محمد حسين هيكل جي تحرير تي مترجم جا حاشيه.

حجاز جي بدوي قبيلن جو عام مزاج ٻن فطري اصولن تي ٻڌل هو: هڪ "مروءہ" معنيٰ مردانگي ۽ ٻيو "ارد" معنيٰ عزت نفس. "مروءہ" يعني مردانگي ۾ شامل ان جا ٽي "فروع" يا شاخون هيون: همت، وفاداري ۽ سخاوت. همت جو اندازو "غزوات" يا ڌاڙن جي تعداد مان لڳايو ويندو هو. وفاداري قبيلي ۽ شيخ سان وابستہ هئي. سخاوت جو ثبوت مهمانن لاءِ اٺ کهي دعوت ڪرڻ مان ملندو هو. حاتم طائي، جنهن غالباً سن 605ع ۾ وفات ڪئي، بدوي سخاوت جي علامت طور اڄ ڏينهن تائين دنيا ۾ مشهور آهي. ننڍپڻ ۾ پنهنجي پيءُ جا ٽي اٺ ڪهي واٽهڙو ماڻهن کي کارايائين ۽ بچيل گوشت انهن کي ڏئي ڇڏيائين جنهن تان ناراض ٿي سندس پيءُ کيس گهر مان ڪڍي ڇڏيو.

سائرس ذوالقرنين جي مقبره تي ايلامي زبان ۾ هي عبارت نقش ٿيل آهي:

"اي انسان ! آءُ سائرس آهيان، جنهن پارسين جي شهنشاهيت جو بنياد وڌو ۽ جيڪو ايشيا جو بادشاهہ هو، تنهنڪري منهنجي هن يادگار تي حسد نہ ڪر!"

مهاتما گوتم ٻڌ اسي ورهين جي ڄمار ۾ "ڪاشي نگر" جي مقام وٽ وفات ڪئي. سندس آخري الفاظ هن طرح محفوظ ڪيا ويا آهن: "جزن مان جڙيل سيني شين جو فنا ٿيڻ لازمي آهي، اپرماد (سرجوشي) سان پنهنجي ڇوٽڪاري جو حساب لڳايو."

دواميت جو فلسفو قديم ايراني، عبراني، هندو ۽ ٻڌ مذهبن ۾ شامل آهي، دواميت جا چار مرڪزي متا آهن:

(1) دنيا خدائي بنياد تي قائم آهي، جنهن ۾ خدا جي دائمي وجود جون ڪجهہ اڏوگابريون (اڻ پوريون) سچايون وجود ۾ اچن ٿيون، جنهن سان مادي ۽ انفرادي شعور جي هڪ گڏيل حيرت انگيز دنيا نظر اچي ٿي. ليڪن اصل دائمي خدائي بنياد جي هئڻ وجهڻ سان ان جو سمورو طلسمي وجود ختم ٿي ويندو ۽ اصل دائمي وجود ۾ ملي هڪ ٿي ويندو.

(2) انهيءَ خدائي دائمي وجود ۽ بنياد کي هڪ انسان نہ صرف عقل، قياس ۽ استدلال جي ذريعي محسوس ڪري سگهي ٿو بلڪ وجدان، الهام ۽ خواب وسيلي پڻ هن کي انهيءَ جو ادراڪ (شعور) حاصل ٿئي ٿو.

(3) "انسان" مادي ۽ روح جو مرڪب آهي. ٻاهران نظر ايندڙ هڪ صفاتي انسان آهي، جيڪو اندر ۾ هڪ دائمي روح آهي ۽ دائمي وجود، "خدا"، جو هڪ حصو آهي. "انسان" انهيءَ پنهنجي دائمي روح سان سڌاٽپ ۽ تعلق پيدا ڪري سگهي ٿو.

(4) دنيا جي زندگي جو فقط هڪ مقصد آهي، پنهنجي دائمي روح يا ذات جي ذريعي، اصل بنيادي دائمي وجود جي يڪتائيءَ جي ڄاڻ پيدا ڪرڻ."

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇاالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)